# سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس

(خاص طور: سي. ايس. ايس، پي. سي. ايس ۽ ايم. اي سنڌي لاءِ)

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2006ع

Roshni Book No. 104

ڪتاب جو نالو: سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس
ليکڪ: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

چاپو پهريون: © روشني 1996ع
چاپو ٻيو: © روشني 2006ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد،
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

SINDHI ADAB JO TANQEEDI ABHYAS
by: Dr. Memon Abdul Majeed Sindhi
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 1996
Second Edition © Roshni 2006

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سچل بوڪ سينٽر، ممتاز مارڪيٽ - حيدرآباد
ڀٽائي ڪتاب گهر، گاڏي کاتو - حيدرآباد
سڪندري بڪ ڊيپو - ڪپرو
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ - نوابشاهه
حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ، سجاول
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
نئون نياپو، ڪتاب مرڪز، گهنٽي ٽاڪ - لاڙڪاڻو
نيشنل بڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
نوراني بڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
مدني بڪ ڊيپو، بندر روڊ - لاڙڪاڻو
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ - دادو
جنيد بوڪ ڊيپو - دادو
شاهه لطيف ڪتاب گهر، ميهڙ
مرچو لال بوڪ ڊيپو - بدين
عزيز ڪتاب گهر - ٻراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز - سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
تهذيب نيوز ايجنسي، پنج گلو چوڪ - خيرپور ميرس
قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو

# فهرست

# ٻہ اکر

الله تعاليٰ جي حمد ۽ نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت کان پوءِ پڌرو هجي، تہ سنڌي ادب اٿاهہ سمنڊ مثل آهي؛ جنهن جو ڪاٿو ڪڍڻ ۽ ڪچ- ماپ ڪرڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي. آءٌ چاليهن سالن کان سنڌي ادب جو اڀياس ڪندو رهيو آهيان. ان سان گڏ عالمي ادب ۽ ادب جي قديم ۽ جديد رجحانن، لاڙن ۽ تحريڪن جو مطالعو بہ ڪيو اٿم. نثر ۽ نظم جي مختلف صنفن جي فني سٽائن جوجائزو پڻ ورتو اٿم. ان کان پوءِ سنڌي ادب تي جيڪي سوچيو ۽ ويچاريو اٿم، ۽ ان جو فني، فڪري ۽ لساني تجزيو ڪندي، جيڪي ڪجهہ لکيو اٿم، اهو وقت بوقت مضمونن ۽ مقالن جي صورت ۾ پيش ڪندو رهيو آهيان. انهن مان تمام گهڻا مقالا مختلف رسالن ۾ ڇپيا آهن. ان کان سواءِ ڪجهہ اڻ ڇپيل مواد بہ موجود آهي.

اهڙيءَ طرح جيڪي ڪجهہ پلئہ پيو آهي، انهيءَ ميڙ- سهيڙ، ڪٽ- ماپ اکرن جي اکيڙ، پرک ۽ پروڙ ۽ تجزياتي اڀياس جي چونڊ هن ڪتاب ۾ پيش ڪري رهيو آهيان. هن ۾ اوهان کي قديم ۽ جديد سنڌي ادب جا مختلف رنگ- روپ نظر ايندا. اوهان محسوس ڪندا، تہ سنڌي ادب جي مختلف گلن جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ، جلوو ۽ جمال جدا جدا آهي، پر انهن جو روح هڪ آهي. يعني ڪثرت ۾ وحدت ۽ وحدت ۾ ڪثرت آهي. اوهان کي نظر ايندو، تہ سنڌي ادب جو منفرد انداز آهي، ۽ ان جا پنهنجا قدر آهن؛ جيڪي هر دور ۾ ڪارفرما رهيا آهن. هي مقالا جيتوڻيڪ جدا جدا وقتن تي ۽ مختلف عنوانن تي لکيل آهن؛ پر انهن جي ترتيب ۾ تسلسل رکيو ويو آهي. ڪوشش ڪئي ويئي آهي تہ گهڻي ۾ گهڻا موضوع اچن، جيئن ڪا کوٽ ۽ تشنگي محسوس نہ ٿئي. ان هوندي بہ مونکي اعتراف آهي، تہ ڪجهہ ڪمي

پيشي ضرور آهي. اوهان کي جيڪا ڪوٽ ۽ تشنگي محسوس ٿئي، ته ان کان راقم الحروف کي واقف ڪندا، لک ٿورا ٿيندا.

دعا آهي، ته الله تعاليٰ هن پيار جي پورهئي کي مقبولِ عام بنائي، جيئن سنڌي ادب جا شائق، ۽ ايم- اي، پي- سي- ايس ۽ سي- ايس- پي جا شاگرد ان مان فائدو حاصل ڪن.

عزيز شاگرد بدر ڏامراهي هن ڪتاب جي پريس ڪاپي تيار ڪرڻ ۽ پروفن پڙهڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. ان لاءِ آءٌ سندس ٿورائتو آهيان. روشني پبليڪيشن جي روح روان محترم علي نواز گهانگهري جا لک لائق، جو هن ڪتاب کي منظر عام تي آڻڻ ۾ پنهنجا وسيلا ۽ صلاحيتون صرف ڪيائين.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# علم ادب

علم ادب جي تعريف ۽ ڪارج بابت مختلف نظريا ۽ رايا آهن. ڪنهن فن ۽ ادب کي زندگيءَ جو عڪس سمجهيو، جيڪو هڪ شخصي مزاج جي آئيني ۾ نظر اچي؛ ڪنهن وري شخصيت کي گم ڪرڻ جو نالو ادب رکيو، ته ڪنهن شخصيت جي اظهار کي ادب جو نصب العين ٺهرايو. ڪنهن وري ادب لاءِ Super Personality يعني فوق الذات يا ماورائي شخصيت جو اصطلاح گهڙيو. ادب کي ڪڏهن زندگيءَ جي تنقيد بنايو ويو، ته ڪڏهن زندگيءَ جو اولڙو، ڪنهن ان کي زندگيءَ جو گل ۽ ميوو سڏيو، ته ڪنهن وري ان کي فڪر جي عمارت جي سونهن ڪوٺيو. اهي سڀ اڌ پوريون حقيقتون آهن. ادب اهو سڀ ڪجهه ته آهي، پر ان کان گهڻو وڌيڪ به آهي. علامه آءِ. آءِ قاضي صاحب ادب جي تعريف هن طرح بيان ڪئي آهي:

"ها تحرير جا ادب، لطافت طبع زيب ۽ زينت واري عمل ڏانهن اشارو ڪري ۽ انهن خوبين جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري".

حقيقت اها آهي، ته ادب علمن جي سيني شاخن تي حاوي آهي؛ ۽ سمورن علمن کي پنهنجو مخصوص رنگ ۽ روپ ڏئي پاڻ ۾ سمائي ٿو ڇڏي. ٻين علمن کي اسان غير تڪويني ادب چئي سگهون ٿا، پر ادب چئي نه ٿا سگهون. ان قسم جا جيڪي به علم آهن، انهن جو مقصد علميت ۾ اضافو ڪرڻ هوندو آهي، ۽ علمن ۾ بيان تي زور نه ڏنو ويندو آهي، پر ادب ۾ انداز بيان جي ڪافي قدر و قيمت آهي. ادب اسان انهيءَ شيءِ کي چئون ٿا، جنهن ۾ ٻنهي ڳالهين جو خيال ڪيل هجي. يعني ان جي مواد ۾ علم انسان جي دلچسپيءَ جو سامان هجي؛ ۽ ان مواد جو انداز بيان ذاتي، داخلي ۽ دلڪش هجي. ان ٻئي پهلوءَ کي "اسلوب بيان" به چيو ويندو آهي. انهن ٻن ڳالهين جي هجڻ ڪري ادب ۾ تاثر ٿئي ٿو. ٽي. سي- ايم جوڊ ته ايتريقدر چوي ٿو:

"مصوريءَ ۽ موسيقيءَ جي مقابلي ۾، ادب جي طاقت ۽ تاثير تمام زياده آهي. حقيقت ۾ ادب جي رنگينيت ۽ دلچسپين جي ڪا به حد مقرر ڪري نٿي سگهجي؛ ڇاڪاڻ جو ان ۾ انساني

تجربي جو سمورو عڪس، ۽ انساني فطرت جي هر رخ کي
پوريءَ طرح ظاهر ٿيڻ جو موقعو ملي ٿو."

**حقيقت پسندي:-**

سماج ۽ ماحول ڪن حقيقتن تي دارومدار رکي ٿو. اديب جي آڏو حقيقتون ئي حقيقتون ڦرنديون رهن ٿيون. جن جو هو مشاهدو ۽ مطالعو ڪري متاثر ٿئي ٿو. ان ڪانپوءِ جذبات ۽ احساسات سندس دل ۾ اٿپن ٿين ٿا، جن کي لفظن جو ويس پهرائي پيش ڪري ٿو، تہ جيئن پڙهندڙ بہ ان مان اهوئي تاثر حاصل ڪن. انهيءَ ڪري اديب جو حققت نگار هئڻ ضروري آهي. حقيقت نگاري ادب جو اهم قدر آهي. ڪنهن بہ شاعر ۽ اديب جو قدر ۽ قيمت جانچڻ لاءِ ضروري آهي، تہ اهو ڏٺو وڃي، تہ ان جي شهپاري ۾ حقيقت پسنديءَ جو عنصر ڪيتري قدر آهي. يعني هو ڪيتري قدر انهن سيني شين جي گهرائين تائين پهچي ٿو. جيڪي سندس علم ۽ ادراڪ جي دائري ۾ اچن ٿيون؛ ۽ پاڻ ۾ انهن جي فرق کي ڪيستائين علحده ڪري ٿو. "هاورڊ فاسٽ چوي ٿو: "ادب واقعيت جو هڪ حصوآهي ۽ زندگيءَ جي حقيقت سان مڪمل طور وابستہ آهي. هن جو زندگيءَ کان جدا ڪو وجود ڪونهي، ۽ نہ فنڪار ئي ڪنهن فرد کان ڪو جدا وجود رکي ٿو."

مطلب تہ ادب اهو ئي چئي سگهجي ٿو. جنهن ۾ انسان جي دل جي ڌڙڪن بند هجي، جنهن جي ماحول ۾ هلندڙ چلندڙ انسان سامهن ڪندو نظر اچي، جنهن جي فضا ۾ اسان جا ٽهڪ ۽ سڏڪا ٻڌي پڌڻ ۾ اچن. مطلب تہ ادب زندگيءَ جو آئينہ دار آهي. زندگيءَ جو هر واقعو ادب جو هڪ موضوع بنجي سگهي ٿو. ادب زندگيءَ جي هر پهلو کي روشن بہ ڪري ٿو، تہ ان تي طنز بہ ڪري ٿو. جيئن تہ ادب زندگيءَ جو آئينہ دار ۽ سماج ۽ ماحول جو ترجمان آهي، تنهنڪري ادب سان ئي قوم جي سياسي، سماجي، اخلاقي ۽ مذهبي انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. فرانسي اديب "تيني" جو بہ ادب متعلق ان قسم جو رايو آهي. هو ادب ۾ هنن ٽن عناصر کي شامل ڪري ٿو: نسل، ماحول ۽ عصري رجحان. يعني سندس نظريي موجب سماج جي مطالعي کي ئي ادب ۾ وڏي اهميت آهي.

ادب تي اديب جي زندگيءَ جو بہ وڏو اثر هوندو آهي. جيتوڻيڪ اديب جي زندگي بہ سماج جو هڪ جز آهي، تڏهن بہ هر ڪنهن جي زندگيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي انفراديت هجي ٿي. اهو ئي سبب آهي، جو هر اديب جي فن پاري ۾ ٿوري ڪي گهڻي انفراديت ضرور هوندي آهي. چيو ويو آهي، جيئن تہ هر زندگيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي انفراديت آهي، انهيءَ ڪري ئي هر اديب جي فن پاري ۾ نواڻ ۽ تازگي آهي.

ڏٺو وڃي تہ اسان جو قديم ادب بامقصد بہ آهي، اتہ مذڪوره قدر جو حامل بہ آهي. اسان جي قديم شاعرن ۽ اديبن انسان جي سڌاري ۽ انسان دوستي جي ترويج لاءِ پنهنجا پرخلوص جذبات ۽ احساسات نهايت دلڪش ۽ رنگين نوع ۾ بيان ڪيا آهن. سنڌي اديبن ڪي پنهنجي فن سان بي پناهہ خلوص پئي رهيو آهي. هنن جيڪي چيو ۽ لکيو آهي، اهو دل جي گهرائين مان چيو آهي. انهيءَ ڪري چئي سگهون ٿا، تہ "خلوص" انسان جي ادب جو پهريون ۽ بنيادي قدر آهي ۽ خلوص جي ڪري ئي ادب ۾ صداقت ۽ حقيقت پسندي آئي آهي. هنن جي ڪردار نگاري، منظر نگاري ۽ واقع نگاري سڀ صداقت ۽ حقيقت تي مبني آهن. انهيءَ ڪري صداقت اسان جي ادب جو ٻيو قدر آهي.

حسن، تہ ادب جي جان آهي. حسن ۽ عشق ئي ادبي شهپارن کي جلا بخشين ٿا، ۽ ان ۾ دلڪشي ۽ رنگيني پيدا ڪن ٿا. اهڙيءَ طرح سنڌي ادب ۾ ٻہ حسن جي رنگيني جمال جو جلوو ۽ عشق جو سوز و گداز شامل آهي. انهيءَ لحاظ کان "جمال" اسان جي ادب جو جو ٽيون بنيادي قدر آهي.

وقت ڪنهن جي هٿ وس نہ آهي. هر گهڙي هر پلڪ دنيا جي هر شيءِ بدلجندي رهي ٿي. ادب نہ انهيءَ ڪيفيت کان وانجهيل آهي ۽ نہ ئي رهي ٿو سگهي. اهو ئي سبب آهي، جو انسان هر ڳالهہ ۾ نواڻ چاهي ٿو، پوءِ ڪٿي اهو رهڻ جو گهر هجي، يا پهرڻ جي پوشاڪ، اٺڻي ويهڻي هجي، يا سينگار يا نامہ - نوهہ؛ ادب هجي يا ٻيا فنونِ لطيفہ. عربي مقولو آهي: "ڪل جديد لذيذ". يعني "جدت پسندي انسان جي فطرت آهي." انهيءَ لحاظ کان سنڌي ادب جو نون ڏارائن، نون لاڙن، نون خيالن، نون رجحانن کان متاثر ٿيڻ لازمي امر آهي. اهو ئي سبب آهي، جو سنڌي شاعرن ۽ اديبن پنهنجي فن پارن ۾ فن

توڙي فڪر جي لحاظ کان جدت پيدا ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش پئي ورتي آهي. انهيءَ نقطه نگاهه کان ڇئي سگهجي ٿو تہ ”جدت“ اسان جي ادب جو چوٿون قدر آهي.

جيڪڏهن انسان جي مزاج ۽ فطرت، تهذيب ۽ تمدن جو جائزو ورتو ويندو، تہ معلوم ٿيندو تہ انسان جدت پسند هجڻ سان گڏ ترقي پسند بہ رهيو آهي. يعني هميشه هر ڳالهہ ۾ ترقي ڏانهن وک ۽ اڳتي قدم وڌائڻ جي ڪوشش ۾ مشغول پئي رهيو آهي. البت سندس ترقي پسنديءَ جو رخ، مقصد ۽ نقطئہ نظر هر دور توڙي ساڳي ئي دور ۾ مختلف رهيو آهي. ڪڏهن هو مذهبي تعليم جي زير اثر ترقي پسند رجحان رکي ٿو، تہ ڪڏهن هو سياسي ۽ سماجي نظرين ۽ ڏارائن مطابق ترقي پسند نقطئہ نظر رکي ٿو. بهرحال هو پنهنجي پر ۾ پاڻ کي شعوري توڙي لاشعوري طور ترقي پسند سمجهي ٿو. مطلب تہ ترقي پسندي کان منهن موڙڻ انسان جي فطري تقاضائن جي ابتڙ آهي. سنڌي اديبن بہ هر دور ۾ مختلف رجحانن، نظرين ۽ ذهني لاڙي موجب پنهنجي لکڻين ۾ ترقي پسندي اختيار ڪئي آهي. يعني ”ترقي پسندي“ اسان جي ادب جو پنجون قدر آهي.

هن ڪتاب ۾ سنڌي ادب جي نظم ۽ نثر جي مختلف صنفن جا فني ۽ فڪري اصول بيان ڪيا ويا آهن، ۽ سنڌي زبان ۾ انهن جي ارتقا تي مختصر مگر جامع نموني روشني وڌي وئي آهي. ان کان سواءِ سنڌي نثر جي مختلف صنفن جي بنيادي ۽ ڪلاسيڪي ڪتابن جو ادبي، فني، فڪري ۽ تنقيدي جائزو پيش ڪيو ويو آهي. تنقيد جي جديد اصولن، سنڌي تنقيد جي روايتن، ۽ مغربي ادب جي رجحانن جي بہ ڪجهہ قدر اپٽار ڪئي ويئي آهي. نہ فقط ايترو پر چند مکيہ نثر نويسن جي ادبي خدمتن جي وضاحت بہ ڪئي ويئي آهي.

# ادبي اهڃاڻ ۽ لاڙا

وقت ڪنهن جي هٿ وس نہ آهي، هرگهڙي هر پلڪ دنيا جي هرشيءِ بدلجندي رهي ٿي. ابن عربي لکيو آهي تہ، ”ڪائنات جي هرشيءِ هميشه پنهنجي حالت کان ٻي حالت ڏانهن منتقل ٿيندي رهي ٿي.....“ الله تعاليٰ جو فرمان انهيءَ حالت کي ظاهر ڪري ٿو (کل يوم هو في شان)؛ ”هر ڏينهن جي حالت [illegible] هي“ ادب بہ [illegible] ڪيفيت کان وانجهيل رهي نہ ٿو سگهي. ان جو نون ڌارائن، نون لاڙن، نون خيالن، نون رجحانن کان متاثر ٿيڻ لازمي امر آهي.

سائنسي ترقيءَ سبب دنيا تمام سوڙهي ٿي وئي آهي. اهوئي سبب آهي، جو ادب جي دنيا ۾ پيدا ٿيندڙ نيون نيون تحريڪون ۽ رجحان هر هنڌ جلد جلد پهچي وڃن ٿا، ۽ مختلف زبانن جي ادب تي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ سڌي يا اڻ سڌي طرح پنهنجا تکڙا اثر ڇڏين ٿا. سنڌي ادب بہ عالمي ادب ۽ جديد عالم ادبي تحريڪن کان الڳ رهي نہ ٿو سگهي، ۽ نہ ئي گهڻو وقت ان کي نين تحريڪن کان پري رکي سگهجي ٿو. اهڙي قسم جي ڪيتري بہ ڪوشش ڪئي ويندي، تہ اڪارتي ويندي. البت ادب کي پنهنجي روايتن کان بلڪل ڇني ڌار ڪرڻ بہ سونهائتو ۽ سڪارتو طريقو نہ آهي؛ ڇاڪاڻ تہ اسان جي روايت جون پاڙون سنڌي ثقافت ۽ ڪلاسيڪل ادب جي پاتار ۾ آهن؛ ۽ اسان جي عوام جي مزاج ۽ فطرت جي ترجماني ڪندڙ آهن. ان ڪري اسان جي ادب کي سنڌي عوام جي مزاج ۽ فطرت سان گڏ سفر ڪرڻو آهي. اهو ادب جيڪو پنهنجي روايتن کان ڪٽيل هوندو، سو بي پاڙي جيان هوندو، ۽ اسان جي سرسبز ۽ شاداب ادبي گلستان کي سڪائي ساڙي ڇڏيندو.

ادب کي روايتن کان ڪاٽڻ جو وڏو ڪارڻ مغربي ادب جون تحريڪون ۽ رجحانات آهن. انهن مغربي ادبي تحريڪن ۽ رجحانن جو مطالعو ڪيو ويندو، تہ معلوم ٿيندو، تہ اهي ڪڏهن بہ هڪ- ڪرا نہ رهيا آهن. انهن ۾ بہ وقت بوقت تبديلي ايندي رهي ٿي. بلڪ هڪ ٻئي جي ابتڙ تحريڪون، قدر ۽ رجحان بہ پيدا ٿيندا رهيا آهن. انهيءَ ڪري انهن جي پيروي ۽ پابندي

۽ سوچي سمجهي ڪرڻي آهي. حقيقت اها آهي، ته مغربي دنيا جو مزاج ئي منفرد آهي. ڪوبہ نظريو، ڪابہ تحريڪ ۽ ڪوبہ رجحان، ڪيترو بہ حقيقت جي ويجهو ۽ سائنسي سوچ مطابق ڇو نہ هجي؛ ڪي ان جي فائدي ۾ پنهنجون صلاحيتون صرف ڪندا، تہ ڪي وري ان جي مخالفت ۾ پنهنجي ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائيندا، ان ڦير گهير ۽ مٽ - سٽ جو خاڪو ڪجهہ هن طرح آهي.

اڻويهين صدي ۾ مغربي ادب، "حقيقت پسند" تحريڪ جي تابع هو. صديءَ جي آخر ۾ ان رجحان جي جاءِ "تاثريت" جي تحريڪ ورتي. انهن ڏينهن ۾ خاص طرح سان 'فلابير'، 'موپسان'، 'دوستوفسڪي'، 'آسڪروائيلڊ' ۽ 'ڊي. ايڇ لارنس' جي تحريرن پڙهندڙن کي تمام گهڻو متاثر ڪيو، ۽ هو پنهنجي تخليقي جواهر پارن کي ان قسم جو رنگ روپ ڏيڻ لڳا. 1914ع جي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ ادبي رجحانن هڪ نئون روپ اختيار ڪيو، ۽ اديب، مايوسي، لاچاري ۽ بيوسي جو ترجمان ٿيو. نتيجي ۾ ادب ۾ "اظهاريت" جي تحريڪ شروع ٿي، جنهن مروج اخلاقي ۽ فلسفيانہ قدرن کي هڪدم تبديل ڪري ڇڏيو. هن تحريڪ وارن حقيقت پسندن جي انهيءَ نظريہ کي بہ نہ ڏنو، تہ فقط سچائيءَ سان معلومات پيش ڪرڻ فن آهي. اڳتي هلي "دادائيت" ۽ "سر ريئلزم" جون تحريڪون اڀريون. دادائيت جي شروعات سوئٽزرلئنڊ ۾ 1916ع ۾ ٿي. جلدئي هن تحريڪ وارن سيني اخلاقي ۽ ذهني حدن کي اورانگهي، هر ٻي راهہ روي کي جائز ٺهرايو. انهن ڳالهين جي ڪري ڪيترائي اديب هن تحريڪ کان الڳ ٿي ويا، ۽ هڪ نئين مڪتبہ فڪر "سر ريئلزم" جو بنياد وڌائون.

"سر ريئلزم" جي تحريڪ وارن جو چوڻ آهي، تہ هن محسوسات واري عالم کان سواءِ هڪ ٻيو بہ جهان آهي، جيڪو هن ظاهر ۽ محسوس ٿيندڙ جهان کان جدا آهي. ان جهان تائين پهچ حاصل ڪرڻ جو واحد ذريعو لاشعور آهي، جنهن کان ڪم وٺڻ لاءِ ضروري آهي، تہ انسان عقل ۽ منطق کان ڪناره ڪش ٿي وڃي. انهيءَ ڪري "سر ريئلزم" ۾ خارجي ۽ معروضي حقيقت ڪابہ معنيٰ نہ ٿي رکي. ان جي جاءِ تي لاشعور جي داخلي حقيقت ئي سڀ تي مقدم آهي. انهيءَ ڪري تخليق ڪار حقيقت کي خارجي شين ۾ نہ

ٿو ڳولهي، پر ان لاءِ هو لاشعور جي مدد سان خود پنهنجي وجود جي گهرائين ۾ هليو وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو هي رجحان رکندڙ فنڪارن اهڃاڻي طريقو اختيار ڪيو آهي، جنهن ۾ هيئت ۽ موضوع جو ڪو تعين ڪونهي. "ڪافڪا" هن تحريڪ جو اولين علمبردار سڏيو وڃي ٿو.

اهڙيءَ طرح يورپ ۽ آمريڪا ۾ ادبي رجحان، متبادل ۽ بدلجندا رهيا آهن. انهن تحريڪن جو هلڪو يا چٽو اولڙو ڪڏهن ڪڏهن اسان جي ادبي تحريرن ۾ بہ نظر اچي ٿو. خاص طرح سان موجوده دور جي نئين ٽهي جي اديبن جي لکڻين ۾ بہ "دادائيت" جا رجحان بہ ملن ٿا، تہ ڪڏهن وري ڪن اديبن جي افسانن ۽ نظمن ۾ "سر ريئلزم" جو جلوو ۽ پرتوو بہ نظر اچي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو ڪڏهن هو آکاڻيءَ لکن ٿا تہ ڪڏهن ابتي گرامر ۾ ڪهاڻي سرجين ٿا. البت ڪوبہ سنڌي اديب ان جي مڪمل طرح پابندي ڪندي نظر نہ ٿو اچي. ان جو وڏو سبب اهو آهي، جو اهي تحريڪون اسان جي مزاج، طبيعت، ۽ معاشي، معاشرتي، ثقافتي ۽ روحاني تقاضائن سان مطابقت نہ ٿيون رکن. اردو جي مشهور شاعر فيض احمد فيض، اردو جي شاعر عارف عبدالمتين جي شعر جي مجموعي "مهرِ دونيم" جي پيش لفظ ۾ لکيو آهي:

"پنهنجي اندر ۾ ٽبي هڻي، صوفيءَ کي تہ شايد زندگيءَ جو سراغ ملي سگهي، پر اديب يا شاعر کي اهو سراغ لڳائڻ لاءِ فقط پنهنجي اندر ۾ ٽي نہ؛ پر پنهنجي چوڌاري رهندڙ انساني برادريءَ جي من ۾ بہ ٽبي هڻي پوي ٿي. هن کي قدرت طرفان اها لياقت ملي ٿي انهيءَ لاءِ آهي، تہ هو ڏسي وائسي، بري ۽ ڀلي کي سڃاڻي، ۽ پنهنجي پيڙا، ڪروڌ ۽ ڪاوڙ، خوشي ۽ غم، اميد ۽ آسري جو اظهار ڪري سگهي."

حقيقت اها آهي تہ ادب فقط انهيءَ لاءِ نہ آهي، تہ رڳو پاڻ پرچائجي يا پنهنجي ذهني تسڪين ۽ نفسياتي ڪشمڪش جي پورائيءَ لاءِ ڪاغذ ڪارا ڪجن؛ پر اديب تي پنهنجي سماج جون بہ ڪي جوابداريون آهن. هن کي اهو ڪجهہ تخليق ڪرڻ گرجي، جنهن ۾ سندس دل جي ڌڙڪن سان گڏ پنهنجي پسگردائيءَ ۾ رهندڙن جي جذبن، احساسن، امنگن، ارمانن،

محرومين ۽ مايوسين جو اظهار به هجي. نه فقط ايترو، پر هن کي پنهنجي روايتن، عوام جي مزاج ۽ فطرت، معاشي، معاشرتي، ثقافتي تقاضائن ۽ لاڙن جو لحاظ به رکڻو آهي. جيڪڏهن هن اکيون ٻوٽي مغرب ۽ مشرق جي ادبي لاڙن ۽ نظرين جي پيروي ڪئي، ته اهڙو ادب تعمير جي بدران تخريب جو باعث به بڻجي سگهي ٿو.

ادبي ڪارج جي سلسلي ۾ فلسطيني شاعره "فدويٰ طوقان" جي ڊائريءَ جو ورق دلچسپي جو باعث ٿيندو. هن پنهنجي ڊائريءَ ۾ هڪ اديب سان گفتگو درج ڪئي آهي، جنهن ۾ هنن ادبي لاڙن ۽ ادب جي افاديت تي ڳالهايو آهي. اديب جو سچو نالو ڏيڻ بدران فقط حرف "ل" آندو اٿس. لکي ٿي:

"اڄ منهنجو دوست "ل" مون سان ملڻ آيو. اسان گڏجي شاعر محمود درويش جو اهم نظم پڙهيو، جيڪو "الاداب" ۾ شايع ٿيو آهي. نظم جون ڪي فنڪارانه علامتون آهن. انهن علامتن کي سندس ذاتي مسئلن کان جدا ڪري ڏسي نه ٿا سگهون- اهي مسئلا، جيڪي ڪيس حقيقي زندگيءَ ۾ درپيش آهن، ان کان سواءِ سندس زندگيءَ جا تجربا ۽ پنهنجي ماحول سان انهن جي ڪشمڪش سان ڪيئن ان کي سمجهي سگهون ٿا. جيستائين اسان کي شاعر جي زندگي، سندس حالات ۽ نفسياتي ڪيفيت جي ڪا خبر ڪانهي."

منهنجي دوست چيو: "پرهڪ فنڪارانه عمل ته پنهنجي خالق جي شخصيت ۽ ماحول کان جدا هوندو آهي."

مون چيو: "اسان ان جدائگيءَ جو اعتبار ڪيئن ڪري سگهون ٿا. جڏهن اسان کي اها خبر نه هجي، ته شاعر جي شخصيت ڪهڙي آهي، سندس خيالات ۽ مسائل ڪهڙا آهن. اسان اهو سڀ ڪجهه معلوم ڪرڻ کان پوءِ ئي چئي سگهنداسون، ته شاعر پنهنجي فن پاري ۾ ڪيستائين پنهنجي ذات ۽ ماحول کان جداٿي سگهيو آهي. شايد تون ٽي. ايس. ايلٽ جي ان راءِ کان متاثر آهين، ته هڪ فنڪار پنهنجي فن ۾ پنهنجي ذات جو اظهار نه ڪندو آهي، بلڪه هو ان کان پنهنجي ذات جي متائڻ جو ڪم وٺندو آهي. ليڪن ايلٽ ڪجهه وقت

پوء پنهنجي اها راء بدلائي هئي، ۽ ڪيس پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪرڻو پيو هو."

اسان لاء زندگيءَ جي خام تجربن جي واقفيت اشد ضروري آهي. اهو ڏسڻ لاء ته شاعر انهن تجربن مان ڪيئن ڪم ورتو آهي، ۽ انهن کي پنهنجي فني عمل ۾ ڪهڙي نموني سمايو آهي. ها، ته محمود درويش جي زندگيءَ جي واقعن جو ان جي شاعريءَ سان گهرو تعلق آهي؛ ۽ ان جي نظم ۾ انسانيت جو جيڪو گهرو شعور ملي ٿو، اهو سندس زندگيءَ جي تجربن مان ئي ته ڦٽي نڪتو آهي.

مطلب ته اديب نه پنهنجو پاڻ پري رکي ادب تخليق ڪري سگهي ٿو، ۽ نه فقط پنهنجو پاڻ ۾ گم ٿي ڪو لافاني شاهڪار سرجي سگهي ٿو. هو پنهجي معاشري جي حوالي ۽ زمين جي نسبت سان ئي ڪا ڪارائتي شيءِ پيش ڪري سگهي ٿو."

جڏهن ادب ۽ صحافت ترقيءَ جي راهه تي اڳتي قدم وڌائيندا آهن، ته ڪيترائي لساني، فڪري ۽ فني معاملا ۽ مسئلا منهن ڪڍندا آهن. نه فقط ايترو، پر جدت، انفراديت ۽ دنيا جي ادبي تحريڪن ۽ لاڙن جون تقاضائون به اديب کي سوچ ۽ لوچ ۾ مبتلا ڪنديون آهن. اسان جي سنڌي زبان جو اديب، شاعر ۽ صحافي به اڄ ڪلهه انهن حالتن مان لنگهي رهيو آهي. ڏسڻ ۾ ايندو، ته هو ٻوليءَ املا، اسلوب بيان، نقطئه نظر، فن، فڪر، قدرن ۽ رجحانن ۾ نواڻ پيدا ڪرڻ لاء وڏا وس ڪري رهيو آهي. حقيقت ۾ اهي ڳالهيون زبان ۽ ادب جي ترقي ۽ واڌاري لاء تمام ضروري آهن. البت ان لاء مطالعي، مشاهدي ۽ ويچار جي سخت ضرورت آهي.

# اسلوب بيان

خيالات بيان ڪرڻ ۽ جذبات ظاهر ڪرڻ جي ڍنگ جو نالو اسلوب آهي. اسلوب جي هيءَ وصف نثر توڙي نظم ٻنهي سان لاڳو آهي. نثر ۽ نظم ۾ فرق هيءُ آهي تہ نثر سوچيل سمجهيل خيالن ۽ تڪيل توريل بيانن جي بيان ڪرڻ ڪي چئجي ٿو ۽ نظم تخيل ۽ جذبات جي ترجمانيءَ جو ذريعو آهي. اهڙيءَ طرح اسلوب جا ٻہ قسم آهن: نثري اسلوب ۽ شعري اسلوب. نثري اسلوب اهو آهي، جنهن جو تعلق بنيادي طرح خيالن جي ادائگيءَ سان آهي، ۽ شعري اسلوب اهو آهي، جيڪو جذبات جي اظهار لاءِ مخصوص آهي. خيالن جي ادائگيءَ مان مطلب هي آهي، تہ مصنف جا ذهني تجربا پڑهندڙ جي ذهن تائين پهچن. انهيءَ ڪري ليکڪ کي اهڙو اسلوب بيان اختيار ڪرڻو پوندو آهي، جيڪو سولائيءَ سان سمجهڻ جهڙو، واضح، قطعي ۽ استدلال هجي تہ جيئن هو، جيڪي خيال ظاهر ڪرڻ گهري ٿو، يا جنهن واقعي يا ڪيفيت کي هو بيان ڪڻ گهري ٿو؛ اهو پڙهڻ يا ٻڌڻ واري جي دماغ کي متاثر ڪري، ۽ کيس اها ڳالهہ ذهن نشين ٿي وڃي. ظاهر آهي تہ اهو اسلوب وزن ۽ قافيہ جي پابندي قبول نہ ٿو ڪري سگهي، ڇاڪاڻ جو اهڙيون پابنديون سندس خيالن جي آزادانہ اظهار ۾ رڪاوٽ وجهنديون.

شعري اسلوب جو معاملو ان کان بلڪل مختلف آهي- جيتوڻيڪ اهو صحيح آهي، تہ نظم جذبات جي اظهار جو ذريعو آهي، تہ لازمي طرح ان جو اسلوب بہ نثر کان مختصر هئڻ کپي. هي اهو اسلوب هوندو، جنهن ۾ هڪ بليغ ابهام هجي، هڪ لطيف نغمگي هجي، ۽ هڪ اهڙي رومانوي ڪيفيت هجي، جيڪا ٻڌندڙن يا پڙهندڙن جي وجدان کي اپيل ڪري سگهي، جيڪڏهن نظم جي لاءِ اهو اسلوب اختيار نہ ڪيو ويو، تہ شاعر جنهن جذبي کي، ٻين تائين پهچائڻ گهري ٿو؛ ان ۾ کيس ڪاميابي نہ ٿيندي. انهيءَ نغمگيءَ جي ڪري وزن ۽ قافيہ وجود ۾ آيو، ۽ انهيءَ ماورائي ڪيفيت لاءِ شاعر کي انوکين تشبيهن ۽ استعارن جو سهارو وٺڻو پيو.

نظم ۽ نثر جي اسلوب جي اها تشريح صحيح بہ آهي، پر ڪن جاين

تي اهو فرق ۽ امتياز ختم ٿي وڃي ٿو. حقيقت اها آهي ته نه نثري اسلوب مڪمل طرح جذبات کان وانجهيل ٿي سگهي ٿو، ۽ نه شعري اسلوب پوريءَ طرح افڪار کان بي نياز رهي سگهي ٿو. خود خيال ۽ جذبي ۾ ايڏو ويجهو تعلق آهي ۽ انهن جون سرحدون ايتري قدر مليل آهن، جو ان کي ڀن ڀاڱن ۾ ورهائڻ ڏاڍو ڏکيو ٿو لڳي. خيال جي تهه ۾ جذبي جي گهرائيءَ تائين خيال جي ڪارفرمائي هڪ اهڙي نفسياتي حقيقت آهي، جو ڪڏهن نثر ۾ نظم جهڙي ڪيفيت ملي ٿي، ته ڪڏهن وري نظم پڻ قافيه ۽ وزن جي هجڻ جي باوجود به نثر لڳي ٿو.

اسلوب جو ليکڪ جي شخصيت سان گهرو تعلق هوندو آهي. نقادن اسلوب کي مصنف جي شخصيت جو مظهر ڄاڻايو آهي. ڪن لکيو آهي، ته "اسلوب مان مطلب اهو منفرد اسلوب آهي، جنهن جي آئيني ۾ اسان مصنف جي شخصيت کي ڏسي سگهون ٿا." شخصيت جا به پهلو هوندا آهن: هڪ خارجي پهلو. يعني ان جا احساسات، رد عمل، خيالات ۽ نظريات، جيڪو خارجي پهلوءَ تي سرسري نظر وجهڻ سان معلوم ڪري سگهجي ٿو. البت شخصيت جي داخلي پهلو معلوم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي، ته ان شخص سان خيالن جي ڏي وٺ ڪئي وڃي، ۽ ان جون تحريرون پڙهيون وڃن. الله تعاليٰ هر انسان ۾ پنهنجون خوبيون ۽ خصوصيتون رکيون آهن. اهوئي سبب آهي، جو هر شخص جي سوچڻ جو مخصوص انداز هوندو آهي، جيڪو ماڻهوءَ جي ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ هڪ انفراديت پيدا ڪندو آهي. اهوئي منفرد لب و لهجو ليکڪ جو اسلوب سڏيو ويندو آهي. يعني اسلوب جي مدد سان اسان اسلوب واري کي سولائيءَ سان سڃاڻي سگهون ٿا. انهيءَ ڪري 18 صديءَ جي مشهور فرانسيسي صحافي 'بوفون' چيو، ته: "اسلوب مصنف جي شخصيت جو ٻيو نالو آهي."

اسلوب جي ماهيت کي سمجهڻ لاءِ مصنف جي شخصيت کان سواءِ اسلوب ۽ خيال جي تعلق کي به پيش نظر رکڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ جو بنيادي طرح اسلوب خيالات ۽ احساسات جي اظهار جو ذريعو آهي. جيڪڏهن ليکڪ پنهنجا خيالات ۽ احساسات پڙهندڙ تائين پهچائڻ ۾ ناڪامياب ويو، ته اهو ان جي اسلوب جو نقص سمجهيو ويندو. يعني ليکڪ جنهن موضوع

تي جيڪي ڪجهہ سوچيو ۽ ويچاريو آهي، اهو پڙهندڙن کي اهڙيءَ طرح ذهن نشين ڪرائي جو پڙهندڙن جي ذهن ۾ ان موضوع بابت ڪوبہ مونجهارو باقي نہ رهي. انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ ليکڪ جي ذهن ۾ ان موضوع جو واضح تصور موجود هجي. جيڪڏهن سندس خيالات ۾ مونجهارو هوندو، تہ اسلوب ۾ خود بخود الجهاءُ پيدا ٿي ويندو. اهڙي ليکڪ جو مونجهارو ڪڏهن ڏکين ۽ نامانوس لفظن جو سهارو وٺندو آهي، تہ ڪڏهن وري نامناسب تشبيهن ۽ اڻ سهائيندڙ استعارن ۾ پناهہ ڳوليندو آهي. جنهن ليکڪ وٽ پنهنجي موضوع بابت واضح تصور هوندو آهي، ان جي عبارت ۾ خود بخود سادگي ۽ فطري علامت هوندي آهي.

نثري اسلوب لاءِ اهو بہ ضروري آهي، تہ ان ۾ قطعيت هجي. قطعيت جو مطلب هيءُ آهي، تہ مصنف جيڪو پنهنجو خيال تحرير ۾ پيش ڪيو آهي، اهوئي خيال پڙهڻ سان پڙهندڙ کي بہ ذهن نشين ٿي وڃي؛ ان ڳالهہ جو امڪان نہ رهي تہ هڪ پڙهندڙ ان جو مطلب هڪڙو ڪڍي ۽ ٻيو پڙهندڙ ان جو ٻيو مطلب سمجهي. تشبيهون ۽ استعارا اسلوب کي خوبصورت بڻائيندا آهن؛ پر جيڪڏهن انهن جي بيجا ڀرمار ڪئي وئي، تہ اسلوب جي اهم خصوصيت "قطعيت" کي وڏو ڌڪو رسندو.

ان مان معلوم ٿيو تہ اسلوب جا ٽي پهلو آهن:

اسلوب اديب جي شخصيت جو مظهر آهي، خيالات جي اظهار جو ذريعو، ۽ ادب جي اهم تقاضا آهي. انهيءَ نقطہ نگاهہ کان اسلوب جي تعريف هيٺينءَ طرح بيان ڪري سگهجي ٿي:

"اسلوب مان مطلب آهي ڪنهن انشاپردار جو اهو مخصوص فنڪارانہ طريقہ ڪار، جنهن جي مدد سان اهو انشا پرداز پنهنجا خيالات ۽ احساسات پڙهندڙ تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو."

ادب جي تخليقي عمل جي تجزئي ۽ ڪنا ڪيڙ مان معلوم ٿئي ٿو، تہ اسلوب بيان جي ٺاهہ جوڙ ۾ پنج عناصر ڪار فرما آهن: مصنف، ماحول، موضوع، مقصد ۽ مخاطب. يعني اسلوب جي سٽاءَ ۾ انهيءَ ڳالهہ جو وڏو دخل آهي، تہ ڳالهہ ڪير ڪري رهيو آهي، ۽ ڪنهن کي چئي رهيو آهي. ڳالهہ ڪير چئي رهيو آهي مان مطلب آهي، تہ انشاپرداز جي علمي لياقت ڇا

آهي، ادبي ذوق ڪهڙو آهي ۽ ادب جي باري ۾ ان جو نقطہ نظر ڇا آهي.
وٽس موضوع جو واضح تصور آهي يا نہ؛ روايت جو پابند آهي يا تجربي کي
پسند ڪندڙ آهي.

ماحول مان مطلب آهي، ان زماني جو ادبي ذوق ۽ ادبي لاڙا، جنهن ۾
اهو نثر لکيو ويو. اهي لاڙا ان زماني جي سياسي، سماجي، ۽ اقتصادي نظام
جي پيداوار هوندا آهن. مصنف جيتوڻيڪ ڪيترُوڻي انفراديت پسند هجي؛
تڏهن بہ هو انهيءَ زماني جي ادبي مذاق سان وابستہ هوندو آهي.

موضوع- يا خيال جي نوعيت ڪيترن ئي نمونن جي ٿي سگهي ٿي.
مثلا علمي، تاريخي، افسانوي، سحافتي، تدريسي وغيره- هر موضوع هڪ
جداگانہ اسلوب سان واسطو رکي ٿو، ۽ هر قسم جي خيال جي ادائگيءَ لاءِ
هڪ ئي قسم جو اسلوب بيان ڪم ڏئي نہ ٿو سگهي. موضوع کان پوءِ
مقصد کي بہ وڏي اهميت آهي، جنهن جي لاءِ نيڪڪ لکڻ تي مجبور ٿيو. اهي
مقصد مختلف قسم جا ٿي سگهن ٿا. مثلاً پڙهندڙ کي مرعوب ڪرڻ، معقول
بنائڻ معلومات ڏيڻ، متاثر ڪرڻ يا محظوظ ڪرڻ. جيڪڏهن ڪيس مرعوب
ڪرڻو هوندو، تہ اسلوب اهڙو اختيار ڪندو، مقصد معلومات ڏيڻ هوندو، تہ
بياني اسلوب اختيار ڪندو؛ مقصد متاثرڪرڻ گهرندو، تہ پرجوش اسلوب
اختيار ڪندو؛ مقصد محفوظ ڪرڻ گهرندو تہ، مزاحيہ اسلوب اختيار ڪندو.

اسلوب جو آخري عنصر مخاطب آهي. مصنف کي اهو ڏسڻو آهي، تہ هو
جن ماڻهن لاءِ لکي رهيو آهي، اهي ڪهڙي طبقي سان تعلق رکن ٿا، انهن جي
علمي لياقت ڇا آهي، ادبي ذوق ڪهڙو آهي، رجحانات ڪهڙا آهن ۽ ڪهڙو
اسلوب بيان انهن جي دل ۽ دماغ تي سڀ کان وڌيڪ اثرانداز ٿي سگهي ٿو.
يعني مخاطب جي مزاج ۽ فطرت جو لحاظ رکڻ ڪانسواءِ، جيڪو بہ اسلوب
بيان اختيار ڪيو ويندو، اهو ڪيڏو بہ پرشڪوه ڇو نہ هجي، پر ان کي
ڪامياب اسلوب بيان ڪڏهن بہ چئي ڪونہ سگهبو.

ڪنهن اسلوب جي نالم جوڙ ۾ هونئن تہ مصنف، ماحول، موضوع،
مقصد ۽ مخاطب- سڀ عنصر ڪارفرما هوندا آهن، پر عام طرح ٿيندو هيئن
آهي، تہ انهن مان هڪ هڪ عنصر ٻين عناصرن تي غالب اچي ويندو آهي؛
جنهن جي ڪري اسلوب ۾ هڪ امتيازي خصوصيت پيدا ٿي پوندي آهي.

اهوئي انشاپرداز جو منفرد اسلوب بيان هوندو آهي، نه فقط ايترو پر هر مصنف وٽ يا هر قسم جي تحرير يا هر دور ۾ هڪ ئي قسم جو اسلوب بيان ملي نه سگهندو آهي.

انهيءَ نقطه نگاه کان ڏٺو ويندو، ته هر مصنف ۽ شاعر جو جداگانه اسلوب بيان نظر ايندو. سنڌي ادب جو جيڪڏهن انهيءَ لحاظ کان اڀياس ڪيو ويندو، ته معلوم ٿيندو، ته هر شاعر توڙي اديب جو پنهنجو منفرد اسلوب بيان آهي. شاهه لطيف جو شعر پري کان پڌرو. ڀلي شعر ۾ شاهه صاحب جو نالو نه هجي، پر شعر پاڻ پڌائيندو، ته اهو شاهه جو شعر آهي. اهڙي طرح سچل سرمست، سامي، بيدل، گل ۽ ٻين شاعرن جو پنهنجو پنهنجو اسلوب بيان آهي. جديد شاعرن ۾ به اها ڳالهه نظر ايندي. شيخ اياز ۽ نياز همايوني جي خيالن ۾ جيتوڻيڪ ڪيتري به هم آهنگي ڇو نه هجي، پرهر ڪنهن جو پنهنجو اسلوب بيان آهي، جيڪو هن پاڻ جوڙيو ۽ ٺاهيو، سنواريو ۽ سينگاريو آهي. شعر ۾ ته استاد بخاري جو اسلوب وري سڀني کان مختلف ۽ منفرد آهي. جديد شاعر، ڪلاسيڪي شاعرن کان ڪيترو به متاثر ڇو نه هجي، پر جيڪڏهن هو پنهنجو جداگانه اسلوب بيان جوڙي ٿو، ته ڪلاسيڪي رنگ جي باوجود سندس شاعريءَ ۾ انفراديت نظر ايندي.

اهڙيءَ طرح هر ڪنهن نثر نويس جو پنهنجو اسلوب بيان آهي. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي لکڻ جو رنگ ڍنگ مولانا دين محمد وفائيءَ جي اسلوب بيان کان جداگانه نظر ايندو. محمد عثمان ڏيپلائي کي اسلوب ئي وري پنهنجو آهي ڊاڪٽر گربخشاڻي ۽ ڪاڪي ڀيرومل جي اسلوب بيان ۾ به واضح فرق نظر ايندو. مطلب ته بلند پايه نثر نويس پنهنجو منفرد اسلوب بيان اختيار ڪندو آهي، جيڪو سندس تحرير کي ٻين کان الڳ ڪري بيهاريندو آهي. بلڪ هيئن چئجي ته صحيح ٿيندو ته، هر ليکڪ جو اسلوبِ بيان ئي کيس ٻين کان منفرد بنائيندو آهي.

# سنڌي تنقيد

فني لحاظ کان "تنقيد" هڪ ادبي صنف جي صورت اختيار ڪري چڪي آهي. تنقيد جو مطلب آهي: ڪنهن فن پاري جون خوبيون خاميون بيان ڪيون وڃن. لفظ تنقيد عربي لفظ "نقد" مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، روڪڙ، اها شيءِ جڪا هٿئون هٿ ڏني وڃي، پرکڻ، جانچڻ، ڪنهن کي ڪجهه روڪڙ ڏيڻ، چنڊ ڇاڻ ڪرڻ، ٺڪٺڪي ٻڌي ڏسڻ. تنقيد جو فن ادب جي پيدا ٿيڻ سان ئي شروع ٿيو آهي، ۽ مختلف صورتن ۾ هر دور ۾ موجود رهيو آهي ۽ هميشه موجود رهندو.

تنقيد جي هڪ شڪل تخليق جي اندر لڪل هوندي آهي، ۽ گهڻو ڪري هر ادب جي شروعات سان ئي وجود ۾ ايندي آهي. تخليق، هڪ فني شعور، روايت ۾ انفراديت، واقعي يا خيالي تجربن جي اظهار جي سليقي اسلوب ۽ لفظن جي استعمال جي اثر پيدا ڪرڻ جي صلاحيت ۽ قوت ادراڪ سان ئي پيدا ٿيندي آهي. اهي سڀ ڳالهيون خاص قسم جي تنقيدي بصيرت کانسواءِ ممڪن نه آهن. انهيءَ ڪري تخليقي عمل سان گڏوگڏ تنقيدي عمل مسلسل جاري رهندو آهي، ۽ تنقيد جي تاريخ، تخليقي ادب جي شروعات سان شروع ڪري سگهبي آهي. هر سني اديب ۽ شاعر جي تخليقن مان اسان اهي سمورا قدر اخذ ڪري سگهون ٿا.

سنڌي ادب جي مطالعي سان، اسان کي سنڌي زبان جي قديم شاعر ۽ سنڌ جي چاسر، شاه ڪريم کان ئي اهي قدر ملڻ شروع ٿين ٿا. ان جو ثبوت اهو آهي، جو شاهه ڪريم جا ڪيترا بيت، زندگيءَ جي تنقيد ۽ ترجماني هئڻ جي ڪري، ٻهاڪا ٿي ڪم ايندا رهيا آهن. شاه ڪريم کان پوءِ ٻين ڪلاسڪي شاعرن، جهڙوڪ: شاه عنات رضوي، شاه لطيف، سچل سرمست، بيدل، سامي، دلپت، اياز ۽ استاد بخاري وغيره ۾ اهي قدر ملن ٿا.

هر ادب ۾، تنقيد باقاعدي هڪ فن جي حيثيت سان دير سان وجود ۾ ايندي آهي. چڱي خاصي ادبي ذخيري جمع ٿيڻ کانپوءِ ئي ان جي پرک جي اصولن ڏانهن ذهن منتقل ٿيندو آهي، ۽ تنقيد جي فن جي ارتقا ٿيندي آهي. جيئن ته هيءَ هڪ ارتقا ڪندڙ صنف آهي، تنهنڪري هر دور (نه بلڪ هڪ

ئي دور) ۾ تنقيد مان مراد هڪ ئي شيءِ نہ رهي آهي. تشريح ۽ توضيح کي بہ تنقيد چيو ويو آهي، تہ جمالياتي تاثير پذيري ۽ ان جي اظهار؛ مناظره، محاڪمہ؛ تحقيق ۽ تاريخ کي بہ ان زمره ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ادب کي هر خيال کان الڳ ڪري محض ادب سمجهي پرکڻ واري کي بہ نقادن مان شمار ڪيو ويو آهي؛ تہ ادب کي عام سماجي ارتقا جو مظهر تسليم ڪرڻ واري کي بہ نقاد ئي سمجهيو ويو آهي. ذاتي پسند جي بنياد تي راءِ ڏيڻ وارو بہ نقاد، تہ ڪنهن فلسفہ ۽ ادب جي جستجو ڪرڻ وارو بہ نقاد. ان کان پوءِ نقادن کي نندڻ ۽ ساراهڻ جو سلسلو شروع ٿيو، تہ ان کي بہ تنقيد سڏيو ويو. مطلب تہ ساڳي ئي دور ۾ تنقيد جا رنگ روپ مختلف رهيا آهن. انهن رنگن روپن کي نظر ۾ رکي سنڌي تنقيد نگاريءَ تي روشني وجهي سگهجي ٿي.

انگريزن جي زماني ۾ جڏهن سنڌي نثر لکجڻ ۾ آيو ۽ ڪتاب شايع ٿيڻ شروع ٿيا؛ تڏهن سنڌي تنقيد جي فن جي ابتدا ٿي. سڀ کان پهريائين تنقيد، شاعريءَ تي ٿي. پوءِ نثر تي ٿي. شاعرن جي تذڪرن ۾ بہ شاعرن تي تنقيدي رايا ڏنا ويا. هن قسم جي تنقيد پهريائين تذڪره شعراءِ تکڙ ۽ تذڪره شعراءِ هالا ۾ ملي ٿي، جي قديم فارسي تذڪرن جي تتبع تي لکيل آهن. هي سمورا تذڪرا جيتوڻيڪ، هاڻوڪي دور ۾ لکيا ويا آهن، تڏهن بہ منجهن جديد قسم جي تنقيد جو اهڃاڻ ڪونهي. راقم الحروف جو "تذڪره الشعراءِ سکر"، بہ هڪ تذڪرو آهي، پر ان ۾ شاعرن جي ذڪر سان گڏ سندن ڪلام تي ڪجهہ قدر تنقيدي نظر وجهڻ جي ڪوشش بہ ڪئي ويئي آهي. جيتوڻيڪ تنقيد تاريخي ۽ سماجي احساس جو مظهر آهي؛ پر تڏهن بہ ان ۾ ذاتي ميلان ڪارفرما آهي.

ويجهڙائيءَ واري دور ۾ عروضي شاعرن جي ڪلام تي فني تنقيدون ۽ تبصرا لکيا ويا آهن، جي يا تہ مضمونن جي صورت ۾ آهن يا وري ڪلام جي مجموعن جي اڳيان ڏنل آهن؛ مثلاً: "ڪليات عزيز" "ديوان قليچ" "ارمغان حامد" وغيره جي اڳيان ڏنل تبصرا؛ ۽ محترم حافظ خير محمد اوحدي، حاجي محمود خادم، مرحوم رشيد احمد لاشاري ۽ محترم ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل جا تنقيدي مضمون. ان قسم جي تنقيد جي شروعات 1816ع ۾ هفتيوار "سنڌو ڌارا" کان ٿي. ان ۾ سنڌي شاعرن جو ڪلام بہ شايع ٿيندو هو، تہ شعر تي تنقيد ۽ تبصرا بہ ايندا هئا. شعر تي

تنقيدي رايو نثر سان گڏ نظم ۾ به بيان ڪيو ويندو هو. نظم ۾ جن تنقيدون ڪيون، انهن ۾ فاضل شاهه ۽ قاسم جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

1941ع ۾ لاڙڪاڻي مان ماهنامه اديب سنڌ جاري ٿيو. ان ۾ به اهڙي قسم جون تنقيدون شايع ٿينديون هيون؛ جيڪي وڌيڪ جامع آهن. تنقيد جي مغربي اصطلاح موجب هن کي "تشريحي تنقيد" چئي سگهجي ٿو. ان قسم جي نقادن جو تنقيدي احساس فن عروض، معاني ۽ بيان جي مسئلن جو پروردهه آهي. انهيءَ ڪري هو انهن ڳالهين کي پنهنجي توجه جو مرڪز بنائين ٿا. شاعريءَ جي حقيقت ۽ تهذيبي زندگيءَ سان ان جي تعلق جو سوال ڪين وڌيڪ پريشان نه ٿو ڪري. وٽن زبان، اسلوب، عروض ۽ سند جو زور آهي. مطلب ته انهن تبصرن ۾ تنقيد جو اهو پهلو ملي ٿو، جو ظاهري فني مسئلن سان تعلق رکي ٿو. پر ڪن موجوده تنقيدي مضمون لکندڙن جي مضمونن ۾، شعراء جي شعر جي مضامين جي تحليل، خيالات جو تجزيو ۽ مواد جي حقيقت تي به روشني وڌي ويئي آهي؛ انهن مان محترم حافظ خير محمد اوحدي، عبدالحليم جوش، عبدالرزاق راز، ٽيڪراج ڪشنچند عزيز، تنوير عباسي، ڊاڪٽر ايازقادري، ڊاڪٽرميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ابراهيم جويو، سڳن آهوجا، ميرمحمد پيرزادو، تاج جويو، رسول بخش پليجو، ۽ در محمد پٺاڻ نالا قابل ذڪر آهن.

ان ۾ شڪ ڪونهي ته شاعري فن آهي، ۽ فن ۾ طرز اظهار، زبان ۽ بيان تي قدرت کي وڏي اهميت حاصل آهي؛ پر فقط انهيءَ پهلوءَ تي زور ڏيڻ سان شاعريءَ جي حقيقت واضح نه ٿي ٿي سگهي؛ ڇاڪاڻ جو اظهار جا ذريعا ۽ اسلوب مخصوص دورن جي فني طريقه ڪار ۽ اصول جا پابند هوندا آهن. انهيءَ ڪري انهن نقادن جي مضمونن کي اهميت حاصل آهي، جن ۾ تنقيد جي ڪوشش به ملي ٿي ۽ شاعريءَ کي شاعر جي شعور سان هم آهنگ ڪرڻ جو شعور به. سنڌي قديم ترين تنقيد جو نمونو آخوند عبدالرحيم "وفا" عباسيءَ جي مرتب ڪيل ڪتاب "عمر مارئي" ۾ ملي ٿو، جيڪو پهريون پيرو 1872ع ۾ ڇپيو. ان ڪتاب ۾ قديم شاعريءَ تي لکيو اٿس:

"پڙرو هجي، ته هن سنڌ ڏيهه ۾ گهڻا شاعر ٿي لنگهيا آهن؛ جن ظاهري عاشقن ۽ معشوقن جا مثال ڏيئي، حقيقت جي واٽ جا بيت ۽ شعر جوڙيا آهن. پوءِ سڀ ڪنهن پنهنجي عقل ۽ پهچ آهر ڊوڙ پاتي

آهي. انهن شاعرن گهڻو ڪري پنهنجي نبيءَ کي پنهنجو محبوب ڄاڻي ۽ پاڻ کي عاشق جي جاءِ تي سمجهي، بيت ۽ شعر جوڙيا آهن."

ان کان پوءِ اهڙي طرح تشريحي ۽ توضيحي تنقيد ٿيندي رهي. اهڙي طرح قديم زماني ۾ شعر جي خوبين تي مضمون لکيا ويندا هئا، ۽ شاعرن جي ڪلام جي مجموعي جي اڳيان مقدمي ۾ سندس ڪلام تي تبصرو ڪيو ويندو هو. اهو سلسلو هينئر به جاري آهي. اهڙي تنقيد جي ابتدائي نقادن مان مرزا قليچ بيگ مرحوم ۽ آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن جي تنقيد جو انداز اهو آهي، جو ڪانئن اڳ فارسي شاعرن جي تذڪرن ۾ ملي ٿو. جهڙي طرح اتي زبان ۽ بيان جي عام مسئلن کان اڳتي وڌي ڪنهن مخصوص تنقيدي نقطہ نظر کي رهنما نہ بنايو ويو هو، اهڙيءَ طرح سنڌي شعر تي ابتدائي تبصرا به اصولي بحثن کان خالي آهن. انهن جا تنقيدي اشارا شاعرن جي امتيازي خصوصيتن ۽ شاعرانہ ڪمالات تي روشني وجهن ٿا. ادبي عقائد ۽ ميلانات جو ذڪر به اچي ٿو. پر عام طرح اصولن جي الجهن جي بجاءِ شاعرن جي قائم ڪيل روايتن يا پنهنجي ذوقي ميلان جا پابند هئا. البت آنجهاني گربخشاڻي جي"مقدمہ لطيفي"۾ تنقيد ۽ ادب جو نئون شعور موجزن آهي. هي شعور فقط انفرادي پسنديدگيءَ جو مظهر نہ آهي، پر تنقيد جي جديد اصولن جو حامل به آهي. ان کان پوءِ جيڪي تبصرا ڪيا ويا، انهن ۾ گهڻي قدر آنجهانيءَ جو تتبع ڪيو ويو آهي. علامہ دائود پوٽي، مرحوم استادي محترم پيرسعيد حسن صاحب ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تبصرن ۽ مضمونن ۾ وري انفراديت ۽ جديد اصولن جي پابندي نظر اچي ٿي.

1940ع ۾ گدومل هرجاڻي حضرت قادر بخش بيدل جو ڪلام شايع ڪيو، جنهن ۾ بيدل جي ڪلام تي تنقيدي نظر آهي. پروفيسر لوڪو مل ڪيسواڻي "سنڌي شعر جي ڪسوٽي" نالي ڪتاب شايع ڪيو. جنهن ۾ هرجاڻي جي "بيدل جي ڪلام" تي تنقيد ڪيل آهي. ڪسوٽيءَ ۾ ٻيو مقالو سندس ڏيءَ ڪملا جو آهي، جنهن ۾ ليکراج عزيز جي ڪلام تي تنقيد آهي. سنڌي شاعرن جي تذڪرن مان "تذڪره لطفي" ۾ شاعريءَ تي مختصر مگر جامع تبصرو آهي. محمد صديق مرحوم جي "تاريخ سنڌي ادب" ۾ وضاحت سان تبصرو آيل آهي؛ پر ان ۾ به تنقيد جي گهرائيءَ جي ڪميءَ جو احساس ٿئي ٿو.

هن دور ۾ تنقيد ڪافي ترقي ڪئي آهي، ۽ ان جا ڪيترا نظريا ۽ قسم قائم ٿي چڪا آهن. تشريحي تنقيد قديم زماني کان رائج آهي، جنهن موجب ادبي تخليق جي نه صرف تشريح ڪئي ويندي آهي؛ پر فيصلو به صادر ڪيو ويندو آهي. هن قسم ۾ متعين معيار جو وڏو قدر آهي، ۽ انهيءَ معيار مطابق نقاد مصنفن جي تصنيف نوازيندو آهي. هن قسم جا نقاد انگريزي مڪالي جا مصنف وغيره آهن. جن معيار يا پنهنجي جوڙيل معيار موجب فن پارن کي پٺي تڪيو ۽ توريو آهي. اسان وٽ به هن قسم جي تنقيدن جو رواج موجود آهي.

موجوده دور ۾ ترقي پسند ادب جي حوالي سان، ادب ۾ تنقيد جو ترقي پسند نظريو به مليو ٿو. ان موجب ادب کي زندگيءَ جي مادي تغيرات سان وابسته سمجهيو وڃي ٿو؛ ۽ ادب کي اجتماعي ضرورتن جي پيداوار سمجهيو وڃي ٿو.

”مولٽن“، ادب کي سائنسي اصولن تي جانچڻ جو طريقو پيش ڪيو آهي. هن جو مطلب آهي، ته نقاد، فن پاري جون خاميون ۽ خوبيون بيان نه ڪري، پر هو ان کي اهڙيءَ طرح جانچي، جهڙيءَ طرح ڪنهن مادي شيءِ کي تپاسبو آهي. ”اسيڪرر“ تاريخي تنقيد جو طريقو ٻڌايو آهي. سندس مطلب آهي، ته ادب جو مطالعو سندس عهد جي تاريخ ۽ سياسي حالتن جي روشنيءَ ۾ ڪيو وڃي. ان سان گڏ ان جي ماحول ۽ فطرت جو به مطالعو ڪيو وڃي. تنقيد جو جمالياتي نظريو به پيش ڪيو يو آهي، جنهن جو وڏو مبلغ ’آسڪر وائيلڊ‘ آهي. هن تنقيدي نظريي موجب اهو ڏسڻو آهي؛ ته فن پاري جي مطالعي کان پوءِ اسان تي ڪيتري قدر سرور ۽ ڪيف طاري ٿئي ٿيو. نفسياتي تنقيدي رجحان به پيدا ٿيو آهي. هيءَ تنقيد ’فرائڊ‘ جي نظريي تي منحصر آهي. هن موجب نقاد کي اديب جي ظاهري ڪيفيتن جو سهارو وٺي، ان جي باطني ڪيفيتن تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي. ’ميٿو آرنولڊ‘ تنقيد جي سماجي نظريي جو قائل آهي. سندس نظر ۾ اهو ادب، جيڪو سماجي حالتن کان متاثر ٿي نه ٿو لکيو وڃي، اهو بي اثر ۽ بي معنيٰ آهي. هوءَ ’شيلي‘ کي بي اثر فرشتو سڏي ٿو، جو سچ ۾ بي مقصد پنهنجا روشن پَرَ ڦڙڪائيندو رهي ٿو. ’برنارڊشا‘ ۽ ’ائزرا پائونڊ‘ مقصديت تي گهڻو زور ڏنو آهي، انهيءَ ڪري ’برنارڊشا‘، ’شيڪسپيئر‘ کي ڌڪاري ٿو، ۽ چوي ٿو، ته

ادب هڪ هنر آهي، جنهن کي اسان جي روزمره جي اقتصادي حالتن جي ترجماني ڪرڻ گهرجي. ڪميونسٽ نظريي جي قائل اديبن، هن نظريي جي تمام گهڻي پروپئگنڊا ڪئي.

سنڌي تنقيد به انهن سيني نظرين کان متاثر ٿيندي رهي آهي؛ پر اڄ تائين سنڌي تنقيد جا نه ته اصول مرتب ڪيا ويا آهن، ۽ نه ئي وري ڪو صحتمند اصولن تي هلڻ لاءِ تيار ٿي آهي. جنهن کي جيئن اچي ٿو، تيئن لکي وڃي پار پوي ٿو. ان هوندي به اسان وٽ هڪ اهڙي نقاد جي شاهڪار تنقيد موجود آهي، جنهن بين الاقوامي ڪسوٽين تي پرکي، شاهه لطيف کي دنيا جو عظيم شاعر ثابت ڪيو آهي. اهو آهي سنڌ جو عظيم مفڪر علامه آءِ- آءِ قاضي ۽ هاڻ ويجهر ۾ اهڙي ئي اعليٰ معيار جو هڪ ٻيو شاهڪار ڊاڪٽر تنوير عباسي شاهه تي لکي سنڌي ادب جي گود ۾ هڪ تازو گل وڌو آهي.

جيتوڻيڪ تنقيد جو هڪ نمونو اسان وٽ قديم زماني کان مروج هو؛ پر حقيقت ۾ تنقيد جي جيڪا اوسر ٿي آهي، اها گهڻي ڀاڱي انگريزي ادب جي ئي مرهون منت آهي. اسان جي تنقيد ۾ قديم مشرقي تنقيد ۽ مغربي تنقيد جو امتزاج به ملي ٿو.

سنڌي نقاد کي گهرجي ته، انهن سيني علمن کان مدد وٺي، جي انسان کي سمجهڻ ۾ مدد ڏين ٿا؛ ۽ ان جي خيالات ۽ جذبات جا راز کولين ٿا. ان کان پوءِ ئي هو شاعر ۽ اديب جي مافي الضمير کي سمجهي سگهندو ۽ فن جي مقصد ۽ مزاج کي سمجهندو.

ماضي قريب جي نقادن مان مولانا غلام محمد گرامي، رشيد احمد لاشاري، ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل، حافظ خير محمد اوحدي، شيخ عبدالرزاق راز، حاجي محمود خادم، پير حسام الدين راشدي ۽ منگهارام ملڪاڻي جا نالا قابل ذڪر آهن.

موجوده دور جي نقادن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو، ابراهيم جويو، رسول بخش پليجو، ڊاڪٽر تنوير عباسي، شمشير الحيدري، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو، ڪريم بخش خالد، ممتاز مرزا، شيخ اياز، معمور يوسفاڻي، ڊاڪٽر نواز علي شوق، ڊاڪٽر اياز قادري، ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، تاج جويو، تنوير عباسي ۽ راقم الحروف جا نالا اچي وڃن ٿا.

# تنقيد جا جديد رجحان

ادب زندگيءَ جو ترجمان بہ هوندو آهي، تہ ان تي تنقيد بہ هوندي آهي. فنڪار خارجي حالتن ۽ حادثن کان اسان سيني وانگر متاثر ٿئي ٿو؛ پر هن ۾ اها صلاحيت هوندي آهي جو انهيءَ خارجي تاثر کي پنهنجي احساسات ۾ گڏي، ان کي داخلي حيثيت ڏيئي، هڪ ڍنگ سان پيش ڪندو آهي. انهيءَ لحاظ کان، سمورو تخليقي ادب خود هڪ تنقيد آهي- زندگيءَ جي تنقيد.

پر ادبي تنقيد جو مطلب آهي، ڪنهن فن پاري جون خاميون ۽ خوبيون نروار ڪرڻ، ادب پاري جي اجمال جو تجزيو ۽ تفصيل ۽ ان جي پس منظر جو جائزو وٺڻ، اهو انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ جيئن سمجهي سگهجي تہ فنڪار حقيقي زندگيءَ جي ڪهڙين ڳالهين جي اثر هيٺ فن پاري کي وجود ڏنو آهي. تنقيد جو ٿورو ڪهنو شعور انسان ۾ فطري طور موجود آهي؛ اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان جي نظر ايڏانهن نہ ويئي هجي. اسان مان ڪوبہ اهڙو ڪونهي، جنهن ۾ چڱائيءَ ۽ برائيءَ جي پرک جو شعور نہ هجي. البت ايترو آهي تہ ان پرک ۾ زاويہ نگاهہ ۽ نقطہ نگاهہ مختلف ٿي سگهن ٿا. فنڪار جي تخليق تي مختلف زاويہ نگاهہ کان جيڪو تجزيو ڪيو ويجي، ان کي "رجحان" چيو ويندو آهي. اهي رجحان ڪن اصولن موجب تيار ٿين ٿا. انهن نظرين يا اصولن جي پيش نظر، ڪنهن فنڪار جي تخليق جو تجزيو ڪري، پوءِ منصفانہ فيصلو ڏنو ويجي، تہ ان کي "تنقيد" چئجي ٿو. انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ نقاد انهن سيني اصولن کان پوريءَ طرح واقف هجي. سواءِ اصولن جي، تنقيد ناقص چئي سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ جو زندگي تمام پيچيده ٿي ويئي آهي ۽ ادب ان پيچيده زندگيءَ جي عڪاسي ڪري ٿو.

موجوده دور جي تنقيد ۾ جيڪي رجحان ڪارفرما آهن، انهن تي هن هيٺ بحث ڪجي ٿو؛ ۽ ان سان گڏ، مختصر طور، پنهنجي تنقيدي ادب جو جائزو بہ ڏجي ٿو. ان مان معلوم ٿيندو تہ اسان وٽ اِجا اصولن موجب باقاعدي تنقيد ڪرڻ جو رواج ئي ڪونہ پيو آهي.

### 1- جامع رجحان (Comprehensive Trend)

هن موجب فنڪار جي تخليق جو چڱيءَ طرح مطالعو ڪري، ان تي تبصرو ڪيو ويندو آهي، ۽ ان جي تشريح ڪئي ويندي آهي. فن پاري جون نہ فقط خوبيون ۽ خاميون بيان ڪيون وينديون آهن، پر فيصلو بہ صادر ڪيو ويندو آهي. نقاد جي اها ڪوشش هوندي آهي تہ تنقيد ڪرڻ وقت ڪابہ شيءِ رهجي نہ وڃي- يعني هيئت، فن، معنوي موزونيت، فڪري گهرائي، وغيره- سڀ تي بحث ٿيل هوندو آهي، خاص طرح سان متعينہ معيار جو وڏو قدر هوندو آهي، ۽ انهيءَ معيار موجب نقاد مصنف کي توريندو آهي. هن قسم جي تنقيد جا نقاد انگريزيءَ ۾ ميڪالي، جانسن، وغيره آهن، جن مقرر معيار يا پنهنجي جوڙيل معيار موجب تڪ تور ڪئي آهي. اسان وٽ بہ هي قسم منڍ کان هليو پيو اچي. شعر تي جيڪي عروضي نقطئہ نگاهہ کان تنقيدون ڪيون ويندڙيون هيون، سي هن ضمن ۾ اچي وڃن ٿيون.

لاڙڪاڻي جو حاجي محمود "خادم" مرحوم، حافظ خير محمد اوحدي ۽ ڊاڪٽر شيخ ابراهيم "خليل" هن ميدان جا شهسوار رهيا آهن. خاص طرح سان لاڙڪاڻي جي "اديب سنڌ" رسالي ۾ ان قسم جون ڪيتريون ئي تنقيدون ڇپيون. هن قسم جي تنقيد تي انگريزي ادب جو ڪوبہ اثر ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ مغربي تنقيد جي مذڪوره رجحان موجب، نہ فقط فني تنقيد ڪرڻ آهي، پر فن پاري تي جامع تبصرو ۽ ان جي تشريح بہ ڪرڻي آهي. اهي ڳالهيون اسان جي پراڻيءَ تنقيد ۾ ڪينهن. هو عروضي شعر جون فقط فني خاميون بيان ڪن ٿا؛ ۽ قديم صوفيانہ شاعريءَ تي لکندڙ وري شاعر جي ڪن بيتن جي اڌاتري تشريح ڪن ٿا.

### 2- روشن دماغيءَ جي ترغيب ۽ تحريڪ
Enlightmen and Estimulation

هن موجب جڏهن نقاد تجزيو ڪندو آهي، تہ سندس ڪوشش اها هوندي آهي تہ مختلف نڪتن ۽ خيالن کي ڪنا ڪيڙ ڪري، جدا جدا ڪري بيان ڪري. جيڪي ابدي نڪتا هوندا آهن، انهن کي علحده ڪندو آهي ۽ جيڪي وقتي يا فنا ٿيڻ وارا نڪتا هوندا آهن، تن کي ڇڏي ڏيندو آهي. هو

فقط معنيٰ ۽ مقصد جو تجزيو ۽ تشريح ڪندو آهي، پر پنهنجو فيصلو نہ ڏيندو آهي. اهڙيءَ طرح تنقيد پڙهڻ ڪانپوءِ، فن پاري جو مطالعو ڪرڻ واري اڳيان سمورا لڪل ۽ ظاهر پهلو روشن ٿي ويندا آهن. ان نموني، پڙهڻ واري ۾ سمجهڻ جي صلاحيت پيدا ٿيندي آهي، ۽ فن جو ذوق پيدا ٿيندو آهي.

اسانجن محققن ۽ ادبين جڏهن ڪنهن شاعر جو ڪلام مرتب ڪري پيش ڪيو آهي، تہ منڍ ۾ شاعر جي ڪلام تي بہ ڪجهہ لکيو اٿن. ڪلام جي اهڙي تشريح ڪري هن قسم جي تنقيد چئي سگهجي ٿو، ڇاڪاڻ جو ان ۾ ڪلام جا غير واضح نڪتا ظاهر ڪري، پڙهندڙن ۾ روشن دماغي پيدا ڪئي وڃي ٿي ۽ ان کي ڪلام پڙهڻ جي ترغيب ڏياري وڃي ٿي. اهڙي قسم جي گذريل نقادن ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڄيٺمل پرسرام، مرزا قليچ بيگ ۽ علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽي جا نالا قابل ذڪر آهن. موجوده دور ۾ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان قسم جي تنقيد کي اوج تي پهچايو آهي. "ميين شاهہ عنات" ۽ "نبي بخش لغاريءَ" جي رسالن ۾ شاعرن جي ڪلام تي سندس تنقيدون شاهڪار جي حيثيت رکن ٿيون.

## 4- منصفانہ تنقيد:

Trend of Judicial Criticism or Hypothetical Criticism

سڀ کان پهريائين تنقيد جا ڪجهہ معيار مقرر هوندا آهن. ان کان پوءِ فن پاري کي انهن معيارن جي روشنيءَ ۾ جانچيو ويندو آهي. جيڪڏهن تخليق مقرر ڪيل معيارن تي پوري ايندي آهي تہ ان تي نقاد پنهنجو فيصلو ڏيندو آهي تہ سٺي يا معياري تخليق آهي، پر جيڪڏهن انهن معيارن تي پوري نہ لهندي آهي تہ نقصن جي نشاندهي ڪئي ويندي آهي. هن تنقيد جي طريقي ۾ اها خامي آهي تہ انهن معيارن يا اصولن جي صحيح يا غلط هجڻ جو فيصلو ڪهڙن معيارن موجب ڪيو وڃي؟ جيڪڏهن اهڙا اصول آهن، جن سان انهن اصولن کي جانچي سگهجي، تہ پوءِ انهن همہ گير اصولن کي جانچڻ جا ڪهڙا معيار آهن؟ ان ۾ اهو نقص بہ آهي تہ عملي طور نقاد جج جي حيثيت سان غير جانبدارانہ فيصلي ڪرڻ بجاءِ اهي معيار اسان تي مڙهي، پاڻ وڪيل بنجي ويندو آهي، ۽ ميڙائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح، نقاد جي

پنهنجي ذاتي راءِ ۽ مخصوص نظريو تنقيد تي حاوي رهندو آهي. هن تنقيد جي طريقي کي Criticism of Deducation به چوندا آهن.

ويجهڙائيءَ واري دور ۾ هن قسم جي تنقيد اسان وٽ تمام گهٽي تي آهي. اها تنقيد در اصل نظرياتي ڪشمڪش جي پيداوار هئي، ۽ هر هڪ طبقي پنهنجي پنهنجي مقرر ڪيل معيار موجب تنقيد ڪئي. پهريائين هڪڙي طبقي پنهنجي مقرر ڪيل معيار موجب فنڪارن تي تنقيد ڪري، انهن جي عظمت بيان ڪئي. ٻئي طبقي وري پنهنجي مقرر ڪيل معيار موجب انهن فنڪارن جا نقص ۽ خاميون بيان ڪري، ثابت ڪيو ته انهن ۾ فن جي ڪابه عظمت ڪانهي. ان قسم جا ڪيئي تنقيدي سلسلا اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيا. پوءِ انهن مان ڪي تنقيدي سلسلا ڪتابي صورت ۾ به ڇپيا.

## 4- سائنسي طريقو (Inductive Criticism)

رچرڊ مولٽن ادب کي سائنسي اصولن تي جانچڻ جو طريقو پيش ڪيو آهي. هن پنهنجي ڪتاب Principles of Inductive Criticism ۾ هي طريقو بيان ڪيو آهي. سندس مطلب آهي ته نقاد، فن پاري جون خوبيون ۽ خاميون بيان نه ڪري، پر هو ان کي اهڙيءَ طرح جانچي، جهڙيءَ طرح ڪنهن مادي شيءِ کي تپاسبو آهي. هن موجب، ڪوبه اصول پهريائين قبول ڪرڻ نه گهرجي. پهريائين فن پاري جو مطالعو ڪرڻ گهرجي، پوءِ ان مان بهترين ڳالهين کي منتخب ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن فن پاري ۾ گهرائي يا فني خوبيون آهن، ته انهن کي معياري ٺهرايو وڃي. يعني، هن طريقي موجب اصول بعد ۾ ٺهندا آهن. هن مطابق تنقيد ڪرڻ وارو پنهنجو فيصلو نه تو ڏئي، پر فقط فن پاري جي تجزيي مان جيڪو مليو اٿس، اهو پڙهندڙن جي آڏو پيش ڪري ٿو. ان کي سائنسي تنقيد (Scientific Criticism) به چوندا آهن. هن قسم جو طريقو اڃا تائين اسان وٽ رائج نه ٿيو آهي، البت ڪڏهن ڪڏهن افسانن تي ڪي صاحب ان نموني لکي ويندا آهن.

## 5- تاريخي تنقيدي طريقو:

ڪن نقادن جي خيال موجب، فن پاري کي ان جي تاريخي پس منظر ۾ ڏسڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ جو فنڪار جا جذبا ۽ احساس سندس ماحول ۽

سياسي، معاشي ۽ معاشرتي حالتن کان متاثر هوندا آهن. هي نقاد انهيءَ فن پاري کي گهڻ درجي جو سمجهن ٿا، جيڪو ان دور جي حالتن ۽ تقاضائن جي عڪاسي نہ ٿو ڪري، جنهن دور ۾ اهو لکيو ويو. هي نظريو پهريائين پهريائين "اسيڪرر" بيان ڪيو آهي.

سنڌيءَ ۾ هن نموني تنقيد ڪرڻ تي تمام گهڻو زور ڏنو پيو وڃي، ۽ چيو وڃي ٿو تہ سنڌي قديم شاعرن جي شعر جو هن نموني جائزو پيش ڪيو وڃي. پر افسوس جو هن پاسي تمام گهڻ توجهہ ڏنو ويو آهي. محترم جي- ايم- سيد پنهنجي ڪتاب "پيغام لطيف" ۾ شاهہ لطيف جي شعر جو مطالعو هن نموني ڏنو آهي. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "خليفي صاحب جو رسالو" ۾، خليفي نبي بخش جي ڪلام تي انهيءَ نقطہ نگاهہ کان بہ روشني وڌي آهي. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي" ڪلام بشير" ۾ قادر بخش بشير جي شاعريءَ تي اهڙي تنقيد ڪئي آهي. ٻيا بہ ٿورا مضمون انهيءَنموني لکيا ويا آهن.

## 6- جمالياتي رجحان

هن طريقي جو وڏو مبلغ "آسڪروائيلڊ" آهي. هنن نقادن جو دنيا جي حالتن سان ڪوبہ مطلب ڪونهي. هو فن کي هڪ شخصي انفرادي جذبو سمجهن ٿا. هو چون ٿا تہ ڏسڻو اهو آهي تہ فن پاري جي مطالعي کان پوءِ اسان تي ڪيتري قدر سرور ۽ ڪيف طاري ٿيو. سندس خيال موجب، جمالياتي حس جيڪڏهن ان کي قبول ڪري، تہ پوءِ اهو فن پارو سٺو آهي. هو جمالياتي حس مان مراد فقط عام خوبصورتي ئي نہ ٿا وٺن، بلڪہ بقول "ٽي. ايس. ايلٽ"، خوبصورتيءَ ۽ بدصورتيءَ جي درميان واري هڪ اعتدالي ڪيفيت، جنهن ۾ ٻنهي جو متوازن مزاج هجي. پر هن طريقي ۾ بہ ذوق، پسند ۽ جمالياتي حس بدلجندا رهن ٿا. هنن جو ڪوبہ هڪ مجيل معيار ڪونهي.

سنڌيءَ ۾ هن قسم جون تنقيدون تمام گهڻ لکيون ويون آهن. ڪڏهن ڪڏهن ڪن اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪي مضمون آيا آهن، جن ۾ انهيءَ نقطۂ نگاهہ کان شاعرن کي ساراهيو ويو آهي، پر انهيءَ نموني شاعرن بابت رايو ڏيڻ کي نديو وڃي ٿو.

## 7- نفسياتي رجحان

هن موجب نقاد ڪي، اديب جي ظاهري ڪيفيتن جو سهارو وٺي، ان جي باطني ڪيفيت تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي. هن موجب اهو به ڏسڻو آهي ته فن پاري ۾ خلوص آهي يا نه؟ ائين ته نه آهي ته سوچيل سمجهيل شعوري ڪوشش آهي، جيڪا داخلي جذبات ۽ ڪيفيات جي سچي تصوير نه آهي. يعني اهو ڏٺو ويندو آهي ته جذبو هوبهو ۽ بيساخته بيان ڪيو يو آهي يا نه؛ ان ۾ تصنع جو عنصر ته شامل نه آهي؛ عام انسان جي نفسيات کي اپيل به ڪري ٿوي يا نه؟ تنقيد ڪرڻ وقت انهن سيني ڳالهين کي مد نظر رکيو ويندو آهي. هن قسم جا تنقيد نگار، اصولن کي تنقيد ۾ فروعي شيءِ سمجهندا آهن.

ويهينءَ صديءَ جي شروعات جو زمانو يورپ ۾ عام نفسياتي تحريڪ جو زمانو آهي. انهيءَ دور ۾ "فرائڊ" جي نفسياتي تحليل، "پرائوسٽ" ۽ "جوائس" جو تجزياتي اسلوب، هر يورپي فنڪار جي ذهن تي مسلط هو. فرائڊ جي نفسيات، ان اصول تي مبني آهي ته انسان فقط خود آگاهيءَ جي ذريعي صحتمندي حاصل ڪري سگهي ٿو. 'فرائڊ' جي انهيءَ نفسياتي تحليل، لاشعور جي پراسرار گهرائين کان واقف ڪري، يورپي ذهنن ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.

نقاد به ڪنهن فن پاري تي نفسياتي نقطئه نگاهه کان تنقيد ڪرڻ وقت 'فرائڊ' جي ڪسوٽيءَ تي فن پاري کي پرکين ٿا. سنڌيءَ ۾ صحيح نموني هن قسم جي تنقيد بلڪل نه ڪئي ويئي آهي. البت هينئر افسانن تي يا افسانن جي مجموعن تي هن نموني تنقيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پيئي وڃي. ويجهڙائيءَ ۾ "نئين زندگي"، "سهڻي"، "روح رهاڻ" ۽ هفتيوار "آزاد" ۾ ڪي خط، مضمون ۽ تبصرا ڇپيا آهن، جن ۾ هن قسم جي تنقيد جي جهلڪ آهي.

## 8- مابعد الطبعياتي (Metaphysical)

هن موجب معياري فن پارو انهيءَ کي سڏيو ويندو آهي، جنهن ۾ مابعد الطبعياتي يا الاهياتي جذبن ۽ خيالن جو اظهار هجي. سنڌيءَ ۾ قديم

شاعرن تي جيڪي مضمون لکيا ويا آهن، اهي گهڻي قدر هن نموني جا آهن. مضمون نگار شاعرن تي لکڻ وقت گهڻو ڪري اهو بيان ڪندا آهن، يا سمجهائيندا آهن ته شاعر جي هن بيت يا سر جو اندروني مطلب يا روحاني راز هي آهي.

## 9- اشارتي يا علامتي (Symbolical)

هن نقادن موجب، ڳالهه سنئين سڌي نه، پر ڪنهن ذريعي سان يا مخصوص علامتن جي سهاري بيان ڪئي وڃي ٿي. هن جي خيال موجب، علامتن کي جذبي جي نمائندگي ڪرڻ گهرجي. هن ۾ هيئت ۽ موضوع جو ڪو تعين ڪونهي. ويهين صديءَ ۾ هيءَ تحريڪ فرانس مان شروع ٿي، ۽ تمام جلد يورپ ۽ آمريڪا ۾ پکڙجي ويئي. سنڌيءَ ۾ به ڪجهه قدر هي رجحان پيدا ٿيو آهي، ۽ وڌي رهيو آهي.

## 10- سماجي نظريو:

هن قسم جي نقادن جي خيال موجب، اهو ادب، جيڪو سماجي حالتن کان متاثر ٿي نه ٿو لکيو وڃي، اهو بي اثر ۽ بي معنيٰ آهي. انهيءَ ڪري هو مقصديت تي گهڻو زور ڏين ٿا. هن قسم جو نقاد "شيلي" کي "بي اثر فرشتو" سڏي ٿو، جيڪو سج ۾ پنهنجا روشن پر ڦڙڪائيندو رهي ٿو. "برناڊشا"۽"ايزرا پائونڊ" مقصديت تي تمام گهڻو زور ڏين ٿا. انهيءَ ڪري برنارڊ شا شيڪسپيئر کي ڏڪاري ٿو ۽ چوي ٿو ته هن جي ناٽڪن ۾ ڪا به مقصديت ڪانهي. رومن نقاد "هوريس" به انهيءَ نظرئي جو قائل هو. هو چوي ٿو ته ادب هڪ هنر آهي، جنهن کي اسان جي روزمره جي اقتصادي حالتن جي ترجماني ڪرڻ گهرجي. اشتراڪي نظريو رکندڙ نقاد چوي ٿو ته غريب عوام سان سرمائيدارن جو ظلم آهي، انهيءَ ڪري ادب ۾ سرمائيدارن جو غريب سان ظلم جو ذڪر هجي، ۽ سرمائيداريءَ خلاف احتجاج هجي.

سنڌي ادب ۾ جيئن ئي ترقي پسند تحريڪ جنم ورتو، ته هن قسم جي تنقيد جو رواج به پيو. ان هوندي به هن قسم جو تنقيدي سرمايو ڪو گهڻو ڪونهي. هينئر ته ان قسم جي مخالفت ۾ تمام گهڻو لکيو ويو آهي.

مخالفت ۾ لکندڙن جو چوڻ آهي تہ ادب پروپيگنڊا جو نالو نہ آهي. اشتراڪي نموني تنقيد ڪندڙن جي مخالفت ۾ اهي نقاد لکن ٿا، جيڪي مذهبي ۽ اخلاقي قدرن کي اوليت ڏين ٿا. ڀارت ۾ وري انهن جي مخالفت ۾ بلڪل نوان رجحان رکندڙ نوجوان نقاد لکن ٿا. انهن جو چوڻ آهي تہ ادب ۾ پروپيگنڊا جي گنجائش ڪانهي.

## 11- دادائيت (Dadaism)

هن قسم جي رجحان جو آغاز سوئٽزرلئنڊ ۾ "ترنسن تسارا" ۽ انهن جي هم عنصرن ڪيو. ٿوري وقت ۾ هن تحريڪ پنهنجي وقت جي سيني اخلاقي ۽ ذهني تحفظن کي بالائي طاق رکي، فن ۾ هر بي راهہ رويءَ کي جائز ٺهرايو. دادائيت جي ان منفي رجحان ۽ ان جي بي اعتدالين جي ڪري، ان جا ڪيترائي حامي ان کان جدا ٿي ويا. هن قسم جا نقاد انهيءَ ٺي تحرير کي سٺو سمجهن ٿا، جنهن ۾ فني بي راهہ روي هجي، ۽ روايت کان بغاوت هجي.

سنڌيءَ ۾ هن قسم جو رجحان عام ٿي رهيو آهي. جيتوڻيڪ هن قسم جي مخالفت بہ تمام گهڻي ٿي آهي، تڏهن بہ گهڻا اجا اڪتي آهن. البت ايترو ٿيو آهي تہ ڪي سنجيده اديب ۽ نقاد احتياط کان ڪم وٺڻ لڳا آهن.

## 12- ماورائيتي رجحان يا منو-ويگانڪ لاڙو (Surrealism)

هي رجحان دادائيت جي ضد ۾ پيدا ٿيو. هن جو باني" آندري بريٽون" هو. هن تحريڪ جي ميڄ وارن جو چوڻ هو تہ عالمِ محسوسات کان سواءِ هڪ ٻيو عالم بہ پنهنجو وجود رکي ٿو، جيڪو هن ظاهري ۽ حسي عالم کان بلڪل مختلف آهي. ان عالم تائين رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان جو عقل ۽ منطق کان ڪناره ڪش ٿي وڃڻ ضروري آهي. انهيءَ ڪري هن ۾ خارجي حقيقت ڪا معنيٰ نہ ٿي رکي. ان جي بدران، لاشعور جي داخلي حقيقت سڀ تي مقدم آهي. هن قسم جي نقاد جو چوڻ آهي تہ فنڪار حقيقتن کي خارجي شين ۾ نہ ڳولي، پر ان لاءِ لاشعور جي مدد سان خود پنهنجي وجود جي گهرائين ۾ هليو وڃي. هن رجحان جو سڀ کان وڏو نمائندو" ڪافڪا" آهي.

هي رجحان سنڌيءَ ۾ اجا چڱو مروج ٿيو ٺي ڪونهي. ڀارت جا ڪي

اديب هن رجحان ماتحت لکن ٿا، ۽ هن نقطئہ نگاهہ کان تنقيد ڪن ٿا. پر انهن جو تعداد تمام ٿورو آهي، ۽ انهن جي فن توڙي تنقيدن ۾ ايڏي پختگي بہ ڪانہ آئي آهي.

اهي آهن مغربي ادب جي تنقيد جا نوان لاڙا، جن جو اثر اسان تي بہ پيو آهي. پر اهي سمورا لاڙا اسان وٽ مروج نہ ٿيا آهن. نہ فقط ايترو، پر اسان وٽ ڪنهن بہ هڪ رجحان کي مڪمل طرح قبول ڪري، تنقيد نہ ڪئي ويئي آهي. اسان جي تنقيدن ۾ فقط انهن لاڙن مان ڪن لاڙن جي جهلڪ نظر اچي ٿي. در اصل اسان جي تنقيدن ۾ مشرقي تنقيد وارو رنگ اڃان تائين موجود آهي. جيتوڻيڪ جديد ذهن ان کي ختم ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي آهي، پر ان کي ختم ڪري نہ سگهيو آهي. مشرقي توڙي مغربي تنقيد ۾ ديانتداري ۽ غير جانبداري لازمي ڳالهيون آهن، پر اهي اسان جي تنقيد ۾ عنقا آهن.

# جديد ادبي تحريڪون

مغربي ادب ۾ مختلف نظرياتي تحريڪون موجود رهيون آهن، جن مطابق ادب تخليقون وجود ۾ آيون. انهن جو اثر مشرقي ادب تي به پيو آهي. موجوده سنڌي اديبن انهن تحريڪن جو سڌي يا اڻ سڌي طرح اثر قبول ڪيو آهي. هن هيٺ انهن تحريڪن جو مختصر تعارف پيش ڪجي ٿو:

## رومانوي تحريڪ

هي تحريڪ انگريزي ادب تي گهڻو اثرانداز رهي آهي. ڪيترن ئي شاعرن ۽ اديبن هن تحريڪ جي اصولن موجب اعليٰ ادب تخليق ڪيو آهي. هن قسم جي تحريڪ جي شروعات ورڊس ورٿ ۽ 'ڪالرج' جي شعر جي مجموعي "سريلا گيت" (Lyrical Ballads) سان ٿئي ٿي، جيڪو1798ع ۾ ڇپيو. هن يوناني ۽ لاطيني علم ادب جي تقليد ڪندڙ انگريزي ادب جي راهه ڪي ڇڏي نوان رجحان پيدا ڪيا. قديم ادب ۾ دقيق ۽ ثقيل لفظن ۽ ترڪيبن؛ ۽ پر تڪلف سجاوٽ ۽ مشڪل محاورن جي حرفت تي فخر ڪيو ويندو هو. "ورڊس ورٿ' ۽ 'ڪالرج' انهيءَ راهه ڪان هٽي شاعريءَ کي عوام جي زبان ۾ پيش ڪيو، ۽ موضوع به عوامي ۽ فطري چونڊيا. فطرت جي ترجماني ڪندي 'ورڊس ورٿ' اهڙا موضوع به چونڊيا، جن کي نهايت رواجي سمجهيو ويندو هو. 'ورڊس ورٿ' ۾ اهي لاڙا فرانس جي عظيم مفڪر 'روسو' جي تعليم ذريعي پيدا ٿيا. روسو "انسان ۽ فطرت" جي نظريي جو علمبردار هو. اها هن جي ئي ترغيب هئي، جنهن فرانس جي اديبن کي جمهوري انقلاب تي آماده ڪيو. اهائي تعليم هئي، جنهن ورڊس ورٿ ۾ "انسان ۾ فطرتي نيڪيءَ" جو اعتقاد پيدا ڪيو. فرانس جي انقلاب جي خونريزي وري ورڊس ورٿ کي متنفر ڪري ڇڏيو. پر ان جي ردعمل هن کي اجا به فطرت جي وڌيڪ ويجهو آندو. ورڊس ورٿ جي هن تحريڪ پيا به ڪيترائي انگريز شاعر پيدا ڪيا.

سنڌي شاعريءَ ۾ هن قسم جا رجحان پهريائين پهريائين لاڙڪاڻي جي ڪشنچند بيوس (1885-1947ع) ۽ شمس الدين بلبل پيش ڪيا. بيوس

موضوعن، خيالن ۽ ترڪيبن جي روايتي تڪرار کي ڇڏي، شعر کي هڪ نئون رنگ ڏنو. هن ٻولي بہ عوامي استعمال ڪئي، تہ موضوع بہ فطري ۽ عوامي ڪنيا. جهوپڙي، هاري وغيره جهڙين عام ۽ فطري شين تي طبع آزمائي ڪري، سنڌي شاعريءَ لاءِ هڪ نئين راهہ پيدا ڪيائين. ڪانئس پوءِ ڪيئلداس فاني، نارائڻ شيام، هري دلگير، شيخ راز، شيخ اياز وغيره هن تحريڪ جي پوئواري ڪئي البت مذڪوره شاعرن مان ڪي اڳتي هلي ٻين نظرين ۽ تحريڪن کان بہ متاثر ٿيا.

## تاثريت جي تحريڪ

1863ع ۾ "مو" نالي هڪ مصور پنهنجي هڪ تصوير "تاثرات" ذريعي هيءَ تحريڪ پيدا ڪئي. تاثريت جي ادبي آغاز جي سراغ لڳائڻ لاءِ ڀهريائين فرانسيسي ناول نگارن 'زولا' ۽ 'فلوبير' جي تحريرن ڏانهن رجوع ڪيو ويندو هو، جن جي حقيقت نگاريءَ جي خلاف هڪ چڱو چوکو ردِعمل شروع ٿي چڪو هو. پر 15 ورهن ۾ ادبي تاثريت پنهنجي هڪ جداگانہ حيثيت قائم ڪري ورتي. ان سان گڏ هڪ ادبي تحريڪ جي حيثيت سان حقيقت نگاريءَ سان پنهنجو تعلق جو اڳا وڏيڪ گهرو نہ ٿيو آهي، منقطع ڪري ويئي. انهيءَ ڪري هيءَ تحريڪ منڍ کان ئي هڪ مثاليت پسندانہ رد عمل جو مظهر بنجي ويئي.

18 صديءَ جي انگريز فلسفي (1776-1711ع) تاثرات جي موضوع تي ڪافي غور ڪري ان کي فلسفي جو رنگ ڏنو. تاثرات جي اهميت جو احساس سڀ کان ڀهريائين انگريز اديب 'والٽرپيٽر' ڏنو، پر هن جو مقصد صرف لذت پسندي هو. هن کان پوءِ آ'بري بيئر ڊسلي' (1896ع-1882ع) جي فن ۾ تاثراتي انداز فڪر جو هڪ نمايان اظهار موجود آهي.

## حقيقتِ پسندانہ تحريڪ

19 صديءَ ۾ انگلنڊ ۾ حقيقت نگاريءَ جو هڪ دور شروع ٿيو، جنهن کي تنقيدي حقيقت نگاريءَ جو دور سڏيو وڃي ٿو، جيڪو سماجي حالتن جي پيدائش هو. هيءَ تحريڪ انهيءَ رد عمل جو نتيجو آهي، جيڪو 19 صديءَ ۾ نئين سرمائيداريءَ جي وجود ۾ اچڻ جي ڪري ٿيو. نوان اُمنگ ۽

نوان جذبا جاڳيا، جن اديبن کي حقيقت نگاريءَ تي آماده ڪيو. انهيءَ دور جا وڏا حقيقت نگار 'ڊڪسن'، 'بالزاڪ'، 'ٽڪري'، 'اسٽنڊال'، 'ٽالسٽاءِ'، 'چيخوف'، 'گوگول' وغيره هئا؛ جن سماج جو ڪچو چٺو پيش ڪري، ان تي ڀرپور تنقيد ڪئي. رومانوي تحريڪ به ان دور جي ئي آهي. انتها پسند حقيقت نگار جهڙوڪ: 'فلوبيئر'، 'ايمي زولا' وغيره حقيقت پسنديءَ کي هڪ آئينو سمجهن ٿا، جو شين جا فقط عڪس ڏيکاري ٿو. يعني هو ادب ۽ فوٽو گرافيءَ کي هڪ سمجهن ٿا. حقيقت ۾ ادب شيءِ جي اصليت بدلائي، ان کي وڌيڪ حسين، لطيف ۽ مؤثر بنائي ٿو. ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ انگريزي ادب ۾ 'برنارڊشا' حقيقت پسندانه نظريي جو علمبردار هو. هن جي نظر ۾ شيڪسپيئر جي ناٽڪن ۾ به ڪا مقصديت ڪانهي. ان هوندي به سندس فن رومانيت کان وانجهيل نه آهي.

سنڌي زبان ۾ سياسي هلچل هن تحريڪ کي جنم ڏنو. ڪاڪي ڀيرومل جي پٽ پريداس جي آکاڻي "اندر جا اُڌما" ۽ چيتمل پرسرام جون ڪهاڻيون "چمڙا پوش جون آکاڻيون" حقيقت نگاريءَ جو شروعاتي نمونو آهن. هنن آکاڻين ۾ سرمائيدارن جي ظلمن ۽ گهرو زندگيءَ جي ڏکن جو ذڪر آهي. حقيقت نگاريءَ تي ايترو زور ڏنل آهي، جو فن ڪجهه قدر مجروح ٿي ويو آهي. ان هوندي به فوٽو گرافي نه آهي. آکاڻي نويس آکاڻين کي حسين ۽ پر اثر بڻائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي آهي. ان کان پوءِ اڄ تائين حقيقت نگاريءَ جو رجحان نثر ۽ نظم تي اثرانداز ٿيندو رهيو آهي.

## ترقي پسند تحريڪ

گذريل 40 سالن جي مختصر وقت ۾ انگريزي شاعريءَ ۾ ڪيئي رجحان ملن ٿا. ابتدائي وڪٽورين عهد جي شاعرن جي ڪلام جو هڪ نمايان عنصر "رجائيت" هو. انهيءَ دور جا آخري شاعر خاص طرح 'جيمس ٿامسن'، 'هارڊي' ۽ 'هائوس مئن' هئا. 'ٿامسن' زندگيءَ جي مصيبتن کي محسوس ڪري بغاوت تي آماده ٿي وڃي ٿي. 'هارڊي' انسان جي مصيبت تي غور ڪري ان جي خالق تي سوچڻ لڳي ٿو. 'هائوس مئن' زندگيءَ کان گهبرائي مايوس ٿي، ڳوناٺي سڪون ۾ پناهه وٺي ٿو. انهيءَ ئي زماني ۾

’هنلي‘ جو چوڻ آهي تہ معمولي شين مان اهڙا نقوش پيدا ڪري سگهجن ٿا، جي شاعريءَ جا موضوع بنجي سگهن. ’گبن‘ مزدورن جي طبقي کي موضوع بنايو. ’رابرٽ بروڪ‘ معمولي نظارن مان شديد احساس پيدا ڪري ٿو. ان کان پوءِ جي شاعري پنهنجي خاص رجحانات جي بنا تي Imagist سڏجڻ ۾ آئي، جنهن جا چار اصول هئا:

1- موضوع جو سنئون سڌو بيان 2- مختصر لفظ 3- خاص تصورات کان مدد وٺڻ 4- فطري وزن. هن وقت انگريزي شاعري جپاني ۽ چيني شين مان اثر قبول ڪيو ۽ آزاد نظم عام طرح رائج ٿيو.

انهيءَ تحريڪ کان متاثر ٿيڻ وارن مان ’هيوم‘ بہ هو، جنهن جو خيال هو، تہ عصر حاضر جي زندگيءَ انسان ۽ فطرت جي هم آهنگيءَ کي بالکل برباد ڪري ڇڏيو آهي. ’آلڊنگٽن‘ حالت جو جائزو وٺي انسانيت ۽ خود پنهنجو پاڻ کان متنفر ٿي وڃي ٿو. آخر ۾ انگريزي ادب جي ٽن ترقي پسند شاعرن جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي: اهي آهن ’ايلٽ‘، ’هربرٽ ريڊ جنگ‘، ’لارنس‘. ’هربرٽ ريڊ جنگ‘ دنيا کان بيزار آهي، ڪيس محبت تي اعتبار ڪونهي. ’لارنس‘ جون ٽي خصوصيتون قابل ذڪر آهن:

1- اشاريت ۽ ابهام 2- جنسيات، 3- موجوده نظام کان بيزاري، ۽ ان جي اصلاح، يا اهو ممڪن ٿي نہ سگهي، تہ هڪ نئين نظام جي تعمير. سنڌي ترقي پسند شاعريءَ ۾ ابهام ۽ جنسيات اهڙي نموني آهي، جهڙي نموني ’لارنس‘ وٽ ملي ٿي.

برصغير پاڪ و هند ۾ هن تحريڪ 1936ع ۾ پير پاتو، ۽ ”انجمن ترقي پسند مصنفين“ جي نالي سان جماعت وجود ۾ آئي. هن جماعت ۾ اردوءَ جا مختلف خيال ۽ ويچار رکندڙ اديب هئا. هن تحريڪ جو مقصد هو: صحتمند ۽ تازو ادب تخليق ڪرڻ يا ترجمو ڪرڻ، سماجي ترقي لاءِ پاڻ پتوڙڻ، فڪر و نظر ۽ اظهار ۽ خيال جي آزادي لاءِ جدوجهد ڪرڻ، اديبن جي مفادن جو تحفظ ڪرڻ، ۽ ادب ۾ جديد رجحانن جي ترغيب ۽ ترويج.

هيءَ تحريڪ ٿن سالن جي مختصر عرصي ۾ لکنؤ کان دکن ۽ بمبئي کان لاهور تائين ڦهلجي ويئي. تحريڪ جي اثر هيٺ منشي پريم چند،

ٽئگور ۽ ڪن ٻين ترقي پسند اديبن، ترقي پسند نوعيت جو ادب تخليق ڪيو. شروع ۾ هن تحريڪ جي جوڙجڪ خالص ادبي نوعيت جي هئي، جنهن ڪري هر مڪتبهءِ فڪر جا اديب ۽ شاعر هن ۾ شريڪ ٿيا. پر پوءِ هن تحريڪ کي مخصوص سياسي نظريي جو ترجمان بنايو ويو. انهيءَ ڪري هن تحريڪ سيڪيولرازم جي راهه ورتي، ۽ سوشلزم جي ڇانوَ ۾ اُسري ۽ اُڀري.

سنڌ ۾ هيءَ تحريڪ 1941ع ۾ پهتي. سڀ کان پهرين هن تحريڪ ۾، ڊي- جي سنڌ ڪاليج ڪراچي جا ڪجهه استاد ۽ شاگرد: عبدالرزاق راز ۽ شيخ اياز شامل هئا. ان کان پوءِ هندستان جي ترقي پسند تحريڪ کان متاثر ٿي مختلف نظريو رکندڙ اديبن گڏجي سنڌ ۾ ترقي پسند تحريڪ شروع ڪئي. تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ هنن پهرين ڊي- جي سنڌ ڪاليج ڪراچي ۾ "سنڌي ادبي سرڪل" نالي ادبي جماعت قائم ڪئي. ساڳين اديبن 1945ع ۾ ڪاليج کان ٻاهر هڪ ٻي جماعت "انجمن ترقي پسند مصنفين" نالي قائم ڪئي.

ورهاڱي کان اڳ ترقي پسند تحريڪ جو مرڪز ڪراچي ۾ هو. ڊاڪٽر گربخشاڻي، پروفيسر رام پنجواڻي، شيخ عبدالرزاق "راز"، شيخ اياز، گوبند مالهي ان جا سرگرم ڪارڪن هئا. ورهاڱي کان پوءِ ترقي پسند تحريڪ جا ٻه مرڪز بنيا: هڪ ڪراچي ۽ ٻيو سکر. ٻنهي مرڪزن جي ڪارڪردگيءَ ۾ شيخ عبدالرزاق "راز" ۽ 'شيخ اياز' جي سرجوشيءَ سان حصو ورتو.

ورهاڱي کان پوءِ ترقي پسندتحريڪ جي اثر هيٺ" حبيب پبليڪيشن سکر" ۽ موجوده دور جي وڏي ۾ وڏي سگهاري جماعت "سنڌي ادبي سنگت" قائم ٿي. ان کان پوءِ ٻيون ڪيتريون ئي جماعتون ۽ اشاعتي ادارا هن تحريڪ جي اثر هيٺ وقت بوقت قائم ٿيندا رهيا.

## جدت جي تحريڪ

1930ع ۽ 1940ع جي وچ ڌاري مغربي مصنفن جو اثر مشرق تي تمام گهرو پيو. نه فقط هندستان پر برما، چين، جاپان، ترڪي، ايران ۽ مشرق وسطيٰ جي ملڪن تي به هي اثر انگلنڊ مان شروع ٿيڻ واري تحريڪ

سان ظهور پذير ٿيو، جنهن جي پٺيان انقلابي سياسي خيالات هئا. سنڌي ادب تي انهن تحريڪن جو گڏيل اثر پيو آهي. انهي عرصي دوران ئي سنڌ ۾ جدت جي تحريڪ شروع ٿي. جيتري قدر سنڌي ادب ۾ جدت پسند تحريڪ جو تعلق آهي، تہ ان چوڻ ۾ وڌاءُ نہ آهي تہ شمس الدين "بلبل"، ڪشنچند بيوس ۽ حيدر بخش جتوئي جدت پسند تحريڪ جو ٻوٽو پوکيو. شيخ عبدالرزاق "راز"، نارائڻ شيام، هري دلگير، شيخ اياز ۽ ڊاڪٽر اياز قادري ان جي آبياري ڪئي.

جديد ادب تي مشتمل پهريان ڪتاب شمس الدين بلبل جو "نيچرل ڪريما ديوان بلبل" ۽ ڪشنچند بيوس جو "شيرين شعر" آهن. ان کان سواءِ حيدر بخش جتوئي ڪجهہ نظم لکيا. جيڪي ان وقت تمام گهڻو مشهور ۽ مقبول ٿيا. هن تحريڪ جي اثر هيٺ سنڌي ادب ۾ ڪيترائي تجربا ڪيا ويا، جهڙوڪ: گيت سان گڏ مختصر نظم جو تجربو ڪيو ويو. نارائڻ شيام سانيٽ جو تجربو ڪيو. "راز" مرحوم آزاد نظم" جو تجربو ڪيو. ان سان گڏ ترائيل، هائڪو، پنجابي ماهيا ۽ هندي گيت ۾ تجربا ڪيا ويا. نہ فقط ايترو، پر وقت گذرڻ سان گڏوگڏ نوان نوان تجربا ٿيندا رهيا. تازو محترم شيخ اياز ڪيترائي ترائيل لکيا آهن. سنڌ جا ٻيا ناميارا شاعر پڻ ترائيل لکي رهيا آهن.

نثر ۾ سڀ کان پهريائين امر لعل هنگوراڻي جديد لاڙن کان متاثر ٿي "ادو عبدالرحمان" نالي ڪهاڻي لکي. ان کان پوءِ جديد ادب جو اڻ کٽ سلسلو شروع ٿيو، ۽ ڪيترائي رسالا، ڪتابي سلسلا، ڪهاڻين جا مجموعا ۽ ناول ڇپيا.

امر لعل کان پوءِ شروعاتي دور ۾ مرزا نادر بيگ، آسانند مامتورا، گوبند مالهي، شيخ عبدالرزاق "راز"، شيخ اياز ۽ ڪن ٻين جدت پسند تحريڪ جي اثر هيٺ افسانوي ادب تخليق ڪيو. ان سان نوان تجربا ٿيندا رهيا، ۽ ٿيندا رهن ٿا.

# سنڌي بيت

شاعريءَ جي فن جي علم کي هنديءَ ۾ "ڇند وديا" چيو ويندو آهي. جهڙيءَ طرح "علم عروض ۾" اصول ۽ ارڪان آهن، اهڙيءَ طرح هندي ڇند وديا ۾ به آهن. البته فرق اهو آهي ته علم عروض ۾ اصول ثلاثي (ٽن حرفن وارا)، رباعي (چئن حرفن وارا) ۽ خماسي (پنجن حرفن وارا)، ٿيندا آهن. پر "هندي ڇند" جا اصول هڪ حرفي (هڪ حرف متحرڪ) ۽ متحرڪ سان گڏ (هڪ حرف ساڪن) ٿيندا آهن. هڪ حرفي اصول کي "لگهه ماترا" ۽ ٻه حرفي اصول کي "گر" چيو ويندو آهي. علم عروض توڙي ڇند وديا ۾ اصول ارڪان جوڙين ٿا؛ پر ٻنهي ۾ فرق آهي. علم عروض ۾ حرفن جي تعداد کي اهميت آهي؛ مثلاً فاعلن ۾ پنج حرف آهن، انهيءَ ڪري اهو رڪن خماسي (پنجن حرفن وارو) چيو ويندو؛ فاعلاتن ۾ ست آهن انهيءَ ڪري سباعي (ستن حرفن وارو) سڏيو ويندو. ڇند وديا ۾ رڪن کي "گن" چيو ويندو آهي. هر "گن" ۾ ٽي ٽي اصول رکيل هوندا آهن. پر انهن جي ترتيب هڪ جهڙي نه هوندي آهي. "گن" هي آهن، جن جي تقطيع ۾ "لگهه" لاءِ "٨" نشاني آهي، ۽ "گر" لاءِ هيءَ "-" نشاني آهي. وضاحت لاءِ علم عروض جا "رڪن" به ڏنا وڃن ٿا:

١- يگن (--٨= فعولن)　　٢- مگن (٨٨٨= مفعول)

٣- تگن (٨- -= مفعول)　　٤- ڀگن (٨٨- = فعل)

٥- جگن (٨-٨ = فعول)　　٦- رگن (-٨-= فاعلن)

٧- سگن (-٨٨) = فعلن، (---= فعلاتن) ٨- لگهه (هڪ حرفو=٨)

٩- گر (ٻه حرفو=-).

ڇند وديا ۾ بحر ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا آهن: "ماترڪ"، جن جو سمورو دارومدار اصولن جي تعداد تي هوندو آهي. "اصول" کي ڇند وديا ۾ "ماترا" چيو ويندو آهي. انهن بحرن ۾ ماترائن جو مقرر ٿيل تعداد نظر انداز ٿيڻ نه گهرجي، باقي اهو ضروري نه آهي ته حرفن جو تعداد برابر هجي هيٺ "سمير ڇند" جو مثال ڏجي ٿو، جنهن ۾ ١٩ ماترائون هونديون آهن.

٨-٨٨-٨-٨٨-٨-- سدا جر ڦند سون رهه هو اپيتا

٨ - - - ٨ ٨ ٨ - پجو جو ميت هي سون رام سيتا

(معنيٰ: هميشه ملڪ الموت جي چنبي کان بي خوف رهندين، جيڪڏهن تهه دل سان رام سيتا جو ذڪر ڪندين)

پهرين مصرع ۾ ٦ گر ۽ ٧ لگهه آهن، يعني ڪل ١٩ ماترائون آهن. ٻي مصرع ۾ ٧ گر ۽ ٥ لگهه آهن، جن جو تعداد به ١٩ ماترائون ٿئي ٿو. پر پهرين مصرع ۾ ١٣ ۽ ٻيءَ ۾ ١٢ حرف آهن.

ڇند وديا ۾ بحرن جو ٻيو قسم آهي: "ورنڪ" يعني حرفن وارو. انهن ۾ رڪنن جي پابندي لازمي آهي. يعني ٻنهي مصرعن ۾ هڪجهڙا "گن" هئڻ گهرجن. انهيءَ پابنديءَ جي ڪري فقط "گر" "لگهه" ماترائن ۾ مطابقت ضروري نه آهي، پر حرفن جي تعداد ۾ به هڪجهڙائي هجڻ گهرجي. نموني لاءِ مالا ڇند جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

- - - - - - -

مومين گنگا تاري پکتي

- - - - - - - -

باڙهي ايسي ديجئي شڪتي

(معنيٰ: اي گنگا مون ۾ تنهنجي پوڄا وڌي، اهڙي قوت عطا ڪر.)

هر مصرع ۾ ٻه مگن (- - -) ۽ ٻه گر (-) آهن.

ماترڪ ڇند جي هر بيت ۾ گهٽ ۾ گهٽ چار پد هئڻ گهرجن ۽ هر پد ۾ ٧ کان ١٤٨ تائين ماترائون هجڻ گهرجن.

## 1- دوهـا ڇـنـد:

هن ۾ ٻه مصرعون ٿين، جن مان هر هڪ ۾ ٻه پد يا چرن ٿين. پهرين ۽ ٽين پد کي "وشم" (طاق) چيو ويندو آهي، جنهن ۾ ١٣ ماترائون ٿينديون آهن. ٻي ۽ چوٿين پد کي "سم" (جفت) چيو ويندو آهي، جنهن ۾ ١١ ماترائون ٿينديون آهن.

هندي دوهو نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

٨٨ ٨٨٨ ٨٨- ٨ - ٨ ٨ -

چم چمات چنچل نين تج

٨ - ٨٨ ٨٨ -

گهونگهٽ پٽ جهين

٨ ٨ ٨ ٨ ٨ - ٨٨ ٨٨ - -
ماڻو سر سر تابمل، حل

٨ - ٨ ٨ ٨ ٨ ٨ ٨
اُڇرت يگ مين

١٣ ١١
---- ----
١٣ ١١
---- ---

(چنچل اکيون سنهي رئي جي گهونگٽ مان اهڙيءَ طرح
چمڪن ٿيون، جهڙيءَ طرح گنگا نديءَ جي پاڻيءَ ۾
مڇين جو جوڙو).

دوهي جي هر سٽ کي "دل" چيو ويندو آهي، هر دل جي سٽا ۾ هيٺين ڳالهين جي پابندي ضروري آهي:

1. "وشم" پدن (پهرين ۽ ٽين) جي شروع ۾ جگن (٨-٨) رڪن نه اچڻ گهرجي ۽ ماترائون ١٢ هجن. آخر ۾ رڪن سگن (-٨٨) يا رگن (-٨-) يا نگن (٨٨٨) اچڻ گهرجي.
2. سم پدن (ٻي ۽ چوٿين) ۾ ١١ ماترائون اهڙيءَ طرح اچن جو آخر ۾ جگن (٨-٨) يا تگن (- - ٨) رڪن اچن. ان کان سواءِ "وشم" ۽ "سم" پدن ۾ هيٺين ڳالهين جو خيال رکڻ به ضروري آهي.

**الف:** جنهن وشم پد جي شروع ۾ (-٨) يا (-٨) نگن (٨٨٨) اچي ان ۾ ماترائن جي ترتيب هن طرح ٿيندي.- ٢ x ٣ x ٢ x ٢ x ٢. چوٿون جوڙو، جو ٿن ماترائن جو آهي، ان جي ترتيب هن طرح نه هئڻ گهرجي: (-٨)

**ب:** جنهن "وشم" جي شروع ۾ سگن (-٨٨) يا (- - ) يا (٨ ٨ ٨ ٨) هجي، ان جي ماترائن جي ترتيب هن طرح ٿيندي: ٢٣٣٤؛ پر ان ۾ به ٽين جوڙي جي ترتيب هن طرح جائز نه آهي: (-٨)

**ڄ:** "سم" پدن ۾ ماترائن جي ترتيب يا ته ٤ x ٤ x ٣ ٿيندي يا هن طرح ٿيندي: ٣ x ٣ x ٢ x ٣ پنهي ترتيبن ۾ آخري جوڙو هن طرح اچڻ گهرجي: (٨-)

ڪڏهن ڪڏهن يگن (-٨٨) جي جاءِ تي جگن (٨-٨) ايندو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ گر لگهه شروع ۾ هجي، تڏهن به اهو دوهو "سم" وارو دوهو مڃيو ويندو آهي.

گر ۽ لگهه ماترائن جي گهٽ وڌ ٿيڻ سان دوهي جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا. انهن مان ٣ ٢ ١ قسم هندي شاعرن عام جام آندا آهن. البته ايترو آهي، ته هر حال ۾ دوهي جون متارائون ۴٨ رهڻ گهرجن. نموني طور دوهي جا قسم هيٺ ڏجن ٿا:

1- ڀرمر (گر ٢٢ x لگهه ۴)
2- سڀرامر (گر ٢١ x لگهه ٦)
3- شرڀ (گر ٢٠ x لگهه ٨)
4- شيين (گر ١٩ x لگهه ١٠)
5- منڊوڪ (گر ١٨ x لگهه ١٢)
6- مرڪٽ (گر ١٧ x لگهه ١۴)
7- ڪرڀ (گر ١٦ x لگهه ١٦)
8- نر (گر ١٥ x لگهه ١٨)
9- هنس (گر ١۴ x لگهه ٢٠)
10- گيند (گر ١٣ x لگهه ٢٢)
11- پيودهر (گر ١٢ x لگهه ٢۴)
12- چل يا بل (گر ١١ x لگهه ٢٦)
13- بانر (گر ١٠ x لگهه ٢٨)
14- ترڪل (گر ٩ x لگهه ٣٠)
15- ڪڇپ (گر ٩ x لگهه ٣٢)
16- مڇ (گر ٧ x لگهه ٣۴)
17- شاردول (گر ٦ x لگهه ٣٦)
18- اهور (گر ٥ x لگهه ٣٨)
19- بيال (گر ۴ x لگهه ۴٠)
20- وڊال (گر ٣ x لگهه ۴)
21- شوان (ر ٢ x لگهه ۴۴)
22- اور (گر ١ x لگهه ۴٦)
23- سرپ (لگهه ۴٨).

سنڌي شاعرن دوهي جي سٽا ته اختيار ڪئي آهي؛ پر ڇند وديا جي ايتري پابند نه ڪئي آهي، ايتري قدر جو ڪڏهن ته دوهي جي نموني جي

سنڌي بيتن ۾ ۴۸ ماترائن کان گهٽ وڌ ماترائون به ٿين ٿيون.

البت ايترو آهي ته، ماترائون لڳ ڀڳ ۴۸ آهن ۽ قافيو پنهي سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو. ڪيترا سنڌي بيت ته دوهي جو تمام سهڻو نمونو پيش ڪن ٿا.

## 2. سورٺا ڇند:

دوهي جي پدن کي ڦيرائي رکبو ته سورٺو ٿي پوندو. يعني هن ۾ به ٻه سٽون ٿين ۽ هر سٽ ۾ ٻه پد ٿين. قافيو هر هڪ سٽ جي وچ تي اچي. يعني پهريون ۽ ٽيون پد پاڻ ۾ هم قافيه ٿين. پهرين ۽ ٽين پد ۾ ۱۱ ۽ ٻي ۽ چوٿين پد ۾ ۱۳ ماترائون ٿين:

۱۳ ۱۱
------- . --------
۱۳ ۱۱
------- . --------

شاهه ڪريم جو هڪ سورٺي جي سٽا وارو بيت نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

ٰ - - - ٰ -
هنج تتهين هوءِ،

- ٰ - - - - -
اونهي ۾ اوڙاهه جو،

ٰ - - ٰ - -
اي ڪانيرو ڪوءِ،

- ٰ - - - - - - -
جو ڇاڇر ۾ ڇيرون ڪري.

هن مان معلوم ٿيندو، ته پهرين سٽ ۾ پوريون ماترائون آهن. يعني پهرين ۾ ۱۱ ۽ ٻي ۾ ۱۳، پر ٻي سٽ جي ماترائن ۾ گهٽ وڌائي آهي. يعني ٽين پد ۾ ۱۰ چوٿين پد ۾ ۱۵ ماترائون آهن. اهڙي حالت هر سنڌي دوهي ۽ سورٺي جي بيت جي آهي.

### 3. دوها سورٺا ميل:

سنڌي شاعريءَ ۾ دوها سورٺا جي ميل سان نيون صفون بہ ملن ٿيون، جن کي اسين "دوها سورٺا ميل" جو نالو ڏيئي سگهون ٿا. هن هيٺ اهڙن جدا جدا قسمن جو تعارف ڏجي ٿو:

**الف:** ڪن سنڌي بيتن ۾ پهرين سٽ دوهي جي تہ ٻي سٽ سورٺي جي ٿيندي آهي. ان جو نقشو هن طرح بيهندو.

------ ، ------

------ ، ------.

روايتن ذريعي سومرن جي دور جا جيڪي سنڌي بيت مليا آهن، انهن ۾ اهڙي سٽا وارا سنڌي بيت بہ مليا آهن. نموني طور هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

سچو قسيءَ پيا سومرا، اڌ قسيءَ پيو لوڪ؛
جهيٽي ٻارڻ جهوڪ: نہ تہ ليڙ پيائي لائون ڪري

(يعني: جيڪڏهن اڌ ڦٽ پئي ساري جهان تي، سڄي ڦٽ سومرن تي؛ چاڪاڻ جو سندن ڳوٺن ۾ بستين جي باهہ جهوڪ ويلي جهيٽي ٿيو وڃي، باقي ٻين وقتن تي لائون ڪيو پئي پري).

**ب:** ڪن بيتن ۾ وري پهرين سٽ سورٺي جي، تہ ٻي سٽ دوهي جي ٿئي ٿي:

------ ------

------ ------

شاهہ ڪريم جو هڪ بيت نموني طورهيٺ ڏجي ٿو:

ڪن ڪلاچي ٻار: سڌ نہ سچي سانئين؛
ڳهاتوئين سندا مڪڙا، ڪي تڙ ٻي نهار.

**ج:** ٻن سٽن سان گڏ سنڌي شاعرن سومرن جي ئي دور ۾ ٽن سٽن وارا بيت بہ چوڻ شروع ڪيا. انهن ٽن سٽن وارن بيتن مان ڪن ۾ پهرين سٽ سورٺي يا دوهي جي ٿئي؛ وچين سٽ هر حال ۾ دوهي جي ٿئي ؛ ۽ پوئين سٽ سورٺي جي ٿئي. يعني ٽن سٽن واري بيت جا ٻہ نمونا ٿيا: هڪ اهو جنهن جي پهرين سٽ دوهي جي ٿئي:

(i) --------- ، ---------

--------- ، ---------

--------- ، ---------.

ههڙي ستا وارو سمنگ چارڻ وارو بيت: "ڏري ڏوري ........" نموني آهي. هڪ روايت موجب اهڙي ستا وارو بيت پير پٺي جو به مليو آهي. روايت آهي ته حضرت غوث بهاؤ الدين زڪريا ملتاني جي مريد شيخ جيئو (مڪليءَ جو ڏيو) کي لاکاڻياڻي نورسيا قوم وارن شهيد ڪري ودو، تڏهن پير پٺو پڪاري اٿيو:

نورسيا نه رسيا، لٿو ليکو لاکڻين،
مدي رکي من ۾، جيئو ڪنو جن،
توڙون لڳو تن: بجو بهاؤ الدين جو.

هي واقعو سومرن جي درمياني دور يعني ٻارهين تيرهين صدي هجري جو آهي. ان مان به ظاهر ٿئي ٿو، ته سومرن جي ئي دور ۾ ٽن سٽن وارا بيت چيا ويا ٿي. سمن جي دور ۾ به اهڙي قسم جا بيت ملن ٿا.

سمن جي دور جو ستن درويشن جو واقعو مشهور آهي، عوامي روايتن موجب انهن درويشن سان ست سنڌي بيت وابسته آهن، جيڪي چيو وڃي ٿو ته انهن شهادت وقت پيشنگوئي طور چيا. اهو واقعو ڄام تماچي جي ڏينهن ۾ ٿي گذريو، جيڪو 1375ع ۾ تخت تي ويٺو، انهن مان هڪ بيت ٽن سٽن وارو آهي ۽ مٿين ستا موجب آهي:

نيرا گهوڙا ڏيرا اتر ڪان ايندا؛
گهاگهيريون گسن تي وراهي ويندا؛
تنهان ڪان پوءِ ٿيندا: طبل تاڃائين جا.

(ii) ٽن سٽن واري بيت جو ٻيو نمونو اهو آهي، جنهن ۾ پهرين سٽ سورٺي جي ٿئي.

،---------- x ----------
x---------- . ----------
---------- x ----------

سمن جي دور جو اهڙي ستا وارو بيت هيٺ ڏجي ٿو، جيڪو سنڌي ذاڪر، سر حسيني مان حضرت عبدالجليل چوهڙ شاهه جي وفات ڪان پوءِ سندس درگاه تي سماع جي محفل ۾ ڳايو:

چران نه چڪن چاڪ: وهان نه وه سنجري؛
ماءِ! منهنجي ڏيل سين، سورن ڪي اوطاق؛
جيئن تون جانان پاڪ، آساوند اڙين جو.

محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق موجب هي بيت شيخ چوهڙ جي وفات (1504ع) کان پوءِ "تذڪره قطبيہ" (جنهن ۾ هي بيت آيو آهي.) جي تصنيف (1545ع) کان اڳ جو آهي. يعني هي بيت سنہ 5-1540ع جي وچ ڌاري پڙهيو ويو. اهو بہ ممڪن آهي، تہ ان زماني کان اڳ جو هجي. خود شيخ چوهڙ جي محفل ۾ بہ هڪ پيري هڪ سنڌي ذاڪر، سنڌي بيت پڙهيو هو، جنهن جي سٽا سورني چند واري بيت جهڙي آهي:

جو گهڙي سو ني؛ ڪو جو ڦهر ڪلاچ ۾،
خبر ڪونہ ڏي؛ رچ ڪجاڙي رنديو.

هي بيت 1504ع کان اڳ جو آهي. هن مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ قديم زماني کان بهاولپور ۾ سنڌي بيت پڙهيا ۽ سمجهيا ويندا هئا.

### 7. ڇئن سٽن وارو بيت:

بهاولپور مان هڪ ٻيو سنڌي بيت بہ مليو آهي، جيڪو ڇئن سٽن تي مشتمل آهي. ان جو پس منظر هن طرح آهي:

بهاولپور ۾ "مروٽ" نالي هڪ قلعو آهي، جيڪو پراڻي هاڪڙي درياہ جي ڪناري تي آهي ۽ بيڪانير جي ويجهو آهي. مولانا عزيز الرحمان "تاريخ قلع مروٽ" ۾ لکيو آهي، تہ سومرن جي ڏينهن ۾ هتي هڪ سومرو حڪمران هو. ان کان سواءِ اهو بہ ڄاڻايو اٿس، تہ عمر سومرو "قلع مروٽ"جو حڪمران هو ۽ مارئيءَ کي "مروٽ" جي قلع ۾ قيد ڪيو هئائين. وڌيڪ لکيو اٿس، تہ "قلع مروٽ" جي پسگردائي ۾ هڪ سنڌي بيت مشهور آهي، جو مارئيءَ ڏانهن منسوب آهي. اهو بيت هن طرح آهي:

عمرا پيچ نہ آنج؛نہ ڪر زور ضعيف سان؛
هت نہ هوندا هيترا؛ ٻيا در مٿي دوران؛
ويندا هي فيل فنا ٿي؛ سڀ نغارا نشان؛
قاضي ڏيندا پاڻ، شرع ڪندا سومرا.

عمر سومرو قلع مروٽ جو حڪمران تہ نہ هو. البتہ ان عوامي روايت مان هيٺيون ڳالهيون واضح ٿين ٿيون:

1. سومرن جي حڪمراني بهاولپور تائين هئي. انهيءَ ڪري "عمر مارئيءَ" جو قصو بهاولپور تائين مشهور ٿي ويو.

2. سنڌ ۽ بهاولپور جا پاڻ ۾ ايترا گهرا تعلقات هئا، جو خالص سنڌي بيت به بهاولپور ۾ مشهور ٿي ويا، جن مان هڪ بيت ته هينئر به مليو آهي.
3. روايت ۾ هي بيت مارئيءَ ڏانهن منسوب آهي؛ پر اهو صحيح نه آهي. ڪنهن ٻئي شاعر جو مارئيءَ جي زباني چيل آهي.
4. بيت جي قدامت ڪٿي نه ٿي سگهجي. پر جيئن ته بهاولپور مان مليو آهي. انهيءَ ڪري ان کي قديم چئي سگهجي ٿو.

ان کان پوءِ چئن سٽن وارو بيت سيد علي ثاني شيرازي جو ملي ٿو؛ جنهن 991هه ۾ وفات ڪئي. هو حضرت مخدوم نوح جو مريد ۽ شاهه ڪريم جو همعصر هو. اهو بيت هي آهي:

سرتين سانگ سکن جو، مونکي رويو رهائين؛
آءُ ٿي هلان هوت ڏي، هو ٿيون واريون وهارين؛
وريتيون ورن سيئن، ويٺيون گهر گهارين؛
کهندا ٿيون ڪارين: ڪانه هلندي هوت ڏي.

خود حضرت مخدوم نوح (وفات 1590ع) جو هڪ ٽن سٽن جو بيت ملي ٿو، جيڪو هت پيش ڪجي ٿو:

سمو ۾ ساڻين گڏ: تون لوچج لڄ کي،
هلندي سمي سامهون، تون پڻ ڪيرت ڪج،
نه تو پڻ ٽڻي ڏيءِ: سمي ۾ سوڀ ٿي.

ان کان پوءِ ڪيترائي چئن سٽن وارا بيت چيا ويا؛ بلڪ چئن کان به متي سٽن وارا بيت چيا ويا. مٿين چئن سٽن وارن بيتن مان معلوم ٿيندو، ته سيني ۾ پوئين مصرع سورٺي جي سٽا جي آهي، ۽ وچيون مصرعون دوهي جون آهن. اهڙي طرح اڳتي هلي ٻن سٽن کان متي سٽن واري بيت جي آخري سٽ جي اڌ ۾ قافيه آڻڻ جو رواج پئجي ويو. انهي ڪري بيت ۾ وڌيڪ تاثير، رواني ۽ دلڪشي پيدا ٿئي ٿي. انهيءَ تجربي بيت ۾ پختگي آندي ۽ اها ڳالهه سنڌي بيت جي مستقل فني روايت بنجي ويئي. شاهه عنات رضوي، شاه عبداللطيف ڀٽائي ۽ پوين شاعرن جيتوڻيڪ چئن سٽن کان متي سٽن وارا بيت چيا آهن؛ پر سيني شاعرن پوئين سٽ ۾ وچ تي قافيو آندو آهي. هينئر سنڌي بيت ۾ سٽن جو تعداد مقرر ڪونهي، ٻن سٽن وارا بيت به لکيا وڃن ٿا، ته

ٿن، چٺن ۽ تمام گهٽين سٽن وارا بيت به ڇپيا وڃن ٿا.

## قديم سنڌي شعر:

زماني جي لاهن چاڙهن جي ڪري قديم سنڌي شعر گهڻو ڪري ضايع ٿي ويو. ان هوندي به اهڙا تاريخي اهڃاڻ ملن ٿا، جيڪي ٻڌائين ٿا، ته عربن جي ڏينهن ۾ سنڌي زبان ۾ شعر چيو ويندو هو. عربي ڪتابن ۾ آيو آهي، ته سنڌي شاعر هڪ روايت موجب فضل بن يحيٰ برمڪيءَ جي آڏو سنڌي شعر پڙهيو. اهو سنڌي شعر هن طرح آندو ويو آهي: "ارهه برهه ڪنڪره، ڪراڪري مندره".

ٻي ڪتاب ۾ آيو آهي، ته اهو بيت حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنه حضور صلي الله عليه وسلم جي ثنا ۾ پنهنجي آفريڪي زبان ۾ پڙهيو. اهو بيت سنڌي آهي يا آفريڪي زبان جو آهي؟ ان ڳالهه تي ٻي پيري بحث ڪيو ويندو.البته هن شعر جي سٽا مان معلوم ٿئي ٿو، ته هن جي سٽا" دوهي" جهڙي آهي. ان مان اهو به ثابت ٿئي ٿو، ته ان وقت سنڌي شاعر موجود هئا. هڪ ٻي روايت سان معلوم ٿئي ٿو، ته سنڌي زبان لکي پڙهي به ويندي هئي. هڪ عربي ڪتاب ۾ آيو آهي، ته منصوره جي حاڪم عبدالله بن عمر هباري جي ڏينهن ۾ سنه 270هه ۾ هڪ عالم اتر سنڌ جي هڪ هندو راجا جي چوڻ تي منصوره مان وٽس وڃي، قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو، ۽ سنڌي زبان ۾ اسلامي تعليم متعلق هڪ نظم لکيو. دنيا ۾ قرآن شريف جو اهو پهريون سنڌي ترجمو آهي.

## سومرن جو دور:

اهڃاڻ ٻڌائين ٿا، ته سومرن جي ڏينهن ۾ سنڌي شاعري اوج تي هئي. اٺين صدي عيسوي ۾ هڪ سياح عالم " آچاريه اديوتن"، سؤ راشٽڙ جي درٻار مان سنڌ ۽ سنڌي زبان جي کوجنا لاءِ سنڌ ۾ آيو. سن 778ع ۾ موٽي وڃي، پنهنجي کوجنا جي آڌار تي ڪتاب " ڪوليا مالها ڪها" لکيائين. ان ۾ سنڌي شاعريءَ بابت لکي ٿو:

" اسان اهي سنڌي شاعر ڏٺا، جن کي پنهنجي ملڪ تي ناز ۽ سريلي نغمي جو ذوق هو. هنن پنهنجي نغمي کي نزاڪت ۽ ميناج

سان، ڍلي پر ۽ ڍار سان نهايت ئي سريلي انداز ۾ ڳايو ٿي".

ان کان پوءِ نائين صدي عيسويءَ ۾ گجرات جي درباري شاعر "ڪويراج سيکڙ" هندستان جي مختلف علائقن جي ادبي ۽ لساني پرتال ڪئي، سنڌي زبان ۽ ادب بابت لکيو اٿس:

> "هي مڙني ملڪن جو چٽ آهي. هتي جا ماڻهو سنسڪرت جي ته نالي کان به وقف ڪونهن. باقي پنهنجي سوڀيا وان ڏيهي ٻولي ڏاڍي مينا ج سان ڳالهائيندا آهن. هتي جي انوکي ادبي خوبي ته لاڙ جي شاعرن لاءِ ئي مخصوص آهي. سندن شاعريءَ جي پياري ۽ پسنديده طرز، جنهن جي امتيازي خصوصيت رنگيني ۽ لطافت آهي، سا لاڙي طرز جي ئي نالي سان مشهور آهي."

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته سومرن جي دور ۾ سنڌي شاعري پنهنجو مٽ پاڻ هئي. هن دور ۾ ئي سنڌجي رومانوي داستانن، رزميه واقعن، سخي سردارن جي ڪارنامن، ۽ واقعاتي بيتن جي روايتن جو بنياد پيو. اهي ڳالهيون اڳتي هلي سنڌي شاعريءَ جو تاجي پيٽو بنيون. هن دور ۾ نه فقط نثري داستانن جو رواج پيو، پر سنڌي شعر پڻ ڳالهين جي وچ ۾ ڳاهن جي صورت ۾، واقعاتي بيتن جي نوع تي ۽ ڳيچن ۾ نمودار ٿيو. ان کان سواءِ اسماعيلي مبلغن جي ڪلام ۾ تبليغي نوعيت جا اشعار به ملن ٿا، جن ۾ اسلامي اصولن سان گڏ اخلاقي هدايتون ۽ دنياجي بي ثباتيءَ جو ذڪر ملي ٿو. اهڙي قسم جي شعر کي "گنان" چيو ويو آهي. هي هڪ قسم جا نظم آهن، جن ۾ بند وراڻين سان جڪڙيل آهن. ياٿنجي ٿو، ته هن فن اڳتي هلي وائيءَ کي وجود ڏنو.

هن دور جا جيڪي بيت يا ڳاهه صدري روايتن ذريعي مليا آهن، اهي گهڻي قدر ٻه- ستا آهن. پر ٿورا ٽن سٽن وارا به آهن. "سمنگ چارڻ" هن دور جو عوامي شاعر آهي، جنهن جو زمانو اندازا 950ع کان 1050ع جي وچ وارو آهي. اسماعيلي مبلغن مان پير صدر الدين جا گنان صاف سنڌي ۾ آهن، جنهن جو زمانو 13 صديءَ عيسوي آهي. انهيءَ ئي زماني ۾ سکر جي رضوي سيدن جي تاريخي روايت سان تعلق رکندڙ هڪ سنڌي بيت مليو آهي؛ جيڪو 14 صدي عيسويءَ جي بلڪل ابتدائي زماني جو آهي.

**سمن جو دور:**

سومرن جي حڪومت جي زماني ۾ ئي سمن سردارن جي سخا مشهور هئي. هنن پنهنجي پانن کي ورسايو، جن سندن سخا جي هر هنڌ ساراهه ڪئي. سخا جي سلسلي ۾ ڏهه ڏاتار مشهور ٿيا. ان کان سواءِ سمن جي محبت جا داستان به ڳايا ويا.

صدري روايتن ذريعي سمن جي دور جي ماموئي فقيرن جا ست بيت به ملن ٿا. اهو ستن درويشن وارو واقعو ڄام تماچيءَ جي ڏينهن ۾ ٿيو. جيڪو 1375ع ۾ تخت تي ويٺو. چيو وڃي ٿو، ته انهن ستن سيلاني درويشن کي ماريو ويو، جن مرڻ وقت هڪ هڪ سنڌي بيت پڙهيو. انهن بيتن ۾ اڳ ڪٿي ڪيل آهي. انهن ستن بيتن مان ڪيترا پوئين دورجا ٺهيل ۽ انهن درويشن ڏانهن منسوب ڪيل معلوم ٿين ٿا. ان هوندي به محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تحقيق موجب هيٺيان ٻه بيت ان دور جا آهن، ۽ انهن ۾ سومرن جي خير خواهن طرفان اڳين حالتن جي موٽڻ جون تمنائون آهن. اهي هي آهن:

هاڪ وهندو هاڪڙو، ڀڄندي بند اروڙ؛
ٻه مڇي ۽ لوڙهه: سمي ويندي سوڪڙي.

ننگر جي آذار، جمر ويجها ماڙهئا:
پراٺا پرار، نوان اڏجا نجهرا.

پهرئين بيت ۾ هاڪڙي جي وهڻ جي تمنا ڏيکاريل آهي. هاڪڙو جدا درياهه هو، جيڪو بهاولپور ۽ سنڌ جي ريگستاني حصن مان وهندو هو. اهو درياهه پوءِ خشڪ ٿي ويو. بهاولپور مان به اهڙا سرائڪي بيت مليا آهن، جن ۾ هاڪڙي جي ٻيهر وهڻ جي تمنا ڏيکاريل آهي:

هاڪڙا ڦير پي وهسي، نديا وهسن سيڙ؛
نه ڄايا نه ڄمسي: سوچا راڻا اميز.

حضرت عبدالجليل عرف "شيخ چوهڙ" نائين صديءَ هجريءَ ۾ "موءِ مبارڪ" ضلعي رحيم يار خان ۾ وڏو درويش ٿي گذريو آهي. سنڌ جا ڪيترا ماڻهو سندس مريد ۽ معتقد هئا. تذڪره قطبيه مان معلوم ٿئي ٿو، ته هڪ سنڌي مريد سندس سماع جي محفل ۾ هي سنڌي بيت پڙهيو:

جو گهڙي سو ني، ڪو جو ٿهر ڪلاچ ۾:
خبر ڪونہ ڏي، رڇ ڪچاڙي رنديو.

يعني اهو بيت 16 صدي عيسويءَ کان اڳ جو آهي. ان بزرگ جي وفات کان پوءِ، سندس روضي ۾ منعقد ٿيل هڪ محفل ۾ هي بہ سنڌي بيت پڙهيا ويا:

چران تہ چڪن چاڪ، وهان وهہ سنجري،
ماءِ! منهنجي ڏيل سين، سورن ڪي اوطاق،
جيئن تون جانا پاڪ: آسانبو اڙين جو.

من ڪي لوچ فراق: اساهون نہ ڏار ٿئي،
سڪون نہ پريان ساڪ: رب ڏکاري ڪڏهين.

هي بيت بزرگ جي وفات (5-1540ع) کان ڪجهہ پوءِ، 1540ع کان ڪجهہ اڳ پڙهيا ويا. چاڪاڻ جو "تذڪره قطبيہ" 1540ع ۾ لکيو ويو. يعني هي بہ 16 صدي عيسويءَ جا بيت آهن. هنن بيتن جي فني سٽا مان معلوم ٿيندو تہ ٻن سٽن وارن بيتن سان گڏ ٽن سٽن وارا بيت بہ انهي زماني ۾ چيا ٿي ويا.

سمن جي دور جا ٽي بيت مخدوم احمد ڀٽي جي وفات جي واقعي جي سلسلي ۾ مليا آهن. واقعو هن طرح آهي، تہ نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) جي هڪ سماع جي محفل ۾ هڪ سوناري ڇوڪري هڪ سنڌي بيت اهڙي تہ سوز ۽ گداز سان پڙهيو، جو اهو ٻڌندي مخدوم احمد ڀٽي وصال ڪيو. هي واقعو سنہ 936هہ (1529ع) جو آهي. ان وقت سوناري ڇوڪري جيڪي ٽي بيت پڙهيا، انهن مان پهريون بيت "دوها ڇند" جي سٽا موجب آهي:

سڏ سڻي پريںءَ جو وانگي جي نہ ورن:
ڪوڙي دعوي دوست جي، ڪچاڙي ڪي ڪن.

ٻيو بيت: "سورٺا ڇند" جي سٽا مطابق آهي:

سر ڏيئي سٽ جوڙ: ڪنهن پر ڪلالن سين،
مرڻا منهن مَ موڙ: اڄ وڻي ٿي وڌ لهي.

ان زماني جي ٽئي جي هڪ بزرگ شيخ حماد جمالي (وفات 1336ع) جو هڪ بيت بہ مليو آهي، جنهن ۾ ڄام تماچي جي تخت نشين ٿيڻ جي خوشخبري آهي. اهو بيت "دوها ڇند" جي سٽا مطابق آهي:

جوڙنو مت اوڻو؛ چار تماچي آءُ،
سڀاجھي ڀاڄھ پئي، توسين ٿئو راءُ.

ان دور جي هڪ ٻئي بزرگ اسحاق آهنگر جو بيت به مليو آهي؛ جيڪو "سورٺا ڇند" جي سٽا موجب آهي:

ٿيان مان جھرڪ؛ وهان پرينءَ جي سپ تي،
مان ڪرن ڊرڪ؛ ٻولي ڀاڄھري سين.

انهن کان سواءِ ان دور جي ٻين شاعرن جا بيت به ملن ٿا، جيڪي گهڻو ڪري ٻه سٽا آهن، ۽ دوها ۽سورٺا ڇند مطابق آهن. البته "پراڙ" نالي هڪ شاعر جو ٽن سٽن وارو بيت به مليو ٿو، جيڪو شاهه ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين" ۾ آيل آهي. ان جي پهرين سٽ دوها ڇند جي ۽ پوئين سٽ سورٺا ڇند جي آهي.

چندن چور ڪريندي، رتو مه کهاڙ؛
سڄڻ ڏڄڻ نہ ٿئي، جي رسي سؤ وار؛
پروڙئو پراڙ؛ تہ ڪرهيندي قرب ٿئي.

سمہ دورجو عظيم شاعر قاضي قاضن (وفات 1551ع) آهي، جنهن جا ست بيت بيان العارفين ۾ مليا آهن. ان جا بيت به ڪي دوها ڇند تہ، ڪي وري سورٺا ڇند موجب آهن. ڪن ۾ وري دوها سورٺا ميل آهي. پر آهي سمورا بيت ٻہ سٽا آهن. هيٺين بيت ۾ پهرين سٽ سورٺا ڇند واري تہ ٻي سٽ دوها ڇند واري آهي؛

سائر ڏيئي لت؛ اوچي نيچي ٻوڙئي؛
هيڪائي هيڪ ٿئو؛ ويئي سڀ جهت.

سمہ دور کان ارغون، ترخان ۽ مغل دور ۾ بيت جي شاعرن ۾ مخدوم نوح، سيد علي ثاني شيرازي، شاهه ڪريم (وفات 1622ع)، درس علاؤالدين سومرو، سيد ابوبڪر لڪياري، جرڪس فقير، عثمان احساني ۽ ٻين شاعرن جا نالا ملن ٿا. هن دور ۾ وڌ ۾ وڌ بيت ڇهن سٽن جا ملن ٿا. مخدوم نوح جو فقط هڪ بيت ٽہ - سٽو مليو آهي. شاهه ڪريم جي ٩۴ بيتن مان فقط هڪ بيت ٽہ - سٽو آهي؛ باقي ٻيا سمورا بيت ٻہ سٽا آهن. اهو هڪ بيت هي آهي:

جاڳي جاڳي سسئي، جان هيجا هٿ وڌاءِ؛
تان سجي سيج پرين ري، پنهو پٽر ناھ.
نڪرندي ڇٽاءِ: گهوڙا گهر نه سپرين.

هن بيت جي پوين ست دوها ڇند" واري آهي. ٻين شاعرن جا بيت به گهڻو ڪري به سٽا آهن. سيد علي ثاني ٺٽوي جو بيت چئن سٽن وارو آهي،، جيڪو اڳ اچي چڪو آهي. شاه لطف الله قادري جا بيت ٻن سٽن وارا به مليا آهن. سندس چئن سٽن وارن بيتن مان ڪن بيتن جي پوئين ست سورٺا ڇند واري آهي، ته ڪن جون سيئي سٽون "دوهان ڇند جون آهن مثلاً:

سمنڊ ڪنيو پساه: ڪوڙين موج اپرنا؛
ڪي اجهامي اٿيا: ان آهي پر اها؛
سي ئي ڪونه مڪان سي: سيئي سي ٿيا:
الا انه بڪل شيءِ محيط، مڙوئي درياء،

عثمان احسانيءَ جي بيتن جي سيني سٽن ۾ قافيو پويان اچي ٿو، يعني بيت جون سڀ سٽون "دوها ڇند" موجب آهن. ان کان سواءِ هن جي بيتن ۾ چئن سٽن کان مٿي سٽن وارا بيت به ملن ٿا، مثلا:

ڳالھ اٺانگي گور جي، ويھ مَ وسار وهي؛
ترس مَ ويھ تيار ٿي، ساٿيئڙا سنبهي؛
هيءَ حد هيبت جهڙي، ويندءِ گور ڳهي؛
سپون وڇون سهس تندن، نانگن سان نهي؛
ڏنگي جان ڏنگن سان، ويندءِ ڏيل ڏهي؛
ڳري ويندءِ گور ۾، لڳين لحم لهي.

ان کان پوءِ ڪلهوڙا دور اچي ٿو، جيڪو سنڌي ادب جو سونهري دور آهي. هن دور ۾ شاھ عنات رضويءَ شاھ عبداللطيف ڀٽائي جاناﻻ ملن ٿا، جن سنڌي بيت کي اوج تي پهچايو. هن دور ۾ چئن سٽن کان مٿي سٽن وارا بيت عام ٿيا.

# جديد سنڌي بيت جو فني ۽ فڪري جائزو

موجوده دور ۾ ٻين جديد صنفن سان گڏ، قديم شاعريءَ جي صنف ”بيت“ بہ نئون رنگ روپ اختيار ڪيو آهي ۽ منجهس نوان مضمون داخل ٿيا آهن. يعني سنڌي بيت ۾ بہ اهي ئي مضمون بيان ڪيا ويا آهن. جن جو اظهار ٻين صنفن ۾ ڪيو ويو آهي. هتي مختلف عنوانن هيٺ سنڌي جديد بيت جو فني ۽ فڪري جائزو پيش ڪجي ٿو. جيتوڻيڪ هي فڪري جائزو جديد سنڌي بيت جي حوالي سان آهي، پر هي سنڌي شاعريءَ جو مجموعي جائزو پڻ سمجهڻ گهرجي. البت ايترو آهي، تہ جديد صنفن جهڙوڪ آزاد نظم، هائيڪو وغيره، ۾ قديم سنڌي شاعريءَ وارا مضمون تمام گهٽ ملن ٿا.

1- حمد ۽ نعت

حمد ۽ نعت سنڌي بيت جا قدم زماني کان مک مضمون رهيا آهن، اهي مضمون لاڳيتو هر دور ۾ بيان ٿيندا آيا آهن. هن دور ۾ بہ ڪيترن ئي شاعرن پنهنجي بيتن ۾ هي مضمون آندا آهن. ڪجهہ مثال هيٺ ڏجن ٿا. سنڌ جو ناميارو شاعر استاد بخاري نئين انداز ۾ چوي ٿو، تہ اول آخر الله ئي آهي:

الله ئــي اول، الله ئــي آخــر،
اچرج روز ازل، عبرت اينگهہ عبد جي.

اسان جو ٻيو ناميارو سنڌي شاعر محمد خان غني هن بيت ۾ چوي ٿو، نبي ڪريم ﷺ جي ذات اقدس جي آمد سبب ڏيهن تان ڏولائو لٿو، سچ جو سج اڀريو ۽ وحدت جي وائي هر ڪنهن جي وات تي آئي:

احمد ڄام اچي، شمع ٻاري سچ جي،
تنهن ڪي تاب تکا ڪيا، جو ويو سچ مچي،
پتنگ ان پچي، ڪيو ڏيارو ڏيهہ ۾.

حاجي علي بخش جمالي پاڻ ڪريم جن جي ثنا ۽ صفت بيان ڪندي چوي ٿو:

سچڻ سدا سوجهرو، مير مٺو مرسل،
نور نشانبر نامور، نوري آ نرمل،
وارث وير ولهن جو ٻي واهن جو ٻرجهل،
مير محمد ڪارڻي، قريشي ڪامل،
اڪمل ۽ اجمل، افضل جڳ جهان ڪان.

## 2- ديني تعليم

ڪن شاعرن بيتن ۾ اسلامي تعليم جا نڪتا ۽ اخلاقي قدر به بيان ڪيا آهن. جيئن ته اسان جي ڪلاسيڪل شاعرن شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ ڪن ٻين صوفي ۽ عوامي شاعرن سر سارنگ ۾ وسڪاري کي اسلام جي رحمت جي علامت طور آندو آهي ته موجوده دور جي ڪن عوامي شاعرن ئي اها علامت اختيار ڪئي آهي. عوامي شاعر 'ڏنو ماڇي' جي ڊگهي بيت مان ٻه ٽي مصرعون نموني طور ڏجن ٿيون:

اڄ ٻڻ اتر پار ڏي گوڙ ڪيو گهمسان،
وسنا ٽي وطن ۾، جڏهن راضي ٿيو رحمان،
مهر ڪري مڪي سان، ڪيائين مدينو مٺخان،
ٿيون آباديون عربستان ۾، ڪڪوريو ڪنعان،
بادل بلخ بخاري جو، وسايو ويران،
ٿيون برساتيون بغداد ۾، جت جيلاني جوان،
ڪڙڪي پيو ڪشمير ۾، جهڙ ڪري جولان،
اڪميو استنبول تي، ڪيائين آبادي ايران،
رمي آيون روم ڏي، بسنت ٿيو بيران،
سانوڻ ٿيو ساٺيهه ۾، مينهن وٺا ملتان،
رحمت وٺي روهڙيءَ تي، سيد جتي سلطان،
ٻوندرن وٺيون پيچ تي ڏيهٺون ويو ڏرتان،
آڳي ڪيو احسان، الله ڏنا عالم تي.

مٿين بيت مان طوالت جي خوف ڪان ڪجهه مصرعون ڪڍيون ويون آهن، جن ۾ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن ۽ شهرن جا نالا آيل آهن. فني ۽ فڪري لحاظ ڪان ڏنو ويندو، ته شاهه لطيف جي تتبع ڪيل آهي.

موجود دور جي شاعر محمد خان غني مرحوم عروضي شاعريءَ ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪرڻ سان گڏ، سنڌي بيت جي صنفن ۾ به پنهنجو مقصد بيان ڪيو آهي. سندس هيٺين بيت ۾ سارنگ وارو مضمون آندو ويو آهي، ۽ علامت ساڳي ورتي وئي آهي:

اٿيون اولهه پار ڪان ڪڪرن قطارون،
ترڪيءَ ويٺون تيز، ڪي هليون اوڀاريون،
رڙهي ويٺون روم، ته ڪي پربڻ ڪي پارون،
ايرانئون اچي لڏئون، سنڌ سنديون سارون،
ڪن چتايو چين تي، ته ڪن چمن چمڪاريون،
ڪابل هليون ڪي، ته ڪن ڪاهيو قنڌارون،
هلي اچي هندستان، لاٿئون لغارون،
جاوا مٿي جام ٿيون، سنڌن جنسارون،
ڍولڻ جون ڊارون، مڙني ملڪن ماٿيون.

رحيم بخش قمر مرحوم عروضي شاعري به ڪئي آهي، ته بيت به چيا اٿس، هن بيت ۾ وحدت جو وکر وهائڻ جي ڳالهه ڪئي اٿس:

وڻجارا وحدت جو، سودو ڪٺج سچ،
روحانيت جي رنگ ۾، راتيان ڏينهن رچ،
ڪورج دل مان ڪچ، ڪلمي سان ڪرم جي.

جدت پسند شاعر- شيخ عبدالرزاق راز مرحوم خاص طرح سان آزاد نظم ۽ غزل جو شاعر آهي. ان سان گڏ بيتن ۽ واين ۾ پنهنجا خيال بيان ڪيا اٿس. هن بيت ۾ هو چوي ٿو، ته دنيا ۾ دين نئي آهي، جنهن انسان کي روشن راهه ڏيکاري آهي:

دنيا ۾ نئي دين، جنهن روشن ڪيو انسان کي،
دل جي اونده دور ٿي، من کي ٿي تسڪين،
بٺيو ڪو آئين، جنهن راهه سمجهائي رات ۾.

## 3- تصوف

سنڌي بيت جو بنيادي مضمون تصوف رهيو آهي. هن دور ۾ به ڪيترن شاعرن پنهنجي بيتن ۾ تصوف جو مضمون آندو آهي. ناڙي (بلوچستان) جو صوفي شاعر چيزل شاهه مرحوم وحدت الوجود جي فڪر جي حوالي سان نفي ۽ اثبات جي ڳالهه ڪندي چوي ٿو:

هر جاءِ حاضر هڪ، تو ڪم نه ڪائي ٻات،
ٻي نه آٿج ٻولڙي، نه ڪائي وائي وات،
ڪل پوندءِ ڪين مٿون، ٿي نفي مٿون اثبات،
چيزل شڪل بات، اٿي سو پردو ئي سمجهه جو.

غمدل فقير مرحوم صوفيانہ ريت بابت چوي ٿو:

سامينڙا سرها ٿيا، جن سان هادي آهہ همراهہ،
پاڙن پرت پنهل سان، ونحن جو ويساهہ،
محبت مغان جي من ۾، تنا سارو ملڪ مباح،
غمدل گاروڙين جو، سوگهو صورت ۾ آ ساهہ،
وانگر ساهہ پساهہ، اٿن موجودي مطلوب جي.

جدت پسند شاعر هري دلگير جي هن بيت ۾ وحدت الوجود جو خيال نظر اچي ٿو:

سورج، ڪرڻو، ڏوپ، ساڳي سچ جون صورتون،
راڻل! تنهنجو روپ، صورت صورت ۾ پسان.

## 4- رومانوي داستان

سنڌ جي رومانوي داستانن تي شعر چوڻ جي روايت سنڌي ادبي تاريخ ۾ نهايت پراڻي آهي. موجود دور جي بيت ۾ بہ اها روايت قائم ۽ دائم آهي. گهڻو ڪري هر مڪتبہ فڪر جي بيت جي شاعرن رومانوي داستانن جي تمثيل آندي آهي. صوفي شاعرن انهن قصن جي تمثيل ۾ روحاني راز بيان ڪيا آهن. جديد سنڌي شاعريءَ ۾ شاعرن عام ماڻهن جي جذبات، احساسات ۽ رهڻي ڪهڻي جي ڳالهہ ڪئي آهي. ان سان گڏ بيت جي جديد شاعرن پنهنجي شاعريءَ ۾ نوان مضمون بہ آندا آهن. هڻ وقت جون حالتون، انسان جي ڏک، درد، پيڙائون، مشڪلاتون تمثيل طور بيان ڪيون آهن؛ سنڌ سان ٿيندڙ ڏاڍائين جو بيان ڪيو آهي ۽ سنڌي قوميت جي جذبي کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

رحيم بخش 'قمر'، محمد خان 'غني' ۽ عوامي شاعرن روايتي انداز اختيار ڪيو آهي. شاهہ صاحب جي انداز ۾ رحيم بخش قمر چوي ٿو:

مينهون محب ميهار جون، مڙني موچاريون،
چالون، ڪڪيون، ماڻڪيون، ڪنڊيون ۽ ڪاريون،
پورن منهنجي پاڻيءَ اچن، ڪلندي سي ٽاريون،
پوريون پٽاريون، قمر مڙن قرب سان.

—

ڪنڌيءَ نسريا ڪانهن، سهٽا سنگ سَرَنِ،
ڪاريون ڪنڊيون پوريون، چالون روز چرن،
ڦوڪون ڏيندي ڦرن ليءُ، وڇيءَ ويل ورن،
تار تڪو ترن، مينهون محب ميهار جون.

محمد خان غني ساڳي سر ۾ شاهه جا لفظ "ساهڙ"، "دهشت دم دريا" ڪم آڻيندي چوي ٿو:

ساهڙ تني ساڻ، جي وِيرن ڪان نہ ورن،
دهشت دم درياءَ ۾، ڪُنَ ٻي ڪڙڪا ڪن،
واڳون پٽي وات ڪي، اوڏا ٿيو اچن،
مانگر جت مڙن، ساهڙ ساٿي ات ٿئي.

عام سنڌي شاعريءَ جو شاعر چام خان چانڊيو پڻ پنهنجي شاعري شاهه جا لفظ "ڪچو گهڙو"، "ڪن"۽ "ساهڙ" لفظ ڪم آڻيندي چوي ٿو:

ڪچو گهڙو ڪن ۾، وجي وڏائين،
سچائيءَ جو سندرو، ات چڪي ٻڌائين،
ڏک ڏنائين ڏم کي، نہ ماءُ کي مچيائين،
مت اها مادر جي، ڪن نہ ڪيائين،
پاڳو ان پرم جو، ٿي لڙ ۾ لڏائين،
پيلي منجهه پروچ چئي، ٿي ساهڙ سُڏائين،
جڏهن ميهر ماٺيائين، تڏهن دل تان لٿس دڪڙا.

سليمان ملاح (وفات1955ع ڌاري، ويٺل ڳوٺ ۾ صاحب نظاماڻي، تعلقو شهدادپور) عام سنڌي شاعريءَ جو انداز اختيار ڪندي، سهڻيءَ جي قصي جي ڳالهہ ڪئي آهي. بيت جي شروعات عام سنڌي شاعريءَ جي روايت "ساراهيان سچو ڌڻيءَ" سان ڪئي اٿس:

ساراهيان سچو ڌڻي، جنهن پيدا ڪيا پير،
مَنهن ميهر چام جي، لٿا چار ٿي يار امير،
اچي جيج لٿي هٿي هڪڙي، ڏسي دونها ڌنڌا گير،
ڏم ڳڙيو تو ساهڙ چوي، ڪا ورچ رکي هٿي وير،
سهڻي پٽي ٿي سڪ مان، تن اندر تقصير،
اُن جاءِ اُن ويل ويهي رهيا، جنهن جا چاچي ٿيا دلگير،
ٿيڻي ٻہ تمايو ويا، تماشا اهي نير،
سهڻي اچيو اُتهين گهڙي، جتي سخت وهي سير،
ڏُو ڏُو دور درياءَ جا، جت ڪڙڪن ڪن ڪَهير،
صدا هٿي ٿو سليمان چئي، تون منا محمد مير،
پتڻ اڪارج پاڻڻي، تون داتا دستگير،
فضل ڪج فقير، هلي ڏسان منهن ميهر جو.

جديد سنڌي شاعري جي ناميارن شاعرن شيخ اياز، استاد بخاري، نارائڻ شيام، ابراهيم منشي، تاجل بيوس، آغا سليم، هري دلگير، الياس عشقي ۽ ٻين سنڌ جي رومانوي داستانن جي تمثيل ۾ نئين انداز سان پنهنجا جذبات، احساسات ۽ خيالات بيان ڪيا آهن.

سورٺ راءِ ڏياچ جي تمثيل ۾ شيخ اياز چوي ٿو:

نڪتا تنهنجي نند مان، ٻهه ٻهه ڪري پاڻ،
جر آ تنهنجي جاڻ جي، ساز منجهان سڃاڻ،
آئي ٿو اهڃاڻ، ڪهڙا ڪهڙا ڪينرو.

سورٺ - راءِ ڏياچ جي قصي پٽاندر هري دلگير چوي ٿو:

ٻيڄل ٻولي ٻولي ٿو، ڪوئي پيو ڪماچ،
سِرَ تي سِراَڄ ڪير ڏئي، ڪونهي راءِ ڏياچ،

مومل راڻو جي تمثيل موجب دلگير چوي ٿو:

مومل ماڙي ڀاهران، راڻو رنگ رتول،
تن تان تاڙي لاهه تون، من جي ڪڙڪي ڪول.

## 5- سنڌي رسالن جا سر

هن دور ۾ باقاعده رسالا ته نه جوڙيا ويا، پر رسالن جي سُرن موجب هر مڪتبہ فڪر جي شاعرن بيت جوڙيا آهن. عوامي شاعرن جو اندازو هن بيت مان ملاحظہ فرمايو، جيڪو سليمان ملاح جو آهي، ۽ سُر سامونڊي مان آهي:

سامونڊين سفر سنبهيا، هتان هلي هيٺن،
سُڃي سير سمونڊ جي، جنهن جو سنڌو ناهي سيٺن،
ڪڙڪا ڪارونپار ۾، پيٺي ناهه پيٺن،
سڪ ته سامونڊن جي، نائي وڏو نينهن،
جيٺن ٿا لنگهن ڏينهن، تيٺن ٿا پرن مچ مجاز جا.

انهيءَ ساڳيءَ سر ۾ هڪ ٻيو عوامي شاعر ميهر فقير چوي ٿو:

آيل سامونڊين جي ڪهڙي مڃيان ڳالهه،
ڪاهي ٻيڙيون ڪالهه، سڌا سير سمونڊ ٿيا.

سر ڪاموڏ ۾ شاهه لطيف جي روايت جي پيروي ڪندي ميهر فقير چوي ٿو:

تون تماچي تڙ ڏٺي، مون ۾ عيب هزار،
تون سمون آن سردار، ماڻا مهاڻي ڇا ڪري.

محمد خان غنيءَ بہ شاهہ صاحب جو انداز اختيار ڪندي، شاهہ صاحب جي بيتن ۾ ڪم آيل لفظ: ڪوڄهيون، ڪنيون، ڪارڙيون، جهڙيہ لفظ ڪتب آڻيندي چوي ٿو:

ڪنيون، ڪوڄهيون، ڪارڙيون، ٿيون، جهيريون جام،
ڪرڻ انت عنايتون، آر سندو ئي ٿيو عام،
جا سما! تنهنجي سام، سا ڪني ڪوڄهي ڪنيڪي.

جديد شاعرن بہ سرن تي بيت چيا آهن، پر سندن خوبي اها آهي تہ هنن اسلوب بيان ۽ مضمون ۾ نواڻ پيدا ڪئي آهي. سريمن ڪلياڻ جي ڪن بيتن ۾ موکي ۽ مَڌ جون ڳالهيون ايندڙيون رهيون آهن. آغا سليم انهيءَ روايت ۾ جديد ۽ انفراديت پيدا ڪندي سريمن ڪلياڻ هيٺ بيت ڏنا آهن. هڪ بيت هت ڏجي ٿو:

مَڌ ورهايو ماڻهين، سڀ ڪنهن لهي اُڄ،
ڪن وٽ مَڌ اڻ- ميو، ڪن وٽ رڳي سڄ،
هيءَ جنڊڙيءَ جي رڄ، جرڪي پنهنجي جام سان.

ابراهيم منشي سر گهاتو ۾، سنڌ جي سورهن ۽ سرويچن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

اهڙا مانگر ماريا، هزارين هنن،
اڇا سيرائون سنڌ ۾، پيون چام چٽين،
پيامياڻون مرڪائن، اڇا مانجهي موروڙا.

—

موٽو موٽو مو نہ، مانجهي مهاڻا،
گهت، گهت جهلي گهاتوئا، ڪريو سنسر ساڻا،
راتون ڪري رڪ جيئن، ڦيريو رڇ راڻا،
گهٽا ڏينهن گهاڻا، ان ڦهري وڏا ڪن تي.

ڪن جديد شاعرن تہ روايتي سرن کان سواءِ نوان سر بہ تخليق ڪيا آهن. تاجل بيوس جي ڪتاب ۾ روايتي سرن کان سواءِ هي نوان جوڙيل سر بہ ملن ٿا. (1) سر ”هاري“، جنهن ۾ هاريءَ جا ڏک ۽ ڏاڍهرا بيان ڪيا اٿس. (2) سر ”سرجيندڙ ساٿيهہ جا“، جنهن ۾ ڪمن، ڪاسبين، هنرمندن ۽ پورهيتن جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي عڪاسي ڪئي اٿس، جهڙوڪ:

سربند (سرن وجهڻ وارا)، ڪتي، اوٺي، ڏنار، چاڪي، ڪنيار، ڪوري ملاح، ڏنار، وڻجارو، لوهر، ڪاٺير، ڪامڙيو، پاتڻي، گهورڙيو، ڊکڻ، سونارو، ٺاٺارو، قلعگير، هاري وغيره هاريءَ لاءِ چوي ٿو:

وجهي ڇنڊو منهن تي، اٿيا اسر ويل،
ڏاڍو پنهنجي ڏيهه ۾، هر ڪاتائون هيل،
تڏهن ٿا طريل، آٽين اُٽ اَنِ جا.

لوهر لاءِ چوي ٿو:

ڏنو آ ڏاٽو، لوهر جوڙي لوهه مان،
لٿي آندم للر جو، گاهه پسي گهاٽو،
چمڪيو چڙواٽو، ڪانهي ڪرَ ڪراڙ ڪي.

سنڌ جي ناميار شاعر استاد بخاري پڻ، سر جي روايتي ۽ گهاڙيتي سان گڏ نوان سر ”پورهيت“ ۽ ٻيا جوڙيا آهن.

سر ڪيڏاريءَ ۾ شاهه لطيف ۽ پوءِ جي ڪيترن ئي شاعرن حضرت امام حسين رضي الله عنه جي شهادت ۽ ڪربلا جو واقعو بيان ڪيو آهي. موجوده دور ۾ به ڪيترن ئي شاعرن، سر ڪيڏاري ۾ اهو ساڳيو مضمون آندو آهي. عوامي شاعرن مان الله ڏنو، فقير ماڇي ۽ ڪن ٻين سر ڪيڏاري ۾ اهو مضمون آندو آهي. انهن کان سواءِ صوفي شاعرن ۽ روايتي نوعيت جو شعر چوندڙ ڪن شاعر به ڪيڏاري ۾ اهو مضمون آندو آهي. محمد خان غني چوي ٿو:

سيد انهيءَ سڏ ڪي، اُتي اونايو،
ڪاهي پنهنجو قافلو، ڪوفي ڏانهن آيو،
ويرين ورايو، سڄاتئون نه سيد ڪي.

حاجي محمد پريل مگسي چوي ٿو:

قضيو ڪربلا جو، مڙني ٿيو معلوم،
شامين شريرن ڪيو، اچي هل هجوم،
پاٽي ٻڌو پير جو، مردودن معدوم،
اول شمر شوم، ٻيا مڙيا مرتد ڪيترا.

سي ڪان پهريائين ڪيڏاري ۾ خليفي نبي بخش لغاري، نئون مضمون آندو، هن پنهنجي رسالي جي سر ڪيڏاري ۾ سنڌ جي قومي لڙائي ”ڪرڙيءَ جي جنگ“ جو واقعو بيان ڪيو ۽ ڪرڙيءَ جو ميدان ملهائيندڙن جي سورهيائي

۽ سرويچيءَ جي ساراهه ڪئي. موجوده دور جي جديد شاعرن مان استاد بخاري اهو واحد شاعر آهي، جنهن پڻ سنڌ سان هاٺوڪيءَ ويڌن تي پنهنجو احتجاج سُر "ڪيڏارو" ۾ قلمبند ڪيو آهي. ۽ نئين ٽهيءَ جي ٻين شاعرن هن دور جي سنڌي سورهين ۽ سرويچن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي سنڌ جي لاءِ سر ڏڌ جي بازي لڳائي رهيا آهن.

شيخ اياز اهڙن جوڌن جوانن جي ڪردارنگاري بيان ڪندي چوي ٿو:

ڪاڏي هينا هٿ، پروون ڪتيون پونءِ تي،
گهوڙا ويا گهائجي، رڻ ۾ روڪي رت،
هينان سارا سَت، مٿان ڪٽ ڪٽ ڪان جي.

ادل سومرو چوي ٿو:

شام لٿي آ ڳوٺ تي، جليو ڪٿ نہ ڏيو،
پاتو ڪنهن نہ ليئو، نہ ئي ٻارن ٻوليون.

امداد حسيني چوي ٿو:

تارن آهن تروڙا، تارونءَ منجهہ ترار،
هٿ ڪرايون آڱريون، ڏڌ ڏُڏڙ ۾ ڏار،
ڪانئر جي ڪچي مٽي، ڪنئي هٿي ڪنيار،
جهرندا پرندا ٿي ويا، قطار در قطار،
ترار آرو پار، ويريءَ جي تہ وجود ۾.

نئين ٽهيءَ جو شاعر معصوم مرتضيٰ ڪوسو چوي ٿو:

لڇي پڇي لاش ٿيٺ، جهرن روز جهوليون،
مالڪن مڙهہ نہ ملن، خالي ٿين ڪٽوليون،
چٽني پاسي چوليون، رڱجن ڳاڙهي رت ۾.

## 6- عنوانن تي بيت

سرن کان سواءِ موجوده دور جي ڪيترن ئي شاعرن مختلف عنوانن تي بيتن جون ڪنڊيون جوڙيون آهن. سنڌ جي عوامي شاعرن مختلف رومانوي داستانن تي بيتن جا سلسلا بہ جوڙيا آهن، تہ "ست سرو" بہ جوڙيو آهي. "ست سرو" اهڙي صنف آهي، جنهن ۾ سيئي سر هڪ ئي بيت ۾ سمائجي وڃن ٿا. انهيءَ کان سواءِ عوامي شاعرن مختلف عنوانن تي بہ

بيت چيا آهن، جهڙوڪ: مجاز، نصيحت، توحيد، ساراهہ، مناجات، نعتيہ وغيره.

جديد سنڌي شاعرن، زندگيءَ جي مسئلن، عام ماڻهن جي ڏکن ۽ ڏوجهرن، وقت جي حالتن ۽ سنڌين جي حقن جي پرماريت کي بيان ڪرڻ لاءِ مختلف عنوانن هيٺ بيت لکيا آهن، جهڙوڪ: امن، آزادي، انقلاب، پرين جي پچار، نياپو، سنڌ جا پکي، اکيون، پير، چنڊ، عيد، سارون ساٿيئڙن جون، ڪانگلڙو، سنڌ، سنڌي زبان، پنائي سان مخاطب، ٿر جو ڏڪار، ڪٺچيءَ جون ڪوڪارون وغيره.

عوامي شاعر لعل بخش ملڪ "لعلو" (ويٺل ڳوٺ جهنگل ملڪ، تعلقہ اباوڙو) "درياءَ جي موج" بابت چوي ٿو:

عرض ڪريان الله کي، تون منهنجو عرض اگهاءِ،
حڪم اچي درياءَ کي، جو پاڻي هن پر پاءِ،
ڪڙي انهيءَ ڪنيڙن ڪان سنڌي سير وهاءِ،
مَٿي مٽر ڪوٽ کي، پلئہ شاهہ سان پاءِ،
ناري، ڏهر واهہ تي، جيئن پوکن پڌن ڳاهہ،
توري گهٽي ڏينهڙي، وجي چلڪاريءَ کي چمڪاءِ،
پرچونديءَ جي پرسان، ٿين تاب وڏا تجلاءِ،
رڙهي پٺو رهڙڪيءَ ۾، جتي آهن مير ملاح،
بند ٽپي هن پر تي، هو پيي ملڪ وَساءِ،
وهي جروارن ڏانهن، ڪر لغارين ۾ لقاءِ،
داد لغاريءَ دادلو، هتي پتافي پساءِ،
لطف سان لعلو چوي، ڳاڙهي پٽ وساءِ،
اهڙو رنگ رچاءِ، لطف ساڻ لعلو چوي.

حضرت مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ "جانب جي جتي" ۽ "پير" جي عنوانن هيٺ بيت لکيا آهن. "جانب جي جتيءَ" جي عنوان هيٺ آيل بيت مان هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

جتي ٿيان جيڪر، پنهنجي محب مجيب جي،
تہ ڪري پيار پيرن سان، پريو وجهان پاڪر،
پيئي هجان پيرن ۾ سدا منجهہ سفر،
"طالب المولیٰ" طلب جي پئي خاصي آهہ خبر،
نذر ٿيان سدر، جي لالڻ وٽ لتاڙجان.

پير جي عنوان هيٺ سائين طالب المولىٰ جيڪي بيت چيا آهن، انهن مان هڪ بيت مثال طور ڏجي ٿو:

هلي هوتن وٽ، جن پيرن پچايو،
تڪليفن تن ڪي نہ، هرگز هٽايو،
پهتا در دلبر جي، ٿيو سانگ سجايو،
طالب مولىٰ طلب جو، تن ناتو نڀايو،
اٽ پيرن پچايو، جت پچڻ پيٽي ڪانہ هئي.

7- ست سرا

عام سنڌي شاعريءَ ۾ سرن وارن، رومانوي داستانن وارن ۽ ٻين قصن جي بيتن کان سواءِ، سينگار ڏور، ڏهس، هنر، دراهو ۽ ٻين لوڪ ادب جي صنفن تي بہ بيت ملن ٿا. انهن کان سواءِ "ست سرا" بيت بہ ملن ٿا. هن قسمن جي بيتن جي اها خاصيت آهي، تہ هڪ ئي بيت ۾ سڀني سرن جو بيان آندو ويندو آهي. اهڙا بيتِ ڪيترن ئي شاعرن چيا آهن، جهڙوڪ: ميوو نوناري، گل ڪوراڙ، سالار مانجهند، جانو براديو وغيره.

"ست سرو" بيت ميوو نوناري (وفات 1947ع ڈاري، ويئل ڳوٺ نوناري تعلقو، حيدرآباد) جو هيٺ ڏجي ٿو:

ڪٿي سسئي ڪٿي سور، ڪٿي بات بٽي هئي بهاري جي،
ڪٿي مومل ڪٿي سومل، ڪٿي عمر ويئي ناري جي،
ڪٿي سهڻي ڪٿي سير، ڪٿي پرت ڏسو تنهن پياري جي،
ڪٿي ليلان ڪٿي لڏ، ڪٿي چنيسر جي چاري هئي،
ميوو چوي، هو قسمت ۾ لکيل، ڪل نہ هُئم قهاري جي،
نوناري چئي نينهن اڙايان، جي خبر هجيم اختيار جي،
پوءِ پڌي سيد جي سرداريءَ جي، اڙ لڙڪي پيس لغام ۾.

8- قوم پرستي

جديد سنڌي شاعرن سنڌي قوم پرستيءَ جي تحريڪ کي تمام گهڻو اڀاريو آهي؛ ۽ ان جي وصف، خصوصيتون ۽ تقاضائون بيان ڪيون آهن. ان سان گڏ سنڌي قومپرستن جي ڪردار ۽ قربانين جو ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن کي هڪ راهہ ڏيکاري آهي. سڄي جديد شاعري سنڌ جي سورن ۽ سنڌي سورمن جي سورهيائن سان سٽي پئي آهي. هن ميدان ۾ هند ۽ سنڌ جا

اڻ ڳڻ سنڌي شاعر آهن ڪهڙا ڳڻي ڪهڙا ڳڻائيان. مطلب ته ملڪ مڙئي منصور لڳو پيو آهي، پر هن ميدان ۾ جن جديد شاعرن ابتدا ڪئي، انهن ۾ 'عبدالڪريم گدائي'، 'شيخ اياز'، 'نارائڻ شيام'، 'هري دلگير'، 'استاد بخاري'، 'تنوير عباسي'، 'عبدالحڪيم ارشد'؛ 'راشد مورائي'، 'ابراهيم منشي'، 'سرڪش سنڌي'، 'خاڪي جويو'، 'تاج جويو'، 'ادل سومرو'، 'اياز گل' ۽ ٻيا ڪيترائي نالا آهن.

## 9- وقت جون حالتون

ٻيت جي جديد شاعرن، وقت جي سياسي، سماجي، معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي عڪاسي ڏاڍي اثرائتي نموني ڪئي آهي. هنن پنهنجي شاعري ۾ ساٿيهه جي سورن جي ڳالهه ڪئي، پرمارن جي ڦرلٽ جو ذڪر ڪيو آهي ۽ سنڌ جي سورهين ڪي ساراهيو آهي، جيڪي استحصال ڪندڙن سان مهاڏو ڏيون بيٺا آهن ته پنهنجن جي وهايل ويل جو به ذڪر ڪيو اٿن، جن ميٺ محبت ۽ مزو نڪري ويو آهي. گدائي چوي ٿو:

ڪهڙو لڳڙو واءُ، سچل جي ساٿيهه ڪي،
ڏاريا سمجهن ڏاريو، سانگي ڏين نه ساءُ،
سنگهارن جي سٿ ۾، چاڳ رهيو نا چاهه،
ويڙهي منجهه وٿاڻ، ڪنهن پاپي آندو پاڻ سين.

شيخ اياز پرماريت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

رتي ناهي رت، چورون مڙيون چندڙي،
ساٿي اُٿ ستت، ته ساڙيون هن سماج ڪي.

ڏسي ڏکيا ڏيل، ڳوڙها ڳل ڳڙي پيا،
بکن بيمارين ۾، آزاريل عليل،
زر ۽ زور ذليل، ماڻهو ڪيا ملڪ جا.

شيخ اياز سنڌ جي بکين ۽ ڏکين ماڻهن جي عڪاسي ڪندي چوي ٿو:

هاءِ بکيون، اڌ ننگيون نياڻيون، تن جي لڄ لڪاءِ،
آءُ هوا هن پونگيءَ ۾، ڏيئي جي وَٽِ وساءِ.

دلگير انسان جي بنيادي ضرورت جو ذڪر اڃ، رڃ ۽ سڃ جي علامتن ۾ ڪيو آهي:

آهي ازلي اڄ، ساٿي تنهنجي ساهہ کي،
ڀاٽي ڀاٽي لٹ ڦريـن، دنيا ساري رڄ،
توکان سرهي سڄ، واسي واريا سا ڇڏي.

دلگير پراميد آهي، تہ اهي حالتون آخر بدلبيون، ڀاڱ اوندهہ ختم ٿينديَ، سک ۽ سلامتي جي باک ڦٽندي:

ڪاري ڪاري ڀاڱ، ڇٽن گهڙين جي واسطي،
نيٺ تہ ڇٽندي ڇاڱ، پورب جي پرڪاش جي.

نارائڻ شيام ۽ هري دلگير انسان جي بنيادي ۽ عالمگير مسئلي بک کي ڏاڍي ڏکوئيندڙ نموني کيو آهي. دلگير چوي ٿو:

جمنا جون لهرون نچن، چمڪي ٿي چانڊاڻ،
پيٽ بکايل ٿو پڇي، هي سڀ ڇا جي ڪاڻ.

شيام وڏيڪ چوي ٿو:

شيام! وڃائيندو وتين، بن بن ۾ ٿون بين،
بک ۾ هت بي حال سڀ، ڪير بہ ايندو ڪين.

شيخ عبدالرزاق ’راز‘ استحصالي ٽولي کي ٽوڪيندي چيو آهي:

هيٺن جي هڏن تي، اڏيا ڪنهـن رتول،
جيڪي خادم قوم جا، ڪليا تن جا پول،
پيارا پيارا ٻول، تن جا ڪيٺن پسند پيا.

ساٿيهہ جي سڪ ۾ سيني تي گهاءُ کائيندڙ جو ذڪر ڪندي شيخ راز چوي ٿو:

جن کي سڪ ساٿيهہ جي، سي سيني کائن گهاءُ،
ٻڌي سندرو ڇيلهہ تي، سِرَ جو هنياٺون داءُ،
سي راٺا ڏس راءُ، جن کيَ ڪان ڪپار ۾.

استاد بخاري طبقاتي ننڍ - کوڏائيءَ جي ڳالهہ ڪندي چوي ٿو:

هڪڙا اونچا، هڪڙا نيچا، ڪي هيٺاڪي زور،
عبرت آهي دنيا! تنهنجي تارازي ۾ تور.

استاد بخاري پراميد آهي، آخر اهي حالتون بدلبيون ۽ سٺائو واءُ لڳندو:

آخر ايندي عيد، ٻي عيدن جي ياڳ ۾،
واجهائي ڪنهن وقت کان، دردمندن جي ديد،
مايوسين جي ملڪ ۾، آباد آهہ اميد،
خوشين جا خورشيد، ڏسبا ساري ڏيهہ ۾.

سرڪش سنڌي، سنڌ جي ڏکن جي ڳالهه ڪندي، ان جو اعلاج اشتراڪيت ٻڌايو آهي:

هي يي ڪو سماج، جيئن ڪانگ ڪرڙيءَ ڪي ڳهي،
ڳيجهو ڏسڻ ڳوٺ ڪي، رئيس جو رواج،
انهيءَ جو علاج، آهي اشتراڪيت ۾.

تاج جويو چوي ٿو:

اڄ به سوچڻ ڏوهه، ڪانئر جي قانون ۾،
آزاديءَ جو موهه، پوءِ به پنهنجي من ۾.

## 10- سنڌ ۽ سنڌي زبان

موجوده دور جي شاعرن سنڌ سان پيار ڪرڻ ۽ ساڻيهه تان سر قربان ڪرڻ جو هرپل پٽي سبق ڏنو آهي. ان سان گڏ هنن سنڌ جي سادن، سپاجهن مارن سان محبت جو اظهار ڪيو آهي ۽ پنهنجي ٻوليءَ سان پيار جو نياپو ڏنو آهي. شيخ اياز ڪان وينديءَ اڄ جي نوجوان شاعرن جي شاعري ۾ اهڙن خيالن جو اظهار عام ملي ٿو، جتي اسان جي جديد شاعرن سنڌ ڌرتيءَ ۽ ان جي ماروئڙن کي هردم ياد رکيو آهي اتي عوامي شاعرن پڻ سنڌ جي هر شيءِ کي ساراهيو آهي. جيئن شيخ محمد حسن علوي ريحاني جتي پنهنجي بيتن ۾ مذهبي ڳالهيون ڪيون آهن، اتي هو ڪن بيتن ۾ سنڌ ۽ سنڌي زبان سان پيار جو اظهار به ڪري ٿو:

مادري زبان چئي مران، ٻي مون ڇا ڪندي،
سڪ ۾ شال سڙي مران، ڪري سنڌ ۽ سنڌي،
رهبر رسول رندي، حسن ڏج همت تون.

سنڌي ماڻهن سان محبّت جو اظهار ڪندي شيخ راز چوي ٿو:

ماڻهو منهنجي ملڪ جا سهڻا ۽ سڄاڻ،
سنوان سنواڻا آدمي، ڪين نه ڪنهن جي ڪاڻ،
ڏسن نه ڪنهن کي ڏک ۾، ساٿي ٿين ٿا ساڻ،
توڙي وڃائن پاڻ، ته به ساٿ نه ڇڏن سچ جو.

شيخ اياز چوي ٿو:

شال وسين او سنڌڙي، تنهنجا ڪيت وسن،
واهوندي جي واءَ ۾، مارو شال ملن،
جن جي ڪوٺ ڪڙن، جهوريو منهنجي جيءَ کي.

شيخ اياز، لطيف کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

توکي ساري سنڌڙي، ساري پٽ- ڌڻ
مور نہ ٿيندي مارئي، ٻي ڪاءِ- ڄڻي،
تنهنجي پير- پڻي، ڏات سموري ڏيهہ جي.

شيخ راز وري لطيف کي هن طرح مخاطب ٿي چوي ٿو:

متي تنهنجي ماڳ جي، جڻ سنورو ٿي نور،
رچجي جنهن ۾ روح ٿو، ڪري دوئي دور،
متجي سارو سور، جانب! تنهنجي جوءِ مان.

سنڌ مان لڏي ويل هند ۾ آبادي سنڌي شاعرن پنهنجي بيتن ۾ سنڌ کي سدا پئي ساريو آهي ۽ پنهنجي ساڻيهہ سان سڪ جو اظهار ڪيو آهي. موتي پرڪاش هڪ بيت ۾ چوي ٿو:

توکي ساري سنڌڙي ! پيا لڙڪ لڙي،
تنهنجي گوندرين ڪڏهن، گهاريم ڪين گهڙي،
جيجل تنهنجي جيءَ سان، منهنجي جيءَ جڙي،
توسان قرب ڪڙي، ازل ڪان آهيم ڪا.

يا

مارو منهنجي ملڪ جا سدائين ساوا،
ڏسن مور نہ ڏيهہ ۾، ڏک نہ ڏولاوا،
پنهنجا پراوا، ساڳيا سانگيئڙن لئہ.

’ڪرشن راهي‘ سنڌ جي متيءَ جي تانگهہ طلب ظاهر ڪندي چوي ٿو:

هاءِ هيڏي ساري پون، تہ بہ نہ پنهنجي پانيان،
ڪڏهن وطن وڃين تون، تہ متي آڻج مون لئہ.

## 11- حسن ۽ عشق، فراق ۽ وصال

حسن ۽ عشق، جمال جي جلوي ۽ وڇوڙي جي وڍن جي ڳالهہ نہ فقط عوامي شاعرن ڪئي آهي، پر جديد شاعرن بہ نئين اسلوب بيان ۾ سونهن جي ساراهہ ڪئي آهي ۽ پرينءَ جي پيار جو بيان ڪيو آهي. عوامي نوعيت جو شعر چوندڙ ميرل فقير چوي ٿو:

اکيون مڙئي اکيون، پر ڪي ڪاريون، ڪي ڪٽوريون،
ڪي ٻڙچيون ۽ ڀالا هڻن، ٿيون پوريون بلوريون،
ڪي گهمن پيون غماز سان، شور وجهي شيريون،
ڪي نوڪن سان نيشانبر، نماڻيون نيريون،
ميرل چوي، ميخاريون، ساهه وڃن سيريون،
سي پورل پليريون، ڏاڍا هڻن دلين جا.

حضرت طالب المولىٰ پنهنجي پرينءَ جي ڳالهه ڪندي چوي ٿو:

ڪڏهن ويهين نه ويجهڙو، ڪڏهن قرب ڪمال،
ڪڏهن نظرون مهر جون، ڪڏهن موهن ساڻ مقال،
ڪڏهن هلن هجر ڏي، ڪڏهن واهه وصال،
جنساري جمال، طالب مولىٰ تن جو.

محمد خان غني سپريان جي سونهن کي سٽيءَ جي گل سان تشبيهه ڏيندي چوي ٿو:

صورت ڏسي سپريان، سڪا سٽيءَ گل،
هلي پيا هلَ، نور عجيب هي نگئو.

پرينءَ جي پٽر دل کي غني مرحوم ڪپهه ۾ پيل ڪڪڙن سان ڀيٽ ڏني آهي.

ڪپهه وچ ۾ ڪڪڙا، اهو هڪ اهڃاڻ،
پرين ان پرماڻ، آهن پٿر دل جا.

شيخ راز پرينءَ جي آمد جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

تون جو آئين تي وٺي، چڻ چنڊ وسندي چانڊاڻ،
منهنجي اڱڻ او پرين، سڪ جي تي سرهاڻ،
ڪٽوريءَ جي ڪاڻ، تن من ۾ تنهنجي پرين.

شيخ اياز، محبوب جي مرجهايل منهن کي ٽانگر تي پيل سرءَ جي ڇانوَ سان تشبيهه ڏني آهي:

سوچي ڪجهه سڄڻ جو، منهڙو مرجهايو،
سرءَ جو سايو، ٽهليو ٽانگر جي مٿان.

هري دلگير پرينءَ جي اکين ۾ اٽڪيل ڳوڙهن کي انهن ڀن تن تارن سان ڀيٽيو آهي، جيڪي آڪمٽي اڀ ۾ ٽمڪن پيا:

تنهنجي اکڙين ۾ ڏنم، آنسون اٽڪيل ائين،
آگمنٽي اڀ ۾ ڄڻ ٽي، تارا ٽمڪن جيئن.

دلگير، سپنن ۾ پرينءَ جي پسيل روپ کي، انهيءَ بوند سان ڀيٽيو آهي، جيڪا سانوڻ جي ڪنهن رات ۾ ڏسڻ ۾ ايندي آهي:

سپنن ۾ ڏنڌلو پسان، تنهنجو روپ ائين،
سانوڻ جي ڪنهن رات ۾، هلڪي بوند جيئن.

سنڌ جو ناميارو شاعر تنوير عباسي چوي ٿو:

اڀ جي نيري فرش تان، ترڪي ويا تارا،
پرين جا چارا، چمڪيا چوڏهين چنڊ جيئن.

مون کي تنهنجو پاڪ ۽ نرمل، مُنهن ائين لڳندو آهه،
جيئن رابيل جي سرهي گل ۾، ساهه وڏو آهي الله.

## 12- ڪانگل

سنڌي شاعريءَ جي اها قديم روايت آهي، ته ڪانگل کي نياپو پهچائيندڙ سمجهي، ان کي مخاطب ٿي چيو ويو آهي، ته منهنجو هي پيغام جلدي پرينءَ تائين پهچاءِ. موجوده دور جي عوامي سنڌي شاعريءَ جي شاعرن، توڙي جديد شاعرن وٽ به اها روايت نئين انداز سان نظر اچي ٿي.

طالب المولیٰ ڪانگل کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

ڪانگل قريبن کي، ڏجان نيئي نياپو،
مٺيو متان منهنجا پرين، لالڻ لاڳاپو،
تنهنجي ٿي تصوير جو، آهي ڇاتي تي ڇاپو،
جانب! جياپو، طالب سندو تون آهين.

موتي پرڪاش چوي ٿو:

ڪانگ تڙي توڏي مڪر، نذر– نياپا،
کهڙا چئني کهڙا چوان، ڏک ۽ ڏوراپا،
موٽ مران ٿي سيڪهه ڪر، جڏيءَ جا جياپا،
سڄڻ بن سياپا، مون لئه ميڙا مجلسون.

حافظ احسن' وري ساٿيءَ جي معرفت سڄڻن ڏانهن سنيها موڪلي ٿو:

ساٿي وڃي سڄڻن کي، ڏج سنيها ساري،
سگهو موٽج سپرين، ساهه توکي ساري،
اٿي آڌيءَ رات جو، ٿو عاشق اوساري،
وارث سڻ ولهيءَ کي، تون ويهه نه وساري،
محب ميساري، من تان متيج غمڙا!

عزيز الله ڪلهوڙو ڪانگل کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

ڪانگا! قريبن ڏي، وڃ خاڪي خط کڻي،
ڏوريان ٿي ڏونگر، شال ايندا سڏ سُڻي،
ڪونهي سنگتي سور جو، آهيان هڪ جڻي،
ڏک ڏولاتا ڏاج ٿي، پيا ڇاتيءَ تي ڇڻي،
حجت ناهي هوتن سان، آهيان پيرن جي پٽي.
هيو ڪو قصور ڪلهوڙي ڏي، جو اڇي بات بٽي.
ڪندو پاجهه ڌڻي، اداسي عزيز الله تي.

## 13- بين الاقوامي ڳالهيون

سنڌ جي جديد شاعرن بين الاقوامي مسئلن تي به گهڻو ڪجهه لکيو آهي. جتي به انسان سان ظلم ۽ ڏاڍ ٿئي ٿو، ان کي هنن پنهنجي لفظن ۾ نِنديو آهي. هن فلسطين جي مسئلي کان وٺندي ويٽنام جي ويڙهه تي توڙي لبنان ۾ رتوڇاڻ تي جتي پنهنجو قلم کنيو آهي، ته اتي افغانستان جي معاملي تي به لکيو اٿن. نه فقط ايترو پر هنن انهن سورهن ۽ سروڇڻن جي قربانين تي به لکيو آهي، جن حق، سچ ۽ وطن لاءِ سر ڏنو آهي.

قلندر لڪياري پنهنجي بيتن ۾ سيد قطب شهيد کي خراج عقيدت پيش ڪيو آهي. استاد بخاريءَ ٻين جديد سنڌي شاعرن ائٽم بم ۽ ٻين خطرناڪ هٿيارن جي تباهيءَ جو ذڪر به ڏاڍي درد انگيز نموني ڪيو آهي.

استاد بخاري ائٽم بم جي تباهيءَ جو ذڪر ڪيو آهي. استاد بخاريءَ هڪ بيت ۾ چوي ٿو:

ائٽم هٿ ۾، انسان ٻيٺو، انسان جو ويري،
يا ته ڪندا هي دنيا، تنهنجو وينگوڻي ڍيري.

## 14- فني سٺاءَ

**الف:** عام سنڌي شاعريءَ ۾ نڙ بيتن توڙي عام بيتن ۾، ٻڌگهن بيتن جو رواج اڳين روايت موجب هلندو آيو آهي.

ب: جيڪي بہ بيت هن دور ۾ لکيا يا ڇپيا ويا آهن، انهن سڀني ۾ پوئين سٽ جي وچ تي قافيو اچي ٿو.

پ: هن دور جي جديد شاعرن بيت کي ٽن پاسن ۾ ورهائي طبع آزمائي ڪئي: دوهو، سورٺو ۽ بيت. يعني جيڪي بيت هندي دوهو يا سورٺو جي سٽاءَ موجب آهن، انهن کي جدا جدا صنف ڪري لکيائون. حالانڪ قديم زماني ۾ بہ سنڌي شاعرن جا بيت دوهو ۽ سورٺو جي سٽا ۾ ملن ٿا، پر انهن کي هنن بيت ئي ڄاڻايو آهي. جن جديد شاعرن دوهو، سورٺو ۽ بيت کي جدا جدا ڪري لکيو آهي، انهن مان شيخ اياز، هري دلگير، نارائڻ شيام، ڪرشن راهي ۽ تنوير عباسي جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن شاعرن جا دوها ۽ سورٺا ڏجن ٿا:

دوھا:

مان ئي آهيان حسن ازل جو، مان ئي هان بدصورتي،
مان پوڄاري، مان ئي مندر، مان ئي پنهنجي مورتي.
(شيخ اياز)

صورت ڏنم خيال کي، صورت کي آواز،
رنگ پريم آواز ۾، رنگ ڪيو اعجاز.
(نارائڻ شيام)

ڪرڙن کھڙو رنگ، ڪجين ڪھڙي ڇانوَ،
جيئڻ جا جهان کي ٿيا، پنهنجا پنهنجا ڏانءَ.
(ڪرشن راهي)

ڇپ تي مرڪ هئي پر من ۾ هردم هئو مانڏاڻ،
منهنجا گيت سريلا بيشڪ، پر سي ڪنهن جي ڪاڻ.
(تنوير عباسي)

سورٺو:

جهليو انبن ٻور، ڦهلجي وئي سرهاڻ آ،
مون کي تنهنجا پور، ولڙين جيان ورڻ ويا.
(تنوير عباسي)

روئي روئي هاءِ، مون جا چانڊوڪي ڇڏي،
تون ئي چند ٻڌاءِ، اڄ پيو آهي سنڌ ۾.

پ: وراڻ: بيت ۾ وراڻ جي نمونن جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. هن دور جي جديد توڙي عوامي شاعرن جي بيتن ۾ ساڳيا نمونا ملن ٿا. موتي

پرڪاش جي هنن بيتن ۾ وراڻ جو اهو نمونو ملي ٿو، جنهن ۾ اڳين بيت جي پوئين سٽ جو آخر فقرو، ايندڙ بيت جي پهرين سٽ جو شروع ۾ هوبهو ايندو آهي:

منهنجو ملڪ ملير، قضا آندم ڪوٽ ۾،
ساري سنگهارن کي، دل کي اچن ڏير،
عمر چام امير، ڪڍ بندياڻي بند مان.

ڪڍ بندياڻي بند مان، جيئري لاهه زنجير،
ملي مارن سان وڃي، ڪليو پيئندس کير،
ڪلن منجهه سرير، من آ ماروئڙن ڏي.

من آ ماروئڙن ڏي، سانگين کي ساريان،
وَر وَر واتون تي ڏسان، پل پل پڪاريان،
گوندر ۾ گهاريا، اباڻن جي آسري.

سرڪش سنڌيءَ جي هنن بيتن ۾ "وراڻ" جو اهو قسم آهي، جنهن موجب هر بيت ساڳي فقري سان شروع ٿئي ٿو:

امن ۽ ايمان، سڀ‍ڪا پائر پاڻ ۾،
ملن جڏهن ماڳ تي، اجرو ٿئي انسان،
تباهي تاوان، تڪڙي نه سگهي ترڪيو.

امن ۽ ايمان، پنهي جي هڪ ماءُ،
چرڪي ملن پاڻ ۾، سرجي پوي ساءُ،
سونسو ۽ سوداءُ، سهڪي نڪرن ساهه مان.

عام سنڌي شاعريءَ جي بيتن ۾ وراڻ سان گڏ "ورجاءُ" جا نمونا به ملن ٿا، جنهن ۾ ساڳي ئي بيت جي ڪيترن سٽن جا فقرا يا الفاظ ساڳيا هوندا آهن. اهڙي نموني جو ورجاءُ ٽالپرن ۽ انگريزن جي دور جي عام شاعريءَ ۾ ملي ٿو، جنهن جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. هتي هن دور جي عوامي شاعرن جا ڪجهه بيت ڏجن ٿا:

ونهين ويڙهيچن جو، شاهي آهي شان،
ونهين ويڙهيچن جو، مڪي منجهه مڪان،
ونهين ويڙهيچن تي، اڳي ڪيو احسان،
ونهين ويڙهيچن جا، باريءَ وٽ بيان،
ونهين ويڙهيچن لاءِ، جوڙيائين ته جهان،
ونهين ويڙهيچن جو، آ ڏيهه مڙيئي ڏان.

(توڏو مري، وفات 1957ع جي ڏکي بيت جو هڪ حصو)

مارو منهنجا ملير ۾، سدا مند ويهن،
مارو منهنجا مسڪين، جي واريءَ تي ويهن،
مارو منهنجا مسڪين، ويڙهن ۾ وڙڪن،
مارو منهنجا مسڪين، ڏٿ ڏوُنرا ڪن،
مارو منهنجا مسڪين، پسيءَ تي پهرن.

(فقير عبدالرحيم ڏاهري جي ڊگهي بيت جو هڪ حصو)

هن بيت جي هڪ سٽ ۾ جيئن ۽ ٻيءَ ۾ تيئن جو ورجاءُ آهي. ان ڪان سواءِ ان ۾ اندروني قافيو به آهي.

جيئن هت تنهنجا گهوڙا گلا، وچن زلا، بغدي ٻلا، ٻيا ابلق وٽن اپار،
تيئن هُت ٻڪر چارن، گهيٽا واڙن، در تي ڊارن، منهنجا دل گهريا سي ڊرار،
جيئن هت تنهنجا گلم گاديون، شغل شاديون، نوبت ناديون، تا ڪن وهسيو ويس وينجهار،
تيئن هُت ڳاگا ڳاڙها، پٽن پاڙا، وجهن واڙا، اسان جا ڪتين منجهه خمار،
تيئن هُت پکن ڇانيون، ٻارون ٻايون، لگن لايون،اي منهنجي سرتين جو سينگار.

(لس ٻيلي جي شاعر شيخ عثمان جي ڊگهي بيت جو هڪ حصو)

## 15- ٻوليءَ ۽ اسلوب بيان

هن دور جي شاعرن پنهنجي بيتن ۾ نئون اسلوب بيان اختيار ڪيو آهي ۽ قديم بيتن ۾ آيل لفظن ۽ فقرن سان گڏ نوان لفظ به استعمال ڪيا آهن. خاص طرح سان جديد شاعرن سنڌي بيت ۾ نواڻ پيدا ڪئي آهي ۽ بيت جي قديم تشبيهن ۽ تمثيلن سان گڏ نيون تشبيهون ۽ تمثيلون به ڪم آنديون آهن. جن جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. هنن اهي تشبيهون ۽ تمثيلون به پنهنجي ماحول، پس منظر ۽ سنڌ جي جاگرافيائي حالتن مان ڪنيون آهن. هنن ڪوشش ڪري نيٺ سنڌي لفظ ۽ شاهه جي شعر ۾ آيل لفظ ڪم آندا آهن؛ پر انهن کي نئين انداز، نئين اسلوب بيان ۽ نين اصطلاحي معنائن ۾ استعمال ڪيو اٿن. اهڙيءَ طرح هنن روايتن ۾ جدت ۽ انفراديت پيدا ڪري، ۽ سنڌي زبان جي نيٺ، سنڌي لفظن کي نئين زندگي ڏيئي، انهن جي ذريعي پنهنجي حالتن جي عڪاسي ۽ زندگيءَ جي ترجمان ڪئي آهي. هنن پنهنجي ماڻهن کي نئون سڏ ۽ نئون نياپو ڏنو آهي.

# ڪافي ۽ وائي

ڪافي، اسان جي هڪ مقبول عام صنف آهي؛ پر افسوس جو اسان اڃا تائين ان جي تاريخي اهميت ۽ هيئت متعلق ڪنهن آخري نتيجي تي نہ پهتا آهيون. ڪي صاحب وائيءَ کي ڪافيءَ جو ابتدائي نمونو سمجهن ٿا. ڪي تہ وري ڪافيءَ ۽ وائيءَ جي ٽيڪنڪ کي جدا جدا ٻڌائين ٿا. ڪن جو خيال آهي، تہ پهريائين وائي هئي، ڪافي پوءِ مروج ٿي. ڪن جو خيال آهي، تہ ڪافي قديم زماني کان مروج هئي. هي صاحب يا تہ فقط تاريخي ڪتابن جا حوالا پيش ڪن ٿا، يا وري خيالي گهوڙو ڊوڙائي، اڻ ٺهندڙ نتيجو ڪڍڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. هو ڪي بہ فني مثال پيش ڪري نہ سگهيا آهن ۽ ڪري بہ نہ سگهندا؛ ڇاڪاڻ جو شاھ لطيف جي وائيءَ واري دور کان اڳ ڪافيءَ جو ڪوبہ نمونو نہ ٿو ملي.

ڪافيءَ ۽ وائيءَ تي ان ناليِ پوڻ بابت بہ جدا جدا رايا آهن. ڪن جو خيال آهي تہ وائي پراڪرت ”وايا“ مان نڪتل آهي، تہ ڪن وري ان کي سنسڪرت ”وارتا“ يا ”ورت“ مان نڪتل ڄاڻايو آهي. ڪن جو وري خيال آهي، تہ هي لفظ عربي ”واء“ مان نڪتل آهي، جيڪو عربي ۾ افسوس جو ڪلمو آهي. ڪن جو رايو آهي، تہ ”واٽي“ يا ”ٻاٽي“ مان جڙيو آهي. اهڙيءَ طرح ”ڪافي“ بابت بہ جدا رايا آهن. ڪن جو چوڻ آهي، تہ ڪافي سنڌ جي پيداوار ڪانهي. ڪافي موسيقي جي هڪ ٺاٽ مان نڪتل راڳ جو نالو آهي. سنڌ ۾ سندس هي حشر ٿيو، جو صرف ٻولن کي ڪافي چوڻ لڳا، پوءِ سُر ڪٽي ڪهڙو بہ هجي، ڇو جو اڃا ٻولن جو نالو غزل رائج نہ ٿيو هو. هڪ صاحب وري لکيو آهي، تہ مسلمانن وٽ ”چهل ڪاف“ دعا آهي، جنهن ۾ ڪاف جا لفظ تمام گهڻا ڪم آندل آهن. ڪافي شايد اتان ورتل آهي. ڪن جو وري خيال آهي، تہ قناعت جي مدِنظر ”ڪافي“ لفظ استعمال ٿيو هوندو. ڪن وري مختلف عربي لفظن مان نڪتل ڄاڻايو آهي، جهڙوڪ: ڪفہ = ڌڪ، اسڪف= خيرات ونڻ يا گهرڻ، هٿ ڊگهيرڻ؛ ڪفہ= سامهيءَ جا ٻہ پڙ؛ ڪنهن صاحب وري ان کي فارسي ”ڪافتن= ڪوٽڻ“ مان نڪتل ڄاڻايو

آهي. ڪنهن صاحب جو چوڻ آهي، تہ هي لفظ قافيہ جي جمع "قوافي" مان نڪتل آهي. ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکي هڪ محقق هن جي صورتخطي ڦيرائي ان کي "ق" سان لکيو آهي. هڪ صاحب لکيو آهي، تہ ڪافي دراصل فارسي موسيقيءَ جي چاليهن گوشي جو نالو آهي. هڪ صاحب جو چوڻ آهي، تہ ڪافي الله تعاليٰ جو نالو آهي. جيئن تہ ڪافيون اڪثر صوفين لکيون آهن، انهيءَ ڪري تعظيم طور الله تعاليٰ جي نالي جي پٺيان سڏجڻ ۾ آئي.

اهڙيءَ طرح هر ڪنهن ڇڪي تاڻي پنهنجي پنهنجي معنيٰ ويهي ڪڍي آهي. ائين بہ ڏسڻ ۾ آيو آهي، تہ جنهن جو جنهن پاسي رُخ هو، ان صاحب هن لفظ کي اوڏانهن ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪو صاحب موسيقيءَ مان واقف هو، تہ هن موسيقيءَ جي راڳن ۽ راڳڻين ۾ هن لفظ جي بُڻ بنياد کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪنهن جي وري عربي زبان سان دلچسپي هئي، تہ اتي هن لفظ جي اصل کي ڳولهيو اٿس. ڪو فارسي مان واقف هو، تہ ان اتي هن جا اهڃاڻ ڳولهيا اٿس. ڪن جو وري سنسڪرت ۽ پراڪرت جي لفظن ڏيان ڇڪايو آهي.

معلوم ائين ٿو ٿئي تہ اهي سمورا مفروضا آهن، جن جو حقيقت سان واسطو نظر نہ ٿو اچي. دراصل اسان جي عالمن ۽ محققن وٽ هي هڪ غلط رجحان آهي، تہ هو سنڌي زبان کي ۽ سنڌي زبان جي پراڻن لفظن کي هرويرو ڪنهن نہ ڪنهن ٻي ٻوليءَ مان نڪتل ڏيکاريندا آهن. اهو رجحان اسان جي احساس ڪمتريءَ جو نتيجو آهي. اسان پنهنجي ٻوليءَ جو مخصوص لسانياتي مزاج نظر ۾ رکي ڪڏهن بہ تحقيق نہ ڪئي. فقط انگريزن جي ڏنل ڏس پتي تي ويهي هٿوراڙيون هنيون آهن.

سنڌي زبان جي مخصوص صوتياتي نظام ۽ منفرد لسانياتي ستا جي بنياد تي جا اسان ائين چئي نٿا سگهون، تہ سنڌي زبان تمام قديم ۽ اصلوڪي زبان آهي، جيڪا نہ ڪنهن جي ڌيءَ، پوٽي يا ڀيڻ آهي ۽ نہ ڪنهن ان جي شڪل صورت بالڪل ڦيرائي ان کي نئون بنايو آهي. انهيءَ خيال کان اسان ائين چئي سگهون ٿا، تہ سنڌي زبان جا قديم لفظ، ڪنهن ٻي ٻوليءَ مان نڪتل نہ آهن، پر سنڌي زبان جا اصلوڪا لفظ آهن. ان موجب "ڪافي" ۽ "وائي" کي سنڌي زبان جا اصلوڪا لفظ چئون، تہ ڇا صحيح نہ ٿيندو؟!

لفظن جي اجائي کوجنا کي ڇڏي، تاريخي روايتن ۽ فني مطالعي کان پوءِ آءٌ انهي نتيجي تي پهتو آهيان تہ: "وائي ۽ ڪافي" هڪ ئي شيءِ جا ٻہ نالا آهن. جيئن هڪ ئي صنف کي بيت ۽ ڏوهيڙو چيو ويجي ٿو، تيئن هڪ ئي چيز کي وائي ۽ ڪافي جي ٻن نالن سان سڏيو ويندو هو. البتہ ايترو آهي تہ لاڙ ۾ وائي ڪوٺڻ جو رواج گهڻو هو، ۽ اتر ۾ ڪافي ڪوٺڻ جو رواج. انهيءَ ڪري شاهہ لطيف ۽ سندس همعصر شاعرن اهڙي قسم جي ڪلام کي وائي ڪوٺيو، اتر ۾ شاهہ صاحب واري دور ۾ ئي ميان صاحبڏنو فاروقي ٿي گذريو آهي، جنهن پنهنجي اهڙي قسم جي ڪلام کي ڪافي ڪوٺيو آهي. ميان صاحبڏني کان سواءِ خليل لاشاريءَ جي بہ هڪ ڪافي آهي. هو ڳوٺ اسلام لاشاري تعلقہ گهوٽڪيءَ جو ويٺل هو. ولادت ۽ وفات جون تاريخون معلوم نہ ٿيون آهن. البتہ ايترو معلوم ٿئي ٿو تہ هو نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ 18 صدي ۾ ٿي گذريو. انهيءَ ڪري شاهہ لطيف جو همعصر چئي سگهجي ٿو.

ڪافيءَ جي قدامت لاءِ جيڪي تاريخي روايتون ملن ٿيون، اهي بہ اتر سنڌ يا وچولي سنڌ سان واسطو رکن ٿيون. محترم پير حسام الدين راشدي صاحب، ڪافيءَ جي قدامت لاءِ پاٽ جي هڪ بزرگ جو حوالو ڏنو آهي. پاٽ وچولي سنڌ سان واسطو رکي ٿي. ٻيو حوالو ڏنو ويندو آهي، مير معصوم جي ننڍي ڀاءُ مير فاضل بکريءَ جو، جنهن لاءِ ذخيرت الخوانين (مصنف شيخ فريد بکري) ۾ آيو آهي:

"شعر بزبان هندي از قسم ڪافي بکمال،<br>فصاحبت مي گفت و قبوليت داشته"

هي ڪافي گو شاعر بہ اتر سنڌ جو هو. اتر سنڌ ۾ ڪافيءَ جي عام مروج هجڻ جو پختو دليل بہ آهي. اهو هي تہ ڪافي پنجاب ۽ ملتان ۾ عام مروج هئي، ۽ اتر سنڌ جا پنجاب ۽ ملتان سان قديم زماني کان گهرا تعلقات رهيا آهن. پنجابي اڪيڊميءَ تازو هڪ پنجابي شاعر شاه حسين جون ڪافيون شايع ڪيون آهن، جنهن ۾ شاه حسين کي اڪبر جي دور جو شاعر ٺهرايو ويو آهي. تنهن کان پوءِ بہ پنجاب ۽ ملتان ۾ ڪافي گو شاعر ٿيندا آيا آهن. ميان صاحبڏني جي زماني ۾ بُلها شاه جون ڪافيون سنڌ ۽ پنجاب ۾ مشهور

هيون. ملتان ۽ اتر سنڌ جي تعلقات جي ڪري اتر سنڌ ۾ انهيءَ شعر لاءِ "ڪافي" لفظ وڌيڪ مروج هو.

منهنجي خيال ۾ هينائينءَ سنڌ ۾ به ڪافي جو لفظ مروج هوندو، پر ايترو نه جيترو وائي. ويتر جو شاه لطيف جهڙي عظيم شاعر "وائي" لفظ کي پنهنجو بڻايو، انهيءَ ڪري "وائي" لفظ "ڪافي" لفظ کي بلڪل ڍڪي ڇڏيو. شاه لطيف جي دور کان پوءِ "ڪافي" هنڌين ماڳين مروج ٿي ويو، انهيءَ ڪري لاڙ ۾ به ڪافيءَ ڪوٺڻ جو رواج بڻجي ويو.

## وائيءَ جا قسم:

فني لحاظ کان وائي ڏوهيڙي جي ارتقائي صورت معلوم ٿئي ٿي. يعني ڏوهيڙي کي سر سان ڳائڻ جي صورت ڏيئي "وائي" بڻايو ويو. ڏوهيڙي جي وچين سٽن وانگر وائيءَ جون مصروعون به هڪ سٽ جون آهن ۽ قافيو پويان اچي ٿو. ڏوهيڙي جي گهڻو ڪري پوئين سٽ جي اڌ ۾ قافيو اچي ٿو، پر وائيءَ جي پوئين سٽ ۾ قافيو پويان اچي ٿو. ان کان سواءِ وائيءَ جو وزن به ڪجهه اينگهه وارو ۽ لچڪدار ٿئي ٿو، ۽ پهرين سٽ به جدا جدا نمونن جي ٿئي ٿي. پهرينءَ سٽ جنهن کي ٿل چيو ويندو آهي، جي جدا جدا نمونن جي ڪري، وائيءَ کي جدا جدا قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو، جن جي هن هيٺ اپٽار ڪجي ٿي.

- قافيو ٿل جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ۽ سڀ مصرعون ٿل جي قافين سان هم قافيه هجن، مثلاً:

ٿل: توکي منگان جو تون آهين،
پيو در ڪونه سڃاتا.

١- انهيءَ عنايت سين نوازين نماڻا.

٢- انڌا ڪرين اڳ ۾ ڪوڻائين ڪاڻا.

مصرعون ٿل سان هم قافيه نه هجن، مثلاً:

ٿل: پچان ٿي توکي سائين، ڪٿي پريان جا پکڙا.

١- جتان جتن لڏيو، چڙهيا پکي پهن.

٢- جر موتيءَ جيئن ماريو، منهنجي هينڙي پڳاين.

- ٽل جا ٻه بند ٿين، پر ٻئي بند ٽوريءَ ڦيرڦار ڪان سواءِ هڪ جهڙا هجن، ۽ مصروعون ٽل سان هم قافيه هجن، مثلاً:

ٽل: سڄڻ ٻاروچي ذات، دلبر ٻاروچي جي ذات.
١- اٺ ڳنگاڻي هليا، واڻي ڪن نه وات.
٢- جاني جت وڃي ويا، روح ۾ پين رات.

- قافيو ٽل جي اڌ ۾ اچي، ۽ ٽل جو پويون اڌ، هر مصرع ڪان پوءِ ورائيءَ طور ڳائجي؛ پر اهو ڪنهن سان به هم قافيه نه هجي. يعني ٽل ۾ ٻه سٽون ٿين، مثلاً:

ٽل: منهنجو هينڙو سنگهارن ساري،
هوءِ جي ويجهـا رهن وس ڪـي.
١- آءُ همير! ٻج زنجير: هنءِ سنگهارن گهاري،
هوءِ جي ويجهـا رهن وس ڪـي.
٢- قلب منهنجو ڪوٽ ۾ گهايل ٿو گهاري،
هوءِ جي ويجهـا رهن وس ڪـي.

- ٽل ۾ ٻه بند ٿين، جي پاڻ ۾ هر هڪ مصرع سان هم قافيه ٿين. ان ڪان سواءِ هڪ ورائي ٿئي، جا ٽل ٽوڙي هر هڪ مصرع ڪان پوءِ ورائيءَ طور ڳائجي؛ پر اها ڪنهن سان به هم قافيه نه هجي، مثلاً:

ٽل: ويڙيچن ڏي ويندي،
آءُ مارونڙن ڏي ويندي.
ڏيهه ڏاڏاڻين پڪڙين.
١- سگر ساهڙين سين،
ساڙيهه منجهه سٽيندي.
ڏيهه ڏاڏاڻين پڪڙين.

- ٽل ۾ ٻه سٽيون ٿين، پهرين سٽ سان فقط پويون ٻه مصرعون هم قافيه ٿين. باقي ٽل جي ٻي سِٽ ڪنهن سان به هم قافيه نه هجي، مثلاً:

ٽل: واويلا ڪيو ملڪن، رڻ ماتام!
هيءِ هيءِ شاهه حسن ستاريو!
١- ڪربلا جي پڙ ۾، خيما ڪوڙيائون.
٢- جيڪا تقدير رب جي: لکيو لوڙيائون.

● ڇئن سٽن جي وائي ٿئي، جنهن جون ٻه سٽون پاڻ ۾ هم قافيہ ٿين. مثلاً:

پکون پيريان نہ پري، چرخي لڳڙ ڪاءِ،
واڍي ونگو واٽيو، ڪو ماءُ منهنجي لاءِ.

پکو پيريان نہ پري، چرخو ڏئي نہ چس،
ماءُ ڪتائيندي ڪيترو، من ڪي ماري نہ مس.

● وائي ڇئن سٽن جي ٿئي، جن مان پهرين ۽ چوٿين پاڻ ۾ هم قافيہ ٿين، ۽ ٻي ۽ ٽين وري پاڻ ۾ هم قافيہ ٿين. مثلاً:

وري وسيا ويچ ريچارا، دل ۾ درد پرين جو
اٿيو ويچا ڙوهو وجو ڏيپ ڪٽي،
ٻڪي ڏيندا ٻاجهہ جي آيا سور ڏٽي،
آيا جيءَ جيارا.

● وائي پنجن سٽن جي ٿئي، جن مان پهرين سٽ بنا قافيي، ٻي ۽ ٽين پاڻ ۾ هم قافيہ ۽ چوٿين ۽ پنجين پاڻ ۾ هم قافيہ ٿين. مثلاً:

اڄ نہ آيو امام واويلا مؤمنو ماتام واويلا
اڄ نہ پاٽي ان ڪي نکو وتڙڻ مينهن
هنا ستاٽي جنگ ۾، نون راتيون ڏهہ ڏينهن
دلدل گهوڙو شاه جو، متس لال پلاٽي
شير شهزادي لڏيو، سيد سيج نہ ماٽي.

عام طرح وائيءَ جي هر بند ۾ هڪ سٽ ٿئي، پر ڪن واين جو بند ٻن سٽن تي مشتمل بہ ٿيندو آهي. مضمون جي لحاظ کان جيتوڻيڪ انهن ٻنهي سٽن جو پاڻ ۾ لاڳاپو هوندو آهي، تڏهن بہ قافيہ ٻنهي سٽن ۾ ساڳيو هوندو آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن بندن کي نمبر نہ ڏبو تہ هر هڪ سٽ پنهنجي ليکي بند نظر ايندي. اهڙيون وايون حضرت شاه لطيف جي ڪلام ۾ بہ ملن ٿيون. نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ڪا جا ڳال هجي، سا جي لوڪ سني،
لو ٻاروچي جي من ۾.
١- سر سڳر، پر پيچري، تون ڄا لوڪ سئي،
سئي سگر پٽيين، ڪير چوندو مئي؟
٢- پنڌ ڪريندي پريءَ ڏي، ڪڏهن ڪانہ ڪهي،
آن ڪا ڏني، ڏوتيا! ڪيرن پاس ڪهي؟

ميان صاحبڏني فاروقيءَ جنهن شيءِ کي ”ڪافي“ چيو آهي؛ اها به انهيءَ نموني جي آهي. مثال طور ميان صاحبڏني جي ڪافيءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ٿل: ووڙيان ڇا ڪون وڙاه، جيڏيون آهي جيءَ ۾.
١- صحيح سڃاتم سرتيون، دل ۾ آه دلدار،
ڪاڪيون آهي قلوب ۾، ڪيچ ڏٺي ڪوهيار
٢- ناحق ونـدر ڇـو وڃـان، پاڪر ۾ پوتار،
ونحن اقـرب اوڏڙو، لـڌم ٠لالـن يـار.

ان مان صاف ثابت ٿيو، ته اتر ۾ ساڳيءَ ئي شيءِ کي ڪافي، ۽ هيٺ لاڙ ۾ ان کي ”وائي“ جي نالي سان سڏيو ويندو هو. اڳ مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان، ته شاه صاحب جي زماني جي هڪ شاعر خليل لاشاريءَ جي ڪافي ملي آهي. ان ۾ هُر بند ٻن سِٽن جو آهي، پر قافيو پهرين سِٽ نه پر ٻيءَ سِٽ ۾ آهي. البت هر سِٽ جا ٻه حصا آهن ۽ ٻنهي سِٽن جا پهريان ٿي حصا پاڻ ۾ هم قافيه آهن. اهو نمونو پوءِ گهڻو رواج ۾ آيو. خليل جي ڪافيءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ڪهه ڪا ڳالهه سٺا واهه واهه
سـودا سچ دا ٿيا نهه پهه

١- ڇاتـي دي وچ جهـاتـي هـي،
سانون فيض حياتي هـي؛
لڳي اڙڪتي جهنگ وساتي هي؛
لـڳـي پـڙڪ بـرهـه دي.

٢- خـارج خـارج ڪـري ڪـري،
جـاءِ نـه لـهـنـدا ذري ذري؛

## ڪافيءَ جا گهاڙيٽا:

ڪافيءَ جا ڪيترائي قسم يا گهاڙيٽا ملن ٿا، جهڙوڪ:

### هڪ ٽپي يا ”هڪ تڪي“:

هن ۾ هر هڪ بند وائيءَ جي سٽا وانگر هڪ سٽ جو ٿئي ٿو، ۽ هر بند جي پڇاڙيءَ ۾ قافيو اچي ٿو:

ٽل: اوڏنهن آئين ڪانگ ادا، لنئون تون چگي لات ڪا.

١- ڪي هت هني محبوب ڪي، مشتاق جي مصلحات ڪا.

هن جو ٻيو نمونو اهڙو به ملي ٿو، جنهن ۾ بند ٻن سِٽن جو ٿئي ٿو، پر هر سِٽ ۾ اهو قافيو ٿئي ٿو، جيڪو ٽل ۾ آهي. ٽل جي قافيه جي لحاظ کان هن جا به مختلف قسم ٿين ٿا. هيٺ ڏنل نموني ۾ ٽل جي ٻنهي بندن ۾ قافيو آهي:

ٽل: رکين يار جو خيال: ڪوڙا چو ٿو ميڙين مال.

١- تڏهن طالب کوٺجين، جڏهن ڇڏين سڀ جنجال:
هلي وٺج حال ڪي، ڪلي ڇڏج ڪال.

ڏيڍي: هن ۾ ٽل ۽ هر هڪ بند ڏيڍ سِٽو هوندو آهي، پر ڪن حالتن ۾ ٽل هڪ سِٽو به هوندو آهي. قافيه جي مٽ سٽ جي لحاظ کان هن جا به مختلف قسم ٿين ٿا. هيٺين نموني ۾ ٽل توڙي بند ڏيڍ سِٽو آهي:

ٽل: ماڙيون پانيان ماتام، مولا ماروئڙن ري دل ماندي،
الا، ورهه وهامي راتڙي.

١- ڪهه ڪڙولا قيد جا، ڪوڙا ڪوٽ ڪمام:
پانئن باهه برابر باندي.

ٻيٽي: هن ۾ هر بند ٻن مصرعن جو ٿئي ٿو. ٽل ڪڏهن ٻن سٽن جو، يا هڪ سِٽ وارو يا ٻن پدن وارو ٿئي. قافيه جي لحاظ کان هن جا به جدا جدا قسم ٿين ٿا. هيٺين نموني ۾ ٽل توڙي بند ٻن مصرعن وارا آهن، پر ٽل جي پهرين مصرع جي وچ تي به قافيو آهي:

ٽل: ڪج زلف ڪمند ڪڙيارا: سي ٿا پائن دادم دوپارا:
ڏين لامارا لحظي لحظي، بند ڪن بلغ بخارا.

١- ور وجهـو واسينگ ورن ٿا، ڪيس تليهر ڪارا:
رهزن چڻ رخسار رنگيءَ تي، مار متئا مڻ مارا.

# سنڌي غزل جي ارتقا

فني سٽا جي لحاظ کان اسانجي سنڌي شاعريءَ جا ٻه مکيه ڀاڱا آهن. هڪڙي آهي: "قديم سنڌي شاعري"، جنهن ۾ بيت يا ڏوهيڙو، ڪافي يا وائي، ڪبت ۽ الف اشباع وغيره اچي وڃن ٿا. ٻي آهي عروضي شاعري، جنهن جا وري پنهنجا قاعدا قانون ۽ اصول آهن. عربستان ۾ هن شاعريءَجي ابتدا ٿي، پارسيءَ وارن هن کي قبول ڪيو، ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ هن شاعريءَ جو قالب سنڌي شاعريءَ لاءِ استعمال ٿيڻ شروع ٿيو. هن شاعريءَ جا ڪيترا ئي قسم آهن، جهڙوڪ: غزل، قصيدو، مثنوي، رباعي وغيره. هت سنڌي غزل جي ارتقا بيان ڪئي پئي وڃي. پر ان کان اڳ غزل جي وصف ڄاڻائڻ ضروري آهي:

غزل جي وصف:

غزل جو هر بيت ٻن سٽن يا مصرعن جو هوندو آهي، جنهن ۾ مڪمل مضمون آندو ويندو آهي. پهرئين بيت جون ٻئي مصرعون هم قافيه هونديون آهن، ۽ ٻين بيتن جون پويون مصرعون پهرين بيت سان هم قافيه ٿينديون آهن. غزل ۾ پنجن کان گهٽ ۽ 17 کان مٿي بيت نه هئڻ گهرجن. پوئين کي مقطع چيو ويندو آهي. ڪن غزلن ۾ وري ٻيو بيت به اهڙو آندو ويندوآهي؛ جنهن جون مطلع وانگر ٻئي مصرعون هم قافيه ٿينديون آهن. اهڙي بيت کي "حسن مطلع"، "مطلع ثاني" يا "زيب مطلع" چيو ويندو آهي. غزل جي بيتن مان جيڪو بيت وڌيڪ سٺو ۽ چيندڙ هوندو آهي، ته ان کي "شاهه بيت" چيو ويندو آهي. غزل جي اها به خوبي آهي، ته هر هڪ بيت مضمون جي لحاظ کان جدا هوندوآهي. هڪ بيت جو ٻئي بيت سان مضمون جي لحاظ کان ڪو واسطو ڪونه هوندو آهي. انهيءَ ڪري متضاد ڪيفيتون به هڪ ئي غزل ۾ آڻي سگهجن ٿيون.

غزل جو معنيٰ آهي: عورت سان عشق ۽ محبت جون ڳالهيون ڪرڻ. ڪن جو خيال آهي، ته غزل تي اهو نالو "غزال معنيٰ هرڻ" تان پيو آهي. جيئن ته غزل ۾مختلف ۽ متضاد خيال هوندا آهن، جيڪي هرڻ جي ٽپن

مثل آهن، انهيءَ ڪري ”غزال“ مان ”غزل“ نالو جڙيو. غزل ۾ گهڻو ڪري حسن و عشق ۽ فراق ۽ وصال جو ذڪر هوندو آهي. ان سان گڏ زندگيءَ جا ٻيا مسائل بہ آندا ويندا آهن. غزل جي ميدان ۾ وسعت پيدا ڪري سگهجي ٿي، پر تغزل ۽ شعريت کي قائم رکڻ لازمي سمجهيو ويندو آهي. مطلب تہ غزل، انساني زندگيءَ جي جذبات، احساسات ۽ ڪيفيات جو ترجمان بہ هوندو آهي، تہ معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو عڪاس بہ هوندو آهي. غزل ۾ ايتري گنجائش آهي، جو ان ۾ هر خيال ۽ جذبو، هرڪا سوچ ۽ ساڃاهہ، هر اصول ۽ نظريو، زندگيءَ جو وسيع مطالعو، مشاهدو ۽ تجربو مناسب ۽ موزون جاءِ وٺي سگهي ٿو.

غزل جي زبان عام طرح اشارات ۽ تلميحات تي ٻڌل ٿيندي آهي. گل ۽ بلبل، شمع ۽ پروانہ، جام و مينا، هجرو وصال، سرو ۽ صنوبر، خنجر ۽ سنان، تير ۽ ڪمان وغيره اشارات ۽ تلميحات طور غزل ۾ ايندا آهن. اهي ايراني غزل جا اهڃاڻ سنڌي غزل جو بہ جز بڻيا. پر جلد ئي سنڌي شاعرن فارسي ترڪيبن ۽ تشبيهن سان گڏ سنڌي ماحول مان ڪيتريون تشبيهون وٺي غزل ۾ آنديون. سنڌي تشبيهن ڪم آڻڻ جو سلسلو خليفي گل کان ئي شروع ٿئي ٿو. مير عبدالحسين سانگيءَ تہ تمام سهڻيون سنڌي ماحول مان ورتل تشبيهون آنديون آهن. موجوده دور جي ڪيترن شاعرن تہ ايراني غزل واريون روايتون بالڪل ترڪ ڪري ڇڏيون آهن.

## سنڌي عروضي شاعري جي ارتقا:

پارسي شاعريءَ جي شروع ۾ غزل کي مستقل حيثيت ڪانہ هئي، ۽ قصيدي جي شروع واري حصي تشبيب کي غزل سمجهيو ويندو هو. ڪن نقادن جو خيال آهي، تہ پارسي شاعريءَ ۾ غزل جو پهريون موجد رودڪي (وفات 916ع) آهي. پر حقيقت ۾ غزل کي صحيح معنيٰ ۾ غزل شيخ سعدي بنايو. سنڌي زبان ۾ غزل جا اهڃاڻ ڪلهوڙن جي دور ۾ ئي ملن ٿا. ٺٽي جي نور محمد خستہ جي غزل جا ڪجهہ بيت ملن ٿا، جيڪو 1130هہ ڌاري زندهہ هو. سندس بہ بيت هيٺ ڏجن ٿا:

تابر افگندي از رخ تو نقاب – حشر ٿيو آفتاب لايو تاب،
محب ماٺا نہ ڪر مٺا مون سان – خوبرو خلقتون سڪين ٿو خراب.

ان زماني ۾ ٺٽي ۾ ٻيا عروضي شاعر: حافظ عالي، مرزا تقي ۽ ميان چتن بہ موجود هئا. "اويس شڪارپوري" جي ڪلام ۾ بہ غزل جا اهڃاڻ ملن ٿا، جيڪو خستہ جو وڏو معاصر هو. اهي اهڃاڻ، ٻڌائين ٿا، تہ ڪلهوڙن جي دور ۾ عروضي، شاعريءَ جو عام رواج هو. ممڪن آهي، تہ ڪلهوڙن جي دور کان بہ اڳ عروضي شاعريءَ جو ٿورو گهڻو رواج پيدا ٿي چڪو هجي. پر غزل جي شاعريءَ جي خاص ترقي ميرن جي دور کان پوءِ ٿي. ٽالپرن جي دور ۾ سيد ثابت علي شاهہ بلند پايہ عروضي شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي. خاص طرح سان "مرثيہ" جو باني آهي. مرثيہ کان سواءِ سندس ڪجهہ غزل بہ آهن.

**سچل سرمست:**

انهيءَ ئي دور ۾ سنڌ جي مشهور صوفي شاعر سچل سرمست (وفات 1809ع) جا ڪجهہ غزل ملن ٿا، جن ۾ تصوف جا باريڪ نڪتا رنگين نوع ۾ بيان ڪيل آهن. نفي ۽ اثبات جو مسئلو غزل جي رنگ ۾ هن طرح آندو اٿس:

بي اعتباريءَ سان ڪرين هر هر نفي اثبات کي،
اثبات کان اڳنان لنگهي ۽ ڪر تہ طاعات کي.

تصوف سان گڏ وٽس تغزل بہ ملي ٿو. محبوب جي خمار وارين اکين جو ذڪر هن طرح آندو اٿس:

آهي انهن اکين کي خاصو خمار تنهنجو،
ويٺو وئي مان آهيان ڪامل قرار تنهنجو.

ٻي هنڌ اکين کي تير انداز ڪوٺيو اٿس:

تيز تير انداز چشمون يار جون خوني خطاب،
ناز پرورده نظر سان ٿيون ڪرن عاشق ڪباب.

مير صاحبان کي شعر و شاعريءَ سان گهري دلچسپي هئي. هو پاڻ بہ شعر چوندا هئا. ڪيترن ئي ميرن جو فارسي شعر مليو آهي. مير شهداد خان، مير حسن علي خان ۽ مير نصير خان (وفات 1846ع) جا تہ سنڌي غزل بہ مليا آهن. مير نصير خان جو هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو، جنهن ۾ سندس پوئين بيوسيءَ جي زندگيءَ جو عڪس ملي ٿو:

اعتماد هو جن عزيزن دوستن تي دائما،
ويا ڇڏي گوندر گڏ، تن کي نہ هاڻي ياد ڪر.

انهن ابتدائي اهڃاڻن مان معلوم ٿيندو، تہ سنڌي غزل ۾ حسن و عشق سان گڏ تصوف بہ نظر اچي ٿو، تہ پيا مضمون بہ ملن ٿا. ميرن جي دور جا پيا شاعر هئا: محمد بچل "انور"، محمد عارف "صنعت" (وفات 1849ع) ملا صاحبڏنو (وفات 1834ع) ۽ خليفو ڪرم الله (وفات 1854ع).

## خليفو گل:

ان کان پوءِ انگريزن جي دور ۾ گل مرحوم جو نالو ملي ٿو، جنهن سڀ کان پهريائين سنڌي زبان ۾ هڪ مڪمل ديوان پيش ڪيو. خليفي گل محمد گل مرحوم (وفات 1775ع) پارسي وزن ۽ سٽا کي قبول ڪيو، پر تڏهن بہ پارسي شعر جي اثر ۽ روايتن کي مڪمل نموني اختيار نہ ڪيو، هن پارسي شعر جي انهن روايتن کي اختيار نہ ڪيو. جيڪي سنڌي شعر جي روايتن جي خلاف هيون. ان کان سواءِ هن عربيءَ ۽ پارسي لفظ زور ڪري ڪتب نہ آندا آهن، پر تمام گهڻا نيٺ سنڌي لفظ ۽ محاورا ڪم آندا اٿس. فارسي شاعريءَ جون ترڪيبون، تشبيهون ۽ استعارا گهٽ آندا اٿس؛ ڇاڪاڻ جو ايراني غزل جا محاورا پنهنجا آهن، جي ايران جي ماحول موجب آهن. گل مرحوم گهڻي قدر سنڌي ماحول موجب تشبيهون آنديون آهن، ۽ ترڪيبون، استعارا ۽ محاورا بہ نيٺ سنڌي آندائين. گل مرحوم ايران جي ماحول جي نہ پر سنڌ جي ماحول جي عڪاسي ڪئي آهي. شاهہ ڀٽائي وانگر سندس شعر ۾ سنڌ ۾ پيدا ٿيندڙ شين، ڏنڌن، وهنوارنءِ پوک جي طريقن جو ذڪر چڱيءَ طرح ملي ٿو. ڪتي ۽ چيٽ جي پوکن جو ذڪر هن طرح ٿو ڪري:

اڀاڙي چاڙهہ عاشق عشق جو ايٽ،
ڪتي پوکي وڏائي ڪر مٿس چيٽ.

غزل جو جيتوڻيڪ خاص مضمون حسن و عشق جو ذڪر، هجر ۽ وصال جو بيان آهي، پر پوءِ ٻين ڳالهين، جهڙوڪ: تصوف جي نڪتن ۽ معاشي، معاشرتي ۽ اقتصادي مسئلن کي بہ غزل جي رنگ سان بيان ڪيو ويو آهي. گل جي غزل ۾ بہ تصوف جا نڪتا، اخلاقي هدايتون، معاشي ۽ معاشرتي مسئلا اهڙي رنگين نموني ۾ بيان ڪيا ويا آهن، جو غزل جو روح فنا نہ ٿو ٿئي.

ڪن پوکن جو ڀهريائين ڀيجارو پوکبو آهي، ۽ پوءِ اهي سلا ڀيجاري واري جاءِ تان ڪڍي وڃي، مقرر زمين ۾ هڻبا آهن. ان ڪي هارين جي اصطلاح ۽ "ڪرڙا" ۽ "روت" چيو ويندو آهي. تصوف جي نظريي موجب جيڪي مرڻ کان اڳ مرن ٿا، اهي مرن نه ٿا، پر سدائين جيئرا آهن. شاهه صاحب فرمايو آهي:

"مرڻا اڳي جي مئا – سي مري ٿيا نه مات."

گل مرحوم انهيءَ نظريي کي سمجهائيندي، ان کي "ڪرڙا" ۽ "روت" سان تشبيهه ڏني آهي:

لڏئو جاءِ هڪ مان وهن جاءِ ٻي،
هڻن جيئن ٿا هاري ڪرڙا ۽ روت.

نير ۾ ڪپڙي رڱڻ جي تشبيهه ڏيندي چوي ٿو ته جهڙيءَ طرح جهڳڻ ۽ جهبڻ کانپوءِ نير وڌيڪ رنگ ڪڍندو آهي، تهڙيءَ طرح عاشق به طعنن ۽ تنڪن کانپوءِ عشق ۾ ڪمال حاصل ڪندو آهي:

نير رنگ واڌو ڪڍي منجهه جهڳ جهب،
عشق وارو وڌ وڌي منجهه لوس لب.

گل جي غزل ۾ حسن و عشق جي ذڪر سان گڏ تصوف ۽ اخلاقيات جا مضامين به ملن ٿا، ته زندگيءَ جا ٻيا مسئلا ۽ معاملا به بيان ڪيل نظر اچن ٿا.

## آخوند محمد قاسم:

انهيءَ ئي زماني ۾ آخوند محمد قاسم هالائي (وفات 1881ع) جو نالو ملي ٿو، جنهن پڻ مڪمل ديوان لکيو، جيڪو ديوان قاسم جي نالي سان مشهور آهي. هو غزل جو باڪمال شاعر آهي. سلاست ۽ رواني سندس غزل جون خاص خوبيون آهن. حسن و عشق جو ذڪر به آندو اٿس، ته اخلاقيات تي به گهڻو زور ڏنو اٿس. نه فقط ايترو پر زماني جي حالات جو احوال به آندو اٿس. هو ان ڳالهه تي افسوس جو اظهار ڪري ٿو، ته مروت ۽ صداقت، الفت ۽ وفا ماڻهن مان نڪري ويا آهن:

اڄ مروت ۽ وفا منجهہ آدمين آهي الپ،
پڻ صداقت ۽ صفا منجهہ آدمين آهي الپ،
آدمين سان آدمي الفت رکن ٿا ڀر ڏسو،
چاھہ چس جا چون ٿا منجهہ آدمين آهي الپ.

ان سان گڏ حسن و عشق جو ذڪر بہ آندو اٿس. محبوب جي صحبت ۽ ساءَ، چس ۽ چاھہ قرب ۽ محبت جو ذڪر هن طرح ڪري ٿو:

ساءُ صحبت جو چکيم چس چاھہ سان،
هوت هج واري هيئين جي هاروٺ.

سنڌي ماحول مان ورتل تشبيهون بہ آنديون اٿس، تہ ايراني غزل جا لوازمات: ساقي ۽ شراب، گل و بلبل؛ مطرب ۽ چنگ وغيره بہ سندس غزل ۾ ملن ٿا. هيٺين بيت ۾ ساقيءَ کان شراب جي سرڪ گهري ٿو ۽ مطرب کي چنگ چورڻ لاءِ چوي ٿو:

ساقيءَ کي چوان تہ ڏي، سرڪ سري سندي سڌي،
مطرب سان مڻي طرح ڳاءِ وڄاءِ چور چنگ.

## سيد فاضل شاھہ:

قاسم جو همعصر ۽ صحبتي سيد فاضل شاھہ (وفات 1919ع) بہ غزل جو بلند پايہ شاعر ٿي گذريو آهي. هو حيدرآباد جو مفتي هو ۽ وڪالت بہ ڪندو هو. هن جي غزل ۾ گهڻي قدر اخلاقي تعليم جو درس ملي ٿو:

سچ چئج سچ سان رهج سڀ ساڻ وعدو ڪر سچو،
ڪوڙ کي ڪڍ قلب مان ڪنهن ساڻ ڪوڙي ڪر نہ بات.

انسانيت تي افسوس ڪندي چوي ٿو:

آدمين ۾ آدميت ناھہ هرگز بلڪيس،
هوش همت ۽ حيا منجهہ آدمين آهي الپ.

## ميان واليڏنو فقير:

هي بہ ان دور جو بهترين شاعر هو. شڪارپور جو وينل هو ۽ 1886ع ۾ وفات ڪيائين.

## حافظ حامد تکڙائي:

هي به ان دور جو بهترين شاعر هو. سادگي ۽ سلاست، منظر نگاري ۽ واقع نگاري، ۽ رس ۽ رچاءُ سندس شاعريءَ جون خاص خوبيون آهن. سادي ۾ سادي خيال ۾ به هو سونهن ۽ ساءُ پيدا ڪري ٿو:

مڪا محبوب مون ڏي جي سنيها نت سهائن سي،
تڳان تارون ٿيون تن ڪي دلاسن تي سلامن تي.

محبوب جي وعدي جي بي وفائي ۽ فراق جي ڦوڙائي جو ذڪر ڏسو ته ڪهڙي نه پر اثر انداز ۾ ڪري ٿو:

وڏي وعدي ڪان ويا ويلا، وري محبن نه ڪيا ميلا:
اکيون هارن رت ريلا، قرارن تي انجامن تي.

## مير عبدالحسين سانگي:

سنڌ جي آخري ٽالپور حڪمران مير نصير خان جو پوٽو ۽ مير عباس علي خان جو پٽ مير عبدالحسين سانگي (وفات 1924ع) غزل جو باڪمال شاعر ٿي گذريو آهي. سانگي مرحوم ٿي سنڌي غزل کي صحيح معنيٰ ۾ سنواريو ۽ سڌاريو. انکي سنڌي ثقافت جي سياءَ سان هم آهنگ ڪيو، ۽ زندگيءَ جي بالڪل ويجهو آندو. سندس غزل ۾ سندس زندگيءَ جي مختلف ڪيفيتن ۽ احساسن جو عڪس به آهي. ته سنڌ جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي ترجماني به آهي. ايراني غزل جون روايتون به نمايان نظر اچن ٿيون، ته سنڌ جي ماحول مان ورتل تشبيهون ۽ تمثيلون به ملن ٿيون، سنڌ جي ماٿهن جو ذڪر هن طرح ڪيو اٿس:

سبز رنگ آهن، سي سهڻا سنڌ جا،
ڪي سيه، ڪي سرخ، ڪي سالم صفا.

هن کي پنهنجا اِيرا اباڻا به سيرن کان سرس آهن:

عمر ايرا اباڻا مونکي سيرن کان سرس آهن،
آءُ ڏاريان ڪين ڏاريندس، پنهور پنهنجا پهس آهن.

اها هڪ زندگيءَ جي حقيقت آهي، ته انسان ۾ اميد رکڻ اجايو آهي. انهيءَ حقيقت کي هن طرح آندو اٿس:

نہ اميد ڪنهن ۾ ڪجي ڪا ڪڏهن،
ڏني مونکي حافظ هي في الفورفال.

ڦاڙهن جي اوجهہ ڪيڻ جي تشبيهہ آڻيندي چاڻايو اٿس، تہ آخر ظالمن جو اهڙيءَ طرح اوجهہ نڪرندو. ان مان سندس انسان دوستيءَ جو بہ اندازو لڳائي سگهجي ٿو، تہ تشبيهہ جي انوکيءَ انفرادي رنگ جو بہ اهڃاڻ ملي ٿو:

جيئن شڪاري ٿا ڪين ڦاڙهن جو اوجهہ،
نيٺ نڪري تيئن ستمگارن جو اوجهہ.

دنيا جي حالات تي افسوس جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

جو اڪين سان نہ ڏٺو ڪنهن سو ڏسون ٿا يارو،
جو ڪنن سان نہ ٻڌو ڪنهن سو ٻڌون ٿا يارو.

حسن و عشق جو ذڪر بہ ڏاڍي دلڪشيءَ پر اثر نوع ۾ ڪري ٿو:

گل ڪي جڏهن چمن ۾ ڏٺو مون تہ ياد پئين،
بلبل ڪي چمن ۾ ڏٺو مون تہ ياد پئين.

برهہ جي بيقراريءَ جو بيان هن طرح آندو اٿس:

برهہ ۾ يار بيقرار آهيون،
درد تنهنجي کان داغدار آهيون.

## غلام محمد شاهہ "گدا" :

سانگيءَ جو صحبتيءَ سندس شاعريءَ ۾ استاد غلام محمد شاهہ 'گدا' (وفات 1905ع) غزل جو تمام وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس غزل نهايت پختہ ۽ برجستہ آهي، ۽ پارسي ترڪيبن ۽ تشبيهن سان مزين آهي. ان هوندي بہ گهڻين جاين تي سنڌي ماحوم مان ورتل تشبيهون بہ انديون اٿس. قمر طلعت ۽ پري رخسار يراني تشبيهون آهن، جيڪي هن طرح آنديون اٿس:

رقيبن ڪي جلائڻ ڪاڻ مون ڪي قرب مان ڪوٺي،
قمر طلعت پري رخسار ويهن ٿا ويهارين.

حسن و عشق جي ذڪر سان گڏ زماني جي حالات جو بيان بہ آڻي ٿو:

جڏهن الفت زماني ۾ نہ ٿي ڏسجي تڏهن بيشڪ،
رهڻ دنيا ۾ ٿيو دشوار پنهنجن ۾ پراون ۾.

## مرزا قليچ بيگ:

شمس العلماء مرزا قليچ بيگ (1929ع) نثر نويس هجڻ سان گڏ بلند پايہ شاعر بہ هو. شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي اٿس. غزل ۾ بہ ڀاڱ موڪيو اٿس. ليڪن سندس غزل ۾ تغزل ايترو ڪونهي، جنهنڪري سندس غزل بہ نظم جي ويجهو وڃي ٿيو آهي. هو اخلاقي هدايتن تي زور ڏئي ٿو، ۽ صوفيانہ نڪتا سمجهائي ٿو:

ويران ڪر وسڻندڙ ڀي ويهي وساءِ دل کي،
آهي قليچ دنيا ساري خراب خانو.

ان هوندي بہ سندس غزل حسن و عشق جي ذڪر کان خالي نہ آهي:

چو تڙقي نہ سيني ۾ هيءَ دل منهنجي پڪيءَ جان،
هٿ ۾ تي ڪمان ان جي تيا تير بغل ۾.

انهيءَ دور ۾ ٻيا بہ بهترين غزل جا شاعر ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ شمس الدين "بلبل"، سيد غلام مرتضيٰ "مرتضائي" ٺٽوي، محمد هاشم "مخلص"، غلام سرور "فقير" قادري لاڙڪاڻو، مصري شاهہ، مير علي نواز علوي وغيره.

### پوئين دور:

پوئين دور ۾ غزل جي بيشمار شاعرن مان مولانا محمد عاقل عاقلي (وفات 1941ع)، غلام نبي صوفي شڪارپوري (وفات 1938ع) هدايت علي نجفي تارڪ (وفات 1942ع) غزل جا باڪمال شاعر ٿي گذريا آهن. انهيءَ دور ۾ لاڙڪاڻي جي شاعرن علي محمد قادري، حاجي محمود "خادم"، نواز علي "نياز" ۽ ٻين لاڙڪاڻي جي شاعرن عروضي شاعريءَ جي سلسلي ۾ وڏي ڪوشش ورتي. مشاعرن جو رواج قائم ڪيائون، جمعيت الشعراء جو بنياد وڌائون، ادبي ڪانفرنسون منعقد ڪيائون؛ ۽ شعر جي اشاعت لاءِ "گلدستہ" ۽ "اديب سنڌ" رسالا لاڙڪاڻي مان جاري ڪيائون. خاص طرح سان حاجي محمود "خادم" مرحوم انهيءَ ڳالهہ کي پنهنجي زندگيءَ جو مقصد بنايو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين مشنري اسپرٽ سان ڪم ڪيو. انهيءَ ڪري شاعريءَ جو شوق پيدا ٿيو ۽ بيشمار شاعر نروار ٿيا. انهيءَ ڪري ادبي تاريخ ۾

"لاڙڪاڻو اسڪول" مشهور ٿيو.

جن شاعرن انگريزن جي دور ۾ غزل جي شاعريءَ ۾ نالو ڪڍيو ۽ ورهاڱي کان پوءِ وفات ڪيائون؛ انهن مان نواز علي "نياز" لاڙڪاڻو (وفات 1956ع)، حاجي محمد "خادم" (1960ع)، شيخ مراد علي "ڪاظم" (1954ع) محمد صديق "مسافر"، محمد بخش "واصف" (1953)، حافظ عبدالله "بسمل" ٽکڙائي (1950)، قادر بخش "بشير" نل (وفات 1943ع)، لطف الله بدوي (1968ع)، سرور حيدرآبادي ۽ رشيد احمد لاشاري مرحوم (1970ع) غزل جا بلند پايہ شاعر ٿي گذريا آهن.

هندو شاعرن بہ غزل جي ميدان ۾ جوهر ڏيکاريا. ان سلسلي ۾ سڀ ان پهريائين آسو رام "آسو" جو نالو ملي ٿو. ان کانپوءِ انگريزن جي شروعاتي دور ۾ ليلا رام سنگ وطنمل ۽ منشي ڄيرام خفتي حيدرآبادي جا نالا ملن ٿا. پوئين زماني ۾ ليکراج ڪشنچند "عزيز" ۽ پرسرام "ضيا" غزل جا بلند پايہ شاعر ٿي گذريا آهن، جن غزل جي مزاج کي پوريءَ طرح نباهيو. ڪشنچند "بيوس" لاڙڪاڻي واري بہ غزل چيا آهن، پر هو نظم جو نهايت اعليٰ درجي جو شاعر آهي. سندس غزل ۾ اهو رس ۽ رچاءُ ڪونهي جيڪو غزل جو روح هوندو آهي.

موجوده دور ۾ ڪي شاعر روايتي رنگ ۾ غزل لکي رهيا آهن؛ انهن مان ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل، ڪي استاد شاعر جي حيثيت حاصل آهي حافظ محمد اُحسن چنہ، عبدالفتاح "عبد"، عبدالله "اثر"، سليم ڳاڙهوي، مولانا نورالدين "نور" ۽ مظفر حسين "جوش" روايتي رنگ جا بلند پايہ شاعر آهن.

ڪن شاعرن غزل جي روايت کي نباهيندي ان ۾ هڪ انفرادي رنگ ۽ جدت پيدا ڪئي آهي. انهن مان محترم عبدالرزاق "راز" جو نالو سرِفهرست آهي. ان کان سواءِ جن ٻين شاعرن غزل جي روايتي انداز ۾ جدت ۽ انفراديت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، انهن مان عبدالحليم "جوش"، طالب المولیٰ مولانا گرامي، اياز قادري، نورشاهين، انيس انصاري، عبدالقيوم "صائب"، اظهر گيلاني، ذوالفقار راشدي ۽ احمد خان آصف جا نالا قابل ذڪر آهن.

ترقي پسند شاعرن سنڌي غزل ۾ نئون موڙ آندو آهي. ڪيترن ئي هنن تي ته هن غزل جي روح ۽ بنيادي روايتن جو به انڪار ڪيو آهي، ۽ ڪيترائي نوان ۽ انوکا تجربا ڪيا آهن. ان سلسلي ۾ شيخ اياز مڙني جو مهندار آهي. هن ڪيترن هنڌن تي غزل جي سٽاءُ ڪي ٿي بدلائي ڇڏيو آهي. ان هوندي به سندس ڪيترائي پيارا غزل ملن ٿا، جن ۾ غزل جو روح جهلڪندو نظر اچي ٿو. ان سلسلي جي غزل جي ٻين شاعرن مان سنڌ ۾ تنوير عباسي، استاد بخاري، نياز همايوني، شمشيرالحيدري، عبدالڪريم گدائي، محسن ڪڪڙائي، امداد حسيني، ايازا گل ۽ واجد جا نالا قابل ذڪر آهن ۽ هن ۾ نارائڻ شيام، ايم ڪمل ۽ ٻيا غزل جا وڏا شاعر آهن.

هر صنف جي پنهنجي خصوصيت ۽ مزاج هوندو آهي. اهڙيءَ طرح غزل جو سڀاءُ ۽ ساءُ پنهنجو آهي؛ جيڪڏهن ان کي بگاڙيو ويندو، ته ان جو روح فنا ٿي ويندو. اهڙو تجربو غزل لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندو.

# سنڌي شاعريءَ جون جديد صنفون

انگريزن اچڻ کان پوءِ مغربي تهذيب سان گڏ مغربي ادب جو اثر به ظاهر ٿيو. اهي اثرات ۽ رجحانات جيئن پوءِ تيئن گهرا ۽ گهاٽا ٿيندا ويا. مغربي ادب جي اقدار ۽ رجحانات مضمون ۽ مقصديت ۾ به جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي، ته فني سٽائن ۾ نواڻ ۽ تبديلي به آندي. نه فقط ايترو، پر نئين پيدا ٿيل سنڌي ادب، سنڌي تهذيب ۽ سنڌ جي رهاڪن جي سوچ ۾ به ڦيرو آندو.

مغربي ادب ۽ ان جي رجحانن کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي، ته مغربي ادب جي صنفن جي اڀتارڪئي وڃي. جيڪي وقت بوقت سنڌي ادب تي اثر انداز ٿيون آهن.

## نظم:

سڀ کان پهريائين شمس العلماء مرزا قليچ بيگ انگريزي نظمن جو سنڌي ۾ منظوم ترجمو عروضي شاعري ۾ ڪيو. ان وقت تائين مغربي نظم جون صنفون پنهنجي فني خوبين سان وجود ۾ نه آيون هيون. ٿوري وقت کان پوءِ مغربي نظم جون صنفون به سنڌي ادب ۾ ظاهر ٿيون. انهن صنفن جو جدا جدا تفصيل هت هيٺ ڏجي ٿو:

## بي قافيه شعر:

انگريزيءَ شاعريءَ جي هڪ صنف آهي "بلئنڪ ورس". ان ۾ وزن ته رکيو ويندو آهي، پر قافيه جو لحاظ نه رکيو ويندو آهي. يعني بي قافيه موزون شعر. انهيءَ ڪري اسان هن قسم جي صنف کي "بي قافيه شعر" سڏيون ٿا. هي صنف جيتوڻيڪ انگريزيءَ شاعريءَ جي ذريعي اسان وٽ آئي آهي، تڏهن به هن جا اهڃاڻ اسان جي قديم ادب ۽ لوڪ ادب ۾ به ملن ٿا. اسان جي لوڪ گيتن جهڙوڪ: سهري، هو جمالو ۽ لوليءَ جي قديم نمونن ۾ قافيه جو خيرڪو لحاظ رکيو ويندو هو. البته ماڻ جو خيال ڪيو ويندو هو، جيتوڻيڪ ان ۾ ڪٿي داٽي جي گهٽ وڌ هجڻ جي گنجائش هوندي هئي.

خود الف اشباع وارو ڪلام، جنهن جو وڏو ذخيرو اسان وٽ موجود آهي؛ بي قافيہ شعر جوئي هڪ نمونو آهي، ڇاڪاڻ جو پويان هرويرو "الف" ملايو وڃي ٿو. سنسڪرت ۾ بي قافيہ شعر ملي ٿو. گيتا جو اصلي نسخو بي قافيہ اشعار ۾ آهي.

هيءَ صنف انگريزي شاعريءَ ۾ پهريون ڀيرو هينري هائورڊ سري (54-1517ع) شروع ڪئي. هن لئٽن شاعر "ورجل" (57-1554ع) "جي آئيفيلڊ" جو ترجمو بي قافيہ شعر ۾ ڪيو آهي؛ ڇاڪاڻ جو خود "ورجل" جو نظم بي قافيہ هو. ان کان پوءِ شيڪسپيئر (1616ع-1564ع) هن صنف تي ڪجهہ طبع آزمائي ڪئي. ان کانپوءِ ملٽن (74-11608ع) هن صنف تي ڪافي تجربا ڪري، هن کي وسعت ۽ همہ گيري بخشي ۽ سنواري سينگاري پيش ڪيو. هو "پئرادائيز لاسٽ" جي منڍ ۾ بي قافيہ شاعريءَ جي تعريف هن ريت بيان ڪري ٿو:

"هن انگريزي رزميہ شاعريءَ جو وزن قافيي بنا ڪم آندل آهي، جيئن يوناني ٻوليءَ "هومر" جو ۽ لئٽن ۾ "ورجل" جو؛ ڇاڪاڻ جو شعر يا سٺي نظم لاءِ قافيو ضروري اضافو يا سچو سينگار ڪونهي. خاص طرح سان طويل نظمن ۾ ردي مضمون ۽ جڏي وزن جي پورائيءَ لاءِ قافيو جهنگلي زماني جي هڪ ايجاد آهي...... قافيو باشعور ڪنن لاءِ هڪ خسيس شيءِ آهي، جنهن ۾ سچي موسيقيءَ واري موج ڪانهي؛ بلڪ اهو هڪ جهڙين پڇاڙين جو جنهجهڻ جهڙو آواز آهي."

ڊاڪٽر جانسن وري بي قافيہ شاعريءَ کي خوب ننديو آهي. سندس نظر ۾ بلئنڪ ورس ۾ نہ تہ نثر واري رواني ۽ نہ موزون مصرع وارو ترنم ٿئي ٿو. اردوءَ ۾ ڪيترن اديبن هن صنف جي فائدي ۾ ۽ برخلاف لکيو آهي. سنڌي ۾ هن صنف تي گهڻو تجربو نہ ٿيو آهي. ڪن ٿورن شاعرن تمام ٿورا بي قافيہ شعرلکيا آهن. هن ڏس ۾ شيخ عبدالرزاق راز ۽ شعبان بخت جا بي قافيہ شعر شايع ٿيا آهن. "راز" جو رحمت للعالمين، جو "نئين زندگيءَ" جي سيرت النبي نمبر ۾ ڇپيو؛ بهترين تجربو چئي سگهجي ٿو. شعبان بخت پنهنجي بي قافيہ شعرن ۾ سماج ۽ ماحول جي اوڻاين جو پر اثر نقشو چٽيو آهي.

قافيو، شاعر جي خيالات، جذبات ۽ قوت بيان جي تاثير ۾ شدت پيدا ڪري ٿو، قاريءَ جي جمالياتي لذت ۾ اضافي جو باعث ٿئي ٿو؛ ۽ نظم جي ترڪيب، تعمير ۽ مصرعن جي باهمي ربط ۽ اتحاد ۾ قافيي ڪان بي نظير مدد ملي ٿي. قافيي جي اهميت نه صرف انهيءَ ڪري آهي، ته هو موسيقيءَ جي ڪنجي آهي؛ پر شعر جي مضمون ۽ شاعر جي اظهار جي طريقي تي به هُن جو گهرو اثر آهي. ان هوندي به هي هڪ اتفاقي ۽ ضمني عنصر آهي. اهوئي سبب آهي، جو جنهن شاعر کي خدا جي ذات آهي، ان جي آڏو قافيو هڪيو حاضر رهي ٿو. سنڌي شاعريءَ جي مزاج جي لحاظ کان بي قافيه نظم جيتوڻيڪ ايترو ڪامياب ٿي نه سگهندو، تڏهن به جيڪڏهن ان ۾ رواني، بي ساختگي ۽ آهنگ قائم رکيو ويندو، ته هڪ نئين شيءِ جو اضافو ٿيندو.

## آزاد نظم:

ويهه سال کن اڳ ترقي پسند تحريڪ سنڌي ادب تي اثرانداز ٿيڻ شروع ٿي. شاعرن جي هڪ ٽولي ڪر کڻي چيو، ته اسان کي مڪمل آزادي گهرجي؛ پوءِ اها روايت کان آزادي هجي، يا اسلوب کان - نون موضوعن جي تلاش، نون اسلوبن جي جستجو ۽ اظهار خيال جي نون طريقن جي فڪر ڏانهن ڌيان ڏنائون، ۽ نئين شعور جو ادراڪ حاصل ڪيائون. اهڙيءَ طرح سندن تجرباتي فڪر سنڌي شاعريءَ کي نين صورتن کان متعارف ڪرايو؛ ۽ آزاد شاعريءَ جو استعمال شروع ٿيو. هن کي انگريزيءَ ۾ "فري ورس" چيو ويندو آهي.

آزاد نظم ۾ نه صرف قافيي کان آزادي آهي، پر وزن ۾ به آزادي آهي. ائين نه آهي، ته وزن رکتو ئي نه آهي، جيئن ڪيترا سنڌي شاعر آزاد نظم لکي رهيا آهن. پر هڪ رڪن کڻي، ان جو مختلف مصرعن ۾ مختلف انداز آڻي سگهجي ٿو. انگريزي شاعريءَ ۾ آزاد نظم جو اوائلي نمونو " ڪنگ جيمس ورشن" جي بائيبل جي ترجمي ۾ ملي ٿو؛ پر ان ۾ ردم ڪونهي، جو آزاد نظم جو اهم جزو سمجهيو وڃي ٿو. هن صنف کي وڏي ترقي آمريڪن شاعر "والٽ وائيٽ من" ڏني.

سنڌيءَ ۾ آزاد نظم ڪيترن ئي شاعرن لکيو آهي جهڙوڪ: شيخ راز،

شيخ اياز، نارائڻ شيام، شمشير الحيدري، امداد حسيني وغيره. پر موجوده دور ۾ نئين ٽهي جي شاعرن جو لکيل اڪثر آزاد نظم ڪسو ۽ ڦڪو آهي، نہ آهي منجهس شعريت، نہ موزونيت، نہ رنگيني، نہ ترنم. البت ڪن شاعرن جي آزاد شعر ۾ هڪ لطافت ۽ نزاڪت آهي، رواني ۽ بي ساختگي آهي، ۽ داخلي واردات ۽ خارجي اثرات جي ترجماني آهي. ان ڪان سواءِ جدت ۽ انفراديت بہ ملي ٿي. ان هوندي بہ گهڻن شاعرن جو آزاد نظم تہ نہ آهي، پر بي ترتيب ٽڪرا آهن، جن کي نہ نظم چئي سگهجي ٿو، ۽ نہ نثر.

انگريزيءَ جي هن شاعريءَ جو محرڪ زياده تر فرانس جي رمزوي ادب هو، جنهن جو بنياد "ميفارج"، رمباؤ ۽ لين وڏو ۽ پوءِ تمثيل نگار" باڊيسر" ان کي آزاد شاعريءَ جي هيئت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو. هوندن تہ انگريزي ۾ آزاد نظم جو بنياد گهڻو اڳ سرٿامس برائون ۽ ميٿيو آرنولڊ جي ئي زماني ۾ پئجي چڪو هو، پر ان جي تعميرمهاڀاري لڙائي کان پوءِ جيڪا ہي ترقيءَ جي لهر آئي، اها ڪجهہ مختلف هئي، جنهن ايهام، اشاريت ۽ رمزيت کي بہ پاڻ سان آندو. مغرب جي ڪن شاعرن تہ ان ۾ ايترو غلو ڪيو، جو انهن جي شاعري آخرڪار معمو بنجي ويئي. ان ڪانپوءِ جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي تہ آزاد نظم جو فاشيت ۽ اشتراڪيت جي نظرين سان بہ تصادم ٿيو.

مطلب تہ انگريزي شاعريءَ ۾ فن توڙي مضمون جي لحاظ کان هيءَ شاعري جدت ۽ انفراديت پيش ڪري ٿي. شاعرن هن ۾ هر لحاظ کان نوان رنگ روپ ڀرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انگريزيءَ ۾ "بلئنڪ ورس" ۽ "فري ورس" جون جدا جدا فني خوبيون آهن؛ پر سنڌيءَ ۾ ڪيترا صاحب ڪابہ تميز قائم نہ ٿا رکن. نہ فقط ايترو، پر ڪيترائي آزاد نظم لکندڙ تہ آزاد نظم جي فن کان بلڪل اڻ واقف آهن. هنن فقط بي راه رويءَ کي آزاد نظم سمجهيو آهي، حالانڪ آزاد نظم جا بہ ڪي اصول آهن، جن جي پيروي لازمي آهي. پهريائين پهريائين آزاد نظم محترم عبدالرزاق "راز" لکڻ شروع ڪيو، جيڪو نهايت پختگيءَ سان آزاد نظم لکندو رهيو.

## نثري نظم:

هن دور ۾ آسڪروائيلڊ (Prose Poems) جي اثر هيٺ نثر جي هڪ نئين صنف وجود ۾ آئي آهي، جنهن کي "ادب لطيف" يا" نظاماڻو نثر" جو نالو

ڏنو ويو آهي. ڪن شاعرن هينئر انهي نظماڻي نثر کي ”ازراپائونڊ“ جي اثر هيٺ ”آزاد نظم“ ڪوٺڻ شروع ڪيو آهي؛ حالانڪه نظم لاءِ شاعرانه تاثر سان گڏ فني اصولن جي پابندي به انتهائي ضروري آهي؛ ورنه نظم ۽ نثر ۾ ڪابه تميز قائم رکي نه سگهبي.

هن صنف کي هينئر نثري نظم چيو وڃي ٿو. شيخ اياز جا لکيل نثري نظم فن، فڪر، رواني ۽ موزونيت جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ اهميت رکن ٿا.

## سانيٽ:

انگريز شاعريءَ جي هيءَ هڪ مقبول عام صنف آهي، جنهن ۾ 14 مصرعون ٿين. پهريائين اٽالين شاعريءَ ۾ موجود هئي. 16 صديءَ ۾ انگريزي شاعري ۾ رواج ۾ آئي؛ ۽ هن وقت تائين انگريزيءَ جي بلند پايه شاعرن هن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي.

انگريزي شاعريءَ ۾ سانيٽ ٽن قسمن جو آهي. هڪ ”پيٽرارچن“ يا ”اٽالين سانيٽ“ جو اٽليءَ جي مشهور سانيٽ جي شاعر ”پيٽرارچ“ جي نالي پٺيان مشهور آهي. هن جون 14 مصرعون هن طرح ورهايل آهن: ”پهريائين چئن چئن سٽن جا ٻه بند ٿين، جن ۾ پهرين ۽ چوٿين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين. ٻئي حصي جون ڇهه مصرعون وري هن طرح آهن: پهرين ۽ چوٿين مصرع پاڻ ۾؛ ۽ پنجين، ٽين ۽ ڇهين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين. يا پهرين، ٽين ۽ پنجين مصرع پاڻ ۾ ۽ ٻي، چوٿين ۽ ڇهين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين.“

سانيٽ جو ٻيو قسم آهي ”شيڪسپيئرن سانيٽ“، جنهن جي ترتيب هن طرح آهي:

”پهريائين چئن مصرعن جا ٻه بند اڳين قسم جي سانيٽ جي پهرين ٻن بندن جهڙا ٿين، باقي پوين ڇهن مصرعن مان پهرين ۽ ٽين مصرع پاڻ ۾؛ ٻي ۽ چوٿين مصرع پاڻ ۾؛ ۽ پويون ٻه مصرعون وري پاڻ ۾ هم قافيه ٿين.“

ٽيون قسم ”اسپينسرين سانيٽ“ نه آهي، جو ”اسپينسر“ اموتي استعمال ڪيو آهي. هي قسم گهٽو رواج ۾ ڪونهي. هن جي ترتيب هن ريت آهي:

”پهرين ۽ ٽين مصرع پاڻ ۾ ؛ ٻي، چوٿين پنجين ۽ ستين مصرع پاڻ ۾؛ ڇهين، اٺين، نائين ۽ يارهين مصرع پاڻ ۾؛ ۽ تيرهين ۽ چوڏهين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿين.“ـ

سنڌيءَ ۾ فقط ”شيڪسپيئرن سانيٽ“ تي تجربا ڪيا ويا آهن؛ سو به تمام ويجهڙائيءَ واري زماني ۾. هن ڪي ڪن سنڌي شاعرن ”چوڏس“ جو نالو به ڏنو آهي، جو شايد گجراتيءَ تان ڪنيل آهي. هن ڏس ۾ جن شاعرن قدم کنيو آهي، انهن مان شيخ اياز، هري دلگير ۽ نارائڻ شيام ڪي گهڻي قدر ڪاميابي حاصل ٿي آهي.

## ترائيل:

هي پڻ گذريل ٿورن سالن کان سنڌي شاعريءَ ۾ شمار ٿئي ٿو. هي فرانس جو هڪ مقبول نغمو آهي. انگريزي شاعرن به اتان ورتو آهي. هن جو اصل نالو آهي ”ترئليٽ“ Triolet.

سڄو نظم اٺن سٽن جو ٿئي ٿو. پهريائين ٽن مصرعن جو بند ٿئي، جنهن ۾ پهرين ۽ ٽين مصرع پاڻ ۾ هم قافيه ٿئي؛ ۽ ٻي مصرع جو قافيو جدا ٿئي. وچ تي به سٽون وري پاڻ ۾ هم قافيه جدا ٿئي. وري ٽن سٽن واري پهرين بند جي پهرينءَ سٽ سان وري هم قافيه ٿين. پوين ٽن سٽن مان وري پهرين ۽ ٽين مصرع پاڻ ۾ به هم قافيه ٿين ته پهرين ٽن سٽن واري پهرين بند جي پهرينءَ سٽ سان وري هم قافيه ٿين. پوين ٽن سٽن مان وري پهرين ۽ ٽين مصرع پاڻ ۾ به هم قافيه ٿين ته پهرين ٽن سٽن واري بند جي ٻيءَ مصرع سان به هم قافيه ٿين. هن پوئين بند جي ٻي مصرع، پهرين بند جي پهرينءَ ۽ ٽينءَ مصرع سان هم قافيه به ٿئي ۽ وچين ٻن سٽن سان هم قافيه به ٿئي. هن مان اوهان کي ڏسڻ ۾ ايندو، ته هڪ ته بند ٽن ٽن سٽن جا ٿين، ٻيو وري ٻنهي بندن ۾ ٽي مصرعون جدا جدا ترتيب سان پاڻ ۾ هم قافيه ٿين. ان کان سواءِ پهرين مصرع ٽي دفعا ورجائي به ويندي آهي. يعني اٺن سٽن مان پهرين، چوٿين ۽ ستين مصرع ساڳي هوندي. انهيءَ ٽڪهٽ تي نالو ”ترائليٽ“ پيو آهي.

هن نظم جي فنڪاري اها آهي، جو پهرين مصرع ٽي دفعا اهڙي طرح

آڻجي، جو هر واري سان سياويڪ ۽ ضروري محسوس ٿئي. اهو صرف تڏهن ئي ٿي سگهندو، جڏهن هر دفعي ان جي معنيٰ جو ڪو نئون پهلو اجاگر ڪيو وڃي، يا ان ۾ سمايل جذبي کي وڌيڪ گهرو ڪيو وڃي، يا منجهس لڪل طنز کي وڌيڪ چٽيندڙ ڪيو وڃي. هن صنف تي سنڌيءَ ۾ ڀرپور تجربو هري دلگير ڪيو. هن 1954ع ۾ 2 ترائيل لکي، سنڌيءَ ۾ ترائيل جو آغاز ڪيو. ان کان پوءِ جن شاعرن هن صنف تي تجربا ڪيا آهن، انهن ۾ هريڪانت جي ترائيل جو مجموعو به شايع ٿيو آهي. تازو شيخ اياز به ترائيل لکيا آهن. ان کان سواءِ نارائڻ شيام، استاد بخاري پڻ ترائيل لکيا آهن.

## هائڪو:

سنڌيءَ ۾ هائڪو به لکيا وڃن ٿا. هيءَ صنف جاپان جي آزاد شاعريءَ آهي؛ جنهن ۾ رديف ۽ قافيه جي ڪابه پابندي ڪانهي؛ پر هو خيالات جي تجزيي ۾ معنوي وسعت کي هٿان نه ٿا ڇڏين. جپانين وٽ ان قسم جا نظم طويل به هوندا آهن، ۽ مختصر به. پر وڌيڪ ڪامياب اهي ئي سمجهيا ويندا آهن، جيڪي باوجود مختصر هجڻ جي وسيع جذبات وارا هجن، مثلا اتان جي هڪ شاعره پنهنجي ننڍڙي ٻارجي موت جو مرثيو فقط هڪ مصرع تي مشتمل لکيو آهي، چوي ٿي:

"اڄ منهنجو ٻار تتر جي پوئتان لڳي پري نڪري ويو."

اسان وٽ عام طرح ٽن مصرعن وارا هائڪو لکيا وڃن ٿا. تنوير عباسي ۽ ولي ڏائود پوٽو مرحوم "هائڪو" ۾ سنا ۽ ڪامياب تجربا ڪيا آهن. موجوده دور ۾ "ٽيڙو" نالي هڪ صنف وجود ۾ آئي آهي، جنهن جي سٽا هائيڪو جهڙي آهي، ميانوالي جي سرائڪي شاعرن هن صنف کي "سرائڪو" نالو ڏنو آهي. نئين ٽهيءَ جي شاعرن "ٽيڙو" تي گهڻي طبع آزمائي ڪئي آهي. پر سنڌي ۾ نارايڻ شيام سڀ کان پهرئين هن صنفاتي طبع آزمائي ڪئي ۽ نارايڻ شيام ئي سنڌي ۾ بهترين هائڪو لکيا اهن، جن کي هن تصويرون" عنوان ڏنو آهي. ان کان سواءِ شيخ اياز، استاد بخاري، طارق عالم ابڙي ۽ ٻين شاعرن پڻ هائيڪو لکيا آهن.

# داستان گوئي ۽ سنڌي ادب ۾ داستان

## داستان گوئي:

انگريزن جي اچڻ کان پوءِ اسان وٽ ناول لکڻ جو رواج پيو. ان کان اڳ ۾ قصن ۽ لوڪ ڪهاڻين جو رواج هو، جو پوءِ به قائم رهيو.

لوڪ ڪهاڻي يا ڳالهه ۾ ڪا هڪ آڪاڻي هوندي آهي، جيڪا ڪڏهن مختصر، ته ڪڏهن طويل هوندي آهي. داستان ۾ هڪ مرڪزي قصو هوندو آهي، جيڪو طويل هوندو آهي، ۽ ان ۾ ڳالهه مان ڳالهه نڪرندي ويندي آهي- يعني مرڪزي قصي کان سواءِ وچ وچ تي ٻيون به ننڍيون وڏيون آڪاڻيون هونديون آهن، جيڪي زنجير جي ڪڙين وانگر هڪ ٻي سان جڙيل ۽ ڳنڍيل هونديون آهن. قصي جي طوالت، داستان جي فني خصوصيت آهي- قصي ۾ ايڏي دلچسپي هوندي آهي، جو طوالت جي باوجود طبيعت تي بارمحسوس نه ٿيندو آهي. پاڻ دل چاهيندي آهي، ته قصو هڪ نشست ۾ پڙهي پورو ڪجي.

داستان جو سمورو قصو تخيل جي پرواز جو نتيجو هوندوآهي، جنهن جو حقيقي زندگيءَ سان واسطو نه هوندو آهي- مافوق الفطرت ڪردار هوندا آهن، ۽ غير قدرتي ڳالهيون بيان ڪيون وينديون آهن. ان جي باوجود قصي جو انسان جي زندگي ۽ فطرت سان ڪونه ڪو تعلق ضرور هوندو آهي. پر اهو گهڻو پراڻهون هوندو آهي. داستان ۾ زندگيءَ جي تصوير به هوندي آهي، پر ان جو تعلق حال سان گهٽ، ماضي بعيد سان وڌيڪ هوندو آهي- داستان ۾ اهڙي دنيا بنايل هوندي آهي، جنهن ۾ مرڪزي ڪردار انسان هوندو آهي، جيڪو ڪڏهن پريشان هوندو آهي، ته ڪڏهن مشڪلاتن ۾ مبتلا هوندو آهي. آخر ۾ هر مشڪل تي فتح پائيندو آهي- ۽ ڪاميابين ۽ ڪامرانين سان همڪنار ٿيندو آهي.

داستان ۾ ڪردار نگاري نه هوندي آهي، ڇاڪاڻ جو مڪ انساني ڪردارن ڪي غير معمولي گڻن وارا انسان ڪري ڏيکاريو ويندو آهي. انساني ڪردار سان گڏ، داستان ۾ مافوق الفطرت ڪردار به هوندا آهن، جهڙوڪ:

ديو، پريون، جن، ڀوت، جادوگراڻيون وغيره. انهن جون غير معمولي خصوصيتون ڏيکاريون وينديون آهن، انهن مان ڪنهن خاص پريءَ ڪي داستان جو مک ڪردار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. يا وري ڪا ٻي شيءِ جهڙوڪ: گل- ٻوٽي يا ڪا ٻي شيءِ مافوق الفطرت ڪردارن جي قبضي مان حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندوآهي.

مافوق الفطرت ڪردار ۽ ٻيا واقعا ۽ ڳالهيون مک ڪردار جي راه ۾ وڏيون مشڪلاتون۽ رنڊ ڪون پيدا ڪندا رهندا آهن. پر مک ڪردار هر ڳالهه ڪي منهن ڏيندو آهي ۽ وڏين ڪان وڏين طاقتن جو مقابلو ڪري، آفتن جي اڙاهه مان بچي نڪرندو آهي، ۽ آخر ضرور ڪامياب ٿيندو آهي.

جڏهن ڪان انسان سمجهه سان ٿيو آهي، تڏهن ڪان داستان يا قصي وجود ورتو آهي ۽ انسان سان لڳو ٻڌو اچي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو داستان ۾ انسان جي ذهني ارتقاء ۽ تهذيب جي ترقيءَ جون مختلف منزلون مليل جليل نظر اينديون. داستان يا ڳالهه ۾ اسان کي هر دور جي ذهني معيار جا اهڃاڻ نظر ايندا. روح بابت ابتدائي نظريو اهو هو ته روح جدا جدا پوش پائي نون نون روپن ۾ اچي ٿو. ان کي جوڻ يا آواڳون يا تناسخ چيو ويندو آهي. هي نظريو قديم يونان، قديم مصر، قديم عراق ۽ قديم هندوستان ۾ موجود هو. داستان کي جانچي ڏسنداسين، ته اسان کي جوڻ جي قسم جون ڪيتريون ئي ڳالهيون نظر اينديون. خود مافوق الفطرت عنصر، انسان جي اوائلي ذهني معيار جي نشان دهي ڪري ٿو، جڏهن انسان ديوتائن ۽ ديوين جي مذهبي چڪر ۾ ڦاٿل هو.

انسان تنوع پسند هوندو آهي. هن جون بيشمار خواهشون ۽ تمنائون هونديون آهن. هو ڪيڏا به هٿ پير هڻندو آهي، پر پنهنجون سموريون سڌون پوريون ڪري نه سگهندو آهي. انهي ڪري شعوري توڙي لاشعوري طور هو ڪيترين ڳالهين جو کوٽ محسوس ڪندو آهي. يعني داستان ۾ انسان جي سمورين خواهشن جي ڀرپور تڪميل هوندي آهي. ڪاٺي جو ذڪر آيو ته جيڪي به ڪاٺي جا قسم ٿي سگهن ٿا، انهن جو تفصيل سان بيان ايندو- باغ جو بيان ايندو ته هر قسم جا گل ٻوٽا، قسمين قسمين جا ميوا بهاريون لڳايون بيٺا هوندا. بازاريون به اهڙيون ڏيکاريون وينديون، جن ۾ هر قسم

جي شيءِ جا انبار هوندا. حسن ۽ عشق جو ذڪر به اهڙي دلفريب انداز ۾ هوندو، جو پڙهندڙ قصي جي ڪردارن ۾ گم ٿي ويندو. اهڙيءَ طرح هر شيءِ جو ذڪر ڀرپور نموني ۽ احسن طريقي سان ڪيل هوندو آهي. ڪابه شي ڇڏيل نه هوندي آهي. انهن ڳالهين جي ڪري داستان سان انسان جي ازلي دلچسپي ۽ وابستگي رهي آهي ۽ رهندي اچي.

## سنڌي ادب ۾ داستان

سنڌ ۾ داستان قصا ۽ آکاڻيون قديم زماني کان مروج آهن. البته ڪتابي صورت ۾ ڇپيل داستان انگريزن جي دور جي پيداوار آهن، جن ۾ گهڻا اردو ۽ فارسي قصن ۽ داستانن جا ترجما آهن. اهڙي قسم جو پهريون ڇپيل قصو "طوطي نامہ سنڌي" آهي؛ جيڪو پهريون ڀيرو ۱۸۵۴ع ۾ ڇپيو، ۽ پوءِ به ڀيرا چار ڀيرا ڇپيو. هي داستان حيدربخش جي اردو طوطا ڪهاڻي تان گل محمد ۽ حبيب الله ترجمو ڪيو هو. ساڳيو قصو 1862ع ۾ اڏارام ٿانور داس هندي ڇاپي تان ترجمو ڪري ڇپايو. 1890ع ۾ ٻيو دلچسپ قصو گلِ بڪاولي ڇپيو. هي قصو اصل ۾ فارسي ۾ عزت الله بيگ جو لکيل هو، جنهن جو اردو ترجمو منشي نهال چند ڪيو هو. سنڌي ترجمو احمد خان جلباڻي ڪيو. 1892ع ۾ الف ليليٰ ۽ حاتم طائي جا ترجما به ڇپيا. حاتم طائي جو قصو به حاجي امام بخش خادم جو ترجمو ڪيل هو. اهي قصا پوءِ به وقت به وقت ڇپبا رهيا. 1982ع ۽ 1893ع ۾ ٻيا به ڪجهه قصا ڇپيا، جهڙوڪ: بهرام گور؛ قصو ڪبر جو، قصو راڻي ڪوري جو؛ قصو نڱ جو؛ ڳڌ ڏهه قصا، قصو انڌيرنگري، قصو ممتاز جوّ، سوداگر مينا، قصو چنونءَ جو، قصو منوچهر شهزاديءَ جو وغيره. 1902ع ۾ آخوند لطف الله جو لاثاني ۽ لافاني داستان 'گل خندان' ڇپيو. هي داستان اردو جي مشهور قصن جي ڪتاب "فسانئہ عجائب" جي هڪ قصي جو آزاد ترجمو آهي. فسانئہ عجائب مرزا رجب علي بيگ سرور (وفات 1867ع)، ميرا من دهلوي جي ڪتاب "باغ و بهار" (چار درويش) جي جواب ۾ سنہ 1240هجري ۾ لکيو. مصنف، داستان جو پلاٽ اردو داستان جي مختلف حصن تان اخذ ڪري هڪ خاڪو تيار ڪري؛ ان تي ويهي پنهنجا جوهر ڏيکاريا آهن. پلاٽ جي ماهيت نهايت

وزنُ دار، موزون ۽ دلچسپ آهي. سنڌي مترجم ان کي نهايت سهڻي نموني نڀاهيو آهي. داستان جي انداز بيان ۾ ايڏي تہ دلڪشي ۽ نواڻ پيدا ڪئي اٿس، جو "گل خندان" سنڌي ڪلاسيڪل ادب جو شاهڪار شمار ٿئي ٿو.

اهڙي قسم جا داستان پوءِ بہ لکيا ۽ ترجما ٿيندا رهيا. خود سنڌي غزل جي باڪمال شاعر مير عبدالحسين سانگي بہ قصا لکيا آهن، جهڙوڪ: قصهٔ دلچسپ، قصهٔ گل رنگ و گل اندام (1904ع) وغيره. عربي جو مشهور قصو "امير حمزه" بہ اردو تان سنڌي ۾ ترجمو ڪيو ويو، تہ ڪيترائي ڀيرا ڇپيو. سو قصو قاضي عبدالغفور هالائي ترجمو ڪيو هو. "گل صنوبر" ۽ "سيف الملوڪ" ۽ "بديع الجمال"، قصا بہ اردو تان ترجمو ڪيا ويا، جيڪي اصل ۾ فارسي قصن تان ورتل ۽ ترجمو ڪيا ويا هئا. ڪترن ئي لوڪ ڪهاڻين ۽ عوامي آکاڻين کي قلم بند ڪري ڇپايو ويو، جهڙوڪ: ٽوپي پڳ، ڪئو ٻلي، سونهن، ڪڇڻي ماني وغيره.

مشهور اديب ۽ شاعر محمد صديق مسافر جا بہ ڪجهہ قصا لکيل آهن. 1909ع ۾ "ممتاز دمساز" لکيائين، جيڪو اردو قصي تان ترجمو ٿيل آهي. هي قصو اصل ۾ فارسي قصي "مهرور بانو" تان ورتل آهي. ان کانسواءِ مسافر مرحوم جو لکيل قصو "گلبدن" بہ ڇپيل آهي. طبعزاد داستانن ۾ فقير محمد عاجز جو "گلشن بهار" قابل ذڪر آهي.

انهن سڀني قصن مان "گل خندان" مڙني کان مٿانهون آهي؛ جيڪو اسلوب بيان جي نواڻ جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. هن ۾ مسجع ۽ مقفيٰ نثر جا نهايت سهڻا مثال ملن ٿا. ان کان پوءِ "گلشن بهار" ۽ سانگي مرحوم جي قصن جو ادبي درجو آهي.

# ناول نگاري

## ناول:

جذبي جي زيراثر انساني لاهين چاڙهين جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هڪ عام انسان جي زندگيءَ جي تصوير هوندي آهي. ناول جو انسان نہ غير معمولي آهي ۽ نہ غير معمولي فضا ۾ هلي چلي ٿو. هو هڪ سڌوسنئون انسان آهي، جو معمولي جذبات ۽ تاثرات جي تابع آهي. ناول، ڊرامي کان بہ مختلف آهي. ڇاڪاڻ تہ ڊرامي ۾ زندگيءَ جي ترجماني عمل سان ۽ ناول ۾ بيان سان ڪئي ويندي آهي.

ناول جي مقصديت بابت "قلب هيڊرسن" پنهنجي مشهور ڪتاب "اڄوڪو ناول" 'The Novel of Today' ۾ لکيو آهي: "اها مڃيل ڳالهہ آهي تہ عظيم ترين ناول جو مقصد جيئن هميشہ رهيو آهي؛ اڄ بہ انسانيت جو انقلاب آهي؛ جيئن ان انسانيت جي انقلاب مان سماج کي بدلائي سگهجي."

ان مان معلوم ٿيندو تہ، ناول نگار پهريائين ڪو مقصد، ڪو پيغام رکي؛ اهو آڪاڻيءَ جي تاثر جي ذريعي، ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

ناول، اطالوي زبان جو لفظ آهي، جنهن جي اصل شڪل "Novella" آهي. فرانس ۾ سموري افسانوي ادب کي انهيءَ نالي "Novella" سان سڏيو ويندو آهي. انگريزي ادب ۾ جيڪي مختصر ناول لکيا ويا آهن، انهن مان ورجينا وولن جا ڪي ناول خاص اهميت رکن ٿا، جهڙوڪ: (The light house) "روشنيءَ جو منارو" ۽ "لهرون" (The Waves)، هنن مختصر ناولن مان رازداري ۽ پوشيدگيءَ جي انداز سان گڏ نغماتي ڪيفيت جو پڻ احساس ٿئي ٿو. طويل ناولن ۾ جيمس جوائس جو ناول "يوليسس (Ulysses) هڪ بهترين ناول آهي. انگريزي ناول جا موجد "رچرڊ سن" ۽ فيلڊنگ" آهن. انگريزي ۾ پهريون ناول جو جديد تقاضائن موجب لکيو ويو، اهو سيموئيل رچرڊ سن (1689-1761ع) جو (Palmels of virtue rewarded) آهي، جو هن 1740ع ۾ لکيو. ان کان متاثر ٿي "هينري فيلڊنگ" (1707-54ع) سن 1741ع

۾ "Apology for the life of Mrs: Shamela Andrues" لکيو. ان کان پوءِ هن ٻيا بہ ڪيترا ناول لکيا. فيلڊنگ ناول جي فن کي " ڪامڪ ايپڪ " سڏيو آهي؛ چاڪاڻ جو هن ايپڪ شاعري ۽ ڪاميڊيءَ جي فن کي هڪ هنڌ ملائي پيش ڪيو. انهيءَ ڪري ناول نگار لاءِ انهن ٻنهي فن جي روايتن جو لحاظ رکڻ ضروري ٿي پيو. ناول جو ابتدائي صورتون "اسپين جي تصنيف" 'ڊان ڪئڪزوٽ' يا ڪجهہ فرانسيسي تصنيفون مڃيون وڃن ٿيون، تڏهن بہ هن فن جي ابتدائي مڪمل صورت ارڙهين صدي جي انگلنڊ ۾ ٺي نهي ۽ پوءِ ان جا اثرات سڄي يورپ ۾ ڦهليا. فرانس ۾ اوڻويهين صديءَ جا اهي سمورا ناول نگار، جن کي ناول جي فن جو ماهر سمجهيو وڃي ٿو، انگريزي ناول نويس اسڪاٽ (1771-1832ع) کان گهڻو متاثر ٿيا هئا. روس جي مشهور ناول نگار ٽالسٽاءِ ۽ دوستو فسڪيءَ تي بہ انگريزي آکاڻي نويسن: ڊڪسن ۽ ٻين جو چڱو اثر ٿيو.

## ناول جون فني خصوصيتون:

ناول نگاريءَ ترقي ڪري، باقاعده هڪ فن جي صورت اختيار ڪئي آهي. موجوده دور ۾ ناول ۾ هي عناصر ضروري سمجهيا وڃن ٿا:

### پلاٽ:

ناول جو تعلق واقعن سان آهي، منجهس انهن واقعن جي عڪاسي ڪئي ويندي آهي، جيڪي ڪردارن کي پيش اچن ٿا. پلاٽ واقعن جي ان خاڪي کي چيو وڃي ٿو، جيڪو منڍ کان ناول نويس جي پيش نظر رهي ٿو. قصي جون سموريون دلچسپيون ان جي ترتيب تي مبني آهن. ان مان معلوم ٿيندو تہ پلاٽ ناول جو روح ۽ ان جو اهم ترين جزو آهي. اهوئي سبب آهي، جو بهترين ناول جو پهريون شرط اعليٰ درجي جو پلاٽ آهي.

ان مان واضح آهي تہ پلاٽ جو دارومدار آکاڻي تي آهي. آکاڻيءَ لاءِ خام مواد اهو سنو سمجهيو وڃي ٿو، جيڪو انسان جي زندگيءَ ۽ ماحول مان حاصل ڪيو وڃي ٿو، يعني ناول جو زندگيءَ سان لڳاءُ هئڻ گهرجي. انگريزيءَ جا مشهور ناول نگار: ڊڪسن، ليڪري، ايليٽ ۽ نائينل هاٿورن، جيتوڻيڪ ڪن ڳالهين ۾ هڪ ٻي کان مختلف آهن تڏهن بہ زندگيءَ جي

عڪاسي واري نظريي تي سڀ متفق آهن.

جڏهن آکاڻي ناول جو روپ اختيار ڪري ٿي، تڏهن آکاڻي نٿي رهي. منجهس ناول نگار جي اهليت مطابق ڪيترائي قسم پيدا ٿي وڃن ٿا. هوءَ ڪڏهن بلنديءَ طرف، ڪڏهن اندروني گهرائي طرف، ته ڪڏهن وري ڦهلاءُ طرف وڃي ٿي. ڦهلاءُ ۾ سماج جو وڏو حصو ۽ انساني تاريخ جو نچوڙ، آکاڻيءَ جا جزا بنجي نمودار ٿين ٿا.

ڪن نقادن پلاٽ جا هي ٽي حصا ڪيا آهن: ابتدا، عروج ۽ انتها.

ابتدا مان مطلب آهي: آکاڻي جو آغاز، جتي اسان جو تعارف ڪنهن ڪردار يا واقعي سان اهڙي طرح ڪرايو وڃي ٿو، جو ايندڙ واقعن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳون ٿا. آکاڻي اڳتي وڌندي ويندي، ناول نگار ان ۾ الجهاءُ ۽ اشتياق پيدا ڪندو ويندو، تان جو هڪ اهڙو هنڌ ايندو، جيڪو اسان ۾ انتهائي اشتياق دلچسپي ۽ حيرت پيدا ڪندو. ان کي نقطهء- عروج چوندا آهن. هتان کان پوءِ اُلجهاءُ، سلجهاءُ جي صورت اختيار ڪري ٿو، جيئن ويڙهيل ڏيرو کلڻ شروع ٿيندو آهي. ان کان پوءِ آکاڻي اچي پوري ٿئي ٿي.

ڪن جو وري خيال آهي ته سمورن ناولن لاءِ پلاٽ جي اهڙي ترتيب ضروري نه آهي. ٿي سگهي ٿو، ته ناول جو آغاز ئي نقطهء عروج سان ٿئي ۽ پوءِ خاتمي تائين پهچي وڃي. گهڻو ڪري مختصر ناولن ۾ اها صورت پيش ايندي آهي. گهڻو ڪري ناولن ۾ نقطهء عروج ۽ خاتمو هڪ ٻئي سان ملي ڊرامائي اثر پيدا ڪندا آهن.

تعميري نقطهء نگاهه کان پلاٽ ٻن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي: منظم پلاٽ ۽ غير منظم پلاٽ. منظم پلاٽ ۾ ڪهاڻيءَ جا ترڪيبي جزا هڪٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن. انگريزي ۾ ٽام جانسن ۽ بليڪ هائوس وغيره. انهيءَ قسم جا ناول آهن ته سنڌيءَ ۾ زينت، نورجهان ۽ سندري. غير منظم پلاٽ ۾ ڪهاڻي جا ترڪيبي جزا مختلف واقعن تي مبني هوندا آهن. فقط ڪهاڻيءَ جو هيرو مختلف ٽڪرن کي پاڻ ۾ ملائيندو آهي.

زندگيءَ جي وسعت ۽ گهراين جي لحاظ کان آکاڻي ڪڏهن ڪنهن هڪ فرد جي سموري زندگي تي مشتمل هوندي آهي، جيئن رمين رولان جي ناول ”جين ڪرسٽوفي“ ۾. ڪڏهن اها زندگي جي ڪنهن مختصر دور تائين

هوندي آهي، جيئن ارنيسٽ هيمنگوي جي ناول ”پوڙهو ماڻهو ۽ سمنڊ“ ۾ آهي. وقت يا زماني جي لحاظ کان آکاڻي صدين تائين مشتمل ٿي سگهي ٿي، جيئن ”ورجينا وولف“ جي ناول ”آرلئنڊو“ ۾، جنهن ۾ ايلزبيٿ جي دور کان ويهين صديءَ جي دور تائين زمانو ڏيکاريل آهي. اردو جي مشهور اديبه ”قرة العين حيدر“ جي مشهور ناول ”آگ کا دريا“ جي وقت جي پکيڙ چئن هزارن سالن کان موجوده دور تائين آهي. ڪن آکاڻين جي وقت جي پکيڙ هڪ ڏينهن يا ٿورن ڏينهن تائين محدود هوندي آهي. انهيءَ ڏس ۾ ”جيمس جوائس“ جي ناول ”يوليسس“ ۽ ڪرشن چندر جو ناول ”شڪست“ مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا. مرڪزي خيال جي لحاظ کان ڪي آکاڻيون ايڏيون وسيع هونديون آهن، جو پوري انسانيت انهن ۾ دلچسپي وٺي سگهي ٿي، جئن ”ليوٽالسٽاءِ“ جو مشهور ناول ”جنگ ۽ امن“. ڪن ناولن جي آکاڻي وري اهڙي هوندي آهي، جو ان ۾ فقط محدود طبقي، قوم، مذهب ۽ ملڪ جا ماڻهو دلچسپي وٺندا آهن. انهيءَ ڏس ۾ مذهبي ناول، تاريخي ناول ۽ طبقاتي ناول اچي وڃن ٿا. سنڌي ٻوليءَ ۾ اسلامي تاريخي ناول ۽ راجپوتن، بابت لکيل ناول انهيءَ قسم جي مثال ۾ پيش ڪري سگهجن ٿا.

## 2- ڪردار نگاري:

ناول نگاري جو ٻيو ڳڻ آهي: ڪردارنگاري. هن ۾ گهٽيون ئي ڳالهيون اچي وڃن ٿيون. خاص طرح سان اهو خيال رکيو وڃي ٿو ته ڪردار نگاري جديد فني ۽ جمالياتي اصولن موجب هئڻ گهرجي. ان جي فني سٽا، فضا ۽ ماحول جي رنگينين، فڪر ۽ تخيل جي باريڪ بينين، اسلوب جي رمزيت ۽ اشاريت جي حاصل هئڻ گهرجي. ناول ۾ جتري گهٽي ۽ ڪليل ڪردار نگاري ڪيل هوندي، اوتري ان جي عظمت وڌي ويندي ناول جي هر هڪ ڪردار ۾ پنهنجي انفراديت هوندي آهي؛ انهيءَ ڪري هر ڪردار جي ڪردار نگاري ۾ انهيءَ انفراديت موجب هئڻ گهرجي. ڪردارن جي چونڊ ۾ به وڏو خيال رکيو آهي. جيڪڏهن هڪ ئي وقت گهڻا ڪردار کنيا ويا ته ميلي وارو منظر ٿي ويندو ۽ ڪردارنگاري ايري ۽ اسري نمايان ٿي نه سگهندي. انهيءَ ڪري هڪ مک ڪردار کنيو ويندو آهي، جنهن جي چوڌاري سمورا واقعا پيا

ڦرندا آهن. جيڪڏهن ٻيا ڪردار به آندا وڃن ته انهن جي حيثيت ثانوي هئڻ گهرجي، اهي مک ڪردار جي ڪن ذهني، نفسياتي يا ٻين ڪيفيتن کي ظاهر ڪرڻ ۾ مدد ڪن. ناول ۾ ڪوبه واقعو يا ڪردار بيڪار نه هئڻ گهرجي، ۽ نه ڪا شيءِ فقط دلچسپيءَ کي قائم ۽ برقرار رکڻ لاءِ اختيار ڪئي وڃي.

ناول جا ڪردار انسان آهن، جيڪي خامين ۽ ڪوتاهين به ڪن ٿا ته استقلال ۽ ثابت قدميءَ جو ثبوت به ڏين ٿا. جيڪڏهن ناول جي ڪردارن کي انهن ڳالهين کان مٿاهون ڏيکاريو ويو ته اهي ناول جي خامي آهن. ان جي باوجود اعليٰ درجي جي ڪردار نگاري اها آهي ته هر ڪردار عام انسان هئڻ جي باوجود، صفتن ۽ خصوصيتن ۾ نمايان هجي ۽ ناول ۾ ڪٿي به قاري جي ساڻس ملاقات ٿئي ته اهو هڪدم ڪيس سڃاڻي وٺي. فني لحاظ کان ڪردار نگاريءَ جا ٻه طريقا آهن. پهريون تجزياتي، جنهن موجب ناول نگار پڻ آڪاڻي جي شخصن تي روشني وجهي ٿو. انهن جي جذبن، خيالن ۽ احساسن جي هو پاڻ ئي ترجماني ڪري ٿو. هو انهن واقعن جي تشريح به ڪري ٿو ۽ انهن جي طرز ۽ رويه تي فيصلو به صادر ڪري ٿو. جارج ايليٽ جي ناولن ۾ اهو طريقو اختيار ڪيل آهي. سنڌيءَ ۾ به اهڙي قسم جا ناول آهن. ٻيو ڊرامائي طريقو آهي. هن ۾ ناول نگار پاڻ پري ٿي ويندو آهي ۽ آڪاڻي جي ڪردارن کي اجازت ڏيندو آهي ته هو پاڻ پنهنجي چال چلن تي روشني وجهن. يعني ڪردار، گفتار ۽ عمل جي ذريعي پنهنجي هلت چلت ۽ نقطهٔ نظر واضح ڪندا آهن. نه فقط ايترو، پر هر هڪ ڪردار، ٻي ڪردار بابت پڻ پنهنجي راءِ ظاهر ڪندو آهي. ان ڪانسواءِ ڪردارن جي واتان اعليٰ فڪر جا نڪتا، زندگيءَ جا مسئلا، سماج جو اوڻايون ۽ ان تي تنقيد، پنهنجو مقصد ۽ نظريو بيان ڪرائي سگهجن ٿا، پر جيڪڏهن ان سلسلي ۾ طوالت اختيار ڪئي ويئي ۽ ڪردارن جي مڪالمن وعظ ۽ ليڪچر جي صورت اختيار ڪئي ته ناول جي فن کي ڌڪ لڳندو. ڪن ناولن ۾ انهن ٻن طريقن مان ڪو هڪ طريقو اختيار ڪيل هوندو آهي، ڪن ۾ وري ٻئي گڏ ايندا آهن. اڪثر ناول نگار اهي ٻئي طريقا گڏ آڻيندا آهن.مڪالمن جي سلسلي ۾ ٻوليءَ جو سوال نهايت اهم آهي. مڪالمن جي ٻولي ڪردارن جي لياقت ۽ حيثيت موجب هئڻ گهرجي. فضا ۽ ماحول جو رومانوي انداز ۾ بيان ڪرڻ ناول جي خاص خوبي

آهي. ڪردارن تي فضا ۽ ماحول جو اثر اڻ ٽر آهي. پس منظر کان سواءِ ناول ائين هوندو، جيئن هڪ خوبصورت تصوير پس منظر کان سواءِ هوندي آهي. انهيءَ ڪري ڪردارن جي عادتن جي وضاحت لاءِ فضا ۽ ماحول کان مدد ورتي ويندي آهي. ان کي سٺي نموني نڀائڻ لاءِ ناول نگار جي قوت مشاهده تيز هئڻ گهرجي. اها به فني خامي سمجهي ويندي، جو پس منظر کي فوٽوگرافيءَ جيان، جيئن جو تيئن پيش ڪيو وڃي. هن جي نظر اصل ۾ سونهن جو نه هئڻ گهرجي، جيڪا منظر ۾ روح ۽ اثر پيدا ڪري ۽ ڀرپور تاثر ڏئي.

## 3- اسلوب:

اسلوب يا اندازِ بيان، ناول جي خاص خوبي آهي. اهو اسلوبِ بيان ئي آهي، جنهن جي وسيلي مصنف پڙهندڙ جي دل ۽ دماغ تي قبضو ڪري وجي ٿو. مصنف جڏهن پُراثر ۽ پُرلطف انداز بيان سان سماج، ماحول ۽ انساني زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کي بي نقاب ڪري ٿو، تڏهن قاري ايڏو ته متاثر ٿئي ٿو، جو مصنف جي مقصد ۽ نظريي کي پنهنجو بنائي ٿو.

ناول لکڻ تي جيئن ته مصنف ڪافي وقت وٺندو آهي، تنهن ڪري سندس اسلوب تي سندس بدلجندڙ طبع ۽ مختلف وقت تي مختلف ڪيفيتن جو اثر پوندو آهي، انهيءَ ڪري سندس اسلوب مختلف رنگن ۾ رڱيل هوندو آهي.

اسلوبِ بيان ۾ زبان ۽ محاورن کي وڏو دخل آهي. جيئن ته ناول هر طبقي ۽ هر قسم جي ماڻهوءَ جي پڙهڻ جي شيءِ آهي، تنهن ڪري ٻولي سولي ۽ پرسلوتي هئڻ گهرجي، جيئن ان جي ادبي حيثيت به رهي ته عام ماڻهو به پڙهڻ ۾ بار محسوس نه ڪري. انهيءَ ڪري ناول نگار کي زبان ۽ محاوري تي قدرت هئڻ گهرجي.

## 4- فلسفهٔ حيات:

ناول نگار آڏو ڪو فلسفهِ حيات يا ڪو مقصد هئڻ گهرجي، جيڪو هو سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح واضح ڪري. اهو مقصد اهڙي اثرائتي ۽ اشاراتي انداز ۾ بيان ڪري، جو وعظ يا ليڪچر معلوم نه ٿئي، ورنه وڏي خامي لکي ويندي. يعني مقصد ۽ فن جو توازن هئڻ گهرجي. واقعات جو منطق فنڪار جو

منطق هڻڻ گهرجي. ناول نگار جو فڪر، سياستدان، مذهبي مبلغ، سائنسدان ۽ نفسيات جي ماهر جي فڪر کان مختلف هجڻ گهرجي. سندس ڪم آهي: انساني فطرت جي انهيءَ تجزيي جو اظهار، جيڪو ڪيس ذاتي طرح معلوم ۽ محسوس ٿيو. ان لاءِ اهو به لازمي آهي ته ناول نگار جديد علمن ۽ فنن مان بخوبي واقف هجي، پر ڪيس ڪنهن به هڪ شاخ ۾ الجهي رهجي وڃڻ نه گهرجي، ڪيس خالص انساني قدرن سان مطلب هڻڻ گهرجي، جنهن جون شاخون سڀ علم ۽ فن ته ضرور آهن، پر ان جو تناسب سيني علمن کان الڳ آهي. مطلب ته زندگي ناول نگار جي اعلي فڪري صلاحيتن جي ذريعي، فن ۾ اچڻ سان وڌيڪ واضح ٿيڻ گهرجي. ناول نگار هڪ منفرد انسان آهي، تنهن ڪري سندس فڪر به انفرادي ۽ داخلي ٿئي ٿو. ڪن ناولن جو فڪر فقط هلندڙ زماني جي تقاضا موجب هوندو آهي، تنهن ڪري اهي پنهنجي دور کان اڳتي نه وڌندا آهن، پر ڪي ناول زمان ۽ مڪان جي قيد کان اجا ۽ آفاقي هوندا آهن.

## ناول جا قسم

هيئت يا فارم جي خيال کان ناول کي مختلف قسمن ۾ ورهايو ويو آهي، پر ائين به ڪونهي ته هڪ قسم جو ناول ٻي قسم جي ناول کان بلڪل مختلف هوندو آهي. حقيقت اها آهي ته ڪيترا ناول ته اهڙا هوندا آهن، جن ۾ مختلف قسمن جي ناولن جون خوبيون ۽ خصوصيتون گڏيل هونديون آهن. ان جي هوندي به ڪن خاص ناولن جي سٽا ۽ ساخت ۾ اهڙيون وصفون ۽ صفتون هونديون آهن، جو ان کي خاص قسم جو ناول چئي سگهجي ٿو. هن هيٺ مختلف قسمن جو مختصر تعارف ڏجي ٿو:

### 1- واقعاتي ناول:

هن ۾ واقعن جو سلسلو هوندو آهي. ناول نگار واقعن کي اهڙي طرح ملائيندو آهي، جو پڙهندڙ جي قصي ۾ دلچسپي وڌندي رهي. اهوئي سبب آهي، جو لڳ ڀڳ داستان يا قصي جهڙو ئي پوندو آهي.

عام طرح هڪ معمولي واقعي سان ناول شروع ٿيندو آهي، ۽ ڳالهه مان ڳالهه نڪري ويندي آهي. تان جو بي شمار واقعا ظاهر ٿيندا آهن، ۽

منجهيل سِٽ وانگر منجهي پوندا آهن. ان منجهيل سِٽ جو سڌو ٿيڻ ناممڪن نظر ايندو آهي. هوريان هوريان اهو مونجهڪارو دور ٿي ويندو آهي، ۽ واقعا سنوان سِڌا ٿي، هڪ رخ اختيار ڪندا آهن. عام طور اهڙن ناولن جي پڄاڻي طربيہ نوعيت جي هوندي آهي.

هن قسم جي ناول ۾ جيئن تہ سمورو زور واقعن تي هوندو آهي. انهيءَ ڪري ڪردار کي ڪا خاص اهميت نہ هوندي آهي. البتہ واقعي جي ڪري ڪردار جون ڪجهہ خوبيون ۽ خصوصيتون آنديون وينديون آهن. استونسن جو ناول "ٽريزر آئي لئنڊ" (Treasure Island) هن قسم جي ناول جو بهترين نمونو چيو وڃي ٿو. "اليگزينڊر ڊوما" جا ناول بہ هن قسم جا سٺا مثال پيش ڪن ٿا. سر والٽر اسڪاٽ جا ناول، خاص طرح سان "آئي ون هو" (I Van Hoe) هن قسم جو ناول آهي. چارلس زيڊ جو "ڪلائسٽر ائنڊ دي هرٿ" (Cloister and thc hearth) بہ هن نموني جو آهي.

اردو ۾ مولانا عبدالحليم شرر جا ناول هن نموني جا آهن. سنڌي ۾ ڏيپلائيءَ جا ناول، خاص طرح سان "سانگهڙ" هن نوعيت جو آهي.

## 2- ڪرداري ناول:

هن قسم جي ناول ۾ قصي کي ڪا خاص اهميت نہ هوندي آهي، ڪردار قصي جي چار ڪان آزاد هوندا آهن. واقعا، فقط ڪردار جي خوبين ۽ خصوصيتن کي ظاهر ڪندا آهن. ڪردار جون جيڪي خصوصيتون منڍ ۾ بيان ڪيون وينديون آهن، اهي آخر تائين قائم رهنديون آهن. هن قسم جي ناولن جو سٺو نمونو ٺيڪري جو ناول "وينٽي فيئر" (Vanity Fair) آهي.

هن قسم جي ناول ۾ ناول نگار ڪردار جي ارتقا نہ ڏيکاريندو آهي، پر ڪردار کي نين حالتن ۾ ڏيکاريندو رهندو آهي. هڪ ڪردار جو ٻي ڪردار سان لڳ لاڳاپو بہ ڏيکاريو ويندو آهي، پر ڪردار پنهنجون خوبيون ۽ خصوصيتون ڪڏهن بہ نہ بدلائيندو آهي.

هن قسم جي ناول ۾ پلاٽ گهڻي قدر ڍلو هوندو آهي؛ ڇاڪاڻ جو پلاٽ اهڙي نموني رٿيو ويندو آهي، جو ان جو ڪردار تي اثر نہ پوندو آهي.

### 3- ڪرداري ۽ واقعاتي ميل:

ڪجهه ناول اهڙا به هوندا آهن، جن ۾ ڪرداري ۽ واقعاتي قسمن جو ميل هوندو آهي. اهڙن ناولن ۾ قصي کي به اهميت هوندي آهي؛ ڇاڪاڻ جو ان ۾ ڳالهه مان ڳالهه نڪرندي ويندي آهي، ۽ آخر ۾ ناول هڪ خوشي واري نتيجي تي پهچي ويندو آهي. ان سان گڏ ان ۾ اعليٰ پايه جا ڪردار به هوندا آهن. ڪردار جي چرپر ۽ خصوصيتن جو قصي تي ڪوبه اثر نه پوندو آهي.

هن قسم جي ناول جو مقصد ڪردارنگاري نه هوندو آهي، پر انهن جو مقصد هوندو آهي: ڪنهن معاشري جي مختلف پهلوئن جو مڪمل نقشو پيش ڪرڻ. هڪ خاص ڪردار کي مختلف ماحولن ۾ ڏيکاري، ۽ ان جو مختلف ڪردارن سان لڳ لاڳاپو ظاهر ڪري؛ معاشري جا مختلف نقش نروار ڪيا ويندا آهن، هن قسم جي ناولن ۾ پلاٽ کي گهٽ اهميت هوندي آهي. سر والٽر اسڪاٽ جو "اولڊ مارٽيلٽي" (Old Martality)؛ ڊڪنس جو مارٽن چيزل وِٽ (Martin Chuzzle Wit)، فيلڊنگ جو "ٽام جونس" (Tom Jones) ۽ اسمولٽ جو "روڊرڪ رئن ڊم" (Rodrik Random) هن قسم جا ناول آهن.

### 4- ڊرامائي ناول:

هن قسم جي ناولن ۾ ڪردار جون خوبيون ۽ خصوصيتون واقعن جي ڪري هونديون آهن. واقعا، ڪردار جي خصوصيتن ۾ تبديليون ڪندا رهندا آهن. اهڙيءَ طرح واقعا ۽ ڪردار گڏوگڏ هلندا نظر ايندا آهن. هن قسم جو بهترين مثال ٽريجڊي سان ملندڙ جلندڙ هوندو آهي، پر هرويرو ائين به ڪونهي، ته ڊرامائي ناول ٽريجڊي واري هجي.

قصو، ڪردار جي ڪن خصوصيتن جي ڪري شروع ٿيندو آهي، ۽ هڪ مڪمل پلاٽ جي صورت اختيار ڪري ويندو آهي. اهڙيءَ طرح سمورا خاص ڪردار ۽ قصو گڏجي سڌي اڳتي وڌندا آهن. ضروري آهي، ته هن قسم جي ناول ۾ تسلسل آزاد به هجي ۽ منطق تي مبني به هجي. جيڪڏهن فقط منطق تي زور ڏنو ويندو، ته ڪردار جو اثر ته قائم رهندو، پر قصو مرده معلوم ٿيندو. اهو ئي سبب آهي، جو انهيءَ ڳالهه جي ضرورت رهندي آهي، ته ڊرامائي ڪشمڪش يا ڇڪتاڻ ضرور هجي. ڪردار، قصي، سان گڏ

اڳتي تہ وڌي، پر هر جڳهہ پنهنجي ارادي جي قوت کي ظاهر ڪندو رهي. يعني پاڻ کي معاملن ۽ واقعن جو غلام ثابت ٿيڻ نہ ڏئي.

هن قسم جي ناول ۾ جيئن تہ قصو ۽ ڪردار هڪ ٻئي سان گڏيل هوندا آهن؛ انهيءَ ڪري ناول جي ڪابہ هڪ سين؛ جدا ڪري نہ ٿي سگهجي. ان جو سبب اهو آهي، جو هڪ سين، اڳ آيل سين جو نتيجو هوندو آهي؛ ۽ ايندڙ سين جو سبب هوندي آهي. انهن سينن جو هڪ ٻئي تي دارومدار ان ڳالهہ جي نشاندهي ڪندو آهي؛ تہ سمورا مونجهارا هڪ وقت سڌا سنوان ٿي ويندا يعني ناول جا واقعا هڪ نتيجي تي پهچندا.

هن قسم جي ناول ۾ جڳهہ جي تبديلي تمام گهٽ ٿيندي آهي ۽ وقت جي تبديلي تمام روشن هوندي آهي. عام طرح ڊرامائي ناول اسان کي هڪ ڳوٺ يا هڪ ٻن گهرن کان ٻاهر نہ وٺي ويندو آهي.

## 5- ڪرداري ۽ ڊرامائي ميل

ڊرامائي ناول وقت جي لحاظ کان آزاد ۽ جڳهہ جي نقطہ نگاهہ کان پابند هوندو آهي. ڪرداري ناول ۾ وري هرگهڙي جڳهہ بدلجندي رهندي آهي. ڪن ناولن ۾ انهن ٻنهي قسمن جو ميلاپ بہ ملي ٿو. دنيا جي بهترين ناول نگار ٽالسٽاءِ جي ”جنگ ۽ امن“ (War and Peace) انهن ٻنهي فنن جو امتزاج ملي ٿو. هن ناول جي وڏي خصوصيت هيءَ آهي، تہ هن ۾ وقت ۽ جڳهہ جو خيال رکي، زندگيءَ جي تصوير چٽي وئي آهي.

هن قسم جي ناول ۾ انسان جي زندگي هرگهڙي بدلجندي نظر ايندي آهي. ڊرامائي ناول ۾ قسمت جو وڏو هٿ هوندو آهي، ۽ ڪرداري ناول ۾ سوسائٽي وڏي اهميت رکندي آهي؛ پر ٽالسٽاءِ جي ناول ۾ فقط زندگي يا فقط انقلاب ئي خاص شيءِ آهي. زندگي يا زماني جو انقلاب نہ تہ قسمت جي اثر سبب ۽ نہ ڪنهن سوسائٽي جي اثر جي ڪري بدلجندو معلوم ٿيندو آهي. سوسائٽي ۽ قسمت، ٻنهي جي اثر هيٺ اچي ناول ۾ هڪ قسم جي سٽا پيدا ٿي پوندي آهي.

هن قسم جي ناولن ۾ انقلاب هڪ خاص اهميت رکندو آهي. ناول ۾ هر شيءِ اهڙيءَ طرح بدلجندي رهندي آهي، جيئن زندگيءَ ۾ ڪو ڪردار

ڪڏهن ڪٿي هوندو آهي، تہ ڪڏهن ڪٿي. ويهن ورهين جو هوندو آهي، تہ ان ۾ ڪي خصوصيتون ظاهر ٿينديون آهن، وري چاليهہ ورهين کي رسندو آهي؛ تہ ان جون ٻيون خاصيتون نمايان ٿينديون آهن. اهي تبديليون ڊرامائي ناول وانگر ڪنهن قصي کي پورو ڪرڻ لاءِ يا ڪنهن واقعي جي ڪري نہ ٿينديون آهن؛ پر پنهنجو پاڻ قدرتي طور رونما ٿينديون رهنديون آهن.

هن قسم جي ناول جي پلاٽ جو ڍلو هجڻ بہ ضروري آهي. انهيءَ ڪري هو ڪرداري ناول وانگر هوندو آهي؛ پر هن ۾ واقعن جو تسلسل اهڙيءَ طرح هڪ ٻي تي دارومدار رکندو آهي؛ جيئن ڊرامائي ناول ۾ هوندو آهي. جيئن تہ هي ناول زندگيءَ جو هوبهو ۽ فطري نقشو پيش ڪري ٿو؛ انهيءَ ڪري هن کي ”فطري ناول“ بہ چئي سگهجي ٿو.

6- عصري ناول:

هن قسم جو ناول لڳ ڀڳ فطري ناول جهڙو هوندو آهي. پر هن قسم جي ناول ۾ ڪنهن خاص فائدي جي مقصد کان، سوسائٽي جي ڪنهن خاص طبقي جو نقشو چٽيو ويندو آهي.

هن قسم جي ناول جا ڪردار ڪنهن خاص جڳهہ، وقت يا خاندان سان تعلق رکندا آهن. ان جي ابتڙ فطري ناول ۾ ان جون خصوصيتون گهٽ ڪري دائمي هونديون آهن.

7- نفسياتي ناول:

هن قسم جي ناول ۾ ڪو خاص فرد يا افراد پنهنجي گذريل زندگي، ياد ڪندا نظر ايندا آهن. ناول ۾ سمورا مڪالما وغيره اهڙيءَ طرح آندا ويندا آهن، جيئن ڪنهن جي دماغ ۾ خيالن جو هجوم هجي. ناول جو تسلسل قصي جي ڪري نہ هوندو آهي؛ پر ڪنهن فرد جي نفسياتي حالت موجب هوندو آهي. جيمس جوائس جو ناول ”يوليسس“ نفسياتي ناول جو سٺو مثال پيش ڪري ٿو. هن ۾ سوسائٽي جي نہ؛ پر گذريل واقعن جي تصوير چٽي وئي آهي. هن قسم جي ناولن ۾ نہ تہ ڪا هيئت هوندي آهي. ۽ نہ ارتقا هوندي آهي. بلڪ تسلسل بہ نالي ماتر هوندو آهي.

## مضمون جي لحاظ کان ناولن جا قسم:

مٿي فن ۽ سٽا جي لحاظ کان ناول جا قسم بيان ڪيا ويا آهن. مضمون ۽ مواد جي لحاظ کان به ناول جا ڪيترائي قسم ٿين ٿا، جهڙوڪ: تاريخي ناول، جاسوسي ناول، گهريلو ناول، ڳوٺاڻي زندگي تي مشتمل ناول وغيره. اهڙن قسمن مان تاريخي ناول جو تعارف هيٺ ڏجي ٿو:

چاڪاڻ ته زيرِبحث ناول ٽِلسمن هڪ تاريخي ناول آهي.

### تاريخي ناول:

هن قسم جي ناول ۾ پراڻي زماني جو نقشو اهڙي ته سهڻي نموني چٽيو ويندو آهي، جو جيئرا جاڳندا منظر اکيان اچي ويندا آهن.

هن قسم جو ڪامياب ناول لکڻ لاءِ ضروري آهي ته ناول نگار کي تاريخ جو وسيع مطالعو هجي. ان سان گڏ تاريخي زماني کي ٻيهر زنده ڪرڻ لاءِ منجهس خاص قسم جي تخيل جي قوت هجي. ان کان سواءِ ناول کي انهيءَ قديم ماحول سان ڪنهن نه ڪنهن قسم جو ذاتي تعلق به هجڻ گهرجي.

ضروري نه آهي، ته هر ڳالهه تاريخي حيثيت سان صحيح هجي، ناول نگار اهڙا واقعا به شامل ڪري سگهي ٿو، جيڪي مستند نه هجن، ۽ انهن واقعن کي خاص اهميت به ڏئي سگهي ٿو. البته ڪيس ان ڳالهه جو خيال رکڻو آهي ته غير مستند واقعا قرين قياس ضرور هجن. اهڙيءَ طرح هن قسم جي ناول ۾ ڪي ڪردار فرضي به آڻي سگهجن ٿا، ۽ اهم واقعن سان انهن جو تعلق ڏيکاري به سگهجي ٿو. مطلب ته هن ۾ تاريخ ۽ ناول گڏوگڏ هوندا آهن. قصو اکيان هوندو آهي، ۽ تاريخ پس منظر ۾.

تاريخي ناول ٻن قسمن جا ٿيندا آهن: هڪ اهو جن ۾ ڪو تاريخي واقعو يا ڪردار نه هوندو آهي، پر هڪ زماني جي زندگي، رهڻي ڪهڻي جي طريقي، تهذيب ۽ تمدن، رسم ۽ رواج، آمدرفت جي طريقي تي روشني وڌي ويندي آهي. ٻيو قسم اهو آهي، جنهن ۾ حقيقي ڪردار ۽ حقيقي واقعا آندا ويندا آهن.

يورپ ۾ سر والٽر اسڪاٽ تاريخي ناولن کي ڪمال تي پهچايو. هن جا سڀني کان وڌيڪ ڪامياب ناول اهي آهن، جيڪي ارڙهين صديءَ سان تعلق رکن ٿا ۽ جن ۾ اسڪاٽ لئنڊ جي تاريخ ۽ تهذيب ڏيکاري وئي آهي. ان جو سبب اهو آهي، جو هو پاڻ اسڪاٽ لئنڊ جو هو. البت "ٽيلسمن" ۾ هو ايترو ڪامياب نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ مسلمانن سان هن جو تعلق ڪونہ هو.

سنڌيءَ ۾ خليق مورائيءَ جو "سندري" ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي جو "نورجهان" سٺا تاريخي ناول آهن. محمد عثمان ڏيپلائي بہ ڪيترائي اسلامي تاريخي ناول لکيا. ان ڪانسواءِ ٻين بہ ڪيترن ئي اسلامي تاريخي ناول لکيا، جهڙوڪ: حاجي محمود خادم، وغيره. موجوده دور ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ تاريخ کان اڳ واري دور تي ڪجهہ ناول لکيا ويا آهن، جهڙوڪ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو 'سانگهڙ'، سراج ميمڻ جو 'ٻڙاڏو سو سڏ' ۽ 'مرڻ مون سين آءُ'، آغا سليم جو 'اونداهي ڌرتي روشن هٿ'، شيخ عبدالرزاق راز جو 'نئون آدمي'، عابد لغاري جو 'زنده لاش جو سفر'.

# سنڌي ادب ۾ ناول نگاري

سنڌي ادب ۾ ناول جي شروعات ترجمن سان ٿي. سڀ کان پهرياڻين مشهور انگريز اديب ڊاڪٽر جانسن جي ناول "راسيلاس" جو ترجمو 1870ع ۾ ساڌو نولراءِ ۽ منشي اڌارام ٿانورداس گڏجي ڪيو. هن ۾ انساني زندگيءَ جي مختلف مسئلن بابت ويچار ڏنل آهي. 1891ع ۾ ساڌو هيرانند جو والٽر اسڪاٽ جي تاريخي ناول "طلسم" جو ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو؛ جنهن کي 1927ع ۾ ڪاڪي ڀيرومل مڪمل ڪري ڇپايو. هي ناول صليبي جنگين بابت آهي؛ جيڪي يورپ ۾ سڀني بادشاهن گڏجي صلاح الدين ايوبي سان لڙيون.

ان کان اڳ ڪيترائي قصا ڇپيا هئا، جهڙوڪ: اڌارام ٿانور داس جو "ٻالهہ دودي چنيسر جي" (1871ع) ۽ "راءِ ڏياچ جو قصو" (1861ع). ان کان پوءِ بہ قصا ۽ دستان ڇپيا رهيا؛ جن مان گهڻي قدر شڪارپور جي پوڪرداس ۽ سکر جي ماستر هريسنگهہ ڪتب فروش ڇپايا. جن سنڌي ليکڪن اهڙي قسم جا قصا ۽ داستان لکيا ۽ ترجمو ڪيا، انهن مان هيٺين جا

نالا قابل ذڪر آهن: احمد خان جلباڻي، حاجي امام بخش خادم، آخوند لطف الله، محمد صديق مسافر، عبدالحسين سانگي وغيره. قصن کان سواءِ جاسوسي ناولن جا ٻه تمام گهڻا ترجما ڇپيا. 1910ع ڌاري مکي سيرومل ساگرائيءَ جو تمام طويل جاسوسي ناول "هر دلعزيز عرف چندر ڪانتا سنتتي" 28 حصن ۾ ڇپيو. ساڳي ليکڪ "يوتناٿ جي جيوني" جا 24 ڀاڱا ڪڍيا. ان کان سواءِ "اسٽار آف مينگريلا" جو ترجمو "ستاره مينگريلا" جي ناليءَ سان شايع ٿيو. ٻيا به ڪيترائي ترجما ڇپيا، جهڙوڪ: "آرسين لوين"، 'مسٽريز آف ڪورٽ آف لنڊن'، لوز آف دي حرم، 'جوزف ولمٽ'، 'ميري پرائيس' وغيره. صحيح معنيٰ ۾ طبعزاد ناول سڀ کان پهريائين شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ لکيا. سندس پهريون طبعزاد ناول "دلارام" 1888ع ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ سندس شاهڪار سماجي ۽ اصلاحي ناول "زينت" 1890ع ۾ ڇپيو. 1892ع ۾ ٻريتمداس حڪومتراءِ جو طبعزاد ناول "عجيب پيٽ" ڇپيو، جنهن ۾ ناول جي فني تقاضائن جو ايترو خيال رکيل نه آهي. 1901ع ۾ ڪراچي مان "سناتن ڌرم سڀا" طرفان ماهوار "سناتن ڌرم پرچارڪ پٽر" جاري ٿيو، جنهن ۾ ڪي سماجي ناول قسطوار ڇپيا هئا. انهن ۾ عريان منظر تمام گهڻا هوندا هئا. اهي ناول هندي ۽ گجراتي ناولن تان ترجمو ٿيل هئا.

طبعزاد ناولن جي سلسلي ۾ مرزا قليچ بيگ کانپوءِ لعل چند امرڏني مل جو نالو اچي ٿو. سندس ناول "چوٿجو چنڊ يا پرم جي پلائي" 1906-1905ع ۾ "سرسوتي" مخزن ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ ڪاڪي ڀيرومل جا ٻه طبعزاد ناول ڇپيا: "آنند سندريڪا" (1910ع ڌاري)؛ ۽ "موهني ٻائي" (1911ع). هي ٻئي ناول هندو معاشري جون اوڻايون بيان ڪن ٿا. 1915ع ۾ ڪاڪي ڀيرومل جو ٽيون ناول "وريل ۽ نعمت" ڇپيو، جنهن ۾ مسلمان معاشرو ڏيکاريل هو. هن دور جو اهم ناول هو.

ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي جو تاريخي ناول "نورجهان"، جيڪو 1915ع ۾ ڇپيو. ان ۾ ناول جي فني تقاضائن جو خيال رکيل آهي، ۽ ٻولي به نهايت سلوڻي ۽ سيڪ ڪتب آندل آهي. ٻيو بهترين تاريخي ناول آهي: حڪيم عبدالخالق خليق مورائيءَ جو "سندري"، جيڪو 1923-1922ع ڌاري ڇپيو. ان کان سواءِ سندس ٻيا تاريخي ناول "ستيءَ جا ستيا" ۽ "ڇترپتي"

به هڪ ٻئي پنيان شايع ٿيا.

مرزا قليچ بيگ مرحوم ڪيترن ئي انگريزي ناولن جا ترجما ڪيا. جهڙوڪ: "حاجي بابا اصفهاني" (1911ع)، "گلن جي ٽوڪري" (1911ع)، "شرلاڪ هومس جا عجيب غريب ڪم" (1911ع)، "ٽي گهر" 1912ع، "ايرڪ"(1913ع)، "جولئن هوم" (1914ع)، "سچي محبت"، "گليور جو سير ۽ سفر" (1920)، "سندباز جهازي"، "رابنسن ڪروسو" (1922ع) ۽ "سئنڊ فورڊ ۽ هرٽن" ((1922ع) وغيره. ان کان سواءِ ٻين ليکڪن، جهڙوڪ: نانڪرام ڌرمداس، جلباڻي، ڇيٺانند وغيره به ڪيترن انگريزي ۽ ٻين ناولن جا ترجما ڪيا.

پروفيسر موٽومل گروائي به مشهور ناول مختصر ڪيا. جيڪي ڄيٺيمل پرسرام جي قائم ڪيل "نئين سنڌي لئبريري" طرفان ڇپيا. هڪ مشهور فرانسيسي اديب وڪٽر هيوگو جي جڳ مشهور ناول (Les Miserable) جو اختصار" دکي انسان" (1922ع) جي نالي سان؛ ۽ ٻيو انگريزي ناول نويس لارڊلٽن (هندستان جو هڪ اڳوڻو وائسراءِ) جي ناول جي تلخيص "زئنوني" جي نالي سان. ڄيٺيمل پرسرام وري شيڪسپيئر جي ٻن ڊرامن کي ناولن جي صورت ۾ آندو. هڪ 'ٽيمپيسٽ' "طوفان" جي نالي سان ۽ ٻيو "Measure for Measure" "حسابي حساب"جي نالي سان. لعل چند امرڏني مل به ترجما ڪيا، جهڙوڪ:" سون ورنيون دليون" (1925ع) ۽"سچ تان صدقي" (1940ع).
1928ع ۾ ڪاڪي ڀيرومل جو ترجمو ڪيل ناول"گولن جا گوندر" ڇپيو، جيڪو غلاميءَ ۽ آزاديءَ جي سوال تي ٻڌل هو. 1930ع ۾ صاحب سنگ شاهاڻيءَ جو شاهڪار ناول "بلو کوکر" ڇپيو؛ جيڪو اصل ۾ انگريزي ناول نويس ٿامس هارڊي جي ناول "دي ميئر آف ڪاسٽر برج" تان ورتل آهي. هن ۾ ناول جو فقط پلاٽ کڻي، ان کي سنڌي ڳوٺاڻي زندگي ۾ بيهاريو ويو آهي. شاهاڻي صاحب ساڳي ئي انگريزي ناول نويس جي ٻي ناول جو ترجمو "تارن جو اڀياس" جي نالي سان ڪيو، جنهن ۾ هندو معاشرو ڏيکاريو ويو آهي.

بنگال جي سجاڳي کان متاثر ٿي ديوان ڪوڙيمل چندن مل بنگالي ناول نويس بنڪم چندر چٽرجي جا ناول ترجمو ڪيا، جهڙوڪ:

"چندر مکي"، "روهني" ۽ "آنند مٺ" انهن ناولن ۾ انگريزن خلاف بغاوت ڏيکاريل آهي.

انهن کانسواءِ ٻين بنگالي ناولن جا ترجما به ٿيا. دوارڪا پرساد شرما هندي تاريخي ناولن جا ترجما ڪيا. محمد صديق ميمڻ جو ناول "حياتيءَ جو پهريون دور" 1930ع ۾ ڇپيو، جيڪو اردو ناول تان ورتل هو. اهڙيءَ طرح هندي گجراتي، بنگالي، ۽ اردو ناولن جا بيشمار ترجما ٿيا. ميلا رام واسواڻيءَ 1924ع ۾ "سندر ساهتيه سوسائٽي" قائم ڪئي؛ جنهن ۾ پڻ ڪيترن هندستاني ناولن جا ترجما ڇپيا. ميلارام پاڻ به ڪيترا معاشرتي ناول ترجمو ڪيا. جن مان گهڻا منشي پريم چند جي ناولن جا ترجما هئا؛ جن مان مکيه هئا: "نرملا" (1931ع) "خوني سماج" (1934ع)، "سوشيلا" (1937ع)، "سکدا"، "منورما"، "ڪرم ڀومي"(1940ع)، "ماياچار" 1940ع)، "چندر چڪور" ۽ "رتنا". منشي پريمچند جي مشهور ناول "گئودان" جو ترجمو دولت ٿهلراماڻي "ڏکي هاري" جي نالي سان ڪيو، ۽ 1942ع ۾ ڇپيو. پارومل ۽ چوهڙمل مشهور بنگالي ناول نويس شرت چندر چٽرجي ڪيترن ئي ناولن جا ترجما ڪيا. جڳ مشهور بنگالي اديب رابيندر ناٿ ٽئگور جي ناولن جا ترجما به ٿيا، جهڙوڪ: "طوفاني رنگ"، "مايا"، "قلواڙي" وغيره. "کهاڻي ساهتيه سندر" (1939ع) جي باني جڳت آڏواڻي به ڪيترائي بنگالي ۽ هندي ناول ترجما ڪيا.

ان کان سواءِ انگريزي ناول نويس "سرجان ڪين" جي مشهور ناول (Woman of Kno ckaloe) جو ترجمو"آخرين سفر" جي نالي سان ڪيائين؛ جنهن ۾ پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جو احوال ڏنل آهي. 1943ع ۾ ايم. آر ماڻيداساڻي جو ٽئگور جي ناول جو ترجمو "بغاوت" شايع ٿيو. 1940ع ۾ ڇيناند لعلواڻي اشاعتي ادارو "ڀارت جيون ساهتيه منڊل" قائم ڪيو. ان جي طرفان به ڪيترن ناولن جا ترجما ٿيا. 1942ع ۾ ديارام سياڻي "آشا ساهت منڊل" کوليو. انهيءَ اداري طرفان به بنگالي، هندي ۽ انگريزي ناولن جا ترجما ڇپيا.

1947ع ۾ بهاري ڇاٻڙيا "زندگي پبليڪشن" قائم ڪيو. ان اداري پاران ماڻيداساڻي؛ بهاري ڇاٻڙيا، جڳت آڏواڻي جا ترجمو ڪيل ناول ڇپيا. 1938ع ۾ گلي ڪرپالاڻي ٽئگور جي ناول "گورا" جو سهڻي سنڌي ۾ ترجمو

ڪيو. پروفيسر رام پنجواڻي 1939ع ۾ انگريزي ناول جو ترجمو "پدما" جي نالي سان ڪيو. نارائڻداس ڀمڀاڻي ٿامس هارڊي جي ناول جو ترجمو "پاڪ ۽ پاڪيزگي" جي نالي سان 1940ع ۾ ڪيو. ان کان سواءِ تيرٿ سڀاڻي، ڪماري چندرا آڏواڻي ۽ ٻين سنڌي ليکڪن ڪن انگريزي ناولن جا ترجما ڪيا. 1946ع ۾ نارائڻداس ملڪاڻيءَ روسي ناول جو ترجمو "بک" جي نالي سان ڪيو؛ جنهن ۾ ڏڪر جا ڏهڪاءَ ڏيکاريل آهن. جن ٻين سنڌي ليکڪن ناول ترجما ڪيا، انهن مان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن:

"هيرانند سوڀراج، پرڀداس ڀيرومل، مولچند مسافر، نانڪرام ڏرمداس، تيرٿ سڀاڻي، ڪماري اندرا هيمراجاڻي، سانول ڇپلاڻي، مينگهراج موٽواڻي، ميلارام؛ جهامنداس مسافر، پارومل، هري هگوراڻي؛ نانڪ هنگوراڻي، نوتن ڪرپالاڻي، موهني دوداڻي؛ گوبند مالهي.

گوبند مالهي ۽ ڇاٻڙيا جيڪي ناول ترجمو ڪيا، انهن ۾ قومي رنگ آهي، آزاديءَ جي چاهنا آهي ۽ انقلاب جو سڏ آهي.

مسلمانن وري اردو تاريخي ناولن جا ترجما ڪيا، جهڙوڪ: "حور دمشق"، "خنجر هلال"، "منصور موهنا" وغيره. خانبهادر محمد صديق ميمڻ جا پنهنجا ناول: "جڙتو شهزادو"، "زندگيءَ جو پهريون دور"، "زندگيءَ جو ٻيو دور"؛ فتح محمد قريشيءَ جو "در يتيم" وغيره 1939ع ۾ محمد عثمان ڏيپلائي جو تاريخي ناولن جو سلسلو شروع ٿيو. اندازي طور سندس 100 کان مٿي ناول ڇپيا.

طبعزاد ناولن جي سلسلي ۾ 1931ع ۾ عبدالرزاق ميمڻ جو ناول "جهان آرا" ڇپيو؛ جنهن ۾ عورت جي وفاداري ڏيکاريل آهي، پر گهڻو ڪري اڻ ٽيٺا واقعا ڏيکاريل آهن. ان کان پوءِ پرسرام شهاڻيءَ جو ناول "ڪملا" ڇپيو. 1933ع ۾ شيوڪ ڀوڄراج جو ناول "آشيرواد" ڇپيو. 1934ع ۾ سندس ٻيو ناول "داداشيام" ڇپيو، جنهن ۾ جنسي بي راهه روي ڏيکاريل آهي. 1937ع ۾ روچيرام سڌاڻيءَ جو ناول "آزاد خيال زالون" ڇپيو، جنهن ۾ ڏيتي ليتي ۽ رن زال جو ونواهه جا مسئلا کنيل آهن. 1941ع ۾ آشا ساهت منڊل طرفان آسانند مامتوار جو ناول "شاعر" ڇپيو، جيڪو سنڌي زبان جو پهريون نفسياتي ناول آهي. 1942ع ۾ "سندر ساهت منڊل" طرفان "پيتا مبر

ڪشناڻي" جو لکيل ناول "پريم پنڌن" ڇپيو. ساڳي سال چندو لعل جئسنگهاڻي جو ناول "زنده دل" ڇپيو. 1942ع ۾ نرمل جيوتاڻي جو ناول "بينا" شايع ٿيو. ساڳي سال نهچل واسواڻي جو ناول "ڪشور موهني" ڇپيو. 1944ع ۾ نرمل داس فتح چند جو تاريخي ناول "دلوراءِ جي نگري" ڇپيو؛ ان ۾ دلوراءِ جي ظلمن جو احوال آهي. پروفيسر پنجواڻي ڪجهه اصلوڪا ناول لکيا، جهڙوڪ: "قيدي" (1943ع)، "شرميلا" (1944ع)، "لطيفا" (1945ع، "اسان جو گهر" (1946ع ۽ "چانديءَ جو چمڪو" جن ۾ قومي زندگي ڏيکاريل آهي. نارائڻداس ڀمڀاڻي به به چار سٺا اصلوڪا ناول لکيا، جهڙوڪ: "مالهڻ" (1942ع)، "وڏوا" 1943ع) ۽ "غريبن جو ورثو" (1946ع، جهن ۾ ڳوٺاڻي زندگي ڏيکاريل آهي. ڀمڀاڻيءَ جا ناول فن جي جديد تقاضائن ۽ حقيقت نگاريءَ جي لحاظ کان بهترين ناول آهن. 1946ع ۾ "ڀارت جيون" طرفان نانڪرام ڌرمداس جو سماجي ناول "آرام محل" ڇپيو. ساڳي اداري طرفان 1947ع ۾ ج. ڊ آهوجا جو ناول "راڻي" ڇپيو.

ورهاڱي کان پوءِ ناول جي ترقيءَ تي خاص اثر پيو؛ ۽ ناولن لکجڻ جي رفتار گهٽجي وئي. ان هوندي به ڪن ادارن جهڙوڪ: "فردوس پبليڪيشن هالا"، "اداراه سنڌي ادب ٽنڊو محمد خان"، "ادبي اداره حيدرآباد"، "پرهه ڦٽي حيدرآباد" ۽ "اداراه آواز ادب حيدرآباد"، ناول ڇپايا آهن. انهن مان انجم هالائي جو "ڪاروان زندگي"، حسيني محمد حافظ جو "تباهي"، سيد حيدر شاهه جو "زميندار"، رسول بخش خمار جو "حسنه" حافظ حيات شاهه جو "سلطانه"، قاضي عبدالڪريم جو "نوران"، فضل احمد بچاڻي جو "نازبو"، لطف الله بدوي مرحوم جو "ابيلا"، خواجه غلام علي الانا جو "لاش"، ڊاڪٽر منظوراحمد عرساڻي جو "ڪلب ۽ گهر"، ناصرنورائيءَ جو "راتيون جاڳڻ جي"، الله بخش ٽالپر جو "پرديسيءَ جو پيار"، راز بلڙائي جا "گلبدن"، "بک ۽ بيروزگاري" ۽ "شرابي"، انور هالائيءَ جو "آواره"، سازنؤ آبادي جو "شڪسته ساز"، گل نصرپوري جو "درياءَ جي ڪپت تي"، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو "سوري آ سينگار" ۽ شيخ محمد حسن جو "بولي" چڱا ناول آهن.

ڪجهه ناول ۽ ناولٽ ترجمو به ٿيا، جهڙوڪ: فضل احمد بچاڻي جا "عاشي"، "آسيه" ۽ "روح جي ڳولا"، شعبان بخت جو "ور جا وطن ڇائي"،

ضياءُالله غلام عليءَ جي انگريزي ناولن جا ترجما: "جاڙا" ۽ "شعلهٔ عشق"، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو "ڌوهاري ڪير؟" وغيره.

محمد عثمان ڏيپلائي ورهاڱي کان پوءِ ڪجهه تاريخي ناول لکيا. جهڙوڪ: انور پاشا "آزاديءَ جي جنگ"، "دکن جا مجاهد" وغيره. سندس صخيم ناول "سانگهڙ" سنڌي ادب ۾ مقصديت جي لحاظ کان وڏي اهميت رکي ٿو: ڇاڪاڻ ته اُن ۾ حُر مجاهدن جي بهادريءَ ۽ دليري جا ڪارناما ڏاڍي اثرائتي نموني ڏيکاريا ويا آهن. قاضي فيض محمد جا ٻه ناول "ٻاويهه سؤ ٻاويهه" ۽ "جنسار" پڻ ڇپيا، جن مان "ٻاويهه سؤ ٻاويهه" قابل ذڪر آهي. ان ۾ ايندڙ دور يعني "ٻاويهه سؤ ٻاويهه" کي اک ۾ رکي ناول لکيو ويو آهي. سنڌيت جو جذبو جاڳائڻ ۽ سجاڳيءَ جي ساڃاهه پيدا ڪرڻ لاءِ سراج ميمڻ "پڙاڏو سو سڏ" نالي ناول لکيو آهي، جيڪو سنڌ جي ترخان ۽ مغل دور جي تاريخي پس منظر تي ٻڌل آهي. ان کان پوءِ سندس ٻيو ناول "مرڻ مون سي آءٌ"، "پڙاڏو سوئي سڏ جو ٻيو ڀاڱو پڻ منظر تي آيو آهي ۽ ويجهر ۾ سندس ناول "پياسي ڌرتي رمندا بادل" ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ان کان سواءِ سنڌ جي عظيم ورثي موهن جي دڙي جي تهذيب ۽ ثقافت جي پس منظر ۾ به ڪجهه ناول لکيا ويا آهن. علي بابا جو ناول "موهن جو دڙو" ماهوار نئين زندگي ۾ قسط وار ڇپيو ۽ هاڻ ڪتابي صورت ۾ ڇپجي پڌرو ٿي چڪو آهي. جيڪو عام پڙهندڙن ۾ ايترو مقبول ٿيو جو ان جا ٽڪڙ ۾ به ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. عابد لغاري جو "زنده لاش جو سفر" به موهن جي دڙي جي ثقافتي پس منظر ۾ لکيل آهي. عابد لغاري صاحب ان ۾ تهذيب جا ٻئي پهلو نمايان ڪيا آهن. يعني ان معاشري ۾ جيڪي اوڻايون هيون، اهي به نروار ڪيون اٿس ته چڱايون به ڳڻائيون اٿس. شيخ عبدالرزاق راز جو ناول "نئون آدمي" سنڌ جي پنج هزار ساله تاريخ ۽ ثقافت جي پس منظر ۾ لکيو ويو آهي. هن ۾ سنڌ جي سموري تاريخ آندي وئي آهي، ۽ سنڌ جي رهڻي ڪهڻي کي نمايان ڪيو ويو آهي. هي ناول ماهوار رهبر ڊائجسٽ ۾ قسطوار شايع ٿيو.

ويجهر ۾ ڪن نوجوان اديبن پڻ سٺا ناولٽ لکيا ۽ ترجمو ڪيا آهن. آغا سليم جو ناولٽ "روشني جي تلاش" فن توڙي زبان جي لحاظ کان

ڪامياب ناولٽ آهي. سندس ٻيو ناولٽ "اونداهي ڌرتي ۽ روشن هٿ" ماهوار 'سهڻي' ۾ قسطوار شايع ٿيو. هي ناول سنڌ جي تاريخي پس منظر ۾ ڏاڍي مؤثر انداز ۾ لکيل آهي، ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ ڇپيو. هي ناول سنڌ جي تاريخ پس منظر ۾ لکيل آهي ۽ سنڌي پڙهندڙ جو ايترو مقبول ٿيو آهي جو هن جا چار ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. آغا سليم جو هڪ وڏيڪ ناول "هم اوستہ" پڻ ڇپجي چڪو آهي. جنهن جو پس منظر تصوف آهي.

اهو پڻ پڙهندڙن ۾ ڪافي مقبول ويو آهي. ماڻڪ جا چار ناول پڻ سنڌي ادب ۾ اهم جاءِ والارين ٿا. اهي ناول آهن: "رج ۽ پڙاڏ"، "پاتال ۾ بغاوت"، "لڙهندڙ نسل"، ۽ "ساهہ ماٺ ۾" خاص طور تي "ساهہ مٺ ۾" ناول اهم آهي. هن ناول ۾ ڀٽي جي آخري دور ۾ پي. اين. اي جي تحريڪ دوران، شهرن ۾ سنڌي ماڻهوءَ جي ويڳاڻائپ ۽ بي وسي جي تصوير چٽيل آهي. هي ناوليٽ مارشلا لا دور ۾ پاڪستان ۾ ڇپجي نہ سگهيو هيو ۽ هندستان ۾ ڇپيو. تازو ئي سنڌ ۾ ڇپيو آهي. انهن ڪان سواءِ ٻيا ناولٽ بہ ڇپيا جهڙوڪ: بيدل مسرور، بدوي جو "راڻي" تسليم ممتاز جو "روشني جي ڳولا"، محمد نواز محزون جو ترجمو ڪيل "ڀڳل ڪنيزائيون" وغيره.

ياسين بروهي، جديد ترين ٽيڪنالاجي جي زيراثر آمريڪا معاشي جي پس منظر ۾ "نارنگي ڪيلا 2020" نالي ناول ڪيو آهي؛ جنهن ۾ علامتي انداز بہ اختيار ڪيل آهي. جاسوسي ناول بہ ڪجهہ ڇپيا آهن، جيڪي گهڻي قدر محمد بخش جوهر جا لکيل آهن.

ان ڪان سواءِ نوجوان ڪهاڻيڪار طارق عالم ابڙي جو ناول "رهجي ويل منظر" پڻ هن دور جي اهم ناولن ۾ شمارجي ٿو. هن ناول ۾ نوجوان جي سماجي مسئلن کي انوکي انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. هن ناول جو پڻ رڪارڊ وڪرو ٿيو آهي، ٿوري عرصي ۾ هن ناول جا ٽي ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

تنهن ڪان سواءِ ناميارن ڪهاڻيڪارن امر جليل ۽ غلام نبي مغل جا ناول پڻ هن دور ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا آهن. امر جليل جو ناول "نيٺ گونگي ڳالهايو" ۽ غلام نبي مغل جو ناول "اوڙاهہ" اڄ جي دور جا اهم ناول آهن.

# سنڌي ڊرامو

## قديم سنڌي ڊرامو:

انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ تائين (1843ع) نہ ڪوئي سنڌي ڊراما نويس ملي ٿو، ۽ نہ ڪو مڪمل ڊرامو ئي ملي ٿو. اهو بہ ثبوت ڪونہ ٿو ملي تہ سنڌ ۾ ڪو باقاعدي اسٽيج تاهي ڊرامو پيش ڪيو ويندو هو. سنڌي لفظن ۾ بہ ڪو اهڙو لفظ ڪونہ ٿو ملي، جو ٿيئٽر جي مترادف هجي. سنڌي ۾ باقاعدي اسٽيج تاهي ڊرامي پيش ڪرڻ جو رواج 1843ع ڪان پوءِ پيو. ان ڪان پوءِ مڪمل ڊراما ترجما ڪيا ويا ۽ لکيا ويا.

ان جو اهو مطلب نہ آهي تہ سنڌ ۾ ڊرامي جو ڪو نمونو ئي نہ هو. سنڌ ۾ ڊرامي جو ابتدائي ۽ قديم نمونو "سانگ" ۽ "پڳت" آهي. سانگ اصل ۾ آهي تہ هوليءَ جي تقريب جو اهم جز، پر شادين جي موقعن تي بہ سانگ رچايا ويندا هئا. شادين ۽ محفلن تي نہ فقط هندو سانگ ڪندا هئا، پر مسلمان بہ شادين تي سانگ پيش ڪندا هئا. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ادب بورڊ جي لوڪ ادب جي ڪتاب "مناظرا" جي مقدمي ۾ لکي ٿو:

> "سانگ سنڌ جو ڊرامو آهي، جنهن جي شروعات آڳاٽي وقت ڪان ٿي. مڱڻهار، ڀَٽ، شيدي ۽ ٻيا خاص حرفتي ۽ هنرمند گروهہ شادين ۽ محفلن جي موقعن تي سانگ وجهندا هئا، جنهن ۾ مختلف ڪردارن جا روپ اختيار ڪري، واقعي يا سماجي منظر جي جيئري جاڳندي تصوير پيش ڪندا هئا. هنرمند عورتون وري عورتن جي مجلس ۾ سانگ وجهنديون هيون. اڄا تائين ڪن جاين تي اهي سانگ رچايا وڃن ٿا."

سانگ ڪرڻ وارا اهي صورتون ٺاهي ايندا هئا، جن جو ڪردار ڪين ادا ڪرڻو هوندو هو. جهڙو ڪردار ادا ڪندا هئا، ٻولي بہ اها ڳالهائيندا هئا. هلڪڙن ماڻهن جي گفتگوءَ مان هلڪڙائي ظاهر ٿيندي هئي، تہ چڱن مڙسن جي ڳالهائڻ ۽ هلت چلت مان سنجيدگي محسوس ٿيندي هئي. جيڪي مرد

عورت جو ڪردار ادا ڪندا هئا. اهي ٻولي به خالص عورتن واري ڳالهائيندا هئا. مردن ۾ جيڪي سانگ ڪيا ويندا هئا، انهن ۾ عورت جو ڪردار به مرد ادا ڪندا هئا. يعني مرد عورت جو روپ ڪري پارٽ ادا ڪندو هو. عورتن جي مجلسن ۾ جيڪي عورتون سانگ ڪنديون هيون، انهن مان ڪي مرد جو روپ بنائي، مرد جو ڪردار به ادا ڪنديون هيون. جيڪي ڪردار فقط کلائڻ لاءِ هوندا هئا، اهي عجيب غريب صورت بنائي مجلس ۾ ايندا هئا، ۽ انوکين حرڪتن سان ماڻهن کي کلائيندا هئا. ڪڏهن ته هو ايتري قدر خوفناڪ صورت بنائيندا هئا جو ٻار ڊڄي به ويندا هئا. سانگ ڪرڻ وارا ڪردار ماڻهن کي کلائڻ لاءِ نه فقط عجيب حرڪتون ۽ مختلف ماڻهن جا نقل ڪندا هئا، پر هڪ ٻئي سان ٺوڳ به ڪندا هئا. ايتري قدر جو هڪٻئي کي گاريون به ڏيندا هئا.

هوليءَ جي موقعي تي. هلنديءَ ڀڳت ۾ سانگ ڪرڻ وارا ڪردار مجلسن ۾ ايندا هئا، ۽ ڀڳتن کي روڪي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا هئا. ان کان سواءِ هوليءَ تي سانگ جلوس جي صورت ۾ شهر جو چڪر به لڳائيندا هئا. انهن سان گڏ ماڻهن ۽ ٻارن جو وڏو هجوم هوندو هو. سانگ جو رواج هينئر تقريباً ختم ٿي ويو آهي. ان هوندي به، جتي هندو رهن ٿا، اتي هوليءَ جي موقعي تي سانگ رچايا وڃن ٿا. ڪٿي مسلمان به شادين تي سانگ ڪن ٿا.

گهڻو ڪري سانگن ۾ جهيڙا ڏيکاريا ويندا هئا، جهڙوڪ: سس- ننهن جو جهيڙو، ملان ۽ مواليءَ جو جهيڙو، يا ٻن شرابين جو جهيڙو، جوارين جو تڪرار، فقير ۽ بخيل جو سوال- جواب، وغيره. ڪن ۾ وري جهيڙو نه هوندو هو، سوال- جواب، مڪالما ۽ ڳالهيون هونديون هيون. مثلاً:

1- هڪ زميندار آهي، جنهن جي آڏو چور کي پڪڙي آندو ويو، ان کان پوءِ زميندار ماڻهن جا بيان ٻڌي چور کي سزا ڏئي ٿو.
2- ٻن دوستن جي عرصي کان پوءِ ملاقات ۾ گفتگو.
3- زال ۽ مڙس جي ڪنهن مسئلي تي گفتگو.
4- ٻٽيءَ تي وڏيري ۽ ڪڙميءَ جي گفتگو. وغير

اهڙيءَ طرح، سماجي منظرن کان سواءِ، سنڌ جي رومانوي داستانن مان به منظر پيش ڪيا ويندا هئا. خاص طرح سان اهي منظر عورتون عورتن ۾ پيش ڪنديون هيون. مثلاً، سسئي جڏهن پنهونءَ کي ڳولڻ نڪري ٿي ته کيس سندس والده روڪي ٿي، ان تي پنهي جي وچ ۾ گفتگو ٿئي ٿي. ان کان پوءِ سندس ساهيڙيون کيس روڪين ٿيون، ته انهن سان سندس گفتگو ٿئي ٿي. ان کان سواءِ ليلا ۽ چنيسر جي گفتگو، نوريءَ ۽ ڄام تماچي، جي گفتگو، وغيره، به پيش ڪئي ويندي آهي.

سماجي منظرن جي سلسلي ۾ اهڙا به منظر ڏيکاريا ويندا هئا، جن مان سماجي برايون ظاهر ٿينديون هيون. ان سلسلي ۾ حقيقت پسنديءَ جو خاص خيال رکيو ويندو هو. انهيءَ لحاظ کان هو ڪنهن حد تائين زندگيءَ جا نقاد به هئا، ۽ ڪل ڀوڳ ۾ وڏي تنقيد ڪري ويندا هئا، جنهن ۾ اثر به هوندو هو ته حظ به هوندو هو. سندن تنقيد جي خاص خوبي اها هئي ته اها خشڪ نه هوندي هئي، پر طنز ۽ مذاق جو اهڙو ته نمونو پيدا ڪندي هئي جو ماڻهن کي کلي کلي پيٽ ۾ سور پئجيو وڃي.

هن مان معلوم ٿيندو ته سانگ ۾ ڪا مڪمل ڪهاڻي نه پيش ڪئي ويندي هئي، پر ڪهاڻين مان مکيه منظر پيش ڪيا ويندا هئا، يا زندگيءَ جا ڪي واقعا يا حقيقتون پيش ڪيون ويندون هيون، جن کي مزاحيه رنگ ڏنو ويندو هو. ڪڏهن ڪهاڻيءَ يا واقعي جو فقط هڪ منظر پيش ڪيو ويندو هو، ۽ ڪڏهن وري ساڳيءَ ڪهاڻيءَ يا واقعي سان واسطو رکندڙ ٻه يا گهڻا منظر به ڏيکاريا ويندا هئا.

سانگ جو رواج پنجاب ۾ موجود هو. اورنگزيب جي زماني تائين پنجاب ۾ سانگ جو تمام گهڻو رواج هو، پر اورنگزيب جي زماني ۾ اهو گهڻي قدر گهٽجي ويو. ان هوندي به قائم رهيو، ۽ اڃا به پنجاب جي ڳوٺن ۾ ان جو رواج آهي. پنجاب جي ٻهراڙين ۾ شادين جي موقعن تي ميراثين کي ڪوٺي ايندا آهن، جيڪي- سانگ رچائيندا آهن. سکر ۾ وڏيون پيڙيون هلائيندڙ مير بحر پنجابي آهن، اهي سکر ۾ درياهه جي ڪناري تي شادين جي موقعن تي سانگ جون محفلون ڪرائيندا آهن. پنجابي سانگ ۽ سنڌي سانگ ۾ اهو تفاوت آهي، جيڪو سنڌي ۽ پنجابي ثقافت ۾ آهي. سنڌي سانگ

سنڌي ثقافت جي ترجماني ڪري ٿو، تہ پنجابي سانگ پنجابي تهذيب جو آئينہ دار آهي. ان ڪان سواءِ پنجابي سانگ ۾ گهڻو ڪري هير- رانجهو جي رومانوي داستان مان منظر پيش ڪيا ويندا آهن.

سانگ ڪان سواءِ، ڀڳت کي بہ ڊرامي جو ابتدائي نمونو چئي سگهجي ٿو. ڀڳت ڪرڻ وارا ڀڳت مرد هوندا هئا، پر عورتن جو ويس ڪري، ساڙهي پائي، ڀڳت اچي وجهندا هئا. پيرن ۾ گهنگهرو بہ ٻڌل هوندا هئن. سڀ ڪان پهريائين هو پرارٿنا جو گيت ڳائيندا هئا، جو سُر ڪلياڻ مان هوندو هو. شاهہ لطيف جو رسالو بہ سُرڪلياڻ سان شروع ٿئي ٿو. ان ڪان پوءِ هو ڳائيندا هئا. ان سان گڏ نچندا بہ هئا، ۽ نچڻ وقت ڀڳت واري پڙ ۾ اڪٽي پنٽي هلندا بہ رهندا هئا. نہ فقط هو ڳائيندا هئا پر ڪنهن صوفي شاعر يا ڪنهن هندو جو ڪلام، ڪو سنڌ جو رومانوي داستان، قصو يا ڪهاڻي وغيره بہ بيان ڪندا هئا. سندن ڪهاڻيءَ جو بياني انداز بہ موسيقيءَ جي لئي ۾ هوندو هو. جيئن جيئن ڪهاڻي ارتقائي منزلون طئي ڪندي ويندي هئي، تيئن تيئن ڀڳت ڪردارن جي جذبن ۽ احساسن جي ترجماني بہ ڪندا ويندا هئا. هو ڪردارن جو ڪردار، اداڪاريءَ سان گڏ، ناچ جي صورت ۾ بہ پيش ڪندا هئا. ڪهاڻيءَ جي وچ ۾، ناچ سان گڏ ڳائيندا بہ رهندا هئا، جيئن ڊرامي ۾ ڪو ڪردار اداڪاريءَ سان گڏ ڳائيندو بہ آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڀڳت ڪا ڪهاڻي، ڪو منظر، سوال- جواب جي صورت ۾ بہ پيش ڪندا هئا. هڪ سوال ڪندو هو، ۽ ٻيو ان جو جواب ڏيندو هو. جواب ڏيڻ وارو ڀڳت اداڪاري بہ ڪندو هو، تہ ڳائيندو ۽ نچندو بہ هو. ڪڏهن وري سوال- جواب بيتن جي صورت ۾ بہ هوندو هو. ڀڳت وجهڻ وارا ڀڳت بہ يا ٽي هوندا هئا، ۽ اهي سڃا ڳائڻا بہ هوندا هئا. هندو انهن جي وڏي عزت ڪندا هئا، ۽ ڪين هوليءَ جي موقعي تي يا ڪن ٻين خاص موقعن تي ڪوني اچي ڀڳتون لڳارائيندا هئا. ڪي ڀڳت پيشہ ور هوندا هئا، ۽ ڪي سنت قسم جا هوندا هئا. ڀڳتن مان ڪنور رام ڏاڍو مشهور ٿي گذريو آهي. سندس وڏي عزت ڪئي ويندي هئي ۽ ڀڳت جي موقعي تي ڪيس گهڻو ڪجهہ ڏنو ويندو هو. پر هو سنت هو، ۽ جيڪي ڪيس ملندوو هو، اهو غريبن ۽ مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو. دان ڏيڻ وقت هو هندو مسلمان ۾ فرق نہ ڪندو هو. ڀڳت

ڪنور رام جي آواز ۾ وڏو اثر ۽ سوز هو.

شروع ۾ ڀڳت، هندو مذهبي ڪهاڻين پيش ڪرڻ جو هڪ ذريعو هو، ۽ ان ۾ جيڪو ڪلام ڳايو ويندو هو، اهو به ڌرمي رنگ جو هوندو هو. پر پوءِ ان ۾ نه فقط هندو مذهبي ڪٿائون پيش ڪيون وينديون هيون، بلڪ مسلمان بزرگن سان واسطو رکندڙ ڳالهيون ۽ سنڌ جا رومانوي داستان به پيش ڪيا ويندا هئا. هندو شاعرن جا ڀڄن ۽ اشلوڪ به ڳايا ويندا هئا ته مسلمان صوفي شاعرن جو ڪلام به ڳايو ويندو هو. ڀڳت ٻڌڻ وارن ۾، هندو به هوندا هئا ته مسلمان به هوندا هئا- يعني هندو فقط پاڻ لاءِ مخصوص ڀڳت نه ڪندا هئا.

سانگ ۽ ڀڳت جي جائزي مان اندازو ٿئي ٿو، ته "سانگ" ڊرامي جو بلڪل ابتدائي نمونو آهي، ۽ "ڀڳت" ان جو سڌريل مثال آهي، ڇاڪاڻ جو ڀڳت ۾ اداڪاريءَ سان گڏ ڳايو به وڃي ٿو.

"مناظرو" لوڪ ادب جي شاعريءَ جي هڪ صنف آهي. جنهن ۾ ٻن ڌرين جي وچ ۾ گفتگو يا جهيڙو ڏيکاريو ويندو آهي. ڪن مناظرن ۾ وري ٻن مقابلي وارين ڌرين کان سواءِ، امين يا فيصلي ڪندڙ يا ٻين ڪردارن کي به پيش ڪيو ويو آهي. يعني، مناظري جي فني توڙي فڪري ترتيب ڊرامائي آهي. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به لکيو آهي:

"مناظرن جي سٽاءَ ساڳي سانگ واري، يعني ڊرامائي آهي. ڪي مناظرا جڻ 'هڪ منظرا' سانگ آهن، جن ۾ به ڪردار هڪ ٻئي سان مخاطب ٿين ٿا ۽ آخر ۾ ٽيون ڪردار (امين، چڱو مڙس يا قاضي) داخل ٿي نيصلو ڪري ٿو. ڪي مناظرا 'ٻه منظرا' سانگ آهن، جن جي پهرئين منظر ۾ ٻه ڌريون هڪٻئي جي منهن مقابل ٿين ٿيون، ۽ آخرڪار امين وارين ٿيون، جو موجود ڪونهي؛ ان بعد، ٻئي منظر ۾، ڌريون ۽ امين گڏجن ٿا، ۽ نبيرو ٿئي ٿو."

جيڪڏهن اسين ائين چئون ته سنڌي مناظرو قديم نوعيت جو منظوم ڊرامو آهي، ته بيجا نه ٿيندو. مناظرن ۾ ڪي جهيڙا يا مڪالما انسانن جا انسانن جي وچ ۾ ڏيکاريل هوندا آهن، ته ڪي وري انسان ۽ جانور يا انسان ۽ پکيءَ جي وچ ۾ هوندا آهن- جهڙوڪ ڪڙمي ۽ گدڙ، ڌراڙ ۽

ميـنهن، هاري ۽ ڪبر، وغيره. ڪي وري پکين ۽ جانـورن جي وچ ۾ هوندا آهن- جهڙوڪ: لومڙ ۽ ڳوهه، هنج ۽ ڪونج، پونئر ۽ چتون، وغيره. ڪي وري بيجان شين جي وچ ۾ هوندا آهن- جهڙوڪ: سون ۽ لوهه، ڪنڌي ۽ چار، ٽوپي ۽ پڳ، ڪونرو ۽ چلم، وغيره.

جڏهن ڪهاڻيءَ جي شروعات ٿي، تـه تـه پهريائين جانورن ۽ پکين جون ڪهاڻيـون آيون. انهيءَ لحاظ کان چئجي ٿو تـه سنڌي مناظرو منظوم ڊرامي جو بلڪل ابتدائي نمونو آهي. ان مان اسين اهو بـه چئي سگهون ٿا تـه سنڌي زبان ۾ مناظري جو رواج تمام قديم زمانـي کـان هلندو اچي ٿـو. مناظري جي شاعرن مان جن جا حالات اسان کي معلوم ٿيا آهن، انهن مان سڀ کان قديم شاعر شيخ ابراهيم آهي، جيڪو شاهه لطيف جو همعصر آهي. شيخ ابراهيم لسبيلي جو هو. 1730ع ڌاري سـنـڌس ولادت ٿـي، ۽ ارڙهـين صديءَ جي پوئين ڏهي ۾ بـه جيئرو هو. ٽالپوري زماني ۾ مناظري جو گهڻو رواج معلوم ٿئي ٿو. ان زماني ۾ خير شاهه جي مناظري، "ٽوپي ۽ پڳ" عوام ۾ ڏاڍي مقبوليت حاصل ڪئي، ۽ سڀ کان اڳ ۾ ڇپجي شايع ٿيو.

سانگ وانگر، مناظري ۾ بـه طنز ۽ مزاح هوندو آهي، ۽ فـڪـاهت ۽ ظرافت هر بند مان ظاهر هوندي آهي. سـانگ وانگر، مناظرن ۾ زندگيءَ تي تنقيد هوندي آهي، ۽ براين تي طنز هوندي آهي. سانگ وانگر، مناظري ۾ بـه ٻولي ڪردار جي حيثيت موافق هوندي آهي. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مناظرن جي شاعرن بابت لکيو آهي:

"هنن ۾ مناسب موقعن تي شخصن ۽ ڪروهن جي ڪردارن توڙي ملڪ جي حالتن کي بيان ڪيو آهي، ۽ جيئن تـه اهو عيني مشاهدن ۽ عام حقيقتن جو اظهار آهي، انهيءَ ڪري ان ۾ صحيح تنقيد جو پهلو سمايل آهي."

سنڌي زبان جي عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جا ست رومانوي داستان- جهڙوڪ سهڻي- ميهار، سسئي- پنهون، مومل- راڻو، ليلا- چنيسر، عمر- مارئي، نوري- ڄام تماچي، ۽ راءِ ڏياچ- بـه ڊرامائي عنصر جي نشاندهي ڪن ٿا. انهن ۾ نـه فقط نغمگي آهي، پر ڊرامائي رنگ بـه موجود آهي. انهن رومانوي داستانن ۾ ڪردار تـه هڪ بـه آهن، پر انهن جي

زباني نہ فقط ڪهاڻيون بيان ڪيون ويون آهن، بلڪہ اهي پنهنجا ڪردار بہ خود بيان ڪن ٿا. انهن ڪهاڻين مان ڪردارن جا جذبا ۽ احساس بہ پوريءَ طرح واضح ٿين ٿا. جيئن تہ اهي ڳالهيون ڊرامي جو روح آهن، تنهن ڪري چئي سگهجي ٿو، تہ شاهہ صاحب جي شعر ۾ ڊرامي جو انداز آهي. ڀڳتن ۾ جڏهن ڀڳت شاهہ صاحب جا بيت سوال- جواب جي صورت ۾ يا ڪهاڻيءَ جي انداز ۾ پيش ڪندا هئا، تہ شاهہ صاحب جي ڪلام جو ڊرامائي عنصر اڃا بہ وڌيڪ واضح ٿي بيهندو هو. شاهہ صاحب کان سواءِ، ڪن ٻين شاعرن جي ڪلام ۾ بہ ڪجهہ ڪجهہ قدر ڊرامائي عنصر ملي ٿو.

# جديد سنڌي ڊرامو

نہ فقط سنڌ ۾، پر سيني قديم تهذيبن ۾ ڊرامو ملي ٿو. يونان ۽ هندستان ۾ قديم زماني کان ڊرامو مڪمل صورت ۾ موجود هو. هندستان جو ڪاليداس هڪ وڏو فطرت نگار ڊرامہ نويس ٿي گذريو آهي؛ جنهن کي جرمني جي دانشور ۽ اديب گوئٽي بہ عظيم فنڪار تسليم ڪيو آهي. يونان ۾ بہ ڊرامو اوج تي هو؛ پر قديم هندستاني ڊرامو گهڻوا ڳتي وڌيل نظر اچي ٿو. قديم زماني ۾ ڊرامي جي ترقي ڪرڻ جو اهوئي سبب آهي، جو هندو ڌرم ڊرامہ کي نہ صرف جائز ٿي ٺهرايو، پر ان جي پنيرائي بہ ٿي ڪئي. مسلمانن جي حڪومت ٿيڻ کان پوءِ هن فن جو تنزل شروع ٿي ويو؛ ڇاڪاڻ جو مسلمانن جي عالمن هن فن کي ناجائز ٺهرائيندي، نديو. انگريزي ادب جيئن تہ يوناني ادب کان متاثر ٿيل هو؛ انهيءَ ڪري انگريزي ادب ۾ ڊرامہ گهڻي وقت کان مروج هو، ۽ ڪافي ترقي ڪري چڪو هو. سورهين صديءَ ۾ ٿي انگريزي ادب شيڪسپيئر جهڙو عظيم ڊرامہ نويس پيدا ڪري چڪو هو. جنهن پنهنجي ڊرامن ۾ انساني زندگيءَ جي واقعن ۽ انسان جي جذبن ۽ احساسن جي فطري ترجماني ڪئي آهي. ان هوندي بہ شيڪسپيئر جا ڊراما غير انساني ڪردارن کان وانجهيل نہ آهن؛ ان لاءِ سندس ڊرامي "ٽيمپيسٽ" (The Tempest) جو مثال ڪافي آهي. غير انسانن جو ڪردار ڪجهہ انسانن جهڙو، ۽ ڪجهہ مافوق الفطرت ڏيکاريو اٿس. هندستان جي قديم ڊرامن ۾ ديوتائن ۽ ديوين جو ڪردار ڪجهہ انساني ۽ ڪجهہ مافوق الفطرت ڏيکاريل آهي. اهو انهيءَ ڪري آهي، جو انگريزي ڊرامي تي يوناني ڊرامي جو اثر غالب آهي؛ ۽ يوناني ۽ هندستاني ڊرامي ۾ مطابقت آهي.

جديد انگريزي ڊرامي کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. جديد ڪلاسيڪي ڊرامن جو بنياد پهريائين پهريائين فرانسيسي ڊرامہ نگارن سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ رکيو. ان ۾ آئالين شاعر "Alfieri"جا ڊرامہ بہ ڪافي مشهور ٿيا. رومانوي ڊرامن جو بنياد ايلزبيٿ ۽ اسٽورٽ جي زماني ۾ پيو. انهيءَ ٿي دور سان عظيم ڊرامہ نگار "شيڪسپيئر" بہ تعلق رکي ٿو. ان کان

سواءِ جرمنيءَ ۾ گوئٽي، شلر ۽ ليسنگ ڊرامہ نگاريءَ ۾ ڪافي ترقي ڪئي. فرانس ۾ وڪٽر هيوگو ۽ ڊيومس هن ميدان ۾ ڪافي شهرت حاصل ڪئي. جديد ڪلاسيڪي ۽ رومانوي ڊرامن ۾ ڪافي اختلاف آهي. ڪلاسيڪي ڊرامن جي برخلاف، رومانوي ڊرامن ۾ عوامي ماحول ڏيکاريو ويندو آهي، ۽ گفتگو ۾ بہ عوامي لب ۽ لهجو اختيار ڪيو ويندو آهي. اسان جي ڊرامن تي رومانوي ڊرامو ئي اثر انداز آهي؛ ڇاڪاڻ جو سنڌي ڊرامن ۾ رومانوي اثر ڪارفرما آهي.

ڊرامہ جا مکيہ بہ ڀاڱا ٿين ٿا: ٽريجڊي ۽ ڪاميڊي. جنهن ڊرامي ۾ هيرو ۽ ٻيا مکيہ ڪردار آخر ۾ مري وڃن ٿا، ان کي 'ٽريجڊي' چئبو آهي؛ ۽ جنهن ۾ هيرو ۽ ٻين مکيہ ڪردارن کي گهڻي تڪليف کان پوءِ آخر خوشي حاصل ٿئي ٿي، ان کي "ڪاميڊي" چئجي ٿو. انگريزيءَ ۾ بہ ٻنهي قسمن جا ڊراما آهن، تہ سنڌيءَ ۾ بہ ٻنهي قسمن جا ڊراما لکيا ويا آهن.

سنڌي ڊرامہ نگارن جيتوڻيڪ سياسي، سماجي ۽ تاريخي مضمون ڪٺي آندو آهي، تڏهن بہ هنن فن ۽ هيئت جي لحاظ کان مغربي ڊرامي جي تتبع ڪئي آهي، ۽ ان ۾ گهڻي ڀاڱي ڪامياب ويا آهن. ان هوندي بہ اڄ تائين سنڌي ادب کوبہ شيڪسپيئر يا برنارڊشا پيدا ڪري نہ سگهيو آهي.

فني لحاظ کان ڊرامي ۾ هي ڳالهيون ضروري آهن:

1- مک- ڪردار سان گڏ ساٿي ڪردار بہ هجڻ گهرجي، جيڪو وقت بوقت طنز و مزاح ذريعي مک ڪردار کي وندرائي ۽ ڊرامو ڏسندڙن کي بہ کلائي، نہ فقط ايترو، پر ساٿي ڪردار، مک ڪردار سان وفادار هجن، ۽ ڏکين وقتن ۾ ان جي مدد ڪن.

2- ڊرامہ ۾ طنز و مزاح جو هجڻ بہ ضروري آهي.

3- ڊرامي جي ڪهاڻيءَ ۾ پهريائين الهجاءُ هجي، پوءِ پڪڙندي، وڌندي ويهجندي، ڏسندڙ ۾ وڌي چاهہ پيدا ڪندي اوج تي پهچي ان کان ائين سلجهندي ۽ لهندي وڃي، جيئن ڪو ماڻهو ڏاڪڻ مان لهندو آهي، يعني ڪهاڻي ۾ چڙهڻي، اوج ۽ لهڻ ضروري آهي.

4- ڪردار جي گفتگو، رنگ ۽ ڍنگ انهن جي سماجي حيثيت مطابق هجي.

# ڊراما

آزاديءَ کان پوءِ افساني جي مقابلي ۾ ڊرامن تي تمام گهٽ ڌيان ڏنو ويو آهي. سنڌي ڊرامن لاءِ پراڻن اديبن مان منگهارام ملڪاڻي، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ محمد اسماعيل عرساڻيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. ملڪاڻي ڪيترائي "يڪ بابي ناٽڪ" لکيا آهن، جن مان "ٻي زال"، "اڪيلي دل"، "ٻنڌڻي"، "دل ۽ دماغ"، "ڪن جي خطا"، "ناخلف پٽ"، "پريت جي ريت"۽" پاپ جو ڪيتو" قابل ذڪر آهن.

محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي ڊرامن مان "نورجهان جو پٽ"، "سچائي موڙي"، "ڪانگريسي چار"، "شاهدي"، "نجومي"، "ڪورٽ" ۽ "ذڪار" بهترين ڊراما سمجهيا وڃن ٿا. عرساڻيءَ جو ڊرامو "بدنصيب ٿري" (1939ع) سنڌي زبان جو شاهڪار ڊرامو سمجهيو وڃي ٿو.

ورهاڱي کان پوءِ سندس ننڍن ناٽڪن جا مجموعا: "ڊزن ڊايالاگ" ۽ "حسن پروين" جي نالي سان ڇپيا آهن.

سنڌ جي ناميار ي ليکڪ لطف الله بدوي مرحوم نظم ۽ نثر جي مختلف صنفن سان گڏ ڊرامي طرف بہ ڌيان ڏنو. سندس ڊرامو "دودو چنيسر" سنڌي زبان جو بهترين ڊرامو سمجهيو وڃي ٿو. سنڌ جي ناميار ي شاعر شيخ اياز جو لکيل منظوم ڊرامو "دودي جو موت" پڻ قابلِ ذڪر آهي بلندپايہ شاعر ۽ نقاد عبدالرزاق راز بہ هڪ تاريخي ڊرامو "فاتح سنڌ" لکيو، جيڪو محمد بن قاسم جي فتح سنڌ جي پس منظر ۾ لکيل آهي.

شروعاتي دور ۾ نوجوانن مان چنہ شبير ناز جا بہ مڪمل ڊراما: "سجا سيج پلنگ" ۽ "دريا خان" شايع ٿي چڪا آهن. مراد علي مرزا جو عربي زبان جي ليکڪ توفيق الحڪم جي ڊرامي جو ترجمو "مونجهارو" جي نالي سان سنڌي اديبن جي ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ ڪتابي شڪل ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو. انهن ڪانسواءِ سنڌي رسالن ۾ پڻ ڪافي ڊراما ڇپيا گڏوگڏ ڊرامن جا ننڍا مجموعا پڻ ڇپيا، جهڙوڪ: علي بابا جو "دنگي منجهہ درياءَ"، رشيد ڀٽي جو "عاشق زهر پياڪ". محمد هاشم رهبر ڀٽي جو

"سنڌباد سيلاني"، شمشيرالحيدري جو "ڪاڪ محل"، اياز عالم ابڙو جو "ذات جي ڏيهه ۾"، "الله بخش ٽالپر جو "عجيب شادي"، ٽيڪمداس ڀگتاڻي جو "پتا جو پيار"، جي- اين قاضي جو "شهنشاهه اڪبر"، حبيب بخاري جو "قلوپطره" حبيب الله مرزا جو "شيڪسپيئر جي ڊرامي 'مئڪبيٿ' جو ترجمو"، دوجيندر لعل راءِ جو "شاهه جهان"، رسول بخش خمار جو مرتب ڪيل "پاڇا ۽ پڙلاءُ"، رشيد لاشاري جا سنسڪرت ڊرامن جا ترجما: "شڪنتلا" ۽ "نل دمينتي"، ظهور انصاري جو "جن جهونا ڳڙهه جلايو"، ممتاز مرزا جو ريڊيو ۽ ٽي وي ڊراما: "آخري رات"، قاضي خادم جا مرتب ڪيل ريڊيو ۽ ٽي وي ڊراما: "لڙڪ لڙڪ زنجير"، ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور جا ڊراما: "اسٽيج ڊراما".

هن دور ۾ ٽي وي ۽ سنڌي ڊرامي کي تمام وڏي هٿي ڏني آهي. هاڻوڪي دور ۾ ڪيترائي ٽي وي ڊراما لکيا ويا آهن. ان سان گڏ بهترين ريڊيو ڊراما به لکيا ويا آهن: هن دور جي مشهور ڊراما نويسن مان ڪجهه نالا هي آهن: آغا سليم، امر جليل، امداد حسيني، مراد علي مرزا، ابن حيات، عبدالقادرجوڻيجو، سراج، نورالهديٰ شاهه، علي بابا، ممتاز مرزا، شمشيرالحيدري، محمد خان جمالي، رزاق مهر، زيب سنڌي، عنايت ميمڻ، بيدل مسرور، بدوي، آغا رفيق، طارق عالم ابڙو، محمود مغل ۽ ٻيا.

# آکاڻيءَ جو فن، ارتقا ۽ ڦهلاءُ
## (پنج- تنتر ۽ ڪليله و دمنه)

آکاڻي جي تاريخ بہ ايڏي ئي قديم آهي، جيڏي انسان جي سمجهہ ۽ شعور جي تاريخ. ابتدائي منزلن جي ارتقا کان پوءِ جڏهن انسان ۾ شعور پيدا ٿيو، تڏهن هو بيروني ماحول مان اثر اخذ ڪري، ان تي سوچڻ ويچارڻ لڳو. اهو بيروني اثر هو، جهنگن ۽ جبلن، ندين ۽ نالن، سمنڊن ۽ دريائن، وائن ۽ مينهن جو ڀوَ ۽ خوشنما ماحول جي خوشي. هن ان ٻاهرين اثر کي، پنهنجي اندر ۾ ويچائي، عام انسانن کي وندرائڻ لاءِ آکاڻيون گهڙيون. اهو هو ابتدائي زماني جو اديب، جنهن پنهنجي شعور جي زور تي، بيروني اثر کان متاثر ٿي ادب تخليق ڪرڻ شروع ڪيو. اهو بيروني ڀوَ جو اثر هو، جو هن ديون ۽ پرين جو تصور قائم ڪري، ديوَن ۽ پرين جون ڪهاڻيون گهڙيون. هن جانورن جي خصوصيتن جو مطالعو ڪري، پنهنجي حڪيمانہ نڪتن کي بيان ڪرڻ لاءِ جانورن جي تمثيلن سان، جانورن جون ڪهاڻيون جوڙيون. اهڙيءَ طرح ديون ۽ پرين جون ڪهاڻيون ۽ جانورن جون ڪهاڻيون وجود ۾ اچي ويون، ۽ ٻار ۽ ٻُڍو انهن مان حظ حاصل ڪرڻ لڳو. اڳتي هلي نج انساني ڪردارن واريون ڪهاڻيون بہ جُڙڻ لڳيون، جن جي ابتدا بادشاهن جي ڪهاڻين سان ٿي. وڌيڪ اڳتي هلي غريبن ۽ عام انسانن جي زندگيءَ متعلق بہ آکاڻيون تيار ٿيڻ لڳيون.

انهن آکاڻين ۾ وندر سان گڏ اخلاق ۽ نصيحت جو مقصد بہ رکيل هوندو هو. عام ماڻهو اهي آکاڻيون نهايت دلچسپيءَ سان ٻڌندا هئا. انهيءَ ڪري انهن آکاڻين کي لوڪ ڪهاڻين ۽ ڏند ڪٿائن جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

ڏند ڪٿائن جي ٻڌڻ جو ٻارن کي تمام گهڻو اشتياق هوندو آهي، ۽ ڪُراڙا ۽ ڪَراڙيون رات جو سمهڻ وقت کين وندرائڻ لاءِ ٻڌائيندا آهن. انهن مان ڪيتريون تہ تمام ننڍيون ٿينديون آهن، ۽ تمام ننڍن ٻارن کي وندرائڻ لاءِ ٻڌائيبيون آهن. اهي ايڏيون تہ دڪدائڪ ۽ وندرائيندڙ هونديون آهن، جو

انهن جو اثر وڏي عمر تائين به ٿيندو آهي. ان کان سواءِ اهي آکاڻيون وڏن جي وندر جو به سبب هيون. اوطاقن ۽ اوتارن جي ڪچهرين ۾ ڪٿائون ۽ ڪهاڻيون ڪٿندڙ جنن، ديون، پرين، ديوتائن، جادوگرن، راجائن ۽ سورمن جون آکاڻيون هيون. انهيءَ لاءِ خاص ماڻهو هوندا هئا، جي مخصوص انداز ۾ ڪهاڻيون ٻڌائيندا هئا. هو ڪهاڻين ٻڌائڻ وقت آواز جو نوع ۽ هٿن جو چالو اهڙو رکندا هئا، جو ڄڻ ته ڪو ڊرامو ٿي رهيو آهي. ويجهڙائيءَ واري زماني تائين اهي داستان گو موجود هئا، پر هينئر ويچارا هائيءَ هجي ويا آهن. جر مان مڃي ڪنٽي ناهي؛ ممڪن آهي ته انهيءَ فن جا استاد اڃا به سنڌ جي ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود هجن.

بادشاهه ۽ راجائون جيئن درٻارين ۾ شاعر يا ڪوي رکندا هئا، تيئن داستان گو به رکندا هئا، جيڪي ڪين ڳالهيون ڪٿي وندرائيندا هئا. اٽڪل هزار سال اڳ هندستان ۾ پد پائي نالي مشهور داستان گو ٿي گذريو آهي، جيڪو پنهنجي مخصوص فلسفهءِ حيات قصن جي صورت ۾ پنهنجي وقت جي راجا کي ٻڌائيندو هو. سندس ڪهاڻين جو اصلي مسودو ناپيد آهي. 1500ع ۾ ڪنهن عرب عالم سندس ڪهاڻين جو عربي ترجمو ڪيو، جنهن تان پوءِ اهي ڪيترين ئي زبانن ۾ ترجمو ٿي وييون. ڪهاڻي مختصر نه پر طويل آهي، جنهن مان وري ننڍا ننڍا ٽوٽڪا نڪرن ٿا. انهن مان هڪ ڪهاڻي ”باندر ۽ رڇ“ جو ترجمو راقم ڪيو هو، جو روزانه ”هلال پاڪستان“ مؤرخ 13-جون 1954ع ۾ شايع ٿيو هو. ان ۾ قوم تان قربان ٿيڻ جو سبق سيکاريل آهي. هن ڪهاڻيءَ جا ڪردار به جانور ئي آهن. خالص انساني ڪردارن وارين ڪهاڻين جو رواج گهڻو پوءِ پيو. اهي آکاڻيون جي قديم زماني کان اسان وٽ مروج آهن، ڪردارن جي لحاظ کان ٽن قسمن ۾ ورهائي سگهجن ٿيون: 1- ”جانورن ۽ پکين جون ڪهاڻيون“، 2- ”پرين ۽ ديون جون ڪهاڻيون“، 3- ”انساني ڪردارن جون ڪهاڻيون.“

### 1. جانورن ۽ پکين جون ڪهاڻيون:

هي قديم ڪهاڻين جو ابتدائي نمونو آهي. هن قسم جون لوڪ ڪهاڻيون هر ملڪ ۾ موجود آهن. خود انگريزي ادب ۾ جانورن جي

ڏند ڪٿائن جا اهڃاڻ ملن ٿا. ڪيترن ئي شاعر ۽ نثر نويسن، جهڙوڪ: بلندپايه شاعر ڊرائيڊن پنهنجي منظوم ڊرامي ”آل فار ادو“؛ ڪائيٽر پنهنجي ”ٽيبل ٽاڪس“ ۽ مشهور نثرنگار سر چارڊانسٽيل ”ٽيٽلر 224“ ۾، شڪري ۽ ان (ٽنيڙو پکي) جي لوڪ ڪهاڻين ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

انهن قديم ڪهاڻين مان ڪيتريون نجيون جانورن بابت آهن؛ ڪن ۾ وري انسان جي ڪردار کي به دخل آهي. نه فقط قديم ڪهاڻين ۾، پر اڄ تائين جيڪي به جانورن جون آکاڻيون لکيون ويون آهن، انهن ۾ پڻ اهي ئي نمونا موجود آهن. انهن ڪهاڻين ۾ ڪانه ڪا نصيحت ضرور هوندي آهي.

قديم زماني ۾ جڏهن عوام کي بادشاهه يا راجا جي حڪم ۽ فعل جي خلاف ڪنهن به قسم جي چون- چران ڪرڻ جي جرائت نه ٿيندي هئي، تڏهن ان وقت جا اديب ۽ شاعر جانورن ۽ پکين جي ذريعي پنهنجي جذبات ۽ خيالات جو اظهار سولائيءَ سان ڪري ويندا هئا. انهيءَ ڪري هو پنهنجو مقصد يا پيغام به عوام تائين پهچائي ويندا هئا، ۽ بادشاهه جي عتاب کان به بچي ويندا هئا. ان کان سواءِ ڪهاڻيون جيئن ته دلچسپ ٿينديون هيون، تنهنڪري عوام ۾ سولائيءَ سان مقبول به ٿي سگهيون ٿي ۽ انهن جو مقصد به سولائيءَ سان ذهن نشين ٿي سگهيو ٿي.

هندستان ۾ جانورن متعلق جيڪي به ڪهاڻيون لکيون ويون آهن؛ انهن مان سڀ کان قديم ڪهاڻي سنسڪرت ح 800 ق.م ۾ لکي ويئي ۽ اپنشندن جي وسيلي هنديءَ ۾ آئي. اپنشندن جي ڪهاڻين کان پوءِ ٻيو خزانو مهاڀارت آهي، جنهن ۾ اخلاقي نڪات جي وضاحت لاءِ جابجا ڪهاڻين کان ڪم ورتو ويو آهي. ليڪن ڪهاڻين جو سڀ کان وڏو ذخيرو اهي 547 ڪهاڻيون آهن، جي گوتم ٻڌ ڏانهن منسوب ٿيل آهن. هي ڪهاڻيون 22 جلدن ۾ مرتب ڪيون ويون آهن، ۽ اٽڪل 500 سال عيسوي سن کان اڳ لکيون ويون. هي ”جا تڪ“ ڪهاڻين جي نالي سان مشهور آهن.

قديم ڪهاڻين جو هڪ ٻيو مجموعو 300 ق.م ۽200 ق.م جي درميان مرتب ڪيو ويو . ان جو اصلي نسخو ته هٿ ڪونه آيو آهي، پر هٿ آيل معلومات مان معلوم ٿئي ٿو، ته ڪتاب جو نالو ”ڪليلو دمنون“ هو، ۽ سندس مرتب جو نالو وشنو شرما هو. جنهن لاءِ ڪن عالمن لکيو آهي ته هو

سنڌي عالم هو. انهن ڪهاڻين مان ڪجهہ ليکڪ جي دماغ سوزيءَ جو نتيجو آهن، ۽ ڪجهہ سنسڪرت جي معروف ڪتابن، جهڙوڪ: مهاڀارت، رامائڻ، سيمن، واڪيہ سمرتي، شنڪر سنگيت، چاڻڪيہ سڪتہ ۽ ٻين ڪتابن تان ٿوريءَ ڦير ڦار سان ورتل آهن. وشنو شرما جي انهيءَ ڪتاب مرتب ڪرڻ بابت هي روايت ملي آهي.

سيني، پاٽلي پتر يا جنوبي هند جو مهيلا نالي هڪ راجا هو. جنهن کي ٽي پٽ هئا. جي تيئي نهايت غبي، ڪند ذهن ۽ نڪما هئا. راجا انهن کي پڙهائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي، پر ڪجهہ بہ نہ وريو. آخر تنگ اچي سڄي حڪومت جي عقلمند اميرن، وزيرن، عالمن ۽ فاضلن کي درٻار ۾ ڪوٺايائين، ۽ انهن کي پٽن جو احوال ٻڌايائين. هڪ پنڊت چيو تہ انهن ڇوڪرن کي ٻارهن سالن تائين زبان جا قاعدا پڙهايو، ۽ پوءِ منو جو ڌرم شاستر، چاڻڪيا جو ارٿ شاستر ۽ وتسياهہ جو ڪام شاستر جو مطالعو ڪرايو. ٻي چيو تہ زندگي مختصر ۽ فاني آهي. علمن ۽ فنن حاصل ڪرڻ لاءِ وڏو عرصو درڪار آهي. انهيءَ ڪري ڪو اهڙو طريقو هجي، جو مختصر ۽ مفيد هجي. خوش نصيبيءَ سان اسان ۾ "وشنو شرما" جهڙو شخص موجود آهي، جنهن کي سيني علمن ۽ فنن ۾ نہ فقط ڪمال حاصل آهي، پر پنهنجي طالب العلمن جي ذهن ۾ هر ڳالهہ آسانيءَ سان ويهارڻ جي صلاحيت بہ رکي ٿو. هو ٿوري عرصي ۾ ٽي شهزادن کي تعليم ڏيئي سگهندو.

راجا انهيءَ ئي وقت وشنو شرما کي سڏائي چيو "اي استاد! منهنجا پٽ تنهنجي توجهہ جا محتاج آهن. مون تي مهرباني ڪر ۽ ڪين هتي ئي تعليم ۽ تربيت ڏي. مان تنهنجي لاءِ انهيءَ محنت جي عيوض هميشه لاءِ سؤ ڳوٺ لکي ڏيڻ لاءِ تيارآهيان." وشنو شرما جواب ۾ چيس: "مان اهو شخص نہ آهيان، جو پنهنجو علم اهڙيءَ طرح وڪڻندو وتان. تنهنجي سؤ ڳوٺن جي مون وٽ ڪابہ اهميت ڪانهي. مان هڪ استاد آهيان ۽ طالب العلم کي سيکارڻ پنهنجو فرض سمجهان ٿو. مان توکي يقين ڏياريان ٿو تہ راجڪمار ڇهن مهينن ۾ سياست ۽ علم دنيويءَ ۾ ماهر ٿي ويندا. وشنو شرما انهن ڇوڪرن کي گهر آڻي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي ۽ پنهنجي تعليم کي پنجن تنترن تائين محدود ڪيائين. انهن پنجن بابن يا تنترن ۾ علمن ۽ فنن، سياست

۽ مذهب کي قصن جي پيرايي ۾ بيان ڪيو ويو آهي، جي هن طرح آهن:

1- متر ڀيد: يعني دوستن کي ڪيئن هڪٻئي کان جدا ڪيو وڃي.
2- مترسمپراپتي: دوستن کي ڪيئن حاصل ڪيو وڃي.
3- ڪاڪولوڪيم: يعني ڪانون ۽ الن جي جنگ.
4- لبده پرناشم: يعني پنهنجي ڪمائيءَ جو نقصان.
5- ايريڪشت ڪارڪم: يعني تڪڙ ۾ جيڪي ڪم ڪيا وڃن ٿا، انهن جا کهڙا نتيا نڪرن ٿا.

انهن قصن جا ڪردار لومڙي، شينهن، رڇ، ڍاند، ڪڇون، ڪوئا، الو، ڪانو، باندر، مانگرمڇ، مرد، عورتون ۽ ديوَ هئا. انهن قصن کي اهڙيءَ عمدگيءَ سان بيان ڪيو ويو هو، جو اهي غبي شهزادا انهن واقعن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳا ۽ پنجن مهينن ۾ ئي ڪين اهي پنج تنتر ياد ٿي ويا. انهيءَ ڪري هو نہ فقط امور سلطنت ۽ امور دنيويءَ ۾ ماهر ٿي ويا، پر نظم ۽ نثر بہ لکڻ لڳا. جيئن تہ انهن قصن جي طرز بيان نهايت دلڪش هئي، انهيءَ ڪري عام ٿي ويا.

مغرب ۾ هي قصا "پلپي" جي نالي سان بہ مشهور ٿيا. ڪن مشرقي عالمن، ان دانشمند پنڊت کي بيدپا سڏيو آهي. يعقوبيءَ هن لاءِ لکيو تہ: "هن ان ۾ اهڙيون تمثيلون بيان ڪيون آهن، جن مان عقلمند ماڻهو عبرت ۽ نصيحت، فهم ۽ فراست، تهذيب ۽ شائستگي حاصل ڪري سگهن ٿا. بيرونيءَ بہ صاف ڄاڻايو آهي تہ "اسان وٽ جيڪو ڪتاب "ڪليله دمنه" جي نالي سان مشهور آهي، اهو اصل ۾ "پنچ تنتر" آهي".

خود سنسڪرت جي ٻين ڪهاڻين جي ڪتابن ۾ "پنچ تنتر" جون ڪهاڻيون آيل آهن. ڪهاڻين جي ڪتاب "هتو اُپديش" جون ڪجهہ ڪهاڻيون "پنچ تنتر" ۽ ڪجهہ "نيتي سار" ۽ ٻين ڪهاڻين جي ڪتابن تان ورتل آهن. هتو اُپديش بنگال جي طرف جي راجا "ڌول چندر" جي درٻاري پَنَ "نارائڻ" 800ع ڌاري تيار ڪيو. هڪ ڪتاب "ڪٿاسرت ساگر" جي نالي سان بہ آهي، جنهن جون ٽي حصا ڪهاڻيون "پنچ تنتر" تان ورتل آهن، ۽ هڪ حصو "بيتال پچيسي" جي ڪهاڻين تان ورتل آهي، اهڙيءَ طرح "پنچ

تنتر" جا ٽي باب "برهت ڪٿامنجري" نالي ڪهاڻين جي ڪتاب ۾ آيل آهن. پر انهن سڀني کان مشهور معروف "پنچ تنتر" ئي آهي، ۽ ٻين سڀني ڪجهه ڪهاڻيون هن ڪتاب تان ئي ورتيون آهن. هن ڪتاب جا ڪيترين ئي زبانن ۾ ترجما ۽ ترجمن تان ترجما ٿيندا رهيا آهن. هن ردوبدل جي خود هڪ مستقل تاريخ آهي، جنهن جي تحقيق طرف ڪيترن ئي يورپي ۽ ديسي عالمن ڌيان ڏنو آهي.

پهريائين هن ڪتاب جو ترجمو پهلوي زبان ۾ ٿيو، تنهن ڪانپوءِ ئي ٻين زبانن ۾ ان جا ترجما ٿيڻ شروع ٿيا. ايران جي مشهور بادشاهه نوشيروان (579-531) "پنچ تنتر" جي حڪمت جون ڳالهيون ٻڌي، هڪ ايراني عالم کي ان ڪتاب جي هٿ ڪرڻ ۽ ترجمي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو، ان جو نالو "برزويه" هو، جو عربيءَ ۾ "برزويه" ٿي ويو، ڇاڪاڻ جو عربيءَ ۾ پ ۽ ز جا حرف ڪونهن. برزويه ڏاڪڙا ڏسي هندستان پهتو ۽ ڪتاب جي ڳولها ڪندي ڪيس پتو پيو تہ راجا جي خزاني ۾ هو. پوءِ تہ خزانچيءَ سان دوستي رکي، ڪجهيءَ طرح ترجمو ڪري ورتائين. جيئن تہ انهن قصن جا ٻہ ڪردار ٻہ لومڙيون آهن، جن جو سنسڪرت نالو "ڪرنڪا" ۽ دمنڪا" هو، تنهنڪري ان جو پهلوي ترجمو "ڪلنگ ۽ دمنگ" جي نالي سان مشهور ٿيو، جنهن کي ابن مقفع "ڪليله دمنه" بنايو. هتو اپديش ۾ "ڪرتڪ" ۽ "دوتڪ" آيل آهن.

جڏهن اهو عالم نوشيروان وٽ پهتو، تڏهن هو ڪانئس ايڏو تہ خوش ٿيو، جو ٻين انعامن اڪرامن کان سواءِ تاج ڍڪائي پاڻ سان گڏ تخت تي ٻہ ورهايائينس- ان کان سواءِ ترجمي جي تڪميل لاءِ وزير بزرجمهر کي حڪم ڪيو ويو:

ڪليه دمنه جيڪو اڄ جنهن حالت ۾ اسان وٽ آهي، ٽن طريقن سان مرتب ٿيل آهي. پهريائين اهي قصا آهن، جي هندي يا سنسڪرت آهن، ۽ اصل ڪتاب پنچ تنتر ۾ آهن؛ ٻيا اهي داستان آهن، جي ايرانين اضافو ڪيا؛ ٽيان اهي ابواب آهن، جي عربي زبان ۾ ترجمو ڪرڻ وقت وڌايا ويا. پر اصل اهي پنچ ڪهاڻيون آهن، جي عربي زبان ۾ ترجمو ٿي پنجن بابن ۾ هن طرح ورهايل آهن.

1- باب الاسند والثور 2- باب الناسک و المطوقه 3- باب البوم و الغربان 4- باب القرد و السلحفاة 5- باب الناسک و ابن عرس.

ايراني مترجمن ٽي باب وڌايا. پر انهن ٽن بابن کان سواءِ عربي نسخن ۾ ٻه ٻيا باب به نظر اچن ٿا. جهڙوڪ: باب ملک الجردان و زرائه ۽ باب الحمامة و التعلب و مالک الحزين. نه فقط ايترو، پر نوَ باب ٻيا به وڌايا ويا. اهڙيءَ طرح عربي ڪليله دمنه اوڻيهن بابن تي مشتمل ٿي ويو. ابن نديم جو بيان آهي "ڪليله دمنه" جا سترهن باب آهن، پرڪي چون ٿا ته ارڙهن باب آهن. مون هڪ نسخو اهڙو به ڏٺو آهي، جنهن ۾ ٻه باب ٻيا به آهن." ان مان معلوم ٿئي ٿو ته الفهرست جي تاليف جي زماني ۾ ئي، جو ڪليله دمنه جي عربي مترجم ابن المقفع کان ٻه صديون پوءِ جو زمانو آهي، ڪليله دمنه جي ابواب ۾ اختلاف هو.

ٻين نون داستانن مان ٽي داستان (1- باب الثور و الجرد 2- باب الملک والطير 3- باب الاسد ابن آدي) مهاڀارت جي ٻارهين باب مان اخذ ڪري ڪليله ۾ شريڪ ڪيا ويا، ۽ ڇهه باب نه معلوم ڪٿان ورتا ويا- اهي آهن: 1- القحص ان امر دمنه 2- الرامي اللبوة 3- الناسک و الغيف 4- البلاد و البراهمه 5- السائح و الصائغ 6- الملک و اصحابه.

هڪ ايراني عيسائي پادري "بود"، هي ڪتاب هٿ ڪري، پراڻي سرياني زبان ۾570هه ۾ ان جو ترجمو ڪيو، پر ان ۾ "پنچ تنتر" جي پنجن بابن کان سواءِ ٻيا پنج باب به شامل ڪيائين. ان ۾ حڪيم برزويه جو ذڪر به ڪونهي. اهي ڏهه باب هي آهن:

1- باب السدوالثور، 2- باب الحمامة و المطوقة، 3- باب القرد والسلحفاة، 4- باب الناسک و ابن عرص، 5- باب الثور والجرد، 6- باب البوم والغربان، 7- باب الملک والطير، 8- باب الاسد و ابن آدي، 9- باب البلار، 10- باب الجردان وزرائه.

انهيءَ ترجمي جي خبر ڪيتري وقت تائين ڪنهن کي نه پيئي. 1287هه ۾ شهر ماردين (ايشيائي ڪوچڪ) جي هڪ ڪليسا مان هڪ نسخو نڪتو ۽ بيڪل (Bickell) نالي، جرمنيءَ جي هڪ مستشرق، جرمني زبان ۾ ان جو ترجمو ڪري، ترجمي سان اصل ڪتاب کي 1293هه (مطابق 1876ع) ۾ لپزيگ ۾ ڇپايو. هڪ ٻئي مستشرق بنفي (Benfy) بيڪل جي نسختي تي هڪ عالمانه مقدمو لکيو، جنهن ۾ عربي ترجمي، قديم سرياني

ترجمي، ۽ انهن آثارن بابت جيڪي پهلويءَ مان ترجمي ٿيڻ جي ڪري سرياني نسخي ۾ رهجي ويا هئا، تفصيل سان بحث ڪيو آهي. هڪ ٻئي مستشرق ڪيٿ فاڪنز، جو ”ڪليله دمنه“ انگريزي جو مترجم آهي، پنهنجي انگريزي ترجمي ۾ بنفيءَ جي تحقيقات کي مختصر طرح بيان ڪري، پنهنجي تحقيق به پيش ڪئي آهي.

مٿي ڏنل ڏهن بابن مان آخري باب ڪن عربي نسخن ۾ آهي، ڪن ۾ ڪونهي. ڪيترائي عربي ترجما ان کان خالي آهن. هيءَ حڪايت فقط سرياني ترجمي ۽ چند عربي نسخن ۾ موجود آهي. مشهور مستشرق نولڊيڪي، ان حڪايت جي ڪيترن نسخن مان تصحيح ڪئي آهي، ان کي جرمن ترجمي سان 1879ع ۾ ڇپايو آهي. ڪن اشارن جي بنا تي ثابت ڪيو اٿس ته، ”هي باب انهن بابن مان آهن، جن کي ايرانين تاليف ڪري ساسانين جي زماني ۾ هندي قصن ۾ اضافو ڪيو آهي. ان کان سواءِ انهن بابن جي ترتيب به ابن القفع جي عربي ترجمي کان مختلف آهي.

عبدالله ابن المقفع 750هه ۾ خليفي ابو جعفر منصور جي حڪم سان هن ڪتاب جو عربي ترجمو ڪيو. ان ۾ چوڏهن باب آڪاٺين جا ۽ ٻي باب ٻيا وڌايل آهن.

1- مقدمه ڪتاب ترجمو علي بن شاد فارسي.

2- برزويه جي ڪتاب آڻڻ جو واقعو، هن ۾ حڪيم جي وڃڻ، موٽي اچڻ ۽ نوشيروان جي استقبال ڪرڻ جو مفصل بيان آيل آهي. هي باب ابن المقفع جي انشاپردازيءَ جو نئي نتيجو آهي، ڇاڪاڻ جو اصل پهلوي نسخي ۾ ان جو وجود ڪونهي.

3- حڪيم برزويه جو باب؛ ترجمو بزرجمهر، ابن القفع لکيو آهي ته ان حڪيم کي نوشيروان حڪم ڏنو ته گهر جيڪي گهرڻو هجيئي. هن عرض ڪيو ته بزرجمهر کي حڪم ڏنو وڃي ته هو هڪ باب هن جي نالي تي لکي، جنهن ۾ سندس محنت جو تفصيل هجي. انهيءَ ڪري بادشاهه جي حڪم سان بزرجمهر هي باب لکيو ۽ ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو. سواءِ هن باب جي ٻيءَ ڪنهن به جاءِ تي برزويه جو نالو نظر نٿو اچي، ۽ نه ان جي زندگيءَ جو احوال ملي ٿو. انهيءَ ڪري ڪن محققن

هن جي وجود ۾ ئي شڪ جو اظهار ڪيو آهي. نه فقط ايترو پر "برزويه" کي فرضي ثابت ڪندي ڪليله دمنه جي هر پهلوي ترجمي کان ئي انڪار ڪيو آهي.

اهو اصلي پهلوي ترجمو هينئر اڻلڀ آهي. انهيءَ ڪري ڪليله دمنه جا جيڪي به ترجما ڪيا ويا، اهي عربيءَ سرياني ترجمن تان ئي ڪيا ويا. ابن المقفع جو ترجمو فصاحت ۽ بلاغت جو شاهڪار آهي، ۽ عربي ادب ۾ غيرفاني حيثيت رکي ٿو.

مٿي بيان ڪيل ٻن بابن ڪانسواءِ بروڪلن جو خيال آهي ته ٻه ٻيا باب: 1- باب الفحص عن امر دمنه. 2- باب الناسڪ والغيف. به مقفع جائي لکيل آهن. سندس بيان هي آهي:

ابن المقفع خصوصيت سان باب الفحص عن امردمته پاڻ تصنيف ڪيو آهي، جيئن ثابت ٿي سگهي ته چغل خوان جي ڪوشش آخرڪار عدالت تائين پهچي ٿي ۽ بيگناهن جو خون خالي نٿو وڃي. اهڙيءَ طرح هن چاهيو ٿي ته ان غير اخلاقي اثر کي زائل ڪري، جيڪو باب الاسند والثور جي نتيجي ۾ ظاهر ٿئي ٿو.

برو ڪلن اڳتي هلي اهو به خيال ظاهر ڪيو آهي ته ابن المقفع اهي فقرا به وڌايا آهن، جيڪي اختلاف اصحاب مذاهب بابت آهن (2). ان خيال جي تائيد ابوريحان بيرونيءَ به ڪئي آهي. لکي ٿو:

"ڪاش! مون کان اهو ممڪن ٿي سگهي ته ڪتاب "پنج تنتر"، جو هن وقت منهنجي اڳيان "ڪليله دمنه" جي نالي سان موجود آهي، جو ترجمو ڪري سگهان. ڇاڪاڻ جو هي ڪتاب هندي (سنسڪرت) مان فارسيءَ (پهلويءَ) ۾، پوءِ فارسي (پهلوي) مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح هڪ زبان مان ٻيءَ زبان ۾، ۽ ٻيءَ مان ٽينءَ ۾ منتقل ٿيڻ جي ڪري، ان ۾ چڱو ڦيرو اچي ويو آهي. ابن المقفع هن ڪتاب ۾ باب برزويه جو اضافو انهيءَ ڪري ڪيو آهي، جيئن ڦِلهڙي عقيدي وارا مشڪوڪ ٿي پون ۽ ڪين مانويه دين ڏانهن رغبت ٿئي. جڏهن ابن المقفع کي اضافي جو جوابدار ٺهرائي سگهجي ٿو ته اهو به باور ڪري سگهجي ٿو ته ترجمي ۾ به تصرف ڪيو ويو هوندو."

سر ڏيني سن راس جو خيال آهي، تہ ڪليله دمنه جي پهلوي ترجمي جو قصو هٿ جو ٺهيل آهي. ڪڏهن بہ ان ڪتاب جو ڪو بہ نسخو پهلويءَ ۾ نہ رهيو آهي. هو پنهنجي راءِ جي شاهديءَ ۾ هي ثابتيون پيش ڪري ٿو:

1- مقع جي عربي ترجمي ۾ اهو ذڪر ڪونهي تہ هن ان ڪتاب جو ترجمو ڪهڙيءَ زبان مان ڪيو آهي.

2- سريانيءَ جي قديم نسخي يعني بود جي ترجمي ۾ باب برزويه موجود ڪونهي.

3- عبد يسوع اسقف نصيبين سرياني نسخن جي فهرست ۾ لکيو آهي تہ ڪتاب ڪلنگ و دمنگ جو هنديءَ مان سرياني زبان ۾ ترجمو ڪيو ويو، جيڪو بود ڪيو. عبد يسوع جو زمانو ستين صدي هجري آهي.

انهن شاهدين ڏيڻ کان پوءِ لکيو اٿس، تہ ابن المقفع کي ڪليله دمنه جو ڪو بہ پهلوي نسخو نہ مليو هو. ان ترجمي جو اساس اهوئي سرياني نسخو هو، جنهن کي بود ترجمو ڪيو هو. انکي هن ٿي عربيءَ ۾ آندو ۽ چند بابن جو اضافو ڪيو. سرديني سن راس جي راءِ کي هڪ ايراني عالم هيٺين دليلن سان رد ڪيو آهي:

1- " ڪنهن بہ هنڌ انهيءَ جو ذڪر نہ ملڻ تہ ابن المقفع ڪليله دمنه جو ترجمو ڪهڙيءَ زبان مان ڪيو آهي؛ ڪنهن طرح بہ ان جو دليل ٿي نٿو سگهي تہ ترجمو پهلويءَ مان نہ ڪيو ويو آهي. باب برزويه ۾ ان ڪتاب جو هندستان مان ايران آڻڻ ۽ ان جو ترجمو پهلوي زبانن ۾ ڪرڻ جو سچو قصو موجود آهي. ان مان صاف ظاهر آهي تہ جيڪو نسخو مقفع، ترجمي وقت اڳيان رکيو، اهو پهلوي ئي هو. ان کان سواءِ ٻين مختلف شهادتن مان بہ ان جو ثبوت ملي ٿو تہ مقفع نہ فقط پهلويءَ کان واقف هو، پر اها سندس مادري زبان هئي. ابو المعالي مترجم ڪليله دمنه بهرام شاهي ابن المقفع جو قول نقل ڪيو آهي تہ "جڏهن مون ڏٺو تہ اهلِ فارس هن ڪتاب جو ترجمو هنديءَ مان پهلويءَ ۾ ڪيو آهي. تڏهن مون خيال ڪيو تہ عراق ۽ شام جي ماڻهن کي بہ ان ڪتاب کان محروم نہ رکان. انهيءَ ڪري تازي زبان ۾ ان جو ترجمو ڪيو ويو"

2- "ابن المقفع، قديم ترين تاريخ کان واقف هو. انهيءَ ڪري مستشرق موصوف جو اهين چوڻ هن بروزيه جو داستان انهيءَ خيال کان لکيو تہ جيئن پنهنجي وطن وارن جو پايو بلند ڪري، ۽ ڪليله دمنه جي ترجمي ۾ اوليت جو سهرو ايران جي سِر بڌي، منهنجي آڏو صحيح نہ آهي."

3- "عبد يسوع جو ستن سون سالن کان پوءِ ڪليله دمنه جو دريافت ڪرڻ، هنديءَ مان ترجمي ڪرڻ جو ڪوبه دليل تي نٿو سگهي، ۽ نه ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته مقفع پهلويءَ مان ترجمو ڪيو. ان ڪان سواءِ خود "بود" به پنهنجي سرياني ترجمي ۾ ان بابت ڪجهه به نه لکيو آهي ته هن اهو ترجمو ڪهڙيءَ زبان تان ڪيو."

4- "ابو ريحان ڪان سواءِ ابو حنيفه دينوري (وفات 282هه) پنهجي ڪتاب ۾ ڪليله دمنه جي موجودگي ابن المقفع ڪان اڳ ظاهر ڪئي آهي. هو چوي ٿو ته "بهرام چوبين" ان جو هڪ نسخو هميشه پاڻ سان رکندو هو، ۽ جنهن به منزل تي پهچندو هو، ته پڙهندو هو."

5- " ڪليله دمنه جو پهلويءَ ۾ موجود هجڻ جو سڀ ڪان وڏو دليل اهو آهي، ته بود جي سرياني ترجمي ۾ پهلويءَ جا ڪيترائي لفظ موجود آهن. سڀ ڪان اڳ بنفي ان پاسي ڌيان ڏنو، ۽ پنهنجي مقدمي طبع اول ۾ ان تي بحث ڪيو."

سرياني ترجمي ۾ باب البوم و الغربان ۾ هڪ چشمي جو ذڪر آهي، جنهن کي "پنچ تنتر" ۾ "چندراسر" نالو ڏنو ويو آهي؛ جنهن جي معنيٰ آهي "چشمه ماهه". سرياني نسخي ۾ ان جو نالو "ماهه خاني" رکيو ويو آهي، جو "ماهه" خاني مان بنيو آهي. ماهه = چنڊ؛ خاني = چشمو، حوض وغيره. نظامي گنجووي چوي ٿو:

زشرم آب آن رخشنده خالي – شده درظلمت آب زندگاني

"اصفهان جي ذڪڻ اوڀر ۾ اڄ تائين 'گاوخاني' شهر موجود آهي. اهي ٻئي لفظ پهلوي آهن، ۽ پهلوي طريقي تي ئي بنايا ويا آهن. ابن المقفع ان جو ترجمو "عين القمر" ڪيو آهي، ۽ ابوالمعالي "چشمهء القمر" لکيو آهي. باب الاسد والثور ۾ "سيمرغ" جي حڪايت آهي، جنهن جو نالو "پنچ تنتر" ۾ "گروڊ" آهي ۽ سرياني ترجمي ۾ "سمير" آهي، جو پارسي "سي مرغ" تان ورتو ويو آهي. ابن المقفع ان جو ترجمو عنقا ڪيو آهي.

"جيڪڏهن بود سنسڪرت مان سريانيءَ ۾ ترجمو ڪيو ته پوءِ پهلوي لغت جو استعمال ڪيئن ٿيو؟ انهيءَ ڪري اهو يقين ڪري سگهجي ٿو ته بود، پهلويءَ مان سريانيءَ جو ترجمو ڪيو ۽ ابن المقفع به پهلويءَ مان عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ٻيو ثبوت بود جو پهلويءَ مان سريانيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جو اهو آهي ته جن لومڙين جا نالا بود، ڪلنگ ۽ دمنگ لکيا آهن، اهي

ٻه پهلوي ٿي آهن، ڇاڪاڻ جو پهلويءَ ۾ "هه"همیشه "گ" ۾ بدلجي ويندي آهي، جيئن نامه مان نامگ، پيروزه مان پيروزگ، جامه مان جامگ بڻايو ويو. هي طريقو فارسيءَ ۾ به ڪنيو ويو آهي، جو اڄ به جاري آهي. بود پنهنجي ڪتاب جو نالو به بدلائي نه سگهيو، ۽ اهوئي نالو رکيائين جو پهلويءَ ۾ هو. پر مقفع گ کي هه سان بدلائي ڇڏيو، جيئن پهلوي مان عربيءَ ۾ بدلائڻ جو طريقو هو. بقول "نوله ڪي" انهن لفظن مان ثابت ٿئي ٿو ته بود ترجمي وقت پهلوي نسخو ئي پيش نظر رکيو هو.

"باب برزويه طبيب، حڪمت ۽ اخلاق جي لحاظ کان مقفع جي فڪر لطيف جو نقش جميل ۽ شاهڪار آهي. هن فاضل حڪيم برزويه جي زباني سيني طبين، حڪيمن ۽ عالمن جي راين تي بحث ۽ تنقيد ڪئي آهي؛ ۽ انهن تي اصولي بحث ڪري ڏيکاريو آهي ته پيروي ڪرڻ جي لائق ڪهڙو مذهب آهي؟ نولدڪيءَ ان باب جو ترجمو ۽ تشريح ڪري جرمنيءَ ۾ 1912ع ۾ استراسبرگ ۾ ڇپايو."

ڪليله دمنه مقفع جي قلم سان عربيءَ ۾ ترجمو ٿي، موضوع جي تازگيءَ، حڪمت، مواعظ ۽ اخلاقي ۽ مدني دستور وغيره جي لحاظ کان خاص شيءِ بڻجي ويئي. ڪيترن ئي حاڪمن ۽ عالمن ان مان انتخاب ۽ اختصار ڪيو آهي، ۽ ان جي جواب لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مسعودي لکيو آهي ته "مقفع جي ترجمي جي جواب ۾ سهل بن هارون، مامون لاءِ "ثعله و عضراء" نالي هڪ ڪتاب لکيو، جنهن ۾ ڪليله دمنه جي بابن ۽ ان جي مثالن جو مقابلو ڪيو ويو آهي. هي ڪتاب حسن ترتيب ۾ ڪليله دمنه کان بهتر آهي". نه فقط ايترو، پر شاعر ۽ اديب هن قصي تي نثر ۽ نظم ۾ پنهنجا جوهر ڏيکاري، مسلمان بادشاهن ۽ اميرن کان انعام حاصل ڪندا رهيا. ٻي صدي هجريءَ ۾ "ابان بن عبدالحميد اللاحق" عربيءَ جي هڪ شاعر جڏهن عربي نظم ۾ ان جو ترجمو ڪيو ته هن هارون رشيد جي وزير جعفر برمڪيءَ جي خدمت ۾ پيش ڪيو، تڏهن هڪ لک درهم انعام مليس. ان کانسواءِ علي بن دائود ۽ بشير بن المعتز به ان جو عربي نظم ۾ ترجمو ڪيو.

ڏهين صدي عيسويءَ ۾ ايراني بادشاهه ابوالحسن نصر بن احمد جي حڪم سان هن جو جديد فارسيءَ ۾ ترجمو ٿيو. ان تان فارسيءَ جي مشهور

شاعر رودڪيءَ ان يک منظوم ڪيو پر هينئر اهي ٻئي ترجما ناياب آهن. ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ بهرام شاهه جي حڪم سان نصر الله بن محمد ان جو ترجمو ڪيو، جيڪو پڻ هينئر ناياب آهي. هن ۾ تمهيد کان پوءِ ڪجهه آڪاٽيون آهن. ان کان پوءِ حڪيم برزويه جو باب آهي، جنهن کان پوءِ 14 باب آهن. هن مترجم لکيو آهي تہ اصل ڪتاب ۾ ڏهہ باب هئا، چار پوءِ ايرانين وڌايا آهن.

پندرهين صديءَ جي آخر ۾ خراسان جي بادشاهہ مرزا سلطان حسين بيگڙي جي هڪ سردار احمد سهيل جي فرمائش سان، ملا حسين واعظ ڪاشفيءَ ابن مقفع ۽ نصر الله جا ترجما سامهون رکي هڪ نئون ڪتاب تيار ڪيو، جنهن تي پنهنجي سردار جي پٺيان "انوار سهيلي" نالو رکيائين. هڪ ۾ شروعاتي حصو ڪجهہ قدر وڌايل آهي، ۽ برهمڻ جو نالو 'بيد پاءِ' ڇاڻايل آهي.

مطلب تہ عربيءَ مان ان جا ترجما سڄيءَ دنيا جي ٻولين ۾ ٿيا. يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا جي ڪابہ مهذب زبان ڪانهي، جنهن ۾ هن جو ترجمو نہ ٿيو هجي. انجيل ۽ قرآن حڪيم کان پوءِ " ڪليله دمنه" ئي آهي، جنهن جو ترجمو دنيا جي اڪثر زبانن ۾ ڪيو ويو آهي. ترڪيءَ ۾ "همايو نامہ" جي نالي سان ترجمو شايع ٿيو. ابن مقفع وارو ترجمو، هڪ فرينچ عالم "ٻيرن سلواسٽر ڊي ساسي" 1816ع ۾ محققانہ مقدمي سان شايع ڪيو. ايسٽ وڪ 1854ع ۾ ان جو انگريزي ترجمو شايع ڪيو. ٻيو ٽرجمو والسيٽن 1887ع ۾ شايع ڪيو. ان کان سواءِ اسپينيءَ ۾ بہ ترجمو شايع ٿيو.

ڪاشفيءَ جي ترجمي "انوار سهيلي" ۾ عربي لفظ گهڻا هئا، انهيءَ ڪري اڪبر جي حڪم سان ابوالفضل ان کي مختصر ڪري، ان ۾ اهي بہ باب شامل ڪري، جي ڪاشفيءَ ابن مقفع جي ڪتاب تان نہ ورتا هئا، "عيار دانش" فارسيءَ ۾ لکيو. 1803ع ۾ ڊاڪٽر گلڪرايسٽ جي چوڻ تي، فورٽ وليم ڪاليج ۾، حفيظ الدين احمد عيار دانش جو ترجمو، خرد افروز جي نالي سان ڪيو، جنهن تي ڪاظم علي جوانا 1815ع ۾ نظرثاني ڪئي. ڪاشفيءَ ڪليله دمنه جي نوع تي هڪ ٻيو ڪتاب بہ لکيو، جنهن جو نالو آهي "اخلاق محسني" ان جو اردو ترجمو "باغ و بهار" جي مصنف مير امن

دهلويءَ 1317هه ۾ ”گنج خوبي“ جي نالي سان ڪيو.

هتو پديش، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي، جو فارسي ترجمو مفتي تاج الدين ”مفرح القلوب“ جي نالي سان ڪيو. ان جو اردو ترجمو گل ڪرائيسٽ جي چوڻ تي مير علي بهادر حسينيءَ 1802ع ۾ ”اخلاق هندي“ جي نالي سان ڪيو.

”پنچ تنتر“ جي سلسلي جو هڪ ٻيو ڪتاب ”شڪ سب تتي“ آهي. چيو وڃي ٿو تہ هڪ برهمڻ ”جيشامي ڀٽ“، ”پنچ تنتر“ مان عورتن جي بدچلني جون ڪهاڻيون ڪڍي ۽ ان ۾ ڪجهہ ٻيون ڪهاڻيون شامل ڪري هڪ نئون ڪهاڻين جو ڪتاب تيار ڪيو. سنسڪرت ۽ هنديءَ ۾ هي ڪتاب ”شڪ بهتري“ جي نالي سان ڇپيو. بخشي بدايونيءَ 1230هه ۾ ان جو ترجمو ڪيو، ۽ 70 جي بدران 52 ڪهاڻيون باقي رکيون. ان ڪتاب جو نالو ”طوطي نامہ“ آهي. ”طوطي نامہ“ مان انتخاب ڪري سيد محمد قادريءَ 35 ڪهاڻين جوساديءَ فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ان جو هڪ دکني ترجمو 1829ع ۾ ٿيو.

1836ع ۾ ناسخ جي شاگرد فقير محمد گويا ”انوار سهيلي“ جو اردو ترجمو ”بستان حڪمت“ جي نالي سان شايع ڪيو. 1880ع ۾ مومن جي شاگرد محمد علي خان وحشيءَ محمد ڳڙهہ جي شهزادي نئون ترجمو ڪري ”ستاره هند“ عرف تاريخي نالو ”ضياء حڪمت“ رکيو. هي ترجمو عام طرح ”انوار سهيلي“ جي نالي سان مشهور آهي. تازو سليس اردو ۾ مرزا محمد رشيد ان جو ترجمو ”حڪايات بيد پاءِ“ جي نالي سان شايع ڪيو آهي. ڪجهہ ڪهاڻيون ٻارن لاءِ ناموزون هئڻ سبب ڪڍيون ويون آهن.

1914ع ۾ سنڌ جي بلند پايہ اديب ۽ شاعر محمد بخش واصف مرحوم ”انوار سهيلي“ جو سنڌي ترجمو ”گلزار چنبيلي“ جي نالي سان شايع ڪيو. مرحوم واصف جي عبارت ”پارسي نما“ ۽ تڪ بندي نهايت وڻندڙ ۽ نهندڙ آهي. عبارت ۾ رنگيني ۽ رواني، دلڪشي ۽ اثر انگيزي آهي. سندس قدرت بيان مان اهڙي دلڪش فضا پيدا ٿي وڃي ٿي، جو پڙهندڙ ذهني ۽ جذباتي لحاظ کان ڪهاڻيءَ جي واقعات جي جذبات سان هلڻ لڳي ٿو. واصف مرحوم فقط هڪ حصي جو ترجمو ڪيو هو، باقي رهيل حصي جو ترجمو

محترم احمد خان آصف "گلزار چنبيلي" (حصو ٻيو) جي نالي سان ڪيو. آصف صاحب به واصف واري تڪ بندي، رنگيني ۽ رواني رکڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن ۾ هو گهڻي قدر ڪامياب ويو آهي. بمبئيءَ جي هندستان ساهيته مالا طرفان تازو "پنچ تنتر" جو مڪمل سنڌي ترجمو شايع ٿيو آهي، پر ان ۾ سنسڪرت ۽ هندي لفظن جي ڪثرت آهي.

مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن کان سواءِ قديم سنسڪرت ڪهاڻين جي جا ڪجهه ٻيا ڪتاب به آهن، جهڙوڪ "بيتال پچيسي"، "سنگهاسن بتيسي" وغيره. بيتال پچيسي ۽ سنگهاسن بتيسي وغيره به ٻين سنسڪرت ڪتابن سان گڏ هنديءَ ۾ ترجمو ٿيا، ۽ اتان اردوءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا. "هتو پديش" جي ڪنهن هندي ترجمي تان منشي هاسارام سنڌي ترجمو ڪرڻ شروع ڪيو، پر حياتي وفا نه ڪيس. ڪم ڪي اڌ ۾ ڇڏي 1882ع ۾ ديهانت ڪيائين. سندس شروع ڪيل ڪم کي سندس پٽ سويراج 1894ع ۾ مڪمل ڪيو هن پنج تنتر جي ڪنهن هندي ترجمي تان چوڏهن هدايتون ترجمو ڪري، پنهنجي ڪتاب ۾ شامل ڪري، ڪتاب جو نالو رکيو "سڀا جو سينگار" (يعني ڪچهريءَ جي سونهن). اهي چوڏهن فهمائشون يا حڪمتون ئي آهن، جن کي ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ آکاڻيون گهڙيون ويئون آهن. سويراج هاسارام پنهنجي ديباچي ۾ لکي ٿو:

"هنن آکاڻين جو بنياد سربستو هيٺ ڏيکاريل 14 فهمائشن تي ٻڌل آهي. جي بادشاهه کي خزاني کان به وڌيڪ ڪمائتيون آهن."

سويراج هي ڪتاب سنڌ سرڪار جي حوالي ڪيو هو، جنهن ان کي اهتمام سان شايع ڪيو هو. 1958ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ان کي ٻيهر ڇپايو آهي. هي ڪتاب مختصر هجڻ سان گڏ، نهايت سليس، سپڪ ۽ سلوڻي سنڌيءَ ۾ آهي. سلاست ۽ رواني ترجمي جون خاص خوبيون آهن. پنهنجي سادگيءَ بيان ۾ روزمره جو لطف ۽ فصاحت جو حسن پيدا ڪيو اٿس. مجموعي حيثيت سان ان جو اسلوب فڪر ۽ انداز تخيل تي قديم هندستاني تهذيب ۽ معاشي، معاشرتي ۽ اخلاقي اقدار جو رنگ چڙهيل آهي. ترجمي ۾ هڪ انفراديت پيدا ڪئي ويئي آهي، جنهن ڪري ترجمو معلوم ئي نٿو ٿئي. جيتوڻيڪ هڪ هندي ڪتاب تان ترجمو ڪيو ويو آهي، تڏهن به منجهس

هندي ۽ سنسڪرت لفظن جي ڪثرت ڪانهي. مطلب تہ هڪ عام فهم ۽ روزمره جي ٻولي استعمال ڪئي ويئي آهي. انهيءَ ڪري منجهس عام فهم عربي ۽ فارسي لفظ بہ فراخدليءَ سان استعمال ڪيا ويا آهن. نيٽ سنڌي لفظ بہ نهايت وڻندڙ نموني استعمال ڪيا ويا آهن. مثلاً:

”اڃا ڀنيرڪو ئي پيو هو، تہ ڪرڪس ڪانءَ واري دروازي ڪان قلعي ۾ پيهي ويو؛ ۽ هزارين ٻاڻ ڇوڙي، تن جي ٻاڇي جي اوٽ ۾ هڪدم ڪام ڪيائين. ايتري ۾ ڪانڪنو لشڪر سان هن جي واهر لاءِ اچي سهڙيو، ۽ سندس اچڻ شرط ڪرڪس ۽ قاز جي اچي چٽاڀيٽي لڳي.“

”هرڻ مت جو موڙهل ٻنيءَ ڪي ڏسندي ئي اتاولو ٿي ڊوڙيو.....“

”ڍڪيءَ جي ٻئي پر ڳڏجي هليا.“

”ٿورا گهڻا ڏينهن ڏينهن نبريا، تہ ڪانءُ چيس.....“

هنن عبارتن ۾ ڀنيرڪو، پيهي، ٻاڻ، اوٽ، واهر، سهڙيو، چٽاڀيٽي، موڙهل، اتاولو، ڍڪيءَ جو ۽ نبريا نيٽ سنڌي لفظ آهن، جي اڄڪلهہ ٻهراڙيءَ تائين وڃي محدود رهيا آهن. اهڙي قسم جا ڪيترائي سنڌي لفظ، جي ان وقت عام فهم هئا، ڪثرت سان ڪتب آيل آهن. اهڙيءَ طرح عام فهم عربي پارسي لفظ، جهڙوڪ: سلامت، طالع، فتح، مرضي، صلاح، علم، جهل، قسم، دعويٰ وغيره بہ هنڌين ماڳين استعمال ٿيل آهن.

مٿي جن بہ ڪهاڻين جي ڪتابن جو ذڪر ٿي چڪو آهي، اهي سڀ جانورن ۽ پکين جي ڪهاڻين تي مشتمل آهن. البت ڪن ڪهاڻين ۾ انساني ڪردار ڪي بہ دخل آهي، نہ فقط ايترو پر اڄ تائين جيڪي بہ جانورن جون ڪهاڻيون لکيون ويون آهن، انهن ۾ پڻ ٻيئي نمونا موجود آهن. انهن سڀني ڪهاڻين ۾ ڪا نہ ڪا حڪمت يا اخلاقي سبق ضرور سمايل آهي. مصنفن آکاڻين کي دلچسپ ۽ مؤثر بنائڻ لاءِ جانورن ۽ پکين کي وڌيڪ موزون ٿئي سمجهيو. جانورن ۽ پکين جي واتان اهي اخلاقي گفتا ۽ حڪمت جا نڪتا ٻڌايا اٿن جيڪي شايد انسان جي واتان نکري نہ سگهن. انهيءَ ڪري ئي هنن جانورن ۽ پکين کي وڌيڪ ترجيح ڏني. ڪي نقاد چون ٿا تہ جانورن ۽ پکين کان ان ڪري ڪم ورتو ويو، جو اديب ان زماني جي سخت ماحول کان ڪؤ ڪائيندا هئا ۽ سنئين سڌي ڳالهہ چوڻ کان هبڪندا هئا. اهو بہ ڪنهن

حد تائين درست آهي؛ پر اها به حقيقت آهي ته اهڙي قسم جي ڪهاڻين جي ڪري مطلب وڌيڪ واضح ٿئي ٿو ۽ گهرو اثر ڇڏي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو ڪهاڻيءَ جي هن ترقي يافته دور ۾ به ڪيترن ئي بلند پايه اديبن اهڙي قسم جون ڪهاڻيون لکيون آهن جن ۾ طنز ۽ نڪته چينيءَ جو مقصد سمايل آهي. هڪ انگريز ليکڪ جارج اورويل ٿورو وقت اڳ، انگريزي ۾ هڪ ناول "جانورن جو واڙو" (Animal Form) لکيو، جنهن جا سمورا ڪردار جانور آهن. ناول نگار، جانورن ۽ پکين جي ڪردارن جي ذريعي اهڙيون ڳالهيون ذهن نشين ڪرايون آهن، جي شايد انساني ڪردارن ذريعي ايڏيون زوردار نموني اثر انداز ڪرائي نه سگهجن. ان ڪتاب لاءِ هڪ نقاد جو رايو آهي، ته "جانورن جي واتان اهڙيون ڳالهيون چوايون ويئون آهن، جي انسان هوند چئي نه سگهن. منجهس آمريت ۽ ڪوڪلي نعره بازيءَ تي ڀرپور ۽ دلچسپ طنز آهي. ڪتاب ايتريقدر ته مقبول ٿيو، جو انگلنڊ ۽ آمريڪا ۾ ان جون اٺن لکن کان وڌيڪ ڪاپيون وڪاڻيون، ۽ چوڏهن ٻولين ۾ سندس ترجمو ٿي چڪو آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي. بي. اي، جي درسي ڪتابن ۾ شامل آهي.

اردوءَ جي مشهور ترقي پسند افسانه نويس ۽ ناول نويس "ڪرشن چندر" تازو "هڪ گڏهه جي سرگذشت" جي عنوان سان هڪ بهترين ڪهاڻي لکي آهي، جيڪا 'شمع' لاهور جي 1956ع واري سال ۾ قسطن ۾ ڇپجندي رهي، ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ شايع ٿي. ڪهاڻيءَ ۾ هندستان جي سماج ۽ حڪومت جي سرشتي تي اهڙي مؤثر طنز ڪئي ويئي آهي، جا ٻي نموني جي ناول يا افساني جي ذريعي ٿي نه سگهي ها. هڪ گڏهه کان اهو ڪجهه چوايو ۽ ڪرايو ويو آهي، جو هوند انسان کان چوائي ۽ ڪرائي نه سگهجي ها.

مطلب ته حڪمت ۽ اخلاقي سبقن کان سواءِ طنز ۽ اصلاح جو اعليٰ نمونو پيش ڪن ٿيون ۽ اڄوڪي دور ۾ به قابل قدر ٿي سگهن ٿيون. ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جيڪڏهن سنڌي اديب به هن پاسي ڌيان ڏيئي، اهڙيون مؤثر آکاڻيون لکن.

مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن کانسواءِ، سنڌيءَ ۾ ٻيا به اهڙي قسم جا ڪجهه ڪتاب لکيا يا ترجمو ڪيا ويا آهن، جهڙوڪ "واند ڪائيءَ جي

ونڊر"، "ايسپ جون آکاڻيون." انتهائي دلچسپ ۽ ٻارن جي ڏانوَ جون آهن. ايسپ جون آکاڻيون بہ سنسڪرت جي قديم جانورن جي ڪهاڻين جيان قديم ليکيون وڃن ٿيون. عيسوي سن کان 620 ورهيہ اڳ، يونان ۾ هڪ مدبر پيدا ٿيو. سندس پٽ ڪُبي هئي، ان ڪري ڪيس ايسپ (ڪبڙو) ڪري ڪوئيندا هئا. هو پهريائين غلام هو، پوءِ آزاد ٿيو. انسانن جي دکن دردن کان متاثر ٿي، پنهنجون ڏاهپ جون ڳالهيون سمجهائڻ لاءِ جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون لکيائين. ڪهاڻيون عام ۽ خاص ۾ ايتريقدر مقبول ٿيون جو يونان جو مشهور فلسفي بقراط قيدخاني ۾ بہ اهي اعليٰ درجي جون آکاڻيون نهايت دلچسپيءَ سان پڙهندو هو. نہ فقط ايترو پر ساريءَ دنيا ۾ اهي ڪهاڻيون نهايت مشهور ۽ مقبول ٿي ويون. ڪيترن ئي اديبن ان طرز کي پسند ڪري، اهڙي قسم جون آکاڻيون لکيون. اڄ تائين انهن آکاڻين مان ٻار، جوان، پوڙها، عورتون، اٽپڙهيل ۽ پڙهيل هڪ جيترو فائدو حاصل ڪندا رهن ٿا. دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ان جو ترجمو ٿي چڪو آهي. سنڌيءَ ۾ بہ اٽڪل سؤ سال کن اڳ سنڌ جي تعليم کاتي وارن ان جو ترجمو شايع ڪرايو هو، تنهن کان پوءِ وري ڪن آکاڻين کي سڌاري ان جو ٻيو ڇاپو پڌرو ڪيو ويو، جنهن جا وقت بوقت چوڏهن- پندرهن ڇاپا ڇپيا. 1932ع ۾ پوڪرداس تاجر ڪتب ان جو چوڏهون ڇاپو ڇپايو. تازو سنڌي ادبي بورڊ ان کي نئين سِر ڇپايو آهي.

ڪي آکاڻيون نجيون جانورن بابت آهن، تہ ڪن ۾ انساني ڪردار کي بہ دخل آهي. سنڌي مترجم هر هڪ آکاڻيءَ جي هيٺان اها نصيحت بہ ڏني آهي، جا ان آکاڻيءَ ۾ سمايل آهي. ڪتاب جي ٻولي نهايت عام فهم ۽ سليس آهي. عبارت ۾ تصنع ۽ بناوت ڪانهي، پر رنگيني ۽ رواني آهي. هندي ۽ سنسڪرت، عربي ۽ فارسيءَ جي اڻاڻگن لفظن کان آجي ۽ سپڪ ۽ سلوڻن نيٺ سنڌي لفظن سان سينگاريل آهي. عبارت جو نمونو هي آهي:

"هڪڙو رڇ ماڻهن سان پنهنجي گهٽي پريت ڄاڻائڻ لاءِ ويهي ٻڌاڪ هٿندو هو تہ ماڻهن سان منهنجي اهڙي دل آهي جو مئل ماڻهوءَ جو مُڙهہ آءٌ ڪڏهن ڪين ڦاڙيندو آهيان..."

ديوان ڪيولرام سلامت راءِ جي "گل شڪر" ۾ بہ ڪجهہ آکاڻيون

جانورن متعلق آهن. هي ڪهاڻيون جيئن ته ٻهاڪن بابت آهن، تنهنڪري سنڌي زبان جون تمام قديم ڪهاڻيون چئي سگهجن ٿيون. ديوان صاحب هي ڪتاب پنهنجي ٻين ڪتابن "سوکڙي" "گل" سان گڏ 1864- 1871ع ۾ لکيا، جي تعليم کاتي جي رنڊڪن سبب 1905ع ۾ ڇپيا. ديوان صاحب ٻهريائين ميرن جي نوڪريءَ ۾ هو، پوءِ انگريزن جي زماني ۾ مختيارڪار ٿي رهيو. سندس عبارت قديم سنڌي نثر جو دلپذير ۽ درلڀ نمونو آهي. سندس لکڻي اهڙي آهي، جو ڄڻ ڪو وينو ڳالهائي. انهيءَ ڪري سندس جملن جي بناوت اڄڪلهه جي جملن کان ٻيءَ طرح جي آهي. ان هوندي به سندس عبارت ۾ ميناج ۽ رواني آهي. البت ڪٿي ڪٿي عبارت ذرا ڪَچي ۽ جملا پختا نه آهن. ان لاءِ ديوان صاحب بيشڪ ڪيرون لهڻيون. سندس ٻولي عام فهم ۽ گهريلو ٻوليءَ جو نادر نمونو آهي، جنهن ڪري منجهس ڪيترائي ٺيٺ سنڌي لفظ موزون نموني ۾ استعمال ٿيل ملندا. مثال طور عبارت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"هڪڙي ڇوڪر اٺ تي چڙهي اٺ جي ڊيڄارڻ لاءِ تاڙيون وڄايون، تڏهن اٺ ڇيس جي مون تي نغارا وڄن ته به نه ڊڄان، تنهنجي تاڙي ڇا ڊيڄاريندم؟"

هن قسم جي ڪهاڻين جي ضرورت محسوس ڪندي ابتدائي درسي ڪتابن ۾ به هنن کي شامل ڪيو ويندو هو؛ انهن مان گدڙ ۽ ڊاڪ، رڇ ۽ بگهڙ، شينهن ۽ ڪوهه واريون آکاڻيون ته ٽيڪا يا چوٽيءَ جي صورت اختيار ڪري ويون آهن.

## ديون ۽ پرين واريون آکاڻيون:

هن قسم جون آکاڻيون به قديم زماني کان مروج آهن ۽ پوءِ به جُڙنديون رهيون آهن. هنن آکاڻين جو وجود مذهبي توهمات، خوفناڪ نظارن ۽ ٻوائتن هنڌن جو مرهون منت آهي. ابتدائي ادبين مذهبي تصور ۽ بيروني اثر جي ملبل جليل تصوير هنن آکاڻين ۾ پيش ڪئي آهي. هنن آکاڻين ۾ ديون ۽ پرين جي ڪردارن سان گڏ انسان جي ڪردار کي به دخل رهي ٿو. ڪڏهن ڪو شهزادو پريءَ جي پويان رلندو پنندو نظر اچي ٿو، ته ڪڏهن ڪو انسان ڪو خاص گل يا ڪا خاص شيءِ هٿ ڪرڻ لاءِ ديون سان مقابلو

ڪندو يا انهن سان اتڪلبازي ڪندو نظر اچي ٿو. ڪڏهن وري ڪو شهزادو يا اميرزادو، ڪنهن بادشاهه زاديءَ کي ديو جي چنبي مان ڇڏائيندو نظر اچي ٿو. اهڙين مهمن سر ڪرڻ لاءِ جادوگر جي شاگردي ڪم ڏيندي نظر اچي ٿي.

اهڙين آکاڻين جي شروعات ته قديم زماني کان ٿي، پر پوءِ هن قسم جا داستان به لکيا ويا، جن ۾ وچ وچ تي ننڍيون ديون پرين جون آکاڻيون به اچي ٿي ويون. پوئين زماني ۾ انهن داستانن وارين آکاڻين کي ڦيرقار ڪري نيون آکاڻيون جوڙيون ويون، جي پڻ لوڪ ڪهاڻين جي صورت وٺي ويون. اهوئي سبب آهي، جو هن قسم جي آکاڻين جو تمام وڏو ذخيرو اسان جي ادب ۾ موجود آهي. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بيشڪ ڪيرون لهڻيون، جو اهي آکاڻيون مرتب ڪري سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايون آهن. هن قسم جي آکاڻين ۾ به اخلاقي سبق ۽ حڪمت جا نڪتا سمايل آهن. البت ڪن آکاڻين ۾ هدايت ۽ نصيحت کان وندر کي مقدم رکيو ويو آهي.

ديون ۽ پرين جون ڪهاڻيون يقيناً قديم زماني کان هلنديون ٿيون اچن، پر جڏهن کان مشهور قصا: گل خندان، ممتاز دمساز، گل بڪاولي، مهربانو، بهرام گور وغيره سنڌيءَ ۾ منتقل ٿيا، جن ۾ ديون ۽ پرين جون آکاڻيون آيل آهن، تڏهن کان ديون پَرين جون آکاڻيون نيون به گهڙيون ويون، جي مذڪوره داستان جي آکاڻين سان مماثلت رکن ٿيون. معلوم ٿيئي ٿو ته قصي گوين يعني سنڌي ڳالهيرن انهن قصن جون ديون ۽ پرين جون ڪهاڻيون ٻڌي، ماڻهن کي وندرائڻ لاءِ ٿوريءَ ڦير سان نيون آکاڻيون به جوڙيون آهن، جي اڄ به ٻهراڙين ۾ عام ٻڌبيون. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو، ته اڄ جيڪي ديون ۽ پرين جون لوڪ ڪهاڻيون ٻڌجن ٿيون، انهن ۾ داستان جي آکاڻين جو به اثر آهي.

## انساني ڪردارن جون ڪهاڻيون:

مٿي ذڪر ڪيل ڪهاڻين ۾، خاص طرح ديون ۽ پرين جي ڪهاڻين ۾ انساني ڪردار جو دخل رهيو آهي. خالص انساني ڪردارن جي آکاڻين جي وجود جو پڻ پراڻي زماني کان پتو پوي ٿو. لوڪ ڪهاڻين ۾ به اهڙي قسم جون ڪهاڻيون ملن ٿيون، ته سنسڪرت جي آکاڻين جي ڪتابن ۾ به اهڙيون

آکاڻيون ملن ٿيون. مٿي جن سنسڪرت ڪتابن جو ذڪر ٿي آيو آهي، انهن ۾ خالص انساني ڪردارن جون ڪجهه آکاڻيون به ملن ٿيون.

هن قسم جي ڪهاڻين جا ڪتاب به سنسڪرت مان عربيءَ ۾ يا سنسڪرت مان فارسيءَ ۾ ۽ پوءِ عربيءَ ۾ ترجمو ٿيا. انهن آکاڻين مان سندباد حڪيم جي آکاڻي مشهور آهي. ان جا به نسخا آهن، هڪ ننڍو، ٻيو وڏو. ان ڪتاب بابت ڪن جو خيال آهي، ته ايرانين جي تصنيف آهي، پر ابن نديم جي تحقيق آهي ته اها هندستاني تصنيف آهي. سيد سليمان ندويءَ جو خيال آهي، ته ممڪن آهي ته ڪن ٻين ڪتابن وانگر هي ڪتاب پهريائين فارسيءَ ۾ ترجمو ٿيو هجي ۽ پوءِ عربي ۾ منتقل ٿيو هجي، ۽ انهيءَ ڪري ماڻهن کي ان جي ايراني هجڻ جو دوکو ٿيو هجي.

آکاڻين جو مشهور ڪتاب "الف ليلة" ۾ سندباد بري ۽ بحري جي نالي به قصا آهن، جن مان هڪ ۾ سندباد نالي هڪ واپاريءَ جي دريائي سفر جو ۽ ٻي ۾ خشڪيءَ جي سفر جا عجيب ۽ غريب واقعا درج آهن. علامه شبليءَ جو رايو آهي، ته اهو قصو، اهو ساڳيو هندستاني قصو آهي، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي آيو آهي. سيد سليمان ندويءَ ان خيال کي رد ڪندي هي دليل ڏنا آهن:

"پر اهو صحيح نه آهي، ڇاڪاڻ جو پهريائين ته هي حڪيم سندباد جو حصو آهي ۽ الف ليله ۾ تاجر سندباد جو قصو آهي؛ ٻيو وري الف ليله جي سندباد جي سفر جا جيڪي حصا آهن، اهي هندو ذهنيت ۽ حالات جي قطعا موافق نه آهن. ان کان سواءِ مسعوديءَ انهي واقعي جا جزا هي لکيا آهن: ست وزير، هڪ گرو، هڪ ڇوڪرو، هڪ راڻيءَ واري ڪهاڻي. هي الف ليله جي سندباد تي نٿا لڳن."

حقيقت ۾ سيد صاحب جو اهو خيال صحيح نه آهي، ڇاڪاڻ جو "سندباد" لفظ خود ٻڌائي رهيو آهي ته هي سنسڪرت جو اصل لفظ آهي. باقي ائين برابر آهي، ته هي قصو هوبهو ائين نه آهي، جيئن سنسڪرت مان عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو. عربيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ کان پوءِ ان کي ماحول موجب ڦيرائي الف ليله ۾ آندو ويو آهي. (سندباد در اصل هڪ مستقبل قصو آهي، جو سفرنامي تي مشتمل آهي. اُن ئي طرز تي رابنسن ڪروزو لکيو ويو.

مسعوديءَ خود ٻئي هنڌ لکيو آهي:

"اهڙين ڪهاڻين جي شروعات، انهن ماڻهن ڪان ٿي، جي ترجما يا اصل ڪهاڻيون بادشاهن کي ٻڌائيندا ٿي رهيا. هي انهن ڪتان مان آهن، جي فارسي، هنديءَ رومي زبانن مان اسان لاءِ ترجمو ڪيا ويا هئا. انهن جي تاليف اهڙي نموني سان ٿي، جيئن اسان ذڪر ڪيو آهي، اهڙو ڪتاب "هزار افسانہ" آهي، جو فارسيءَ کان منتقل ٿي عربيءَ ۾ "الف ليل والليل" مشهور ٿيو."

مروج الذهب جي انهيءَ عبارت جي بنياد تي "تمدنِ عرب" جي مصنف ڊاڪٽر مِوسيوليبان بہ قبول ڪيو آهي تہ الف ليله ۾ هِنديءَ ايراني اصل واريون ڪهاڻيون بہ آهن. نہ فقط ايترو پر ايتري قدر لکيو اٿس، تہ "الف ليله و الليله" جي اصليت بابت گهڻي گفتگو ٿي چڪي آهيءَ هن وقت اهو ثابت ٿي چڪو آهي، تہ هي مختلف زبانن جي لکيل قصن جو مجموعو آهي. ان مان صاف ثابت ٿئي ٿو تہ الف ليله جي سندباد بريءَ بحري جو ماخذ سنسڪرت آکاڻي آهي.

مسعوديءَ ۽ يعقوبيءَ لکيو آهي تہ سندباد حڪيم، هندستان جي راجا ڪورش جي ڏينهن ۾ ٿي گذريو آهي. يعقوبيءَ وڌيڪ لکيو آهي تہ سندباد حڪيم، هندستان جي راجا ڪوش (ڪورش) پاڻ ڪتاب "عورتن جا فريب" لکيو. اهو بہ هڪ آکاڻين جو ڪتاب معلوم ٿئي ٿو. هي ڪتاب بہ عربيءَ ۾ ترجمو ٿيو. ان ڪانسواءِ هڪ ديپڪ هنديءَ جي ڪهاڻي بہ عربيءَ ۾ ترجمو ٿي، جنهن ۾ هڪ عورت ۽ مرد جي آکاڻي آهي. حضرت آدم جي زمين تي اچڻ جي آکاڻي بہ ترجمو ٿي. اهڙيءَ طرح هڪ راجا جي آکاڻي ترجمو ٿي، جنهن ۾ لڙڻ ۽ ترڻ جو بيان آهي. هڪ ٻيءَ ڪهاڻيءَ ۾ ٻن هندن جو احوال آهي، جن مان هڪ سخي "داتا" ۽ ٻيو "ڪنجوس" هو. ٻنهي جو سخاوت ۽ ڪنجوسپ ۾ مناظرو آهيءَ آخر ۾ راجا جو فيصلو آهي. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو، تہ هي جو اسان وٽ "مناظرو" صنفِ شاعريءَ جي حيثيت ۾ مروج آهي، ان جو رواج قديمي زماني کان بہ موجود آهي. هڪ ٻئي ڪتاب "علم الهند" جو بہ پتو پوي ٿو، جو پهرياڻين نثر ۾ ترجمو ٿيو، تنهن کانپوءِ "اپان" نالي شاعر ان کي نظم ۾ آندو. ان کان سواءِ هندستان جي ڪيترن ئي قصن ۽ ڪهاڻين جا احوال "اخوان الصفا" جي رسالن ۾ ملن ٿا.

ابن نديم هڪ ٻي هندي ڪهاڻي "بوذاسف وبلوهر" جو ذڪر به ڪيو آهي. "ابوذا" ٻڌ جي بگڙيل بناوت آهي. چاڪاڻ جو پراڻي فارسي ۾ "دال" جي بدران "ذال" لکندا هئا، "سف" پروفيسر زخاء جي تحقيق موجب "ستو" آهي، چاڪاڻ جو خاص قسم جو "واؤ"، (جيئن رومنV) عربيءَ ۾ "ف"تي ويندو آهي."بلوهر جي اصل صورت پروفيسرزخاء پروهيتو لکي آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "گرو". هن ۾ ٻڌ جي ڪهاڻي منڍ کان پڇاڙيءَ تائين بيان ٿيل آهي. هي ڪتاب عربيءَ مان ٻين ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿيو. مذهبي حلقن ۾ ايتري قدر پسند ڪيو ويو، جو عيسائين ان ڪي پنهنجي هڪ مقدس وليءَ ڏانهن منسوب ڪيو. مسلمانن جي هڪ فلسفي فرقي "اخوان الصفا". جنهن هڪ خاص نظام ۽ تخيل جو بنياد رکيو، جي طريقي تي مشتمل هڪ ڪتاب چوٿينءَ صديءَ ۾ هڪ پوشيده انجمن رازدارانه طريقي تي لکيو. اهو ڪتاب ان فرقي وٽ هڪ مذهبي صحيفي جي حيثيت رکي ٿو، پر عجب اهو جو هن ۾ "بوذاسف ۽ بلوهر" جا مختلف ابواب داخل ٿيل آهن. "بوذاسف ۽ بلوهر" جو اردو ترجمو مولوي عبدالغني وارثي بهاريءَ ڪيو.

# سنڌيءَ آکاڻيءَ جي ارتقا

سنڌيءَ ۾ لوڪ ڪهاڻين کان سواءِ، سنڌ جون رومانوي ڪهاڻيون يعني نيم تاريخي ڪهاڻيون، جهڙوڪ: عمر مارئي، سسئي پنهون، راءِ ڏياچ وغيره به عوام ۾ مشهور ۽ مقبول هيون. سنڌيءَ ۾ پهرين ڪهاڻي "راءِ ڏياچ ۽ سورٺ" ڪئپٽن اسٽئڪ جي سنڌي گرامر (1859ع) ۾ ضميمي طور ڇپي. هي ڪتاب ديوناگري رسم الخط ۾ هو، ڇاڪاڻ جي عربي رسم الخط 1853ع ۾ نهيو. عربي رسم الخط ۾ اها ڪهاڻي ڏيارام ميرچنداڻي "چونڊ سنڌي نثر" (1853ع) ۾ درج ڪئي. هن ڪهاڻيءَ جو نثر قديم نيٺ سنڌي عبارت جو نادر نمونو آهي.

آکاڻين جو ٻيو ڪتاب آهي ميران محمد شاهه ٽڪڙائيءَ جو "مفيدالصبيان"، جو 1861ع ۾ ڇپيو. ان جي هڪ ڪهاڻي "فارس جو شهزادو" ڏيارام جي "سنڌي نثر" ۾ آيل آهي. سرڳواسي ڪيولرام جي سوڪڙيءَ، گل ۽ گل شڪر ۾ به آکاڻيون آهن. ديوان صاحب جي عبارت جو ذڪر اڳ ۾ اچي چڪو آهي. سيد ميران محمد شاهه جي عبارت نهايت دلپذير ۽ وڻندڙ آهي. رنگيني ۽ رواني سندس خاص خوبيون آهن.

سنڌ جي بيمثال اديب مرزا قليچ بيگ جهڙيءَ طرح ادب جي ٻين صنفن کي اوج تي پهچايو، تهڙيءَ طرح هن صنف کي به وقت بوقت نوازيو. 1890ع ۾(Lambs tales from Shakespear) جو ترجمو "دلچسپ قصا" جي نالي سان ٻن ڀاڱن ۾ ڪيائين. 1919ع ۾ "هندستان جون ديسي آکاڻيون" لکيائين. 1926ع ۾ "گلابي جوڙ" آکاڻي لکيائين.

98-1899ع ڄاڙي حاجي امام بخش خادم شڪارپوريءَ، مرزا حيرت دهلويءَ جي اردو ترجمي تان "الف ليله" جو ترجمو ڪيو، جو پوڪرداس تاجر ڪتب ڇئن حصن ۾ شايع ڪيو، اهو ترجمو هينئر ناياب آهي. تازو هڪ اداري ان جي هڪ حصي جو مصور ترجمو شايع ڪيو آهي.

الف ليله يورپ ۾ مقبول ترين ڪتاب آهي ۽ سندس اشاعت بائيبل کان پوءِ ٻئي نمبر تي آهي. يورپ ۾ ٻيو ڪوبه ڪتاب ايڏو مقبول نه آهي.

هي آکاڻيون ڀهريائين عربي زبان ۾ مروج هيون، جن ۾ عربن جي عادتن ۽ خاصيتن جي هڪ واضح تصوير ملي ٿي. جيتوڻيڪ هي آکاڻيون عربي تهذيب و تمدن جي رنگ ۾ رڱيل آهن، تڏهن به ڪيترين ڪهاڻين جو ماخذ هندي، سنڌي، فارسي، رومي وغيره ڪهاڻيون آهن، جيئن مٿي ذڪر ٿي آيو آهي. ان کان سواءِ آکاڻين جو زياده تر حصو عربن جو جوڙيل آهي، جو تيرهين ۽ پندرهين ۽ صديءَ جي وچ ڌاري عربن لکيو. موسيو وائل، پنهنجي جرمن الف- ليله جي مقدمي ۾، جو هن عربي اصل تان ترجمو ڪيو، لکي ٿو:

"سواءِ شڪ شبهي جي الف- ليلہ جون زياده تر حڪايتون عربي آهن، ۽ هي حڪايتون انهن کان بلڪل جدا آهن، جي اسلام جي اوائلي زماني ۾ ايران ۽ هندستان جي ڪهاڻين مان جمع ڪيون ويون."

موسيو وائل جو پويون خيال صحيح نہ آهي، ڇاڪاڻ جو مسعوديءَ جهڙي محقق لکيو آهي، تہ ڪيترين آکاڻين جو ماخذ هندي، فارسي وغيره ڪهاڻيون آهن. موسيو وائل کي اهو ڌوکو انهيءَ ڪري ٿيو آهي، جو سڀ ڪهاڻيون عربي رنگ ۾ ايترو تہ رڱيل آهن، جو انهن مان ڪنهن ٻيءَ تهذيب جو ڪو خاص ڏس پتو ڪونہ ٿو ملي.

الف- ليله جون ڪيتريون ڪهاڻيون جهڙوڪ: "بابا عبدالله نابينا"، "شيدي نعمان ۽ ان جي گهوڙي" ۽ "خواجہ حسن الجبال" هارو الرشيد جي ذات سان تعلق رکن ٿيون. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪجهہ ڪهاڻيون هارون الرشيد جي دور ۾ بہ جڙيون. ڪن ڪهاڻين ۾ عباسي مستورات جي توهين ٿيل آهي، جهڙوڪ: "زبيده ۽ ڪتي جي ڳالهہ". ڀانئجي ٿو تہ ههڙي قسم جون آکاڻيون ان زماني ۾ لکيون ويون، جڏهن عباسي حڪومت جي برخلاف نفرت پيدا ٿي چڪي هئي. اهڙيءَ طرح هي آکاڻيون ڪنهن هڪ مصنف جون تصنيف ٿيل نہ آهن. هي آکاڻيون پاڻ ۾ اهڙيءَ طرح ملايل آهن، جو آکاڻيءَ مان آکاڻيون ڦٽي نڪرن ٿيون.

اٽڪل بہ سؤ سال اڳ هڪ فرينچ عالم ۽ سياح گالان، هي آکاڻيون مصر ۽ شام جي داستان گوين جي زبانيءَ قلمبند ڪري، ان جو هڪ فرينچ ترجمو شايع ڪيو. ترجمي شايع ٿيڻ کان پوءِ ڪن رايو ڏنو تہ "هي ڪهاڻيون گالان جون پنهنجون طبعزاد آهن ۽ نہ عربن جون جوڙيل."

حالانڪ ڳالهه ڪان ڪيترين صديون اڳ اٽليءَ جي ڪهاڻي نويس "بوڪيشو" ڪهاڻيون لکيون هيون، جن مان ڪيترين جو ماخذ الف - ليله جون ڪهاڻيون آهن. انهيءَ زماني ۾ غالباً عيسائي زائرين يا صليبي جنگين جي سپاهين جي ذريعي هي ڪهاڻيون يورپ پهتيون هيون.

هن آکاڻين جي ڪتاب جو پهريون مستند ايڊيشن، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي سرپرستيءَ هيٺ اوڻهين صديءَ عيسويءَ ۾ "ميڪناٽن" جي ايڊيشن جي نالي سان شايع ٿيو. ان کان پوءِ ڪيترائي انگريزي، فرينچ ۽ جرمن ايڊيشن شايع ٿيا. مشهور سياح ۽ مصنف برٽن جي آخري تصنيف "الف- ليله" جو لفظي ترجمو آهي جو يورپ وارن کي تمام گهڻو پسند آيو. اردوءَ ۾ پهرين ترجمو "لين" جي انگريزي ايڊيشن تان ڪيو ويو، جو گهڻي قدر نامڪمل هو. ٻيو اردو ترجمو مولوي عبدالڪريم، فارسٽر جي ايڊيشن تان ڪيو. 1279هه ۾ "فسانهء عجائب" جي مصنف رجب علي بيگ "سرور" ان جو اردو ترجمو ڪيو. هن مشهور ڪتاب جو منظوم ترجمو" نسيم ۽ شايان" 1862ع ۾ شايع ڪرايو. منشي طوطارام "شايان"، "هزار داستان" جي عنوان سان ٽنهي جو چئن حصن ۾ ترجمو ڪيو. 1892ع ۾ مزار حيرت دهلويءَ "مشاط بغداد" يا "الف- ليليٰ دنياواد" جي عنوان سان ان جو اردو ترجمو ڪيو، جو نولڪشور پريس تصويرن سان شايع ڪيو. هن ڪتاب کي رتن ناٿ "سرشار" ناول جي طرز تي لکڻ شروع ڪيو هو، پر ڪاميابي ڪان ٿيس.

1890ع ڌاري ساڌو هيرانند پهرين سنڌي سماجيءَ تعليمي رسالو "سرسوتي" ڪڍيو، جنهن ۾ سندس ليکن ۽ ڪهاڻين سان گڏ رشي ديارام ۽ بولچند ڪوڏومل جا مضمون ۽ آکاڻيون به شايع ٿيندا هئا. جن کي ڪاڪي ڀيرومل مهرچند ڪتابي صورت ۾ "هيري جون ڪڻيون" جي عنوان سان ١٩٣٠ع ۾ ڇپايو.

1916ع ڌاري حيدرآباد مان "آنند" نالي رسالو نڪرندو هو، جنهن ۾ ڌرمي ۽ اصلاحي ڍانچي جون آکاڻيون شايع ٿينديون هيون. اُهو اهو زمانو هو، جڏهن معاشي ۽ معاشرتي آکاڻيون شايع ٿيڻ شروع ٿيون. ديوان ڪوڙيمل بنگالي آکاڻي نويس بنڪم چٽرجيءَ جون سماجي آکاڻيون "ٻه منڊيون" (1911ع) "اندر ۽ راڌارائي" (1916ع) جي عنوان سان ترجمو ڪري شايع

ڪيون ۽ شريمتي گهوشال جي آکاڻي ”ندورو هار“ جي نالي سان ترجمو ڪري شايع ڪيائين. ديوان پرمانند جي ”جوت“ اخبار ۾ به آکاڻيو شايع ٿينديون هيون، جن مان ڪيتريون سندس ”جوت“ تان مرتب ڪيل ڪتاب ”گل ڦل“ ۾ آيل آهن.

پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي تحقيق آهي ته سنڌيءَ جي پهرين اصلوڪي سماجي آکاڻي آهي ديوان پرمانند جي ”لڄڻ وڏيڪ ڪين لڌو.“ ان کان پوءِ نانڪرام ڌرمداس جون طبعزاد اخلاقي آکاڻيون ”ڌرمراءِ جي وهي“ ۽ ”جيوت جو جس“ (1915ع) شايع ٿيون. سنڌي آکاڻين جو هي پهريون دور هو، جنهن ۾ پهريائين رومانوي ۽ اخلاقي آکاڻيون لکيون ويون، جن جو مقصد ونڊر ۽ سکيا هو. اڳتي هلي جيئن سماجي سڌاري جي لهر آئي، تيئن معاشي ۽ معاشرتي مسئلن تي آکاڻيون لکيون ويون. جيئن پوءِ تيئن معاشي ۽ معاشرتي مسئلا آکاڻيءَ جي مقصد تي ڇائنجي ويا. تان جو آکاڻي ارتقائي منزلون طئي ڪري جديد افساني جي منزل تي پهتي.

# افساني جو فن

لغوي لحاظ کان هر ڪهاڻيءَ کي افسانو چئي سگهجي ٿو، پر مختصر افساني جا ڪي فني لوازمات مقرر ڪيا ويا آهن. مثلاً وحدت تاثر، رمزيت، ايمانيت ۽ مواد جي فنڪارانہ تربيت وغيره. افساني جو فن خارجي ۽ عوامي آهي تہ داخلي ۽ روحاني بہ آهي، انهيءَ ڪري افسانو پُراثر ۽ دلڪش ٿئي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو افسانہ نگاريءَ جي انفراديت، ان ادب جي قومي مذاق ۽ ان ملڪ جي تهذيب ۽ تمدن جي پوري پوري آئينہ دار ٿئي ٿي. افسانہ نگار لاءِ ضروري آهي، تہ سندس دل حساس هجي، ڪيس زندگيءَ جي مطالعي جو ڍنگ هجي، سندس دل ۾ زندگيءَ لاءِ محبت ۽ احترام هجي ۽ صحيح ترجماني ڪرڻ جي صلاحيت هجيس. افسانہ نگار کي پنهنجي ڪهاڻيءَ لاءِ مواد پنهنجي ماحول مان حاصل ڪرڻو آهي، ايتريقدر جو وطن جي ڪين جهڙين شين کي بہ افسانن ۾ سمائڻ جي گنجائش رهي ٿي. ايترو آهي تہ افسانہ نگار انهن ڪين جهڙين شين کي فن رستي عوام ۾ اجاگر ڪري ٿو. ”ايڊ گرايلن پو“ جو قول آهي، تہ ”افسانو اها مختصر ڪهاڻي آهي، جا اڌ ڪلاڪ کان وٺي هڪ ڪلاڪ يا ٻن ڪلاڪن ۾ پڙهي سگهجي.“ جيتوڻيڪ ”گرايلن پو“ ابتدائي افسانہ نويسن ۾ خاص اهميت رکي ٿو، پر اها افساني جي جامع تعريف نہ آهي. افساني ۾ اختصار کانسواءِ ٻين ڳالهين جي بہ ضرورت آهي. هي هڪ فن آهي، جنهن کي نثري ادب جو معراج چئي سگهجي ٿو. هن کي پنهنجا جمالياتي ۽ فني اصول آهن.

Eseh Wieh افساني جي اختصار تي زور ڏئي ٿو، پر ان سان گڏ واقعن، ڪردارن ۽ پلاٽ کي بہ ان ۾ شامل ڪري ٿو. ان کان سواءِ هو مختلف جزن جي اتحاد کي بہ اهم سمجهي ٿو. ڪن جو خيال آهي تہ افسانو هڪ مختصر ناول آهي، پر ائين نہ آهي، افساني کي ناول کان جدا پنهنجي ٽيڪنڪ آهي. هي ناول کان اختصار کان سواءِ منصوبي ۽ ڍانچي ۾ بہ الڳ آهي. افساني کي اختصار، جامعيت ۽ انفراديت جي ڪري هڪ نقاد نثر جو غزل ڪوٺيو آهي.

افسانو اسان وٽ ته تمام ويجھڙائيءَ واري دور ۾ پيدا ٿيو آهي، پر يورپ جي ادب ۾ به گھڻو قديم ڪونهي. مختصر افسانو يورپ ۾ 19 صديءَ جي پيداوار آهي. عام خيال آهي ته، 19 صديءَ جي آخر ۾ صنعتي انقلاب جي اثر هيٺ انساني زندگيءَ ڪي جن حالتن سان واسطو پيدا ٿيو؛ انهن ئي مختصر افساني کي وجود ڏنو. انگريزي ادب ۾ بهترين افسانه نويس، جيڪي 19 صديءَ جي آخر ۾ 20 صديءَ جي شروع ۾ ٿي گذريا آهن سي آهن: 'آر-ايل استيوينهن' (1894-1850ع)، 'زڊ يارڊ ڪپلنگ' (1936-1865ع)، 'ڊبليو-ڊبليو- جيڪب' (1944-1863ع)، 'ڪيٿرالين مينسفيلڊ' (1923-1888ع) ۽ 'ڊبليو سمرسٽ مام' (1900-1874ع).

19- صديءَ کان اڳ سڄي مغربي دنيا ۾ هي فن مڪمل صورت ۾ نظر نه ٿو اچي. ڪهاڻيون ته اڳ به لکيو ويندڙيون هيون؛ پر انهن ۾ موافقت ڏانهن ڪو خاص ڌيان نه ڏنو ويندو هو. اسان وٽ لوڪ ڪهاڻيون مختلف روپن ۾ قديم زماني کان اڄ تائين هليون اچن. انگريزي شاعريءَ جو (Balled) جي صنف ۾ مختصر افساني جو انداز ملي ٿو. انگريزيءَ ۾ ڊڪسن، فرانس ۾ بالزاڪ ۽ روس ۾ 'تالستاءِ' جون ڪجهه ڪهاڻيون، قديم ڪهاڻيءَ جي نوع جون آهن.

جيتوڻيڪ انگلنڊ ۾ به سٺا افسانا نويس پيدا ٿيا آهن، جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، پر هن فن خاص ترقي فرانس ۽ روس ۾ ڪئي. ڪجهه قدر آمريڪا به هن فن جي ترقيءَ ۾ حصو ورتو آهي. روس ۾ 'گوگول' ۽ آمريڪا ۾ 'ايڊ گرايلن پو' سان هي فن شروع ٿئي ٿو، جيڪي ٻئي هڪٻئي جا همعصر هئا. 'گوگول' عظيم افسانه نويس هو. 'گورڪي' به سندس عظمت جو اعتراف ڪيو آهي. 'گوگول' وٽ مختصر افساني جي خاص طرز ۽ عام زندگيءَ جون تصويرون نظر اچن ٿيون. 'ايڊ گرايلن پو' ان ڪي عوامي زندگيءَ جي ويجهو ته نه آندو، پر افساني جي فن کي جوڙڻ، سينگارڻ ۽ سنوارڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي. هن جيڪا افساني جي تعريف بيان ڪئي آهي، اها ڏاڍي سخت ۽ محدود قسم جي آهي، جنهن تي ڪي ٿورا افسانه نگار ئي لکي سگهيا آهن. ان هوندي به 'پو' کان پوءِ جيڪي به افسانه لکيا

ويا آهن، انهن تي سندس گهرو اثر آهي.

ڦرندڙ حالتن جي ڪري آمريڪا ۾ "پو" کان پوءِ هن فن جي روايت ملويل برٽ هارٽ ۽ او هينري وغيره جي هٿن ۾ نئين صورت اختيار ڪندي اڳتي وڌندي رهي.

روس ۾ 'چيخوف' ۽ فرانس ۾ 'موپاسان' هن فن کي اچان به وڌيڪ ڪمال تي پهچايو. 'چيخوف' فن ۽ فڪر ۾ وڌيڪ سنجيدو ۽ سلجهيل آهي هو فن فڪر کي اهڙي بلنديءَ تي پهچائيندڙ آهي جو پڙهندڙ تي سندس مڪمل گرفت آخر تائين قائم رهي ٿي. جڏهن ته 'موپاسان' جا اڪثر ڪردار، هوس پرست، خود غرض ۽ نفس پرست آهن. 'موپاسان' افسانن ۾ عورت جو ڪردار به نهايت نيچ ڏيکاريو آهي. هو افسانن ۾ ڏيکاري ٿو ته، عورت تمام سولائيءَ سان چالاڪ مرد جي ڄار ۾ ڦاسيو ٿي وڃي. هڪ نقاد جي راءِ آهي ته "موپاسان محل جي نديڙن ۽ گندن گهرن ۾ وٺي هلندو آهي ۽ چيخوف کليل ميدانن ۽ چراگاهن ڏانهن."

روس ۾ چيخوف کان پوءِ 'تالستاءِ'، 'ترگنيف' ۽ گورڪي افساني جي فن کي اوج تي آندو. فرانس ۾ 'موپاسان' کان پوءِ 'داري' ۽ 'اناطول' وغيره هن فن کي اڳتي وڌايو. جڏهن ته نيوزيلينڊ جي افسانگار عورت 'ڪيٿرائين مينسفيلڊ'، سيني انگريزي افسانه نگارن کان ممتاز آهي؛ ڇاڪاڻ جو سندس فن ۾ چيخوف جي فن جي اثر سان گڏ هڪ انفراديت به آهي. 'جارج مور' (آئرش افسانه نگار)، 'جيمس جوالس'، 'ڪافڪا'، 'اوڪنر'، 'ايچ- اي- بيٽس'، 'ڪئٿرائين' ۽ 'هيمنگوي' نئين افساني جا اڳواڻ آهن.

چيخوف به گهڻي حد تائين داخلي آهي؛ البت ناميارن افسانه نويسن خاص طور تي اوهينري، موپا سان ۽ مام جو فن خارجي آهي. هينئر ڪهاڻي گهڻي قدر داخليت جي پنور ۾ ڦاٿل آهي. سنڌيءَ ۾ داخلي ۽ منوو گيانڪ افسانن جا تجربا ٿي رهيا آهن. ڪن سنڌي افسانه نويسن جا افسانه منوو گيانڪ ۽ داخلي هوندا آهن.

سنڌي افساني تي نه فقط انگريزي افساني جو اثر آهي، پر روسي ۽ فرانسيسي افسانن جو اثر به آهي. سنڌي افساني جو روسي افساني ڏانهن لاڙو سنڌ ۾ متحرڪ ترقي پسند پارٽيءَ جي ڪري ٿيو. جڏهن ته سنڌي افساني

ڪي، فرانس افسانې توڙي ادب جي آزاد خياليءَ پڻ پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪيو. پر اسان وٽ انهن ٻنهي رجحانن جا ڪي بلند پايہ افسانہ نگار ان ڪري پيدا نہ ٿي سگهيا جو انهن جي ٽيڪنڪ يا اسلوب بيان تي گرفت نہ هئي، هو رڳو انهن رجحانن کان متاثر هيا ۽ آهن. ان ڪري اسان جي ڪيترن افسانہ نگارن جي افسانن ۾ فن جو لحاظ رکيل نہ هوندو آهي. انهن جي خدمت ۾ گذارش آهي، تہ هو مختلف زبانن جي بلند پايہ افسانن جو مطالعو ڪن. اهڙيءَ طرح هو افسانې جي فن جي ٽيڪنڪ ۽ فن جون مختلف ڏارائون ۽ لاڙا معلوم ڪري پوءِ لکجن.

دنيا جديد ٽيڪنڪ ۽ فن ڪي رڳو اسان جو ادب ۽ اديب متاثر نہ ٿيو آهي. دنيا جي ٻين مکيہ ٻولين، جهڙوڪ: عربي، فارسي، هندي، اردو وغيره جي افسانہ نگارن بہ انگلينڊ، فرانس ۽ روس جي افسانې جي فن جي ٽيڪنڪ جي تتبع ڪندي شاهڪار افسانا لکيا آهن.

موجوده دور ۾ سنڌي افسانې چڱي ترقي ڪئي آهي. ڪيترائي نوجوان تمام سٺا افسانا بہ لکي رهيا آهن. پر پوءِ بہ ائين چئي نہ سگهبو تہ انهن مان ڪن افسانن کي دنيا جي بهترين افسانن جي ڀيٽ ۾ رکي سگهجي ٿو. موجوده دؤر ۾ ابتي گرامر ۾ ڪهاڻي لکڻ جو انداز سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ هاڃيڪار آهي. "ڪهاڻي" لکڻ جو سندن انداز بيان ڏيکاري ٿو تہ نوجوان افسانہ نويس زندگيءَ جي اڀياس ۾ دلچسپي نہ ٿا وٺن.

# افسانو

ورهاڱي کان پوءِ ٿورو وقت ادب جي تخليقي ڪوشش ۾ جيڪا ڪمي اچي ويئي هئي. ان کي ڪنهن حد تائين سکر جي اداري حبيب پبليڪيشن پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن اداري طرفان شيخ اياز جي افسانن جو مجموعو "پنهل کان پوءِ"، شيخ عبدالرزاق راز جي افسانن جو مجموعو "ڊاڪ بنگلو" ۽ مختلف افسانہ نويسن جي افسانن جو مجموعو "گل ۽ مکڙيون" شايع ٿيا. اهي مجموعا افساني جي ترقيءَ جو سبب بڻيا. ان کان سواءِ افساني جي ترقيءَ جي سلسلي ۾ ٽه ماهي "مهراڻ" اهم ڪردار ادا ڪيو.

شيخ اياز ورهاڱي کان اڳ افسانا لکڻ شروع ڪيا هئا. ورهاڱي کان اڳ سندس افسانن جو مجموعو "سفيد وحشي" ڇپيو ۽ ورهاڱي کان پوءِ "پنهل کان پوءِ" ڇپيو. ان کان پوءِ افسانا لکڻ ڇڏي ڏنائين. مشهور هاري ليڊر حيدر بخش جتوئي 1936ع ۾ ڪجهہ افسانا لکيا هئا. ورهاڱي کان پوءِ بہ پنهنجي تحريڪ جي مدِنظر افسانا لکيائين، جيڪي ٻن مجموعن ۾ شايع ٿيا: "هاري ڪهاڻيون" ۽ "هاري انقلاب".

ان کان سواءِ سوڀي گيانچنداڻي پڻ ڪجهہ بهترين افسانا لکيا جن جو پس منظر انقلابي هيو. جن مان "نيٺ بهار ايندو" سندس مشهور افسانو آهي ۽ ويجهر ۾ سندس افسانن جو مجموعو "نيٺ بهار ايندو" سچائي اشاعت گهر دڙو ٻاران ڇپجي پڌرو ڪيو آهي.

شيخ عبدالرزاق راز بہ ورهاڱي کان اڳ افسانا لکڻ شروع ڪيا هئا، پر سندس مجموعو "ڊاڪ بنگلو" ورهاڱي کان پوءِ شايع ٿيو. ان کان پوءِ افسانا لکڻ ڇڏي ڏنائين. وري بعد ۾ افسانا لکڻ شروع ڪيائين. دلدار حسين موسوي، ابن الياس سومرو ۽ نجم عباسي جا ڪجهہ افسانا ورهاڱي کان اڳ شايع ٿيا. ورهاڱي کان پوءِ بہ سندن افسانا ڇپيا آهن. نجم عباسيءَ ورهاڱي کان اڳ افسانا لکڻ شروع ڪيا. هن تمام گهڻا افسانا لکيا آهن. سندس افسانن جا ڪيترائي مجموعا ڇپيا آهن.

محترم ڊاڪٽر غلام حسين جعفري مشهور تعليمي ماهر هو. شروع ۾ ڪجهه افسانا به لکيائين، پر ورهاڱي کان پوءِ سندس ڪوبه افسانو نه ڇپيو. ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل جيتوڻيڪ بنيادي طرح شاعر ۽ نقاد هو؛ پر ورهاڱي کان پوءِ افسانا به لکيائين. سندس افسانن جا ٽي مجموعا ”عبرت ڪده“ جي نالي سان شايع ٿي چڪا آهن. هو ڪافي وقت چرين جي اسپتال ۾ ڊاڪٽر هو. ان زماني ۾ انساني زندگيءَ جو جيڪو مشاهدو ۽ تجزيو ڪيائين، اهو افسانن ۾ پيش ڪيو اٿس.

ورهاڱي کان پوءِ پهرين دور ۾ جمال ابڙي سنڌي افساني کي نئون موڙ ڏنو. سندس افسانن جو مجموعو ”پشوپاشا“ جي نالي سان ڇپجي چڪو آهي. سندس اسلوب بيان ننڍن ننڍن جملن، خالص سنڌي محاورن ۽ تشبيهن تي ٻڌل آهي. سندس افسانن جا مک ڪردار غريب ۽ مظلوم هجڻ جي باوجود سرڪش آهن. ”شاهه جو قر“ ۽ ”بدمعاش“سندس شاهڪار افسانا آهن. افسوس جو مذڪوره مجموعي کان پوءِ سندس ڪوبه افسانو نه ڇپيو آهي.

جمال ابڙي سان گڏ اياز قادري ۽ غلام رباني آگرو به ابتدائي دؤر جا بهترين افسانا نويس آهن، پر بعد ۾ جمال ابڙي وانگر خاموش ٿي ويا. اياز قادري جي افسانن جو مجموعو ”بلو دادا“ جي نالي سان ڇپيو آهي، ۽ رباني جو مجموعو ”آبِ حيات“ جي نالي سان ڇپيو آهي. اياز قادري هينئر وري افسانا لکڻ شروع ڪيا آهن. بشير موريائي سنو شاعر به آهي، ته افسانا نويس به. سندس افسانن مان ”ڇهڙي“، ”پريم“، ”ٺڪري“، ”زندگيءَ جو روڳ“ سٺا افسانا آهن. هن صاحب به ڪجهه وقت افسانا لکڻ ڇڏي ڏنا هئا. هينئر وري لکڻ شروع ڪيا اٿس. ويجهڙائي ۾ سندس تازو افسانو ”ڪاسبين جو ڪمال“ جي عنوان سان ”سهڻي“ ۾ ڇپيو آهي، جنهن ۾ وقت جي حالتن کي حقيقت پسندانه نموني آندو ويو آهي.

هن پهرين دور جا ٻيا ڪهاڻي نويس به آهن، جن مان ع.ق شيخ، ابن حيات پنهور، عبدالرحيم جوڻيجو، شيخ حفيظ، علي احمد بروهي، غلام علي کوکر جا نالا قابل ذڪر آهن. خاص طرح سان ع.ق شيخ جو افسانو ”حيدرآباد“ شاهڪار افسانو آهي، جيڪو انهن مشاهدن ۽ واقعن جي بنياد تي لکيل آهي، جيڪا هندن جي وڃڻ ۽ مهاجرن جي اچڻ کان پوءِ ”حيدرآباد“

۾ نمودار ٿيا. هن پهرين دور کي اسان 1947ع کان 1962ع تائين آڻي سگهون ٿا.

ٻيو دور اسان 1972ع تائين ڪَٽي سگهون ٿا. ٻي دور ۾ رشيد ڀٽي، سراج، علي بابا، امر جليل، نسيم کرل، آغا سليم، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، غلام نبي مغل، حميد سنڌي، طارق اشرف، ناصر مورائي، مقبول صديقي، عبدالحق عالماڻي، رشيد آخوند ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

آغا سليم ناول ۽ ناولٽ به لکيا آهن، ته افسانا به. سندس ڪهاڻي ۾ رومانوي رنگ به ملي ٿو، ته سماجي حالتن جي عڪاسي به نظر اچي ٿي. "ڪڙندڙ ڪنٽهار"، "رت ورنو روءِ"، "روشنيءَ جو سفر" سندس بهترين افسانا آهن. سندس افسانن جا ٻه مجموعا "چنڊ جا تمنائي" ۽ "ڌرتي روشن آهي" جي نالي سان ڇپيا آهن.

موجوده دور ۾ امر جليل جو نالو گهڻو مشهور ۽ مقبول آهي. سندس ڪيتريون ئي ڪهاڻيون ڇپيون آهن، جن مان گهڻيون فن توڙي مقصد جي لحاظ کان قابلِ قدر آهن. هن ڪهاڻيءَ کي نئون موڙ ڏنو آهي، ۽ ان ۾ جدت ۽ انفرايت پيدا ڪئي آهي. هو سنڌي پير، ڪاموري، وڏيري ۽ سنڌ جي رت چوسيندڙ ڌاريئي کي پنهنجي قلم جي نوڪ جو نشانو بنائي ٿو. سندس ڪهاڻين جا ڇهه مجموعا ڇپيا آهن. "دل جي دنيا"، "جڏهن مان نه هوندس"، "نيون وجود"، "منهنجو ڏس آسمان کان پڇو" "تاريخ جو ڪفن" ۽ "رني ڪوٽ جو خزانو". سندس سٺيون ڪهاڻيون آهن: 'اسٽار سرڪس جو جوڪر'، 'اروڙ جو مست'، 'جڏهن مان نه هوندس'، 'منهنجو ڏس آسمان کان پڇو'، 'منهنجي دل موهن جو دڙو'، 'خوني رات'، 'دل جي دنيا' وغيره.

نسيم کرل پڻ وڏو ڪهاڻيڪار هو. هن حقيقت پسندانه نوع ۾ زندگيءَ جي عڪاسي ڪئي آهي. سندس ڪن ڪهاڻين ۾ جنسيات جو دخل به آهي. هن معاشرتي حالتن ۽ سماج جي طبقاتي نظام جي ترجماني به ڪئي آهي. هن سنڌ جي ٻهراڙي زندگيءَ تي به گهڻا افسانا لکيا آهن، ته مٿاهين طبقي جي معاشري جي به عڪاسي ڪئي اٿس. سندس افسانن جا ٻه مجموعا: "شبنم شبنم ڪنول ڪنول" ۽ "چوٽيهون در"شايع ٿيل آهن. جڏهن ته سندس ڪل ڪهاڻيون سهيڙي روشني پبليڪيشن پاران "نسيم کرل جون ڪهاڻيون"

ڪتاب ڇپرو ٿيو آهي. جنهن ۾ نسيم کرل جون ڪل ڪهاڻيون شامل آهن. "گذريل واردات"، "ڪافر"، "چوٿيهون در" ۽ "ڪِني آگر" سندس سٺيون ڪهاڻيون چيون وڃن ٿيون.

سراج لسانيات جو ماهر به آهي، ته ناول نويس ۽ ڪهاڻي نويس به. هو پنهنجي ڪهاڻين ذريعي معاشري جي غلط نظام جو احساس ڏياري ٿو. سندس ڪهاڻي "ڀهڻي" سنڌي ادب جي لازوال ڪهاڻي آهي. سندس ٻيون سٺيون ڪهاڻيون آهن: "اي درد هلي آ"، "دل جا ڀاڇولا"، "پاتال" ۽ "هڪ مڙدو تي لاش". سندس ڪهاڻين جا مجموعا: "اي درد هلي آ" ۽ "اڻون آدمي" جي نالي سان ڇپيا آهن.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو شاعر، محقق ۽ نقاد هجڻ سان گڏ افسانا نويس به آهي. بهترين اصلاحي ۽ معاشرتي ڪهاڻيون لکيون اٿس. سندس ڪهاڻين مان "ٻچن جو ماس"، "پيل بڪ پرم جي" ۽ "ون يونٽ" سٺيون ڪهاڻيون آهن.

حميد سنڌي هن دور جو وڏو ڪهاڻيڪار آهي. گهڻو ڪري واقعاتي ڪهاڻيون لکيون اٿس، جن مان "رانديڪو" سٺي ڪهاڻي آهي. سندس ٻيون سٺيون ڪهاڻيون آهن: "ڪارو رت"، "ڪاڪ ڪنڌي قبرون"، "پريسي پکي"، "يادن جي جزيري ۾"، "هڪ خواب هڪ حقيقت"، "واچوڙي ۾ لاٽ" ۽ "ان داتا". سندس ڪهاڻين جا مجموعا: اداس واديون، راتا رجپوت، ويريون ۽ سيمي جي نالي سان ڇپيا آهن.

علي بابا هن دور جو نامر ڪنيو ڪهاڻي نويس آهي. هن سنڌ جي سماجي پس منظر ۾ به ڪهاڻيون لکيون آهن، ته تاثراتي ڪهاڻيون به لکيون اٿس. علامتي ۽ وجوديت واريون ڪهاڻيون به لکيون اٿس. رني ڪوٽ جا رکوا، اولڙن پنيان ڀوڙ ۽ ڏيڻ سندس سٺيون ڪهاڻيون آهن. سندس ڪهاڻين جا مجموعا: "آيل ڙي اولاڻا"، ڌرتيءَ ڌڪاڻا" جي نالي سان ڇپيا آهن. جڏهن ته سندس 76 ڪهاڻين تي مشتمل ڪتاب "منهنجون ڪهاڻيون" پڻ ڇپجي پڌرو ڪيو آهي.

شيخ حفيظ ٿورا افسانا لکيا آهن، پر اهي فن ۽ مقصديت جي لحاظ کان ڪامياب افسانا آهن. ٻه واٽون، ٻه ڳوڙها، ٻه پاڇا ۽ پن ٻوڙين پاتال

۾" سنڌس بهترين افسانا آهن.

غلام نبي مغل مسلسل لکي رهيو آهي. هو هن دور جو منفرد ڪهاڻي نويس آهي. سندس ڪهاڻين ۾ معاشرتي حالتن جي عڪاسي به ملي ٿي، ته طبقاتي ڪشمڪش به نظر اچي ٿي. البت ڪٿي ڪٿي جنسيات جي اپٽار عريان نموني ٿيل آهي. هن کي ڪردار نگاري ۾ به ڪمال حاصل آهي. "شيشي جو گهر" سندس بهترين ڪهاڻي آهي. سندس ڀيون سٺيون ڪهاڻيون آهن: "سهڻو سور، آدم جو گناهہ، ڀوسات، واچوڙي ۾ لاٽ. سندس ڪهاڻين جا مجموعا: "نئون شهر، رات جا نيڻ، رات منهنجي روح ۾، ۽ سٺ- سٺ- اسي" جي نالن سان ڇپيا آهن.

طارق اشرف سهڻي رسالي جو ايڊيٽر هو. اپريل 1992ع ۾ وفات ڪيائين. غلام نبي مغل جو گهرو دوست هو. ٻنهي گڏجي ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. سندس ڀهرين ڪهاڻين جي مجموعي ۾ به ٻنهي جون ڪهاڻيون آهن. طارق، جديد ڪهاڻي کي ترقي ڏيارڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. سندس بهترين ڪهاڻي آهي. "درد جا ڏينهن، درد جون راتيون". سندس ڪهاڻي جا مجموعا آهن: "سونهن پٺر پيار"، زندگيءَ جو تنها مسافر" ۽ "درد جا ڏينهن، درد جون راتيون". ڇپيل هئا. ويجهر ۾ سندس مڙني ڪهاڻين کي سهيڙي سنڌيڪا اڪيڊمي پاران سندس ڪهاڻين جو نئون ڪتاب "بند اکين ۾ ڪجهہ يادون ۽ ڪجهہ سپنا" ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ سندس ڀهريان ٻہ مجموعن ۾ ان کان پوءِ واريون ڪهاڻيون بہ شامل ڪيل آهن.

ڪهاڻين کان سواءِ هن جا لکيل ايڊيٽوريل ۽ شخصيتن جا خاڪا بہ سنڌي ادب ۾ اهميت رکن ٿا.

ثميره زرين مرحومہ تمام سٺي ڪهاڻيڪار هئي. هن گهڻو ڪري شهري ماحول جي پس منظر ۾ ڪهاڻيون لکيون. سندس ڪهاڻين جا مجموعا: "گيت اڇايل مورن جا، دل ۾ درد هزار ۽ روشن ڇانورو". جي نالي سان ڇپيا.

مهتاب محبوب کي ڪهاڻي لکڻ جي ڏات بہ آهي، تہ ڏانءُ بہ. سندس ڪهاڻين ۾ فن ۽ مقصديت جو سهڻو لاڳاپو ملي ٿو. سندس ڪهاڻين جا اڪثر

ڪردار عورت جي چوگرد ڦرندا نظر اچن ٿا. جيئن ڪاڻ جيڏيون، منو پٽ، بک جا چڪ، ٻون ۽ ڦرندي ۽ موڪلاڻي سندس بهترين ڪهاڻيون آهن. سندس ڪهاڻين جا مجموعا: ”چانيءَ جون تارون، پرهه کان پهرين، منٺي مراد ۽ لهر لهر زندگي“ جي نالي سان ڇپيا آهن. سندس سفرناما به ڇپيا آهن.

عبدالقادر جوڻيجو تمام سٺو تخليقڪار آهي. هن سٺيون ڪهاڻيون به لکيون آهن، ته خاڪا ۽ ٽي وي ڊراما به. سندس ڪيتريون ئي ڪهاڻيون، سنڌي ادب جون شاهڪار ڪهاڻيون آهن. سندس بهترين ڪهاڻيون آهن: ڪڙيل تارا، واڻون راتيون ۽ رول، ويتنام، ڪارونجهر جي ڪور، روڪيل لڙڪ، زال ذات ۽ سونو روپو سچ. ”ويندڙ وهي لهرندڙ سچ“ سندس ڪهاڻين جو مجموعو آهي

قمر شهباز بنيادي طرح شاعر آهي، پر ڊراما ۽ ڪهاڻيون به لکيون اٿس: ”منزل ايندي ماڳ به ايندا“ سنڌي زبان جي سٺين ڪهاڻين مان هڪ آهي. ان کان سواءِ سندس ڪهاڻين جو ٻيو ڪتاب ”اڻون گهر“ جو ويجهر ۾ ڇپيو آهي.

رسول بخش پليجو سياسي ليڊر به آهي ته نقاد ۽ ڪهاڻيڪار به. ٿوريون ڪهاڻيون لکيون اٿس پر سٺيون لکيون اٿس. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ سنڌ جي ماڻهن جي ڏکن ۽ سورن جي ڳالهه ڪئي آهي. ”جتي باهه ٻري“، ”پسي ڳاڙها گل“ ۽ ”اڄ آڳڙيا آيا“ سندس بهترين ڪهاڻيون آهن. سندس ڪهاڻين جو هڪ مجوعو ”پسي ڳاڙها گل“ جي نالي سان ڇپيل آهي.

الله بخش انيس انصاري اڳ ۾ به ڪجهه ڪهاڻيون لکيون هيون، پر پوءِ لکڻ ڇڏي ڏنائين. 1982ع ۾ رٽائر ٿيڻ کان پوءِ مسلسل ڪهاڻيون لکي ٿو. سندس بهترين ڪهاڻيون آهن: اڃا نه اڃا نه، منٽي، پينشنر، ويراني، چانڊوڪيءَ جو زهر. سندس ڪهاڻين ۾ واقعيت سان گڏ مقصديت به هوندي آهي.

### ٽيون دور

هن ٽين دور ۾ به ڪيترن ئي ڪهاڻي نويسن تمام سٺيون ڪهاڻيون لکيون آهن. منير احمد ميمڻ، جيڪو ’ماڻڪ‘ جي نالي سان مشهور هو. هن

دور جو وڏو ڪهاڻيڪار هو. هن جاگيرارنہ دور جي روايتن ۾ جڪڙيل ۽ ڦاٿل عورت تي نهايت ڪلي نموني لکيو آهي. انهيءَ ڪري سندس ڪهاڻين ۾ جنسيات ۽ عريانيت ملي ٿي. سندس ڪهاڻين: ”ڪاري“ ۽ ”ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري“ ۾ جنسيات جو عنصر زياده ملي ٿو. ”حويليءَ جا راز“ سندس سٺي ڪهاڻي آهي. سندس ڪهاڻين جو مجموعو: ”حويليءَ جا راز“ جي نالي سان مشهور آهي.

نورالهديٰ شاهہ بہ جاگيردارانہ دور جي ظلم ۽ ڏاڍ جي شڪار ٿيندڙ عورت تي لکيو آهي. انهيءَ ڪري سندس ڪهاڻين ۾ بہ جنسيات جي اپٽار عريان نموني ۾ ملي ٿي. سندس ڪهاڻين جا مجموعا: ڪربلا، جلاوطن، رڻ ۽ رڃ جو اتهاس جي نالي سان ڇپيا آهن.

مراد علي مرزا، ممتاز مرزا، قاضي خادم، مدد علي سنڌي، شوڪت شورو، ڪيهر شوڪت، رزاق مهر، بادل جمالي، ممتاز مهر بہ هن دور جا بهترين ڪهاڻيڪار آهن. مدد علي سنڌي جي ڪهاڻين جو مجموعو: ”دل اندر دريا“، ڪيهر شوڪت جي ڪهاڻين جو مجموعو: ”پل تي ويٺل هڪ نوجوان“، قاضي خادم جي ڪهاڻين جا مجموعا: ”سمنڊ اپسمنڊ“، ”ڀڃڻ ڪر وريام جو“، ۽ ”رت جو روپ“ جي نالن سان ڇپيا آهن.

انهن ڪانسواءِ ٻيا بہ ڪيترائي وچين وهيءَ ۽ نئين ٽهيءَ جا ليکڪ تمام سٺيون ڪهاڻيون لکي رهيا آهن. طوالت جي خيال کان انهن تي تفصيل سان تہ لکي نہ ٿو سگهجي. البتہ انهن مان ڪن جا نالا هيٺ ڄاڻائجن ٿا؛ ڏنگيءَ ۾ ڪهاڻين جي مجموعن جا نالا آهن:

زينت پٽي (مورتي)، طارق عالم ابڙو (من جي پاتال مان، تہ ڪنڊا چڀڪندا)، مشتاق شورو (ٿڪل جذبن جو موت ڪهاڻين جو مجموعو)، عبدالحليم بروهي (الزام- اوڙاهہ)، محمد دائود بلوچ (منهنجا پاڳ هن جا پاڳ)، زيب سنڌي (گهٽيل خواهشون- زندگي درد جي ٻانهن ۾)، سليم ڪورائي (ڪشمڪش)، غلام مصطفيٰ مشتاق (سستو خون مهانگو جذبا)، الطاف شيخ (پيار جي گهٽ)، شرجيل (پن ڇڻ کان پوءِ)، رسول ميمڻ (ڪافر ديوتا- امن جي نالي)، رفيق سومرو، نور گهلو (ٽٽل شيشا ۽ آگريون)، ضراب حيدر (انگن چاڙهيو انگ)، ڪرم الاهي چنہ (من تنها منزل دور)، عبدالستار

شيخ (انتظار- خط جو جواب)، مشتاق باگاڻي (اجهاٽل آس)، نصير اعجاز، اختر جانوري، امان ميمڻ، اخلاق انصاري، عابد مظهر، بدر ڏامراهہ، ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ، وهاب سهتو، الهداد ٻوهيو، عابد لغاري، ملڪ آگاڻي، ممتاز عباسي، ماڪن شاهہ رضوي (زهر جهڙي زندگي)، نذير ميمڻ (ويهي ڪهڙا ڳهاءِ اڪيليان) خادم ٻگهيو، طارق قريشي، ممتاز بخاري، اختر رند ۽ ٻيا.

ورهاڱي کان پوءِ بيگم زينت عبدالله پهرين ليکڪا آهي، جنهن مضمونن سان گڏ ڪهاڻيون بہ لکيون. ان ڪانسواءِ "مارئي" رسالو جاري ڪري، عورتن ۾ چوڪرين ۾ لکڻ جو سوق پيدا ڪيو. هن وقت تمام گهڻيون عورتون ڪهاڻيون لکي رهيون آهن. انهن مان مهتاب محبوب ۽ نورالهديٰ شاهہ، جا نالا اڳ ۾ اچي چڪا آهن. ٻين ڪهاڻي نويس عورتن مان ڪن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

بادام ناتوان، نذير ناز (اڌرَان هن پار)، خيرالنساءِ جعفري، ليليٰ بانا، تبسم مهتاب قريشي، تنوير جوڻيجو، خديجہ شيخ، نيلوفر جويو (ساماڻي تہ سڪ ويا) زبيده ميتلو (نرڳ)، مهتاب منور عباسي (هاڻي هنجن هارڻ مان ڪهڙو فائدو)، زيب النساءِ مسرت (منهنجي وس ناهي جيڏيون)، سڪينہ ميمڻ (درد جا رشتا)، ثريا ياسمين، جميلہ نرگس، نسيرين جوڻيجو، فهميده حسين، شبنم موتي، اڪرم سلطانہ، فهميده بلوچ، نسيم ٿيٻو، جهان آرا سومرو، ثريا سوز ڏيپلائي، سعيده ميمڻ، رعنا صديقي، سلميٰ صديقي، تبسم عروج قاضي، جبين ڪاڪيپوٽو، نجمہ ناز، نور شاهين، رشيده حجاب، رشيده شيخ، حسن بانو ميمڻ ۽ شبنم گل.

موجوده دور ۾ سنڌي افساني وڏي ترقي ڪئي آهي ۽ سنڌي زبان جا معياري افسانا ڪنهن بہ صورت ۾ دنيا جي بهترين افسانن کان گهٽ نہ آهن. سنڌي افساني ۾ سنجيدگي ۽ متانت بہ آهي، تہ فحاشي ۽ عرياني بہ ملي ٿي. سنڌي ماحول جي عڪاسي بہ آهي تہ، معاشري تي ڪڙي تنقيد بہ آهي. ڪن افسانہ نويسن اها ڪڙي تنقيد، طنز و مزاح جي رنگ ۾ پيش ڪئي آهي. موجوده دور ۾ وطنيت تي تمام گهڻا افسانا لکيا ويا آهن. ڪي افسانا بين الاقوامي مسئلن تي بہ لکيا ويا آهن.

موجوده دور ۾ جنسيات تي افسانا لکڻ جو رجحان وڌندڙ آهي. غلام

نبي مغل هن موضوع تي گهڻا افسانا لکيا آهن. ان کان سوا منير احمد 'مانڪ' ۽ ٻين به ڪيترن اهڙي قسم جا افسانا لکيا آهن. غلامي نبي مغل جا افسانه "ريشمي وار"، "اسٽيٽمينٽ" ۽ مانڪ جا افسانه "حويليءَ جا راز" "ٻاهر ٻاق نه نڪري"، اهڙي رجحان جا نمائنده افسانه آهن.

طنز و مزاح جي رنگ ۾ بهترين افسانا لکيا ويا آهن. علي احمد بروهي طنز و مزاح جي رنگ ۾ عام ڪردارن تي ڪهاڻيون لکيون آهن. هو هڪ نئي افساني ۾ مزاح جي اوٽ ۾ معاشري جي ڪيترن نئي پهلوئن تي طنز ڪري ٿو. طنز و مزاح جي رنگ ۾ ڪهاڻيون لکندڙ جو ٻيو نالو محمد حسين ڪروڙ پتيءَ جو اچي ٿو. هن ورهاڱي کان اڳ به ڪجهه لکيا، ۽ پوءِ به ڪجهه وقت لکندو رهيو. هينئر خاموش آهي. رشيد ڀٽيءَ به مزاحيه افسانا لکيا آهن. سندس افسانن جو مجموعو "گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ" جي نالي سان ڇپجي چڪو اهي. نوجوان اديبن مان نور عباسي، عبدالحليم بروهي، غلام رسول ڪلهوڙو ۽ عبدالفتاح صديقي طنز و مزاح جي رنگ ۾ ڪهاڻيون لکي رهيا آهن.

هندستان ۾ به سنڌي افساني تمام وڏي ترقي ڪئي آهي. ڪيترائي رسالا نڪتا، جن ۾ افسانا شايع ٿيندا رهيا آهن. "ڪهاڻي" ۽ "پرهه ڦٽي" خاص افسانن جا رسالا آهن. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت لڏي ويلن اديبن مان ڪيترا افسانا نويس به هئا، جن ڀارت ۾ سٺا افسانا لکيا. انهن مان گوبند مالهي، رام پنجواڻي، سندري ۽ اتم جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن کان سواءِ ڀارت جي نوجوان افسانه نويسن جي فهرست تمام وڏي آهي. انهن مان هيٺين جا نالا خاص طرح ذڪر لائق آهن:

موهن ڪلپنا، لعل پشپ، سگن آهوجا، گوردن محبوباڻي، گنوسامتاڻي، آنند گولاڻي، ڪشور جيوَن، آنند ڪيماڻي، ايشور چندر، آنچل، جڳديش لڇماڻي، برج موهن، ڪي.ايس ٻالاڻي، وشنو ڀاٽيا، ڪلا پرڪاش، ڪماري پوپٽي، ڪرشن راهي، موتي پرڪاش، شيام جئسنگهاڻي، ڪرشن کٽواڻي، هريش واسواڻي، هيرو شيو ڪاڻي، موهن ديپ، تارا مير چنداڻي، منوهر لال، نارائڻ ڀارتي، ڦتن پرسواڻي، گل آسناڻي، داس طالب، گوردن تنواڻي، نندن لال، لڇمڻ ڀمڀاڻي، لکمي ڪلاڻي، لڇمي اميسر ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي.

# مضمون نويسي

**فن:**

لکڻ وجود ۾ آيو، تہ مضمون نگاري بہ شروع ٿي. عربيءَ ۾ "مقام" پارسي ۾ "مقالہ" ۽ انگريزي ۾ (Essay) اهڙي قسم جون شيون آهن. انگريزي لفظ (Essay) فرانسيسي لفظ اسائي (Essia) جي انگريزي صورت آهي؛ جيڪا وري عربي لفظ اسمي جي فرانسيسي شڪل معلوم ٿئي ٿي. هئي لفظ ڪوشش جي معنيٰ ۽ مفهوم کي ظاهر ڪن ٿا. فرانسيسي ادب ۾ "مان ٽين" هڪ اديب ٿي گذريو آهي، جنهن 1571ع ۾ پنهنجي ڪراڙپ جي ڪري دنيا کان پاسيرو ٿي، پنهنجي مشاهدي جي آڌار تي، مختلف عنوان کڻي لکڻ شروع ڪيو. ان قسم جي ڪوشش کي هن (Essia) نالو ڏنو. جيتوڻيڪ انهن ۾ ڪو فلسفيانہ بحث ڪونهي، تڏهن بہ انهن ۾ اندازِ بيان جي لحاظ کان بي ساختگي آهي، انهي ڪري سندس اسيز کي قدر جي نظر سان ڏٺو ويو. اهڙيءَ طرح ادب ۾ "ايسي" جي صنف وجود ورتو.

"مان ٽين" جا ايسيز فرانس کان انگلينڊ پهتا، خاص طرح سان انگلنڊ جي هڪ عالم، اديب ۽ مجيل فيلسوف "بيڪن" 1597ع کان 1645ع تائين 85 اسيز لکيا. هن پنهنجي اسيز کي افڪار چيو آهي، پر ان جي باوجود اهي گهڻي ڀاڱي مربوط مضامين آهن. انهن مضمونن ۾ "مان ٽين" جي اسيز جو روح يعني اخلاقي سبق ۽ زندگي جي تنقيد ضرور ملي ٿي، پر سندس مضمونن تي سندس فلسفيانہ خيالات ڇانيل آهن. بيڪن جا اسيز پنهنجي اندازِ بيان ۽ اخلاق آموز هجڻ سبب ڏاڍو مقبول ٿيا. ڪيترين ئي ٻولين ۾ انهن جا ترجما ٿيا آهن. سنڌي ۾ انهن جو ترجمو مرزا قليچ بيگ مرحوم "مقالات الحڪمت" جي نالي سان ڪيو آهي.

انگريزي ادب ۾ ايسي کي گهڻي مقبوليت "وليم ڪارن والس" (1660ع) ۾ ابراهام ڪاولي (1968ع) ڏني. هنن جا مضامين عقل کان وڌيڪ دل کي متاثر ڪن ٿا. اٺويهين صدي ۾ هزلٽ ۽ ليمپ، ايسيز ۾ ذاتي عنصر کي داخل ڪري، پنهنجي لطافت بيان سان مضمون نگاري کي زنده رکيو. انهن

جي ايسيز جي خصوصيت اها آهي، تہ سندن ايسيز ۾ سندن پنهنجي شخصيت جي آئيني ۾ زندگيءَ ۽ حيات و ڪائنات تي تنقيد جون جهلڪيون نظر اچن ٿيون. انهن کانسواءِ ٻين انگريزي مضمون نگارن جهڙوڪ: ڊرائيڊن، اڊيسن، جان سن، گولڊ سمٿ، ڪارلائل، ميڪالي، رسڪن، چسٽرلن ۽ گارڊنر وغيره مضمون نگارن جي مضمونن ۾ پڻ سندن شخصيت کي وڏو دخل آهي. گولڊ سمٿ جي مضمونن ۾ سندس ذاتي شخصيت جي عڪس سان گڏ زندگيءَ جا عام مشاهدات بہ ملن ٿا. ”هينرلٽ“ وري پنهنجي مضمونن کي قديم ۽ جديد ادب جي حوالن سان پُر ڪيو آهي.

”مضمون نويسي“ جي جامع وصف بيان ڪرڻ کان اڳ انگريزي ادب ۾ ان جي مختصر تاريخ بيان ڪئي وئي آهي، ان لاءِ تہ جيئن وصف بيان ڪرڻ ۾ سهوليت ٿئي. فرانسيسي مصنف ”مان ٽين“ ايسي کي ذاتي تصوير سڏي ٿو. سندس ايسيز ۾ سندس شخصيت جي آئيني ۾ فلسفيانہ رنگ ۾ اخلاقي سبق ملن ٿا. انهن ۾ عالمانہ مضمونن وارو ربط ۽ تسلسل ڪونهي. بيڪن جي ايسييز ۾ جيتوڻيڪ اخلاقي آموزي ۽ زندگيءَ جو سبق مرڪزي مقصد آهي، پر انهن ۾ گهرو فلسفيانہ رنگ آهي ۽ ربط ۽ تسلسل بہ آهي. ارڙهين صديءَ ۾ وري مضمون کي زندگيءَ جي هر شعبي، جهڙوڪ: سياست، معاشرت، مذهب وغيره جو اهم ترجمان بنايو ويو. جيتوڻيڪ مضمون جي مقصد ۾ وسعت پيدا ڪئي ويئي، پر مضمون جي بنيادي خاصيت مختصر نويسي قائم رهي. ان کان پوءِ ايسيز کي ٻن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرين قسم ۾ سياسي، سماجي، مذهبي، ادبي، سوانحي وغيره ايسيز کي شامل ڪيو ويو آهي ۽ انهن کي فارمن ايسيز نالو ڏنو ويو آهي، ٻئي قسم جي ايسيز کي فيميلر يعني ذاتي شخصي چيو ويو آهي. انهن کي پارڪملنس بہ چوندا آهن. سنڌي ۾ اسان پهرين قسم کي مقالو ۽ ٻئي کي مضمون چئي سگهون ٿا.

مطلب تہ مضمون نگار پنهنجي ذاتي تجربن ۽ مشاهدن جي روشني ۾ زندگيءَ جي ڪنهن موضوع تي روشني وجهي ٿو. هو جيتوڻيڪ فلسفيانہ انداز ۾ زندگيءَ جي ڪشمڪش، زماني جي ستم ۽ اخلاقي اقدار جهڙا مسئلا سلجهائي ۽ سمجهائي ٿو، پر ان سلسلي ۾ اهڙو انداز اختيار ڪري ٿو، جو

انهن ڳالهين سمجهڻ ۾ نه دماغ تي گهڻو زور ڏيڻو پوي ٿو ۽ نه فلسفي جي خشڪي ذهن تي بوجهه ٿي پوي ٿي. مضمون نگار هڪ عالم يا فيلسوف جي حيثيت ۾ پنهنجي خيالات پيش نٿو ڪري، پر سنئين سڌي نموني هر ڳالهه کي نکيڙي نروار ڪري ٿو. ان لاءِ هو طنز و مزاح، مثالن، لطيفن، زبان ۽ بيان جي لطافت کان ڪم وٺي ٿو. هو دنيا جي هر شئي کي غور سان ڏسي ٿو ۽ منظرِ عام تي آڻي ٿو. هو خسيس ۾ خسيس شئي جي اهميت ۽ حسن کي به اجاگر ڪري سگهي ٿو. مضمون ۾ انسان جي عقل ۽ سمجهه کان وڌيڪ جذبات کي جهنجهوڙيو ويندو آهي. انهيءَ ڪري مضمون نگار جي ڳالهه پڙهندڙ جي دل تي اثر ڪندي آهي. اهوئي سبب آهي، جو شعر جيان مضمون به روحاني مسرت ۽ دلي سرور جو سبب بنجي ٿو. انگريزي ڪتاب "Great Essays of all Nations" جو مرتب ايف. ايڇ. پرنچرڊ پنهنجي ڪتاب جي ديباچي ۾ لکي ٿو:

"مضمون مفڪرانه هوندو، پر سنجيده نه هوندو. فلسفي جي ويجهو هوندو، پر فلسفي وانگر باقاعده نه هوندو. ان ۾ هلڪي سلڪي وحدت هوندي، پر ان ۾ اصل موضوع کان مسرت بخش انحراف به هوندو. هو اسان کي ليکڪ جي راءِ سان اتفاق جو اهڃاڻ ڏيئي سگهي ٿو، پر اسان کي اتفاق تي مجبور نه ڪندو."

مطلب ته مضمون سراسر داخلي شيءِ آهي، جنهن ۾ ليکڪ جي پنهنجي شخصيت، سيرت بخش مشاهدا، تجربا، خيالات ۽ تصورات جهلڪندا نظر ايندا آهن. ان هوندي به ان ۾ ڪجهه قدر خارجي اهڃاڻ به پيا بکندا، ڇاڪاڻ جو ڪنهن به ليکڪ جي ذاتي زندگي، خيالات ۽ تصورات خارجي انحراف کان وانجهيل رهي نٿا سگهن. هتي سوال پيدا ٿئي ٿو، ته ادب جون ته سموريون شاخون ڪنهن حد تائين ليکڪ جي شخصيت جي غمازي ڪنديون آهن، پوءِ فقط مضمون کي داخلي يا ذاتي ڇو چئجي؟

اهو صحيح آهي، ته ادب جي هر شاخ داخليت کان وانجهيل نه آهي، پر مضمون جي داخليت ڪجهه مختلف نوعيت جي آهي، فرق اهو آهي ته ٻين صنفن ۾ مصنف، بحيثيت مصنف نظر ايندو آهي، پر مضمون ۾ هو بحيثيت هڪ انسان جي معلوم ٿيندو آهي. اهوئي سبب آهي، جو "هينرلٽ"، "ايسي"

جي باني "مان\تين" جي تعريف ڪندي لکيو آهي: "هن ۾ هڪ اديب جي حيثيت سان ڪجهه چوڻ جي جرائت هئي، جيڪي هو هڪ انسان جي حيثيت سان محسوس ڪندو هو." ناول ۽ ڊرامي ۾ اديب جي شخصيت جو اهو حصو نظر اچي ٿو، جيڪو سندس ذهن ۽ فڪر سان تعلق رکي ٿو، پر مضمون ليکڪ جي شخصيت جو اهو حصو اڪرن ۾ اچي ٿو، جيڪو ان جي خيالات ۽ نظريات سان گڏوگڏ فطري لاڙن ۽ تحت الشعوري تحريڪن سان لاڳاپو رکي ٿو.

جيتوڻيڪ غزل وانگر مضمون هڪ داخلي ۽ ذاتي شيءِ آهي، تڏهن به ائين نه آهي، ته ان ۾ خارجي مضمون ايندو ئي نه آهي، ڇاڪاڻ جو فنڪار داخليت ۽ خارجيت جو پابند نه هوندو آهي. اهوئي سبب آهي، جو ناول جهڙي خارجي صنف به ڪن اديبن وٽ داخلي صنف بڻجي ويئي آهي. مثلاً جيمس جوائس، هارسل پروتسٽ ۽ ورجينيا وولف وٽ ناول سماجي عمل ڪان وڌيڪ نفسياتي ڪيفيت جو ترجمان آهي. اهڙي طرح غزل جهڙي داخلي صنف ۾ وري ڪيترن ئي شاعرن خارجي رنگ ڀريو آهي. مضمون به هر اديب وٽ صرف داخلي چيز نه رهيو آهي، پر ڪيترن ئي اديبن معاشي ۽ معاشرتي مسئلا، واقعا ۽ ٻيون انيڪ ڳالهيون مضمون جي مخصوص رنگ ۾ بيان ڪيون آهن. البته ايترو آهي، ته خارجي عنصر ڪي آڻڻ وقت مضمون جي منفرد رنگ کي هٿان نه ڇڏجي.

اسان وٽ اڃا تائين ڪيترا اديب مضمون ۽ مقالي ۾ فرق ئي نه ڪندا آهن. حالانڪ جيڪڏهن مضمون پنهنجي مخصوص رنگ ۾ نه آهي، ته ان کي مضمون چوڻ نه جڳائي. مقالو ادب جي اها صنف آهي، جنهن ۾ سنجيدگيءَ سان روشني وجهندو آهي، ۽ پنهنجي بيان کي مستند بنائڻ لاءِ پختا دليل ۽ موزون حوالا به ڏيندو آهي. مضمون ۾ به ليکڪ ڪنهن شئي تي روشني وجهندو آهي، پر اها روشني رنگا رنگ هوندي آهي. ان مان روح کي راحت به ملندي آهي، ته دلي سرور به حاصل ٿيندو آهي. ان سان گڏ ان جي زبان ۽ اصلوب بيان ۾ به لطافت ۽ انفراديت هوندي آهي. يعني مضمون لاءِ اختصار، بي ساختگي، زبان ۽ بيان جي لطافت، مقصد جي سوڌائي ۽ ليکڪ جو فطري ۽ ذاتي لاڙو لازمي شيون آهن.

## سنڌي ادب ۾ مضمون نويسي:

جڏهن کان سنڌي ادب ۾ اخبار نويسيءَ جي ابتدا ٿي، تڏهن کان مضمون نويسي به شروع ٿي، ڇاڪاڻ جو شروع ۾ اخبار ئي مضمونن لکائڻ جو ذريعو بني. سنڌي زبان ۾ اخبار نويسيءَ جي شروعات "خورشيد" اخبار سان ٿي، جيڪا سکر مان 1860ع ۾ جاري ٿي. ان ۾ ٻه ڪالم هوندا هئا: هڪ فارسي جو، ٻيو سنڌيءَ جو. ان کان پوءِ 1866ع ۾ سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي جي پاران "سنڌ سڌار" نالي هڪ پندرهن روزه رسالو جاري ٿيو، جنهن ۾ تعليم بابت ليک شايع ٿيندا هئا. پهريون وڏو مضمون جيڪو ڪتابي صورت ۾ ڇپيو، اهو هو ديوان ڪوڙيمل جو "پڪو پهه"، جيڪو 1862ع ۾ ڇپيو. هن ۾ زناني تعليم جي فائدي ۾ مضبوط دليل ڏنا ويا آهن. ان کان پوءِ مختلف عنوانن تي مضمونن جو پهريون مجموعو آهي: "مقالات الحڪمت" جيڪو مرزا قليچ بيگ مرحوم 1877ع ۾ "بيڪنس اسيز" تان ترجمو ڪري شايع ڪيو. ان کان پوءِ مرزا صاحب جا ٻيا به ڪيترائي مضمون ۽ مضمونن جا مجوعا ڇپيا. انهيءَ ابتدائي دور جا ٻيا به ڪيترائي مضمون نويس آهن، جهڙوڪ: ديوان ڏيارام گدومل، مهاراج تيجورام شرما، تولارام ٻالاڻي، پهلاج راءِ وسواڻي ۽ ديوان ليلارام سنگهه. ان دور ۾ جيڪي مضمون لکيا ويا، انهن ۾ سادگيءَ سان ۽ سنئين سڌي نموني خيال ظاهر ڪيا ويا آهن، ۽ مقصد بيان ڪرڻ تي زور ڏنو ويو آهي. انهن جو مقصد هو، ماڻهن ۾ تعليم ۽ اخلاقي ڳالهين ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ.

ان کان پوءِ ڪيترن ئي اديبن مضمون لکيا، جن مان لعل چند امرڏنو مل؛ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، ڄيٺمل پرسرام، ڪاڪو ڀيرومل، پرمانند ميوا رام، علي خان ابڙو، ساڌو واسواڻي ۽ ڊاڪٽر رگهومل موتواڻي جا نالا قابل ذڪر آهن. 1890ع ۾ ساڌو هيرانند "سرسوتي" مخزن جاري ڪئي، جنهن ۾ وقت بوقت سٺا مضمون ڇپيا رهيا. خود ساڌو هيرانند جا ڪيترائي اخلاقيات تي ٻڌل مضمون ڇپيا. سندس مضمونن جو مجموعو "هيري جون ڪٽيون" نالي سان به ڇپيو، جنهن ۾ مضمونن سان گڏ ڪهاڻيون به آهن. ان مجموعي ۾ ساڌو هيرانند جي ليکن سان گڏ ٻين ليکڪن جا مضمون به هئا،

جهڙوڪ: پريتمداس ڪنولسنگ، صاحب سنگ شاهاڻي، بولچند ڏيارام، خانچند پرتابراءِ ۽ ڪاڪو ڀيرومل. ان مجموعي ۾ شايع ٿيل صاحب سنگ شاهاڻيءَ جو مضمون "وهيو" سنڌي زبان جي چند بهترين مضمونن مان هڪ آهي. هن ۾ خارجيت ۽ داخليت جو حسين امتزاج آهي. هڪ خارج موضوع کي داخلي رنگ ڏيئي، انوکي اسلوب سان ان کي بيحد مؤثر بنايو ويو آهي.

ٻي اخبار جنهن ۾ بهترين مضمون ڇپيا، اها آهي "جوت، جيڪا 1896ع ۾ پرمانند ميوارام جاري ڪئي. ان ۾ پرمانند جي مضمونن کانسواءِ ٻين ليکڪن جا مضمون به ڇپبا رهيا، جهڙوڪ: ڪاڪو ڀيرومل، نارائڻداس، پريداس وغيره. ان اخبار ۾ ڇپيل چونڊ مضمون "گل ڦل" (ٻه ڀاڱا) جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ به ڇپيا، جيڪي سنڌي ادب جي بهترين مضمونن مان شمار ڪيا وڃن ٿا. انهن مان گهڻا مضمون خود پرمانند ميوارام جا آهن. هن مجموعي ۾ فطري نظارن تي به مضمون آهن، ته انساني زندگيءَ سان تعلق رکندڙ عنوانن تي به مضمون آهن. انهن کانسواءِ ڪن مثالي زندگين کي به مضمون جي رنگ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ڪن مضمونن ۾ طنز و مزاح جو رنگ به آهي. مضمونن ۾ اخلاقي درس سمايل آهي ۽ قادر جي قدرت تي ويچار جي دعوت به ڏنل آهي.

1901ع ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج طرفان "مسلني" جاري ٿي، جنهن ۾ ڪيترائي بهترين مضمون ڇپيا. ان جي آڪٽوبر 1925ع واري پرچي ۾ پرنسپال صاحب سنگ شاهاڻي جو ٻيو شاهڪار مضمون "چنڊول" ڇپيو، جن ٻين ليکڪن جا مضمون ڇپيا، انهن مان مرزا قليچ بيگ، پرمانند ميوارام، سوڀراج نرملداس، ديوان ڪوڙيمل، لعلچند امر ڏنومل، ڊاڪٽر دائودپوٽو، آغا تاج محمد، منگهارام ملڪاڻي، لعل سنگ اجواڻي، نارائڻداس ملڪاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش، رام پنجواڻي، چيتن ماڙيوالا ۽ نارائڻداس ڀمڀاڻي جا نالا قابلِ ذڪر آهن، 1947ع تائين هن مخزن جا ششماهي پرچا نڪرندا رهيا.

1902ع ۾ تعليم کاتي طرفان "اخبار تعليم" جاري ٿي، جيڪا پرنسپال ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد جي نگرانيءَ ۾ شايع ٿيندي رهي. هن ۾ به ڪيترائي سٺا مضمون ڇپيا. سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي جي طرفان 1904ع ۾ "مدرسه مخزن" جاري ٿي، جنهن ۾ پڻ ڪيترائي معلوماتي ۽ ادبي

مضمون ڇپيا. انهن کانسواءِ ٻين رسالن ۽ اخبارن جهڙوڪ: ڀارتواسي، روح رهاڻ، حيدرآباد جي ڪاليج جي مخزن، ڦليلي، سنڌو، ستاره سنڌ، الوحيد، اصلاح، قرباني، عملي دنيا، اديب سنڌ، مهراڻ وغيره ۾ پڻ ڪيترائي مضمون ڇپيا.

ان هوندي به مضمون طرف گهٽ توجهه رهيو آهي، مضمونن جا به تمام ٿورا مجموعا ڇپيا آهن: 1907ع ۾ ديوان ڏيارام وسڻمل ۽ ليلارام پريمچند "گلدستو" نالي مجموعو مرتب ڪري ڇپايو، جنهن جا مضمون "سرسوتي"، "جوت"، "اخبارِ تعليم" ۽ "پرڀات" تان چونڊيل هئا. 1935ع ۾ "چونڊ سنڌي نثر" نالي مجموعو شايع ٿيو، جيڪو درسي ڪتاب طور جوڙيو ويو. اهڙي نوعيت جا ٻيا به ڪيترائي مجموعا تيار ڪيا ويا، جهڙوڪ: "گلزار نثر" (1919ع) مرتب: ڪاڪو ڀيرومل، "بهارستان" ۽ "قول قليل" (1932ع) مرتب: نانڪرام ڌرمداس، "جوهر نثر" (1932ع)، "گلستان" مرتب: ليکراج ڪشنچند عزيز ۽ فتح چند واسواڻي "چونڊ سنڌي نثر نظم" (1940ع) مرتب: ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو. اهي مجموعا جيئن ته تعليمي ضرورت جي نقطئه نگاهه کان جوڙيا ويا، انهيءَ ڪري زياده تر اهڙا مضمون ڪنيا ويا، جن ۾ معلومات به هئي، ته اخلاقي درس به هو.

1944ع ۾ پروفيسر لال سنگ اجواڻيءَ جو مرتب ڪيل مجموعو "ويچار" شايع ٿيو، جنهن جا مضمون ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مسلني جي پرچن (1901ع کان 1942ع تائين) تان چونڊيا ويا هئا. 1925ع ۾ "گل ڦل" ڀاڱو پهريون ۽ 1926ع ۾ ڀاڱو ٻيو ڇپيا. هنن مجموعن جا مضمون "جوت" اخبار تان ورتل آهن ۽ گهڻي ڀاڱي پرمانند ميوارام جا آهن. 1927ع ۾ نارائڻداس ملڪاڻي جي مضمونن جو مجموعو "ڳوناڻي ڇهر" جا ٻه ڀاڱا ڇپيا، جنهن جا سمورا مضمون ڳوناڻي زندگيءَ بابت آهن. ساڳي مصنف جو ٻيو مجموعو "انار دانه" 1940ع ۾ ڇپيو. 1940ع ۾ تيرٿ وسنت جو "چڻنگون" به شايع ٿيو، جنهن ۾ مضمونن سان گڏ ادبي مقالا به آهن. 1941ع ۾ "ادبي آئينو" ڇپيو، جنهن جا سمورا مضمون ليکراج ڪشنچند عزيز جا آهن. 1940ع ۾ گوبند ڀاٽيا جي مضمونن جو مجموعو "ورق" ڇپيو. 1945ع ۾ "ادبي غنچو" ڇپيو، جنهن ۾ رام پنجواڻي ۽ نارائڻداس ڀمڀاڻيءَ جا مضامين هئا. انهن کانسواءِ لالچند امر ڏنومل جو "سدا گلاب"،

عثمان علي انصاري جا "درس عمل" ۽ "ادبي انتخاب" شايع ٿيا.

انهن مضمونن ۾ داخلي مضمونن سان گڏ معلوماتي، تاريخي ۽ سوانحي مضمون به هئا. ڪن مضمونن ۾ معاشي ۽ معاشرتي ڳالهين جو بيان آهي. ڪن ۾ قدرتي نظارن جي منظر نگاري آهي، ته ڪي مضمون وري ڪن حقيقي واقعن تي ٻڌل آهن. ڪن مضمونن ۾ اخلاقي ۽ اصلاحي ڳالهيون بيان ٿيل آهن، ته ڪن ۾ وري ماحول، سماج ۽ حڪومت تي تنقيد ۽ طنز ڪيل آهي. ڪن مضمونن ۾ ليکڪن پنهنجي سير و سفر جا دلچسپ، معلوماتي ۽ سبق آموز حالات بيان ڪيا آهن. سير و سفر جي مضمونن جي سلسلي ۾ پهريون مضمون مرزا قليچ بيگ مرحوم جو "ڌاڙهيالي جبل جو سفر" آهي. ان کان پوءِ اهڙي نوعيت جو مضمون لالچند امرڏني مل جو "مسافريءَ جزو ۽ سير سفر انگ" آهي، جيڪو 1915ع ۾ "سنڌي ساهت سوسائٽي" جي ماهوار رسالي ۾ ڇپيو. هن ۾ هندستان جي مکيه شهرن ۽ پهاڙن جي سير و سفر جو احوال 1923ع ۾ ڪاڪي ڀيرومل جو "سنڌ جو سيلاني" ڇپيو، جنهن ۾ سنڌ جي مشهور شهرن، بزرگن، درگاهن ۽ ميلن جو احوال ڏنل آهي. ساڳي مصنف جو ٻيو اهڙي قسم جو ڪتاب "لطيفي سير" 1926ع ۾ ڇپيو، جيڪو شاه لطيف جي سير و سفر تي ٻڌل آهي. ان کان پوءِ نارائڻداس ملڪانيءَ جو "ڪشمير جو سير"، منوهرداس ڪوڙيمل جو "هند جو سير"، الله بچايو سمون جا "سير ڪوهستان" ۽ "سير لاڙ" ۽ محمد اسماعيل عرسانيءَ جو "سير ريگستان" وغيره ڇپيا.

انهيءَ درمياني دور جي مضمونن ۾ تعليم ۽ معلومات سان گڏ وندر ۽ وروندر جو به خيال رکيو ويو آهي. اسلوبِ بيان اهڙو اختيار ڪيو ويو آهي، جو انهن ۾ بي ساختگي به آهي ته ڪشش به پيدا ٿي آهي. ٻولي نهايت سلوڻي، سبڪ ۽ سوادي ڪتب آندي ويئي آهي. عام مشهور چوڻين ۽ پهاڪن سان ٻوليءَ کي سنواريو ۽ سينگاريو به ويو آهي، ته مقصد کي به وڌيڪ مضبوط ۽ مؤثر بنايو ويو آهي. مطلب ته اندازِ بيان اهڙو فطري آهي، جو ائين پيو معلوم ٿئي، ڄڻ ڪو ڄاتو ماڻهو پنهنجو ڳوڙهو مشاهدو ۽ تجربو ويٺو بيان ڪري، جنهن ڪري معلومات ۾ اضافي سان گڏ دل کي هڪ سرور پيو حاصل ٿئي. انهن مضمونن ۾ جيتوڻيڪ سادا سودا خيال سمايل

آهن، پر انهن ۾ ايڏو تاثر آهي، جو اهي قاريءَ جي دل ۽ دماغ تي اڻ مٽ نقش ڇڏين ٿا. مضمون نويسي جي لحاظ کان هي دور نهايت شاندار آهي، جيڪو آزادي تائين ختم ٿئي ٿو.

هن دور جي قابل ذڪر مضمون نويسن مان سڀ کان پهريائين شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جو نالو اچي ٿو، جنهن نه فقط "بيڪنس ايسيز" جهڙي ذکي ڪتاب جو ترجمو ڪيو، پر پاڻ به ڪيترائي داخلي نوعيت جا توڙي خارجي رنگ جا مضمون لکيا. سندس نقطئه نظر هو تعليم جي اهميت محسوس ڪرائڻ، اخلاقي اصلاح ۽ پڙهندڙ جي معلومات وڌائڻ. صاحب سنگ شاهاڻيءَ جي مضمونن ۾ سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگيءَ جو عڪس به آهي، ته وِندر ۽ وَروندهه جو سامان به مهيا ڪيل آهي. پرمانند ميوارام جي مضمونن ۾ قدرتي نظارن جي منظرنگاري به آهي، ته واقعا ۽ مثال به ڏنل آهن. سندس مقصد آهي. روحانيت ۽ اخلاقيات ڏانهن ڌيان ڇڪائڻ ۽ سولي ۽ سلوڻي نموني معلومات بيان ڪرڻ. پرمانند ميوارام وانگر ٻيا صحافي به بهترين مضمون نويس ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ: شمس الدين بلبل، چيتمل پرسرام، محمد هاشم مخلص، مولانا نور محمد نظاماڻي ۽ مولانا دين محمد وفائي. بلبل مرحوم طنز و مزاح جي ذريعي پنهنجي مضمونن ۾ هڪ انفرادي اسلوب اختيار ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪشش به آهي ته اثر به آهي. سندس سڄو زور معاشري جي اصلاح تي آهي. نئين تهذيب جي منهن ڪڍڻ جي ڪري معاشري ۾ جيڪا بي راهه روي ۽ غير صحتمندي آئي، ان تي ڀرپور طنز ڪئي اٿس. سندس مضامين، انفرادي اسلوب بيان ۽ طنز و مزاح جي مخصوص رنگ جي ڪري سنڌي ادب ۾ هڪ خاص جڳهه والارين ٿا.

مشهور صحافي، شاعر ۽ اديب محمد هاشم مخلص مرحوم به طنز و مزاح جو بادشاهه هو ۽ سندس قلم ۾ وڏو زور هو. سندس سمورا مضامين خارجي نوعيت جا آهن، جن ۾ انگريزي سامراج، سنڌ جي وڏيرن ۽ آريه سماجين تي سخت تنقيد ڪئي ويئي آهي. سندس اندازِ بيان ۾ سختي، تلخي ۽ هجو آهي. تيون مشهور صحافي طنز نگار هو، مولوي نور محمد نظاماڻي، جنهن جي قلمي نوڪ جهوڪ مخلص مرحوم سان رهندي هئي.

مولانا دين محمد وفائي مرحوم ۽ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

مرحوم پنهنجي مضمونن ۾ مذهبي ۽ تاريخي معلومات کي سمائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي مضمونن ۾ قومي رنگ به ملي ٿو. هڪ ٻي مشهور صحافي چيتمل پرسرام جي مضمونن ۾ صوفيانه ۽ اخلاقي رنگ به آهي، ته سياسي ۽ سماجي حالتن تي بحث به ڪيل آهي. داخلي مضمونن جي سلسلي ۾ پرمانند ميوارام کان پوءِ ٻيو بهترين مضمون نويس آهي: ليکراج ڪشنچند عزيز، جنهن جي مضمونن جي مجموعي "ادبي آئينو" ۾ فلسفيانه نوعيت جا مضمون به ملن ٿا، ته زندگيءَ سان وابسته ڪيترين ڳالهين تي مضمون به آهن. انهن کانسواءِ ان ۾ ڪي مضمون واقعن تي ٻڌل آهن ته ڪن ۾ قدرتي نظارن جي عڪاسي ڪئي ويئي آهي. سندس زندگيءَ جو نظريو صحتمندانه ۽ حقيقت پسندانه آهي. ان دور جا ٻيا قابلِ ذڪر مضمون نويس هي آهن: محمد صديق مسافر، ڪاڪو ڀيرومل، منگهارام ملڪاڻي، لالچند امر ڏنو مل، نارائڻداس ملڪاڻي، نارائڻداس ڀمڀاڻي، محمد صالح ڀٽي، ڊاڪٽر دائود پوٽو، شيخ عبدالله عبد، عثمان علي انصاري، لعل سنگ اجواڻي، رام پنجواڻي، چيتن ماڙيوالا، ميران محمد شاهه، مير رحيمداد خان مولائي شيدائي، لطف الله بدوي مرحوم، الهه بچايو سمون، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، عطا حسين شاه موسوي، علي احمد قاضي، محمد اسماعيل عرساڻي وغيره.

آزادي کان پوءِ مضمون نگاريءَ طرف تمام گهٽ ڌيان ڏنو ويو آهي. هن دور جو بلند پايه مضمون نويس آهي: عطا حسين شاه موسوي مرحوم آهي، جنهن جي مضمونن جو مجموعو "ڪچ ڪوڏيون" جي نالي سان شايع ٿيو آهي. موسوي مرحوم زندگيءَ جون تلخ حقيقتون دلچسپ رنگ ۾ بيان ڪيون آهن. جڻ زندگيءَ جي ڪوڙاڻ تي لطافت ۽ ظرافت جي مناڻ جو تهه چاڙهي، زندگيءَ جي سچائي ۽ سونهن پيش ڪئي اٿس، جنهن ڪري زندگيءَ کان فرار جي بجاءِ پيار پيدا ٿئي ٿو. محمد اسماعيل عرساڻي مرحوم به بنيادي طرح مضمون نويس هو. سندس مضمونن جا ٽي مجموعا: "خيال خاطر"، "نقشِ عمل" ۽ نياريون وٿون" شايع ٿيل آهن. عثمان علي انصاري به بلند پايه مضمون نويس هو. سه ماهي 'مهراڻ' ۽ ٻين رسالن ۾ سندس ڪجهه مضمون شايع ٿيا. جن مان سه ماهي 'مهراڻ' ۾ شايع ٿيل مضمون

"سنڌ جي تهذيب" شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو. سيد ميران محمد شاهه مرحوم به شاهڪار مضامين لکيا آهن، جن ۾ داخلي رنگ به آهي، ته معلومات جو خزانو به آهي. سندس مضمونن مان "دل جي طلب" ۽ "گنجي ٽڪر جو سير" سنڌي ادب جي شاهڪار مضمونن مان شمار ٿين ٿا. ڊاڪٽر علي احمد قاضي مرحوم به بنيادي طرح مضمون نويس هو. سندس مضمونن ۾ فلسفيانه خيال ۽ سائنسي ڳالهيون سولي ۽ دلڪش انداز ۾ بيان ٿيل آهن. سندس مضمونن مان "عشق ۽ عقل، "سچ ۽ ڪوڙ" ۽ "آسائي ۽ نراسائي" بهترين مضمون آهن. پروفيسر جهامنداس ڀاٽيه جي مضمونن جو منفرد انداز آهي. داخليت جي بيان ۾ اشاراتي ۽ علاماتي اسلوب اختيار ڪيو ويو آهي. ڪريم ڏنو راڄپر به سٺو مضمون نويس آهي، جنهن پنهنجي مضمونن ۾ سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگي پيش ڪئي آهي، ۽ زراعتي معلومات کي سمايو آهي. سندس مضامين پهريائين ماهنامه "نئين ڪيتي" ۾ شايع ٿيندا هئا، جي پوءِ "ڪک هيٺان لک" جي عنوان سان ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيا. محمد بخش بلوچ مجنون مرحوم به بلند پايه جو مضمون نويس هو. هن جو پنهنجو نئون ۽ دلڪش انداز بيان هو، جنهن ۾ وِندر ۽ ورونهه به آهي، ته طنز و مزاح به آهي. هن صاحب سنڌ جي ٺريلي زندگي جو عڪس بيحد دلچسپ انداز ۾ پيش ڪيو آهي. سندس ڪتاب "مسڪين جهان خان کوسو" ٿوري ئي وقت ۾ ٻه ڀيرا شايع ٿيو آهي. هن ۾ ٺر جي سماجي ڪارڪن جي عملي زندگي پيش ڪئي ويئي آهي. ان سان گڏ ٺريلي زندگيءَ تي به روشني وڌي ويئي آهي. هن ڪتاب جو هر باب پنهنجي ليکي مضمون آهي. پير علي محمد راشدي به صحافي هجڻ سان گڏ بهترين مضمون نويس به آهي. علامه دائودپوٽو مرحوم، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پير حسام الدين راشدي، مولائي شيدائي، جيتوڻيڪ بنيادي طرح محقق ۽ مؤرخ آهن، تڏهن به مقالن سان گڏ مضامين به لکيا اٿن. علامه آءِ. آءِ. قاضي مرحوم جيتوڻيڪ فلاسافر هو، پر هن صاحب پنهنجا فلسفيانه خيال سلجهيل انداز ۾، مضمون جي اسلوب بيان ۾، سولي ۽ سلجهيل انداز ۾ بيان ڪيا آهن.

# آتم ڪهاڻيون

هن دور ۾ آتم ڪهاڻيون بہ چڱي تعداد ۾ لکيون ۽ ڇپيون ويئون آهن. مرزا قليچ بيگ جي آتم ڪهاڻي "سائو پن يا ڪارو پنو" بہ هن دور ۾ ڇپي. هن دور ۾ لکيل ڪن آتم ڪهاڻين جو تعارف هيٺ ڏجي ٿو:

### منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي:

هيءَ علامہ دائودپوٽي جي نامڪمل آتم ڪهاڻي آهي، جيڪا پهريائين "نئين زندگي" ۾ قسطوار ڇپي ۽ پوءِ ڪتابي صورت ۾ ڇپي. هن ۾ علامہ مرحوم پنهنجي زندگيءَ جو احوال نهايت سچائيءَ سان دلنشين انداز ۾ لکيو آهي. هن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ هڪ غريب ڳوٺاڻو ٻار پنهنجي محنت، اورچائي ۽ سچائيءَ سان علم حاصل ڪري ٿو، ۽ علم ۽ تعليم ذريعي انسان ذات جي خدمت ڪري ٿو.

### سڪر سيئي ڏينهن:

هيءَ آتم ڪهاڻي مشهور اديب، شاعر ۽ تعليمي ماهر محمد اسماعيل عرساڻي جي آهي. هن ۾ عرساڻي مرحوم پنهنجي حياتيءَ جو احوال بيان ڪرڻ سان گڏ ان دور جي علمي، تعليمي، سماجي ۽ ثقافتي حالتن تي بہ روشني وڌي آهي.

### آئيني جي اڳيان:

هن ۾ هندستان جي 17 اديبن جي شخصيت جو خاڪو ڏنو ويو آهي، جيڪو هنن پاڻ لکيو آهي، يعني جيئن هنن پنهنجو پاڻ کي سمجهيو آهي، اهو بيان ڪيو آهي. انهن مان ڪن جا نالا هي آهن: 'تيرٿ وسنت'، 'رام پنجواڻي'، 'موهن ڪلپنا'، 'پوپٽي هيراننداڻي'، 'گوبند مالهي'، 'لعل پشت'، .نارايڻ ڀارتي'، 'گنو سامتاڻي'، 'ارجن شاد'، 'موتي پرڪاش'، 'گوبند پنجابي' ۽ ٻيا.

### هڪ ڏينهن جي ڳالهه:

هن ۾ چيتنرام ليکراج ماڙيوالا پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ سان تعلق رکندڙ اهم واقعا بيان ڪيا آهن.

### تاريخ جو وساريل ورق:

غلام فاطمه شيخياڻي جي ڪهاڻي: هي غلام فاطمه شيخ جي آتم ڪهاڻي آهي، جيڪا مشهور نو مسلم "شيخ عبدالرحيم" جي نياڻي هئي. هن ۾ ليکڪا پنهنجي والد بزرگوار جي اسلام قبول ڪرڻ جو احوال به لکيو آهي، ۽ پنهنجو احوال به ڏنو آهي. ماضي قريب جي تاريخ لکڻ لاءِ هي ڪتاب ماخذ جو ڪم ڏئي سگهي ٿو.

### ٻيون آتم ڪهاڻيون:

انهن ڪانسواءِ ٻيون به ڪيتريون سوانح عمريون لکيون ويون آهن. جن ۾ ليکڪ جي حياتي جي احوال سان گڏ ان دور جي معاشي ۽ معاشرتي، سياسي ۽ ثقافتي، علمي ۽ تعليمي حالتن جي عڪاسي به ملي ٿي. انهن مان ڪي هي آهن:

ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي "منهنجي ڪهاڻي"، ڪريم بخش خان نظاماڻي جي "ڪيئي ڪتاب"، محمد صادق ميمڻ جي "تان ڪي ڏونگر ڏورڻان"، پير عالي شاه جي "منهنجي ماضيءَ جا چند ورق"، گوبند مالهي جي "ڳالهيون منهنجي ڳوٺ جون"، هري درياني دلگير جي "چولو منهنجي چڪ ۾"، پوپٽي هيراننداڻي جي "منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق"، جواهر لال نهرو جي "آتم ڪهاڻي" جو ترجمو، جيڪو رتن مل ملڪاڻي ڪيو. موهن ڪلپنا جي "بک، عشق ۽ ادب". ۽ شاگرد ليڊر عزيز ڄنگوار جي آتم ڪهاڻيءَ "مان ڏوهي هان."

پير حسام الدين راشدي جو ڪتاب "هو ڏوٿي هو ڏينهن" جيتوڻيڪ مڪمل يا باقاعده آتم ڪهاڻي نه آهي، پر هن ۾ ليکڪ پنهنجي دور جا واقعا پنهنجي ذات سان تعلق رکندڙ ڳالهيون ڏاڍي پراثر نوع ۾ بيان ڪيون آهن، انهيءَ ڪري هن کي آتم ڪهاڻي ٿي سمجهڻ

گهرجي. پير صاحب پنهنجي دور جو ادبي ۽ ثقافتي ماحول ڏاڍي دلڪش انداز ۾ چٽيو آهي. اهوئي سبب آهي جو هي ڪتاب ان دور جي ادبي، ثقافتي، صحافتي ۽ سياسي تاريخ لکڻ لاءِ ماخذ جو حيثيت رکي ٿو. انهن ڪانسواءِ جي- ايم سيد جي آتم ڪهاڻي ۾ ماضي قريب جي حالتن جو ذڪر ملي ٿو. سندس ڪتاب "جنب گذاريم جن سين" ۾ جيتوڻيڪ ان دور جي شخصيتن جو ذڪر آهي، پر ان ۾ ليکڪ پنهنجا تاثرات ۽ اکين ڏٺو احوال به آندو آهي. ان ڪري هن ڪتاب کي به سياسي آتم ڪهاڻيءَ جو حصو چئي سگهجي ٿو.

# لوڪ ادب جو مجموعي جائزو

لوڪ ادب ۾ سنڌي ثقافت جي سونهن ۽ سوڀيا، سڳنڌ ۽ سُرهاڻ سمايل آهي. هي ادب عام ماڻهن جي جذبن ۽ امنگن، مايوسين ۽ محرومين، احساسن ۽ ذهني ڪيفيتن، ڏکن ۽ ڏاڪڙن، اميدن ۽ آسرن، مزاج ۽ فطرت، مذهبي ۽ ذهني رجحانن جو ترجمان آهي. نہ فقط ايترو، پر لوڪ ادب سنڌي ٻوليءَ جي ستا ۽ ساخت، لغوي ذخيري ۽ فطري خوبين جو محافظ آهي. هن ادب جون پاڙون جيئن تہ هن ڌرتيءَ ۾ آهن، انهيءَ ڪري هن ۾ سنڌ ڌرتيءَ واري فطري سونهن آهي. مطلب تہ هي ادب عام ماڻهن جي زندگيءَ جي هر ڏِس جي عڪاسي ڪري ٿو ۽ عام ماڻهن کي ذهني آسودگي، سکيا، سوچ ۽ ساڃاهہ ڏئي ٿو.

هن ادب جا تخليقڪار بہ عام ماڻهن مان هوندا آهن، ۽ هو عام ماڻهو جي زندگيءَ جي هر رُخ ۽ پهلوءَ کان واقف هوندا آهن. هو عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ جو ڪوڙهو اپياس ڪري، هڪ واٽ گهڙيندا آهن ۽ عام ماڻهوءَ کي زندگيءَ جو سڌو رستو ڏيکاريندا آهن، جيڪو امن ۽ محبت جو رستو آهي، الله تعاليٰ جي معرفت جو رستو ۽ رسول الله ﷺ سان محبت ڪرڻ ۽ سندن پيروي ڪرڻ جو رستو آهي.

هي ادب ڪن ڪسابن کان جڙندو رهيو آهي، ۽ تخليق ٿيندو رهي ٿو. قديم دور ۾ هن ادب جا تخليقڪار پنهنجو نالو نمايان ڪرڻ کانسواءِ وندر ۽ سکيا لاءِ لوڪ ڪهاڻين، قصا، داستان، چوٽيون، پهاڪا، لوڪ گيت، ڏِٺون، ڳجهارتون ۽ اهڙي نوعيت جون ٻيون صنفون جوڙيندا رهيا اهن. ماضي قريب ۾ ۽ موجوده دور ۾ هن ادب جي سرجيندڙن جا نالا بہ ملن ٿا. هي ادب قديم زماني کان عام ماڻهو توڙي سگهڙ ۽ سپورنج سينہ ۾ سانديندا آيا آهن؛ ۽ هڪ پيڙهي، ٻي پيڙهيءَ کي منتقل ڪندي رهي آهي.

هن ادب جي سرجيندڙ ۽ پيش ڪندڙ کي سگهڙ ۽ سپورنج چيو ويندو آهي. بزرگن جي ميلن ۽ ٻين موقعن تي سگهڙ ۽ سپورنج محفلون، مجلسون ۽ ڪچهريون منعقد ڪندا رهندا آهن، جن ۾ عام ماڻهو بہ شريڪ

ٿيندا ۽ انهن جا معنوي معرڪا ۽ روح رهاڻيون ٻڌي، روح جي راحت ۽ زهن جو سَڪون حاصل ڪندا آهن. "سپورنج" جي معنيٰ آهي: لوڪ ادب جو چاڻو، جيڪو ڏور- ڳجهارت جي باريڪين کان واقف هجي؛ ۽ ڪچهرين ۾ حصو وٺي. هو لوڪ ادب پاڻ تخليق نہ ڪندو آهي، پر معرڪن ۾ حصو وٺندو آهي.

سگهڙ تخليقڪار بہ ٿئي ٿو، تخليقڪار نہ هوندي بہ پين سگهڙن جون ٺاهيل ڳجهارتون، ڏور جا بيت ۽ سينگار جا بيت لوڪ ادب جي ڪچهرين ۾ پيش ڪري ٿو. ان کان سواءِ ڳجهارت يا ڏور جي بيتن پڇڻ ۾ بہ حصو وٺي ٿو.

لفظ "سگهڙ" جو اشتقاق ڪبو تہ ٿيندو: سَ+ گهڙ. س جي معنيٰ آهي سٺو، چڱو، بهتر، ڀلو، "گهڙ" لفظ گهڙڻ مان جڙيو آهي. گهڙڻ جي معنيٰ آهي: جوڙڻ، ٺاهڻ، تخليق ڪرڻ. انهيءَ لحاظ کان "سگهڙ" جي معنيٰ ٿيندي: سٺو تخليقڪار. سگهڙ جو تعلق بہ لفظن جي معنيٰ دار سٽا جوڙڻ؛ سيبائتي، سونهاري ۽ سچائيءَ واري تخليق ۽ اکرن جي اکيڙ سان رهي ٿو. اهي ڳالهيون خيال ۾ رکي چئي سگهجي ٿو تہ قديم زماني ۾ سنڌيءَ ۾ شاعر، ادب ۽ فنڪار لاءِ "سگهڙ" لفظ استعمال ٿيندو هو. شاعر يا ڪوي ۽ اديب يا ساهتيہ ڪار پين ٻولين جا لفظ اهن، ۽ پوءِ جا آهن.

لوڪ ادب جي صنف جو جائزو وٺنداسون، تہ اسان کي لوڪ ادب جون ڪيتريون ئي صنفون نظر اينديون؛ جيڪي اسان جي وندر، ورونهن ۽ سکيا ۽ انساني زندگيءَ جي پين ڏسن سان تعلق رکن ٿيون. لوڪ ادب جي مختلف صنفن کي هيٺين مکيہ پاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

## 1- آکاڻيون / ڪهاڻيون:

هي لوڪ ادب جو نثري پاڱو آهي، جيڪو واتين ويٺن تہ ڪيتري وقت کان هلندو تي آيو؛ پر لکت ۾ پوءِ آيو. انگريزن جي دور جي شروعات ۾ ئي لوڪ ڪهاڻيون قلمبند ٿيڻ شروع ٿيون. هن وقت لوڪ ڪهاڻين جا ڪيترائي ڪتاب منظرِ عام تي اچي چڪا آهن. لوڪ ڪهاڻين ۾ انساني ڪردار بہ نظر ايندا، تہ پکي، پکڻ ۽ جانور بہ انسانن وانگر ڳالهائيندا نظر ايندا. انهن کان سواءِ انهن ۾ مافوق الفطرت ڪردار بہ ملندا، جهڙوڪ: ديوَ، پريون، جِن

وغيره. ان هوندي به لوڪ ڪهاڻيون انساني زندگيءَ کي گهڻو ويجهو آهن ۽ انساني مزاج ۽ فطرت جي ترجماني ڪن ٿيون. نه فقط ايترو، پر انهن ۾ انساني زندگيءَ جي مقصدن جي پروڙ به پوندي.

## 2- هنري لوڪ ادب:

هن ۾ اهي صنفون اچي وڃن ٿيون، جيڪي اکرن جي اکيڙ، لفظن جي ڦيرگهير ۽ مخفي رکيل معنيٰ، مطلب ۽ واقعن سان تعلق رکن ٿيون. هي صنفون نثري فقرن ۾ به هونديون آهن، ته بيتن جي صورت ۾ به هونديون آهن. هن قسم ۾ ڏٺ، پرولي، ڳرو چيلهي جا بيت، ڏور، هنر ۽ دراهو اچي وڃن ٿا. ڳجهارت گهڻو ڪري نثري فقرن ۾ هوندي آهي. هي اهي صنفون آهن، جيڪي لوڪ ادب جي ڪچهرين ۽ معرڪن ۾ پيش ٿينديون آهن؛ ۽ سگهڙ مٿاڪٽ ڪري، انهن ۾ رکيل ڀيد گهڻ اکيڙيندا آهن، ۽ مخفي مام کي واضح ڪندا آهن. هنن مان هر هڪ صنف جا جدا جدا قسم ٿين ٿا.

## 3- مذهبي ۽ ڌرمي ادب:

هن قسم ۾ مسلمانن جي مذهبي عقيدن سان تعلق رکندڙ مولود، مداحون، مناجاتون، معجزا، مناقبا وغيره اچي وڃن ٿا. هندن جي ڌرمي خيالن سان تعلق رکندڙ هوليون ۽ اهڙي قسم جون ٻيون جنسون اچي وڃن ٿيون.

## 4- لوڪ گيت:

هي اهو ادب آهي، جيڪو خوشيءَ جي موقعن ۽ ٻين موقعن تي ڳايو وڃي ٿو، جهڙوڪ: هو جمالو، همرچو وغيره. لوڪ گيت گهڻو ڪري ٻه چار ماڻهو گڏجي ڳائيندا آهن.

## 5- جهونگار وارا گيت:

هي اهي گيت آهن، جيڪي اڪيلو ماڻهو اڪيلي سر ۽ الحان سان جهونگاريندو آهي. هينئر اهي محفلن ۾ به ڳايا وڃن ٿا. لولي، مورو، ٻيلهڻ وغيره.

# سنڌي ادب جا دور ۽ انهن جو جائزو

### عـرب دور:

سنڌي ادب جا اهڃاڻ عرب دور کان ملڻ شروع ٿين ٿا. ان کان اڳ ۾ بہ سنڌي ادب ضرور تخليق ٿيو هوندو، پر ان جو کو ڏس پتو ڪونہ ٿو ملي. عرب دور اٺين صدي عيسوي کان شروع ٿئي ٿو. جڏهن سنہ 92هہ (711ع) ۾ محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي. عرب سياحن جي سفرنامن ۽ تاريخ جي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سنڌ ۾ سنڌي زبان ڳالهائي ويندي هئي، ۽ ديوناگري رسم الخط مختلف روپن ۾ لکي بہ ويندي هئي. نہ فقط ايترو، پر سنڌي زبان ۾ شعر بہ چيو ويندو هو. عربي ڪتابن ۾ آيو آهي، تہ سنڌ جي عرب رياست منصوره جي هڪ عالم اتر سنڌ جي هڪ هندو راجا جي چوڻ تي قرآن شريف جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو، ۽ سنڌي ۾ اسلامي تعليم متعلق هڪ نظم لکيو.

### سومرن جو دور:

عربن کان پوءِ سنڌ تي سومرن حڪومت ڪئي. سومرن جو دور سنڌي ادب جي عمارت جو بنيادي پٿر آهي. هن دور ۾ سنڌ جي رومانوي داستانن، رزميہ واقعن، سخي سردارن جي ڪارنامن ۽ واقعاتي بيتن جو بنياد پيو. اهي ڳالهيون اڳتي هلي سنڌي ادب جو تاجي پيٽو بنيون. ان مان ثابت ٿئي ٿو، تہ ان زماني ۾ ئي سنڌي زبان ۾ ادبي زبان جون سموريون صلاحيتون موجود هيون. هن دور جو ادبي جائزو هن طرح پيش ڪري سگهجي ٿو:

1. هن دور ۾ سنڌ جي مشهور رومانوي داستانن جهڙوڪ: سسئي پنهون، عمر مارئي، مومل راڻو، سوڻ راءِ ڏياچ، ليلا چنيسر ۽ سهڻي ميهار وغيره جو بنياد پيو، جيڪي اڳتي هلي سنڌي شاعريءَ لاءِ تمثيلي قصا ٿي ڪم اچڻ لڳا، ۽ اڄ تائين سنڌي ادب تي انهن جي حڪمراني قائم ۽ دائم آهي.
2. رزميہ واقعن، مقامي ڳالهين ۽ عام قصن ڪهاڻين تي مبني ڪهاڻيون ۽ داستان رائج ٿيا، جيڪي نثري داستانن ۽ آکاڻين جو بنياد بنيا.

3. قصن ۽ واقعن ذريعي سنڌي بيت ڳاهه جي صورت ۾ ظاهر ٿيا. هي ابتدائي نوعيت جا بيت آهن، جيڪي ڳالهين ۽ واقعن جي وچ تي اچن ٿا ۽ موقعي ۽ مهل کي وڌيڪ اثرائتو بنائين ٿا.

4. هن دور جي مشهور لڙائين بابت جيڪي بيت ملن ٿا، اهي رزميه شاعري جو سهڻو نمونو پيش ڪن ٿا.

5. اسماعيلي مبلغن جي ڪلام ۾ تبليغي قسم جا بيت ملن ٿا، جن کي گنان چيو وڃي ٿو.

6. فني سٽا جي لحاظ کان گهڻي قدر بيت يا ڳاهه هندي شاعريءَ جي فني سٽا چند وديا جي صنف "دوها ڇند" موجب ملن ٿا. دوها ڇند موجب هر بيت ۾ ٻه سٽون ٿين ٿيون ۽ قافيو هر سٽ جي پڇاڙيءَ تي اچي ٿو. ڪجهه بيت ٽن سٽن وارا به مليا آهن.

سمه دور:

سن 1351ع ڌاري سمن، سومرن کي شڪست ڏيئي، سمه حڪومت جو بنياد وڌو. سنه 1520ع ۾ سمن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو، ۽ شاهه بيگ ارغون، ارغون حڪومت جو بنياد وڌو. سمن جو دور سنڌي ادب جو تعميري دور هو. هن دور جو جيڪو ادبي ذخيرو مليو آهي، ان جو مجموعي جائزو ڪجهه هن طرح بيان ڪري سگهجي ٿو:

1. شروعات ۾ لساني خصوصيتون ۽ ادبي روايتون ساڳيون رهيون. يعني سخا ۽ سورهيائيءَ جا قصا ڳايا ويا ۽ سخي مردن ۽ سورهيه سردارن جي ساراهه ڪئي ويئي. انهن جي وچ تي ڳاهون به آهن. انهن کان سواءِ واقعاتي ۽ بياني بيت به چيا ويا.

2. روحاني قصا به ڳايا ويا، جن ۾ مڪالماتي بيت آندا ويا. اهو رواج پوءِ به قائم رهيو.

3. هن دور ۾ دهليءَ جي حڪمرانن سنڌ تي حملا ڪيا، جنهن ڪري ماڻهن ۾ وطن دوستيءَ جو جذبو پيدا ٿيو. انهيءَ جذبي جي عالمن ۽ بزرگن به حمايت ڪئي. انهيءَ ڪري ٺٽي جي رهاڪن ۾ هي فقرو مشهور ٿي ويو.

"بابرڪت پير پٺو، هڪ مٺو هڪ ٺٺو"

4. سنڌي ٻولي ڪاٺياواڙ، ڪڇ، گجرات، لس ٻيلو، قلات، مڪران، سبي، ياڳنـاڙي ۽ بهاولپـور تائين پهتـي. انهـيءَ ڪري سرائـيڪي ۽ سنڌي ٻـوليءَ جو هڪ ٻي تي اثر پيو ۽ سنڌي بيت بهاولپور جي علائقي تائين مشهور ٿيا.

5. سنڌ جي صوفي بزرگن سنڌي شعر جي سرپرستي ڪئي. هنن پنهنجا خيال، ويچار ۽ تصوف جا مسئلا سنڌي بيتن جي صورت ۾ بيان ڪيا. اهڙن شاعرن مان شيخ حماد جمالي، نوح هوٿياڻي، اسحاق آهنگر، راڄو ستيو دل، شيخ پراڻ ۽ قاضي قاضن جا نالا قابلِ ذڪر آهن. حضرت شيخ عبدالجليل عرف چوهڙ شاهه نائين صدي هجريءَ ۾ موءِ مبارڪ ضلع رحيم يارخان ۾ وڏو درويش ٿي گذريو آهي. سندس هڪ سنڌي مريد سندس سماع جي محفل ۾ هي سنڌي بيت پڙهيو، جيڪو مورڙي جي تمثيل ۾ آهي:

جو گهڙي سو ني، ڪو جو ڪهر ڪلاچ ۾،
خبر ڪونهه ڏي، رڇ ڪجاڙي رنديو.

6. هن دور ۾ ماموئي فقيرن جا ست بيت ملن ٿا، جيڪي اڳڪٿيءَ جي نموني جا آهن. هڪ بيت هن طرح آهي:

هاڪ وهندو هاڪڙو، ٻجندي ٻنڌ اروڙ،
بهه مڇي ۽ لوڙهه، سمي ويندا سوڪڙي.

هن بيت ۾ سنڌ جي درياءَ هاڪڙي، ۽ دريائي پيداوار بهه، مڇي ۽ لوڙهه جو ذڪر ملي ٿو.

7. قاضي قاضن عالم ۽ سنڌي شاعر هو. هو سمن جي دور ۾ به موجود هو ۽ ارغونن جي دور ۾ به، سندس ذڪر بعد ۾ ڪيو ويندو.

8. هن دور ۾ سنڌي بيت جي فني سٽا ۾ پختگي آئي. نه فقط ٻن سٽن وارا بيت چيا ويا، پر ٽن ۽ چئن سٽن وارا بيت به چيا ويا.

9. هن دور ۾ تمثيلي انداز ۾ روحاني مضمونن وارن بيتن چوڻ جو رواج پيو، روحاني مضمون تمثيلن ۽ تشبيهن ذريعي بيان ڪيو ويو.

## ارغون- ترخان ۽ مغل دور

1521ع ۾ سنڌ ۾ ارغون حڪومت قائم ٿي، جيڪا 1554ع ۾ شاهه حسن ارغون جي لاولد فوت ٿيڻ سان ختم ٿي. ان کان پوءِ سنڌ جي حڪومت تي ترخانن قبضو ڪيو، جيڪي ارغونن سان گڏ سنڌ ۾ آيا. سنه 1591ع ۾ هندستان جي بادشاه اڪبر جي طرفان عبدالرحيم خانخانان سنڌ فتح ڪئي. اهڙيءَ طرح سنڌ، مغل حڪومت جي حدن ۾ اچي ويئي. مغل حڪومت جي ڪمزور ٿيڻ سبب، ڪلهوڙا سياسي طاقت حاصل ڪندا ويا. آخر سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪومت قائم ٿي. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن فارسي زبان ۽ ادب جي سرپرستي ڪئي. سنڌي زبان جي نه سرڪاري سرپرستي ٿي، ۽ نه علمي محفلن ۾ ئي ان کي جاءِ ڏني ويئي. انهيءَ ڪري سنڌي شاعريءَ جي خاطر خواهه ترقي ٿي نه سگهي. ان هوندي به صوفي سڳورا پنهنجو پيغام سنڌي شاعريءَ ذريعي عوام تائين پهچائيندا رهيا. پر سندن سمورو ڪلام قلمبند ٿي نه سگهيو. ان کان سواءِ ڪيترو شعري ذخيرو زماني جي لاهن چاڙهن جي ڪري هيٺ مٽي ٿي ويو. ان هوندي به پهرين دور جي شاعر قاضي قاضن، ۽ ٻوئين دور جي شاعرن شاهه عبدالڪريم بلڙي واري ۽ شاهه لطف الله قادري جو چڱوئي شعر مليو. شاهه عنات رضويءَ جو ته مڪمل رسالو مليو آهي، جنهن جي اوائلي عمر مغل دوز ۾ گذري.

قاضي قاضن هن دور جو اوائلي شاعر آهي، جنهن جي وفات 1551ع ۾ ٿي. سندس اٺ بيت شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي ملفوظات "بيان العارفين" مان مليا آهن. ان کان سواءِ سندس بيتن جو چڱو ذخيرو، ديوناگري لپي ۾ لکيل هڪ پستڪ ۾ هندستان جي هڪ مندر مان مليو آهي. هي بيت "بيان العارفين" مان مليو آهي، جنهن ۾ هن وحدت الوجود سمجهايو آهي:

ساٿر ڏيئي لت، اوڇي نيڇي ٻوڙٿي،
هيڪائي هيڪ ٿئو، ويئي سڀ جهت.

شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو ٽڙ ڏاڏو هو. هن جا 94 بيت سندس ملفوظات "بيان العارفين" مان مليا آهن. سندس سنڌي بيتن کان شاهه لطيف گهڻو متاثر آهي. سنه 1537ع ۾ شاه ڪريم جي ولادت ٿي ۽ 1622ع ۾ وفات ڪيائين. سندس هڪ بيت پيش ڪجي ٿو،

جنهن ۾ هن ڳوٺاڻي عورت جي ٻن دلن ڪٽڻ جو منظر پيش ڪيو آهي:

پاٿياري سر ٻھڙو، جر تي پکي جيئڻ،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

شاهه لطف الله قادريءَ جا 357 بيت مليا آهن. هن جي ولادت 1611ع ڌاري ٿي، ۽ 1679ع ڌاري وفات ڪيائين. سندس بيتن ۾ سنڌ جي رومانوي داستانن سان گڏ "ساموندين" ۽ "ناڪئن" ۽ "جوڳين" ۽ "آديسين" وارا نوان مضمون به ملن ٿا. "ڪاپڙين" ۽ "آديسين" بابت هڪ بيت هن طرح آهي:

ڪهي ڏنو ڪاپڙين، ڪو اڳاهون پنڌ،
تني منجهان آئيو، ڪو ڳجهه ڳجهائين ڳنڌ.
سندو حيرت پنڌ، آيو آڏو آديسن.

انهن ڪانسواءِ ڪن ٻين سنڌي شاعرن جا بيت به ملن ٿا، جهڙوڪ: سيد علي ثاني ٺٽوي، درس علاؤالدين سومرو، حضرت مخدوم نوح، عثمان احساني وغيره.

معلوم ٿئي ٿو ته انهن ڏينهن ۾ بيتن سان گڏ ڪافي به چئي ويندي هئي، پر ان جو ڪوبه نمونو نه مليو آهي. البته پوئين زماني ۾ شاهه عنات جي رسالي ۾ بيتن سان گڏ وايون به ملن ٿيون.

هن دور ۾ بيت ۾ وڏي پختگي ۽ رنگيني آئي. ان ڪان سواءِ ٻن، ٽن ڪان وڌيڪ سٽن وارا بيت چيا ويا.

## ڪلهوڙن جو دور

18 صدي عيسوي جي بالڪل شروع ۾ سنڌ ۾ ڪلهوڙن پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. 1782ع ۾ سندن حڪومت ختم ٿي، جڏهن مير فتح علي خان ٽالپر ڪلهوڙن کي شڪست ڏيئي، سنڌ ۾ ٽالپر راڄ قائم ڪيو.

ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي علم ادب وڏي ترقي ڪئي. هن دور جو ادبي جائزو پيش ڪجي ٿو:

1. هن دور ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جهڙو عظيم شاعر پيدا ٿيو، جنهن سنڌي شاعريءَ کي فن جي پختگي ۽ فڪر جي گهرائي عنايت ڪئي. ڪائنس پوءِ اڄ تائين سيوين شاعرن سندس تتبع ڪئي آهي، پر ڪوبه سائنس برميچي نه سگهيو آهي.

2. شاهہ عنات رضويءَ عمر جو پويون حصو هن دور ۾ گذاريو. هي ٻهرين شاعر آهي، جنهن جو مڪمل رسالو مليو آهي، جيڪو مختلف سرن تي مشتمل آهي. هر سر ۾ بيتن جي آخر ۾ وايون آهن. شاهہ جو رسالو بہ انهيءَ سٽاءَ وارو آهي. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو، تہ مڪمل رسالي جوڙڻ جو رواج هن دور ۾ پيو.

3. فني لحاظ کان بيت ارتقائي منزلون طئي ڪري، فني پختگيءَ ۽ وسعت حاصل ڪئي. سندس سنوارڻ ۽ سينگارڻ ۾ شاهہ عنات رضوي راهہ کهڙيءَ ۽ شاهہ لطيف کيس انهيءَ راهہ تان وٺي وڃي عروج تي پهچايو. بيت فقط ٻن يا چئن سٽن تائين محدود نہ رهيا، پر گهڻن ئي سٽن تي مشتمل بيت لکيا ويا. نہ فقط ايترو، پر گهڻن ئي سٽن تي مشتمل ڊگها بيت بہ لکيا ويا، جن کي "ڪبت" چيو ويو.

مضمون جي لحاظ کان بيتن ۾ تصوف جي مختلف مسئلن جو ذڪر بہ ٿيو، تہ حسن و عشق ۽ هجرو وصال جو بيان بہ ٿيو. نہ فقط ايترو، پر محبوب جي هارسينگار جي باري ۾ سينگار جا بيت بہ چيا ويا. سينگار جا بيت شاهہ عنات رضويءَ ۽ شاهہ لطيف جي رسالن ۾ ملن ٿا. پر سينگار جو بلند پايہ شاعر جلال ڪتي آهي.

4. هن دور ۾ بيتن سان گڏ وائي جو عام رواج رهيو.

5. هن دور ۾ "الف اشباع" واري نظم جو عام رواج رهيو، جنهن ۾ هر مصرع جي پويان الف ملائي قافيو بنايو ويندو آهي. اهڙو نظم پهريائين مخدوم پير محمد لکوي لکيو. ان کان پوءِ مخدوم ابوالحسن ٺٽوي ان ۾ مڪمل مذهبي ڪتاب "مقدمه الصلواة" لکيو، جنهن کي عام طرح "ابوالحسن جي سنڌي" چيو وڃي ٿو. مخدوم ابوالحسن جي آخري عمر ڪلهوڙن جي ڏينهن ۾ گذري. ڪائنس پوءِ انهيءَ سٽاءَ ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله نرئي واري، مخدوم غلام محمد بگائي، مخدوم عبدالخالق، مخدوم محمد ابراهيم يٽي، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ وغيره ڪيترائي علمي ۽ ديني ڪتاب لکيا.

6. هن دور ۾ مخدوم ابوالحسن مڪمل سنڌي صورتخطي تيار ڪئي، جنهن ۾ خالص سنڌي آوازن لاءِ باقاعده حرف مقرر ڪيائين.

7. هن دور ۾ مڪمل رسالن کان سواءِ مڪمل علمي ۽ ديني ڪتابن لکڻ جو رواج پيو.

8. هن دور ۾ "مولود" جي صنف جو باقاعده رواج پيو، جنهن ۾ نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي ويئي. اهڙو نعتيه مضمون شاه عنات، شاه لطيف ۽ ٻين شاعرن جي بيتن ۽ واين ۾ ملي ٿو. ان کان سواءِ ڪن شاعرن باقاعده مولود چيا، جهڙوڪ: مخدوم عبدالرئوف ڀٽي ۽ مخدوم غلام محمد بگائي.
9. سنڌي مداحون، مناقبا ۽ معجزا بہ سڀ کان پهريائين هن دور ۾ ملن ٿا. معجزن جو پهريون ڪتاب مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو "قوت العاشقين" آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جا معجزا منظوم ٿيل آهن.
10. سنڌي عروضي شاعريءَ جا اهڃاڻ بہ هن دور ۾ ملن ٿا.
11. هن دور ۾ شاهہ عنات ۽ شاهہ لطيف کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي سٺا شاعر ٿي گذريا آهن، جن مان ڪي نالا هي آهن:

سلطان الاوليا خواجہ محمدزمان لنواري وارو، سيد محمدبقا، روحل فقير، صاحبڏنو فاروقي، لسٻيلي جو شاعر شيخ حمر، شيخ ابراهيم، ڪبير شاه، جمن چارڻ، ميان سرفراز ڪلهوڙو، جلال ڪتي، مخدوم عبدالرئوف ڀٽي ۽ ٻيا.

## ٽالپر دور:

1772ع ۾ ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿي ۽ 1843ع ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. ٽالپرن جي دور ۾ سنڌي شاعريءَ وڏي ترقي ڪئي. خاص طرح سنڌي عروضي شاعريءَ جو رواج عام ٿيو. ان کان سواءِ سنڌي نثر لکڻ جي شروعات بہ ٿي. ٽالپرن جي دور جي سنڌي ادب جا جائزو هن طرح پيش ڪري سگهجي ٿو:

1. هن دور جي شاعرن جي شعر ۾ فارسي ۽ عربي لفظ گهڻا ملن ٿا.
2. هن دور ۾ غزل جي باقاعده ارتقا ٿي. ڪيترن ئي شاعرن جي غزل جا نمونا ملن ٿا، جهڙوڪ: سچل سرمست، سيد ثابت علي شاه، خليفو ڪرم الله شڪارپوري، مير نصير خان، مير حسين علي خان ۽ ٻيا. ان کان سواءِ ٻين عروضي صنفن جهڙوڪ: مرثيہ، مسدس، مثنوي، مخمس، رباعي ۽ سلام جو رواج پيو.
3 هن دور ۾ بيت سان گڏ ڪافي بہ وڏي ترقي ڪئي، ۽ ان ۾ وڏي پختگي، دلڪشي ۽ رنگيني پيدا ٿي.
4. هن دور ۾ منظوم قصہ گوئيءَ جو رواج پيو. ان سلسلي ۾ حفيظ تيوٽي جو "مومل راڻو" ۽ خليفي عبدالله جو "ليلا مجنون" شاهڪار جي حيثيت رکن ٿا.

5. 'مولود' جي صنف هن دور ۾ وڌيءَ ترقي ڪئي. ڪيترن ئي شاعرن 'مولود' چيا، جهڙوڪ: فتح فقير، خليفو ڪرم الله، پير محمد اشرف، ملا صاحبڏنو ۽ ٻيا.

6. مداحون، مناجاتون، معجزا، مناقبا هن دور ۾ ڪيترائي لکيا ويا. هن قسم جي شاعرن مان ملا صاحبڏني، صدرالدين چارڻ، حمل خان لغاري، فتح فقير، پير محمد اشرف ۽ آخوند محمد بچل جا نالا قابل ذڪر آهن.

7. مرثيه جو باقاعده رواج هن دور ۾ پيو. سيد ثابت علي شاهه مرثيه جو باڪمال شاعر ٿي گذريو آهي.

8. هن دور ۾ رزميه شاعريءَ جا سٺا نمونا ملن ٿا. هن قسم جا مثال خليفي نبي بخش جي سرڪيڏاري، سيد حيدر شاهه جي جنگ نامه ۽ سيد ثابت علي شاهه جي مرثين ۾ ملن ٿا.

9. خليفو نبي بخش پهريون شاعر آهي، جنهن سر ڪيڏاري کي قومي شاعريءَ جي اظهار جو ذريعو بڻايو. سندس ڪيڏاري ۾ قومي جوش ۽ جذبو ۽ سنڌ جي سورهين جي ساراهه آهي.

10. هن دور ۾ هندو شاعرن جو شعر به ملي ٿو، جنهن ۾ ويدانيت جي اپٽار ٿيل آهي. ساميءَ جي سلوڪن کان سواءِ دلپت ۽ گرو آسرداس "آسو" جو شعر به ملي ٿو. ساميءَ جا "سلوڪ" بيتن جو ئي هڪ قسم آهي، جنهن ۾ هر سلوڪ منجهه گهٽي قدر چار سٽون آهن. دلپت، سلوڪن ۽ بيتن سان گڏ ڪافيون به چيون آهن.

11. مذڪور شعري صنفن کان سواءِ ٻيو صنفون به ملن ٿيون، جهڙوڪ: ٽيهه اکري، جهولڻو، گهڙولي وغيره. ٽيهه اکري جا بلند پايه شاعر هي ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ: سچل سرمست، حمل خان لغاري، ملا صاحبڏنو، خليفو نبي بخش لغاري، آخوند محمد بچل انور وغيره. گهڙولي ۽ جهولڻا فقط سچل سرمست جي رسالي ۾ ملن ٿا.

12. هن دور ۾ سچل سرمست همه اوست جو نعرو هنيو ۽ وحدت الوجود جو ذڪر کلم کلا نموني ۾ ڪيو. ٻين شاعرن جي شعر ۾ به وحدت الوجود جو بيان ملي ٿو؛

13. هن دور ۾ پهريون ڀيرو نثر جا ابتدائي نمونا ملن ٿا. پهريون نثر آهي: آخوند عزيزالله جو قرآن شريف جو تحت اللفظ ترجمو.

## انگريزن جو دور

**پس منظر:** 1843ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي. ان کان پوءِ سنڌي زبان کي فارسي جي بدران دفتري زبان ۽ ذريعهء تعليم بنائڻ جو فيصلو ڪيو ويو. سنڌ جي هڪ مقرر صورتخطي قائم ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي ٺاهي وئي، جنهن تي سنڌي عالم به ميمبر ڪري کنيا ويا، جهڙوڪ: منشي اڌارام، منشي نند يرام، مرزا صادق علي، قاضي غلام علي، ميان غلام حسين، ميان محمد ۽ ٻيا. گهڻي بحث کان پوءِ عربي سنڌي صورتخطي منظور ڪئي وئي، ۽ 1853ع ۾ ان کي آخري شڪل ڏني وئي. صورتخطي ٺهڻ کان پوءِ درسي ڪتاب ۽ ٻيا نظم ۽ نثر جا ڪتاب ڇپجڻ شروع ٿي ويا. 1853ع ۾ منشي نند يرام جو ٻاراڻو درسي ڪتاب " باب نامو" ڇپيو. ان کان پوءِ هر سال هر علم ۽ فن تي ڪيترائي ڪتاب ڇپبا رهيا. الف اشباع واري نظم ۾ لکيل مذهبي سنڌي ڪتاب ابوالحسن واري صورتخطي ۾ ڇپبا رهيا.

نظم جي ڪتابن جي سلسلي ۾ سنه 1866ع ۾ "ارنيسٽ ٽرمپ" جرمنيءَ جي ليپزگ شهر مان "شاه جو رسالو" ڇپايو. 1875 ۾ ديوان گل، 1876ع ۾ بيان العارفين ۽ 1878ع ۾ ديوان قاسم ڇپيو. تنقيد بابت پهريون ڪتاب فاضل شاهه جو "ميزان الشعر" 1883ع ۾ ڇپيو. ان شروعاتي دور جي اديبن مان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن:

"منشي نند يرام، قاضي غلام حسين، اڌارام ٿانور داس، ميران محمد شاهه، غلام علي، آخوند عبدالرحيم عباسي، ديوان ڪوڙومل ۽ ڏيارام."

**نثر:** سنڌ جا لکيڪ اڳتي هلي انگريزي ادب جي معرفت نين صنفن کان آگاهه ٿيا، جهڙوڪ: ناول، ڊرامو، افسانو، مضمون ۽ تنقيد. شروع ۾ ابتدائي قسم جون شيون لکيون ويئون ۽ انگريزي مان ترجما ڪيا ويا. پر اڳتي هلي هر صنف تي شاهڪار شيون شايع ٿيون. ان ادبي اوسر کي ٽن دورن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

### 1 - شروعاتي دور

هن دور ۾ سنڌي اديبن سماج جي اصلاح جو مقصد سامهون رکي لکڻ شروع ڪيو. ان مقصد بيان ڪرڻ لاءِ ناول، ڊرامه ۽ ڪهاڻين کي ذريعو

بنايو ويو. ناول جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ اسان وٽ داستان ۽ قصا موجود هئا، جن ۾ مافوق الفطرت واقعا ۽ غير فطري ڳالهيون هونديون هيون. انگريزي ناول جي اثر سبب انهن ناممڪن ڳالهين جو خاتمو ٿيو ۽ زندگيءَ جي عڪاسي شروع ٿي. شروع ۾ انگريزي ۽ هندي ناولن، قصن، ڊرامن ۽ ڪهاڻين جا ترجما شروع ڪيائون. نه فقط هوبهو ترجما ڪيائون، پر انگريزي ناولن ۽ ڊرامن جي پلاٽن کي سنڌي ماحول مطابق بنائي پيش ڪيائون. هوبهو ترجمي وارو پهريون ناول آهي: اڊارام ۽ نولراءِ جو ترجمو ڪيل "راسيلاس" جو 1870ع ۾ ڇپيو. انگريزي ناول جو پلاٽ کڻي، ان کي سنڌي حالتن جي رنگ ۾ پيش ڪرڻ جي قسم وارو پهريون ناول آهي: "ديوان صاحب سنگهه" جو "بلو کوکر"، جنهن جو پلاٽ ٿامس هارڊي جي "ميئر آف ڪاسٽر برج" تان ورتل آهي. ان کان پوءِ طبعزاد ناول به لکيا ويا. سڀ کان پهريائين طبعزاد ناول مرزا قليچ بيگ مرحوم "دل آرام" جي نالي سان لکيو. ان کان پوءِ ڪيترائي مٿي بيان ڪيل قسمن وارا ناول لکجڻ ۽ ترجمو ٿيڻ شروع ٿي ويا. هن ڏس ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم تمام گهڻي ڪوشش ورتي.

ڊرامن لکڻ ۾ هندو اديبن وڏو ڪم ڪيو آهي. پهريائين پهريائين ڊرامه لکڻ جو فخر به مرزا مرحوم کي ئي آهي. ان کان پوءِ مرزا صاحب شيڪسپيئر جي ڪيترن ئي ڊرامن جا هوبهو ترجما به ڪيا، ته ڪيترن ڊرامن جي پلاٽن کي ديسي قالب ۾ به پرڪيائين. ان کان سواءِ ڪيترا طبعزاد ڊراما به لکيا ويا ۽ ڪيترن انگريزي ڊرامن جا ترجما به ڪيا ويا. هرو پرو ائين به نه آهي ته سنڌي ڊرامي ۾ سمورو انگريزي اثر ڪارفرما آهي، ڇاڪاڻ جو سنسڪرت ڊرامي جو به سنڌي ڊرامي ۾ وڏو دخل آهي. سنسڪرت ڊرامه جيتوڻيڪ انگريزن جي اچڻ تائين فنا ٿي ويو هو، پر ان هوندي به هندن ۾ ڊرامن جو رواج ڪجهه قدر موجود هو. انهيءَ ڪري لازمي هو ته قديم ڊرامو به جديد ڊرامي تي اثر انداز ٿئي. پر ان هوندي به حقيقت اها آهي، ته سنڌي ڊرامو پنهنجي اصلي وجود لاءِ انگريزي اسٽيج ۽ ڊرامي جو مرهون منت آهي.

ان شروعاتي دور ۾، ناول ۽ ڊرامي سان گڏ قديم انگريزي ڪهاڻيون به ترجمو ٿيڻ شروع ٿيون ۽ انگريزي ڪهاڻين جي فن جي روشنيءَ

۾ ڪجهه طبعزاد ڪهاڻيون به لکيون ويئون. انهن ابتدائي ڪهاڻي نويسن ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم، منشي اڌارام، ديوان ڪوڙو مل، ديا رام ۽ بولچند جا نالا قابل ذڪر آهن. جيتوڻيڪ انهن ڪهاڻين ۾ فن جي پختگي ڪانهي، تڏهن به اهي مافوق الفطرت واقعن کان وانجيل آهن ۽ نئين روشنيءَ جي اثر هيٺ لکيل آهن. ان ڪان سواءِ سماج جي سڌاري جو مقصد آڏو رکي اهي ڪهاڻيون لکيون ويئون آهن.

هن شروعاتي دور ۾ مضمونن جي به شروعات ٿي. شروعاتي مضمون نويس تي بيڪن جي مضمونن جو اثر غالب آهي. مثال طور اوهان لعل چند امر ڏني مل جو "قلن مٺ" ئي ڏسو. اوهان کي سندس هر مضمون ۾ بيڪن جي مضمونن جو اثر ڪارفرما نظر ايندو. مرزا قليچ بيگ مرحوم بيڪن جي مضمونن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو به ڪيو، جنهن ڪري انگريزيءَ کان اڻ واقف مضمون نويسن تي به انگريزي مضمونن جو اثر پيو.

2 - وچون دور

پهرين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ عوام ۾ نوان امنگ ۽ ولولا اڀريا. انهيءَ سياسي شعور عوام کي جمهوريت ۽ سياسي آزاديءَ جي اهميت ذهن نشين ڪرائي. انهيءَ ڪري 1923ع ڌاري سنڌ ۽ هند ۾ آزاديءَ جي هلچل زور وٺي ويئي. سنڌي ليکڪ به آزاديءَ جي تحريڪ کان متاثر ٿيا، ۽ سماج جي اصلاح سان گڏ سياسي مقصد به آڏو رکي لکڻ شروع ڪيائون. ان سلسلي جي ليکڪن ۾ شمس الدين بلبل جو نالو مڙني کان مٿانهون آهي. جنهن پنهنجي تحرير ۾ طنز و مزاح جو رنگ پيدا ڪري، سنڌي نثر ۾ انفراديت پيدا ڪئي. ان دور ۾ جيڪي ناول، ڊراما، افسانا ۽ مضامين لکيا ويا آهن، انهن ۾ وطن جي حب، ديسي ڪهاڻين، ديسي روايتن ۽ آزاديءَ جي تحريڪ جا عناصر ڪارفرما آهن. ان هوندي به اسان فن جي لحاظ کان انگريزي ادب جي پيروي ڪندا آياسين. نه فقط، ايترو، پر هن دور ۾ فن اڃا به پختي صورت ۾ ملي ٿو. ديسي اديبن جا خيال، نظريا ۽ اسلوب انگريزي روپ ۾ ويس وڳو پهرايو. تاريخي ناول ۽ ڊرامي به هن ئي لاڙي جي پيداوار آهن. ديسي ناول نگارن تاريخي ڪارناما، ناولن جي صورت ۾ پيش ڪري

قوم کي اپارڻ تي گهريو. هن ڏس ۾ مرحوم عبدالخالق خليق مورائيءَ جو ناول "سندري" ۽ آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو "نورجهان" بهترين ناول آهن. "سندري" فن توڙي زبان جي لحاظ کان نهايت بهترين ناول آهي. هن قسم جي ناولن ۾ اسڪاٽ (1771ع- 1832ع) جي ناول ٽيلسمئن جو اثر سڌيءَ طرح ڪارفرما آهي.

هن دور جي ليکڪن ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم، خيلق مورائي، لعل چند امر ڏنو مل، ڇيتمل پرسرام، ڪاڪي ڀيرومل، نرملداس، پرمانند، تيجومل، ليکراج، محمد صديق مسافر، ليلا رام ولايتراءِ، آسانند، امر لعل ۽ جهمٽ مل ڀاوناڻيءَ ۽ منگهارام ملڪاڻي جا نالا قابل ذڪر آهن، جن انگريزي ادب جي اثر هيٺ ڊراما، ناول، افسانا ۽ مضامين لکيا.

3 - ٽيون دور

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ادب ۾ هڪ نئون موڙ پيدا ڪيو. سنڌي اديب به ان کان متاثر ٿيڻ کان رهي نه سگهيو. هن دور ۾ سنڌي اديبن يورپ جي ٻين ٻولين جي ادب جو اثر به قبول ڪيو. ادب ۾ ترقي پسند تحريڪ هن دور جي پيداوار آهي. هن موڙ کان پوءِ سياسي ۽ سماجي، معاشي ۽ معاشرتي مسئلن کي به آڏو رکيو ويو، ته جنسيات جي ترجماني به ڪرڻ شروع ڪئي وئي. جنسيات جي ترجمانيءَ جو رجحان جيئن پوءِ تيئن وڌڻ لڳو. هيئنر ته اهو تمام گهڻو وڌي ويو آهي. انهيءَ رجحان تي گهڻي ۾ گهڻو اثر انگريزي ادب جي مشهور بدنام اديب 'ڊي- ايچ لارنس' جو آهي. هن دور ۾ حقيقت پسنديءَ جا رجحانات پيدا ٿيا. هن دور ۾ افساني تمام گهڻي ترقي ڪئي. ادب ۾ ترقي پسند تحريڪ هن دور ۾ زور ورتو. 1942ع ۾ "ترقي پسند مصنفين" نالي جماعت وجود ۾ آئي، جنهن جو سيڪريٽري گوبند مالهي هو. نارائڻ شيام، شيخ عبدالرزاق راز، شيخ اياز، عبدالستار شيخ، اتم، سنتو لعل، گوبند مالهي ۽ سوبو گيانچنداڻي ان دور جي پيداوار آهن.

انهن ڏينهن ۾ آزاديءَ جي تحريڪ جو به زور هو. ان زماني جي ڪيترن ئي افسانن ۾ آزاديءَ جي تحريڪ جو عڪس واضح نظر اچي ٿو. مثلاً اتم جون ڪهاڻيون: آخر ڪيستائين، ترقيءَ جي راهه تي، حشو

کيولراماڻي جي "پدمڻ"، لڇمڻ راجپال جي "قومي سپاهي"، ڪيرت ٻاٻاڻي جي آزاديءَ جو سڏ" وغيره. افساني ۾ جنسيات تي پهريون افسانو عبدالستار شيخ لکيو.

مٿي ڄاڻايل ٽنهي دورن ۾ جدا جدا صنفن جي جيڪا ارتقا ٿي ان جي اپٽار هيٺ ڏجي ٿي:

**افسانو:** سنڌي زبان ۾ پهرين ڪهاڻي غلام حسين قريشي جي لکيل "ينيي زميندار جي ڳالهه" آهي، جيڪا 1854ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپي. ان قسم جون ٻيون ڪهاڻيون آهن: ۽ سيد ميران محمد شاهه اول جي "سڏاتوري ۽ ڪذا توري جي ڳالهه" (1855ع) ۽ "مفيدالصبيان" (1861ع). انهن ڪهاڻين ۾ جيتوڻيڪ حقيقي واقعا ۽ ڪردار پيش ڪيا ويا آهن، ان هوندي به انهن کي مختصر افسانو چئي نه ٿو سگهجي. اهڙي قسم جي ڪهاڻين جا ٻيا مجموعا به ڇپيا. 1890ع ۾ ساڌو هيرانند "سرسوتي" نالي مخزن جاري ڪئي، جنهن ۾ ساڌو هيرانند، ٻولچند ڪوڏو مل ۽ ٻين ليکڪن جا مضمون ۽ ڪهاڻيون ڇپجڻ شروع ٿيون. ان کان پوءِ سکيا ۽ وندر جي بنياد تي لکيل ڪهاڻين جا ڪيترائي مجموعا ڇپيا.

افساني جي فني ٽيڪنڪ موجب سنڌي ڪهاڻيون 1914ع کان پوءِ لکجڻ شروع ٿيون، جن ۾ سماجي مسئلن تي روشني وڌي ويئي ۽ معاشرتي برائين کي ننديو ويو. اهڙي قسم جي پهرين ڪهاڻي آهي: لعل چند امر ڏني مل جي، "هر مکيءَ جا" (1914ع). ڪوڙي مل بنگال جي ڪهاڻي نويس "بنڪم چندر چٽرجي" جي ڪهاڻين جا ترجما ڪيا. لعل چند امر ڏني مل ٻيون به ڪهاڻيون لکيون، جهڙوڪ" ڪشنيءَ جا ڪشت" "ڏکن ڏڌي زندگي" وغيره. مشهور محقق ڪاڪي ڀيرو مل به ڪهاڻيون لکيون آهن. سندس پهرين اخلاقي ڪهاڻي آهي: "پريم جو مهاتم" (1814ع). محمد صديق مسافر تاريخي ڪهاڻيون لکيون، جهڙوڪ: "زيب النساءَ"، "چاند بيبي"، وغيره. ليلا رام ولايتراءِ 1920ع ۾ ٽالسٽاءِ جي ڪهاڻين جو ترجمو ڪتابي صورت ۾ ڇپايو. مشهور اديب ڇيتمل به افسانا لکيا آهن. 1923ع ۾ سندس ڪهاڻين جو مجموعو "چمڙا پوش جون ڪهاڻيون" ڇپيو. هن ڪهاڻين ۾ سنڌ جي سرمائيدارن ۽ زميندارن جي ظلم جي عڪاسي ڪيل آهي.

ان دور ۾ ٻيون به ڪيترن ئي ڪهاڻيون لکيون.

افساني جو ابتدائي دور 1914ع کان 1925ع تائين مقرر ڪري سگهجي ٿو، جڏهن ڪهاڻي نويسن معاشي، معاشرتي مسئلن کي ڇهيو ۽ معاشري جي اصلاح لاءِ پنهنجو نقطہ نظر پيش ڪيو، جيڪو گهٽي قدر اخلاقي اقدرن تي ٻڌل هو. 1925ع کان 1940ع تائين واري دور ۾ افساني جو ٻيو دور سڏي سگهجي ٿو، جنهن جي شروعات ۾ ڪيترائي هندستاني ۽ مغربي افسانن جا ترجما ٿيا. ان دور جي افسانہ نويسن مان امر لعل، ميلارام، آسانند مامتورا، ليکوتلسياڻي، تاراچند، ديوسياڻي، دوست علي، عثماني علي انصاري، جڳت آڏواڻي، منوهر داس، اندرا هميراجاڻي، نارائڻ داس ملڪاڻي، مرزا نادر بيگ، شيوارام آڏواڻي، غلام محمد شاهواڻي، عبدالله عبد، لطف الله بدوي ۽ دلدار حسين موسوي جا نالا قابل ذڪر آهن.

1932ع ۾ ماهوار "سنڌو" شڪارپور مان جاري ٿيو، جنهن افساني جي ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن ۾ مرزا نادربيگ، ۽ ٻين اديبن جون بهترين ڪهاڻيون ڇپيون، جيڪي ڪهاڻيءَ جي ارتقا ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکن ٿيون.

هن دور جي افسانہ نگارن مان مرزا نادر بيگ جا افسانا جذبات نگاري ۽ هندو سماج جي زندگيءَ جي عڪاسيءَ جي ڪري مشهور آهن. سندس افسانن مان، "موهني جي ڊائري"، "موهنيءَ جي دل جو داغ"، "موهنيءَ جي آهہ"، "گهر جي ڇڪ"، "اڇوت"، "ياچائي جي مضمون نويسي" ۽ "پاڪ محبت" سٺيون ڪهاڻيون آهن. هندو معاشري سان گڏ سندس ڪهاڻين ۾ پارسي ۽ عيسائي معاشري جي ترجماني بہ ملي ٿي.

هن دور ۾ جنسيات جي موضوع تي ڪهاڻين لکڻ جي شروعات بہ ٿي. آسا نند مامتورا پهريون افسانہ نويس آهي، جنهن هن موضوع تي سڀ کان پهريائين قابل ذڪر ڪهاڻيون لکيون. سندس ڪهاڻين مان، "ڪنوارڻ"، "ڪکي جا آکيا"، "هي پريم"، "وڏيرو رمضان"، "آرسي" ۽ "فيلسوف" سٺيون ڪهاڻيون آهن. لطف الله بدوي جي ڪهاڻين مان "غربت" ۽ "خوفناڪ بدلو" معياري ڪهاڻيون آهن. سندس افسانن جو مجموعو "دستہ گل" جي نالي سان شايع ٿيو. عبدالله "عبد" جي ڪهاڻين مان "اسڪول ماسترياڻي" ۽

"ويچارو ماستر" مشهور ڪهاڻيون آهن. عثمان علي انصاري مرحوم بہ هن دور جو بهترين افسانہ نويس آهي. سندس افسانن جو مجموعو "پنج" سال 1937ع ۾ شايع ٿيو.

هن دور جو افسانہ نويس امر لعل هنگوراڻي صحيح معنيٰ ۾ جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جو باني آهي. سندس ڪهاڻيون رسالي "ڦلواڙي" ۾ شايع ٿينديون هيون. حقيقت نگاري جي لحاظ کان سندس ڪهاڻي "ادو عبدالرحمان" تمام سٺي ڪهاڻي آهي، جنهن جو انگريزيءَ ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو آهي. ان کان سواءِ سندس ٻيون سٺيون ڪهاڻيون هي آهن: "ڏس ڏيوم تہ ڪٿان ليندي"، "هيءَ بہ رانجهوءَ سندي رمز"، "لکيو ڪين ٽريو"، "لالي" وغيره آهن.

1940ع کان1947ع تائين افساني جو ٽيون دور مقرر ڪري سگهجي ٿو. هن دور جي افسانن تي ترقي پسند رجحانن جو اثر نمايان نظر اچي ٿو، ۽ افسانن ۾ سرمائيداري نظام جي خلاف نفرت جو کليو اظهار ملي ٿو. هن دور جو پهريون ڪهاڻين جو مجموعو "سرد آهون" آهي، جيڪو 1942ع ۾ ڇپيو. هن ۾ سڀ ڪهاڻيون گوبند پنجابيءَ جون آهن. 1943ع ۾ ايم. آر مائيداساڻيءَ جي ڪهاڻين جي مجموعو "مائيداساڻيءَ جون آکاڻيون" ڇپيو. 1944ع ۾ "ريگستاني ڦول" نالي ڪهاڻين جو مجموعو ڇپيو، جنهن ۾ مختلف نوجوان افسانہ نويسن جون ڪهاڻيون آهن. هن مجموعي ۾ شيخ عبدالستار جي ڪهاڻي "رحيما" ٻي جوڙ شاديءَ بابت آهي، ۽ ان ۾ عريان منظر ڏيکاريل آهن. ۽ ٽائيٽل اسٽوري "ريگستاني ڦول" سوڀي گيانچنداڻي جي آهي. ان کان سواءِ ٻيا بہ ڪيترائي مجموعا ڇپيا، جهڙوڪ: "پرهہ ڦٽي (1954)" مرڪندڙمکڙيون" (1945ع)، "بکايل"، "شهيد وفا"، "سفيد وحشي" (شيخ اياز جي افسانن جو مجموعو) وغيره. هن دور جي افسانہ نويسن مان گوبند پنجابي، ڀڳوان لعلواڻي، امر لعل، گوبند مالهي، حشو ڪيولراماڻي، ايم-آر مائيداساڻي، تيرٿ وسنت، عبدالستار شيخ، شيخ اياز، شيخ عبدالرزاق راز، ڪيرت ٻاٻاڻي، لڇمڻ راڄپال، سگن آهوجا، اتم، حبيب الله ڀٽو، سوڀو گيانچنداڻي، ڪروڙ پتي ۽ نجم عباسي جا نالا قابل ذڪر آهن.

## نـــاول

جهڙيءَ طرح افسانو انگريزي ادب وسيلي سنڌيءَ ۾ آيو، اهڙي طرح ناول بہ انگريزي ادب جي ذريعي اسان وٽ آيو. آڪاڻي، افساني جو اسان وٽ ابتدائي نمونو آهي. اهڙيءَ طرح داستان يا قصو، ناول جو اوائلي نمونو آهي. منشي اڌارام (ولادت 1833ع) "طوطي نامہ "جو سنڌي ترجمو ڪري، داستان نويسي جو بنياد وڌو. ان کان پوءِ ساڌو نولراءِ سان گڏجي مشهور انگريز اديب ڊاڪٽر جانسن جي ناول "راسيلاس" جو ترجمو 1870ع ۾ ڪيائين. ان کان پوءِ ڪيترائي قصا ۽ داستان لکيا ويا ۽ ترجمو ڪيا ويا. جن اديبن داستان يا قصا لکيا ۽ ترجمو ڪيا، انهن مان احمد خان جلباڻي، حاجي امام بخش خادم، آخوند لطف الله، فقير محمد عاجز، مير عبدالحسين سانگي جا نالا قابل ذڪر آهن. "راسيلاس"کان پوءِ سر والٽراسڪاٽ جي ناول "ٽيلسمن" جو ترجمو ٿيو، جيڪو ساڌو هيرانند ۽ ڪاڪي ڀيرومل ڪيو.

صحيح معنيٰ ۾ طبعزاد ناول سڀ کان پهريائين شمس العلماء مرزا قليچ بيگ لکيا. سندس پهريون طبعزاد ناول "دلارام" 1888ع ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ سندس شاهڪار سماجي ۽ اصلاحي ناول "زينت" ڇپيو. انهن کان سواءِ مرزا صاحب ڪيترائي ناول ترجمو بہ ڪيا. مرزا صاحب کان پوءِ لعل چند امر ڏني مل جو نالو اچي ٿو. سندس ناول "چوٿ جو چنڊ" 6-1905 ۾ ڇپيو. ڪاڪي ڀيرومل بہ ناول لکيا آهن، جهڙوڪ: "آنند سندريڪا" (1910)، موهني ٻائي (1917)، وريل نعمت (1915). ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي تاريخي ناول "نورجهان" ۽ خليق مورائي "سندري" لکيا، جن مان "سندري" شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو. محمد عثمان ڏيپلائي بہ ڪيترائي تاريخي ناول لکيا.

جاسوسي ناولن جا بہ تمام گهڻا ترجما ٿيا. 1910ع ڌاري مکي سيرومل ساگرائيءَ جو تمام طويل جاسوسي ناول "هر دل عزيز عرف چندر ڪانتا سنڌي" 28 حصن ۾ ڇپيو. ساڳي ليکڪ "پوتناٿ جي جيوني" جا 24 ڀاڱا ڪڍيا. ان کان سواءِ ستاره منگربلا، آرسين لوپن، مسٽريز آف ڪورٽ آف لنڊن، لوز آف دي حرم وغيره ترجمو ٿيل جاسوسي ناول ڇپيا.

بنگال جي سجاڳيءَ کان متاثر ٿي ديوان ڪوڙي مل چندن مل،

بنگالي ناول نويس بنڪم چندر چٽرجي جا ناول ترجمو ڪيا، جهڙوڪ: چندر مکي، روهني، آنند مٺ وغيره. انهن ۾ انگريزن خلاف بغاوت ڏيکاريل آهي. ان کان سواءِ ٻين ڪيترن هندي، بنگالي، گجراتي ۽ اردو ناولن جا ترجما ٿيا. طبعزاد ناولن ۾ پريتمداس حڪومتراءِ جو ناول "عجيب پيٽ" ڇپيو. طبعزاد ناولن جي سلسلي ۾ 1931ع ۾ عبدالرزاق ميمڻ جو ناول "جهان آرا" ڇپيو. ان کان سواءِ جن ٻين به طبعزاد ناول لکيا، انهن مان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن:

"شيوڪ ڀوڄراج، روچيرام سڏاڻي، آسانند مامتورا، رام پنجواڻي، نارائڻداس ڀمڀاڻي." ڀمڀاڻيءَ جا ناول "غريبن جو ورثو"! "مالهڻ" ۽" وڏوا" حقيقت نگاري جي لحاظ کان بهترين ناول آهن. منجهن ڳوٺاڻي زندگي ڏيکاريل آهي. آسانند مامتورا جو "شاعر" (1941)ع سنڌي زبان جو پهريون نفسياتي ناول آهي. ان کان سواءِ شيوڪ ڀوڄراج جو "آشيرواد" سٺو ناول آهي.

ڊرامو:

سنڌي ۾ پهريون ڊرامو مرزا قليچ بيگ مرحوم 1880ع ۾ "ليلي مجنون" نالي لکيو. ٻيو ڊرامو به مرزا مرحوم جو ئي آهي. اهو آهي "خورشيد"، جيڪو 1887ع ۾ ڇپيو. ٽيون ڊرامون آهي: "رتناولي"، جيڪو ديوان ڪوڙومل چندن مل 1888ع ۾ لکيو. ان کان پوءِ مرزا قليچ بيگ جا ڊراما "گل بڪاولي" (1894ع)، "نورجهان ۽ جهانگير" (1866ع ۽ نادرشاهه، (1897ع) ڇپيا.

ان کان پوءِ مرزا قليچ بيگ مرحوم ڪيترائي ڊراما لکيا، ۽ شيڪسپيئر ۽ ٻين مشهور ڊرامه نويسن جا ڊراما ترجما ڪيا. 1894ع ۾ ڏيارام ڄيٺمل سنڌ ڪاليج ۾ ايميچوئر ڊرامينڪ سوسائٽي قائم ٿي، جيڪا 20 سالن تائين ڊراما اسٽيج ڪندي رهي. هن سوسائٽي ڊرامي کي ڏاڍو مقبول بنايو. ان سوسائٽي طرفان مرزا قليچ بيگ مرحوم، ڇيٺانند، ليلا رام وطنمل ۽ ٻين ليکڪن جا ڊراما اسٽيج ڪيا ويا. انهن ڊرامن ۾ طنز و مزاح هوندي هئي.

# موجوده دؤر

## تعارف:

1947ع ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو ۽ پاڪستان وجود ۾ آيو. لڏپلاڻ ٿي. هندو هليا ويا، ۽ هندستاني سنڌ ۾ آيا. هندو اديب وطن جا وڻ ڇڏي ويا، جن مان پراڻن ليکڪن جو ٿورن سالن ۾ ديهانت ٿيو. ڄيٺمل پرسرام 1948ع ۾، ڪاڪي ڀيرومل 1953ع ۾ ۽ لالچند امر ڏنو مل 1954ع ۾ وفات ڪئي. اهڙيءَ طرح سنڌي زبان ۽ ادب جا ٻه ماڳ ۽ مڪان ٿي ويا؛ هڪ سنڌ ۾ ٻيو هند ۾. ٻنهي هنڌن تي اديب وقت جي نين تقاضائن کان متاثر ٿيا، ۽ سنڌي ادب هڪ نئين صورت اختيار ڪئي. هينئر حسن و عشق ۽ گل و بلبل جو بيان گهٽجي ويو ۽ معاشي ۽ معاشرتي موضوعن ان جي جاءِ ورتي.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ سنڌي ادب ۾ ڪجهه قدر ماٺائي اچي ويئي پر پوءِ جلد ئي اديبن پاڻ سنڀاليو ۽ زبان ۽ ادب جي ترقي جي سلسلي ۾ پاڻ پتوڙيائون. ان شروعاتي دؤر ۾ حاجي محمود خادم مرحوم "اديب سنڌ" جاري رکندو آيو، جنهن عروضي شاعريءَ جي وڏي خدمت ڪئي.

ان ڪانسواءِ لوڪ ادب، سنڌي لغت ۽ سنڌي ثقافت بابت به معياري مضامين ڏنائين. رسالي کي هلائڻ سان گڏ "خادم" مرحوم هر سال وڏي پيماني تي سنڌ جي ڪنهن نه ڪنهن شهر ۾ ادبي ڪانفرنسون به منعقد ڪرائيندو آيو. جن سنڌي زبان ۽ ادب کي فروغ ڏيڻ جي سلسلي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

مرڪزي حڪومت طرفان 1950ع ۾ ماهوار 'نئين زندگي' جاري ٿيو، جنهن ادب جي هر صنف بابت قيمتي مواد مهيا ڪيو. 1951ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ وجود ۾ آيو، جنهن سنڌي ادب، تاريخ ۽ لغت ڏانهن جوڳو ڌيان ڏنو. 1955ع ۾ بورڊ جي طرفان ٽه ماهي "مهراڻ" جاري ٿيو، جنهن تحقيقي ادب طرف به ڌيان ڏنو، ته جديد ادب کي به فروغ ڏنو، محترم عبدالرزاق "راز" جي ڪوشش سان 1952ع ۾ "حبيب پبليڪيشن" نالي اشاعتي ادارو قائم ٿيو، جنهن جديد ادب بابت معياري ڪتاب شايع ڪيا.

نوجوان اديبن "سنڌي ادبي سنگت" قائم ڪئي، جنهن 1956ع ۾ "سنڌ سنگت" جي صورت اختيار ڪئي. سنگت جي ڪارگذارين کي ڪامياب بنائڻ لاءِ محترم اياز قادري شروع ۾ وڏو ڪم ڪيو. جلدئي مختلف شهرن ۾ سنگت جون ڪيترين ئي شاخون قائم ٿي ويئون. انهن کانسواءِ وقت بوقت ڪيترين ئي ادبي جماعتون ۽ اشاعتي ادارا قائم ٿيا آهن، جن پنهنجي وت ۽ وس آهر خدمت پئي ڪئي آهي. رسالا به ڪيترائي جاري ٿيا. جن مان ڪيترائي هينئر بند ٿي ويا آهن. نئين زندگي ۽ سه ماهي مهراڻ کانسواءِ روح رهاڻ، ڳوٺ سڌار، مارئي، اديون، لطيف، تقاضا، روح ادب، اسان جي منزل، سارنگ، شعلو، پارس سکر، آفتاب، رهبر ڊائجسٽ، مليرڊائجيسٽ، اڳتي قدم، فردوس، شاعر، سنڌي ڊائجيسٽ، سنڌي ساهت، ناري، لطيف ڊائجيسٽ، سانيهه، برسات سهڻي وغيره سنڌي زبان ۽ ادب جي وڏي خدمت ڪئي. هينئر اهي رسالا بند ٿي ويا آهن، هينئر نئين زندگي، سه ماهي مهراڻ، پارس، پروڙ، ساجاهه، نئين سوچ، پيغام ۽ ٻيا ڪيترائي رسالا ۽ ڪتابي سلسلا زبان ۽ ادب جي خدمت ڪري رهيا آهن.

## ادبي رجحانات:

ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ادب نئون رخ اختيار ڪيو آهي. نون شاعرن، تقليدي شاعري ترڪ ڪري، شاعريءَ کي هڪ نئون رنگ ۽ روپ ڏنو آهي. شاعريءَ جي مضمون ۾ به جدت ۽ مقصديت پيدا ڪئي ويئي آهي، ته فني سٽا ۾ به نوان تجربا ڪيا ويا آهن.

قديم سنڌي شاعريءَ جي صنفن بيت، وائي ۽ ڪافيءَ ۾ نئون رنگ روپ پريو ويو آهي. غزل ۽ نظم ۾ نوان تجربا ڪري، انهن کي سنڌي شاعريءَ جي مزاج سان هم آهنگ ڪيو ويو آهي. ان سان گڏ روايتي رنگ ۾ غزل ۽ نظم لکڻ وارا به موجود آهن، جن پنهنجي فڪر ۽ فن ۾ جدت ۽ انفراديت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن کانسواءِ هندي شاعري جي صنف گيت تي به ڪيترن ئي شاعرن طبع آزمائي ڪئي آهي. اهڙي طرح مغربي صنفن : آزاد نظم، غير مقفيٰ نظم، سانيٽ، ترائيل، جپاني صنف هائيڪو ۽ پنجابي صنف ماهيا ۾ به سنڌي شاعرن پنهنجا جذبات ۽ احساسات

بيان ڪيا آهن، نثري نظم به لکيا ويا آهن.

زبان جي لحاظ کان نيٺ سنڌي لفظن، تشبيهن ۽ تمثيلن تي زور ڏنو ويو آهي. مضمونن جي لحاظ کان معاشري جو حقيقت پسندانه نوع ۾ تجزيو ڪري، ان تي تنقيد ڪئي ويئي آهي ۽ جاگيردارانه توڙي سرمائيدارانه نظام جي ظلم ۽ ڏاڍ ڪي نمايان ڪيو ويو آهي. سنڌ، سنڌي زبان، ادب ۽ ثقافت سان جيڪي زيادتيون ٿيون، انهن جي ردِعمل ۾ ادب ۾ وطن دوستي ۽ وطن پرستيءَ جي مضمون وڏي اهميت اختيار ڪئي آهي. ڪن اديبن ۽ شاعرن بين الاقوامي مسئلن تي به لکيو آهي، پر سنڌ کي محور ۽ مرڪز جي حيثيت حاصل آهي. سنڌ سان پيار ۽ محبت جو اظهار اڄ جي شاعر ۽ اديب جو بنيادي مضمون ٿي ويو آهي.

هن دؤر ۾ نثر جي هر صنف ترقي ڪئي آهي. ان سان گڏ نظم جي به هر صنف تي طبع آزمائي ٿي آهي. هن هيٺ نثر ۽ نظم جي مختلف صنفن جو جائزو پيش ڪجي ٿو:

## ناول نويسي:

ورهاڱي کان پوءِ ناول جي ترقيءَ تي اثر پيو ۽ ناول جي لکجڻ جي رفتار گهٽجي ويئي. ان هوندي به ڪن اشاعتي ادارن ناول ڇپايا، جهڙوڪ: انجم هالائي جو "ڪاروان زندگي"، حسيني محمد حافظ جو "تباهي"، سيد حيدرشاهه جو، "زميندار"، حافظ حيات شاه جو "سلطان"، قاضي عبدالڪريم جو "نوران"، لطف الله بدوي جو "ابيلا"، محمد عثمان ڏيپلائي ورهاڱي کان پوءِ به ڪجهه تاريخي ناول لکيا، جهڙوڪ: انور پاشا، آزاديءَ جي جنگ، ڏکن جا مجاهد وغيره. سندس ضخيم ناول "سانگهڙ" نهايت اهم آهي، جنهن ۾ حُر مجاهدن جا ڪارناما آندا ويا آهن. ڊاڪٽر خواجه غلام علي الانا جو "لاش"، ناصر مورائي جو "راتيون جاڳن جي"، فضل احمد بچاڻي جو "نازبو"، ڊاڪٽر منظور احمد عرساڻي جو "ڪلب ۽ گهر"، الله بخش ٽالپر جو" پرديسيءَ جو پيار"، راز بلڙائيءَ جا "گلبدن"، "بک ۽ بيروزگاري" ۽ "شرابي"، انور هالائيءَ جو "آواره"، سانوڻ آباديءَ جو "شڪسته ساز"، گل نصرپوري جو" درياه جي ڪپ تي"، عبدالجبارجوڻيجي جو "سوري آ سينگار"،

رسول بخش خمار جو ”حسنه“، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو ترجمو ڪيل ”ڏوهاري ڪير“ وغيره. هنن ناولن جو موضوع زمينداري ظلم ۽ عشق ۽ محبت آهي. قاضي فيض محمد جو ناول ”جنسار“ ۽ ”ٻاويهه سؤ ٻاويهه“ ڇپيا آهن.

سنڌيت جو جذبو جاڳائڻ لاءِ سراج ”پڙاڏو سو سڏ“ نالي ناول لکيو آهي، جنهن جو پلاٽ سنڌ جي تاريخ جي ترخان دؤر تي ٻڌل آهي. ان کانسواءِ سراج ٻيا ناول به لکيا آهن، جهڙوڪ: ”مرڻ مون سين آءُ“ هيءُ ناول ”پڙاڏو سوئي سڏ“ ناول جو ٻيو حصو آهي. سندس ٻيو ناول ”پياسي ڌرتي رمندا بادل“ پڻ ويجهر ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

ڪن نوجوان اديبن ناولٽ به لکيا آهن. آغا سليم جو ناولٽ ”روشنيءَ جي تلاش“ فن توڙي زبان جي لحاظ کان ڪامياب ناولٽ آهي. سندس ٻيو ناولٽ ”اونداهي ڌرتي ۽ روشن هٿ“ آهي، جيڪو سنڌ جي تاريخ جي پس منظر ۾ ڏاڍي مؤثر انداز ۾ لکيل آهي. ويجهر ۾ سندس ٽيون ناول ”همه اوست“ پڌرو ٿيو آهي، جيڪو پڻ ساراهه جوڳو آهي، هن ناول ۾ تصوف جهڙس منظر منجهه سنڌ ۽ سنڌي ادب جي سڳنڌ سمايل آهي. علي بابا جو ناولٽ ”موهن جو دڙو“ به قسطوار نئين زندگي ۾ ڇپيو، جيڪو هينئر ڪتابي صورت ۾ ڇپجي چڪو آهي. هي ناول موهن جي دڙي جي ثقافتي پس منظر ۾ لکيل آهي ۽ ڪوشش ڪري نيٺ سنڌي استعمال ڪئي ويئي آهي. ماڻڪ پڻ پنهنجي دور جو ناميارو ناول نويس آهي، سندس چار ناول ڇپجي چڪا آهن، جڪي آهن: ”رج ۽ پڙاڏا“، ”پاتال ۾ بغاوت“ لڙهندڙ نسل“ ۽ ”ساهه مٺ ۾“. سندس پويان ٻه ناول قابل ذڪر آهن. عابد لغاري جو ”زنده لاش جو سفر“ به موهن جي دڙي جي ثقافتي پس منظر ۾ لکيل آهي. شيخ عبدالرزاق راز جو ناول ”نئون آدمي“ سنڌ جي پنج هزار ساله تاريخ ۽ ثقافت جي پس منظر ۾ لکيل آهي، جيڪو پهرين ماهوار رهبر ڊائجسٽ ۾ قسطوار شايع ٿيو. 1994ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي ان کي ڪتابي صورت ۾ ”مسافر“ جي نالي سان ڇپايو آهي. طارق عالم ابڙي جو ناول ”رهجي ويل منظر“ پڻ پڙهندڙن ۾ ڏاڍو پسند ڪيو ويو آهي، هيءُ ناول نئين ٽهي جي مسئلن تي لکيل آهي. ياسين بروهي جديد ٽيڪنالاجي جي زير اثر آمريڪا جي معاشي پس منظر ۾

” نارنگي ڪيلا 2020 “ نالي ناول لکيو آهي.

جاسوسي ناول ٻه ڪهڙا ڇپيا آهن، جيڪي گهڻي قدر محمد بخش ”جوهر“ جا لکيل يا ترجمو ڪيل آهن.

سنڌ کان وڌيڪ هندستان ۾ تمام گهڻا ناول لکيا ويا. رام پنجواڻي ۽ گوبند مالهيءَ ورهاڱي کان اڳ سنڌي ناول لکيا هئا. ورهاڱي کان پوءِ ٻه لکيائون. گوبند مالهيءَ تي ڪيترائي معياري ناول لکيا آهن، جهڙوڪ: ”ديسي سيڻ ڪجن“، ”شرم ٻوٽي“، ”عشق نہ آهي راند“، ”چنچل نگاهون“، ”لوڪ آهي ٻوڪ“، ”جي سوري ڀانئين سيج“، ”جيون ساٿي“ وغيره. ان ڪانسواءِ هندستان ۾ ٻين ٻہ ڪيترن ئي اديبن سٺا ناول لکيا آهن. جهڙوڪ: سندري اتمچنداڻي جا ”پريت پراڻي ريت نرالي“ ۽ ”ڪرنڊڙ ديوارون“، تيرٿ و سنت جو ”ڪنور“، موهن ڪلپنا جو ”رڃ ۽ پاڇا“ ۽ ”زندگي“، لڇمڻ ساٿي جا ”اڌري وڃ ڙي ڪونج“، ”ڪيچلي“، ”سيتل واديون“ ۽ ”آسمان روشن آهي“، موتي پرڪاش جو ”انڌيرو اجالو“، رام پنجواڻيءَ جو ”پدما“، چانڊني جو چمڪو“، ”آهي نہ آهي“ ۽ ”ڏيٺر نہ ڇمن“، گنو سامتاڻيءَ جو ”واپس“، شيام جئسنگهاڻي جو ”ڪچا ڌاڳا“، موهن ديپ جو ”خالي هٿ“ ۽ ”سرڳ منهنجي ٻانهن ۾“، جيون جو ”سنگرام“، وشنو ڀاٽيا جا ”دردن ماري دل“ ۽ ”زندگيءَ جا ڪنارا“، پريم آنند ابيچنداڻي جا ”جهرڻا“ ۽ ”هڪ ڄر ٻہ ڄيبون“ ۽ ڪرشن ڪتواڻيءَ جو ”اسان جي سنڌ“ وغيره.

# سنڌي ادب ۾ عورت جو حصو

سنڌي ساهت ۾ عورتن ادبي سفر دوران جو ٻه قدم کنيو آهي، يا وڌايو آهي. هنن سنڌ جي خود دار ۽ ذهين عورت کي پنهنجو موضوع بنايو آهي. هنن انهيءَ عورت جي ڳالهه ڪئي، جيڪا صدين کان جاگيردارانه ظلم جي گهاٽي ۾ پيڙبي رهي آهي. اڄ جي سنڌي عورت وٽ شعور جي قوت آهي. سڀ کان وڏي ڳالهه هيءَ آهي تہ، هن وٽ علم آهي. هوءَ شين جي ظاهري چمڪ کي سڀ ڪجهه نہ ٿي سمجهي، پر عقل ۽ فهم وسيلي هر شيءِ جي تهہ تائين پهچي حقيقت معلوم ڪري پوءِ ئي ڪو قدم کڻي ٿي.

اسان جون سنڌي ليکائون موجوده دور ۾ جيترو لکي رهيون آهن ۽ جو ڪجهه لکن ٿيون، اهو اسان جي ساهتڪار عورتن جي بدلجندڙ ذهن ۽ شعور جو نتيجو آهي.

جهڙيءَ طرح ساهتڪار عورتن پنهنجي سوچ، مشاهدن ۽ تجربن کي وقت بوقت وضاحت سان بيان ڪيو آهي، يا بيان ڪري رهيون آهن، اهو هڪ قسم جو ردعمل آهي، هن نظام جو، ان رويي جو جيڪو ساڻن روا رکيو ويو آهي. هنن پنهنجي لکڻين ۾ سنڌي سماج جي ناسورن کي ڍڪڻ بجاءِ کولي نروار ڪيو آهي.

اسان جي معاشري جي براين جي جڙ هتي جا پير، مير ۽ زميندار آهن. اهي اسان جي معاشري جي طاقتور ڌر آهن. انهن جو سنڌ جي سياست ۽ معيشت تي قبضو آهي. هي اهو طبقو آهي، جيڪو پنهنجي ناجائز اختيارن ۽ طاقت جي زور تي هر اهو ڪم ڪري وڃي مٿي چڙهي ٿو، جيڪو ڪيس نہ ڪرڻ گهربو هو.

ائين تہ هيءَ ڪلاس هر مسڪين ماڻهو کي پنهنجو ڪنهن نہ ڪنهن عمل رستي نشانو بڻائيندو رهيو آهي ۽ رهي ٿو، پر خاص طور تي سنڌي عورت ويتر وڏيڪ سندس ڏاڍ ۽ ڏمر جو نشانو پئي بني آهي. ٻيو تہ ٺهيو پر هن جي پنهنجي گهر جي ڪا نہ ڪا عورت به سندس ڪوڙيءَ جاگيردارانہ انا ۽ روايتن جي تسڪين جو نشانو بنجندي آئي آهي، پوءِ ڪڏهن پيءُ تہ

ڪڌهن ڏيءُ جي روپ ۾.

ان سان گڏ عام سنڌي عورت تہ ويتر وڏيڪ سندس ڏاڍ ۽ ڏمر جو نشانو بني آهي. اهو ڏاڍ وراثت جي سلسلي جو هجي يا جنسي، سنڌي عورت هميشه هن سماج ۾ وڏ کان وڏ ظلم جو شڪار بنجندي رهي آهي.

اهوئي سبب آهي جو باشعور سنڌي عورتن قلم کنيو ۽ پوءِ سنڌي ساهتڪار عورتن انهن ريتن ۽ رواجن خلاف قلم جي نوڪ کي تلوار وانگر حرڪت ۾ آندو آهي، نہ فقط ايترو پر انهن غلط ريتن ۽ رسمن جي خلاف بغاوت بہ ڪئي آهي.

اڄ جي سنڌي ساهتڪار عورت زندگي جي حقيقي ترجماني ڪري ٿي. هن جي تحرير ۽ تقرير جو موضوع زندگي جي چؤگرد گهمندي ملي ٿو. هن جيڪي مشاهدو ڪيو آهي، اهوئي هن جيئن جو تيئن پنهنجي لکڻين ۾ بيان ڪيو آهي ۽ ان کي بيان ڪرڻ ۾ ذرو بہ لحاظ نہ رکيو آهي. ان سلسلي ۾ ثميره زرين، خيرالنساءَ جعفري ۽ نورالهديٰ شاهہ سڀني کان اڳريون آهن. هنن جيڪي ڪجهہ لکيو آهي ان جي ڪنهن کي بہ توقع نہ هئي. ڪنهن سوچيو بہ نہ هو تہ عورت اهڙو بي باڪيءَ سان لکي سگهي ٿي.

## آزاديءَ وارو ابتدائي دور

ورهاڱي کان پوءِ جتي مرد اديبن هڪ نئين جوش ۽ جذبي سان ساهہ کنيو ۽ هڪ نئون شعور پيدا ٿيو، اتي ساهتڪار عورتن بہ پوئتي نہ رهيون. ورهاڱي بعد ستت ئي ماهوار رسالو ”نئين زندگي“ جاري ٿيو، تہ فاطمہ شيخ ”اسان جي تاريخ جو وساريل ورق“ لکي، عورت ساهتڪار جي حيثيت سان سنڌي ادب ۾ شروعات ڪئي. ان بعد ئي عورت ’بادام ناتوان‘ جو نالو اچي ٿو، جنهن پنهنجي خيال کي قلم بند ڪيو. ان کان پوءِ جن عورتن لکيو آهي سو گهڻي ڀاڱي افسانوي ادب آهي. هن سلسلي ۾ سڀ کان اول ’ثميره زرين‘ جو نالو اچي ٿو. هوءَ اعليٰ درجي جي افسانہ نگار هئي. سندس افسانا ماهوار ”نئين زندگي“ ۾ ڇپيا. بعد ۾ اهي مجموعن جي صورت ۾ بہ ڇپيا آهن. هن وقت تائين سندس ڪهاڻين جا ٽي مجموعا ڇپجي چڪا آهن جيڪي آهن، ”آءٌ اهائي مارئي“، ”روشن ڇانورو“ وغيره.

ثميره زرين احساسن ۽ جذبن جي ليکڪا آهي. سندس ڪهاڻين جو محور ۽ مرڪز عورت ۽ موضوع عورت جي زندگي رهيو آهي.

ثميره زرين پنهنجي ڪهاڻين ۾ عورت جي زندگيءَ جي هر پهلوءَ کي موضوع بنايو آهي. انهيءَ ڪري سندس ڪهاڻين جا ڪردار زندگيءَ جي هر طبقي جي نمائندگي ڪن ٿا. مثلاً ڪاليج جون ڇوڪريون ۽ سندن معاملا ۽ مسئلا، مالوند ڳوٺاڻيون عورتون ٿي سندس ڪهاڻين جا خاص موضوع آهن. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ عورت جو ڪوئي ڪو روپ پيش ڪيو آهي. عورت جي احساس محرومي سندس خاص موضوع رهيو آهي.

ثميره جي ڪهاڻين ۾ ڪٿي عورت پنهنجو پاڻ کي ڳوليندي ملي ٿي، ته ڪٿي وري زندگيءَ جا حسين خواب ڪٿي زندگي گذارڻ لاءِ جاکوڙي ٿي، پر ڪيس پيار نصيب نه ٿو ٿئي. ڪٿي هوءَ راڻي بڻجي رستي ۾ ڀرندي ۽ ڀکهرجندي ملي ٿي، مطلب ته ثميره زرين جي ڪهاڻين ۾ عورتن جيئندي مرندي زندگيءَ جا عذاب سهندي ملي ٿي.

1955ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان سه ماهي ”مهراڻ“ جاري ٿيو، ته عورتن ۾ لکڻ جو اتساهه ويتر وڌيڪ پيدا ٿيو، ۽ ڪيترين ئي عورتن لکڻ شروع ڪيو. انهن مان ڊاڪٽر رشيده حجاب قابل ذڪر آهي. سندس افسانن جو موضوع به معاشرو ۽ معاشري جون برايون هو.

1956ع ۾ ماهوار ”نئين زندگي“ ۾ ثميره زرين کان سواءِ جميله نرگس ۽ شمس صديقي جا افسانا به شايع ٿيا. هي افسانا فن ۽ فڪر جي لحاظ کان اعليٰ درجي جا افسانا آهن. هن زماني ۾ موجوده دور جي ناميارِي افسانه نگار مهتاب محبوب به لکڻ شروع ڪيو. سندس ڪيترائي افسانا ماهوار ”نئين زندگي“ ۾ ڇپيا آهن. بعد ۾ سندس ڪجهه ڪهاڻين جا مجموعا به ڇپيا، جن مان ”پرهه کان پهرين“، ”چانديءَ جون تارون“، ”لهر لهر زندگي“ قابل ذڪر آهن.

مهتاب محبوب جي ڪهاڻين جو موضوع به ڳوٺاڻي ۽ اڻ پڙهيل عورت، وچولي درجي جا خاندان ۽ انهن جا مسئلا ئي آهن.

1957ع تائين عورتون اڪثر مختلف رسالن ۾ لکنديون رهيون، پر عورتن لاءِ ڪو مخصوص رسالو نه هو. ان سال ئي انهيءَ ڪمي کي محسوس

ڪندي، بيگم زينت عبدالله چنه ماهوار رسالو "مارئي" پنهنجي ادارت هيٺ جاري ڪيو. هن رسالي جي قيام سان عورتن ۾ لکڻ جو اتساهه اچا به وڌيو ۽ پوءِ ڪيترين ئي عورتن لکڻ شروع ڪيو. انهيءَ عرصي دوران هندستان ۾ پڻ سنڌي عورتن لکڻ شروع ڪيو. سندن ڪهاڻيون هندستان ۾ به ڇپيو ته سنڌ ۾ پڻ. بلڪ سندن ڪجهه ڪهاڻين جا مجموعا به سنڌ ۾ ڇپيا آهن. انهن ليکڪائن مان سندري اتم چنداڻي قابل ذڪر آهي.

ٻيــو دور

ماهوار "نئين زندگي" جي حوالي سان 1960ع کان پوءِ ڪيترا نوان نالا ملن ٿا، جهڙوڪ: زيب. اي شيخ، ثريا ياسمين، نسيم ابڙو، مس نسيم، جميله نرگس، مهتاب چنه وغيره. مهتاب چنه مقاله نگار آهي، باقي سڀ افسانا نگار آهن.

ون يونٽ ٺهڻ بعد سنڌي ليکڪن سان گڏ سنڌي ليکڪائن پڻ پاڻ پتوڙيو. جڏهن ون يونٽ خلاف سنڌ ۾ ڀرپور تحريڪ جاري هئي ته انهي ئي دور ۾ 1965ع ۾ عورتن جو هڪ رسالو ماهوار "اديون" جاري ٿيو. بيگم خديجه دائودپوٽو ان رسالي جي روح روان ۽ ايڊيٽر هئي. هن رسالي به سنڌي عورتن جي سجاڳي ۽ ڀلائي لاءِ تمام گهڻو پاڻ پتوڙيو، جنهن جي نتيجي ۾ ڪيتريون ئي نيون ليکڪائون پيدا ٿيون. هي رسالو سنڌي عورتن لاءِ درسگاهه ثابت ٿيو. ان کان پوءِ 1972ع ۾ گل بانو سلطان جي ادارت هيٺ عورتن جو هڪ ٻيو ماهوار رسالو "سوجهرو" جاري ٿيون. فهميده ميمڻ، نرگس، سحر امداد ان جو مددگار هيون.

1965ع کان پوءِ سنڌي عورتن اچا به اڳتي قدم وڌايو. جڏهن سنڌي عورتون ٻاهرين ملڪن سان روشناس ٿيون ته هنن واپسيءَ تي پنهنجي سفرنامن کي فلمي روپ ڏنو. ان سلسلي ۾ مس زيب. اي شيخ، "سنڌ کان سوات تائين" سفرنامو لکيو. ان کان پوءِ فهميده حسين جو سفرنامو "هوائن جي آڌار" ۽ ان کان ڪافي پوءِ مهتاب محبوب جا سفرناما "اندر جنين اڄ" ۽ "سرهي سرهي سار" ڇپجي پڌرا ٿيا. مهتاب محبوب جا سفرنامه اسلوب بيان جي لحاظ کان نهايت اهم ۽ دلچسپ آهن.

### ٽيون دور

1970ع کان پوءِ ساهتڪار عورتن ۾ اچا به اضافو ٿيو ۽ ڪيتريون نئي نيون ليکڪائون سامهون آيون، جهڙوڪ: خيرالنساءِ جعفري، نورالهديٰ شاهه، نذيران ناز، مريم مجيدي، ثريا سوز ڏيپلائي، رعنا شفيق صديقي، تنوير جوڻيجو، زرينه بلوچ ۽ سوسن مرزا وغيره.

خيرالنساءِ جعفري جي لکڻ جو اسلوب مڙني سنڌي ليکڪائن کان نرالو آهي، مسئلا ته اهي ئي هيا جي اسان جي سنڌي سماج ۾ عورت سان پيش آيا ٿي، پر هن جي قلم جي سگهه ان مسئلي کي ويتر شدت سان پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري ٿو. ان لاءِ ائين چئجي ته سنڌي عورت ساهتڪارن ۾ خيرالنساءِ جعفري جو انداز انوکو رهيو آهي.

نورالهديٰ شاهه جي ڪهاڻين جو موضوع خاص طرح اهي عورتون آهن، جيڪي ميرن، پيرن ۽ وڏيرن جي حويلين ۾ قيد آهن. جيڪي پنهنجي مرضيءَ سان نه ته چري پري سگهن ٿيون، ۽ نه وري پنهنجي مرضيءَ سان ساهه کڻي سگهن ٿيون. پنهنجا جذبا ۽ خواهشون سيني ۾ دفن ڪري ميڻ بتيءَ وانگر پگهري اجهامي وڃن ٿيون، پر ڪجهه چوڻ آکڻ يا ڪرڻ جي کين اجازت ناهي.

ٻئي طرف هن انهن عورتن کي پڻ پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو آهي، جيڪي جسم فروشيءَ جو ڌنڌو ڪن ٿيون ۽ ناجائز ٻار پيدا ڪري کين گهٽو ڏئي ماري ڇڏين ٿيون. مطلب ته نورالهديٰ شاهه جي ڪهاڻين جو موضوع سماج ۽ ڪردار معاشري جا جيئرا جاڳندا فرد آهن.

ثريا سوز ڏيپلائي شاعره به آهي ته ڪهاڻيڪار به آهي. سندس ڪهاڻين ۽ شاعريءَ جو موضوع عورت جو اصل مقام آهي. هن عورتن جي اصل مقام ڏانهن اشارو ڪري، ان جي اهميت واضح ڪري ٿي. هن عورت تي ٿيڻ وارن ظلمن کي ڏسي سماج جي ٺيڪيدارن جي مذمت ڪئي آهي.

تنوير جوڻيجو جي ڪهاڻين جو موضوع صدين جو انڌو، گونگو ۽ ٻوڙو سماج آهي. رعنا شفيق جي ڪهاڻين جو موضوع عورتن سان لاڳو مسئلا آهن.

فهميده حسين هڪ ئي وقت افسانہ نگار ۽ مقالہ نگار آهي. سندس تحقيق ۽ تنقيد جو محور هميشه عورت رهيو آهي.

نذير ناز افسانا نگار سان گڏوگڏ شاعره بہ آهي. سندس ڪهاڻين ۽ شاعريءَ جو موضوع اها عورت آهي، جيڪا تمام گهڻو جذباتي آهي. عورت جي نرم سڀاءُ، مزاج، پيار، وفاداري، انتظام ۽ انتقام سندس خاص موضوع آهن.

انهن کان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ليکڪائون آهن، جن مان ڪجهہ افسانہ نگار آهن، ڪجهہ مضمون نگار ۽ ڪجهہ مقالہ نگار ۽ ڪي شاعره بہ آهن. زيب. اي شيخ افسانہ نگاري سان گڏوگڏ مضامين بہ لکيا آهن. ڪن عورتن فقط مقالا لکيا آهن. جن ۾ امينہ خميساڻي، مهتاب اڪبر راشدي، ڊاڪٽر فهميده حسين وغيره قابل ذڪر آهن.

ڪن عورتن مضامين سان گڏوگڏ شاعري بہ ڪئي آهي. انهن مان نور شاهين، مريم مجيدي، ثريا سوز ڏيپلائي، پشپا ولڀ ۽ شبنم گل قابل ذڪر آهن.

نور شاهين، مريم مجيدي، ثريا سوز ڏيپلائي، پشپا ولڀ ۽ شبنم گل جي سڃاڻپ شاعريءَ جي حوالي سان ٿي آهي. هنن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن ۽ عورت کي موضوع بڻايو آهي.

موجوده دور ۾ ڪيتريون ئي عورتون افسانا، شاعري ۽ مضامين لکي رهيون آهن. ڪجهہ عورتن تحقيق جي ميدان ۾ بہ ڪم ڪيو آهي. اهڙين عورتن ۾ فهميده حسين، حسين بانو، قابل ذڪر آهن. فهميده حسين جي پي ايڇ. ڊي جو تحقيقي مقالو شايع ٿي چڪو آهي. ان جو موضوع ”شاهہ لطيف جي شاعري ۾ عورت جو روپ“ آهي. شاهہ لطيف جي شاعريءَ ۾ عورتن جو ذڪر ۾ جن ٻن ساهتڪار عورتن پي ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. اهي آهن فهميده حسن ۽ حسينہ بانو.

موجوده دور ۾ ڪيتريون ئي عورتون افسانا، مقالا ۽ مضامين، تنقيد ۽ شاعري لکي رهيون آهن، جيڪڏهن انهن جا فقط نالا ڄاڻائجن تڏهن بہ ڪيئي صفحا درڪار ٿيندا. مٿي فقط انهن ساهتڪار عورتن جا نالا ڏنا ويا آهن، جن پنهنجي ادبي حيثيت مڃرائي آهي.

# مقالات الحڪمت تي هڪ نظر

”مقالات الحڪمت“ مضمونن جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ سمورا مضمون هڪ ئي مصنف جا آهن. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، مرحوم انگريزي مضمونن جي بهترين ڪتاب ”بيڪنس ايسيز“ جو ترجمو ڪري، ان تي مٿيون نالو ڏنو. مرزا صاحب 1879ع ۾ هي ترجمو ڪيو، ۽ 1876ع ۾ پهريون ڀيرو ڇپيو. ڪتاب ۾ ڪيترن ئي موضوعن تي مضمون آهن، ۽ هر مضمون ۾ ڪيترائي علم ۽ حڪمت جا نڪتا سمايل آهن. هر ڳالهه دليلن سان ۽ فلسفيانه انداز ۾ سمجهايل آهي. انداز بيان نهايت سلجهيل، سوڌو ۽ منفرد آهي. طرز تحرير ۾ تاثر آهي، ۽ رواني آهي. ٻولي سولي، عام فهم ۽ سلوڻي آهي. خيال ۽ فڪر ڏاريا آهن، پر انهن ۾ مترجم هڪ پنهنجپائي ۽ نواڻ پيدا ڪئي آهي. اصل ڪتاب نهايت ڳوڙهو هو، پر مرزا صاحب هر ڳالهه سولي نمونيءَ سمجهائي آهي. هڪ انگريز نقاد جو چوڻ آهي، ته هنن مضمونن جي مجموعي کي جيڪڏهن ويهه ڀيرا وري وري پڙهبو، ته هر ڀيري نئين نئين معنيٰ ظاهر ٿيندي. اهڙي پر معنيٰ ڪتاب جو ترجمو اهڙي ته سهڻي نموني ڪيو ويو آهي، جو طبعزاد پيو معلوم ٿئي، ۽ مفهوم اهڙي سولي نموني سمجهايل آهي، جو جلد ذهن نشين ٿي ويندو.

جن موضوعن تي مضمون لکيا ويا آهن، انهن جو انسان جي زندگيءَ سان گهرو واسطو آهي. ائين ٿو ڀائنجي ته مصنف زندگيءَ جي ننڍين ننڍين ڳالهين کي ويجهو ويهي ڏٺو آهي. هر ڳالهه کي چڱيءَ طرح پرکيو ۽ پروڙيو آهي، ۽ حقائق معلوم ڪيا آهن. ان کان پوءِ هن پنهنجي اڀياس ۽ ذاتي سوچ ويچار موجب اهم ڳالهين متعلق پنهنجا صحيح فيصلا ڏنا آهن ۽ پڙهندڙن کي سٺي نموني زندگي گذارڻ لاءِ مشورا ڏنا آهن. جيتوڻيڪ مضمونن ۾ فلسفو ۽ فڪر آهي، تڏهن به خيال منجهيل ۽ الجهيل ڪونه آهن. فن جي لحاظ کان ته هي مضمون وڏي اهميت رکن ٿا. مصنف توڙي مترجم لفظن کان اهم ۽ وڏو ڪم ورتو آهي. ٿورا جملا پاڻ ۾ علم ۽ حڪمت جو درياءُ رکن ٿا. هن هيٺ مکيه مضمونن جو تعارف ڏجي ٿو:

سـچ:

ڀهريون مضمون سچ تي آهي، سچ بابت مختلف ماڻهن جا رايا ڏيئي، سچ جي اهميت ذهن نشين ڪرائي ويئي آهي. زندگيءَ جي حقائق مان ڀهريون "حق" سچ آهي. مصنف ان ڪي منڍ ۾ آڻي پنهنجي دانشمنديءَ جو ثبوت ڏنو آهي. ڪنهن بہ ڳالهہ جي اهميت تڏهن ظاهر ٿيندي آهي، جڏهن ان جو ضد بہ پيش ڪيو ويندو آهي. هن مضمون ۾ بہ سچ جو ضد ڪوڙ بيان ڪيو ويو آهي، تہ اهو ڪيڏو نہ اونداهو آهي. هو ڪوڙ کي ائين ٿو ڏيکاري جڻ هو خدا جو دشمن آهي، ۽ ان جي سامهون اچي ٿو. ان مان سچ جي اهميت نمايان ٿئي ٿي، تہ سچ "حق" آهي، قدرت جو قاعدو آهي، الله تعاليٰ جي فطرت آهي، ۽ الله تعاليٰ جي منشا آهي.

ٻين ٻن مضمونن ۾ "موت" ۽ "دوستيءَ" تي ويچار ڏنل آهن. موت جي باري ۾ سندس خيال آهي تہ مرڻ بہ اهڙو سياويڪ آهي، جهڙوڪ: جمڻ. هن ۾ اهو بہ ڏيکاريل آهي تہ فطري طرح موت کان پوءِ انسان موتيءَ جون خاميون بيان نہ ڪندو آهي. انهيءَ ڪري سندس خيال آهي تہ موت ناليءَ ۽ ناموس جو در کولي ٿو: "دوستيءَ" واري مضمون ۾ مثالن ۽ دليلن سان سچيءَ دوستيءَ جا فائدا بيان ڪيل آهن، ۽ ان جون خصوصيتون سمجهايل آهن.

هڪ مضمون، "پڙهڻ يا اڀياس ڪرڻ" جي باري ۾ آهي، جنهن ۾ مطالعي ڪرڻ جي اهميت بيان ڪئي ويئي آهي، ۽ سمجهايل آهي، تہ ڪهڙن ڪتابن جو مطالعو ڪجي ۽ اهو ڪيئن ڪجي. هڪ مضمون "خرچ" متعلق آهي، جنهن ۾ ڏيکاريل آهي تہ دولت ڪيئن خرچ ڪجي جو ان جو مصرف عوام لاءِ فائديمند ٿئي. هڪ مضمون "تندرستيءَ" جي باري ۾ آهي. جنهن ۾ ڏيکاريل آهي، تہ تندرستي ڪيڏي نہ وڏي نعمت آهي. هڪ مضمون "شڪ يا گمان" جي باري ۾ آهي، جنهن ۾ شڪ يا گمان جون خاميون بيان ڪري، ان کان پاسي رهڻ جي هدايت ڪئي ويئي آهي. سندس خيال آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ۾ شڪ وجهبو، تہ هو ايماندار ڪونہ رهندو. هڪ مضمون "ڏک يا بدبختيءَ" بابت آهي، جنهن ۾ ڏک بابت پنهنجا ۽ ٻين جا ويچار آندل آهن. سندس خيال آهي تہ جيڪڏهن نفس کي زير ڪرڻ ۽ ان تي

حڪم هلائڻ هڪ قسم جو معجزو آهي، ته اهڙا معجزا اڪثر ڏک جي حالت ۾ ڏسجن ٿا.

هڪ مضمون "بحث ۽ گفتگو ڪرڻ" تي آهي، جنهن ۾ سمجهايل آهي ته ڪن ماڻهن جي عادت هوندي آهي ته هو ٻئي تي هرويرو ٽوڪ ڪندا آهن، ۽ ڪج بحثي ڪندا آهن. هو انهن کي نندي ٿو، ۽ ڪانئن پري رهڻ جي هدايت ڪري ٿو. "دولت" بابت به هڪ مضمون ۾ چڱا ويچار آندل آهن. ان ۾ هن ڏيکاريو آهي ته چڱن اپائن ۽ حق حلال جي پورهئي سان دولت تمام هوريان گڏ ٿئي ٿي، پر ڦرلٽ ۽ ٺڳيءَ سان تمام جلد جمع ٿئي ٿي. اڳي درسي ڪتابن ۾ هڪ نظم هوندو هو، جنهن جي مصرع هيٺينءَ ريت هوندي هئي، جيڪا انهيءَ ڳالهه جي ترجماني ڪري ٿي.

"دنيا ڪوڙ، سان ڪوڙ جا گڏ ٿئي."

ان کان سواءِ انساني زندگيءَ سان تعلق رکندڙ ٻين ڪيترن موضوعن تي خيال ظاهر ڪري، سني ۽ سڌي رستي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. هڪ مضمون ۾ وير وٺڻ کي ننديو اٿس، ۽ سمجهايو اٿس ته وير جهنگلي قسم جو انصاف آهي. ٻئي مضمون ۾ خدمتگار ۽ يار جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيون اٿس. "تعريف" يا ساراهه بابت به پنهنجا ويچار بيان ڪيا اٿس، ته ڪاوڙ ۽ چڙ جا سبب ۽ نتيجا به سمجهايا اٿس. هڪ مضمون ۾ "انهيءَ ڳالهه تي بحث ڪيو اٿس ته پرڏيهه چڱو آهي، يا ڄڙو رهڻ چڱو آهي؟ سندس خيال آهي ته پرڏيهه وڌيڪ افضل آهي. هو چوي ٿو ته پرٽي کي ڏڪارڻ ڪري، عام سپاهي نيچ تي پوي ٿو. هڪ مضمون ۾ جوانيءَ ۽ پيريءَ بابت ويچار آندا اٿس. هن ۾ مختلف ماڻهن جون طبيعتون به ڏيکاريون اٿس، ته سڀ ماڻهو زندگيءَ جي پهرئين يا پوئين دور ۾ هڪ سياءَ وارا نه ٿا ٿين. هڪ مضمون "خوبصورتيءَ" بابت آهي، ته پيو وري "بدصورتيءَ" بابت به آهي. انهن ۾ "حسن" ۽ "قبح" کي پرکڻ جا نڪتا بيان ڪيا اٿس. هڪ مضمون "ڍونگ" بابت آهي، جنهن ۾ ڏيکاريو اٿس ته پاڻ کي لڪائڻ جا ڪهڙا نمونا ۽ درجا آهن. هڪ مضمون ۾ "حسد" بابت خيال آندل آهن، ۽ تاريخي مثالن ذريعي ان جا خراب نتيجا ڏيکاريا ويا آهن. "عشق" بابت به مضمون آهي، جنهن ۾ هن جو نقطه نگاهه اهو آهي ته عشق

شعر ۾ تہ لطف ڏئي ٿو، پر دنيوي ڪمن ۾ نقصان پهچائي ٿو. هڪ ڏاهي جو قول آندو اٿس، پوءِ ان جي وضاحت ڪندي، مختلف عشقن جي نوعيت ۽ ان جا نتيجا بہ ڏيکاريا اٿس. شاديءَ واري عشق مان انسان پيدا ٿئي ٿو، دوستيءَ ۽ محبت واري عشق مان انسان سڌري ٿو. نفساني ۽ شهواني عشق مان انسان ڪري ۽ ڪميڻو ٿئي ٿو. هڪ مضمون "وڏي درجي" بابت آهي، جنهن ۾ اهو ڏيکاريل آهي تہ وڏي درجي جي پرم قائم رکڻ لاءِ ماڻهوءَ کي محتاط رهڻو پوي ٿو، جنهن ڪري هن جي آزادي ختم ٿي وڃي ٿي. هڪ مضمون "جراعت" بابت آهي. جنهن ۾ انسان جي جراعت جون خوبيون ۽ خوصيتون بيان ڪيل آهن. انسان جي نيڪ خوئيءَ ۽ نيڪ طبيعتيءَ بابت هڪ مضمون آهي، جنهن ۾ نيڪيءَ جون علامتون بيان ڪيل آهن، ۽ ڏيکاريل آهي تہ انسان ذات جي ڀلي لاءِ انسان کي نيڪ خوئي اختيار ڪرڻ گهرجي. هڪ مضمون ۾ "اميريءَ ۽ وڏ ماڻهپيءَ" لاءِ ويچار آندا اٿس. هڪ مضمون "دنگي ۽ فساد" بابت آهي، جنهن ۾ فسادن ۽ دنگن جا نقصان بيان ڪري، اهو بہ ڄاڻايو اٿس تہ اهي ڪيئن پيدا ٿين ٿا. سندس خيال ۾ فساد جي جڙ افواهہ آهن. هڪ مضمون "ڪفر" يا خدا کي نہ مڃڻ بابت آهي، جنهن ۾ خدا جي وجود تي بحث ڪري، ڏيکاريو اٿس، تہ خدا آهي، ۽ ان کي نہ مڃڻ وڏي بدبختي آهي. هو چوي ٿو تہ جيڪي ماڻهو خدا تعاليٰ کان ڦريل آهن، ۽ سندس هستيءَ جو انڪار ڪن ٿا، اهي انسان ذات جو شرف ڪڍيو ڇڏين، ڇاڪاڻ تہ انسان جسم ۾ ٻين جانورن جهڙو آهي، ۽ روح ۾ خدا تعاليٰ جهڙو نہ هوندو، تہ مخلوق ۾ نيچ ۽ ڪميڻو آهي. هڪ مضمون ۾ "پرم يا تقليد" بابت ويچار آهن. پرم جا سبب هن طرح بيان ڪري ٿو، جيڪي بلڪل صحيح معلوم ٿين ٿا: نفس کي مزو ڏيندڙ ۽ عيش عشرت واريون رسمون، دين جو رکو ٻاهريون ڏيک، ڪنهن ڳالهہ ۾ اعتدال کي پاسي رکي، حد کان وڌيڪ وڌڻ، گذريل روايتن جي نهايت گهڻي عزت رکڻ، نام نهاد مذهبي رهنمائن جي لالچ ۽ لوڀ، ماڻهن جي نيت ۽ ارادي کي چڱو سمجهڻ ۽ منجهن بيجڙائي وغيره جو شڪ نہ آڻن، خدائي ڳالهين جو انساني ڳالهين موجب قياس ڪرڻ وغيره. هڪ مضمون ۾ "سفر ۽ سير ڪرڻ" جا فائدا بيان ڪيل آهن. "بادشاهيءَ" بابت هڪ مضمون ۾ ويچار آندل آهن،

جنهن ۾ ڏيکاريل آهي تہ حاڪم ڪهڙي نموني هلي، جو حڪومت جو انتظام سهڻو رهي ۽ ڪنهن تي ظلم يا زيادتي نہ ٿئي. مشوري ۽ مصلحت جي اهميت، ۽ انهن جي سٺن نتيجن بابت هڪ مضمون آهي. ۾ ان سان گڏ اهو بہ ڄاڻايو اٿس تہ مشير ڀُولي اهڙا رکجن، جيڪي نيڪ ۽ مفيد صلاح ڏين. گهڻن انسانن ۾ دير جي عادت هوندي آهي. هو ڪم ڪرڻ جي صلاحيت ۽ قدرت رکندا آهن، پر ان کي سرانجام ڏيڻ ۾ گيسر ڪندا آهن، جنهن ڪري وقتي تمام خراب نتيجا نڪرندا آهن. پر ساڳئي وقت جلد بازي بہ نقصانڪار آهي. هڪ مضمون ۾ اهي ڳالهيون ذهن نشين ڪرايل آهن.

هڪ مضمون ۾ "نڪيءَ" کي ننديو ويو آهي، ۽ ان جا آڪرا نتيجا بيان ڪيا ويا آهن. "خود مطلبيءَ" کي بہ ننڊڻ بابت هڪ مضمون آهي. سندس خيال آهي تہ خود مطلبي فقط پنهنجو پاڻ کي ئي اهميت ڏئي ٿو. هن جو خيال آهي تہ پاڻ سان اهڙو سچو ۽ وفادار ٿجي جو ملڪ ۽ قوم سان ڪوڙو ۽ بي ايمان ٿيڻو نہ پوي. دنيا ۾ هر گهڙيءَ نوان ڦيرا ۽ انقلاب اچن ٿا، جنهن ڪري نيون ڳالهيون ۽ روايتون پيدا ٿين ٿيون. هڪ مضمون ۾ نئين دستور ۽ نين ڳالهين تي روشني وڌي ويئي آهي. سندس خيال آهي تہ زماني جي ڦرڻ سان پراڻيون چڱيون ڳالهيون ۽ چڱيون روايتون ڦري خراب ٿي پون ٿيون، تنهن ڪري انهن ۾ ڦيرو آڻي، انهن کي صحتمند بڻائجي. تڪڙ بابت بہ پنهنجا ويچار ڏنا اٿس، تہ اجائي اُبهرائي نقصان پهچائي ٿي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ "تڪڙ ڪم شيطان جو." هڪ مضمون ۾ "لالچ" کي ننديو اٿس، ۽ ان جا خراب نتيجا بيان ڪيا اٿس. هڪ مضمون ۾ طبيعت جو تجزيو ڪيون اٿس سندس خيال آهي تہ فقط عادت جي ڪري طبيعت بدلجي ٿي، ۽ جيتجي سگهي ٿي. هڪ مضمون ۾ ڏيکاريو اٿس تہ ڪي ماڻهو ڍونگ ڪري سياڻو سڏائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. پر سياڻو اهو آهي، جيڪو پنهنجيءَ سياڻپ ڪان متاثر ڪري. "عادت ۽ تعليم" بابت بہ هڪ مضمون ۾ ويچار ڏنل آهن. سندس خيال آهي تہ رسم ۽ عادت پڪي ۽ مڪمل تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن ننڍيءَ ڄمار ۾ شروع ٿيندي آهي، ۽ ان کي تعليم چوندا آهن. يعني تعليم جو مطلب آهي، ننڍي هوندي جي رسم يا عادت. "نصيب يا بخت" تي پنهنجا ويچار ڏيئي، ڏيکاريو اٿس تہ جيڪڏهن ماڻهو خبرداريءَ سان نهاريندو، تہ

نصيب يا بخت کي ڏسي سگهندو، چاڪاڻ تہ بخت جيتوڻيڪ پاڻ انڌو آهي، پر تڏهن بہ ٻين جي نظرن کان لڪل نہ ٿو رهي. هڪ مضمون ۾ وياج جا فائدا ۽ نقصان بيان ڪيا اٿس. ٻين سان تعلقات ڪيئن قائم ڪجن، ڪيئن واسطو رکجي، اهي ڳالهيون بہ هڪ مضمون ۾ سمجهايون اٿس. اٿڻ- ويهڻ جو سليقو بہ هڪ مضمون ۾ سمجهايو اٿس. "ٻڌاڪ" کي ننديدي، ڏيکاريو اٿس ٻڌاڪي ماڻهو هميشه فسادي ٿيندا آهن. "عزت ۽ آبرو" بابت بہ هڪ بحث ڪيو اٿس. هڪ مضمون ۾ ديني اتفاق ۽ اتحاد تي زور ڏيئي، اهو بہ ٻڌايو اٿس تہ اتفاق جا ڪهڙا اپاءُ ۽ وسيلا آهن.

هن مان معلوم ٿيندو تہ مصنف زندگيءَ سان واسطو رکندڙ هر مسئلي تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ۽ هدايت جي شمع ڪٽي سڌي رستي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. مترجم بہ اهڙيءَ نيت ۽ ارادي سان ان جو ڪامياب ترجمو ڪيو آهي. مصنف مسئلن تي بحث ڪندي فقط مغربي عالمن جا قول نہ ڏنا آهن، پر مترجم موقعي آهر ايراني شاعرن، حافظ رومي ۽ سعديءَ جا بيت بہ آندا آهن. انهيءَ ڪري مقصد جي وڌيڪ وضاحت ٿئي ٿي، ۽ ترجمو تخليق جي صورت وٺي بيهي ٿو.

# ادبي آئينو- هڪ نظر ۾

## مضمون نويسي:

ادبي آئينو مضمونن جو ڪتاب آهي. ان تي تبصري ڪرڻ کان اڳ ضروري آهي تہ مضمون نويسي تي روشني وڌي وڃي. عربيءَ ۾ "مقامہ"، فارسيءَ ۾ "مقالہ" ۽ انگريزيءَ ۾ essay اهڙي قسم جون شيون آهن. مضمون ۾ ليکڪ پنهنجا ذاتي ۽ انفرادي تجربا، مناسب ۽ موزون ترتيب سان بيان ڪندو آهي. يعني مضمون ۾ ليکڪ ڪنهن موضوع تي پنهنجي معلومات ۽ ذاتي لاڙن ۽ خيالن موجب روشني وجهندو آهي. انهيءَ ڪري مضمون کي نثر ۾ شعر چيو ويندو آهي. مقالي ۽ مضمون ۾ فرق آهي. مقالي ۾ ليکڪ ڪافي چنڊ ڇاڻ ڪان پوءِ پنهنجي تحقيق پيش ڪندو آهي. پر مضمون ۾ ليکڪ پنهنجي ذاتي معلومات، تجربن، مشاهدن ۽ سوچ ويچار جي آڌار تي ڪنهن موضوع کي واضح ڪندو آهي، ۽ زندگيءَ جي فلسفي کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ ڪري مضمون ۾ فلسفيانہ رنگ هوندو آهي، ۽ ان مان ليکڪ جي زندگيءَ جي جهلڪ نظر ايندي آهي. مضمون ۾ ليکڪ بحيثيت هڪ انسان جي معلوم ٿيندو آهي. ناول ۽ ڊرامي ۾ اديب جي شخصيت جو اهو حصو نظر اچي ٿو، جيڪو سندس ذهن ۽ فڪر سان تعلق رکي ٿو، پر مضمون ۾ اديب جي شخصيت جو اهو حصو اڪرن ۾ اچي ٿو، جيڪو ان جي خيالات ۽ نظريات سان گڏ فطري لاڙن کي بہ پڌري پٽ بيان ڪري ٿو. ننڍي ۾ ننڍي ۽ ڪين جهڙي شيءِ بہ مضمون جو عنوان بڻجي سگهي ٿي. مضمون ۾ جڏهن مصنف ڪنهن شيءِ تي روشني وجهندو آهي، تہ اها روشني رنگا رنگ هوندي آهي. ان مان روح کي راحت بہ ملندي آهي، تہ دلي سرور بہ حاصل ٿيندو آهي. ان سان گڏ ان جي زبان ۽ اسلوب بيان ۾ بہ لطافت ۽ انفراديت هوندي آهي. يعني مضمون لاءِ اختصار، بي ساختگي، زبان ۽ بيان جي لطافت، مقصدن جي سوڌائي ۽ ليکڪ جو فطري ۽ ذاتي لاڙو لازمي شيون آهن.

## سنڌي ادب ۾ مضمون نويسي:

شروع ۾ اخبار ۽ رسالو مضمون نويسي جي ترقيءَ جو اهم ذريعو هو. 1866ع ۾ سنڌسرڪار جي تعليم کاتي جي پاران "سنڌ سڌار" نالي هڪ پندرهن روزه رسالو جاري ٿيو، جنهن ۾ تعليم بابت ليک شايع ٿيندا هئا. اهڙيءَ طرح سنڌي زبان ۾ مضمون نويسي جي شروعات ٿي. پهريون وڏو مضمون جيڪو ڪتابي صورت ۾ ڇپيو، اهو هو "ديوان ڪوڙيمل" جو "پڪو پهه" جيڪو 1862ع ۾ ڇپيو. هن ۾ زناني تعليم جي فائدي ۾ مضبوط دليل ڏنل آهن. ان کان پوءِ مختلف عنوانن تي مضمونن جو پهريون مجموعو آهي: "مقالات الحڪمت"، جيڪو مرزا قليچ بيگ مرحوم 1877ع ۾ "بيڪنس ايسز" تان ترجمو ڪيو. ان کان پوءِ ڪيترن ئي ليکڪن مضمون لکيا آهن، جن مان ديوان ڏيارام گدومل، لعلچند امر ڏنومل، چيتمل پرسرام، صاحب سنگ شاهاڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، پرمانند ميوارام، ۽ ساڌو هيرانند جا نالا قابل ذڪر آهن. ساڌو هرانند جي مضمونن جو مجموعو "هيري جون ڪڻيون" جي نالي سان ڇپيو، جنهن ۾ ٻين ليکڪن جا مضمون به آهن. ان ۾ صاحب سنگ شاهاڻيءَ جو مضمون "وهيو" سنڌي زبان جي چند بهترين مضمونن مان هڪ آهي. مضمونن جو ٻيو بهترين مجموعو "گل ڦل" (ٻه ڀاڱا) آهي، جنهن ۾ اڪثر مضمون پرمانند ميوارام جا آهن. اهي مضمون پهريائين سندس اخبار "جوت"۾ ڇپيا. ان کان پوءِ وقت بوقت مضمونن جا مجموعا شايع ٿيندا رهيا آهن، جهڙوڪ: ديوان ڏيارام جو "گل دستو" (1907) نانڪرام ڌرمداس جو "بهارستان" ۽ "قول قليل" (1932)، ڊاڪٽر عمربن محمد دائودپوٽي جو "چونڊ سنڌي نثر نظم" (1940ع)، لال سنگ اجواڻي جو" ويچار"(1944)، نارائڻداس ملڪاڻي جو "ڳوناٽي چهر" (ٻه ڀاڱا) ۽"اناردانه"(1940)، تيرٿ و سنت جو "چٽگون" (1940)، رام پنجواڻي ۽ نارائڻداس ڀنڀاڻي جو "ادبي غنچو" (1935) لالچند امر ڏني جو "سدا گلاب"، عثمان علي انصاري جو "درس عمل"۽"ادبي انتخاب"، عطا حسين شاه موسوي مرحوم جو" ڪچ ڪوڏيون"۽ ليکراج ڪشنچند عزيز جو"ادبي آئينو" وغيره.

ورهاڱي کان پوءِ مضمون نويسيءَ ڏانهن تمام گهٽ ڌيان ڏنو ويو آهي. هن دور جي مضمون نويسن مان عطاحسين شاه موسوي مرحوم، ڊاڪٽر

دائود پوٽو مرحوم، عثمان علي انصاري مرحوم، علامہ آءِ. آءِ قاضي مرحوم، ڊاڪٽرعلي احمد قاضي مرحوم، آنجهاني جهامنداس ڀاٽيہ، ڪريم ڏنو راڄپر، پير علي محمد راشدي، پير حسام الدين راشدي، محمد اسماعيل عرساڻي، محمدبخش مجنون مرحوم ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا نالا قابل ذڪر آهن.

## ادبي آئينو

هي مضمونن جو مجموعو ليکراج ڪشنچند "عزيز" جو آهي، جيڪو پهريون ڀيرو 1941ع ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ ٻيو ڀيرو ويجهڙائيءَ ۾ ڇپيو آهي. هن مجموعي جي مضمونن ۾ ڪيترين ئي ڳالهين ۽ نڪتن بابت وٽندڙ ويچار آندا ويا آهن، ۽ زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي روشني وڌي ويئي آهي. هر ڳالهہ ڪي اخلاقي اقدار، انسان دوستي، سنڌي ثقافت جي سياء ۽ ساڃاه جي نظر سان ڏٺو، پرکيو ۽ پروڙيو ويو آهي. هن جيتوڻيڪ فلسفيانہ نڪتا واضح ڪيا آهن، پر سندس فڪر ۽ سوچ ۾ الجهاء ڪونهي. هر نڪتي ڪي پوري طرح نروار ڪري، انساني زندگيءَ جو هڪ واضح نڪتہ نظر بيان ڪري ٿو. هن جو فن توڙي فڪر نہ زندگيءَ جي حقائق کان پرانهون آهي، ۽ نہ زندگيءَ کان فرار يا دوري سيکاري ٿو. پر ان ۾ زندگيءَ جي سوچ ٻہ آهي، تہ ساءُ بہ آهي، پيار بہ آهي، تہ سوز بہ آهي. مطلب تہ سندس فن ۽ زندگيءَ جون سرحدون ويجهو اچي، هڪ ٻي سان ملي هڪ ٿي وڃن ٿيون. هو نہ فقط زندگيءَ جي نِلهي ترجماني ۽ عڪاسي ڪري ٿو، پر هو زندگيءَ کي سنوارڻ، سينگارڻ ۽ ڪارائتو بنائڻ جا گُڻ بہ ٻڌائي ٿو. هن هيٺ سندس مکيہ مضمون جو مفهوم ۽ تت بيان ڪيو وڃي ٿو، ۽ جائزو ورتو وڃي ٿو:

### انسان:

قدرت جي ڪارخاني ۾ انسان هڪ نرالي ۽ شرف واري حيثيت رکي ٿو. سڀني مخلوق ۾ هو هڪ نمايان ۽ بلند جڳهہ والاري ٿو. هن جي علم ڪائنات جي اسرارن کي پرکيو ۽ پروڙيو آهي. ڪائنات جي ڪا بہ شيءِ هن جي علم جي احاطي کان ٻاهر ڪانهي. سندس عقل جي ڪيڏ اڳيان سموريون طاقتور شيون بازيگر جي باندر وانگر نچن ٿيون. ان سلسلي ۾ سندس وک اڃان بہ وڌندڙ آهي: "هيتري ساري ڪماليت جو صاحب هوندي بہ انسان اهڙو

سياءُ وهيڻو آهي، جو ڪڏهن بہ هڪ حال تي مستقل نہ ٿو رهي.“

اهڙيءَ طرح انساني فطرت جو تجزيو ڪرڻ کان پوءِ انساني مزاج جا مختلف ۽ متضاد روپ ڏيکاريا ويا آهن. هو ڪڏهن سياڻو تہ ڪڏهن اياڻو، ڪڏهن رضا تي راضي، تہ ڪڏهن بي صبر ۽ جذباتي، ڪڏهن رحمدل تہ ڪڏهن بي قياس ۽ ظالم، ڪڏهن پهلوان تہ ڪڏهن گيدي. اها بہ انسان جي فطرت آهي، تہ هو هڪ نہ ٻي شيءِ پٺيان ڊوڙندو رهندو، بس نہ ايندس ۽ چپ ڪري نہ ويهندو. خود غرضي ۽ خودپسندي بہ سندس فطرت ۾ سمايل آهن، جنهن ڪري جنگيون ۽ جهيڙا ٿين ٿا. هو جيري لاءِ ٻڪري کهندي دير نہ ڪندو آهي. پر هو جڏهن انهن ڳالهين تي قبضو ڪري ٿو ۽ من ماري مات ڪري ٿو، تہ دنيا ۾ ڪنول گل جيان نرالو رهي ٿو، ۽ انسان ذات جي سک، سانت ۽ ساڃاهہ جو سبب بڻجي ٿو. هو سچ تي ساهہ ڏئي ٿو، ۽ وٽس ڏک سک جون سرحدون ملي هڪ ٿي وڃن ٿيون. هن جي دل جي ڪشادگيءَ ۽ وسعت ۾ وسيع ڪائنات سمائجي وڃي ٿي. اهو آهي ”پاڻ سڃاڻڻ“. جڏهن هو پاڻ سڃاڻي ٿو، تہ جڻ پنهنجي رب کي سڃاڻي ٿو ۽ پوءِ وٽس پيار ئي پيار رهي ٿو.

**محبت:**

محبت هڪ لطيف جذبو آهي، جيڪو دل سان تعلق رکي ٿو، ۽ انسان کي هر قسم جي قرباني ۽ ڪشالي لاءِ تيار ڪري ٿو. اها سڪ ۽ محبت ئي هئي، جنهن سسئيءَ کي جبل جهاڳڻ تي آماده ڪيو. محبت جو جذبو جڏهن وڌي ٿو، تہ خود محبوب جي دل ۾ بہ هڪ ڪيفيت پيدا ٿئي ٿي. سڪ کان سواءِ ساڃاهہ ڪانهي، ۽ محبت کان سواءِ معرفت نہ ٿي ملي. محبت جو روحاني پهلو پنهنجي مالڪ سان ملائي ٿو، ۽ ان جو جسماني پهلو دنيا ۾ هڪ صالح ۽ صحتمند معاشرو پيدا ڪري ٿو. محبت جا ٻہ قسم آهن: وجداني ۽ وارداتي. وجداني محبت، فطري آهي ۽ ان جو اعليٰ مثال ماءُ جي محبت آهي. وارداتي محبت هوريان هوريان پيدا ٿيندي آهي، ۽ ايري اسري پوري زور سان ظاهر ٿيندي آهي. هن ۾ انساني حواس هوريان هوريان زور ڇڏڻ لڳندا آهن ۽ نيٺ فنا تي ويندا آهن. وجداني محبت دنيا جي نظام لاءِ فائديمند آهي ۽ وارداتي محبت روح جي بقا ۽ معرفت جي منزل جو سبب بڻجي ٿي.

**سـچ:**

سچ ۾ اهڙي ڪا طاقت آهي، جو سوري به سيج وانگر پيئي لڳي، ۽ ڏک ۽ ڏولاوا به روح کي راحت پيا بخشين. مصنف سچ کي مخاطب ٿي چوي ٿـو: "توکي حق سڏين ٿا ۽ تو کي ئي ازلي نور جي سچي جهلڪ، جا ازل کان ابد تائين قائم رهي ٿي، باقي ٻي هرشيءِ کي فنا ٿا ڪوئين."

**اميد:**

اميد انساني زندگيءَ جو وڏو سهارو آهي. اميد نه هجي ها ته جيڪر انساني زندگي زهر ٿي پوي ها. زندگيءَ جي واٽ ۾ ڪڏهن ڏجها آهن، تـه ڪڏهن ڏولائا آهن، ڪڏهن ٻاٽ اونداهي آهي، تـه ڪڏهن ڏهڪائيندڙ ڏاڍ آهن. اهڙين حـالتن ۾ اميـد جو تـرورو راهـه روشـن ڪيـو ڇڏي ۽ دل تـان مونجهاري ۽ ڳڻتين جا بار لاهيو ڇڏي.

اهڙي طرح هرهڪ مضمون ۾ ڪنهن نه ڪنهن فلسفيانه نڪتي جي وضاحت ڪيل آهي، ۽ انساني فطرت ۽ مزاج جي هر پهلوءَ جي حقيقت پسندانه نموني ترجماني ڪيل آهي. سندس نقطه نظر به سلجهيل آهي. هو نصيحت جا نڪتا ۽ اخلاق جا اصول نروار ڪندي، روحاني پهلو جي اهميت به واضح ڪري ٿو. مٿي اهڙن مضمونن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جيڪي فلسفيانه نڪتن سان تعلق رکن ٿا. ڪي مضمون اهڙا به آهن، جن ۾ منظر نگاري ۽ واقع نگاري ڪندي، روحاني راز ۽ انساني سياءَ جا ڳڻ بيان ڪيا ويا آهن.

**سهائي رات:**

"سهائي رات" واري مضمون ۾ هو ان پياري رات جي هر خوبي بيان ڪري ٿو، تـه سهائي رات نـه فقط انسانن جي روح کي راحت رسائي ٿي، پر جيت جنيا، پکي پکڻ به ان کي پيار ڪن ٿا: "ان جو اجالو اکين کي نور ۽ دل کي سرور بخشي ٿو:"

**قوم جي بزرگ هستي:**

"قوم جي بزرگ هستي" واري مضمون ۾ ان ماڻهوءَ جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيو ويئون آهن، جنهن کي اسين صحيح معنيٰ ۾ قوم جو رهنما ۽ رهبر چئي سگهون ٿا.

شعر و شاعري:

"شعر و شاعري" واري مضمون ۾ وري شاعريءَ جا گڻ ۽ ڪارج بيان ڪيا ويا آهن، ۽ شاعر جي بيحد حساس طبع جي ترجماني ڪئي ويئي آهي. چوي ٿو: "عالم امڪان جا مشاهدا ۽ عالم غيب جا محسوسات هن جي اندر مان درياهه وانگر اڌمي ٻاهر نڪرندا آهن."

ڪن مضمونن ۾ سماجي برايون نکيڙي نروار ڪيون ويئون آهن، ۽ ۽ سماج تي ڀرپور طنز ڪئي ويئي آهي. ان مان سندس مقصد اصلاحي ۽ تعميري آهي. ان سلسلي ۾ سندس مضمون: "مقاطعن جو نيلام" "جيوڻ جت" ۽ "رنگ ۾ ڀنگ" پيش ڪري سگهجن ٿا. "مقاطعن جو نيلام" واري مضمون ۾ سندس هڪ ماڻهوءَ سان گفتگو نهايت بامقصد آهي. ادبي ۽ تنقيدي مضمونن جي سلسلي ۾ "لطيفي لات" ۽ "سامي جا سلوڪ" نهايت معياري آهن. انهن ۾ ٻن وڏن شاعرن جي فن ۽ فڪر جو تجزيو ڪيو ويو اهي. لطيفي لات واري مضمون ۾ هڪ واقعاتي تاثر پيدا ڪري شاهه صاحب جي وطنيت بابت لکيو اٿس، تہ "هن وٽ وطنيت جو مطلب آهي: "وطن جي هر چيز سان پيار، جنهن ۾ نہ رڳو وطن جون نهيل شيون، پر ديس جي هر پيدائش، ماڻهو ڇيڙو، ڏور ڏڳا، جهرجهنگ، وڻ ٽڻ، رڻ پٽ، نديون نارا اچي وڃن ٿا."

ساميءَ جي شاعريءَ بابت لکيو اٿس: "هو چوي ٿو تہ سنسار اٿهوندو آهي ۽ مايا سين کي ول ڇل سان موهي ويئي آهي ۽ اسين اوديا سبب ان کي پنهنجو سمجهي ويٺا آهيون ۽ اجايا ڏک پيا سهون. تنهنڪري جڳائي تہ مايا کان ڪنارو ڪري ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، ۽ اهنڪار کي جيتي ڪال کٽي اڪال ٿيون."

ڪي مضمون شاه صاحب جي مصرعن تي بہ لکيا اٿس، جن ۾ انسان سياءَ جا نڪتا ۽ زندگي جا حقائق بيان ڪيا ويا آهن. هر مضمون ۾ شاعرانہ تڙپ معلوم ٿئي ٿي. ڪيس زبان ۽ بيان تي پورو عبور حاصل آهي. سندس اسلوب بيان منفرد ۽ نرالو آهي. هو سادا ۽ منڙا لفظ ڪم آڻي ٿو ۽ تشبيهن ۽ استعارن، پهاڪن ۽ اصطلاحن سان عبارت ۾ زور پيدا ڪري ٿو. سندس تخيل جو پرواز نهايت اتانهون آهي.

# ڪڇ ڪوڏيون - هڪ نظر ۾

هي مضمونن جو مجموعو سائين عطا حسين شاه موسوي مرحوم جي فن ۽ فڪر جو حسين شاهڪار آهي. مصنف پنهنجي مضمونن ۾ پنهنجا خيال ۽ ويچار نهايت سهڻي نموني سمايا آهن، ۽ سنڌي تهذيب ۽ تمدن جي سڀاءَ جي نهايت صحيح نموني عڪاسي ڪئي آهي. هن ۾ نہ غير ملڪي نظرين جا نقالي آهي ۽ نہ منطقي مونجهارو آهي. هر نڪتو سولي ۽ سلوڻي نموني سمجهايل آهي ۽ ٻولي بہ ڏاڍي وڻندڙ ۽ نيٺ سنڌي ڪتب آندي ويئي آهي. هر معاملي سان پورو پورو انصاف ڪيو ويو آهي، ۽ حقيقت پسندي ڪي هٿان نہ ڇڏيو ويو آهي.

مصنف عام رواجي عنوانن کي پنهنجي مضمونن لاءِ تجويز ڪيو آهي، جن ۾ ڪنهن بہ قسم جي اجنبيت نظر نہ ايندي. اسلوب بيان ۾ بہ انفراديت آهي، جنهن جو اندازو نهايت دلچسپ، وڻندڙ ۽ سادو آهي. موزون لفظن، مناسب مقامي محاورن ۽ عبارت ۾ هڪ خوش آهنگي پيدا ڪئي آهي. اختصار جي باوجود مضمون جو مقصد ۽ مفهوم پوريءَ طرح چٽو ۽ نهايت اثرائتو آهي. اسلوب بيان جي انفراديت، لفظن جي وڻندڙ ۽ نهندڙ جڙاءَ، ٻوليءَ جي سادگي ۽ شگفتيءَ، محاورن جي موزون استعمال، مضمونن جي اهميت ۽ خصوصيت وڌائي ڇڏي آهي. مطلب تہ مضمونن ۾ گوناگون خوبيون جمع ڪيون ويئون آهن، ۽ هر مضمون جو رنگ ۽ ڍنگ جداگانہ آهي. يعني مجموعو پُر بهار باغ مثل آهي، جنهن ۾ هر قسم جا گل جهرمر لڳايون بيٺا آهن، ۽ هر گل جي پنهنجي سرهاڻ ۽ سڳنڌ آهي.

هن مضمونن مان ڪيترن مضمونن ۾ سماج جي اوڻاين ۽ ارڏاين تي ڀرپور طنز ڪئي ويئي آهي. ڪٿي وري سهڻي ۽ سهائيندڙ مزاح وارو رنگ اختيار ڪيو ويو آهي، ۽ معاشري جي عام براين تان پردو لاهي، انهن کي اصلي روپ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. ڪن جاين تي اهڙي قسم جي مزاح تير ۽ نشتر جو ڪم ڏني تي ۽ زندگيءَ جي هڪ تلخ تنقيد بڻجي پوي ٿي. ان مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ منهن مان تہ ڪل جي ڳالهہ نڪري ٿي، پر

حقيقت ۾ اها دل ۾ لڪل درد جي دانهن آهي؛ جنهن کي مرڪي مرهم پٽي ڪئي ويئي آهي. ڪل ۽ ڳوڙها، گل ۽ ڪنڊا، پاڇا ۽ پڙلاءَ جڻ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ۽ ڳتيل آهن. لڙڪ وهندا رهن ٿا ۽ چپ ڪلندا رهن ٿا. مطلب ته "ڪچ ڪوڏيون" دراصل مائڪ موتي لعل ۽ هيرا جواهر آهن، جن جي جوت، جيوت کي جرڪائي ٿي. مکيه مضمونن جو مختصر تعارف ۽ تت هيٺ ڏجي ٿو:

## حضـرت انسـان:

زندگي بي ثبات آهي، انسان هڪ پل جو مهمان آهي، ۽ حياتيءَ جي هڪ پل تي به ڀروسو ڪونهي. انسان نٻل ۽ ڪمزور آهي. ۽ شادي خانه آباديءَ جي بدران بربادي ۽ ناشادي آهي. انهيءَ ڪري غرور ۽ تڪبر اجايو آهي. دنيا گهڙيءَ جو چٽڪو آهي. انهيءَ ڪري هي ناهه نوهه اجايو ۽ هي شان و شوڪت فضول آهي. انسان سونهن جو سردار ۽ شڪل جو خوبصورت آهي. منجهس ڪيتريون خوبيون ۽ مختلف عناصر موجود آهن. جيڪڏهن منجهس رحم جو جذبو آهي ته ظلم جو عنصر به آهي؛ مروت آهي ته بي مروتي به آهي؛ خوشي آهي ته غم به آهي؛ محبت آهي ته نفرت بـه آهي. جيڪڏهن خوش مزاج هوندو ته ماڻهو مٿس قربان پيا ٿيندا، پر جيڪڏهن رکي ۽ بخيل طبيعت جو هوندو ته ڌڪاريو ويندو. اخلاق ۽ مهرباني ئي انسان کي سرداري بخشي ٿي. خدا وارن جي صحبت مان فيض حاصل ٿئي ٿو، دنيا ۽ عقبيٰ جا راز کلن ٿا. پيار سان پالڻهار ملي ٿو ۽ نِوڙت ۽ نياز، مانَ ۽ مرتبو حاصل ٿئي ٿو. انسان ڪڏهن گهوٽ آهي؛ ڪڏهن مڙهه آهي؛ ڪڏهن ملڪ جو حڪمران آهي ته ڪڏهن وري مٽيءَ جي مٽن هيٺ آهي.

"نوڙت منجهان نهال، تون البت ٿيندين آدمي"

## حياتيءَ جي حيرت:

حياتيءَ جا ڪيترائي رنگ روپ آهن. ڪٿي انسان پيسي لاءِ محتاج آهي، ته ڪٿي وري سون رپو پيو ڪارو ٿئي. ڪٿي دوا درمل لاءِ ڪوڏي به ڪانهي، ته ڪٿي وري عيش عشرت لاءِ لک پيا لٽجن. درياهه جي ڪپر تي ويهي پاڻيءَ کي هٿن سان ڇاڇلائڻ ڪري منهن ۾ ئي ڇنڊا پوندا آهن. ڪناري وٽ پاڻي هوريان هوريان وهندو آهي؛ اڳتي ڪجهه ترڪو ۽ وچ ۾ تيز

تکو هوندو آهي. جيڪڏهن ماڻهو آهستگيءَ سان هلندو، ۽ ڪم آزار هوندو تہ منزل مقصود تي پهچندو. ٻاراڻي اوستا ڪناري واري ماڻيٽي مثل آهي. جيئن اڳتي پاڻي تيز ٿيندو ويجي، تيئن ٻاراڻي وهيءَ مان عمر اڳتي وڌندي تيز ٿيندي ويجي. رت پوري زور سان بدن.مان وهندي آهي؛ عشق ۽ عقل جو مقابلو ٿيندو آهي. وچ سير ڪان پوءِ پاڻي وري ڌيمي ڌيمي وهندو آهي. اهڙيءَ طرح انسان جي زندگي بہ جوانيءَ ڪان پوءِ اهو جولان ڇڏي پوڻتي موٽ ڪائيندي آهي، پوءِ وايون ٿيون ولڙيون، ڍيڍر ٿيا ڍرا ۽ ڇڪا پيا ڇڙي. اڳيون ڳالهيون ياد ڪري پيو ڳوڙها ڳاڙي، ۽ پنهنجي ڪئي تي پيو پڇتائي.

"هئين ٿو هٿ هٿي، جڏهن آيل ڪال ڪرپال چوي"

دوست:

هن مضمون ۾ دوستن جا قسم ٻڌايا ويا آهن. مصنف اسان کي مشورو ڏئي ٿو، تہ زباني ۽ لالچي دوستن سان ناتي رکڻ مان سراسر نقصان آهي. انهيءَ ڪري انهن کي الوداع چئجي، باقي جاني دوستن سان ٻانهن ٻيلي ٿجي، ۽ انهن تان ساهہ سِر قربان ڪرڻ کان بہ نہ ڪيبائجي.

دنيا مڙيوئي ڌوڙ:

هن ۾ مصنف پنهنجي تعليمي دور جي تجربي جو احوال ڏنو آهي. جهوناڳڙهہ جو ذڪر ڪندي گرنار جي چوٽيءَ جو احوال ڏنو اٿس. وشنو مهراج جي مندر تي ياترين جي ڀيڙ ۽ سوڙهہ ڏسي هي خيال سندس دل ۾ اٿڻ ٿين ٿا:

> "خيال آيم تہ جيئن ماڻهو ٻاهر رهي ٿو تہ روح کي وڌيڪ راحت اچي ٿي. روح جي معنيٰ آهي: واءُ- واءُ بند رهڻ نہ چاهيندي، هن کي آزادي گهرجي. تنهن ڪري فقير ۽ ساڌو دنيا جي وهنوار سان گهٽ واسطو رکن ٿا."

فلسفئہ موت:

مصنف موت جي فلسفي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ، جيڪڏهن موت نہ هجي ها، تہ دنيا ۾ وڏو انتشار ۽ خلل هجي ها. ايتريقدر جو انسان توڙي حيوان لاءِ زمين تنگ تي پوي ها ۽ رهڻ لاءِ جاءِ نہ ملي ها. موت، زندگيءَ ۾ توازن پيدا ڪري ٿو ۽ عبرت جو باعث بڻجي ٿو

## خيالات:

هن ۾ انسان جي ڪمزورين ۽ اوڻاين جو ذڪر ڪري، مالڪ حقيقي جي بي پناهه، لطف ۽ ڪرم جي اپٽار ڪئي ويئي آهي. انسان جي فطرت جو تجزيو ڪندي ٻڌايو ويو آهي، ته منجهس مختلف عناصر جمع ڪيا ويا آهن. هو نه ٿڌي سهي نه ڪوسي. ڪڏهن هو انسان ڏسڻ ۾ پيو اچي ته ڪڏهن وري حيوان کان به پري. انسان پنهنجو قدر نه سڃاتو. وهمن ۽ وسواسن کيس گمراهه ڪري وڌو. مصنف دعا گهرندي چيو آهي ته، الله تعالىٰ اسان جي بداعمالن کي درگذر ڪري معاف ڪري ۽ اسان جي ڏلاين جو ڏڪ ٽئي.

## دل جا دليل:

هن ۾ انسان جي شرف ۽ شان جو ذڪر دل نشين انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. هو انسان کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

”تون گل به نه آهين، ڇاڪاڻ جو گل جو حسن بي بقا آهي، ۽ ان جي زندگي ماڪ جي بوند مثل آهي. گل هرجائي به آهي، پر تنهنجي خصوصيت ان کان بلند ۽ بالا آهي. توکي چنڊ ڪيئن چوان، جو چنڊ کي ته داغ آهي. هن کي فقط هڪ رات جي ڪماليت حاصل آهي. ان کانسواءِ هو پينو آهي؛ جو سج کان روشني پنندو آهي. تون سج به ته نه آهين، جو هن جا شعلا ساڙيندڙ آهن؛ ۽ هن کي گرهڻ لڳڻ جي بيماري آهي. تون ته سخي ۽ رحمدل آهين؛ نيٽن جو نار ۽ جيءَ جو جياپو آهين. شمع جي روشني به ٻي جي وس آهي. تون ته دنيا کي روشني بخشيندڙ آهين. ڏيئي جو اندر ڪارو آهي، پر تون ٻين جون دليون اجارين ٿو. مطلب ته ڪابه شيءِ ڪانهي، جنهن جي برابر توکي سمجهان. اي آدم ذات تون سڀ ڪجهه آهين.

حسن ۽ دولت بابت سندس خيال آهي، ته اهي ٻئي هڪ شيءِ آهن. زماني ۾ انهن جي هڪ جهڙي عزت آهي. انهيءَ ڪري هرڪو چاهي ٿو ته هو يا حسين هجي يا دولتمند. سکڻو يا ڪوجهو نه آيو چڱو نه ڇائو چڱو.

اهڙي نموني ٻين مضمونن ۾ به زندگيءَ جا حقائق ۽ فلسفيانه نڪتا سمجهايا ويا آهن.

# ناول ’زينت‘ هڪ نظر ۾

ناول کان اڳ اسان وٽ داستان گوئي موجود هئي، جيڪا پوءِ بہ قائم رهي. انهن داستانن ۽ قصن ۾ مافوق الفطرت واقعا ۽ غير فطري ڳالهيون عجيب ۽ دلچسپ انداز ۾ هونديون هيون. انگريزي ناول جي اثر سبب انهن غير فطري ۽ ناممڪن ڳالهين جو خاتمو ٿيو، ۽ زندگيءَ جي عڪاسي شروع ٿي. ناول ڪي اسان وٽ اچڻ کان اڳ انگلنڊ ۾ پيدا ٿئي ٿي چار صديون گذري چڪيون هيون. انگريزي ناول جا موجد رچرڊ سن ۽ فيلڊنگ چيا وڃن ٿا. اسان وٽ پهريائين ناولن جا هوبهو ترجما شروع ٿيا. ان کان پوءِ انگريزي ناولن جي پلاٽن کي سنڌي ماحول مطابق سنواري سينگاري بہ پيش ڪيو ويو. هوبهو ترجمي وارو پهريون ناول آهي. اڌارام ۽ نولراءِ جو ترجمو ڪيل "راسيلاس"، جو 1868ع ۾ ڇپيو. "انگريزي ناول جو پلاٽ کڻي، ان کي سنڌي حالتن جي رنگ ۾ پيش ڪرڻ" جي قسم وارو پهريون ناول آهي. ديوان صاحب سنگهہ جو "بلو کوکر"، جنهن جو پلاٽ ٿامس هارڊي جي "ميئر آف ڪاسٽر برج" تان ورتل آهي. بعد ۾ طبعزاد ناول بہ لکيا ويا. سڀ کان پهريائين طبعزاد ناول مرزا قليچ بيگ مرحوم "دل آرام" جي نالي سان لکيو. ان کان پوءِ ڪيترائي ناول لکيا ويا ۽ ترجمو ڪيا ويا. هن ڏس ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم تمام گهڻي ڪوشش ورتي. سندس ناولن مان گهڻا ترجما آهن، پر هڪ بہ ناول طبعزاد بہ آهن. انهن مان ’زينت‘ کي بلند مقام حاصل آهي. هي هڪ معاشرتي ناول آهي، جنهن کي مرزا صاحب انگريزي جديد ناول نگاريءَ کان متاثر ٿي ۽ آڳاٽي ملڪي قصي نويسي کان ڪجهہ قدر هٽي لکيو آهي، يعني هن ڪتاب جي پيش ڪرڻ سان مرزا صاحب تضيع اوقات جي داستان گوئيءَ کان دور ٿي هڪ مفيد ادبي عمارت جو بنياد رکيو. انهيءَ ڪري هن ڪتاب کي قديم قصي نويسي ۽ جديد ناول نويسيءَ جي حد فاضل چئجي تہ بجا آهي. هن ناول "زينت" جو فني ۽ فڪري جائزو پيش ڪيو وڃي ٿو:

پلاٽ:

ناول جو تعلق واقعي سان آهي؛ ۽ منجهس انهن واقعن جي عڪاسي ڪئي ويندي آهي، جيڪي روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪردارن کي پيش اچن ٿا. ان کي چئبو آهي پلاٽ جنهن جو دارومدار آکاڻيءَ تي آهي. آکاڻيءَ لاءِ خام مواد اهوئي سنو سمجهيو ويجي ٿو، جيڪو انسان جي زندگي ۽ ان جي ماحول مان حاصل ڪيو وڃي ٿو. يعني ناول جو زندگيءَ سان لڳاءُ هئڻ لازمي آهي.

ناول 'زينت' تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو، ته ان جو پلاٽ هڪ اهڙي آکاڻيءَ تي دارومدار رکي ٿو؛ جيڪا هن زماني سان تعلق رکي ٿي. ڪردار اهي ئي آندا ويا آهن، جيڪي معاشري جا فرد آهن. مافوق الفطرت عنصر کي آڻڻ کان پاسو ڪيو ويو آهي. خام مواد به زندگي ۽ ان جي ماحول مان حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. مرزا صاحب جيتوڻيڪ ناول جي جديد اصولن جي پيروي ڪرڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي آهي، تڏهن به آکاڻي ۾ ڪن هنڌن تي ڪي ڳالهيون غير فطري معلوم ٿين ٿيون ۽ قصي يا داستان گوئيءَ جو اثر ظاهر ڪن ٿيون. ناول جي باب اٺين ۾ مرزا صاحب ڏيکاريو آهي، ته زينت آڳبوٽ ۾ هئي ۽ رات جو ٻي ٽين بجي ڏاري پاڻي پيئڻ لاءِ اٿي. جڏهن پاڻي تي پريائين ته ڪنهڙي کي ٽيڪ ڏيئي بيٺي. ڪنهڙو ڪو رڳو اشاري وهيٺو هو؛ سو ليٽي پيو ۽ زينت وٽي سوڌو ڌو وڃي هيٺ ڪيو. قدرت وري اهڙي ٿي، جو زينت سان گڏ هڪ تختو به لازمي طرح ڪري پيو، جنهن کي هوءَ چنبڙي پيئي.

باب نائين ۾ ڏيکاريو ويو آهي، ته زينت به تي ڪلاڪ تختي کي جهليون پاڻيءَ تي پئي تلڪي ۽ لهرين تي لڏي. اها جاءِ ڪا اتفاق سان ڪڇ جي ڪناري جي ويجهو هئي. صبح جو مهاڻن جي هڪ ٻيڙيءَ واري ڪيس ڏسي ورتو ۽ ڇڪي ٻيڙيءَ تي آندو.

داستان جي هڪ خاصيت اها به آهي، ته مکيه ڪردار جي راهه ۾ هرويرو رڪاوٽون وڌيون ويندون آهن، ۽ انهن کي انهن مصيبتن مان معجزانه طور بچايو به ويندو آهي. زينت جو مٿي ذڪر ڪيل واقعو به داستان واري ياد ڏياري ٿو. نه فقط ايترو، پر جيئن داستان ۾ هڪ رڪاوٽ نه پر زور ڪري ڪيتريون ئي رڪاوٽون ڏيکاريون وينديون آهن؛ تيئن هن ناول ۾ به

فقط متين واقعي تي اڪتفا نہ ڪئي ويئي آهي؛ پر زينت ڪي ڇپي ڇپي تي مصيبتون آڏو آنديون ويئون آهن؛ ۽ ڪيس انهن مان جلد ئي معجزانہ طور بچايو بہ ويو آهي. مهاڻيءَ وٽ ڪجھہ وقت رهي زينت مهاڻيءَ جي ڌيءَ سان "پيج" ڏي هلي ٿي، تہ واٽ تي ڌاڙيل اچي سندن گاڏي ڦرين ٿا. ۽ زينت ڪي بہ ڪٺي وڃن ٿا. ان ڪان پوءِ هڪ ڌاڙيل جي حصي ۾ اچي ٿي؛ جنهن جو ارادو خراب آهي، پر هن جي عصمت بچي وڃي ٿي؛ ۽ ڌاڙيل جي زال ۽ ماءُ ڪيس ڀڄي وڃڻ ۾ مدد ڪن ٿيون. اتان بچي نڪري ٿي تہ هو وري اچي "پيج" ۾ فوجدار جي وَر چڙهي ٿي. هو بہ ڪيس پنهنجي هوس جو شڪار بنائڻ گهري ٿو؛ پر اتان بہ هوءَ هڪدم معجزانہ طور بچي، نڪري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿي. آخر پيج مان نڪري بمبئيءَ پهچي ٿي، تہ اتي وري چوريءَ جي ڏوهہ ۾ پڪڙجي جيل ۾ وڃي ٿي.

مطلب تہ داستان وانگر هن ناول ۾ بہ مکيہ ڪردار جي راهہ ۾ زور ڪري رڪاوٽون وڌيون ويئون آهن؛ جيڪي غير فطري لڳن ٿيون. البتہ داستان ۾ جڏهن مکيہ ڪردار ڦاسندو آهي، تہ ان سلسلي ۾ سندس واسطو مافوق الفطرت عناصر سان پوندو آهي، پر هتي مکيہ ڪردار هن ماحول ۾ هلندو نظر اچي ٿو ۽ هن سماج سان ئي سندس واسطو پوي ٿو.

هن ناول جي پلاٽ جي خاص خوبي اها آهي، تہ ان ۾ ان زماني جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي تصوير ملي ٿي. اهو انگريزن جو شروعاتي زمانو هو، ۽ پراڻيون رسمون ۽ روايتون اڃان رواج ۾ هيون، پر هوا بدلجي رهي هئي ۽ نين ريتن ۽ رسمن منهن ڪڍيو هو. مرزا صاحب ان زماني جي پوري پوري عڪاسي ڪئي آهي. علي رضا جي ماءُ جان بيبي جي واتان بدلجندڙ حالتن جو ذڪر هن طرح ڪيو اٿس:

"هينئر انگريزي آئي، مائٽن جي مرضي ويئي، هينئر مرضي ٿي ڇوڪرن جي."

ٻي هنڌ زينت جي ماءُ شهربانو جي واتان چوارائي ٿو:

"بختاور! ڏس، اڄوڪو زمانو، پٽ تہ پنهنجي وات وڪيل ٿيا آهن، پر هاڻي ڌيئون بہ پنهنجي وات وڪيل! گهوڙا! حق تي برڪت ملڪ مان ويئي آهي، حق تي اَنَ سهانگو نٿو ٿئي."

نہ فقط ڪردارن جي واتان اهي ڳالهيون ظاهر ڪيون اٿس؛ پر ناول ۾ هر هنڌ ان وقت جي حالتن جو نقشو بہ ملي ٿو.

فنڪار جو اهو وڏو ڪمال آهي، تہ هو پنهنجي فن پاره ۾ پنهنجي ذات جي جهلڪ بہ ڏيکاري ڇڏي. هن ناول ۾ مرزا صاحب پنهنجا خانداني حالات بہ اشاراتي انداز ۾ بيان ڪيا آهن. ڪاڪي ڀيرومل هن ناول لاءِ لکيو آهي.

"انهيءَ ڪتاب ۾، پنهنجو، ۽ آڪهہ جو ٿورو احوال، ڏاڏيءَ اٽڪل سان آندو اٿس."

اهو اندازو انهيءَ ڪري لڳائي سگهجي ٿو، جو علي نواز خان جي پيءُ جي سنڌ ۾ آمد اهڙي نموني ڏيکاري ويئي آهي، جهڙي نموني مرزا صاحب جو ڏاڏو سنڌ ۾ آيو هو.

## ڪردارنگاري:

ناول جي ٻي خصوصيت ڪردار نگاري آهي، سٺي ناول لاءِ ضروري آهي، تہ ڪردارنگاري بالڪل واضح هجي، ۽ ان جي ارتقا فطري اصولن موجب هجي. هن ناول ۾ مصنف ڪردار نگاريءَ تي وڏي محنت ڪئي آهي. سندس هر ڪردار جون خصوصيتون بالڪل ظاهر آهن. مکيہ ڪردارن مان هر ڪردار جي صورت ۽ سيرت بہ پوريءَ طرح واضح ٿئي ٿي، تہ انهن جا ڪارناما بہ سندن مزاج ۽ طبيعت مطابق معلوم ٿين ٿا.

### زينت:

'زينت' جي ڪردار کي ڏيکارڻ ۾ تہ مصنف وڏو ڪمال ڪيو آهي. ان جي هر پهلوءَ تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. وڏي ڳالهہ اها تہ شروع ۾ ئي سندس سيرت جو نقشو چٽي ٿو، جنهن ڪري منڍ ۾ ئي مکيہ ڪردار سان پوري واقفيت ٿي وڃي ٿي، ۽ سندس طبيعت ۽ مزاج جو اندازو ٿي وڃي ٿو. ان کان پوءِ سندس ڪار گذاريون سندس مزاج، طبيعت ۽ سيرت مطابق ڏيکاريون ويئون آهن. پهريان ئي ڏيکاريو ويو آهي تہ هوءَ هڪ نيڪ سيرت، نيڪ خصلت ۽ سگهڙ ڇوڪري آهي. ان کان پوءِ زماني جي گردش سبب ڪيس ڪيتريون ئي تڪليفون ٿيون، پر هن ۾ ڪا تبديلي

نٿي اچي. هوءَ هر قسم جي تڪليف ۽ پيش ايندڙ مصيبت کي نهايت بردباري، همت ۽ جرائت سان منهن ڏئي ٿي؛ ۽ پنهنجي عصمت بچائيندي اچي ٿي. پنهنجي نيڪ خصلتن تي هوءَ ڪڏهن به حرف اچڻ نٿي ڏئي. سندس سڀ کان وڏي خاصيت سليقہ مندي آهي، جيڪا هر هنڌ ۽ هر حالت ۾ قائم رکندي رهي ٿي. انهيءَ سليقہ منديءَ جي ڪري هوءَ هر قدم تي باوقار، سنجيده ۽ باشعور نظر اچي ٿي. منجهس قوت برداشت بہ تمام گهڻي آهي.

دراصل زينت جي ڪردار ۾ مرزا صاحب هڪ مثالي عورت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؛ جيڪا نيڪ سيرت، نيڪ خصلت ۽ سليقہ مند هجڻ جي باوجود زماني جي گردش کان گهبرائي نٿي؛ پر هر مشڪل ۾ ثابت قدم رهي ٿي. نہ فقط ايترو؛ پر هوءَ مڙس جي ٻانهن ٻيلي ٿي بيهي ٿي، ۽ قومي ۽ اصلاحي ڪمن ۾ وڏي ڪوشش وٺي ٿي.

ان کان سواءِ زينت جي ڪردار ۾ مصنف عورت جي عظمت ڏيکارڻ جي بہ ڪوشش ڪئي آهي. سندس مقصد آهي، تہ عورت کي هرويرو ڪمزور سمجهڻ نہ گهرجي؛ پر هوءَ وڏا ڪم سرانجام ڏيئي سگهي ٿي ۽ وڏين مشڪلاتن سان منهن ڏيئي سگهي ٿي. اهو بہ ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس، تہ عورت لاءِ تعليم نهايت ضروري آهي ۽ پردي جي وڏي پابندي سندس صلاحيتن ظاهر ڪرڻ ۾ اٽڪاءُ پيدا ڪري ٿي.

## علي رضا:

ٻئي مکيہ ڪردار "علي رضا" تي بہ مصنف گهڻي محنت ڪئي آهي. شروع ۾ ئي ان جو تعارف ڪرائيندي ڏيکاريو اٿس، تہ هو نهايت ذهين، ڳالهائڻ جو هوشيار، طبع جو حليم ۽ محنتي آهي. ان کان پوءِ سندس جيڪي بہ ڪارگذاريون ڏيکاريون اٿس، اهي سندس انهن خصلتن مطابق آهن. هو حيدرآباد ڇڏي بمبئيءَ وڃي ٿو تہ اتي بہ پنهنجي ذهانت ۽ محنت سبب جلد ئي مقبول ٿي وڃي ٿو؛ نہ فقط ايترو پر جڏهن ڪيس موقعو ملي ٿو، تہ هو قومي ۽ اصلاحي ڪمن ۾ بہ وڏي ڪوشش وٺي ٿو، ۽ پنهنجي نيڪ ڪارنامن سبب عوام ۾ مشهور ۽ مقبول ٿي وڃي ٿو. ان کان پوءِ سفارتخانن ۾ ڪم ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو، تہ اتي بہ هو پنهنجي ذاتي جوهر ۽ محنت

سبب جلد ئي اعليٰ مقام تي پهچي ويو هو. وڏي عهدي ملڻ کان پوءِ هو فهم، فراست، تدبر، دور انديشي ۽ قابليت جا اهي ته جوهر ڏيکاري ٿو، جو هر هنڌ سندس هاڪ ٿي وڃي ٿي. انهن خوبين سبب هو ترڪيءَ جي سلطان وٽ پهچي ٿو ۽ جلد ئي ان جي دل ۾ جاءِ جوڙ وڃي ٿو. هو سلطان کي نهايت اهم ڪمن ۾ صحيح صلاحون ۽ مشورا ڏئي ٿو. سلطان خلاف منصوبي جي سراغ لڳائڻ ۽ ان کي پوريءَ طرح سان ناڪام بنائڻ ۾ وڏي سياسي تدبر ۽ ذهانت کان ڪم وٺي ٿو؛ ۽ سلطان سان پوريءَ طرح وفاداريءَ ۽ خيرخواهيءَ جو ثبوت ڏئي ٿو.

هو دوراند يش آهي، ۽ زماني جي بدلجندڙ حالتن کان باخبر آهي. هن کي معلوم آهي ته جڏهن ماڻهوءَ جي شهرت ۽ مقبوليت تمام گهڻي وڌي ويندي آهي، تڏهن انجا حاسد پيدا ٿيندا آهن، جيڪي کيس ڪيرائڻ يا ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. انهيءَ ڪري جڏهن ترڪيءَ ۾ سندس هاڪ ٿي وڃي ٿي ۽ سلطان جي دل ۾ سندس لاءِ بي انتها عزت ۽ محبت پيدا ٿي وڃي ٿي؛ تڏهن هو ”راند رس ۾ يا ميلو متل ڇڏجي.“ جي مصداق سلطان جي نوڪري ڇڏي موٽي بمبئيءَ اچي ٿو.

حامد:

اهڙي طرح مرزا صاحب ٻيا ڪردار به گهڻي قدر فطري نموني ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. صحبت جو اثر لازمي شيءِ آهي. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي، ” ڪارو ٻڍ اچي سان رنگ نه مٽائي ته عادت ضرور مٽائي“ . حامد جي ڪردار ۾ اها ڳالهه ڏيکاري ويئي آهي. حامد تيستائين ”علي رضا“ جهڙي سٺين خصلتن واري نوجوان جي صحبت ۾ آهي، ته تمام سٺي نموني اٿي وهي ٿو، پر جڏهن ”علي رضا“ هليو وڃي ٿو ۽ هو خراب ماڻهن جي صحبت ۾ اچي وڃي ٿو ته هو ڪري پوي ٿو، ۽ پنهنجي لاءِ ۽ ماءُ لاءِ تڪليفن جو سبب بنجي ٿو. خراب جو نتيجو ڀوڳي ٿو. جڏهن هو خون جي تهمت ۾ گرفتار ٿئي ٿو، ته ان وقت مصنف ماءُ جي مامتا ۽ نيڪ جذبي کي نهايت حقيقت پسندانه نوع ۾ ڏيکاريو آهي.

مطلب ته ڪردار نگاري وقت مصنف گهڻي قدر انساني مزاج، طبيعت،

فطرت ۽ نفسيات کي آڏو رکيو آهي؛ ۽ انساني مزاج جي صحيح جائزي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان هوندي به اڻ لکيون اوڻايون اچي ويئون آهن. ڪردار جي ڪارنامن ڏيکارڻ ۽ ڪن خاص خوبين کي اجاگر ڪرڻ تي ايڏو زور ڏنو اٿس؛ جو ڪٿي به ائين معلوم نٿو ٿئي ته انسان ۾ خاميون ۽ ڪوتاهيون به ٿينديون آهن، ۽ انسان پنهنجي مقصد ۾ ڪڏهن ڪڏهن ناڪام به ٿيندو آهي. مکيه ڪردار اهڙا ته فرشتا ڏيکاريا ويا آهن، جو ڪڏهن به ڪائن خطا سر زد نٿي ٿئي.

ڪردارنگاريءَ ۾ ارتقا لازمي امر آهي، پر هن ناول ۾ ارتقا اصل ڪانهي. ڪردارن جي سيرت کي به ارتقائي منزلون طئي نه ٿي ڪري، نه فقط ايترو، پر ڪردار فطري نموني هلندا چلندا به معلوم نٿا ٿين. ائين ٿو معلوم ٿئي ته، سمورا ڪردار ليکڪ جي ڏوريءَ ۾ ٻڌل آهن. هو ئي ڪين پنهنجي مرضيءَ موجب هلائي چلائي ٿو ۽ پنهنجي مقصد جي حصول لاءِ ڪائن ڪارناما سرانجام ڏياري ٿو.

## مقصدي پهلو:

ناول ۾ مصنف مقصدي پهلو به نظر ۾ رکندو آهي. هن ناول ۾ مرزا صاحب مرحوم مقصد تي تمام گهڻو زور ڏنو آهي؛ ايتري قدر جو ناول جي اصلي خوبين ۽ خصوصيتن کي وڏو ڌڪ لڳو آهي. هر هنڌ نصيحتون ۽ مذهبي سمجهاڻيون ليڪچر جي انداز ۾ ملن ٿيون. اها ڳالهه ناول جي فن جي خلاف آهي. ناول ۾ هدايتون ۽ نصيحتون ليڪچر جي نموني نه ڏيکاربيون آهن؛ پر ڪمال فنڪاريءَ سان انهن جو تاثر ڏيکاربو آهي. ان ڪانسواءِ ڪردارن جون ڪارگذاريون به قدم قدم تي مصنف جو مقصد ظاهر ڪنديون رهن ٿيون. نه فقط ايترو پر ائين معلوم ٿو ٿئي، ته ڪردار فقط مصنف جي مقصد بيان ڪرڻ لاءِ ڳالهائين ٿا ۽ چرندا ڦرندا رهن ٿا. انهيءَ ڳالهه به ناول جي فن کي ڇيهو رسايو آهي. مطلب ته ناول جي فن ۽ ٽيڪنڪ موجب هي ناول صحيح معنيٰ ۾ ناول ڇٽي نٿو سگهجي، پر جيئن ته هي سنڌي زبان جو پهريون طبعزاد ناول آهي، تنهن ڪري مرزا صاحب مرحوم وري به آفرين جو مستحق آهي ۽ سنڌي ادب ۾ سندس اهم مقام آهي.

## ٻولي:

ناول جي وڏي خوبي آهي، سندس صاف ۽ سولي ٻولي. ٻولي نهايت سليس ۽ عام فهم استعمال ڪيل آهي. خاص طرح سان گهرو ٻولي ته نهايت سهڻي نموني آندي ويئي آهي؛ جنهن ۾ ٺيٺ سنڌي لفظن جي استعمال جا تمام سٺا مثال ملن ٿا. مثلاً بختاور، شهربانوءَ سان ڏيءَ جي سڱ اٿارڻ بابت ڳالهائيندي چوي ٿي، ”پر مائي، اوهين به اڪلاءَ ڪونه ٿا ڪريو.“ هڪ سنڌي چوٽي هن طرح آندي اٿس:

”وري جيستائين پنهنجو ڪتيو ڪونهي تيستائين شادي رکڻي فضول آهي. چوندا آهن ته، ”پاڻ نه پالي ڪتا ڏاري.“

# ديوان گل ۽ خليفو گل محمد هالائي

”ديوان گل“ جي جوڙيندڙ مرحوم خليفي گل محمد ”گل“ هالائيءَ جي زندگيءَ جو احوال، جيئن تہ آڳاٽن تذڪره نويسن جي بيپرواهيءَ سبب مرتب نہ ٿيو، تنهنڪري سندس مڪمل ۽ مفصل احوال ڪٿان بہ ڪونہ ٿو ملي. البت ويجهڙائيءَ واري زماني جي ڪن ادبين سندس مختصر ذڪر ڪيو آهي، جهڙوڪ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ ”جواهر نظم“ ۾ ۽ قاضي عبدالغفور هالائيءَ پنهجي مرتب ڪيل ديوان جي منڍ ۾، سليم هالائيءَ ”تذڪره شعراء هالا“ ۾، لطف الله بدويءَ ”تذڪره لطفيءَ“ ۾ وغيره. پر سيني پوين ليڪڪن، سندس مختصر حياتيءَ جو احوال، مزار قليچ بيگ مرحوم جي ڪتاب ”جواهر نظم“ تان ئي ورتو آهي.

## حياتيءَ جو احوال:

خليفو مرحوم، هالن پراڻن ضلعي حيدرآباد جي سانوڻي آخوندن جي گهراڻي مان هو. عام طرح سندس خاندان مان سڀ پڙهيل، درويش ۽ فيض وارا هوندا هئا ۽ علم جو وٽن گهڻو چرچو هوندو هو. انهيءَ ڪري ڪيترائي طالب العلم وٽائن فيض پرائي عالم ۽ خدا رسيده ٿي ويا. اهو ڏسي ڪنهن ڪامل بزرگ چيو تہ، ”اوهان جي علم جي پالوٽ سانوڻ جي مينهن وانگر آهي، جا ڪنهن کي بہ نا اميد نٿي ڪري.“ ان ڪان پوءِ مٿن ”سانوڻي ملا“ يا آخوند“ نالو پئجي ويو- اهو آهي مٿن ”سانوڻي ملا“ نالي پوڻ جو سبب. اصل ۾ سندن وڏا حضرت عليءَ جي ڀاءُ حضرت عقيل جي خاندان مان آهن. سندن وڏو ڏاڏو محمد متين پهريائين دهليءَ ۾ آيو، جتان 900 هجريءَ ۾ لڏي سنڌ ۾ آيو. محمد متين جي خاندان جو هڪ فرد نٽي ۾ وڃي رهيو، جو پوءِ عقيلي خاندان جي نالي سان سڏيو ويو. بلندپايہ اديب ۽ مشهور شاعر الله بخش ”سرشار“ عقيلي مرحوم ان خاندان مان هو. محمد متين جي خاندان مان آخوند ولي محمد گهڻو مشهور هو، جو هالن پراڻن ۾ اچي رهيو. کيس ٽي پٽ هئا: خليفو گل محمد، شفيع محمد ۽ محمد.

پاڻ ڪنگريءَ واري پير صاحب پاڳاري حضرت پير علي گوهر شاهه اول تخلص اصغر (1) جو مريد هو. روحاني منزلن ڪي طئي ڪرڻ ڪري خلافت جي پڳ مليس. انهيءَ ڪري ڪيس خليفو سڏيندا هئا. اهو خلافت جو سلسلو اڃا تائين سندن پوين ۾ هليو اچي. مرشدن وٽ خليفي صاحب جي گهڻي عزت هوندي هئي، انهيءَ ڪري مريدن وٽ به ڪيس گهڻو مانُ ملندو هو. ڪيترائي پنهنجا مريد به هوندا هئا. ان ڪانسواءِ ڪيترائي طالب العلم به ڪانئس درس وٺندا هئا. عربيءَ ۽ فارسيءَ جي عالم فاضل هجڻ سان گڏ متقي ۽ پرهيزگار به هو ۽ گهڻو وقت ذڪر ۽ فڪر ۾ گذاريندو هو.

سنه 1236هه (1811) ۾ سندس ولادت ٿي. سندس حياتيءَ بابت وڌيڪ احوال ڪونه ٿو ملي، البته ايترو معلوم ٿئي ٿو ته پنهنجو ڪجهه وقت طالب العلمن کي پڙهائڻ ۾ گذاريندو هو. خلافت ۽ مريدي ڪري سندس لهه وچڙ شهري ماڻهن جي بنسبت ٻهراڙيءَ وارن ماڻهن سان گهڻي هوندي هئي. انهيءَ ڪري ٻهراڙي جا ٺيٺ سنڌي لفظ ۽ اصطلاح پنهنجي ديوان ۾ گهڻا ڪتب آندا اٿس. گهڻو وقت پير پاڳاري صاحب جي فرائض (سيڪڙ) وصول ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. ڳوٺ ڪيرن تعلقي هالن ۾ گهڻو وقت گذرندو هوس.

مجازي عشق جي چڻنگ چولي ۾ به اتان ئي پيس، جنهن مان حقيقي عشق جو رستو ورتائين. پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ حرمين شريفين جي زيارت جي اڪير ٿيس. انهيءَ خيال سان بمبئي آيو، جتي پنهنجو ديوان ليٿو ۾ ڇپايائين. اتان عربستان شريف روانو ٿيو، جتي وفات ڪيائين. سندس وفات جي سن ۾ اختلاف آهي. قاضي عبدالغفور صاحب 1272هه لکيو آهي. ڊاڪٽر محمد ابراهيم صاحب خليل 1273هه ڄاڻايو آهي. خانبهادر محمد صديق ميمڻ صاحب پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي ادبي تاريخ" ڀاڱو پهريون صفحه 304 تي 1173هه = 1857ع ۽ ڀاڱي ٻئي صفحي 189 تي سندس وفات جي تاريخ 1272هه = 1855ع ڏيکاري آهي. مرحوم لطف الله بدوي تذڪره لطيفي جلد 3، صفحي 418 تي 1856ع ڏيکاريو آهي. ڄيٺمل پرسرام گلراجاڻيءَ واري

1- پير علي گوهر شاه اصغر (1263هه = 1246ع) فقط ڪافيون چيون آهن، جي فن توڙي مضمون جي لحاظ کان وڏي اهميت رکن ٿيون. محترم سيد خادم حسين شاه سندس ڪافين جو ديوان مرتب ڪيو هو.

وارو پڌري ڪيل "ديوان گل" جي شرح جي مهاڳ ۾ وري سيني ڪان ابتي ڳالهه لکي ويئي آهي. لکيو ويو آهي ته "ديوان گل" اوائلي خود مصنف آخوند گل محمد 1858ع ۾ حج تان موٽندي بمبئيءَ منجهه ڇپائي پڌرو ڪيو." هن مان ائين معلوم ٿئي ٿو ته آخوند مرحوم عربستان ۾ وفات نه ڪئي، پر اتان موٽي اچي بمبئيءَ ۾ ديوان گل ڇپايائين. حقيقت ۾ صحيح تاريخ جي ڪسوٽي آهي "ديوان گل" جو اوائلي ڇاپو، جو هيئنر منهنجي آڏو آهي. ان اوائلي ڇاپي جو مهڙ جي 12 صفحن ڪان پوءِ ديوان جي متن جي پهرين صفحي تي "ديوان گل" جي شايع ٿيڻ جي تاريخ هن طرح ڄاڻايل آهي:

"سعي سين جوڙيندڙ ڪتاب جي ساڻ خط فقير حقير حافظ عثمان جي منجهه ڪارخاني محمد حسين پٽ محمد سليم جي منجهه بندر بمبئيءَ جي ڇاپيو. تاريخ 7- مهيني جمادالثاني سنه 1275 هجريه معليٰ."

هن مان معلوم ٿيندو ته "ديوان گل" بمبئيءَ ۾ پاڻ آخوند صاحب 7- جمادالثاني 1275هه ۾ ڇپايو. ان ڪان سواءِ ديوان ۾ ٻين ڪيترن هنڌن تي پڻ 1275هه سن ڄاڻايل آهي. مهاڳ جي پڇاڙيءَ ۾ صفحي 11 تي ڏيکاريل آهي:" تاريخ سنڌي منجهه ورهه ڇپجڻ ديوان گل جي سنه 1275هه

قطعه:

تڏهن ديوان گل پورو ڪليي،
سڀ ڏسي چئو آهي وه وه خوب خوب

محمدي مطبع ۾ پوءِ محمد حسين،
ڇپيو چئو آهي وه وه خوب خوب.

ورهه ڇاپڻ جو پڇيم دل ڪان درست،
چيائين چئو آهي وه وه خوب خوب.

لکيل گل محمد، جوڙيندر ڪتاب جو عفي عنه.

ديوان جي پڇاڙيءَ ۾ صفحي 85 ڪان تاريخون شروع ٿين ٿيون. انهن ۾ به سن 1275هه ڄاڻايل آهي. ان مان صاف ثابت ٿئي ٿو ته "ديوان گل"، گل مرحوم پاڻ 1275هه ۾ ڇپايو. هريسنگ جي ڇپايل "ديوان گل" جي پڇاڙيءَ ۾ به تاريخن وارا ڪجهه شعر آيل آهن، جن ۾ 1275هه ڄاڻايل آهي.

گل مرحوم جي پنهنجي ڇپايل ديوان ۾ ڪن هنڌ 1271هـ ۽ 1272هـ سن بہ لکيو ويو آهي. ان مان ائين ٿو ڀائنجي تہ، گل مرحوم 1271هـ ۾ ديوان لکي پورو ڪيو ۽ ان سن جي هڪ اڌ تاريخ بہ لکي ڇڏي. ان کان پوءِ 1272هـ ۾ ان کي چڱيءَ طرح نظر مان ڪڍي ان سن جون ڪيتريون تاريخون جوڙي ڇڏيون. تنهن کان پوءِ 1275هـ ۾ حج تي ويندي بمبئيءَ ۾ ديوان ڇپايائين. ديوان جي پڇاڙيءَ ۾ ڪاتب محمد عثمان جيڪا پنهنجي فارسي قطع تاريخ ڏني آهي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ 7- جمادي الثاني تي آخوند مرحوم ديوان بلڪل پورو ڪيو ۽ 3- شعبان تي ڪاتب پريس لاءِ ڪاپي تيار ڪئي. اها قطع تاريخ هي آهي:

بشد اتمام از مسڪين عثمان،
بتاريخ سيوم از ماه شعبان.
ڪدام سلا پرسي هوش خرد ڪن،
شمردن نيڪ از باغ عرب ڪن.

هن مان صاف ثابت ٿئي ٿو تہ سندس وفات جو سن بہ 1275هـ (1858ع) ئي آهي، ڇاڪاڻ جو سندس وفات حج تي ٿي. حج تان موٽي اچي ديوان ڇپائڻ صريحاً غلط آهي، جيڪڏهن ائين هجي ها تہ حج بابت ڪجهہ اشارا ديوان ۾ ملن ها.

گل مرحوم کي ٻہ پٽ ۽ نياڻيون ٿيون، جن مان هڪ پٽ سندس حياتيءَ ۾ گذاري ويو هو. باقي سندس وڏو پٽ خليفو احمد سندس وفات کان پوءِ گهڻو وقت زنده رهيو. ڪيس نرينو اولاد ڪونہ ٿيو.

## علمي لياقت:

خليفي مرحوم کي عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪافي دسترس حاصل هئي. فارسي شعر بہ چيو اٿس، جو سنجيدو آهي. تذڪره لطفي (ص 424) جي صاحب، پير محمد اشرف جي فرزند غلام غوث جي شهادت جي واقعي تي گل مرحوم جو فارسي شعر ڏنو آهي، سو هيٺ ڏجي ٿو:

او غــلام غــوث آل حضــرت غــوث زمــان،
ابن صالح پير محمد اشرف آن قطب زمان.

بود آن نوباده بستان معنيٰ دلکشا،
پس پذيرا در قلوب خلق چون در جسم و جان.

رشک ميبر دند بروي دشمنان اهل قريش،
از حسد و ز بغض طينت بود کايشان را نهان.

روز عيد انور ميان شهر راج تالپور،
بغض حال حاسدان در گفتگو گشته عيان.

در جوارحا شهر بر آن دوست حق باران تيغ،
در رسيده از قضائے آسماني ناگهان.

چون امام بلک حضرت سيد الشهدا حسن،
کشته شد آن بيگنه از دست ظلم ظالمان.

بين کرم آبش که چون بر قتل اعدا دست يافت،
عفو کرد از بهر حق خون ذبيح بے گمان.

اي خوشامنصب پدر کو بر رضا مشکور ماند،
در اجر اعليٰ عفو اصلح بدست آورد آن.

جسم ازدل ماهيت سال شهادت وے که چون است،
گفت اے گل که "ابن شهيد کربلا مقتول دان."

1254هجري

سندس اوائلي ڇاپي جي پڇاڙيءَ ۾ به چند فارسي شعر ۽ تاريخون ڏنل آهن. مثال طور هڪ قطع تاريخ هيٺ ڏجي ٿي:

منظور شد چو چند غزل در زبان سند،
بر جمله صرف کشته کل ز نظمش تاريخ گل بگفت،
ديوان گل بر آمد از گلشن نظام.

ٿي سگهي ٿو ته ان کان سواءِ سندس پيو به کو فارسي شعر هجي، پر اهو اسان تائين نه پهتو آهي. گل مرحوم اردو ۽ هنديءَ کان به واقف هو. اردوءَ ۾ به ديوان پوري ٿيڻ جون تاريخون چيون اٿس. مثال طور هڪ بيت هيٺ ڏجي ٿو:

جب که ديوان گل بنا گل خوب،
سندهي بولي مين وه اچها گل خوب.
ان کي تاريخ مين کها گل نے،
گلشن علم کا کهلا گل خوب.

پر ديوان گل کان سواءِ اردوءَ ۾ ہي ڪابہ سندس تصنيف معلوم نہ ٿي آهي.

## ديوان گل جو اوائلي ڇاپو:

" ديوان گل" جو پهريون ڇاپو بمبئيءَ مان پاڻ ڇپايائين. ڇپائڻ جي سن بابت مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، باقي سندس مهاڳ، جيڪو آخوند مرحوم جو لکيل آهي ۽ سندس صورتخطيءَ تي روشني وجهي ٿو، هيٺ ڏجي ٿو. ديوان جي منڍ جو عنوان، فارسيءَ جي هيءَ سٽ آهي:

"قانون شناخت حروف سندهي و فارسي و عربي"

سنڌيءَ ۾ وري ان مفهوم لاءِ لفظ "ڇٽائي" لکيو اٿس، جو نيٺ سنڌي آهي ۽ نهايت موزون لڳي ٿو. "ڇٽائيءَ" جو مضمون هن طرح شروع ٿئي ٿو:

"منجهہ پروڙ اکر سنڌي ۽ فارسي ۽ عربي جي تہ، ڪيترا سنڌي آهين ۽ ڪيترا فارسي ۽ ڪيترا عربي ۽ اکر سنڌي ۽ فارسي منجهان ڪهڙا اکر عربي نڪتا آهين."

هيٺ هلي آخوند مرحوم انهيءَ موضوع کي سمجهائڻ لاءِ ان کي ٻارهن ننڍن بابن ۾ ورهايو آهي، هر هڪ کي "واٽ" سڏيو اٿس. واٽ پهرينءَ ۾ سنڌي اکرن جي صورتخطيءَ بابت هن طرح رقمطراز آهي:

"اکر سنڌي منجهہ ڪتابن اڳين سنڌيءَ ٻيءَ طرح آندا اٿن ۽ منجهہ فردي ڇاپيل سرڪاري انگريزيءَ جي ٻيءَ طرح ۽ پوءِ ٿي اکر واري موافق سنڌي مخدوم محمدهاشم عليہ الرحمة جي ٿا لکن. هڪڙي جهي (جهہ) ٻي ٿي (ٿ) ٽئو گهاف (گهہ)! مٿان ان جي وقف لاهي ڇڏيو اٿن ۽ هي "هوز" جي اڳيان اکر جي ٿا لکن، ان کي اعراب ڪانہ ٿا ڏين.

پوءِ ايءَ هي منجهہ لکڻ آهي ۽ پڙهڻ ڪانہ ۽ ٿي کي ٽيڪا هيٺ مٿي ٿا ڏين ۽ منجهہ فردي سرڪاريءَ اکر مڙئي ويهہ آهن: ب، ٻ، ٿ، ٽ، ٺ، جهہ، ڄ، ڃ، ڇ، ڊ، ڍ، ڌ، ڏ، ڙ، ق، ک، گهہ، ڳ، ڱ، ڻ ۽ ڙ هي ٿلهي ۽ لهام ۽ نهون ٿلهون موران ڪونہ آندو اٿن ۽ انهن کي جهي (جهہ) ۽ گهاف (گهہ) جيئن هي هوز جي اڳيان ٿا لکن، جهڙو پڙهڻ ڳالهہ ۽ سنهون پر اي

جيڪڏهن منجهه پوئين اکر ايندا تہ ڪين لهندا (حاشيءَ ۾: جهين تہ، منجهه شعر بيت قافيو ڪاريندا) ۽ منجهه تاريخ انگ وڌائيندا جهڙو پره ۽ ڳله. لهون منجهه وچ اکرن جي ٿو اچي ۽ منجهه پول ڪين. پر 'ٻ' هڪڙي اکر ۾ اکر ٻيو وڌا تو ٿئي. انهيءَ سبباڻ ان ٽن اکرن ۽ جهي ۽ گهاف منجهان اکر هي جو ڪڏي مٿي چوٿيءَ اکر جي لکئو تئو تہ، اکر 'پ' سلامت رهي ۽ ساڻ هن نشانيءَ سنهائيءَ ۽ ٿلهائي ٻوليءَ جي 'پ' پڌري هوئي مثال پنجن جو ڏار لکئو تئو:

| انگ | | اکر | مثال | |
|---|---|---|---|---|
| ١- | ج | هہ (جهہ (جيم جي مٿان هي) | جهي | جهڪ. |
| ٢- | ر | هہ (ڙهہ) (ر ي مٿان هي) | ڙهي | پڙهہ. |
| ٣- | گ | هہ (گهہ) گ جي مٿان هي) گهاف | (گهي) | گهوڙو. |
| ٤- | ل | هہ (لهام) (ل جي مٿان هي) | لهام | للهو. |
| ٥- | ن | هہ (نهون) (نون جي مٿان هي) | نهون | سنهون. |

۽ پروڙ اکر ۽ ٻين اکرن سنڌيءَ جي منجهہ ديوان گل جو هن فقير گل محمد نالي سانوٽي رهندڙ ڳوٺ هالن پراڻن جي مٿي مڙني اکرن سنڌي ۽ فارسي ۽ عربي نئون نهائيو آهي. پڌري آهي ۽ ٻتا اکر ان ۾ موافق مٿي فردي ڇپايل سرڪاري آهين ۽ اڳ پوءِ لکڻ اکرن جي برابر مٿي جنس اکرن جي آندي ٿي ۽ اکرن "نهون" جي مٿي غزل ڪونهي جيئن تہ اي منجهہ پول نٿو اچي.

## قطعه

ڏسي جيڪو چٽائي هن ڪي چيٽي،
ڪري انصاف دل لاتي پروڙي،
حقيقت آهہ منجهہ ديوان ساري،
ڏسي ات پوءِ وٺس جهوري ڪ جوڙي.

ان ڪان پوءِ واٽ ٻي، ٽين، چوٿين، پنجين، ڇهين، ستين ۽ اٺين ۾ سنڌي، عربي ۽ فارسي اکرن تي بحث ڪري ۽ انهن جا جدا جدا چارٽ ڏيئي، واٽ نائينءَ ۾ پنهنجي ديوان لاءِ نئين ٺاهيل الف- بي جو چارٽ ڏنو اٿس، جو 55 اکرن تي مشتمل آهي. سندس چارٽ موجب الف- بي هن طرح بيهي ٿي:

"ا ب ٻ پ ڀ ت ٿ ٽ ٺ ث ج ڄ هہ (جهہ) (جيم جي مٿان هہ)، ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ ڊ (ڎ) (دال جي مٿان ٽ وارا ٽي نقطا)، ذ ر رهہ

(ڙهہ) (ر جي مٿان هہ)، ڙ ز ژ (ر جي مٿان ث وانگر ٽي نقطا) س ش ص ض ط ظ ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ ڳ ڱ هہ (گهہ) (گ جي مٿان هہ) ڳ ڱ ل ل هہ (لهہ) (لام جي مٿان هہ)، م ن ڻ هہ (نهہ) (ن جي مٿان هہ)، ڻ و هہ ي:"

سندس ديوان بہ انهيءَ صورتخطيءَ ۾ آهي. تنهن کان سواءِ هاٿوڪي صورتخطيءَ ۾ الف مٿان، الف ڏکهي لاءِ جيڪا مد هوندي آهي، ان جي بدران ديوان ۾ الف مٿان ٻيو الف ڏنل آهي. سندس صورتخطيءَ واري چارٽ ۾ "ء" ڪونهي. ان کي شامل ڪرڻ سان هن الف- بي ۾ چاونجاهہ اکر ٿيندا. يعني هيٺر مروج الف- بي کان چار اکر واڌارا آهن. اهي آهن: (رجي مٿان ث جيان ٽي نقطا) جو خالص فارسي آهي، رهہ (ر جي مٿان هہ) جيڪو هينئر "ڙ" جي پرسان هي ڏيئي لکبو آهي، جيئن تہ ڳاڙهو. ل هہ (لهام) (ل جي مٿان هہ) جيڪو لام جي پرسان 'هہ' ڏيئي لکبو آهي، جيئن تہ ملهہ، چوٿون 'ن' 'هہ' 'نهون' (نون جي مٿان 'هہ) جيڪو نون جي پرسان هہ ڏيئي لکبو آهي، جيئن تہ سنهو. ان کان سواءِ باقي اکرن مان بہ ڪن ۾ ڦيرڦار ڪئي اٿس، جيئن تہ: جهہ، جيڪو 'ج' جي مٿان هہ ڏيئي لکيو اٿس، 'ڏ' جيڪو 'د' جي مٿان 'ث' جيان ٽي نقطا ڏيئي لکيو اٿس؛ گهہ جيڪو 'گ' جي مٿان هہ ڏيئي لکيو اٿس. ان سڌاري ۽ واڌاري لاءِ سرڪاري طرح مقرر ڪيل الف - بي تي "ڀهرينءَ واٽ" ۾ نڪتہ چيني پڻ ڪئي اٿس ۽ پنهنجي الف - بي کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ دليل ۽ ثبوت بہ ڏنا اٿس.

ان مان ثابت ٿيندو تہ "گل" مرحوم علم لسان مان بہ بخوبي واقف هو. علم لسان جي قديم ماهرن جو خيال هو تہ هائيہ اصوات ۽ علامات مثلاً ک، گهہ وغيره حقيقت ۾ مرڪب ۽ مخلوط آواز آهن، جيڪي هڪ مفرد آواز ۽ "هہ" ملائڻ سان ٺهن ٿا. پر ويجهڙائيءَ واري دور جي ڪن لسانيات جي ماهرن جو خيال آهي تہ انهن ۾ "هہ" اهڙيءَ طرح ملي هڪ ٿي ويئي آهي، جو سڄو آواز هڪ نئي شڪل ۾ هڪ ئي جهٽڪي ۾ ادا ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري هي مفرد آواز آهن ۽ لسانياتي اعتبار کان انهن کي هڪ مستقل صوتيہ جي حيثيت حاصل آهي. انهيءَ مسئلي کي ڀرپائين ڀرپائين صوتياتي علمن جي بين الاقوامي ڪانفرنس منعقده لنڊن 1925ع ۾ انهيءَ نموني پيش ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ ڪيترن ئي عالمن، ان جي فائدي ۾ وقت بوقت پئي لکيو آهي.

هيڏنر جديد علم لسان جي نقطہ نگاھ کان ٽ، ڀ، ک، گھ، جھ، ڦ، ٺ، ڌ، ڏ، مھ، نھ، لھ، ٿھ ۽ ڙھ مفرد پر "وسرگ" وينجن آهن. ت، ب، ڪ، گ، ج، پ، ٽ، د، ڊ، م، ن، ل، ڻ ۽ ڙ انهن آوازن جا "اوسرگ" آهن.

اسان جي گل مرحوم جيڪا رسم الخط تيار ڪئي آهي، ان مان معلوم ٿيندو تہ هن ڀ، ٺ، جھ، ڌ، ک، گھ، ٿ ڪانسواءِ ڙھ، لھ، مھ، ٿھ ۽ نھ لاءِ بہ وينجن جدا جدا حرف مقرر ڪيا آهن. ان مان ظاهر آهي تہ هن صوتي نقطہ نظر کان "هائيہ اصوات" يعني "وسرگ وينجن" کي مفرد آواز مڃيو ٿي.

## سنڌي صورتخطي:

گل مرحوم جي سنڌي صورتخطيءَ تي بحث ڪرڻ سان گڏ ضروري آهي تہ سنڌي رسم الخط جي تاريخ تي بہ ڪجهہ قدر روشني وڌي وڃي. سنڌ ۾ اسلام اچڻ کان اڳ، سنڌي رسم الخط جو ڪوبہ نمونو ڪونہ ٿو ملي. البت چچنامي ۾ ڪي لفظ ۽ فقرا ملن ٿا، جي هن ريت آهن:

"لاڪا، نڪر، جت، سما، سهتا، لهاڻا، ياتيا، چندر (چنڊ) ڏاهر، موڪ (موڪيو)، بسايہ (سايو)، وڪيہ (وڪيو)، ڪلڪ (ڪاڪو)، مهراڻ، جلوالي، ساڪره، موج ۽ ارل، دنده (ڏنڍ)، بيت (ٻيٽ)، وغيره.

## اضافي ترڪيبن جا مثال:

"دنده وڪر بهار (وڪر بهار جي ڍنڍ)، ڪاڪا راڄ (ڪاڪن جو راڄ)، ڪار مٽي (ڪاري مٽي)، ند مٽي (نديءَ جي مٽي) وغيره."

هي لفظ ۽ فقرا ڏيکارين ٿا تہ ان زماني جي سنڌيءَ ۾ ساڳيا ئي آواز ۽ اُچار موجود هئا، جيڪي اڄوڪي رسم الخط ۾ آهن.

عرب سياحن جي سفر نامن مان معلوم ٿئي ٿو تہ عربن جي زماني ۾ سنڌي ٻولي جدا جدا لپين ۾ لکي ويندي هئي. ڀنڀور جي کوٽائيءَ مان جيڪي ٺڪريون مليون آهن، انهن تي ديوناگري رسم الخط جي هڪ نموني ۾ سنڌي اکر لکيل آهن. مسلمانن جي اچڻ کان پوءِ سنڌ ۾ هندن وٽ پراڻا نمونا رائج رهيا. انهن کان سواءِ "خواجڪو سنڌي خط" ۽ "ميمڻڪو سنڌي خط" بہ ملن ٿا؛ خواجڪو سنڌي خط چاليهن حرفن تي مشتمل آهي ۽ اسماعيلي داعي پير صدرالدين ناهيو "ميمڻڪو خط" ۽ "خواجڪو خط" ديواناگري

رسم الخط جا نوان سڌريل نمونا آهن. عربي سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ اهم قدم مخدوم ابوالحسن کنيو، جنهن 1700ع ۾ "مقدمة الصلواة" نالي مڪمل ڪتاب لکيو. ان ڪتاب لاءِ هن صاحب عربي ۽ فارسي اکرن کان سواءِ خالص سنڌي آوازن لاءِ هيٺيون صورتون مقرر ڪيون:

"ٻ = ب؛ ڀ = ٻھ؛ ٿ = تھ؛ ٽ = ت يا تر؛ ٺ = ٽھ؛ ڦ= ف يا پھ؛ ڄ ۽ جھ = ج؛ ڃ = نج؛ ڇ = چھ؛ ڌ = دھ يا د؛ ڏ = ڏ (د مثان ط جي نشاني) ڊ = در؛ ڍ = ڊ؛ ڙ = ڙ (ر مثان ط جي نشان)؛ ک = کھ؛ ڳ ۽ گھ = گ، ڱ = نگ؛ ڻ = ن."

ڙ هي، لهام يا نهون. جيڪي هاٿوڪي صورتخطيءَ ۾ ڙ، ل ۽ ن کي هڪ پوئتان ڏيڻ سان جڙن ٿا. جن تي آخوند صاحب تنقيد ڪري پنهنجي ديوان لاءِ نوان لفظ جوڙيا آهن. اهي مولوي صاحب هن طرح لکيا آهن: ڙ ڙ (ر مثان ط ) يعني ڙ وانگر، ل ۽ ن. مثلا، "لکيو اٿس پڙ (پڙهه)، ڳال (ڳالهه)، ٻان (ٻانهو). هاٿوڪي صورتخطيءَ ۾ جن لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ "و" ۽ "ي" کي نون غنو ڪتب ايندو آهي، جيئن ويندا سون ۽ اسين وغيره، انهن جي پڇاڙيءَ ۾ وري مولوي صاحب "و" ۽ "ي" کي "نون" سميت ڪڍي فقط ٻه زيريون يا ٻه پيش ڏنا آهن، جيئن تہ ويندا سِ ۽ اسِ وغيره. "مون" ۽ "تون" کي "مُن" ۽ "تُن" ڪري لکيو اٿس. الف ممدود جي پٺيان نون غنو ڪم ايندڙ آهي، اهو بہ ڪم ڪونہ آندو اٿس، جيئن تہ اسان ۽ اتان کي "اسا" ۽ "اتا" ڪري لکيو اٿس. مثال طور اصلوڪي صورتخطيءَ ۾ سندس ڪتاب جي هڪ سٽ پيش ڪجي ٿي:

"مورن واڻ لدي پسي کهي پريا."

اها اڄوڪي صورتخطيءَ موجب هن طرح بيهندي:

"موڙهن والون لڏيون، پسي کي پريان."

ان هوندي سيني صاحبن ان صورتخطيءَ تي عمل نہ ڪيو، هر ڪنهن پنهنجي واٽ ورتي، جن جو فارسيءَ سان گهڻو واهيو هو، سي وري فارسي نموني جي سنڌي صورتخطي لکڻ لڳا. سيد ثابت علي شاهہ پنهنجا مرثيا اهڙي نوع ۾ لکيا آهن. مثلا:

"ساٿهہ رهي سردار قيدي ڪربلا مظلوم جا."

هندو وري ديونا گري يا لنڊا (واڻڪن) اکرن ۾ لکندا هئا، جن جون پڻ گهڻيئي صورتون هيون. انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ سنڌي زبان کي فارسيءَ جي بدران دفتري زبان ۽ ذريعي تعليم بنائڻ جو فيصلو ڪيو، ۽ 1851ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر اطلاع نامو ڪڍيو تہ سرڪاري عملدار سنڌيءَ ۾ امتحان پاس ڪن. ان ڪري سنڌي زبان لاءِ هڪ مقرر صورتخطي ضروري سمجهي ويئي. انهيءَ ڪري 1851ع ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر مسٽر ايلس جي صدارت ۾ هڪ ڪاميٽي ٺاهي ويئي، تہ جيئن هوءَ سنڌي صورتخطيءَ لاءِ پنهنجا مشورا ڏئي. ان ڪميٽيءَ ۾ هندو ۽ مسلمان بہ کنيا ويا، جهڙوڪ: منشي آدارام، قاضي غلام علي، ميان غلام حسين، ميان محمد، مرزا صادق علي ۽ ٻيا.

ان ڪميٽيءَ جي ميمبر انگريز عالم جارج اسٽئڪ جو خيال هو تہ ديونا گري لپي ڪنئي وڃي، پر برٽن جو زور هو تہ عربي- سنڌي صورتخطي مقرر ڪئي وڃي. آخر 1853ع ۾ عربي- سنڌي صورتخطي منظور ٿي.

انگريزن جي مقرر ڪيل رسم الخط جيتوڻيڪ ڪافي مشهور ڪئي ويئي، تڏهن بہ علم ۾ چڱيءَ طرح مروج ڪانہ ٿي. ڪيترن ئي عالمن ان ۾ خاميون محسوس ڪيون. آخوند صاحب بہ ان کان پوريءَ طرح مطمئن ڪونہ ٿيو. ڊاڪٽر ٽرمپ (جنهن 1866ع ۾ جرمنيءَ مان شاهہ صاحب جو رسالو شايع ڪيو) پڻ مقرر ڪيل صورتخطيءَ سان پوريءَ ريت اتفاق نہ ڪيو. ڪن اکرن ۾ مولوي ابوالحسن ۽ آخوند مرحوم جي پيروي ڪيائين، جي هي آهن: ٻ = ٻهہ، ڄ = نج، ڇ = ڇهہ؛ ڌ = دهہ؛ ڏ = د مٿان (ث) وانگر ٽي نقطا ۽ ڊ = د مٿان چار نقطا ڪري لکيائين.

اڳيان ڪتاب، جيڪي سنڌ کان ٻاهر ڇپيا ٿي، انهن ۾ بہ مقرر ٿيل صورتخطيءَ تي پوريءَ طرح عمل نٿي ڪيو ويو. مثلا مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو "فرائض الاسلام"، جيڪو ٻيو ڀيرو 1287هہ/1870ع ۾ ڇپيو، ان ۾ جيڪا صورتخطي ڪم آندي ويئي، ان جو مثال خانبهادر محمد صديق ميمڻ "سنڌ جي ادبي تاريخ - ياڱو ڀهريون" جي ص 170 تي هن طرح ڏنو آهي:

"جيڪ آهي هين ۾ پڻ تن جو جاندڙ (رجي مٿان ط) آه." هاٿوڪي صورتخطيءَ ۾ اها ست هن طرح بيهندي:

"جيڪي آهي هينئن ۾ پڻ تن جو ڄاڻندڙ آهه."

تنهن کان سواءِ تعليم کاتي جي درسي ڪتابن ۾ بہ ساڳيا ساڳيا لفظ جدا جدا نموني لکيا ويندا هئا. خانبهادر صاحب انهن جا مثال هن طرح ڏنا آهن:

(1) ڪيڏانهن ڪي ڪيڏهہ، ڪيڏنهن ڪي ڪيڏانهہ پيا لکندا هئا.

(2) جنهن ڪي جهہ، جنهہ، جنهن پيا لکندا هئا.

(3) اسين ڪي اسِ مون ڪي من ۽ چڱيون ڪي چڱيءَ لکندا هئا.

تازو هڪ عالم ڪي، پوسٽ کاتي طرفان 1877ع ۾ ڇپيل رجسٽر هٿ آيو آهي، جنهن ۾ ديسي زبانن جي تحريرن جا نمونا آهن. ان ۾ سنڌ ۾ ڪم ايندڙ تحريرن جا نالا هن طرح آيل آهن:

"عربي سنڌي، عربي سنڌي ٻيو نمونو، اروڙه، خوجہ (بمبئي ۽ سنڌ جي)شڪارپوري، ڪراري، روڙي."

ان مان معلوم ٿيندو تہ جيتوڻيڪ حڪومت طرفان هڪ رسم الخط تيار ڪئي ويئي هئي، تڏهن بہ ڪيترائي رسم الخط مروج هئا، ايتري قدر جو خود حڪومت عربي- سنڌي رسم الخط جا بہ نمونا تسليم ڪيا ٿي.

انهن لپين کان سواءِ انگريزن جي شروعات واري زماني ۾ هيٺيان خط بہ رائج هئا: خدا آبادي، ساڪرو، ٻاهڙا، راجائي، خواجڪو، ميمڻڪو، شڪارپوري، ٺٽائي، لاڙائي، ونگائي، سيوهاڻي، سرائي."

1888ع ۾ جيڪب صاحب جڏهن سنڌ جو ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر ٿي آيو، تڏهن ان صاحب ان طرف تمام گهڻو ڌيان ڏنو. صورتخطي ڪي سڌاري نقشا تيار ڪرائي اسڪولن ۾ هڻائي ڇڏيائين. تنهن هوندي بہ ڪي ڪوتاهيون رهجي ويون. مثلا اجا تائين لفظن جي پوئين "ٿين" ڪي "ٗ" جي هيٺيان بہ زيريون ۽ "ٿون" ڪي "ٗ" جي مٿان بہ پيش ڏيئي لکيو ويندو هو.

اهڙيءَ طرح ڪي ڪي لفظ بہ جدا جدا صورتن ۾ لکيا ويندا هئا. مثلا: ڪرف، ڪفل، ڪلف؛ ڪئنچي، قنچي؛ چاڪ (تندرست)، چاق، چاڪو، چاقو وغيره.

انهيءَ سڌاري ڏانهن ڌيان وري 1915ع ۾ ڏنو ويو. ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جي صدارت هيٺ هڪ ڪاميٽي ٽريننگ ڪاليج ۾ مقرر ٿي، جنهن ۾ خاص طور تي ڪم ڪندڙ مرزا قليچ بيگ مرحوم هو. انهيءَ ڪميٽيءَ لفظن جي هڪ وڏي ياد داشت تيار ڪئي جي جدا جدا نمونن ۾ يا غلط نمونن ۾ پيا لکبا هئا. انهن لفظن جون درست صورت واريون ياد داشتون 'اخبار تعليم' ماهه مئي 1915ع ۾ ڇاپيون ويون.

## ديوان گل جو مهاڳ:

ديوان جي پهرين ڇاپي جي مهاڳ جي يارهن واٽن مان ڏهين تائين مٿي تبصرو ڪيو ويو آهي. ڏهين واٽ ۾ عربي اکرن جو ابجد جي حساب موجب "چارٽ" آهي، ۽ يارهينءَ ۾ سندس ٺهرايل سنڌيءَ جي پنجونجاهه اکرن جو ابجد جي حساب جو چارٽ آهي. اتي ڇٽائي يعني مهاڳ پورو ٿئي ٿو ۽ ڪتاب جو صفحو ڏهون پورو ٿئي ٿو. يارهين صفحي تي قطعه تاريخ آهي، جنهن جو ذڪر اڳي ڇڪو آهي. صفحي ٻارهين تي ڪتاب جي فهرست هن نموني ڏنل آهي:

"مهڙ ديوان گل جو واسطي پروڙ ڪن فندن جي، جي منجهه ان ديوان آهين. فند پهريون منجهه سڃاڻڻ واٽن ٻولي سنڌيءَ جي ۽ جوڙ ان جو منجهه ڇٽائي اکرن جي آندو ٿئو....."

ان کان پوءِ ديوان شروع ٿئي ٿو. پڇاڙيءَ ۾ ٽن صفحن ۾ سنڌي، هندي ۽ فارسي تاريخون آهن، جن مان فارسي ۽ هندي جي قطعه تاريخ جو نمونو ته اڳي اچي ڇڪو آهي. باقي سنڌي تاريخن مان هڪ رباعي هن هيٺ ڏجي ٿي، جا پوءِ ڇپيل ديوانن ۾ ڪانهي:

منجهه باغ نظم ڪليو صفا خوب خوب گل،
منجهه ڏينهن رات صبح مسا خوب خوب گل.
ڪاغذ سنڌي چمن تي قلم گل بنائيو،
تاريخ ان جي چئي گل، ڇا خوب خوب گل.

تنهن کان سواءِ هڪ تاريخ جو غزل، ٻه قطعه معمه پڻ پوين ڇپيل ديوانن ۾ ڪونهن. اهي هت نقل ڪرڻ طوالت جو سبب ٿيندو. سيني تاريخن جي پڇاڙيءَ ۾ سنڌي رباعي آهي، جا هت ڏجي ٿي:

بخش هن عاصيءَ کي ڏٺيم، جنهن لکئو جوڙئو ڪتاب،
جيکي گهٽ وڌ ٿيو چوڻ ۾، عفو ڪر تنهن جو حساب:
جو پڙهئو ان کي پروڙي، پوءِ ڍڪي يا جوڙي عيب،
اجر ڏي ان جو گهڻيرو، ان کي سائينم تون ثواب.

ڪتاب جي پڇاڙيءَ وارن غزلن جو وچور، نهايت عجيب نموني ڏنو ويو آهي. لکي ٿو:

”پڇاڙي ديوان گل جي منجهه پڌرائي جوڙ مٿي اکرن ۽ غزلن جي ۽ نرواري غزلن ۽ بيتن جي تہ منجهہ هن اکر هيترا آهن ۽ منجهہ هن هيترا. چڻ اکرن ۽ غزلن ۽ بيتن جو.“

ان جي هيٺان هڪ نقشو ڏنو اٿس، جنهن ۾ هر هڪ اکر جي غزلن ۽ بيتن جو انداز ڄاڻايل آهي. آخر ۾ غزلن ۽ سنڌي، فارسي تاريخن جو انداز ڄاڻايو اٿس. لکي ٿو:

”مٿو اکرن ۽ غزلن ۽ بيتن ۽ تاريخن جو اکر = 54، غزل = 1751، بيت = 1088، تاريخون: سنڌي 8، هندي = 6 ۽ فارسي = 21.

ڪل تاريخون 25، انهن جا بيت 53. سڄي ديوان جا تاريخن سوڌا بيت 1104“

گل مرحوم کي احساس هو تہ هن پنهنجي ديوان ۾ ڪيترا ٺيٺ سنڌي لفظ ڪتب آندا آهن، انهيءَ ڪري ڪيترن ڏکين لفظن جي فارسيءَ ۾ معنيٰ حاشي تي ڏني اٿس. پوين مرتبن ۽ شرح لکندڙن اوائلي ڇاپو شايد ڪونہ ڏٺو آهي، تنهنڪري ڪيترن لفظن جون غلط معنائون ڏنيون اٿن. انهيءَ پهرين ڇاپي کان پوءِ ”ديوان گل“ جا هيٺيان ڇاپا ڇپيا آهن:

## ديوان گل جا ڇاپا:

(1) 1915ع ۾ هريسنگهہ ڪتب فروش، ليٿو ۾ حيدري اسٽيم پريس ڪراچيءَ مان ڇڏائي پڌرو ڪيو. ديوان جي منڍ ۾ اصلي ڇپائي پڌرو ڪيو. ديوان جي منڍ ۾ اصلي ڇاپي جي ”ڇپائي“ وارو قطعہ ڏنو ويو آهي، جو ٻئي ڇاپي بابت آهي:

ٿيو جڏهن ديوان گل پورو ڪلي،
سڀ ڏسي چئو آهي وه وه خوب خوب.
دبدبہ حيدري پريس ۾ ڪوشش سان،
ڇپئو ڇپئو آهي وه وه خوب خوب.

ورهه ڇاپڻ جو ڇپيم دل کان درست،
ڇپائين ڇپيو آهي وه وه خوب خوب.

پڇاڙيءَ ۾ سنڌي قطعن مان فقط چار قطعا ڏنا ويا آهن، باقي فارسي ۽ هندي قطعن مان ته هڪ به نه ڏنل آهي.

(1) ديوان جو ڪاتب قمبر علي شاهه ساڪن سکر پراڻو آهي. هي ڇاپو گهڻي حد تائين صحيح ڇاپو آهي.

(2) 1919ع ۾ سنڌي ساهت سوسائٽيءَ "ديوان گل" ڇپايو. ان ڇاپي ۾ ايڊيشن ته ڇڪون رهجي ويون، جو پلنامي لاءِ 20 صفحا درج ڪرڻا پين. انهيءَ ڪري پڙهڻ ۾ تڪليف ده ٿي پيو.

(3) انهيءَ ڇاپي ۾ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم ضروري درستيون ڪري ديوان لعلچند امر ڏني مل ڄڳتياڻيءَ ڏانهن موڪليو، جنهن اين. ايچ. پنجابي ڪتب فروش ڏانهن ڇپائڻ لاءِ موڪليو، جنهن ان وقت مئٽرڪيوليشن امتحان ۾ رکيل 1000 سٽون (يا مصرعون) يعني فقط 85 غزل 1923ع ۾ ڇپايا. ان جي مهاڳ ۾ ناشر طرفان ظاهر ڪيل آهي ته "پويون پاڱو به شرح سوڌو اسان وٽ تيار آهي." پر پائنجي ٿو ته اهو پويو حصو ڪونه ڇاپيو ويو. هي ڇاپو به سنڌي ساهت سوسائٽيءَ جي پاران ڇپايو ويو. ٽائيپ ۾ ڇپايل آهي ۽ سندس پڙهٽيون گهڻي حد تائين درست آهن.

(4) 1933ع ۾ (سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ) نئين طرح "ديوان گل" سنواري ۽ سڌاري ڇپيو. هن ڇاپي جي وڏي خوبي اها آهي، جو حاشيءَ ۾ ڏکين لفظن جي معنيٰ به ڏني ويئي آهي. هن ديوان جو مرتب ۽ شرح لکندڙ قاضي عبدالغفور صاحب هالائي آهي. هن ڇاپي جا وقت بوقت ڪيئي ايڊيشن ڇپيا آهن.

ديوان جي شروعات ۾ سوسائٽيءَ جي سيڪريٽري خانبهادر محمد صديق صاحب ميمڻ جو تعارف آهي. ان کانپوءِ "ديباچو" آهي، جو پڻ ميمڻ صاحب جو لکيل آهي. ان ۾ "گل" مرحوم جي شاعريءَ تي تبصرو ۽ تنقيد ڪئي ويئي آهي، تنهن کان پوءِ قاضي صاحب جو لکيل "گل" مرحوم جي حياتيءَ جو احوال آهي. غزلن کان سواءِ هن ۾ هڪ به قطعه تاريخ ڏنل ڪانهي. جيتوڻيڪ مرتب جي دعويٰ آهي ته هي صحيح ديوان آهي، تنهن هوندي به منجهس پڙهٽين جون گهڻيون ئي غلطيون رهجي ويون آهن. هن کان وڌيڪ صحيح ديوان ته هريسنگهه جو ڇپايل آهي. جيڪي ڏکين لفظن جون

معنائون ڏنيون ويون آهن، انهن مان به ڪي ڏنل معنائون غلط آهن. تنهن ڪان سواءِ ڪيترن ئي ڏکين لفظن جون معنائون ڏنل ئي نه آهن. ان جو اعتراف خانبهادر مرحوم پڻ پنهنجي نوٽ ۾ ڪيو آهي. لکي ٿو:

”ته به ڪي لفظ اڃان به سمجهائڻ طلب آهن، جن تي به قاضي صاحب کي توجه ڏيڻ گهرندو هو.“

## سنڌي عروضي شاعري:

خليفو صاحب عروضي شاعريءَ جو پهريون شاعر نه آهي، پر پهريون ”صاحبِ ديوان“ شاعر ضرور آهي. سنڌي عروضي شاعريءَ جي سلسلي ۾ پهريائين پهريائين مخدوم عبدالرؤف ڀٽيءَ جو نالو اچي ٿو، جنهن جو زمانو 1682ع کان 1752ع تائين آهي. مخدوم صاحب سنڌ جي حاڪم نور محمد ڪلهوڙي ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو همعصر هو ۽ هالا جو رهاڪو هو. سندس مولودن ۾ عروضي شاعريءَ جا نمونا ملن ٿا. سنڌي غزل جي سلسلي ۾ پهريون پهريون نمونو نور محمد ”خسته“ جو ملي ٿو، جو ٺٽي جو وينل هو ۽ 1130هه ڌاري زنده هو. هو سنڌ جي مشهور عالم مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو شاگرد هو. ”خسته“ کان سواءِ ان زماني ۾ ٺٽي ۾ ٻيا عروضي شاعر: حافظ عالي، مرزا تقي ۽ ميان ڇتن به موجود هئا. مرزا تقي نواب حفيظ الله خان جي مصاحبن مان هو.

ٽالپرن جي دور ۾ سيد ثابت علي شاهه بلند پايه عروضي شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن شاعريءَ جي هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي، خاص طور تي صنف ”مرثيه“ جو باني آهي. سندس مرثيه ايڏا بلند پايي جا آهن، جو اردوءَ جي مشهور مرثيه نگارن مير انيس ۽ دبير کان ڪنهن به صورت ۾ گهٽ نه آهن. مرثيه کان سواءِ سندس ڪجهه غزل به ملن ٿا. انهيءَ ئي دور ۾ سنڌ جي مشهور صوفي شاعر سچل سرمست (وفات 1224هه) جا ڪجه غزل ملن ٿا، جن ۾ تصوف جا باريڪ نڪتا نهايت رنگين نوع ۾ بيان ڪيا ويا آهن. ٽالپرن جي دور ۾ آخوند محمد بچل ”انور“ فارسيءَ جو بلند پايي شاعر ٿي گذريو آهي. ان جي سنڌي عروضي شعر جو نمونو به مليو آهي. ان کان سواءِ شڪارپور جي شاعرن محمد عارف ”صنعت“ (وفات 1849ع)، ملا صاحبڏني

(وفات 1834ع ڌاري)، ۽ خليفي ڪرم الله (وفات 1854ع) جو سنڌي عروضي شعر پڻ مليو ٿو. ٽالپر حڪمرانن مان مير نصير خان، مير شهداد خان ۽ مير حسن علي خان جي غزلن جا نمونا به ملن ٿا. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته ان زماني ۾ سنڌي غزل تي طبع آزمائي ٿيندي رهندي هئي.

ان ڪان پوءِ انگريزن جي دور ۾ ”گل“ مرحوم جو نالو ملي ٿو، جنهن پهريائين پهريائين سنڌيءَ ۾ هڪ مڪمل ديوان پيش ڪيو. خود خليفي صاحب جي همعصرن ۾ قادر بخش ”بيدل“ روهڙيءَ واري، اصغر ٺٽوي ۽ عظيم هالائيءَ جو ڪجهه موزون ڪلام ملي ٿو.

مطلب ته خليفي صاحب ڪان پوءِ ئي سنڌي ديوانن ۽ ڪلياتن لکڻ جو رواج پيو. هن وقت ديوان قاسم، ديوان بلبل، ديوان فاضل، ديوان سانگي، ديوان قليچ، ديوان خاڪي، ديوان نجفي، ديوان واصف، ديوان حافظ، ديوان احسن ۽ ديوان قادري وغيره موجود آهن، پر انهن سڀني جو پيش رو ”ديوان گل“ آهي.

## ديوان گل جي اهميت:

قدامت ڪان سواءِ مضمون جي لحاظ ڪان به ديوان گل جي سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت آهي. جيتوڻيڪ هن فارسي وزن ۽ هيئت کي قبول ڪيو، تڏهن به فارسي شعر جي اثر ۽ روايتن کي مڪمل نموني اختيار نه ڪيو. هن، فارسي شعر جي انهن روايتن کي اختيار نه ڪيو، جي سنڌي شعر جي مزاج جي خلاف هيون: مثلاً ايراني شاعريءَ ۾ عاشق به مرد هوندو آهي، ته محبوب به مرد. پر سنڌي ۽ هندي شاعريءَ ۾ شاعر، عورت جي زباني، پنهنجي عشق جا جذبات بيان ڪيا آهن. گل مرحوم گهڻي قدر سنڌي روايت کي غزل ۾ قائم رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان ڪان سواءِ هن عربي ۽ فارسي لفظ زور ڪري ڪتب ڪونه آندا آهن، پر تمام گهڻا نيٺ سنڌي لفظ ۽ محاورا ڪم آندا اٿس، جن مان ڪيترا ته شاه صاحب جي رسالي ۾ به موجود نه آهن.

فارسي شاعريءَ جون تشبيهون، ترڪيبون، استعارا ۽ محاورا پنهنجا آهن، جي ايران جي ماحول موجب آهن. گل مرحوم گهڻي قدر سنڌي ماحول موجب تشبيهون آنديون آهن، ۽ ترڪيبون، استعارا ۽ محاورا به نيٺ سنڌي

آندائين. گل مرحوم ايران جي ماحول جي نہ پر سنڌ جي ماحول جي عڪاسي ڪئي آهي. شاھہ ڀٽائيءَ وانگر سندس شعر ۾ سنڌ ۾ پيدا ٿيندڙ شين، ڏنڊن، وهنوارن ۽ ٻوڪ جي طريقن جو ذڪر چٽيءَ طرح ملي ٿو. ڪَتي ۽ چيٽ جي ٻوڪن جو ذڪر هن طرح ٿو ڪري:

اپاڙي چاڙھہ عاشق عشق جو ايٽ؛
ڪَتي ٻوڪي وڏائي ڪر مٿس چيٽ.

غزل جو جيتوڻيڪ خاص مضمون حسن و عشق جو ذڪر ۽ هجرو وصال جو بيان آهي، پر پوءِ ٻين ڳالهين، جهڙوڪ: تصوف جي نڪتن ۽ معاشي، معاشرتي ۽ اقتصادي مسئلن کي بہ تغزل جي رنگ سان بيان ڪيو ويو آهي. گل جي غزل ۾ بہ تصوف جا نڪتا، اخلاقي هدايتون، معاشي ۽ معاشرتي مسئلا اهڙي رنگين نموني ۾ بيان ڪيا ويا آهن، جو غزل جو روح فنا نٿو ٿئي.

ڪن ٻوڪن جو ٻھريائين ٻيجارو ٻوڪبو آهي، ۽ پوءِ اهي سلا ٻيجارَي واري جاءِ تان کڻي وڃي مقرر زمين ۾ هڻبا آهن، ان کي هارين جي اصطلاح ۾ ”ڪرڙا“ ۽ ”روت“ چيو ويندو آهي. تصوف جي نظريي موجب جيڪي مَرڻ کان اڳ مَرن ٿا، اهي مَرن نٿا، پر سدائين جيئرا آهن. شاھہ صاحب فرمايو آهي:

”مَرڻا اڳي جي مُئا، سي مري ٿيا نہ مات.“

گل مرحوم انھيءَ نظريي کي سمجھائيندي، ان کي ”ڪرڙا“ ۽ ”روت“ سان تشبيھہ ڏني آهي:

لڏئو جاءِ هڪ مان وهن جاءِ ٻيءَ،
هٿن جيئن ٿا هاري ڪرڙا ۽ روت.

سنڌي ماحول جي کھڙي نہ موزون تشبيھہ ڏني ويئي آهي. اهڙيءَ طرح گل مرحوم سنڌي ماحول مان نهايت جاذب، موثر ۽ نھندڙ تشبيھون اخذ ڪري، پنهنجي شعر ۾ ڪم آنديون آهن. الله جي واٽ ۾ وڪ وڌائڻ کي ڪورين جي ڪپڙي اُڻڻ سان تشبيھہ ڏئي ٿو:

پاڻي پيچ تاڃيءَ ۾ پيرن پڌار،
ٿيا ڳنڍجي ”گل“ مڙئي ڳوپ ڳوت.

نفس تي ضابطي رکڻ واري خيال کي شڪاريءَ جي رسيءَ ۽ مهاڻي جي ڇت سان ڀيٽ ڏني اٿس. چوي ٿو، جهڙيءَ طرح شڪاري، ڦاهيءَ واريءَ رسيءَ ۾ ڏيان رکي ويهندو آهي، ۽ مهاڻو مڇي مارڻ لاءِ مَٽ تي چڙهي ڇت کي قبضي ۾ ڪري ويهندو آهي، تهڙيءَ طرح تون به پنهنجي نفس کي مڪمل ضابطي ۾ رک. "ڇت" مڇيءَ مارڻ جو اوزار آهي:

ٿو ڦاهي شڪاري، منجهه رسيءَ کي رکيو ڏيان،
ٿو چڙهي مٽ تي ماڻهو هٿ رکي ٿو چاڙهه ڇت.

نير ۾ ڪپڙي رڱڻ جي تشبيهه ڏيندي چوي ٿو، جهڙيءَ طرح جهَڳڻ ۽ جهبڻ کان پوءِ نير وڌيڪ رنگ ڪڍندو آهي، تهڙيءَ طرح عاشق به طعن ۽ تِنڪن سهڻ کان پوءِ عشق ۾ وڌيڪ ڪمال حاصل ڪري ٿو:

نير رنگ واڌو ڪڍي، منجهه جهڳ جهب،
عشق وارو وڌ وڌي، منجهه لوس لب.

رڌ بچاءَ جو دستور آهي ته جيتري قدر مضبوطيءَ سان ڍڪڻ ڏيئي ٻاڦ کي ٻاهر نڪرڻ کان جهلبو، اوتري قدر ڪاڌو وڌيڪ پچندو. گل مرحوم انهيءَ فطري امر کي بيان ڪندي چوي ٿو ته جيئن ٻاڦ جهلجي ٿي ته ڪاڌو جلد پچي ٿو، تيئن جيڪڏهن تون به الاهي راز کي اندر ۾ سانبيندين ته عشق جي ڪمال کي پهچندين:

ٻاڦيءَ تي ٺهڪي تپي جيئن جيئن ڪُنو؛
ٿو رجهي تئن ڪاچ جيئن سانبين اُٻ.

اهڙي قسم جون انيڪ تشبيهون ديوان گل ۾ موجود آهن. ان مان ثابت ٿئي ٿو ته گل مرحوم فطرت ۽ ماحول جو وسيع مطالعو ڪيو هو. هن قادر جي قدرت جي هر هڪ ڳالهه ۽ پنهنجي وطن ۾ ٿيندڙ ڏنڊن، پوکن، وهنوارن ۽ ڪاروبارن کي نهايت باريڪ بينيءَ سان ڏسي؛ انهن کي پنهنجي شعر ۾ بيان ڪيو آهي. انهيءَ ڪري جيڪڏهن اسان کيس "سنڌ جو هڪ پراڻو عوامي شاعر" سڏيون ته بيجا نه ٿيندو.

# مثنوي مولانا روميءَ جو هڪ سنڌي ترجمو

قديم زماني کان سنڌ جي عالمن، فاضلن، صوفين ۽ شاعرن تي مثنوي مولانا روم جو وڏو اثر رهيو آهي. ڪيترين ئي شاعرن جي شعر تي، ان جو اثر تمام گهرو ۽ گهاٽو آهي. سنڌي زبان جي عظيم شاعر حضرت شاهه عبداللطيف جي شعر تي، ان جي فڪر ۽ خيال جو نمايان اثر نظر اچي ٿو. روايت آهي تہ حضرت شاهه صاحب سان شاهه ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين" ۽ "مثنوي" مولانا روم سدائين ساڻ هوندا هئا. شاهه صاحب جي مثنوي سان دلچسپي جو اندازو هن مان بہ لڳائي سگهجي ٿو، تہ سنڌ جي حاڪم، مثنوي مولانا روم جو هڪ نفيس ۽ مزين نسخو شاهه صاحب جي خدمت ۾ موڪليو هو.

سنڌ جي پارسي شاعرن جيَ شعر ۾ بہ مثنوي جي پرتوو صاف نظر اچي ٿو. شاهه جهانگير هاشمي (وفات 1530ع، ارغون دور" جي مثنوي "مظهر الاثار" جون ڪجهہ حڪايتون مثنوي تان ورتل آهن. حضرت قادر بخش "بيدل" جي هڪ مثنوي آهي: "نهرالبحر"، جيڪا مثنوي شريف کان متاثر ٿي، ان جي پيران لکي اٿس. جيئن تہ مثنوي شريف هڪ بحر آهي، انهيءَ ڪري حضرت بيدل پنهنجي مثنوي کي "نهرالبحر" نالو ڏنو آهي. يعني "درياء جي شاخ" ان کان سواءِ حضرت بيدل پنهنجي هڪ ڪتاب "پنج گنج" ۾ تصوف جي مختلف مسئلن کي، چالهين درجن ۾ بيان ڪيو آهي. هر هڪ درجي جو هڪ عنوان آهي، جنهن جي وضاحت لاءِ قرآن حڪيم جي آيت، حديث شريف، مثنوي مولانا روم مان بيت، شاهه لطيف جو شعر ۽ ڪا هڪ حڪايت آندي اٿس. ان کان سواءِ سندس ٻي پارسي خواهہ سنڌي سرائڪي ۽ اردو شعر تي بہ مثنوي مولانا روم جو اثر آهي. سنڌ جي ٻين پارسي توڙي سنڌي شاعرن جي شعر تي بہ مثنوي شريف جو اثر ظاهر آهي.

ڪن شاعرن مثنوي مولانا روم جو ترجمو بہ ڪيو آهي. مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهي جو مڪمل ترجمو شايع ٿي چڪو آهي. سنڌ جو

شعري وکر ووڙيندي معلوم ٿيو تہ هڪ هندو شاعر بہ مثنوي شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ان جو نالو آهي: ديوان گنگارام. سندس ترجمي جو ڪجهہ حصو نموني طور هت ڏجي ٿو:

راڳ نڙ جو سڻ، تہ هي ڇا ٿو چوي،
وڇڙجي ڏک ڪان، ڏينهان راتيان لنوي.

ڪو ٻڌڻ وارو هجي، هن حال جو،
تان ڪريان ويهي، بيان هن قال جو.

جو هجي وڇڙيل اصل، ڪنهن ماڳ ڪان،
سو وري چاهي ملڻ، تنهن ماڳ سان.

آهون مان موٽي ملڻ، جون ٿو ڪريان،
توڙي هت بدنيڪ سان، گڏجي رهان.

پرم موجب پنهنجي سڀ ساٿي ٿيم،
ڪنهن نہ ويهي، ڳجهہ اندر ڳالهہ ڪيم.

ڳالهہ منهنجي درد ڪان، ناهي ڳجهي،
سمجهہ ان جي ۾، وجي ٻڌ ٿي منجهي.

ديهہ ۾ سڀ ڪنهن جي، آتم ٿو وسي،
پر انهيءَ آتم کي، سڀ ڪو ڪٿ پسي؟

باهہ آهي راڳ نڙ جو ناهہ واءِ،
ساڙيو جنهن کي ڪين آتش تنهن نہ ناءِ.

نڙ اندار آهي، اُلو ويراڳ جو،
کي جگر ساڙي، ڪڍي او جوش ٿو.

نڙ نہ آهي يار جو، ياري ڇڏي،
بلڪ آتمتا ۾، آتمتا گڏي.

زهر ۽ ترياق نڙ جان، ڪنهن ڏٺو؟
نڙ جيهو همدرد ڪٿ آهي سٺو؟

درد دک جي حال ۾ ويٺو رڙي،
عشق مجنون جو قصو ويٺو ڪري.

منهن اسان جي ۾ رهن نڙ جا بہ وات،
هڪ لڪل بيو ٿو ڪري ڳالهيون ۽ بات.

وَلَ هڪڙي جو ڪنن تنهنجن تي پيو،
سوز بئي جو آسمان کان ڀهر ويو.

ٻالهه هڪڙي جنهن کي هو سمجهي گيان،
دانهن هڪڙي برم (برهم) جو ڏئي ٿي نشان.

وڄڻ هن نڙ جو، جيئن هن وڄڻ سان،
جيءَ جي چرپر ٿئي، تيئن برم کان.

سڏ انهيءَ کي جنهن کي آهي گيان ڪو،
ٻالهه جو ڪو پارکو ڪن بن نه پيو.

جي نه هو ڪو نڙ جي ڪوڪن کي اثر.
جڳ ۾ جيڪر ڪٿ هجي ها ڳڙ شڪر.

(اخبار تعليم نمبر 10، جنوري 1918ع، جلد 16، ص 8).

درد ڪون آيو جا ڏينهن گذري ويا،
گذجي نڙ سان سور مون گهارڻ پيا.

ڏينهن ويا پل ويا نه اهي خوف ڪو،
تون رهين تو جهڙو ناهي يار پيو.

آب مان ڍؤ هئو، مڇي بن ڪنهن نه ڪيو؟
ڪير بي روزي بکيو جڳ ۾ رهيو؟

جوُ مڇي کي ڍوُ نه پاڻي مان کي تيو،
جيئن ڪو چئو، رزق بن خالي رهيو.

آستڪ پيو پيالو برم جو،
ناستڪ کي ڪٿ چڙهيو خمر سو؟

گيان آتم جو لهي، پوراڳي ڪو،
هي نه آهي ڪم لباڙي خام جو.

مڏ مستيءَ ۾ پئي، اسان ڪون ٿو پني،
چرخ جو ڦيرو اسان جي هٿ بني.

مڏ کي مستي اسان آهي ڏني،
مستي مڏ مان ڪا اسان جي نا بني.

ٿي اسان کان ديهہ پيدا جڳ اندر،
سي اسين نکتا نہ ديهي مون پهر.

سڀ نہ آتم گيان پائي ٿا سگهن،
ڪاچ انجيرن جو ڪي ڪي مرغ ڪن.

بند جن توکي پڌو، تن ٿي چٽل،
چو رهين تو ڦاهي زر جي ۾ گتل.

جي گهگهي اندر وهائي بحر ڪي،
آ ذقہ ڏينهن پن ڪون وڌ ڪاٿي رکي؟

اک حريصن جي نہ ٿي ڪڏهين ڪي پر،
سانت بن موتي نہ ٿئي سپ جي اندر.

جنهن کي ڌر ڪون ياڳ پيو ويراڳ جو،
چاهنا ۽ چاهہ کان تياڳي اهو.

شل سدا ويراڳ تون قائم رهين،
جو اسان جي مرض جو ويجڪ آهين.

تون اسان جو مرض جي آهين دوا،
پيو نہ پايان تو جهو تو کان سواءِ.

جيءُ آتم ۾ گڏيو ويراڳ سان،
گرنچڻ بيٺو اُٿي ويراڳ کان.

تيو جڏهن ويراڳ گر جبل کي،
بيٺو تنبو ٿي تڏهين گوپين اُتي.

نڙ جي اندر رمز آهي ڪا ڳجهي،
جي چوان خلقت وجي ساري مجهي.

گڏجي پنهنجي يار سان جي سر چوان،
آءُ بہ ڳيون نڙ جهون ويهي کهان.

(اخبار تعليم نمبر 11، فيبروري 1918ع جلد 16، ص 4)

مٿين نموني مان معلوم ٿيندو تہ ديوان صاحب هندي ويدانت جا لفظ ۽ علامتون هن ترجمي ۾ سمايا آهن، جهڙوڪ: برم (برهم)، آتم، گيان، آستڪ، ناستڪ، گر، گوپيون وغيره.

# تصوف ۽ سنڌي ادب

**وصف:**

تصوف جي وصف ۽ ان جي انهيءَ نالي بابت گهڻو ڪجهہ لکيو ويو آهي. ڪن محققن جو خيال آهي، تہ لفظ "تصوف"، "صوف" مان نڪتل آهي. "صوف" هڪ قسم جو اوني ٿلهو ڪپڙو هوندو هو، جيڪو دنيا کي ترڪ ڪرڻ، سادگي، نهٺائي ۽ قناعت جي علامت سمجهيو ويندو هو. ڪن جو خيال آهي تہ اهو لفظ يوناني لفظ "سوف" مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: حڪمت، دانائي. ڪن جو خيال آهي تہ "تصوف" لفظ "صفا" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "دل جي صفائي". ڪن جو خيال آهي تہ، "اصحابہ صفہ" جي ڪري هي لفظ رواج ۾ آيو؛ جيڪي نبي ڪريم ﷺ جي زماني ۾ هڪ صفہ ۾ رهندا هئا، ۽ فقر جي زندگي گذاريندا هئا.

امام قشيري پنهنجي ڪتاب "رسالہ قشيريہ" ۾ تصوف جي معنيٰ "دل جي صفائي" ٻڌائي آهي. حضرت علي هجويري داتا گنج بخش بہ پنهنجي ڪتاب "ڪشف المحجوب" ۾ ڄاڻايو آهي، تہ تصوف دل جي صفائي ۽ پاڪيزگيءَ جو نالو آهي. تصوف تي لکيل اولين ڪتاب "تعرف" ۾ چوٿين صدي هجري جي بزرگ امام ابوبڪر اسحاق بن ابراهيم بن يعقوب البخاري الڪلا بازي لکيو آهي، تہ اندر جي صفائي پاڪيزگيءَ جي ڪري، ان ماڻهوءَ کي صوفي سڏيو ويو. بشر بن حارث چيو آهي، تہ صوفي اهو آهي جنهن جي دل الله لاءِ صاف ۽ پاڪ هجي. شيخ ابو نصر سراج "ڪتاب اللمع" ۾ ڄاڻايو آهي تہ، = صوفي الله تعاليٰ جا مڪمل فرض پورا ڪندا آهن، منع ڪيل شين کان پاسو ڪندا آهن، اجاين ڳالهين کان پري رهندا آهن ۽ اهي سمورا واسطا ۽ تعلق ٽوڙي ڇڏيندا آهن، جيڪي انهن جي سنڌن مطلوب ۽ مقصود جي آڏو اچن. انهن جو مطلوب ۽ مقصود فقط الله آهي.

سيد احمد رفاعي (وفات 578هہ = 1112ع) "بيان المشيد" ۾ لکيو آهي، تہ صوفي اهو آهي، جنهن جو باطن، دنيا جي سمورين خرابين کان پاڪ ٿي چڪو هجي، ۽ ان تي بہ هو پين کان پاڻ کي ڀلو نہ سمجهي. حضرت امام

غزالي پنهنجي ڪتاب ”المنقذ من الضلال“ ۾ بيان ڪيو، ته ”جڏهن ٻيا علم حاصل ڪري فارغ ٿيس، ته تصوف ڏانهن توجهه ڏنم. مون کي معلوم ٿيو ته انهن جو طريقو علم ۽ عمل سان تڪميل تي پهچي ٿو. انهن علمن جو مقصد آهي: نفس کي وَسَ ۾ رکڻ، برائين ۽ خرابين کان پاڪ ۽ صاف رهڻ، دل کي غير الله کان پري رکڻ ۽ ان کي الله تعاليٰ جي ذڪر سان پاڪ ۽ صاف رکڻ.“

مطلب ته تصوف، دل جي صفائي، اندر جي پاڪيزگي، ظاهر جي صفائي، نفس کي ضابطي ۾ رکڻ، خداجي مخلوق سان سهڻي نموني هلڻ، انهن جي خدمت ڪرڻ، الله تعاليٰ سان محبت ڪرڻ ۽ ان جو ذڪر ڪرڻ جو نالو آهي. صوفيءَ جو منزل مقصد الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ آهي. هو پاڻ کي فنا ڪري، ذات حق سان وصال حاصل ڪري ٿو. قول ۽ فعل ۾ مطابقت، اصولن کي عملي شڪل ڏيڻ، عبادت ۾ اخلاص، الله تعاليٰ ۽ ان جي ٻانهن سان محبت ڪرڻ، نهٺائي، سچائي، سادگيءَ سان زندگي گذارڻ، هٺ، وڏائي ۽ ٻين براين کان پري رهڻ ۽ پاڻ پٽي کان پاسو ڪرڻ، پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنهنجي مالڪ جي معرفت حاصل ڪرڻ لاءِ غور ۽ فڪر ڪرڻ صوفيءَ جو طريقو آهي.

انهيءَ لحاظ کان تصوف، ڪو نظريو يا عقيدو ناهي، پر هڪ طريقو آهي، جنهن جي ذريعي انسان پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ۽ پنهنجي مالڪ جي معرفت حاصل ڪرڻ لاءِ غور ۽ فڪر ڪري ٿو؛ ۽ الله تعاليٰ جو قرب حاصل ڪرڻ لاءِ ان جي ذڪر ۾ محو رهي ٿو. البت ايترو آهي، ته صوفياء ڪرام جي سوچ ۽ ويچار جي نتيجي ۾ جيڪو فڪر ظاهر ٿيو، ان صوفيانه نظرين ۽ مسلڪن جي صورت اختيار ڪئي؛ جهڙوڪ ”وحدت الوجود“ ۽ ”وحدت الشهود“. ان هوندي به صوفي بزرگن شريعت جو انڪار نه ڪيو. جيتوڻيڪ ظاهري علم جي عالمن، صوفي بزرگن جي ڪن ڳالهين جي ڪري، سندن مخالفت ڪئي ۽ ڪين سخت سزائون ڏياريون، قتل ڪرايو؛ تڏهن به هنن شريعت جي نندا نه ڪئي ۽ مخالفت ۾ نه ڳالهايو. نه فقط ايترو، پر هنن پنهنجي طريقي جو بنياد ئي عشق رسول تي رکيو ۽ طريقت جي واٽ ونڻ کان اڳ ۾ شريعت جي پابنديءَ کي ضروري سمجهيو. شاهه

لطيف چيو آهي:

وحده لا شريڪ لهُ، جان ٿو چئين ايئن،
تان مڃ محمد ڪارڻي، نرتئون منجها نيه،
تان تو وڃي ڪيءَ، ناٿيين ڪنڌ ڀين ڪي.

## وحدت الوجود:

صوفي بزرگن جي ٻن مکيه نظرين، وحدت الوجود توڙي وحدت الشهود جو بنيادي نڪتو توحيد آهي. وحدت الوجود وارا چون ٿا، ته همه اوست يعني سڀ ڪجهه اها ذات آهي ۽ وحدت الشهود وارا چون ٿا: همه از اوست، يعني سڀ ڪجهه انهيءَ کان آهي. وحدت الوجود جي فڪر موجب ذات واحد کان سواءِ ٻي ڪنهن به شيءِ کي حقيقي وجود ڪونهي. هر هنڌ انهيءَ ئي ذات جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. ڪائنات جي هر شيءِ انهيءَ ذات حقيقيءَ جو مظهر آهي. جيڪڏهن پنهنجي اندر ۾ ڀيهي ڏسبو، ته پرينءَ جو پسڻُ پاڻ ۾ ئي ٿيندو.

انهيءَ ڪري صوفي بزرگ چون ٿا ته ڪثرت جو ڪو حقيقي وجود ڪونهي. بلڪه ڪثرت، وحدت مان ئي وجود ورتو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي فرمايو آهي:

ڪثرت تان وحدت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
هو حقيقي هل، بالله سندو سڄڻين.

شيخ محي الدين ابن عربي وڏو صوفي مفڪر ٿي گذريو آهي، جنهن وحدت الوجود جو فڪر فلسفيانه انداز ۾ پيش ڪيو. هو چوي ٿو ته وجود مطلق هڪ آهي. فقط اهو ئي موجود آهي. هر ٻي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪ ٻئي جو عين آهن. انهيءَ ڪري هو عالم ۽ الله جي ذات ۽ صفات جي عينت جي بناءَ تي تصور ڪري ٿو. يعني جوهر ۽ عرض جي عينيت جي بناءَ تي. انهيءَ ڪري چوي ٿو ته عالم، ان جي صفات جي محض تجلي آهي. بيان العارفين ۾ 'شاهه عبدالڪريم بلڙي واري' جو قول آهي:

تہ بي ورت منجھ صورت، ڪٿو ظهورا،
منجھ صورت بي صورت ڪي، ڪرڻ نظر نگاھہ،
جيھين تہ ھيءَ صورت، ھيڏھين ھيءَ نہ آھ،
پر آھي بي صورت جا، آھہ ھوئڻ تھين لاءِ،
بي صورت ڪي صورت ڏارا لهي نہ مورا.

شاھ لطيف ذات جي ساڃاھہ ڏيڻ لاءِ درياءَ جي تمثيل آندي آھي. ھو سمجھائي ٿو تہ جھڙيءَ طرح درياءَ ۾ ڪي ئي لھريون اڀرنديون ۽ اسرنديون آھن، پر اصل ۾ پاڻي جي پسڻ جي حقيقت ھڪ ھوندي آھي؛ اھڙيءَ طرح ھي رنگينيون ۽ رعنائيون بہ انھيءَ ذات جو مظھر آھن. پر اصل ۾ پاڻي جي پسڻ جي حقيقت ھڪ ھوندي آھي؛ اھڙيءَ طرح ھي رنگينيون ۽رعنائيون بہ انھيءَ ذات جو مظھر آھن. انھيءَ ڪري جڏھن ويڇا وساري ڇڏبا، تڏھن ئي حقيقت ھٿ ايندي. فرمائي ٿو:

لھرن لڪ لباس، پاڻيءَ پسڻ ھيڪڙو،
اونھي تہ عميق جي، واري ڇڏ وماس،
جت ناھہ نھايت نيھ جي، ڪوءِ ات پنھنجي ڪاس،
نڙن جي تلاس، لاھہ تہ لالن لڳ ٿيين.

ابن عربي چوي ٿو، تہ عالم جي حيثيت نالي ماتر آھي. اھو غير حقيقي، وھمي ۽ اھڙو وجود آھي، جو خارج ۾ معدوم آھي. موجود صرف خدا آھي. عالم يا ڪثرت جو وجود فقط تجليات وحدت جي حيثيت سان آھي، يا ان جي تعنيات جي حيثيت سان آھي، بذات خود عالم جو ڪو وجود ڪونھي، انھيءَ نقطہ نگاھہ ڪان شاھہ صاحب چوي ٿو، تہ ڪائنات جي ھر شيءِ وڏي واڪي انھيءَ حقيقت جي تصديق ڪري ٿي، تہ ھر ھنڌ فقط انھيءَ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آھي:

جر ٿر تڪ تنوار، وڻ ٽڻ وائي ھيڪڙي،
سپيئي شيءِ ٿيشا، سوري سزا وار،
ھمہ منصور ھزار، ڪھڙو چاڙھنو چاڙھئين.

سيت پچار پرين جي، سيت ھوت حضور،
ملڪ مڙوئي منصور، ڪھي ڪھندين ڪيترا.

صوفي بزرگن "فنا ۽ بقا" جو مسئلو بہ نھايت وضاحت سان سمجھايو

آهي. هو چون ٿا تہ ڪائنات جي هر شيءِ فاني آهي، ان ڪي بقا ڪونهي. انهيءَ لحاظ کان انسان بہ فاني آهي: البت هو واحد سان وصال ڪري بقا حاصل ڪري سگهي ٿو. هو چون ٿا تہ، جيڪڏهن پنهنجو پاڻ فنا ڪبو، تہ فقط اها ذات حقيقي قائم ۽ دائم رهندي، ان کان پوءِ جيئن تہ هو پاڻ رهندوئي ڪونہ تہ هو اناالحق جو هوڪو ڏيڻ لڳندو، جيئن منصور حلاج "اناالحق" چيو هو:

اول ٻيري ٻج، جي بند خيالات جا ،
تنهان پڄاڻان وڃ، حلاجي حيرت ۾.

صوفيانہ اصطلاح ۾ نفيءَ کي "لا" بہ سڏيندا آهن، جيئن قاضي قاضن ۽ شاهہ ڪريم نفيءَ لاءِ "لا" آندو آهي. سچل چوي ٿو:

'تون هي سان 'تون' ليڪ، 'مان' ليان 'تون' سان،
'تون' هي آءِ' سيهين' 'لا' ۾ موجودات ٿي.

ٻي هنڌ هڪ ڪافي ۾ چيو اٿس:

لا اِلہ اثبات مڙيوئي، 'لا' کي ڇڏ تون لاهي.'

حضرت بيدل نفيءَ وار ي مسئلي تي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪندي لفظ 'لا' هن طرح آندو آهي:

'لا' جو ڪنهون هٿ ڪري، جنگ جسم سين جوڙ،
نفيءَ واري نشن ۾، وڃي ٻيائي ٻوڙ،
سالڪ سڳو سور، نيهي اٿي نانهن جو.

هڪ ٻي بيت ۾ حضرت بيدل فرمائي ٿو تہ، پاڻ فنا ڪرڻ کان پوءِ طالب حق سان هڪ ٿي ويندا، جنهن ڪري غير رهندوئي ڪونہ. انهيءَ منزل تي اچي طاب "اناالحق" جو نعرو هڻندو. فقير بيدل ڪلمي جي ٻي حصي 'لاالله' جي شرح اها منزل ٻڌائي آهي. 'اثبات' معنيٰ 'هائو' جو مسئلو بہ ان کي سڏيو اٿس. "فرائض صوفيہ" ۾ فرمائي ٿو:

الا الله اثبات ڪر، جيئن ڪيو منصور،
ثابت رهج ثبوت، ڇڏي فرق فتور،
حاصل ڪج حضور، پاڻ پروڙي پانهنجو.

پاڻ سڃاڻڻ واري مسئلي کي صوفي بزرگن قرآني تعليمات جي روشنيءَ ۾ سمجهايو آهي. هو قرآن شريف جي آيت وَنَحنُ اَقرَبُ اَلَيه مِنَ حَبلا الورِيد' شاهديءَ طور آڻيندا آهن. سڄي آيت هن طرح آهي:

وَلَقد خلقنا الانسان وَنعلمُ ماتوسوس بِه، نفسه ونحن أقرب أليه من حَبل الوريد (ق-١٦)

(۽ بيشڪ ماڻهوءَ کي پيدا ڪيوسين ۽ سندس نفس ڪيس وسوسو وجهندو آهي، سو ڄاڻندا آهيون ۽ اسين ڏانهنس (سندس) ساهه جي رڳن کان به وڌيڪ ويجها آهيون.)

عثمان فقير سانگي چيو آهي:

گهوٽ آيو ٿي تنهنجي گهر ۾، وفي انفسڪم آهي اندر ۾،
منجهه وجود وٿاڻ، طرف ٻئي تـون ڇو تـو تاڻين.

ويجهڙائيءَ جو صوفي شاعر حسن بخش شاهه چوي ٿو:

ڏورين ڇو ٿو ڏور، هو ورنهه اٿئي ويجهڙو،
سڄڻ ساهه پساهه ۾، دلبرناهي دور،
وڙي ڏس وجود ۾، نرمل سندو نور،
حسن بخش حضور، مري جيءَ تہ ماڻيين.

خوش خير محمد هيسباڻي چوي ٿو:

آهي سڀ اثبات، مگر نفي هن نام جو ٿئي،
وحدت ۽ ڪثرت جي لاشڪ آهي لغات،
هن جيفي سندي جنگ جي، سالڪ سمجهن بات،
هن فنا بقا جي فن جي، ڪي طالب مڄن تات،
ڪر صحيح ذات صفات، خوش خيرمحمد خيال سان.

فقير صوفي محمد صديق سومرو، صوفيانہ طريقت جو بيان هن طرح ڪيو آهي:

وحدت واعظ جن جو سي الاالله سين اورين،
هنيون حقيقت ڳڏيو، ٿا طريقت تورين،
معرفت جا ماڻ سين، ٿا ڏيل اندر ڏورين،
پوتُل پاسو پٽ تي، ڪاٺان نہ ڪوڙين،
نيهہ نباهيو نين، اِيءَ پر عاشقن جي.

ناڙيءَ (بلوچستان) جو صوفي بزرگ چيزل شاهه چوي ٿو:

هر جاءِ حاضر هڪ ٿي، تون ڪَهه نہ ڪائي بات،
ٻي نہ آڇ ٻولڙي، نہ ڪا وائي وات،
ڪل پونداءِ ڪين مٿون، ٿي نفي مٿون اثبات،
ظاهر ظهوري ذات، ٻي صورت سڀ صفات،
چيزل مشڪل بات، اٿي سڌ پردو ٿي سمجهہ جو.

ويدانتي شاعر ڀائي چين راءِ سامي چوي ٿو:

ورلي ڪنهن ڄاتو، تور مانڪ ديهہ جو،
جنهن ملي ساڌ سنگت سان، منهن مڙهيءَ پاتو،
سامي ڇنج سروپ ڪي ستہ سڄاتو،
واري خط ڪاتو، جنندي ويو جم سان.

حضرت سچل سرمست جو طالب ۽ ويجهڙائيءَ ۾ فوت ٿي ويل درازي درويش قاضي علي اڪبر چوي ٿو:

سبق يار سيکاريو، پنهنجو پاڻ سڃاڻ،
ونحن اقرب ويجهڙو، اهو رک اهڃاڻ،
غلام اڪبر غريب تون، اصل پاڻ تہ ڄاڻ،
ساجن تو ساڻ، پوءِ ڪاڏي ٿو ڪن ڪرين؟

## اسلامي تصوف جي تاريخ:

اسلامي تصوف جي تاريخ ”اصحابہ صفہ رضي الله تعاليٰ عنه“ کان شروع ڪئي وڃي ٿي، جيڪي مسجد نبوي جي ”صفہ“ ۾ رهندا هئا ۽ فقر جي زندگي گذاريندا هئا. البت ”صوفي“ يا تصوف“ جي لفظ جو استعمال پوءِ ٿيو. ان کان اڳ ۾ اسلامي تعليم ۾ ”احسان“ لفظ ملي ٿو، جنهن کي تصوف جي هم معنيٰ سمجهيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو تہ، سڀ کان پهريائين شيخ ابوالهاشم کي صوفي جي لقب سان سڏيو ويو، جنهن سنہ 161هہ ۾ وفات ڪئي. يعني تصوف جي معرفت ۽ طريقت جي ابتدا ٻي صدي هجري کان ٿي. ذڪر ۽ فڪر، فنا ۽ بقا، فقر ۽ گوشہ نشيني، دنيا کان بي تعلقي ۽ استغنا، الله سان تعلق قائم ڪرڻ ۽ ان جي ٻانهن سان محبت ڪرڻ ۽ انهن کي سڌئون رستو ڏيکارڻ تصوف جا بنيادي جزا بنيا. تعلق بالله جو هي مطلب ٻڌايو ويو تہ، انسان فقط مادي جانور نہ هجي، پر سندس زندگيءَ جو مول مقصد الله تعاليٰ جو ذڪر ۽ عشق هجي،جهڙيءَ طرح مادي ضرورتون نفس جي خوراڪ

آهي، اهڙيءَ طرح روح جي خوراڪ ذڪر الاهي آهي. انهيءَ ڪري صوفي سمجهائين ٿا ته، ذڪرڪان سواءِ وار به واندو نه ويهجي. يعني هڪ دم به الله تعاليٰ جي ذڪر کان سواءِ خالي نه وڃي. انهيءَ ڪري هو چوندا آهن ته، "جو دم غافل سو دم ڪافر". هو ان ڳالھ تي به زور ڏين ٿا ته، ذات مطلق جي حقيقت کي سمجهڻ کان سواءِ ذڪر بي معنيٰ آهي. ان کي هو "فڪر" سڏين ٿا. هو چون ٿا ته، جيستائين توحيد جي پوري پروڙ نه آهي، تيستائين ذڪر جا لفظ اچارڻ اجايا آهن. اهوئي سبب هي، جو ذڪر ۽ فڪر ضروري سمجهيا وڃن ٿا.

## صوفيانہ سلسلا:

صوفيانہ سکيا سيکارڻ ۽ تصوف جي طالبن جي ترتيب لاءِ مختلف صوفيانہ طريقا وجود ۾ آيا. انهن طريقن جي شروعات ٽين صدي هجريءَ کان ٿي. صوفيانہ سلسلسو "الطيفوريہ" حضرت بايزيد بسطامي ڏانهن منسوب آهي، جڏهن تہ "الجنيديہ" حضرت جنيد بغدادي ڏانهن منسوب آهي، جنهن سنہ 293ھ (9.6) ۾ وفات ڪئي. اهڙيءَ طرح اڳتي هلي ٻيا سلسلا بہ جاري ٿيا، جهڙوڪ: محاسبيہ، قصاريہ، الهليہ، الحڪيميہ، الخزاريہ، نوريہ، حفيفي، ساريہ وغيره. پر اهي گهڻو وقت قائم رهي نہ سگهيا. اڳتي هلي قادريہ، چشتيہ، سهرورديہ ۽ نقشبندي سلسلا جاري ٿيا ۽ گهڻو مشهور ۽ مقبول ٿيا. سنڌ ۽ هند ۾ بہ هي سلسلا پهتا ۽ اڄ تائين موجود آهن. انهن سلسلن جي ڪجهہ وضاحت هيٺ ڏجي ٿي:

## قادري سلسلو:

هي سلسلو حضرت غوث اعظم سيد عبدالقادر جيلاني ڏانهن منسوب آهي، جنهن جي ولادت 19 شعبان سنہ 470ھ (1078ع) ۾ ٿي ۽ سنہ 517ھ (1123ع) ۾ وصال فرمايائون. هي سلسلو سنڌ ۾ گهڻو مشهور ۽ مقبول ٿيو ۽ ڪيتريون ئي صوفيانہ درگاهون هن طريقي سان تعلقہ رکن ٿيون. جهڙوڪ: درگاهہ جهوڪ شريف ۽ ان سان لاڳاپيل سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڪيتريون ئي درگاهون، درازا درگاهہ (ضلعو خيرپور)، درگاهہ بيدل (روهڙي)، درگاهہ پير صاحب پاڳارو ۽ ان سان لاڳاپيل ڪيتريون ئي درگاهون؛ ۽ ٻيون ڪيتريون

ٻئي درگاهون. البت درگاهہ پير صاحب پاڳارو جي باني حضرت پير محمد راشد روضي ڌڻي جي طريقت جي سلسلي جوتعلق اُچ جي قادري بزرگن جي هڪ شاخ سان آهي ۽ ان طريقي ۾ شريعت جي پابندي تي سخت زور ڏنو ويو. درگاهہ جهوڪ شريف جي باني حضرت شاهہ عنايت شهيد ۽ درازا درگاهہ جو تعلق قادري سلسلي جي ملتان وارن بزارگن سان آهي، جن مان ڪي بزرگ لڏي وچي دکن ۾ ويٺا. هي بزرگ وحدت الوجود جا قائل هئا. اهوئي سبب آهي، جو درگاهہ جهوڪ شريف جي طالب شاعر جهڙوڪ: صديق فقير سومرو، قادر بخش بيدل، ان جي فرزند محمد محسن بيڪس، ناڙي (بلوچستان) جي صوفي بزرگ رکيل شاهہ ۽ چيزل شاهہ ۽ هن درگاهہ سان تعلق رکندڙ ٻين ڪيترن ئي شاعرن پنهنجي سنڌي شعر ۾ وحدت الوجود جو فڪر سمجهايو آهي ۽ همہ اوست جي ڳالهہ ڪئي آهي. اهڙي طرح درازا درگاهہ جي عظيم شاعر حضرت سچل سرمست ۽ ان جي طالب شاعرن بہ اناالحق جو نعرو هنيو آهي، ۽ وحدت الوجود فڪر سمجهايو آهي. نہ فقط ايترو، پر سنڌي زبان جي عظيم شاعر حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو تعلق بہ قادري سلسلي سان ڇيو وڃي ٿو. انهيءَ لحاظ کان ڏٺو ويندو، تہ سنڌ ۾ قادري طريقي سان تعلق رکندڙ ڪيترن ئي بزرگن شاعريءَ کي پنهنجي پيغام جو ذريعو بنايو ۽ شاعريءَ جي ذريعي طريقت جي طالب جي تربيت ڪئي. جيڪڏهن سنڌيءَ شاعريءَ جو جائزو ورتو ويندو تہ، معلوم ٿيندو تہ، سنڌي زبان جا باڪمال شاعر جهڙوڪ: شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ بيدل قادري طريقي سان تعلق رکندڙ هئا ۽ هنن نهايت سهڻي نموني وحدت الوجود جو فڪر سمجهايو آهي.

## چشتي طريقو:

هن سلسلي جو پهرين بزرگ حضرت خواجہ ابو اسحاق (المتوفي 329هہ- 940ع) چشتي آهي، جنهن جي طريقت جو سلسلو حضرت خواجہ حسن بصري رح جي ذريعي حضرت علي ڪرم الله وجه تائين پهچي ٿو. هند ۽ سنڌ ۾ حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجميري هي سلسلو رائج ڪيو. هن سلسلي جا پويان بزرگ وحدت الوجود جا قائل هئا.

## سهروردي سلسلو:

هن سلسلي جو بنياد حضرت شيخ ابو النجيب عبدالقاهر سهروردي (وفات 522هه- 1168ع بغداد) وڌو، جنهن جي طريقيت جو سلسلو حضرت جنيد بغدادي سان ملي ٿو. سندس نسب جو سلسلو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه سان ملي ٿو. سنڌ ۽ هند ۾ هي سلسلو حضرت غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتاني رائج ڪيو ۽ ان کي مقبول بنايو.

## نقشبندي سلسلو:

هن سلسلي جو باني حضرت بهاءالدين نقشبندي بخاري (وفات 791هه-1388ع) آهي. سنڌ ۽ هند ۾ هن سلسلي کي حضرت شيخ احمد سرهندي المعروف به امام رباني مجدد الف ثاني رائج ڪيو ۽ مقبول بنايو. سنڌ ۾ هن سلسلي جو پهريون بزرگ مخدوم آدم ٺٽوي آهي، جيڪو ٻارهين صدي هجري جي اوائل ۾ ٿي گذريو.

## صوفي جي سکيا جو نمونو:

صوفي دنيا جي انهن رسمن ۽ رواجن جو باغي آهي، جن ۾ تصنع آهي، غير برابري آهي، انسان جي تحقير جو نمونو آهي ۽ انسان ذات لاءِ محبت مفقود آهي. صوفي انسان سان محبت ڪري ٿو ۽ ان جي براين جي ڪري ان کان نفرت نه ٿو ڪري. ڪهڙو به انسان آهي، هو ان سان محبت ڪري ٿو، جيءَ ۾ جاءِ ڏئي ٿو ۽ ان جي دل وٺي ان جي روحاني تربيت ڪري ٿو. هو خراب ۾ خراب انسان ۾ به ڀلائيءَ جو پهلو ڳولهي ٿو. هن ڦِٽ جٽ، لعن طعن کان ڪم نه ٿو وٺي، پر مهر محبت سان پيش اچي ٿو. صوفي پنهنجي نهٺائي ۽ انسان دوستيءَ جي سبب انسان جي جيءَ ۾ جاءِ جوڙي ٿو. هو ٻين ۾ عيب نه ٿو ڳولهي، پر پنهنجي نفس جو محاسبو ڪري ٿو. هن جي قول ۽ فعل ۾ هڪ جهڙائي اهي، انهيءَ ڪري جيڪو وٽس اچي ٿو، اهو ڪائنس متاثر ٿي، سندس پيروي ڪرڻ لڳي ٿو.

صوفيءَ کي وڏي سڃاڻ آهي. هو هر ڪنهن جي مزاج ۽ فطرت کي نظر ۾ رکي، ان جي روحاني تربيت ڪري ٿو. اهوئي سبب آهي جو هو

ڪڏهن شريعت کان تجاوز به ڪري وڃي ٿو؛ پر شريعت جي مخالفت سندس مطلب نه هوندو آهي. هو ماڻهن جي مزاج ۽ فطرت موجب انهن جي روحاني اصلاح جي واٽ گهڙيندو آهي ۽ ان کي ماسواءِ الله کان پري ڪري، مالڪ حقيقيءَ جي ويجهو آڻيندو آهي. صوفي جيتوڻيڪ دنياکان دور گوشه نشيني ۾ گذاريندو آهي، پر جيئن ته، هن پنهنجو پاڻ سڃاتو آهي، انهيءَ ڪري هو انسان جو وڏو نبض شناس ٿئي ٿو. ماڻهن جي دلين تي هن جي نظر هوندي آهي ۽ هو هڪدم ماڻهن جي دلين تائين پهچي ويندوآهي. جتي انسان جا اصل اسرار لڪل ۽ ڍڪيل رهن ٿا، جن لڪل اسرارن کان اهو ماڻهو پاڻ به واقف نه هوندو آهي، صوفي اهي سڃاڻي ويندو آهي. ان کان پوءِ هو انسان جي نفس جون چوريون ۽ خاميون اهڙيءَ ته سولائيءَ ۽ خوش اسلوبيءَ سان پڪڙيندو آهي ۽ انهن جي اصلاح ڪندو آهي؛ جو ڪڏهن ته ان مريد کي به خبر نه پوندي آهي. ان جو سبب کان وڏو اصول دلين کي قبضي ۾ ڪرڻ هوندو آهي.

صحيح معنيٰ ۾ جيڪي صوفي آهن ۽ اوهان کي ڏيکاءَ کان پري نظر ايندا ۽ انهن ۾ اوهان کي اهي ٿي خوبيون ۽ خصوصيتون نظر اينديون.

# نعتيہ شاعريءَ جا مجموعا ۽ ديوان

سنڌي زبان ۾، قديم زماني کان نعتيہ شعر ملي ٿو. سيني سنڌي شاعرن، بيتن توڙي ڪافين، واين توڙي الف اشباع جي سٽا ۾، ۽ عروضي صنفن ۾ نعتيہ شعر چيو آهي. ويجهڙائيءَ ۾ ڪيترائي نعتيہ مجموعا ۽ ديوان ڇپيا آهن. هتي انهن جو تعارف ڏجي ٿو:

## نعت جي تعريف:

نعت جي لغوي معنيٰ آهي، سهڻي وصف. وصف جي معنيٰ آهي ڪولي بيان ڪرڻ يا ظاهر ڪرڻ. ابن قدام جي آڏو بهترين وصف جو مطلب آهي تہ شاعر پنهنجي شعر ۾ انهن وصفن جا اڪثر حصا بيان ڪري، جيڪي موصوف ۾ موجود هجن. اهي وصفون اهڙي قسم جون هجن، جيڪي موصوف ۾ وڌيڪ نمايان هجن ۽ انهن سان ان جو خصوصي تعلق هجي.

وصف ۽ صفت ۾ فرق آهي. وصف انهن خوبين کي چئبو آهي، جيڪي ڪوبہ تعريف ڪندڙ پنهنجي ممدوح جي متعلق بيان ڪري، پوءِ اهي خوبيون ممدوح ۾ هجن يا نہ هجن. صفت انهن خوبين کي چئبو آهي، جيڪي ممدوح ۾ في الواقع موجود هجن، طبعي ۽ جبلي طور تي. پوءِ ڪو انهن جو ذڪر ڪري يا نہ ڪري.

جيتوڻيڪ لغوي لحاظ کان نعت جي معنيٰ آهي: سهڻي وصف، پر هيئنر ان مان مراد آهي: ٻنهي جهانن جي سردار، ڪائنات جي ڪارڻي، اڙين جي آڌار، نبين جي سردار ۽ انسانيت جي علمبردار نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت. جيئن تہ ان جو تعلق محبت ۽ عقيدت سان آهي، انهي ڪري شاعر وجداني ڪيفيت ۽ دل جي گهراين مان، نهايت عشق ۽ محبت وچان ۽ ڪمال عاجزي، نيازي ۽ نهٺائيءَ سان پاڻ سڳورن جون وصفون بيان ڪندو آهي.

## نعت جي ابتدا:

سڀ کان پهريائين پاڻ سڳورن بابت سندن چاچي ابو طالب (وفات 620ع) جو شعر ملي ٿو. نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

و آ بيض يستسقي الغمام بوجهه- ثمال اليتامي عضمة للارامل.

( هو اهو چمڪندڙ چهري وارو آهي، جنهن جي وسيلي سان ڪڪرن مان پاڻي گهريو ٿو وڃي. هو يتيمن جو سرپرست ۽ بيوه عورتن جي جاءِ پناه آهي)

ان کان پوءِ ڪيترن ئي صحابہ ڪرام ۽ شاعرن سرور عالم جي ثنا ۽ صفت ۾ شعر چيو. انهن مان پاڻ سڳورن جي چاچي حضرت حمزه رضہ، حضرت بيبي فاطمة الزهرا رضي الله عنهما، ام المومنين حضرت بيبي عائشہ صديقہ رضي الله عنهما، خلفاءِ راشدين، ڪعب بن زهير (وفات 662ع) ۽ حسان بن ثابت (وفات 682ع) جا نالا قابل- ذڪر آهن. انهن کان سواءِ ٻين بہ ڪيترن ئي شاعرن عربي زبان ۾ شعر چيو. پاڻ سڳورن جي هن جهان مان موڪلائي وڃڻ کان پوءِ ڪيترن صحابن پنهنجي رنج ۽ الم جو اظهار پنهنجي شعر جي ذريعي ڪيو، جنهن ۾ حضور جن جي ثنا ۽ صفت بہ ڪيائون. ٻنهي جهانن جي سردار جي روبرو ڪعب بن زهير، جيڪو ڀهريائين حضور جن جو مخالف هو، پنهنجو مشهور قصيدو "بانت سعاد" پڙهيو، جيڪو عربي ادب ۾ وڏي اهميت رکي ٿو، ۽ ان کي عام مقبوليت حاصل آهي. ڪيترين ئي ٻولين جي نثر خواه نظم ۾ ان جو ترجمو ٿيو آهي. سنڌي ۾ ان جو منظوم ترجمو عبدالله "اثر" مرحوم ڪيو آهي. پاڻ سڳورن جي دور جو خاص نعت گو شاعر حضرت حسان بن ثابت هو. هو دربار رسالت جو شاعر هو ۽ پاڻ سڳورا ڪائنس تمام گهڻو خوش هئا. سندس شعر ۾ بي انتها خلوص ۽ محبت جو اظهار ملي ٿو. اسلوب بيان ۽ استدلال بہ قابل تعريف آهي.

ان وقت کان اڄ تائين دنيا جي هر زبان ۾ بيشمار شاعرن ٻنهي جهانن جي سردار جي ثنا ۽ ساراه ۾ شعر چيو آهي ۽ چوندا رهن ٿا. ايتري قدر جو سنسڪرت زبان ۾ بہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم بابت شعر چيو ويو آهي. ان ذخيري جو ڪاٿو ڪٿڻ انسانن جي وس کان ٻاهر آهي. سنڌ جي شاعرن جو بہ بيشمار نعتيہ شعر ملي ٿو، جيڪو هنن نہ فقط سنڌي زبان جي هر صنف ۾ چيو آهي؛ پر ٻين ٻولين ۾ بہ چيو آهي. جهڙوڪ: پارسي، سرائڪي، اردو، هندي وغيره. نہ فقط ايترو، پر سنڌ جي شاعرن مڪمل نعتيہ ديوان (الف بي رديف وار) بہ لکيا آهن. ماضي قريب جي هڪ

فارسي شاعر، فارسي ۾ مڪمل ديوان بہ لکيو آهي.

## فـارسـي ديـوان:

فارسي ديوان جو نالو آهي ”تحفتہ الرسول“ ۽ اهو محمد صالح وزير آبادي جو لکيل آهي. وزيرآباد شڪارپور ضلعي ۾ شڪارپور کان اٺن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ڳوٺ آهي. مخدوم صاحب عالم، فاضل ۽ فارسي زبان جو بلند پايہ شاعر هو. خواجہ نظام الدين سرهنديءَ جو مريد هو، جنهن جي مزار شڪارپور ۾ آهي. سندس ولادت ۽ وفات جون تاريخون معلوم نہ ٿيون ٿين. غالباً 13 صدي جي بلڪل آخر ۾ يا 14 صدي جي بلڪل شروع ۾ وفات ڪيائين. سندس ٽي تصنيفون معلوم ٿيون آهن: تحفته الرسول (نعتيہ ديوان)، گلشن معجزات ۽ ديوان در قطعات وفات پير (خواجہ نظام الدين سرهندي). ديوان قطعات ۾ 79 قطعات آهن، جن مان هر قطعو سندس مرشد خواجہ نظام الدين جي تاريخ وفات تي آهي. نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

جست صالح چو سال تاريخش؛
عقل گفتت، ”آه بود او مرغوب“ .

بصالح خرد گفت تاريخ وي؛
ڪہ هي بود قطب معظم عجيب.

مخدوم صاحب نعتيہ ديوان ”تحفتہ الرسول“ سنہ 1279هہ ۾ لکيو. ديوان جي تاريخ پاڻ هن طرح لکي اٿس؛

صالحا سال نظم آن هاتف؛
ناجيءِ تحفتہ الرسول بگفت.
1279هہ

ديوان جي آخري عبارت مان معلوم ٿئي ٿو تہ ديوان کي آخري طرح 24 محرم 1282هہ مڪمل ڪيائين. پاڻ لکيو اٿس؛

”تمت بعون الله و حسن توفيقہ اين کتاب مستطاب ديوان تحفتہ الرسول ﷺ مسولونہ فقير محمد صالح عفي عنه تاريخ 24 محرم الحرام 1282هہ“

هر کہ او طالب – رسول بود؛
ورد – او تحفتہ الرسول بود.

هي صخيم ديوان 536 صفحن تي مشتمل آهي، ۽ قلمي حالت ۾ موجود آهي. شاعر نهايت محبت ۽ عقيدت مان پاڻ سڳورن جي سونهن جي ساراهه ڪئي آهي، خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيون آهن ۽ پنهنجي سڪ ۽ محبت جو اظهار ڪيو آهي. نعت- رسول کي هو پنهنجي مراد جي پورائيءَ جو وسيلو سمجهي ٿو:

نعت رسول سرور ڪونين صالحا؛
نيل- مطلب است و حصول مرام ما.

سڄو قرآن مجيد پاڻ سڳورن جي ثنا ۽ صفت ۾ آهي. اها حقيقت هن طرح بيان ڪئي اٿس:

جمله قرآن درثنائي حضرتش ڪرده نزول،
طاق آمد اند ايجا طاقت- تحرير مان.

عشق رسول سان ايمان ۾ تازگي ۽ رونق پيدا ٿئي ٿي ۽ پاڻ سڳورن جي نور جي پرتوي مان عرفان کي شرف حاصل ٿئي ٿو:

رونق- تازه ز عشق نبوي ايمان را؛
پرتوي- نور- ز مهر- شرفش عرفان را.

عشق - رسول دل ۾ اهڙي روشني پيدا ڪري ٿو، جو سج، چنڊ ۽ ٻي هر قسم جي روشنيءَ کان مستغني ڪري ڇڏي ٿو:

دل ز "شمع مه و آفتاب" مستغني است؛
چراغ عشق رسول خدا ضيائي من است.

شاعر پاڻ سڳورن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته توهان جي عشق منهنجي دل باغ و بهار ڪري ڇڏي آهي؛ جنهن ڪري دنيا جي رنگينين ۽ رعنائين جي تمنا ختم ٿي وئي آهي:

عشق تو ڪرد درون دل من، تازه بهار؛
هوس سير گل و گلشن و گلزار ندارم.

ٻي هنڌ پنهنجي جذبات جو اظهار ڪندي، پاڻ ڪريمن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته سيني ۾ اوهان جي عشق جا اها آڳ ڀڙڪي رهي آهي، جو آهه سان هر شئي ڀسم ٿي وڃي ٿي. يعني عشق رسول جو جذبو دنيوي مقصدن، غرضن ۽ تمنائن کي ختم ڪري ڇڏي ٿو:

آتش عشق تو در سينهٔ من مشتعل است:
گر کشم آه بسود چوخس و خار خجل.

عشق رسول ﷺ ۾ درد جون دانهون ۽ وڇوڙي جا ورلاپ ڪندي چوي ٿو:

همه شب تا سحر بيدار چشم:
ز هجر مصطفيٰ خونبار چشم.
دلم از داغ عشق او چو لاله:
ز شوق حضرتش خوبار چشم.

پاڻ سڳورن جي حسن ۽ جمال ۽ پنهنجي عشق ۽ محبت جا جذبات بيان ڪندي چوي ٿو:

من ز جام محمدي مخمور،
جان به عشق جناب او مسرور،
ديده من بحسن طلعت او:
به خيال - جمال او پر نور.

حضور ﷺ جي نور کان سارو جهان روشن آهي. شاعر چوي ٿو ته جيئن ته آئون انهيءَ جهانن کي روشني بخشيندڙ شمع جو پروانو آهيان، تنهن ڪري منهنجي روح کي راحت نصيب آهي:

محمد هست شمع عالم افروز:
منم مسرور چون پروانه در سوز.

سورت "والشمس" ۾ پاڻ سڳورن جي منهن مبارڪ جي حسن جي ثنا ۽ صفت بيلن ڪيل آهي:

بود والشمس نعت، حسن رويش:
ز او بادا دلم انور شب و روز.

"والضحيٰ" سورت ۾ به پاڻ ڪريمن جي منهن مبارڪ جي جمال جي شرح آيل آهي:

"والضحيٰ شرح - جمال - رخ - شاهِ - عرب است."

سورت واليل پاڻ سڳورن جي زلفن جي تعريف ۾ آهي:

زلف مشکينش به فلليل که منعوت حق است،
هر زمان شوق- چنين مشک شميدن باقي است.

ز هـي والليـل در تعريـف زلـفـش؛
مشامم زوست چون عنبر شب و روز.

زلف مشكينش كـ والليـل خبيـر است بـران؛
درمشام - دلم از وي چہ شميم افتاده است.

هيٺين شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ تنهنجي منهن مبارڪ جهڙو گل باغ ۾ آهي ئي ڪونہ؛ ۽ تنهنجي وارن جهڙو عنبر افشان مشڪ بہ ڪونہ آهي. شاعر جو مطلب هيءُ آهي تہ اڄ تائين تنهنجي منهن مبارڪ جهڙو گل ڪائنات جي باغ ۾ پيدا ئي نہ ٿيو آهي ۽ نہ وري مشڪ ئي اهڙو عنبر افشان آهي جهڙا تنهنجا وار مبارڪ. شعر هي آهي:

در گلستان گل عديل - روئي تو باشد كجا؛
عنبر افشان مشک همچون سوئي تو باشد كجا.

سج جي روشني بہ محبوب - خدا جي جمال جي جلوي اڳ جهڪي ٿيو وڃي.

ز آفتاب، رخ - خويشتن نقاب انداز؛
ز حد فراق گذشت از ميان حجاب انداز.

صوفيانہ انداز ۾ حقيقت محمدي بيان ڪندي چوي ٿو، تہ هو احمد بلاميم ۽ عرب بلاع آهي. انهيءَ حقيقت جو انڪاري بي ادب آهي:

خوش است احمد بي ميم و هم عرب بي عين؛
كـ منكر اين بجز از بـي ادب نمي بينم.

حضورﷺ جن سان پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪندي، پنهنجي عاجزي ۽ انڪساري ڏيکاريندي چوي ٿو:

خيرالوري است قبلہ عالم امام ما؛
هردم بروح اوست درود و سلام ما.
از دل گدائي درگہ اوچون شدم كنون؛
خاقان كمينہ خادم طفرل غلام ما.
كي خاكروب كوئي مدينہ شوم بچشم؟
كين هست شان معظمت و احترام ما!
عشق - رسول ايزد و سالار - انبيا؛
والله همت در دوجهان اعتصام ما.

اهڙيءَ طرح سڄو ديوان محبت ۽ عقيدت جو گلدستو آهي ۽ شاعر

جي عشق- رسول جي عڪاسي ڪري ٿو. هن طرح مڪمل نعتيه ديوان برصغير پاڪ و هند جي ٻي ڪنهن به پارسي شاعر جو نه مليو آهي.

ديوان کان سواءِ مخدوم صاحب پاڻ سڳورن جا معجزا ۽ نظم ۾ لکيا آهن. ان ڪتاب جو نالو "گلشن معجزات" آهي. ان ڪتاب جي منڍ ۾ حضور جن جي ثنا ۽ صفت هن طرح بيان ڪئي اٿس:

حبيب- خدا سرور انبياءِ،
عميم العطا مظهر - ڪبريا؛
شهنشاه ڪونين خيرالانام،
به بالا و پستي ازو انتظام.
سر سروران رحمة للعالمين؛
خداوند دين خاتم المرسلين.
وجودش زهي باعث ايجاد خلق،
گرامي نسب عين ارشاد خلق.
نويده ڪسي سايئہ ش درجهان؛
جهان شاد در سايئہ ش بيگمان.

# سنڌي ديوان ۽ مجموعا

## نعتيه ديوان:

هي عبدالله اثر مرحوم جو نعتيه ديوان آهي، جيڪو فارسي الف- ب مطابق 32 حرفن تي لکيل آهي. يعني هن ۾ خالص سنڌي حرفن جهڙوڪ: ٻ، ڏ، ڳ، ڱ، ڻ وغيره جي رديف تي غزل ڪونهن.

مولوي عبدالله "اثر" ولد مولوي الهڏنو چانڊيو 14 جولاءِ 1920ع تي ڳوٺ ڀيڙو چانڊيو ضلعو لاڙڪاڻو ۾ تولد ٿيو. عربي ۽ فارسي تعليم حاصل ڪرڻ سان گڏ ايم. اي سنڌي ۽ بي. ايڊ جون ڊگريون به حاصل ڪيائين. تعليم کاتي ۾ استاد ۽ اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل آفيسر ٿي رهيو. عالم، فاضل، شاعر ۽ اديب هو. نظم ۽ نثر رواني سان لکندو هو. تاريخي مادن ڪڍڻ ۾ ڪيس وڏي دسترس حاصل هئي. سنڌي کان سواءِ اردو ۽ پارسي ۾ به شعر چيو اٿس. نعتيه ڪلام سان سندس دلي لڳاءُ هو. مڪمل نعتيه ديوان کان سواءِ به نعتيه مثنويون ۽ ڪيترا نعتيه مسدس لکيائين. مشهور عربي نعتيه

قصيدن: بانت سعاد، قصيده برده ۽ قصيده غوثيه جا منظوم ترجما ڪيائين. سندس پيو به ڪيترو ئي ڪلام ۽ مڪمل ديوان آهي. ڪجهه ڪتاب به لکيائين. 26 ڊسمبر 1976ع تي وفات ڪيائين.

نعت گوئي نهايت مشڪل فن آهي، ڇاڪاڻ ته هر ڳالهه ۾ شرعي حدن جي پابندي ڪرڻي پوي ٿي، ۽ هر قدم تي احتياط کان ڪم وٺڻو پوي ٿو. "اثر" مرحوم نعت گوئيءَ ۾ سڀني لوازمن جو خيال رکيو آهي؛ ۽ ڪمال ادب، احترام، محبت، خلوص، نهٺائيءَ ۽ نماڻائيءَ سان پنهنجن عقيدتمندانه جذبن ۽ عاشقانه امنگن ۽ احساسن جو اظهار ڪيو آهي.

هڪ دفعو مهمان مون وٽ ٿئي اچي سو ماهرو،
جنهن جي فرقت ۾ اکيون، رئنديون رهن ٿيون رت ڦڙا.

پاڻ سڳورن سان حسن ۾ ڪوبه مٽ ثاني ڪونهي. سندس حسن بي مثال ۽ لازوال آهي. حضرت يوسف جو حسن به سندن حسن تان قربان آهي. سندن ذات اقدس قدرت جي حسن جو اهو اعليٰ ۽ ارفع نقش آهي، جنهن جي حسن تي خود مصور به حيرت ۾ آهي؛

يوسف جو حسن تنهنجي ملاحت تان ٿيو نثار؛
مخلوق ۾ تون آئين ٿي برتر عليٰ الصباح.
اهڙو ئي نقش آهين، تون قدرت جي ڪلڪ جو؛
حيرت ۾ آهي پاڻ مصور عليٰ الصباح.

زمانو شاهد آهي ته اهڙو حسن نه ڪڏهن اڳ نمونـدار ٿيو هو ۽ نه پوءِ ئي ظاهر ٿيو؛

زمانو معترف آهي ته پيهر آفتاب اهڙو؛
نه ٿيو آئينهءِ حسن– ازل ۾ رونما هرگز.

حضرت حسان بن ثابت جو شعر آهي؛

و اجمل منک لم ترقط عيني؛
و اکمل منک لم تلد النساء.
خلقت مبراء من کل عيب؛
کانک قد خلقت کما تشاء.

(توکان وڌيڪ سهڻو مُنهنجي اک، ڪڏهن نه ڏٺو آهي. توکان وڌيڪ ڪامل ڪنهن ماءُ پٽ نه ڄڻيو آهي. تون سڀني عيبن کان پاڪ پيدا ڪيو ويو آهين. ڄڻ ته تنهنجي پيدائش تنهنجي مرضي مطابق ٿي آهي).

انهيءَ عربي شعرجي پوئين مصرع وارو خيال "اثر" مرحوم هن طرح بيان ڪيو آهي:

هو خلقيو ويو جڻ تہ پنهنجي رضا تي؛
اتم اي "اثر" في الوريٰ بنجي آيو.

پاڻ سڳورن جي ثناءِ صفت بيان ڪرڻ ايمان جي نشاني آهي، پر هر حال ۾ ادب جو خيال رکڻو آهي. توري ٿي گستاخيءَ تي سڀ عمل ڇڻ ٿي وڃن ٿا:

هوشيار اي دل، ٿين تون متان يار سان گستاخ؛
محبوب- خدا، حسن جي سرڪار سان گستاخ.

نہ فقط ايترو، پر سرڪار- مدينہ جي شهر جي ماڻهن جو بہ ادب ۽ احترام ڪرڻو آهي. انهن بابت نہ گستاخي ڪرڻي آهي ۽ نہ ڪو ڏکيو لفظ ٿي زبان مان ڪڍڻو آهي:

هر فرد شهنشاه جي پاڙي جو ٿيو خوب؛
ٿي تون نہ جوان توڙي ٻڍي ٻار سان گستاخ.

پاڻ سڳورن جي پيدا ٿيڻ سان ڪفر جي اوندهہ دور ٿي ۽ جهان توحيد جي نور سان منور ٿيو. حق ۽ ڪفر ۾ تميز پيدا ٿي ۽ انسان کي پنهنجو شرف ۽ شان حاصل ٿيو:

منور ٿي ويو عالم، ٿيو نور- خدا پيدا؛
قريشي، هاشمي، سيد محمد مصطفيٰ پيدا.

سر- تسليم خم حور و ملڪ، جن و بشر آهن؛
ڇيو فطرت تہ اڳ اهڙو نہ ٿيو آ پيشوا پيدا.

دماغ - ڪفر ۾ پيي حق و باطل جي تميز آئي؛
ويو ٿي مطلع - فاران تي شمس الضحيٰ پيدا.

پاڻ سڳورا اهڙا مبارڪ انقلاب جا باني آهن، جنهن جي فيض سبب دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪيترائي انقلاب رونما ٿيا، جنهن ڪري باطل کي شڪست آئي، وڏ ننڍائيءَ جا ويڇا ختم ٿيا، پرمارن جا پول پڌرا ٿيا ۽ انسان صحيح معنيٰ ۾ انسانيت جو سبق سکيو:

مبارڪ صد مبارڪ بانيءَ صد انقلاب آيو؛
قدم جنهن جي سان ٿي ويو فيض- قدرت جا بجا پيدا.
مٽايو جنهن فرق آهي فقيري ۽ اميري جو؛
اخوت جو علمبردار ٿي ويو مرحبا پيدا.

پاڻ سڳورن جو نہ ڪو مٽ آهي، ۽ نہ ڪو جوڙ جيس ئي آهي:
نہ تنهنجو مثل آ، نہ تنهنجو مثال،
نرالو سجڻ توکي خلقيو خدا.

**فخر دبستان:**

هي سيد اظهر گيلانيءَ جي نعتيہ ڪلام جو ننڍڙو مجموعو اهي، جيڪو مڪتبہ قصرالادب گهوٽڪي طرفان 1397هہ ، (1977ع) ۾ ڇپيو. ڪتاب جي آخر ۾ ڇاڻايل آهي، تہ اظهر صاحب "نعتيہ ديوان" بہ لکيو آهي؛ پر اهو اڃا تائين ڇپيو نہ آهي. هي مجموعو ان جي تمهيد آهي. پاڻ لکيو اٿس:
سنڌ ۾ فخرِ دبستان ٿي ويو،
نعتيہ ديوان جي تمهيد آ.

هر نعت تي عنوان ڏنو ويو آهي، ۽ آخر ۾ ان شعر جي لکڻ جي تاريخ ڏني وئي آهي. شاعر، دل جي گهراين مان نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي، سندن اعليٰ اخلاق جو بيان ڪيو آهي، ۽ سندن معجزن جو ذڪر ڪيو آهي. ان سان گڏ هن مديني منوره وڃڻ جي سڪ ۽ اڪير ظاهر ڪئي آهي؛ بخشش لاءِ التجا ڪئي آهي؛ زم زم جون خوبيون بيان ڪيون آهن، ۽ رمضان مبارڪ جا فضائل بيان ڪيا آهن ۽ آل رسول سان محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. نموني طور ڪجهہ نعتيہ اشعار هيٺ ڏجن ٿا:

ٿي اعجازِ شق القمر سان هي ظاهر،
هلي حڪم مرسل زمين و زمان تي،
برن سان بہ جيڪو ڪري ٿو ڀلائي ،
مون ڪي فخر آهي، انهيءَ مهربان تي،
سندن ذات رحمت جو باعث بڻي آ،
سندن نانءُ رحمت سان الله الله.

صاحبِ عرفان: ناطقِ قرآن،
ختمِ پيمبر آهہ محمد.

محمد سراپا ٿيو نور حق جو،
شروع ڪان تڏهن ڪين هو ان جو سايو،
وجهي پنهنجي چهره تي زلفن جو پردو،
نہ چوڏهينءَ جي چنڊ کي ڪڪر ۾ لڪايو،
تصور تان صديار صدقي ٿيان مان،
ڪريان ٿو تصور، تہ هو روبرو آ.

## نعتيہ ڪلام (وارداتِ عشق عرف زادِ ذاڪر)

هي بلند پايہ اديب، شاعر ۽ صحافي سيد سردا علي شاهہ "ذاڪر" جو مجموعہ ڪلام آهي، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ 1983ع ۾ ڇپائي شايع ڪيو آهي. ان جو مقدمو باڪمال نقاد حافظ خير محمد اوحدي مرحوم جو لکيل آهي. حافظ صاحب مرحوم، ذاڪر مرحوم جي نعتيہ ڪلام بابت مقدمي ۾ لکيو آهي:

"ڪي ڪي نعتيہ اشعار طبيعت کي ايڏو تہ مسحور ۽ متاثر ڪري ٿا وجهن، جو اهو فيصلو ڪرڻ مشڪل ٿي پوي ٿو، تہ هي معاني ۽ بيان جي سدا بهار گلشن جا رنگ برنگي محل آهن، جي اکين کي طراوت ۽ روح کي راحت بخشين ٿا. يا خضر جهڙي ساقيءَ جي هٿان عطا ٿيل آب حيات جون نور بخش ۽ سرور انگيز گهڙيون بسر ڪيون آهن، جي عشق محمدي جي مخموري ۾ سرمست ڪري ٿيون ڇڏين. سردار علي شاهہ جي نعتن پڙهڻ سان انهيءَ تاثر ۾ وڌيڪ پختگي پيدا ٿئي ٿي، ۽ اضطرابي حالت ۾ انهن کي جهونگاريندو رهڻ لاءِ بيتاب ٿي وڃي ٿو. (ص 22-23)

حقيقت بہ اها آهي. ائين ٿو معلوم ٿئي، تہ ذاڪر مرحوم عشق رسول جي سرور انگيز ڪيفيت ۾ هي نعتيہ اشعار لکيا آهن. ان ڪان سواءِ سندس اسلوب بيان ۾ جدت ۽ ندارت آهي. فن جي لحاظ کان بہ سندس ڪلام ۾ پختگي آهي. فني ساخت جي لحاظ کان ڪي نعتيون غزل جي سٽا ۾، تہ ڪي سنڌي ڪافي ۽ مولود جي بناوت ۾ آهن. ان سان گڏ ڪجهہ نعتيہ رباعيون بہ آهن. شروع ۾ حمديہ ٽيهہ اکري آهي.

مقام صاحبِ لولاڪ صلي الله عليه وسلم جو ذڪر ڪندي، شاهہ صاحب نئون انداز اختيار ڪيو آهي. چوي ٿو:

تصورات جي حد کان مٿي، گمان کان مٿي،
مقام صاحبِ لولاڪ لامڪان کان مٿي.

هڪ ٻئي نعتيہ غزل جو شعر آهي:

لطف و ڪرم جو گنج محمد ... جي ذات آ،
ڪاسہ بدست جنهن جي اڳيان ڪائنات آ.

پاڻ سڳورا هيڻن جا همراهه، دردمندن جا درد دور ڪندڙ ۽ بي سهارن جا ڀرجهلا آهن. انهن حقيقتن جو ذڪر ذاڪر مرحوم هن طرح ڪيو آهي:

تنهنجي آمد سان اڳها، سيڳهه مان ٿيڙا سڳها،
دردمند جي دوا، ماڙ تنهنجي مصطفيٰ،
بيڪسن جا ڀرجهلا.

"ڪونجن جي قطار" جي تمثيل ۾ شاهه صاحب جو هڪ شاهڪار نعتيه غزل آهي، جيڪو سنڌي نعتيه ڪلام ۾ منفرد حيثيت رکي ٿو. ان ۾ ڏيکاريو اٿس، تہ جهڙيءَ طرح ڪونجون بي اختياريءَ جي حالت ۾ پنهنجي پرينءَ تائين پهچڻ لاءِ پرواز ڪنديون آهن؛ اهڙيءَ طرح عاشق رسول، پنهنجي پرينءَ جي پاڪ روضي پسڻ لاءِ ۽ چانئٺ چمڻ؛ يا سندن ميلاد ۾ حاضري ڏيڻ لاءِ سرمستي ۽ بي اختياري جي ڪيفيت ۾ مدينہ منوره پهچڻ لاءِ ڏيهہ ڏوريندا آهن. ڪونجن جي تمثيل ۾ عاشقانِ رسول جي انتظاري ڪيفيت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

اڄ وري اولهہ طرف هر ويل ڪونجن جي قطار،
ڪرڪنديون ڪاڏي وڃن، ڪنهن جو انهن کي انتظار؟

عاشقانِ رسول جي ڪيفيتن ۽ وارداتن جو ذڪر، ڪونجن جي سونهن ۽ سوڀيا جي علامتن ذريعي هن طرح بيان ڪري ٿو:

لال ڳل، ڳوريون ڳچيون، سوڀيا ۾ سهڻيءَ جي مثال،
جهڙي ساگر کي تري، اڪري وڃن ٿيون آرپار.
ڪنپ اهي جن تي چنيءَ جا چٽ اجرڪ جون اکيون،
پدمڻيون جن سان ڏڪين، پنهنجي امنگن جو اپار.

مطلب تہ شاهہ صاحب پنهنجي نعتيہ ڪلام ۾ پنهنجي وارداتن، ڪيفيتن ۽ محبت ڀريل جذبن جو اظهار ڏاڍي دلڪش، دلگداز ۽ پر اثر نوع ۾ ڪيو آهي. ان سان گڏ سندس ڪلام ۾ رواني آهي، اثر انگيزي آهي ۽ منفرد ۽ جديد انداز بيان آهي. ٻنهي جهانن جي سردار جي ثنا ۽ صفت بيان ڪندي هو بي اختيار ٿي وڃي ٿو. هن پاڻ ڪريم جن جي حسن اخلاق، صورت، سيرت، اعليٰ مقام، وصفن ۽ صفتن جو اظهار دل جي گهراين مان ڪيو آهي. سندس ڪجهہ نعتيہ اشعار ڏجن ٿا:

بزم چمن ۾ صبح بهاران جي ڌوم آهه،
جلوه نمائيءَ رخ تابان جي ڌوم آهه.

جمالِ اولين جي جان، احمد،
حقيقت سان حقيقت هوبهو سپ.

ڪهڪشان تيڙو، ڪتيون، سج چنڊ اسبابِ جمال،
حسن تنهنجي تي همه حيران ختم المرسلين.

شمس و قمر نجومِ فلڪ، برق ڪي ملي،
نور الوريٰ جي حسن وضيا مان زڪواة آ.

ظهورِ نور ڪان اڳ ۾، ظهور نور ڪان پوءِ،
جمالَ يار جي صورت ۾ حسنِ ذات ڏسو.

هڪ ڪافيءَ ۾ چوي ٿو:

وار تنهنجا والليل جي صورت، منهن مهتاب مثالي صورت،
ڪهڙو سونهن جو حال سڻايان، ڳايان تنهنجي يار ڳڻن ڪي.

نعتيه مجموعو:

حاجي علي بخش جماليءَ جي نعتيه نظمن جو مجموعو "اداره فڪر و نظر سنڌ" شايع ڪري رهيو هو. ان جو مهاڳ راقم الحروف لکيو هو. ڪتاب سڄو ڇپجي ويو هو؛ فقط سرورق جي ڇپائي رهيل هئي، جو اداري ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿي وئي، انهيءَ ڪري ڪتاب منظر عام تي اچي نه سگهيو. البت ڪن دوستن وٽ بنا سرورق جي ان جون ڪاپيون موجود آهن. انهيءَ ڪري هن ڪتاب جي نالي ڏيڻ بدران فقط "نعتيه مجموعو" عنوان ڏنو ويو آهي.

حاجي صاحب نظم جو شاعر آهي. هن مجموعي ۾ نعتيه نظم آهن، جيڪي گهڻي قدر مسدس جي سٽا ۾ آهن. ان ڪان سواءِ غزل جي سٽا ۾ به طويل نظم آهن. حاجي صاحب وڏي عقيدت ۽ محبت سان رسول الله ﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي. سندس دل ۾ عشقِ رسول موجزن آهي. سندس نعتيه ڪلام جو انگ رنگ ئي نرالو آهي. سندس اسلوب بيان ۾ فطري حسن آهي، زبان ۾ مٺاڻ ماکيءَ وارو ميٺاج آهي، ۽ ادائگيءَ ۾ آبشارن واري رواني آهي. هن پنهنجي نعتيه ڪلام ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪرڻ سان گڏ

پاڻ ڪريمﷺ جن جي ڏسيل واٽ ٻـ ڏاڍي اثرائتي انداز ۾ ٻڌائي آهي. پاڻ سڳورنﷺ جي آمد سان ڪفر جي ٻاٽ اوندهہ ختم ٿي، ڏاڍن جو ڏهڪاءُ ڏور ٿيو، باطل ڀڄي ڀورا ٿيو، اير نذر ايرا ۽ آسونها سنئين واٽ تي آيا. انسان گهڻن خدائن جي پوڄا جي زنجيرن ڪان آزاد ٿيو، ۽ انسانيت سک جو ساهہ کنيو. حاجي صاحب چوي ٿو:

هَتي ظلمات دنيا تان حقيقي روشني آئي،
ڀڳا باطل جا پوڄاري ڪفر ڪان منهن مَٽيندا ويا.
ڇپر ٿي ڇانوَ ڇورن لاءِ سڄڻ آيو لٽا گوندر،
ڍلايون ڍڪڻ ٿي ڍوليا ڍڪڻ آباد ڪندا ويا.

پاڻ سڳورن جي طفيل ئي صحيح معنيٰ ۾ انسانيت جو شعور پيدا ٿيو، ۽ ماڻهن ۾ ماڻهپو آيو:

ماڻهن ڪي ماڻهپو ئي سهڻي اچي سيکاريو،
ڪٺيل دلين ڪي ننڍن سر عربي اچي اجاريو،
ٿي ويو ڪرم الاهي جڳ جو وقار آيو.

هو اسان کي ٻڌائي ٿو تہ نبي ڪريم ﷺ ئي اڙين جو آڌار آهي. جيڪڏهن اسان اهو در ڇڏيندا سونُ تہ وڻواند ٿي ويندا سون:

ابوجهن عاجزن عاصين اڙين آڌار آ عربي،
سڳورو سو سڄڻ سرور ڇڏيندين دربدر ٿيندين.

پنهنجي جذبن جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

بي وسيلن جا وسيلا واهرو وارث ولهين،
اوڻ ايرن جا اجها مان گهور تنهنجي شان تان،
در هجي تنهنجو سڄڻ ۽ سر هجي منهنجو مٿا،
سڻ جماليءَ جي صدا، مان گهور تنهنجي شان تَان.

پاڻ سڳورا سراپا رحمت آهن، ۽ حيات النبي آهن. سندس ئي محبت سان اندر اجرو ٿئي ٿو:

سراپا نور رحمت جو سڄڻ سو سوجهرو آهي،
ٿين ٿيون تنهنجي الفت سان دليون اوجر اجا تائين.

چوڏهن سون سالن ڪان هر ٻوليءَ ۾ هر خطي جا شاعر نبي

ڪريمﷺ جو شان بيان ڪندا آيا آهن، پر ڪنهن کي به اطمينان نه ٿيو آهي، ته هن پورو حق ادا ڪيو آهي. جمالي صاحب اهڙي جذبي جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

چا ڪري سگهندو جمالي شان تنهنجي جو بيان،
بس مداحي هي ويچارو آهه تنهنجو مصطفيٰ.

هي ڪائنات پاڻ سڳورن جي طفيل وجود ۾ آئي. ساري خدائيءَ جي هر شيءِ سندن نور مبارڪ مان وجود ورتو. اهوئي سبب آهي، جو جهانن جي ذري ذري ۾ سندن جمال جو جلوو ڪارفرما آهي. جمالي چوي ٿو:

خدا ساري خدائيءَ کي بنايو نور نرمل مان،
جهان سارو جمالِ مصطفيٰ ناهي ته ٻيو ڇاهي.

پاڻ ڪريمن جي ثنا ۽ صفت بيان ڪندي چوي ٿو:

نه جنهن جي اسم کي نقطو نه جنهن جي جسم کي پاڇو،
محمد عڪس ذاتِ ڪبريا ناهي ته ٻيو ڇاهي.

ڪون و مڪان ۾ انهيءَ سردار جهان جي سونهن ڪارفرما آهي. سندس ئي طفيل هر گلستان ۾ رنگ وبو آهي. جنهن جي دل ۾ رحمت للعالمين جي محبت آهي، اها امن امان ۾ آهي. نبي ڪريم ﷺ جي محبت جي ڪري ئي دل کي سڪون ۽ قلب کي قرار مليو. اڄ تائين دلين تي سرور ڪونين جي ئي حڪومت آهي:

چرچو سڄڻ جي سونهن جو ڪون و مڪان ۾ آ،
رونق طفيل ان جي ٿي هر گلستان ۾ آ،
نالو اُنهيءَ حبيب جو هر هڪ زبان ۾ آ،
ان سان آ جنهن جو پيار سو امن و امان ۾ آ.

دل جو سڪون قرار محبت رسول جي،
دلين جي ديس تي آ حڪومت رسول جي.

هڪ نعتيه مسدس ۾ پاڻ سڳورن جي آمد جو نظارو ڏاڍي دلڪش ۽ پر اثر نوع ۾ چٽيو اٿس. ڏيکاريو اٿس، ته پاڻ ڪريم جن جي آمد وقت ڪائنات جي هر شيءِ خوشيءَ مان ٻهڪڻ لڳي. هر بند ۾ محبت جو جذبو ڪار فرما آهي، ۽ اسلوب بيان ۾ ندرت آهي. چوي ٿو:

ڪنهين جي ياد ۾ يارو پَٽن پوشاڪ پائي آ،
چمن ۾ ڇهڇٽو آهي وٽن ۾ جان آئي آ،
قدرداني ڪرڻ خاطر پنن چادر وڇائي آ،
ڪليءَ مان مُنهن ڪڍي مکڙي ڇهن ڪي سرخي لاتي آ،
مچائي مرحبا جي گلن ڌوم ڌام آ ساقي،
وڏو جنهن دلربا ناهي، دلين تي دام آ ساقي.

اڳتي هلي پنهنجي جذبن جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

اسان ڪان اڳ مِٽي ڏيندي چميون پنهل جي پيرن ڪي،
پسينو پرين جو ڏيندو اچي سرهان سيرن ڪي،
سڄڻ جي سڪ ستائيندي وري سسئيءَ جي ڏيرن ڪي،
ڪندو وڙ پنهنجو ڪيچي ڪونہ ڏسندو مُنهن جي ميرن ڪي،
ڪني ڪوجهي ڪميني هيءَ اُنهيءَ جي سار آ ساقي،
وڏو جنهن دلربا ناهي دلين جو دام آ ساقي.

دل تہ گهڻو ئي ٿي چوي تہ هن گلستان مان اجا بہ ڪجھہ گل چونڊي هنئين جو هار بنايان. شل اهڙيءَ طرح هن ناچيز جو نالو بہ حضور ﷺ جي غلامن ۾ ڳڻجي. اهوئي هن ابر ۽ ابري جي زندگيءَ جي مول مقصد آهي. دعا آهي، تہ الله تعاليٰ اسان جي دلين ۾ پاڻ سڳورن جي محبت پيدا ڪري.

## ذڪرِ رسول:

ويجهڙائيءَ ۾ شهداد ڪوٽ جو سيد گل محمد شاهہ گل بخاري خالص نعت گو شاعر ٿي اڀريو آهي، ۽ ٿوري وقت ۾ نعت گو شاعر جي لحاظ کان پنهنجي حيثيت مڃارائي اٿس. هن فقط نعت لکي آهي، ۽ تمام سهڻي لکي آهي. سندس دل ۾ عشقِ رسول جو جذبو آهي، جنهن کي هو سهڻي انداز ۽ پر اثر نوع ۾ شاعريءَ جو روپ ڏئي ٿو. اهوئي سبب آهي، جو سندس نعتيہ اشعار براهِ راست دل تي اثر ڪن ٿا.

”ذڪرِ رسول“ سندس نعتيہ شاعريءَ جو پهريون مجموعو آهي، جيڪو سيرت اڪيڊمي شهدادڪوٽ طرفان آگسٽ 1990ع ۾ ڇپيو آهي. شروع ۾ ڊاڪٽر نذير احمد جروار جو مقدمو آهي، جنهن ۾ هن سيد گل بخاريءَ جي نعتيہ شاعريءَ جون خوبيون بيان ڪيون آهن. ان کان پوءِ شاعر طرفان ”ورفعنالڪ ذڪرڪ“ جي عنوان تحت بہ اکر آهن. ڪتاب ڊيمي

سائيز جي 176 صفحن تي ڦهليل آهي. هن ڪتاب تي شاعر کي سال 1991ع ۾ قومي سيرت ڪانفرنس اسلام آباد جي موقعي تي صدارتي ايوارڊ مليل چڪو آهي، هن مجموعي بابت شاهه صاحب جي استاد ڊاڪٽر نذير احمد جروار جا تاثرات هي آهن:

"سيد گل محمد شاهه جو نعتيه ڪلام جو مجموعو ڏسي دل کي مسرت ۽ روح کي راحت نصيب ٿي آهي، ان کي تحرير ڪرڻ مشڪل آهي." پڙهڻ سان دل کي اهڙو "سُرور" حاصل ٿئي ٿو، جيڪو لفظن ۾ بيان ڪري نه ٿو سگهجي. ڪجهه نعتيه اشعار نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

خالق جو انعام محمد، مالڪ جو اڪرام محمد،
پرور جو پيغام محمد، اڪرين لاءِ آرام محمد،
ظلم و ستم جي زخم جي زخم جي مرهم،
صلي الله عليه وسلم.

نبيءَ جي نعت مان مون کي سڪونِ قلب ٿيو حاصل،
عقيدت احترام آهي، سندم ماهه منور لاءِ.

منهنجا غمخوار نبي، منهنجا دلدار نبي،
تون آن "لولاڪ لما" سندو اظهار نبي.

محمد جي روءِ روشن تان فدا ساري خدائي آ،
نبي جي حسن کان گهٽ هي قمر جي روشنائي آ.

نبي آخر زماني جو محمد مصطفيٰ آهي،
ٿيو جو ابتدا بيشڪ اهوئي انتها آهي.

## سرور عالم:

هي سيد گل محمد شاهه گل بخاري جو نعتيه ديوان آهي، جو رديف جي لحاظ کان سنڌي صورتخطيءَ جي ٻاونجاهه حرفن تي لکيل آهي. ڪتاب جي تقريظ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لکيل آهي؛ ۽ ان جو تعارف "ٻه اکر" جي عنوان هيٺ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو لکيل آهي. ڪتاب سيرت اڪيڊمي شهداد ڪوٽ طرفان مارچ 1991ع ۾ ڇپيو آهي؛ ۽ سال 1993ع ان تي شاعر کي قومي سيرت ڪانفرنس جي موقعي تي

صدارتي اوارڊ مليو آهي. هن ناچيز جي خيال موجب سنڌي الف- بي جي 52 اکرن تي هي پهريون نعتيه ديوان آهي.

هن ديوان ۾ شاعر پنهنجي فهم ۽ فڪر، ڏات ۽ ڏانءُ آهر حضور نبي ڪريم ﷺ جي خدمت اقدس ۾ پنهنجي قيدت جا گل پيش ڪيا آهن، جن جي سڳنڌ ۽ سرهاڻ پڙهندڙن جي دل، دماغ ۽ روح کي معطر ڪري ڇڏيندي. سيد گل بخاري پاڻ سڳورن جي حسن و جمال، سيرت ۽ ڪردار جو ذڪر ڪرڻ سان گڏ ڪيترن ئي بيتن ۾ ٻنهي جهانن جي سردار ۽ ڪائنات جي ڪارڻي جي ايمان افروز ۽ انقلاب آفرين تعليمات ۽ ڪارنامن جي اپٽار به ڪئي آهي. هت سندس ديوان مان ڪجهه اشعار نموني طور ڏجن ٿا:

جمال مصطفيٰ رونق وڌائي آهه دنيا جي،
سجائي حسن فطرت سان مڪو ڏاتار سيد آ.

رحمت عالم جي صدقي، رحم تو راحم ڪري،
رحمتن جي هر طرف ٿي وئي تڏهن برڪات آ.

شرافت ۽ فضيلت جو رکيو بنياد تو نئين سر،
ڪري اخلاق جي پختي ڇڏي تمهيد تو سيد.

بزدلن کي دل ڏئي، انسان کي انسان ڪيو،
رب مجائي تو ڏنو، تن کي شجاعت جو شرف.

جنهن لاءِ زمين بي چين هئي، آيو اهو ڪامل نبي،
فطرت چيو صد مرحبا، اونداهه عالم جو لٿو.

ميلاد جي محفل هجي ۽ ڳالهه پيي افضل هجي،
چڻ کير ۾ پئي کنڊ آ، اونداهه عالم جو لٿو.

## سيد مرسلين:

هي سيد گل محمد شاهه گل بخاري جي نعتيه ڪلام جو ٽيون مجموعو آهي، جيڪو سيرت اڪيڊمي شهدادڪوٽ طرفان ڊسمبر 1991ع ۾ ڇپيو.

ڪتاب جي شروع ۾ عالمن، اديبن جون تقريظون آهن، جهڙوڪ مولانا امير الدين مهر بين الاقوامي اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي، نثار بزمي، پروفيسر اسد الله ڀٽو ۽ سيد امير بخاري ان ڪان

سواءِ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو جو پيش لفظ آهي. هو ڪتاب بابت لکي ٿو:

”محترم گل محمد شاھ جو موجوده مجموعو ’سيد المرسلين‘ بيشڪ شعر جو ڪتاب آهي، پر حقيقت ۾ محبت ۽ عقيدت جوهڪ پنڊار آهي، جيڪا کيس قدرت عطا ڪئي آهي.“

ان کان پوءِ ڊاڪٽر نذير احمد جروار طرفان ”تعارفي ڪلمات“ هيٺ شاعر ۽ ڪتاب جو تعارف آهي.

شاعر پنهنجي طرفان ”قبولج ڪريم پورهيو مون پينار جو“ عنوان پنهنجا تاثرات به لکيا آهن. هو لکي ٿو:

”رسالت مآب ﷺ جن جي سڀ کان زياده ثنا ۽ ساراھ خود خدا ڪئي آهي، ته پوءِ انسان ويچاري جي ڪهڙي مجال؟ جو پنهنجي محسن جا ڳڻ ڳائي سگهي! پر هو سائينءَ جي ثنا ۽ ساراھ ان ڪري، ڪري ٿو، جو جيئن کيس دل کي سڪون حاصل ٿئي، انهن سڪون جي تلاش ڪرڻ وارن ۾ مان به شامل آهيان.“

هن مجموعي جي نعتن ۾ به سيد گل بخاريءَ جي دل جي گهراين مان سيد المرسلين نبي آخر زمان حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي، ۽ پاڻ سڳورن جي خدمت ۾ محبت ۽ عقيدت جا گل نشاور ڪيا آهن. هو ٻنهي جهانن جي سردار کي سلام عقيدت پيش ڪندي چوي ٿو:

تون رحيم آهين، رئوف آهين، ڪريم آهين شفيق،
تو ڪئي امت تي جا، تنهن مهرباني کي سلام.

شاھ صاحب، پاڻ ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ عرض گذار آهي، ته مون اوهان جي ذات اقدس جي ثنا ۽ ساراھ بيان ڪرڻ لاءِ ئي شاعري شروع ڪئي:

ذات تنهنجي جي ڪري ئي مون شروع ڪئي شاعري،
راهبر هن راھ ۾ منهنجي ڪري ڇڏ رهبري.

ٻي هنڌ چوي ٿو:

پاڪ سيرت کي پڙهي مون نعت خواني آ ڪئي،
شاعري منهنجي سندو، محبوب ئي مقصود آ.

پاڻ سڳورن جي حسن و جمال جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

محبوب مصطفيٰ جان کو مه جبين نه ڏيندو،
دنيا سڄي ۾ اهڙو پيدا حسين نه ٿيندو.

جهڙي نبيءَ جي سيرت، تهڙي سندس آ صورت،
حسن و جمال ۾ ڇا سينگار سهڻو آهي.

پاڻ ڪريمن جن غريبن جا غمخوار ۽ هيڻن جا همراهه آهن:

ڏکڙا ڏسي جنهن سک ڏنا، ۽ بار لاٿا با صفا،
هيڻن غريبن جي انهيءَ غمخوار جون ڳالهيون ڪريون.

مظلوم عورتن کي، به جيڪي سَتم هٺا،
دنيا منجهان انهن کي مٿايو رسول آ.

## ثنائے رسول:

هي سنڌي صورتخطي جي ٻاونجاهه اکرن جي رديفن تي نعتيه ديوان آهي، جيڪو شڪارپور جي ڪهنه مشق شاعر رحمت الله شوق جو لکيل آهي. ديوان ڊيمي سائيز جي 84 صفحن تي شتمل آهي، ۽ بزم گلشن لطيف اڪيڊمي شڪارپور طرفان 93-1992ع ۾ ڇپائي شايع ڪيو ويو آهي. ديوان ۾ نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت ڏاڍي دلڪش، پر سوز ۽ پر اثر نوع ۾ ڪئي وئي آهي. نموني طور ڪجهه نعتيه اشعار هتي ڏجن ٿا:

ڪيڏي ثنا ڪري مان ڪيڏي ڪيان اي يارو،
جلوا جمال جنهن جا آهن اڪث نيارا.

انهيءَ جي نوري اڃڻ سان ڪون و مڪان ٿيئي رهيا ٿي روشن،
ٿيا ٿي پيدا جهان جنهن لئي، سو آهه انور نبي احمد.

هتي سڀ مال ۽ سر ٻي نه ٿو پنجي سگهي پورو،
انهيءَ جو قرب ڪهڙي نموني حق ادا ڪريان.

صورت و سيرت ۾ مٽ جنهين جي نه ڪو پيو،
ٿو ڪندو سارهه رهي سڀ عالمِ امڪان ٻڌ.

## شانِ رسول ﷺ:

گل حسن گوپانگ "شاد"، سنڌي زبان جو بند پايه شاعر آهي. هي سندس نعتيه ديوان آهي، جيڪو سنڌي زبان جي ٻاونجاهه حرفن تي مشتمل

آهي. ديوان سنڌي ادبي بورڊ طرفان سال (1993ع) ۾ ڇپجي شايع ٿيو آهي؛ ۽ ڊيمي سائيز جي 89 صفحن تي ڦهليل آهي. هر هڪ نعت تي عنوان ڏنل آهي، جهڙوڪ: شانِ محمد، مصطفيٰ ڏي وڃ، معراج رات، اڻ لڀ قرآن کان پڇ وغيره. عجب جي ڳالهه آهي، ته نه ڪتاب جي نالي هيٺان "نعتيه ديوان" ڄاڻايو ويو آهي، ۽ نه ئي سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري طرفان بحيثيت پبلشر اشاعتي نوٽ ڏنل آهي. ادبي بورڊ جي رسم رهي آهي، ته هر ڪتاب جي منڍ ۾ پبلشر (سيڪريٽري) جي طرفان نوٽ هوندو آهي؛ پر فقط هي ئي ڪتاب آهي، جنهن ۾ پبلشر (سيڪريٽري) جا "ٻه اکر" ڪونهن.

گل حسن "شاد" هن نعتيه ديوان ۾ پاڻ سڳورن جون وصفون ۽ صفتون بيان ڪرڻ وقت پنهنجون سموريون فني ۽ فڪري صلاحيتون صرف ڪيون آهن؛ ۽ ڏاڍي سهڻي نموني پنهنجي محبت رسول جي جذبي جو اظهار ڪيو آهي. ديوان مان ڪجهه بيت نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

عشقِ احمد کان سواءِ گهارڻ گهڙي آهي گناهه،
حب حضرت جي رکي، جڳ ۾ جيئڻ آهي ثواب،

الله ڪيو ڪيڏو اتم، شانِ محمد،
هر ذرهءِ عالم آشنا خوانِ محمد.

ولهين جو واهرو آ ڇورڙن جو پيءُ ڇپر آهي،
ضعيفن جو به ضامن ۽ يتيمن يار آ بيشڪ.

تنهنجي جلون سان جهان روشن ٿيو،
مظهرِ نورِ خدا توتي سلام.

دردِ نبي مٺاڻي ڇڏي دل جا درد تو،
مان پاڻ ئي تو پنهنجي دکن جي دوا ڪريان.

**نعتيه شاعريءَ سان تعلق رکندڙ ٻيا ڪتاب:**

انهن ڪتابن کان سواءِ ماضي قريب ۽ موجوده دور ۾ ڪجهه ٻيا نعتيه مجموعا به ڇپيا آهن؛ جهڙوڪ:

- نعتيه ديوان: مولوي ثناء الله ثنائي
- سنڌي ۾ نعتيه شاعري؛ مرتب: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
- منظوم سنڌي شرح قصيده برده شريف، لکيل: مخدوم غلام محمد بگائي، مرتب: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# آزاديءَ جي تحريڪ ۽ سنڌي شاعري

انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ ڪن عالمن انگريزي تعليم جي مخالفت ڪئي. ڪن سڄاڻ رهنمائن محسوس ڪيو تہ سنڌ جا مسلمان جيڪڏهن جديد تعليم نہ پرائيندا، تہ پوئتي پئجي ويندا، انهيءَ ڪري وقت جي ضرورت اها آهي تہ سنڌ جا مسلمان جديد تعليم پرائين ۽ ان جي ذريعي پنهنجي ديس جي خدمت ڪن. نہ فقط ايترو، پر انگريزن جي هٿيارن سان ئي انگريزن سان مهاڏو ڏين. انهيءَ ڪري اهي باشعور سنڌي سرواڻ، سنڌي مسلمانن ۾ انگريزي تعليم پکيڙڻ لاءِ جدوجهد ڪندا رهيا.

سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن بہ ان ڏس ۾ اهم خدمت سرانجام ڏني. هنن پنهنجي پراثر نظمن ذريعي انگريزي تعليم جي اهميت واضح ڪئي، ۽ مسلمانن کي جديد تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اڀاريو. اهڙن شاعرن مان الله بخش ابوجهو مرحوم ۽ شمس الدين بلبل مرحوم جا نالا قابل ذڪر آهن.

الله بخش ابوجهو (وفات 1901ع) سن 1889ع کان 1901ع تائين سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جو پرشن ٽيچر ٿي رهيو. هن سنڌ جي مسلمانن کي خواب غفلت مان بيدار ڪرڻ لاءِ "مسدس ابوجهو" لکيو. هيءَ مسدس، "مسدس حالي" جو منظوم ترجمو آهي، پر ان ۾ ڪي نوان بند بہ آهن، جن ۾ ابوجهي مرحوم جا پنهنجا خيال بہ بيان ڪيل آهن. هڪ بند ۾ هو سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ جي شاگردن کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

اڙي طالبو! سمجهہ ۽ ڏيان ڌاريو،
اهو مدرسو ياڳ ياري نهاريو،
انڌؤ آنڌ گيسر نياڳي وساريو،
سڄي قلب تعليم جي سان گذريو،
پڙهو علم پورو، ڪريو ڪي سڌارا،
لهن مسلمانن مٿان ڪال ڪارا.

خانبهادرحسن علي آفندي مرحوم(وفات1896ع)، سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي جو باني ۽ سنڌ جي مسلمانن جي تعليم ۽ ترقيءَ واري تحريڪ جو روح روان هو. ان کي ابوجهو مرحوم، سپوجهو (دانشور) سڏيو آهي:

سڀوجهي وڏا وقت پنهنجا وڃايا،
انهيءَ خير ۾ پير پنهنجا ڇمايا،
وڏي هوش سان ڪارناما هلايا،
وڏي عقل سان ناهر ڏاڍا ٺهايا،
سڀئي مشڪلاتون ويون حل ٿينديون،
۽ آسانيون پير پنهنجا پرينديون.

ان اوائلي دور جي بلندپايہ شاعر، اديب ۽ باعمل صحافي رئيس شمس الدين بلبل مرحوم (وفات 1919ع) بہ ان سلسلي ۾ تمام گهڻو ڪم ڪيو. هن نظم ۽ نثر جي ذريعي مسلمانن کي سمجهايو، تہ هو انگريزي تعليم حاصل ڪري، سرڪاري عهدن تي فائز ٿين. چوي ٿو:

پڙهو انگريزي وٺو اوج اعليٰ،
وٺو خوب عهدا حڪومت هلايو،
نہ تو ڪا پرائي فضيلت لسان،
سکين ڪينڪي انگريزي زبان.

هن ذهن نشين ڪرايو، تہ مسلمان ديني تعليم کي تہ ڇڏي ڏنو آهي، پر انگريزي تعليم کان پري رهي، دنيوي خوشحاليءَ کان بہ محروم ٿيندا پيا وڃن. هن ٻڌايو تہ اسان جديد تعليم کان پري رهي، پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو هنيو آهي. هو اسان کي سمجهائي ٿو تہ جديد تعليم پرائي، انگريزي قاعدا ۽ قانون سکي وڪيل ۽ جج ٿيون، تہ جيئن پنهنجي زندگي بہ بهتر بنائي سگهون ۽ قوم کي بہ مشڪل ۾ ڪم اچي سگهون:

وڃائي تو پنهنجا ڇڏيا ٻئي جهان،
ڏنا ڪين ڪي تو انڌا امتحان،
روينيو جڊيشل وڪالت وغير،
ڪهاڙي سان پنهنجو وڍيءِ پاڻ پير،
نہ ڊپٽي ٿئين تون نہ مختيارڪار،
ٿئين، همسفرن ۾ ذليل و خوار،
جي بي. اي ٿي تو کان بعيد قياس،
تہ منٽرڪليشن بہ ڪيڙءِ نہ پاس.

اهڙيءَ طرح ڪيترن ئي نظمن ۾ ذهن نشين ڪرايائين، تہ جيڪڏهن سنڌي مسلمان چاهين ٿا تہ هو دنيوي عزت ۽ وقار حاصل ڪن، تہ ڪين جڳائي تہ انگريزي تعليم پرائين:

جي پائين ته مولا ٿئي مهربان،
ته سک علم تون انگريزي زبان،
جي عزت جهان جي رکو ٿنڌ ٿش،
پڙهو انگلش انگلش انگلش.

هو ٻڌائي ٿو، ته وقت جي تقاضا اها آهي ته، انگريزي تعليم پرائي، دنيا ۾ عزت ۽ مان واري زندگي گذارجي:

وقت نازڪ ٿيو وڏو، خوب خبردار ٿي هل،
هاڻي سڪي ايم لکي ايل پوءِ هوشيار ٿي هل،
هن زماني ۾ ٿيو زور جنهين علم جو اچ،
وٺ اها واٽ، اڳين بات کان بيزار ٿي هل،
اڄ ٻچي ڪونه سوا پاس مدل ۽ پيسي،
جي اهي ٻئي نه ٿيا موجود، ته مردار ٿي هل.

انگريزن خلاف جيڪي آزاديءَ جون تحريڪون هليون، انهن بابت به سنڌي شعر مِلي ٿو. خلاف تحريڪ ۾ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي ۽ سندس پوئلڳن زور شور سان حصو ورتو. حضرت مولانا امروٽي ۽ سندس ڪيترا ساٿي شاعر به هئا. انهن پنهنجن نظمن ۾ ترڪيءَ جي فتح لاءِ دعائون گهريون ۽ انگريزن ۽ سندن ساٿارين لاءِ نفرت جو اظهار ڪيو. يوناني جيئن ته ترڪن خلاف وڙهي رهيا هئا، انهيءَ ڪري ڳڙهي ياسين جي شاعر محمد آدم (1863-1948ع) ڪاٺن نفرت جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

خدايا ظالمن جي ڪر تباهي ڪار زاري اچ،
صليبي سرنگون ٿيني، تنين ڪر زار خواري اچ،
خوشي هت ڪانه ڪا آهي، يوناني غرق ٿيا سمندن،
ٻڏي ٻيڙي حڪومت جي، مٿن قادر قهاري اچ،
خوشي خاوند يونانين تي، ڪني ڪوڙي زهر قاتل،
ڦرن حيران سرگردان، تنين سيني خواري اچ،
ڪني هاتف ندا حق جي "حاجي" ڪن تي پئي هاڻي،
ڪمالن جي ڪمالي ٿئي، تنين کي رستگاري اچ.

لاڙڪاڻي ضلعي جو شاعر شير محمد شيرل چنو مرحوم مهاجرن جي ان قافلي ۾ شامل هو، جيڪو هجرت تحريڪ سنڌ مان هجرت ڪري افغانستان ويو هو. هن سنڌي بيتن ۾ هجرت جو سفرنامو لکيو آهي. چوي ٿو:

محبت رکي من ۾، ڪابل ڪيائون ڪاھ،
دونھان درد دکايا، عشق اندر آڙاھ،
پنڌ اڙانگو پٽيون، رھي آيا راھ،
اھڙو ني آھي الله، امير صاحب ڏنائون اڪين سان.

مولانا تاج محمود امروٽي خلاف تحريڪ ۾ بنيادي ۽ اھم ڪردار ادا ڪيو. ھو عالم، فاضل، بزرگ ۽ آزاديءَ جي اڳواڻ ھجڻ سان گڏ شاعر بہ ھو. ھن اشعار ذريعي بہ انگريزن سان نفرت ۽ ترڪن سان محبت جو اظھار ڪيو آھي. ھڪ نظم ۾ ترڪن جي فتح لاءِ ھن طرح دعاگو آھي:

ڏي ڏٺي تون فتح ڪامل مصطفيٰ احرار کي،
مرد غازين کي مدد ڏي ھر جاءِ سندن ھر ڪار کي،
ويڙھ ۾ ويرن مٿان تڪڙو ڪيو ترڪن تمام،
ڏڙ سسيون سورھيہ ڪٽن، ويرن سندي ڪاپار کي،
ترڪ تازا ڪر توانا آل عثمان جي سوا،
ناس ڪري سارا نصارا راڄ روشن زار کي.

شڪارپور جو شاعر حبيب الله خادم مرحوم انگريزن کي نندينديءَ، ترڪن سان ھمدردي ڏيکاريندي چوي ٿو:

اڄھا ڪني اسان جي خدا سوڀ ساري،
ھاريندي ھند مان حڪومت ھچاري،
رھي شال شادان ھميشہ تاب ترڪي،
ڏسي ڏورئون جھنبو جھادي، ڏکي ويو ڏکاري.
مرد غازديءَ کي ميدان ۾ ڏيندو مدد موليٰ،
ھڻن نعرو حيدري، وڃن ويري ساھ ساري،
صليبي سرنگون ھرجا، ڪر علم اسلام جو اعليٰ،
مبارڪباد ڪمال پاشا، ملعون جو ماري.
اھڙو ھٿئون ويلو نہ ڇڏ مور "خادم"،
پڙھ الحمد نِڪرِ پڙ ۾، پري ڪر پرت پياري.

سنہ 1924ع ۾ محمد ھاشم مخلص مرحوم (وفات 1934ع) ميرپورخاص مان ھفتيوار اخبار "مسلمان" جاري ڪئي، جنھن ۾ ترڪيءَ جي حق ۾ انگريزن خلاف زور شور سان لکڻ لڳو. سندس قلم ۾ ڏاڍو زور ھوندو ھو. نظم خواه نثر ذريعي باھ ٻاري ڇڏيائين. برطانوي سامراج ۽ ھندو استحصالي قوتن خلاف کلم کلا نفرت جو اظھار ڪندو رھندو ھو، ۽ ھميشہ

اسلام ۽ مسلمانن جي مدح سرائي ڪندو رهندو هو. انهيءَ ڪري قيد و بند جون سختيون بہ سٺائين. سندس تحريرن ۾ طنز و مزاح جو رنگ بيحد متاثر ڪندڙ هوندو هو.

ان زماني جي هڪ ٻئي صحافي ۽ شاعر مولوي نور محمد نظامائي جو نالو بہ ان سلسلي ۾ قابلِ ذڪر آهي. هن مختلف وقتن تي ٽي اخبارون ڪڍيون: نور اسلام، مرغ فلڪ ۽ طيراً ابابيل. مخلص مرحوم سان اخبار ذريعي سندس ڏي وٺ ٿيندي رهندي هئي، ان هوندي بہ ٻنهي جو بنيادي مقصد ساڳيو هو. هن بہ مخلص مرحوم جيان انگريزن ۽ آريہ سماج جي حرڪتن جي سخت مخالفت ڪئي. هو بہ مخلص مرحوم وانگر نظم خواه نثر تي هڪ جهڙي قدرت رکندو هو، ۽ غضب جو طنزنگار ۽ هجوِگو هو. ان دور جي هندو اخبارن: هندو، سنسار سماچار، هندو گزيٽ، سنڌي ۽ ڀارت وغيره جي مسلم دشمن تحريرن خلاف خوب لکيائين. هن انهن اخبار خلاف جهاد ڪندي قلم کان تلوار جو ڪم ورتو، ۽ نظم توڙي نثر ۾ هندو حملن جو منهن توڙ جواب ڏنو.

ان زماني ۾ سنڌ بمبئيءَ سان گڏيل هئي، جنهن ڪري سنڌ جي مسلمانن کي سخت اقتصادي ۽ سياسي نقصان ٿي رسيو. انهيءَ ڪري سنڌ جي مسلمانن بمبئيءَ کان سنڌ جي علحدگيءَ جي تحريڪ هلائي. هندن سخت مخالفت ڪئي، ڇاڪاڻ تہ هو ڏسي رهيا هئا، تہ جيڪڏهن سنڌ الڳ صوبو ٿيو، تہ سنڌ جا مسلمان سياسي طاقت حاصل ڪري ويندا. آخر سنڌ جي مسلمانن جي جدوجهد رنگ لاتو، ۽ الله تعاليٰ جي فضل سان سال 1936ع ۾ سنڌ بمبئيءَ کان آزاد ٿي، ۽ جدا صوبو بڻيو. ان موقعي تي روزانہ الوحيد پنهنجو يادگار نمبر ڪڍيو، جنهن ۾ تاريخي مضمونن سان گڏ شاعرن جا شعر بہ آهن. شاعرن سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو آهي. مخلص مرحوم بمبئي کان سنڌ جي آزاديءَ جي موقعي تي جيڪو نظم لکيو، ان ۾ سنڌ جي تعريف ڪندي چوي ٿو:

ڪريان آخر ٿو ڪجهہ احوال هت مرقوم سنڌڙي جو،
خدا ڇا خلقيو هو خوبتر مقسوم سنڌڙي جو،
برآبر شير جي طاقت ۾ هو هر معصوم سنڌڙي جو،

شگفتہ چون گل ريحان هر مر زوبوم سنڌڙي جو،
نظر ڪئي سون تہ هرڪا جنس سستي ۽ سهانگي هئي،
مگر هڪ زندگي بيمار الفت جي مهانگي هئي.

ان موقعي تي محمد صديق مسافر مرحوم (وفات1961ع) هي شعر لکيو:

لڪ شڪر! اڄ وري ٿئين‌ءَ آزاد سنڌ تون،
شل سرخرو سدا رهين آباد سنڌ تون،
پنهنجيءَ ٿي ڪائونسل سان رهين شاد سنڌ تون،
فرياد پنهنجي جو ٿي ڪندين‌ءَ داد سنڌ تون،
خودياوريءَ سان پنهنجو اٿئي رکڻو انتظام،
ڪڻ بار پنهنجو پنهنجي ڪلهين رهہ تون شاد ڪام.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي مرحوم (وفات 1942ع) ڪن نظمن ذريعي، مسلمانن کي پنهنجو اڳيون اوج ياد ڏياري، ترقيءَ جي راهہ تي گامزن ٿيڻ لاءِ اياريو آهي. چوي ٿو:

مقامِ عبرت آهي، جو نہ ڪنهن ترقيءَ جو،
اٿيئون هٿ ۾ ڪو اسباب، اي اسان جي قوم،

نہ علم آهہ، نہ حرفت، نہ ڪا فضيلت پئي،
نہ ياد رب الارباب، اي اسان جي قوم،

اسان جي بيخ ۽ بنياد سڀ فضيلت ۾،
پئي زماني جي سيلاب، اي اسان جي قوم،

اسان جي قوم خدارا ڇڏي ڏيو غفلت،
ڪيو خمار، ڇڏيو خواب، اي اسان جي قوم،

وگر نہ ذلت و خواري وڌندي روز بروز،
اکين مان وهندو پو خونناب، اي اسان جي قوم.

اهڙيءَ طرح ڪيترن ئي شاعرن وقت بوقت سنڌ جي مسلمانن کي سجاڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. حاجي محمود خادم مرحوم (وفات 1960ع) چوي ٿو:

دم نہ سمجهہ "خادم" تون هت، جو ڪم آ ڪرڻو رات ڏينهن،
قبر ۾ تنهنجي سمهڻ لئي، يار ڪافي آ فراغ.

مثالِ شمعِ محفل، قوم جو همراز رهندو ڪر،
تون قومي شمع تي پروانہ جئن جانباز رهندو ڪر.

حافظ عبدالله بسمل تڪڙائي مرحوم (وفات 1950ع) چوي ٿو:

ماضيءَ جي آهه شان تي ڪر توڪي افتخار،
غافل سنواري حال کي تون بينظير ٿي.
سمجهيم تہ آهين مسلم، پر تنهنجو ڪٿ ڪمال،
نادان پنهنجي حال تي حسرت پذير ٿي.

سال 1936ع کان اڳ سنڌ جي مسلمانن جي پوئتي پيل حالتن جو ذڪر ڪندي، محمد صديق مسافر مسلمانن کي سجاڳ ڪري ٿو:

ڪمزور ڪڙم تنهنجو مسلمان سربسر،
تعليم ۽ تجارت، عهدن ۾ ڪم اثر،
آزادگيءَ ۾ تنهنجي ٿئي ڪو ادا اثر،
نہ تہ سمجهہ سچ يقين سان پنهنجي ٽٽل ڪمر،
عضوو جڏو جي خاص تہ ٿئي کهڙو خاص ڪم؟
تون موميائي چاڻ مسلمان جو ٿي غم.

هو چوي ٿو تہ آزادي ۽ ترقي اسلام جي اصولن سان ئي وابستہ آهي:

ايڪو ۽ اتحاد مسلمانو! ٿيو ضرور،
هي وقت آه قوم جي غيرت ۾ ٿيو غيور،
قلبئون ڪڍو ڪدورت سڀ غير ۽ غرور،
اسلام جو اصول اهوئي نسورو نور،
جي ائين نہ ٿيو تہ پوءِ هيءَ آزادگي نہ ٿي،
بهبود سود پنهنجي تي آمادگي نہ ٿي.

هن مان معلوم ٿيندو، تہ بمبئيءَ کان علحدگيءَ جي تحريڪ سنڌ جي مسلمانن ۾ سياسي شعور پيدا ڪيو، ۽ هنن کي اها حقيقت ذهن نشين ٿي ويئي، تہ مسلمان جدا قوم آهن. الوحيد جي ان خاص ايڊيشن ۾ حافظ عبدالله بسمل مرحوم جو نظم بہ شايع ٿيو. ان ۾ هو مسلمانن جي قومي عظمت جي اڳڪٿي ڪندي چوي ٿو:

نشانِ عظمت قومي ڏسون پيا پنهنجي صحرا ۾،
ترقيءَ جو نظارو ٿو ڦري هن چشم بينا ۾،
ڏسون پيا موج گوهر ريز پيدا هن دريا ۾،
عجائب پيا موج گوهر ريز پيدا هن دريا ۾،
عجائب دلفريبي آه هن جي روئي زيبا ۾،
اجا آهنجي اڳيان هڪ ڪشمڪش جو امتحان آهي،
اوهان جي تاڪ ۾ دشمن اجا هڪ بيو نهان آهي.

بسمل مرحوم جي اڳڪٿي ۽ نشاندهي صحيح ثابت ٿي. مسلمانن جي مفاد جي آڏو هندو وڏي طاقت ٿي اڀريا، ۽ وڏا وس ڪيائون. مسلمان وڏي آزمائش مان گذريا، پر الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان آخر پاڪ وطن وجود ۾ آيو. اها هڪ تاريخي حقيقت آهي، ته پاڪستان جي تحريڪ سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ کان پوءِ وڏي زور شور سان اڀري، جنهن ۾ سنڌ جي مسلمانن اهم ڪردار ادا ڪيو. سنڌ جي مسلمان ليڊرن جي ڪوشش سان اپريل يا مئي 1938ع ۾ سنڌ جي صوبائي مسلم ليگ جو قيام عمل ۾ آيو. 10، 11 ۽ 12- آڪٽوبر 1938ع تي سنڌ مسلم ليگ پاران، ڪراچيءَ ۾ مسلم ليگ جي هڪ وڏي ڪانفرنس سڏائي ويئي، جنهن جي صدارت قائداعظم مرحوم ڪئي. هن ڪانفرنس جي موقعي تي ڳڏيل هندستان جي سمورن مسلم ليڊرن شرڪت ڪئي. ان ڪانفرنس کي پوءِ "ڪراچي ڪانفرنس" جي نالي سان سڏيو ويو. ڪانفرنس ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي مرحوم ٺهراءُ پيش ڪيو، جنهن ۾ واضح طور مطالبو ڪيو ويو، ته جن صوبن ۾ مسلمانن جي اڪثريت آهي، اتي مسلمانن جي حڪومت بنائي وڃي، ته جيئن ٻئي قومون جدا جدا ۽ آزاد حڪومتون قائم ڪري سگهن. ان موقعي تي قائداعظم مرحوم تقرير ڪندي چيو:

"مون کي يقين آهي، ته سنڌ جو صوبو، هندستان جي مسلمانن لاءِ هڪ نمونو ٿيندو، ڇاڪاڻ ته هتي جي مسلمانن وڏي بيداريءَ جو ثبوت ڏنو آهي."

ان کان پوءِ سنڌ جي مسلمانن پاڪستان جي تحريڪ ۾ وڏي جوش، جذبي ۽ ولولي سان حصو ورتو. سڄي هندستان ۾ پهريون پيرو سنڌ جي صوبائي اسيمبليءَ سن 1943ع ۾ پاڪستان جي قيام جو ٺهراءُ پاس ڪيو، جيڪو محترم جي. ايم. سيد پيش ڪيو. ٻئي ڪنهن به صوبي جي اسيمبليءَ اهڙو ٺهراءُ نه اڳ ئي پاس ڪيو هو، ۽ نه ئي پوءِ ئي ڪا اسيمبلي پاس ڪري سگهي. سنڌ جي شاعرن به پنهنجي اثرائتن نظمن ذريعي سنڌ جي مسلمانن ۾ جوش ۽ جذبو جاڳايو. هنن مسلمانن کي مسلم قوميت جو جذبو ذهن نشين ڪرايو، آزادي ۽ ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ لاءِ اڀاريو، پاڪستان جي قيام جي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ تي آماده ڪيو، ۽ مسلم ليگ

جي حمايت ڪرڻ جو پيغام ڏنو. ان سان گڏ هن انگريزن جي تهذيب، سياست ۽ ثقافت سان نفرت جو اظهار ڪيو، مسلمانن کي پنهنجو شاندار ماضي، اعليٰ ۽ افضل تهذيب ياد ڏاري، منجهن پنهنجي تهذيب، ثقافت، زبان، وطن ۽ ادب سان محبت جو جذبو بيدار ڪيو، ۽ آزاديءَ جهڙو اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جي قرباني ڏيڻ جو سبق سيکاريو. غلام احمد نظامي پاڪستان بابت چوي ٿو:

خدا جي فضل سان قائم وري امن و امان ٿيندو،
نئين سرشاد ۽ آباد هي سارو جهان ٿيندو،
اسان جو سارو پاڪستان سکهو جنت نشان ٿيندو.

سنڌي نوجوان کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

سنڌ جا سنڌي جوان، ڏيکار ڪا مردانگي،
تنهنجي همت جڳ ڏسي ۽ مان ڏسان،
ٿي سپاهي مرد ۽ ميدان ۾ اچ بهرِ خدا،
پاڻ ٿي آزاد ۽ آزاد ڪر سارو جهان.

هو ٻڌائي ٿو، تہ مسلمانن کي پنهنجي زندگي قرآن مجيد جي حڪمن موجب گذارڻ گهرجي، جنهن ۾ طبقاتي ننڍ وڏائيءَ جي ڪابہ گنجائش ڪانہ آهي:

اسان لاءِ قانون قرآن آهي،
لکيل جنهن ۾ مولا جو فرمان آهي،
خدا وٽ اسان جو وڏو مان آهي،
مسلمان آخر مسلمان آهي.

بسمل مرحوم سنڌ واسين جي مستقبل بابت پرامید نظر اچي ٿو، ۽ چوي ٿو:

نظر ۾ پيو اچي ساڳيو اڳيون اقبال سنڌين جو،
خدا گهريو، تہ ٿيندو جلد بهتر حال سنڌين جو،
فلڪ تي بدر ٿيندو ڪوڪب اجلاس سنڌين جو،
زمان ۾ ڪامران ٿيندو ماھ و سال سنڌين جو،
زمانو ٿيندو حيرت ۾ ڏسي سنڌي جلالت کي،
سکهو ڳائيندي دنيا هن اسان جي عز و عظمت کي.

قادر بخش بشير مرحوم مسلمانن کي ٻڌائي ٿو، تہ اسان کي وڏي ايماني قوت مليل آهي.ا سان جيڪڏهن محنت، ڪوشش ۽ جدوجهد ڪريون

تہ وري ڀيهر ترقيءَ جي راهہ تي گامزن ٿي سگهون ٿا:

سچو فولاد ٻڌجي وچ، نہ رک ڪنهن تير جي پرواهہ،
مسلمانن رکي ناهي، ڪڏهن شمشير جي پرواهہ،
اچو يارو تہ گڏجي پاڻ ٿاهيون پنهنجي قسمت کي،
اسان جو بخت بالا آ نہ آ تقدير جي پرواهہ.

بشير مرحوم، مسلمانن جي ترقيءَ لاءِ الله تعاليٰ کان دعا گهرندي چوي ٿو:

اسان جو بخت بالا ڪر سڀن قومن کان اڳرا ٿيون،
عمر فاروق خالد جهڙو ڪو پيدا بشر ڪر تون.

اهڙيءَ طرح ڪيترن ئي سنڌي شاعرن مسلمانن کي بيدار ڪرڻ، آزادي حاصل ڪرڻ ۽ پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ نظم لکيا. نہ فقط ايترو، پر هنن سنڌي زبان ۽ ادب، سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت کي بہ پنهنجي نظمن ذريعي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هنن سنڌي زبان ۽ ادب جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيون، سنڌ جي شاندار تهذيب جي ترجماني ڪئي. سنڌي زبان، ادب ۽ ثقافت لاءِ پيار ۽ محبت جو جذبو جاڳايو ۽ اخلاق ۽ عمل جو پيغام ڏنو. هنن ذهن نشين ڪرايو، تہ اخلاقي اقتدار سان ئي اسان جي ديني خواه دنيوي زندگي بهتر ٿي سگهي ٿي، ۽ اسان جي شاندار تهذيب برقرار رهي سگهي ٿي. هنن اسان کي خبردار ڪيو، تہ پنهنجي تهذيب وساري، مغربي تهذيب اختيار ڪرڻ ۾ اسان جو سراسر نقصان آهي. هنن اسان کي سمجهايو تہ، پنهنجي رهڻي ڪهڻي وساري، انگريزن جي هلت چلت کي چنبڙي نہ پئون. اهڙن شاعرن مان وري بہ نمايان نالو رئيس شمس الدين بلبل جو آهي. هن طنز و مزاح ذريعي مغربي تهذيب جون خاميون ۽ خرابيون ذهن نشين ڪرايون. سندس نظمن مان ڪجهہ مثال ڏجن ٿا:

غافل وڃي ولايت لنڊ ليڊي سان لاتج،
سَوَ قُرب ڪون ڪرستان وڃي چرچ ۾ چوائج،
سڪ ناچ راڳ تن جو پڻ بينڊ باجو بلڪل،
پوءِ خوب ٻڌجي بابو پيو بينڊ هٽ بجائج،
پهراڻ پائجامو پٽڪو پليٽ بوڇڻ،
ڏئي ٻن ٽنهين کي ٽوپي پتلون ڪوٽ پائج،

پنهنجا عزيز اقارب بيگانا ڄاڻ احمق،
سرمست سرخرو تي صاحب سدا سڏائج،
مجلس ۾ پنهنجي ڪارو ماڻهو مور نه آڻج،
ڏئي ڏاءُ ڏيم فول جو تنهن کي ڀري ٽڙائج،
تڪبير ۾ وجي ٿو مزو مرغ ۽ تتر جو،
گردن مروڙي خوب گرم جوش ۾ جلائج،
ماڻهو هي جهنگلي جو هٿ جانور جان کائن،
چمچا ڇري ۽ ڪانٽا ٽيبل مٿي رکائج،
سنڌي نفر ۽ نوڪر سڀ چور ۽ چريا هن،
بٽريل ۽ ببرچي هُنَ ملڪ مان منگائج،
ملا توڙي برهمڻ بيهوده ڇڏ بڪن ٿا،
وعظم ڪٿا ۾ مفت نه تون مغز کي کپائج.

• شريعت جو شيوو ڏنو سون ڇڏي،
وڏوسون گناهن ۾ غفلت گڏي،
لباسن نفيسن جي تي تند تاڻ،
مڪانن جي زينت سنڌ زيت زاڻ،
گلا بند ڪالر لکڙ هاف بوٽ،
گهڙي ڪوٽ پتلون چشمان چروٽ،
قميصون ڪفندار جاڪٽ جراب،
سليپر سپاٽا سباڻ ثواب،
ڏنگي سينڌ نندڙا چٽا مڇ دراز،
ٽوال ۽ ڪنگي برش صابڻ جو ساز،
صفا سر نه ڏاڙهي ڇپڙ چٽ قلم،
زبان تي به گِٽ مِٽ رهي دم بدم،
گلي ۾ هجي نيڪٽائي سياهه،
نه پرشن ۽ ٽرڪش، ڪرسچن ڪلاهه،
سڄو ڏينهن سيني، صبح و شام واڪ،
هجي هٿ ۾ هنٽر ته ٽم ٽم ٽڙاڪ،
رکڻ هڪڙو بُلڊاگ آهي ضرور،
نه تان ٿيندو وڏ - ماڻهپي ۾ قصور،
مقرر هجي چانهه بسڪٽ جو ٽيم،
نه جاين جو سينگار پڪچر فريم،
نصارن جو ڪانو نصارا لباس،
ڪٻٽ، ميز، ڪرسي، بتي ۽ گلاس،
نئين طرز پوشاڪ جو ڊيل ڊول،
پراڻي ڪياٽون نه ٿيو ڊيم فول.

اهڙيءَ طرح بلبل مرحوم ظريفانہ اصلاحي نظم لکي مغربي فيشن جي مذمت ڪئي ۽ پنهنجي تهذيب ۽ ثقافت لاءِ محبت جو جذبو پيدا ڪيو. بلبل مرحوم کان سواءِ ان دؤر جي ٻين شاعرن بہ مغربي تهذيب جي اثرات کي نمايان ڪيو. غزل جي اوائلي دؤر جي شاعرن ۾ مير عبدالحسين سانگي مرحوم (وفات 1924ع) جو نالو نمايان حيثيت رکي ٿو. هن جي غزل ۾ حسن و عشق جي بيانن سان گڏ سنڌ جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي عڪاسي بہ ملي ٿي. هن پڻ بدلجندڙ تهذيب ڏانهن اسان جو ڌيان ڇڪايو آهي. خاص طرح سان مغربي تهذيب جو وڏو نقصان اهو بيان ڪيو اٿس، تہ هيءَ تهذيب اسان کي پنهنجي مذهب کان پري رکي ٿي. چوي ٿو:

تڏهن ترڪ وطن ڪيوسين، جڏهن اهل وطن بگڙيا،
جي بگڙڻ جا نہ ها، اهڙا بہ يارانِ ڪُهن بگڙيا،
هوا اهڙي لڳي آهي، جو پنهنجي پنهنجي مذهب کان،
مسلمان و ڪرستان و يهود و برهمن بگڙيا،
زماني رمز سا ورتي جا آهي راءِ حاڪم جي،
ڏسو رسمن کان پنهنجي يڪ قلم سڀ مرد و زن بگڙيا،
اثر صحبت جو بيشڪ ٿئي ٿو مون کي ٿيو يقين آهي،
زماني جي بگڙڻ کان تہ مردن جا سخن بگڙيا.

ٻئي هنڌ جديد تهذيب جي اثرات جو نقشو هن طرح چٽيو اٿس:

اي زمانا تنهنجي لوڏن کان تہ آهيون جان بلب،
باز گردد يا بر آيد چيست فرمان شما،
عهد اهڙو آه آيو سخت جنهن کان اَلامان،
زينهار اي دوستان جان من و جان شما،
هي سندو دولت زيان اي حاڪمان يوروپي،
گرچہ جام ما نشد پري بہ دورانِ شما.

هي شعر جيتوڻيڪ غزلن جا ابيات آهن، ان هوندي بہ اهي اشعار مختصر مگر جامع نموني ۾ ان زماني جي تهذيبي انتشار ۽ بدلجندڙ حالتن جي چٽي طرح عڪاسي ڪن ٿا. ٻين بہ ڪيترن ئي شاعرن اهڙي نموني بدلجندڙ حالتن جي عڪاسي ڪئي آهي. ثناءُ الله ثنائي مرحوم (وفات 1977ع) چوي ٿو:

ڏکو ڪوٽ سلوار پٽڪو وڏو،
انهن تي بہ اڄ ڪلهہ رکيل آ قدو.
جو پهرياڻ پائي اهو بيوقوف،م
صفا سوٽ جنهن ڪي اهو فيلسوف،
مٿي تي آ ٽوپي اهو يي گٿو،
ڪٽيل وار گهرجن اگهاڙو مٿو.

ٻئي هڪ نظم ۾ طنز و مزاح جي رنگ ۾ سنڌ جي مٿين طبقي جي بدلجندڙ تهذيب جو نقشو هن طرح ڏنو آهي:

هلي آءُ ساقي اندر ڪي جيار،
نہ واٽر ڪپي ليمر سوڊا پيار،
لکان هاڻ احوال بگ مئن جو،
مليو مرتبو مانَ آ ڪين جو،
مسلمان گڊ مئن آهي بٽيو،
قدم ڪٽ حڪومت سان خاصو ڪٽيو،
اسان انگلش جا ڪلوڌز ڪيا،
نہ گهرجن سبيل سنڌ وارا ٻيا،
نہ پٽڪو ڪپي ڪيپ يا هئٽ آڻ،
هلو شاپ خاني تي شو بوٽ ساڻ،
سٿڻ تي نہ گهرجي ٽرائوزر ساڻ،
سچو سوٽ خاڪي اسان لاءِ بس،
پليٽون ڪپن ڪوپ ساسر ڪپي،
تہ اسپون ٽي پيو هجي ميز تي،
تہ ٽي پاٽَ ٽاول ٽري يي هجي،
بريڪ فاسٽ لئي ڪيڪ تازو هجي.

مغربي تهذيب ڪي نندينڊي چوي ٿو:

مٿل ڪانوَ ڪبڪ ڪي جنهن ڏنو،
هلڻ پانهنجو يي ڪيائين قٽو.
نصارن جي قابو ڪيوسين ڪلاٽ،
لٽائي ڇڏيوسين پنهنجو صاف سات.

قادر بخش بشير مرحوم طنز و مزاح جي رنگ ۾ مٿين طبقي جي بدلجندڙ تهذيب جي عڪاسي هن طرح ڪري ٿو:

وڳائي چار ڪوٽن، سوٽ، بوٽن جا رکڻ گهرجن،
نيو فيشن جو دلداده ۽ ان جو نغمہ خوان ٿي وڃ،
ضروري سوال پوزيشن ۽ فيشن جو رکڻ گهرجي،
تڏهن ملبوس اي سهٽا، سراپا سلڪ سان ٿي وڃ،
خوشامد ۽ عياشي ۾، نمائش ۾ لٽائي زر،
رکي گروي زمينون سڀ تون اعليٰ خاندان ٿي وڃ.

نئين تهذيب جي اثر سبب اخلاقي اقدار بہ پائمال ٿيڻ لڳا ۽ اوگڻ اسان ۾ گهر ڪرڻ لڳا. سنڌي شاعرن ان طرح بہ اسان جو ڌيان ڇڪايو آهي ۽ نشاندهي ڪئي آهي، تہ اسان پنهنجي تهذيب ۽ تمدن جون خوبيون ۽ خصوصيتون وساري، اوگڻ اختيار ڪيا آهن. رئيس شمس الدين بلبل مرحوم اسان جي انهن تهذيبي براين جي هن طرح ترجماني ڪئي آهي:

ملامت ۽ لعنت ۾ ڪوليون زبان،
گلا ۽ برائيءَ جا آٿيون بيان،
طبع ڪي موافق گلا جي غذا،
بدن جي رطوبت حسد ۽ ريا،
اسان جي لياقت غيبت غرور،
اسان جي فضيلت تہ فسق و فجور،
ڪٿي وعظ ٻڌبو تہ ٿيندي ٻڇان،
نہ ايندي جمعيت لڇان ۽ پڇان.

غلام احمد نظامي مرحوم چوي ٿو:

حيا شرم و ادب رخصت ٿيو بلڪل زمان مان،
رهي هر جاءِ فيشن جي بلا نازل سنيالي هل.
اخلاق ادب اخلاص ويو، انصاف ويو احساس ويو،
ايثار سخاوت همدردي ڪجهہ ڪانہ رهي زردارن ۾.

محمد بخش واصف مرحوم (وفات 1954ع) چوي ٿو:

ناهہ پوڙهن ۾ مروت، ويو جوانن مان ادب،
ڪيئن نہ پيرو آ وڏو پيرو جوان ۾ انقلاب.
زال ٿي شوقين، متوالو ٿيو پڻ مرد ڏس،
قابل ديد آهہ هي بيبي ميان ۾ انقلاب.

سيد حافظ حيات شاهہ مرحوم (وفات 1955ع) چوي ٿو:

خلاف مرد جي آهي هوا زماني جي،
عجب شان سان ٿي زندگي زماني جي،
سفيد پوش شريفن کي پيٽ تي پٽيون،
کمي نہ آهي ڪميني کي زر خزاني جي،
مجازي عشق جي ڪلدار تا ڪتن قيمت،
نہ گهرج آهہ ڪا جانان کي ڪنهن جي جاني جي.

قادر بخش بشير مرحوم پنهنجي نظم "چوڏهين صديءَ جو انسان" ۾ معاشري جي فردن جي ڪردار جي ترجمان هن طرح ڪئي آهي:

دليون بغض ڪيني عداوت ڏي مائل،
شب و روز شر ۽ شرارت ڏي مائل،
امانت کان نفرت خيانت ڏي مائل،
دجالت خجالت حماقت ڏي مائل،
نہ انسان آهيان نہ حيوان آهيان،
خط و خال تي بس آءٌ قربان آهيان.

جمع خان غريب مرحوم چوي ٿو:

خودپسندي جا ۽ خودغرضي جا عاشق اڄ اسين،
بخت معشوق آهہ، تڏهين ٿي وبو بيزار اڄ،
جي وٺون تعليم اخلاقي رهون بااتفاق،
ٿي وڃي سرسبز ساڳيو قوم جو گلزار اڄ.

حضرت مولانا تاج محمود امروٽي مرحوم (وفات 1929ع) جا بہ ڪيترائي قومي نظم ملن ٿا، جن ۾ انگريزن جي سياست ۽ ثقافت کي ننديو اٿس. ان زماني ۾ انگريزن جي ظلم ۽ ڏاڍ سبب عوام جي ڪهڙي حالت هئي، ان جو نقشو هن طرح چٽيو اٿس:

ڏٺي درتي تنهنجي، ڪهڙي ڪريان فرياد مون هاٺي،
لڄا تنهنجي ڪسي طمع، وٺي ويڙهي طمع راٺي.
وڏو هٿ نوڪرن تڙ ۾، ڪيون ڪرسيون اسان قابو،
اسان جا مند ٿيا سڀ بند، ٿيا چپ وات سڀ ساٺي.
اڳيئون ڪلٽر ويهي ڪرسين، اتي ايمان ڏنو سارو،
چوي جيڪو مجيئون سوئي، اڳيون نهڪر نڪا آٺي.

شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ مرحوم (وفات 1929ع) بہ ڪيترائي اصلاحي نظم لکيا، تڪبر، ريا ۽ خودپرستيءَ کي ننديدي چوي ٿو:

بري خصلت ادا، ڪبر ۽ ريا جي،
بزرگن آڏو سا مڪر ۽ دغا آهه.
نه ڪر گردن ڪَشي ۽ تون تڪبر،
جو نت لعنت ۾ شيطان مبتلا آهه.
خودپرستي خودنمائي، خود خيالي ترڪ ڪر،
نفس سان ڪر جنگ تون، صلح و صفا جي واسطي.

سنڌ جا مسلمان جيتوڻيڪ مغربي تهذيب جي اثرات کان متاثر ٿيا، ان هوندي به جيئن تہ مصلح، شاعر ۽ اديب، ديني عالم ۽ قومي رهنمائن کين خبردار ڪندا رهيا، انهيءَ ڪري ديني جذبو ۽ قومي غيرت منجهانئن ختم نہ ٿي. جڏهن به اهڙا موقعا ۽ وقت آيا، تہ هو پنهنجي قومي جذبي جو مظاهرو ڪندا رهيا ۽ انگريز سامراج سان مهاڏو ڏيندا رهيا. خاص طرح خلافت تحريڪ واري زماني ۾ سنڌ جي مسلمانن پنهنجي جوش، جذبي ۽ ولولي جو اظهار اهڙي تہ اثرائتي نموني ڪيو، جو انگريزن جي ايڏي وڏي طاقت کي به لوڏيوڏائون.

1936ع کان پوءِ سنڌ ۾ پاڪستان تحريڪ زور ورتو تہ سنڌي شاعرن مسلمانن جي جداگانہ قوميت ۽ پاڪستان تحريڪ بابت ڏاڍا زوردار ۽ پ راثر نظم لکيا. اهڙن شاعرن مان حاجي محمود "خادم"، علي محمد قادري، غلام سرور "فقير"، نواز علي "نياز"، قادر بخش "بشير"، محمد صديق "مسافر"، حافظ عبدالله "بسمل"، غلام احمد "نظامي"، لطف الله "بدوي"، الله بخش "سرشار" عقيلي، شيخ عبدالله "عبد"، ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"، حافظ محمد احسن چنہ ۽ رشيد لاشاريءَ جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

خاص طرح سان لاڙڪاڻي جي مشاعرن جي ادبي سرگرمين قومي شاعريءَ کي تمام گهڻو زور وٺايو. 1915ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ بزم - مشاعره جو بنياد پيو، جنهن جي طرفان مهيني ۾ به مشاعرا ٿيندا هئا. انهن مشاعرن جون ڪارروايون هفتيوار "الحقيقت" ۾ شايع ٿينديون هيون. انهن مشاعرن ۾ عشقيہ شعر سان گڏ قومي شعر به پيش ٿيندو هو. اهو ئي سبب آهي، جو هن بزم جي قومي نڪتہءِ نگاه کان ايڏي اهميت محسوس ڪئي وئي، جو سنہ 1919ع ۾ ڊسمبر 27، 28 ۽ 29 تاريخ تي جڏهن خيرپور ميرس ۾ "محمدن

ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس" منعقد ٿي، تڏهن هن بزم طرفان انهيءَ ڪانفرنس ۾ ميان علي محمد قادري، ميان غلام سرور "فقير" ۽ حاجي "خادم" شعر پڙهيو، جنهن ۾ مسلمانن لاءِ سجاڳيءَ جو سڏ هو.

لاڙڪاڻي جي اخبار "الحقيقت" ۾ به ڪيترائي قومي شعر ڇپيا. 1923ع ۾ بزم - مشاعره لاڙڪاڻي طرفان "گلدستہ" نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪيو ويو. ان ۾ به قومي نظم ڇپيا. 25 ۽ 26 ڊسمبر 1920ع تي لاڙڪاڻي ۾ آل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ ڪل سنڌ مشاعرو به ٿيو. صدارت شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ ڪئي. مشاعري جي مصرع هن ريت هئي:

"ستارو منهنجي قسمت جو، اوهان جي مهرباني آ."

هن مشاعر ۾ به قومي نوعيت جا نظم پڙهيا ويا. 1939ع ۾ "سنڌي سڌار سوسائٽي" لاڙڪاڻي ۾ قائم ڪئي وئي. جنهن جي طرفان 1941ع ۾ "اديب - سنڌ" رسالو جاري ڪيو ويو. قومي شاعريءَ کي عام ڪرڻ ۾ هن رسالي نهايت اهم خدمت سرانجام ڏني. ان رسالي ۾ قومي نظم به شايع ٿيندا هئا. رسالي ۾ شايع ٿيندڙ مشاعرن لاءِ گهڻو ڪري طرحون به قومي نوعيت جون هونديون هيون. انهن طرحن مان ڪجهه نموني طور هيٺ ڏجن ٿيون:

1- خاڪ وطن تان منهنجي هيءَ جان نثار آهي.
2- وطن پنهنجو سڀ لاءِ ڪشمير آهي.
3- تجارت ڪريو بس تجارت ڪريو.
4- اٿ جاڳ نوجوان - هي جاڳڻ جو وقت آهي.

حاجي محمود "خادم" جي ڪوشش سان سنہ 1946ع ۾ "جمعيت الشعراءِ سنڌ" جو بنياد پيو. ان اداري طرفان ڪل سنڌ بنياد تي هر سال ڪنهن نہ ڪنهن شهر ۾ سنڌي ادبي ڪانفرنسون منعقد ٿينديون رهنديون هيون. انهن ڪانفرنس جي موقعي تي ڪل سنڌ مشاعرا به ٿيندا هئا، جن ۾ ڪيترائي شاعر، پنهنجي نظمن ۾ سنڌ جي مسلمانن کي بيداريءَ جو پيغام ڏيندا هئا ۽ پاڪستان جي قيام کان اڳ ۾ تحريڪ پاڪستان ۾ سرگرمي سان حصو وٺڻ ۽ پاڪستان کان پوءِ پاڪستان جي تحفظ ۽ ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ ۽ قرباني ڏيڻ لاءِ همٿائيندا هئا. انهن مشاعرن لاءِ جيڪي طرحون

ڏنيون ويندڙيون هيون، اهي قومي جذبو جاڳائيندڙ هونديون هيون. مثلاً:

1- درد پنهنجي ديس جو، دل ۾ جوانو ڏارجو.
2- قوم زنده تي رهي، پر جي زبان زنده رهي.
3- فداءِ قوم تي ۽ جذبۂ ايثار پيدا ڪر.
4- ڪو زمانو هو، جو مون کي ناز هو تلوار تي.
5- اسان جو بخت خوابيده وري بيدار ٿي ويندو.

سنڌ جي ٻين شهرن جهڙوڪ، ڪراچي، حيدرآباد، دادو، ميهڙ، جيڪب آباد، ميرپور ٺٽو ۾ به بزم مشاعرا قائم ٿيا، انهن جي طرفان به مشاعرا منعقد ٿيندا هئا. جن ۾ عشقيه شعر سان گڏ قومي نظم به پڙهيا ويندا هئا. قومي نظم وڏي شوق ۽ ذوق سان ٻڌا ويندا هئا ۽ عام ٻڌندڙ ڏاڍو متاثر ٿيندا هئا. ڪيترا شاعر ته پڙهندا ئي قومي شعر هئا. 1946ع ۾ جڏهن پاڪستان جي تحريڪ زور ورتو، ته عبدالشڪور منشي حيدرآباد مان " هلال پاڪستان" روزاني اخبار جاري ڪئي. مشهور شاعر حافظ عبدالله بسمل کي خاص طور مقرر ڪيو ويو. ان ۾ حافظ صاحب جا ڪيترائي قومي نظم شايع ٿيا.

آزاديءَ جي تحريڪ ۽ پاڪستان جي تحريڪ جي سلسلي ۾ جيڪي نظم لکيا ويا، انهن مان ڪجهه اڳ ۾ اچي چڪا آهن. ڪجهه انتخاب هيٺ ڏجي ٿو. انهن ۾ مسلمانن کي سجاڳيءَ جو سڏ ڏنو ويو آهي، ۽ آزادي حاصل ڪرڻ تي اڀاريو ويو آهي.

## شمس الدين بلبل:

### مسلمان

اسان جو باصره، حيرت نزاي، عقل و حڪمت آ،
اسان جو ذائقو عبرت فروش - عام نعمت آ،
اسان جو ناطقو آ، يا ڪليد گنج - صنعت آ،
اسان جو سامعو، گنجينهءِ صد راز - فطرت آ،
اسين چاٿون تا گرم و سرد کي لمس انامل سان،
سجاٿون باس يا خوشبوءِ تا، توفيق- ڪامل سان.

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (وفات ١٩٤٢ع):

(1) اسان جي زينت– اسلام، زيب، دين نبي،
ظهور– منبر و محراب، اي اسان جي قوم.

(2) جو غلاميءَ ڪان ڪري انڪار تو،
گهوريان سو اقرار انڪار تان،
جو سر – دارو رسن تئي ملڪ لئي،
سر ڪريان صدقي انهيءَ سردار تان.

## حاجي محمود خادم (وفات 1960ع):

* خادما جي چئن مخدوم ٿيان تہ پوءِ جلد ٿي،
دل کي ڪر مشغول تون خلقت جي طرف.

* ظلم هر جڳهہ آهہ مسلم تي جاري،
سندس خون جو هر ڪو خواهان آهي.
بهار آهي توڙيڪ پنجاب آهي،
تہ مظلوم هر جا مسلمان آهي.
نئين سج نئين خونريزي ٿئي ٿي،
هلاڪو بہ هت ٿيو هر انسان آهي.
تون اي مرد مسلم ٿي تيار هاڻي،
جو اڄ جنگ جو گرم ميدان آهي.

### درس عمل

نئين همت، نئين جرئت، نئون ايمان پيدا ڪر،
جيئڻ جو دهر ۾ مسلم نئون سامان پيدا ڪر.

## غلام احمد نظامي (وفات 1950ع):

### آزاد انسان

خدا انسان کي پيدا ڪيو، آزاد دنيا ۾،
مگر غافل غلاميءَ سان رهيو ناشاد دنيا ۾،
ٿيو شيطان جي تابع وساري حڪم رباني،
لڳو آخر ڪرڻ آهہ و فغان فرياد دنيا ۾.

## رنگ محفل جو

ڏسي اڄ قوم جي حالت ٻڌايان حال ڇا دل جو،
نہ آهي جوش اڳيون ۽ نہ اڳيون رنگ محفل جو،
مسلمانن جي مقصد جو آهي گرداب ۾ ٻيڙو،
پريشان ناخدا آهي پتو ناهي ڪو ساحل جو،

”نظامي“ هن غلاميءَ کان ٿيڻ آزاد جي چاهين،
تہ ڳولا رهنما جي ڪر، پتو پڇ پير- ڪامل جو.

## جاهہ و جلال پنهنجو

دنيا کي ڇا ٻڌايان رنج و ملال پنهنجو،
محرم هجي تہ ڪريان اظهار حال پنهنجو،

يورپ عرب عجم سڀ هردم هوا زير فرمان،
مشهور هو جهان ۾ جاهہ و جلال پنهنجو.

## مسلمان سمجهان

1- جي پنهنجو ڪٿي مان ۽ شان سمجهان،
خدا وحده کي نگهبان سمجهان،
عمل لاءِ قانون - قرآن سمجهان،
محمد کي پڻ ظل- سبحان سمجهان،
تہ عالم سڄو زير- فرمان سمجهان.

2- زماني جي سمجهي برابر ضرورت،
ڪري پيش پوري طرح جي حقيقت،
ڪري شعر سان قوم و ملت جي خدمت،
وڌائي ”نظامي“ ادب ساڻ عزت،
انهيءَ کي سخنور سخندان سمجهان.

## خطاب بہ نوجوان مسلم

او خداءِ عيش و عشرت نوجوان بيدار ٿي،
ٻي مئي توحيد جو مخمور ٿي سرشار ٿي،
ڏي سڄي سنسار کي پيغام وحدت جو اٿي،
امن جي قائم اٿئي ڪرڻو، امانتدار ٿي.

### ڪانگريس جو مقصد

ڪانگريس جو آهي نصب العين خالص رام راڄ،
حڪم هندن جو هلي، روشن رهي آريہ سماج.
هرديالي (1) گهنڊ ساري هند ۾ وڄندو رهي،
رعب ڪان مهراج جي، مسلم ميان ڏڪندو رهي،
يا مسلمان ٿي رهن ڀارت ۾ هندن جا غلام،
يا وڃي اسپين جيان مٽجي مسلمانن جو نام.
جي رهن هن ملڪ ۾ هندن جا ٻانها ٿي رهن،
يا تہ هي ڀارت سڄو خالي ڪري نڪري وڃن.
قائداعظم انهن جي راز کي سمجهي ويو،
ڪانگريسي ڪذب جي آواز کي سمجهي ويو.

## قادر بخش بشير (وفات 1953ع):

### جاهہ و جلال پنهنجو

ڪوشش ڪري سڌاريو هن وقت حال پنهنجو،
ڪنهن کي ويهي پڌايان جاهہ و جلال پنهنجو!
ناهي لڪل دنيا کان حسن و ڪمال پنهنجو،
ذرتيءَ تي چؤطرف هو جلوو جمال پنهنجو!
اوڀر ڏکڻ هو پنهنجو، مغرب شمال پنهنجو،
شيرين زبان سان سڀ، ماٺهو مطيع ٿي ويا،
کهڙو نہ قيمتي هو قيل و مقال پنهنجو.

(25 ڊسمبر 1925ع)

### عرب منهنجو، عجم منهنجو

ثناخوان هو ڪڏهن سارو عرب منهنجو عجم منهنجو،
بحر هند ۽ بحر قلزم تي جهلڪيو ٿي علم منهنجو!
نہ ڪا ڪنڊ رهجي ويئي، ۽ نڪو ڪو بحرئي مون کان،
لڳو گلزار- عالم تي ٿي ڏونڪو بہ دم منهنجو.
اڃا اسپين ۾ اڄ پڻ نشانيون مون سنديون آهن،
قلعي جبرالٽر ۾ پڻ وڃايل هو گلم منهنجو!

(25 سيپٽمبر 1925ع)

---

1- هرديال جي تجويز آهي تہ پهرين مسلمانن کي پاڻ سان ملائي انگريزن کي هندستان مان ڪڍجي، پوءِ مسلمانن کي عربستان موڪلي رام راڄ قائم ڪجي.

## اي مسلمان

سياست ۾ تمدن ۾ اتي ميدان جنگي ۾،
تون تير انداز ٿي وڃ يا تون خود تير و ڪمان ٿي وڃ،
شجاعت ۾ دليري ۾ بلاشڪ بي مثل آهين،
مگر مائل طرف ان جي زياده تر اجان ٿي وڃ.
گهڻو عرصو ويو گذري آ غفلت ۾ "بشيرا" اٿ،
دنيا ۾ نوع انسان لاءِ تون فائدي رسان ٿي وڃ.

(25 نومبر 1934ع)

## اقبال اسان جو

ڪيڏو هو ڪڏهن دوستو اقبال اسان جو،
هاڻي به ڏسو يار ڇا آ حال اسان جو.

ايشيا ته ڏڪيو ٿي پر هو يورپ ۾ به لرزو،
تاريخ ۾ مشهور آ احوال اسان جو.

اڄ يوم فتح جي تون هي ڪر عرض "بشيرا"
بيدار اسان ٿيون ۽ ٿي اطفال اسان جو.

(يوم الفتح لاءِ لکيل 11- فيبروري 1927ع)

## آزادي تحريڪ دوران عارضي حڪومت جو قيام

عارضي سرڪار قائم ٿي وئي،
پر حڪومت تو ڇڏي ويول ڪٿي!

جنگ ياريءَ جو جنهين فتحون ڪيون،
اڄ ڏسو ٿا آهه سو چرچل ڪٿي!

## احساس شناس

خون - انجم ٿي ويو نور - سحر آيو ته ڇا!
مرد ڪو مانجهي ڪپي اڄ جنگ جي ميدان لئي.
پست همت قلب مضطر بي جگر آيو ته ڇا!
قوم جنهن کي ڪونه آهي ڪو به احساس شناس،
نامور آيو منجهس يا ديده ور آيو ته ڇا!

(مشاعرو سنڌي سڌار سوسائٽي لاڙڪاڻو 27- فيبروري 1927ع)

## مخدوم محمد صالح ڀٽي (وفات 1953ع):

غلط آهي چئون: هو آهه هندي ۽ هي ايراني،
مسلمان بس مسلمان آ، نه رومي آ نه توراني.
نه رنگ ۽ خون جي اسلام ۾ جائز تميز آهي،
جو ٿيا ڀائر سڀئي مصري ۽ چيني ۽ پاڪستاني.

## اختر هالائي (وفات 1959ع):

### مرد مجاهد

مان مرد مجاهد ٿي دنيا کي مچائيندس،
شمشير- شجاعت سان دشمن کي هٽائيندس.
آ قوت- بازو جي، تلوار گواهي ٿي،
ميدان ۾ ايندس مان، سالار سپاهي ٿي،
فتحن ٿي مان فتحون پيو، هر ملڪ ٿي ڇائيندس.

### پاڪستان جو ترانو

الاهي غيرت- فردوس ڪر گلزار - پاڪستان،
ثمر آور هجن هر وقت سڀ اشجار- پاڪستان،

دعاگو دمبدم آهيان ته دارالسلطنت شل ٿئي،
تجارت گاهه - عالم، بهترين بازار- پاڪستان.

### حقيقت

حال- زبون تي آخر همت ۽ هوش آيو،
حضرت جناح وارن گفتن تي گوش آيو،
هڪ ٿي سڀئي وياسون هڪڙو ئي پوش آيو،
آواز - متحد تي رحمت کي جوش آيو،
آيو اسان جو آخر جاهه و جلال بيشڪ،
قدرت ڪيو اسان سان اهڙو ڪمال بيشڪ.

## شيخ عبدالله عبد:

### پيغام

اٿي اي مسلمان! وحدت جو ڏي پيغام دنيا کي،
وري ٻڌجي ته هر گوشي مان سڏ الله اڪبر جو،

وري ڏيکار دنيا کي ته نظارو ابراهيمي،
وري گلشن ڪري ڏيکار تون آڙاهه آذر جو.

ضرورت

نہ سينين جي ضرورت آ نہ شاهن جي ضرورت آ،
فقط اسلام کي مخلص غريبن جي ضرورت آ،

علم اسلام جو اڏري سگهي ٿو هر بلندي تي،
مگر ان لاءِ ايثار - تن و من جي ضرورت آ،

الاهي! مسلمن کي دور - اول جو مسلمان ڪر،
وري تن کي ابوبڪر و عمر، حيدر ۽ عثمان ڪر.

## محمد صديق مسافر

قومي ترانو

رک رب پاڪ پاڪستان سوپ سان اسان جو،
قربان مال، تن من، سنڌڙي مٿان اسان جو،

مادو وطن جا آهيون بي شڪ سپوت هردم،
هردم بحال هر هڪ مسلمان جوان اسان جو.

شاعرن کي صلاح

قوم کي اي شاعر- شرين زبان هوشيار ڪر،
فرض پنهنجي قوم جو نيڪيءَ پريو نروار ڪر.

وقت ڏس حالت بہ ڏس چوڦير ڏس ڪهڙي فضا ،
ڪيم ڪٺ ڪوڙا قصا ڪا ڳن پري گفتار ڪر.

قوم جنهن ۾ ناهہ ايڪو تنهن تي صد افسوس آهہ،
ان کي ڪثرت ڪهڙي ڪم جي؟ تون ڪٿي اظهار ڪر.

ڪيئن مسلمان جي دعويٰ ٿئي سچي ايڪي سوا؟
پنهنجي دل جو "ڪل مومن اخوة" آڌار ڪر.

سڀ ملي ديسي "مسافر" پاڻ ۾ ڪن اتفاق،
اهڙي آزي در ڌڻي جي روئي زار و زار ڪر.

مٿي فوت ٿي ويل شاعرن مان فقط ٿورن شاعرن جي ڪلام مان نموني طور انتخاب ڏنو ويو آهي؛ ورنہ ان دور ۾ بي شمار شاعرن اهڙي نموني

جو شعر چيو، انهن شاعرن مان ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ”خليل“، حافظ محمد احسن ”چنه“، مولانا محمد عظيم ”شيدا“، ڊاڪٽر عطا محمد ”حامي“، سيد منظور نقوي، ”اظهر“ گيلاني، مظفر حسين ”جوش“، ”اياز“ قادري، احسن الهاشمي ۽ مخدوم ”طالب المولي“ انهيءَ سٽ مان آهن.

## مـاخـذ


1- بياض نظامي: غلام احمد نظامي، جمعيت الشعراء سنڌ، 1948ع.
2- رياض نظامي: غلام احمد نظامي، 1950ع.
3- ڪليات مسافر: محمد صديق مسافر، 1955ع.
4- ڪلام بلبل: مولانا غلام محمد گرامي، 1969ع.
5- ڪلام بسمل: محمد بخش جوهر، 1961ع.
6- ڪليات بشير (اڻ ڇپيل): ڊاڪٽر ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي.
7- جهونگار: بزم سچل، لاڙڪاڻو، 1977ع.
8- مهراڻ جا ماڻڪ، پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي.
9- اديب - سنڌ جا مختلف پرچا.
10- الحقيقت جا مختلف پرچا.

## ٻہ قديم سنڌي شاعر

### پير محمد لکوي:

هي بزرگ ۽ عالم اصل ٺٽي جو وينل هو. پوءِ لڏي اچي لکيءَ ۾ وينو، جو تن ڏينهن ۾ اتر سنڌ جو هڪ وڏو شهر هو. 1590ع يا 1600ع ڌاري وفات ڪيائين، ۽ لکيءَ جي ٻاهران مدفون ٿيو.

مخدوم صاحب سنڌي زبان جو اعليٰ درجي جو شاعر هو. سندس هڪ طويل نظم، جو مناجات جي مضمون ۾ "آ" جي قافيي تي مشتمل آهي، مليو آهي. سنڌي شعر جي انهيءَ قديم صنف تي پهريائين پهريائين مخدوم صاحب جو شعر ملي ٿو. ڪانئس پوءِ انهيءَ فن ۾ مخدوم ابو الحسن، مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم محمد هاشم، ميين عيسيٰ وغيره چڱي طبع آزمائي ڪئي. مخدوم صاحب جي شعر جو نمونو مثال طور ڏجي ٿو:

روضي پيش رسول جي، اُيج سين عجزا،
تہ پيرو پٽ هارون جو، پوٽو الياسا،
سنڌي ساڪن سنڌ جو، شائق شفيقا،
جنهن قسمت قيد ڪيو، لکيءَ جي لاما.

هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن بزرگ جي والد جو نالو "هارون" ۽ ڏاڏي جو نالو "الياس" هو.

### عثمان احساني:

هي صاحب اصل ٻاگناڙيءَ جو وينل هو. پوءِ 1640ع ڌاري اچي لکيءَ ۾ وينو. مخدوم پير محمد جو همعصر هو. سنڌيءَ جو سٺو شاعر هو. سندس منظوم "وطن نامہ" اسان تائين پهتو آهي. سندس "وطن نامہ" جا شعر سنڌي بيتن تي مشتمل آهن، جي ٽن ڪان پنجن - ڇهن سٽن تائين آهن. پر سندس بيتن جي بناوت ڪجهہ مختلف آهي، يعني بيت جو هر هڪ قافيو پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿو. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن صاحب "آ" جي قافيي ڪان هٽي، صحيح قافيي سان شعر لکيو آهي. ڪانئس اڳ ۾ ڪنهن بہ شاعر ڇئن سٽن ڪان وڌيڪ سٽن وارو بيت نہ چيو آهي. شاهہ ڪريم ۽ مخدوم نوح

سندس همعصر بزرگ ۽ شاعر هئا. انهن جا بيت وڏ ۾ وڏ ٽن سٽن تائين آهن. انهيءَ دور جو هڪ ٻيو بزرگ، سيد علي ثاني ٺٽوي به ٿي گذريو آهي، جنهن 92 ورهين جي عمر، 989هه ۾ وفات ڪئي. ان بزرگ جو هڪ ڏوهيڙو "معارف الانوار" جي صاحب نقل ڪيو آهي، جو ڇهن سٽن وارو آهي. ان مان معلوم ٿيندو ته اهو عثمان احساني ئي هو، جنهن پنجن - ڇهن سٽن واري بيت جو تجربو ڪيو. جيئن ته انهيءَ قسم جو سندس ٻهريون تجربو هو، تنهن ڪري پوئينءَ سٽ ۾ قافيو اڏ ۾ آڻي نه سگهيو. ملاحظه فرمايو سندس هڪ بيت:

ڳالهه اٺانگي گور جي، ويهه م رسار وهي،
ترس م ويهه تيار ٿي، ساٿيڙا سنبهي،
هيءُ حد هيبت جهڙي، ويندءِ گور ڳهي،
سپ وڇون سهنس ٽندڻ، نانگن ساڻ نهي،
ڏنگي جان ڏنگن سان، ويندءِ ڏيل ڏهي،
ڳري ويندءِ گور ۾، لڳين لحم لهي.

# قاضي قاضن جو ڪلام

قاضي قاضن: سنڌي زبان جو پهريون قديم شاعر آهي، جنهن جو شعر مستند ماخذن مان مليو آهي ۽ جنهن جي حياتيءَ جو احوال بہ مستند تاريخي ڪتابن مان مليو آهي. سندس سوانح مختصر طور هيٺ ڏجي ٿي:

## قاضي قاضن جي سوانح

قاضي قاضن بن قاضي ابو سعيد بن زين العابدين بڪريءَ جا وڏا ٺٽي ۽ سيوهڻ ۾ رهندا هئا. سندس ننڍو ڏاڏو قاضي ابوالخير بکر ۾ رهندو هو، جو وڏو عالم، فاضل ۽ زهد ۽ تقويٰ جو صاحب هو. قاضي قاضن پاڻ وڏو عالم، فاضل ۽ اهلِ دل بزرگ هو. قرآن حڪيم جو حافظ هو ۽ قرات تجويد بہ ڄاڻندو هو. حديث، فقه، تفسير، اصول، تصوف ۽ ٻين علمن ۾ بہ چڱو عبور حاصل هوس. انشاءَ ۾ پنهنجي وقت جو يگانو هو. علم رياضي ۽ ابجد بہ ڀليءَ ڀت ڄاڻندو هو. وحدت الوجود جو گهرو مطالعو ڪيو هئائين، ۽ سلوڪ جي راهہ ۾ ڏاڍيون رياضتون ڪيون هئائين، حرمين شريفين جي زيارت ڪان بہ مشرف ٿيو هو. ڦوهہ جوانيءَ ۾ سيد ميران محمد جونپوريءَ جو مريد ٿيو، جيڪو سنڌ جي حاڪم ڄام نظام الدين عرف ڄام نندو جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيو.

قاضي قاضن جي ملڪي معاملن ۾ بہ وابستگي رهي. اهو هيئن جو سن 927هہ (1520ع) ۾ جڏهن شاهہ بيگ ارغون سنڌ تي حملو ڪري ٺٽي ۾ قتل عام ڪيو، تڏهن قاضي قاضن جو اهل عيال بہ ٺٽي ۾ موجود هو. پريشانيءَ جي عالم ۾ قاضي قاضن هڪ خط لکي، شاهہ بيگ جي پيش امام حافظ محمد شريف جي معرفت شاهہ بيگ ڏانهن موڪليو، جنهن ۾ ماڻهن جي تباهيءَ جو دردانگيز داستان درج ڪيائين. محمد شريف، قاضي قاضن جو پير- ڀائي هو ۽ خود شاهہ بيگ بہ ميران محمد جونپوري جو معتقد هو. قاضي قاضن جو خط پڙهڻ کان پوءِ شاهہ بيگ تي ڏاڍو اثر ٿيو ۽ هڪدم پڙهو

گهماراياائين، تہ ڪوبہ ماڻهو ٺٽي جي ماڻهن جي مال ۽ اولاد ڪي هٿ نہ لائي. پنهنجي ڀٽيءَ مان هڪ تير ڪڍي قاضي قاضن کي ڏنائين، ۽ حڪم ڪيائين، تہ قاضي قاضن جنهن بہ ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ڪري، اهو ڪيس سپرد ڪيو وڃي. اهڙيءَ طرح اهو خوني طوفان قاضي قاضن جي طفيل ختم ٿيو.

ان ڪان پوءِ شاهہ بيگ جو قاضي صاحب سان گهاٽو رستو ٿي ويو؛ ۽ هو مڪاني ڳالهين بابت ڪانئس صلاح مصلحت وٺڻ لڳو. ٺٽي جي فتح ۽ ڄام فيروز جي پيش پوڻ ڪان پوءِ، سيوهڻ جي پرسان ٿلتيءَ وٽ، شاهہ بيگ جي خلاف ڪيترائي سنڌي محبِ وطن پنهنجا پنهنجا لشڪر وٺي اچي ڪٺا ٿيا۽ عهد ڪيائون، تہ "مٿي مارائي سنڌ نہ ڏينداسون." انهن سنڌ جي سورمن ۾ ڄام فيروز جي وزير دريا خان جا پٽ، محمود خان ۽ منڻ خان، سوڍا سورهيہ: سارنگ خان، رتمل ۽ ٻيا سنڌ جا سورما شامل هئا. مشهور بزرگ مخدوم بلال ٿلتيءَ وارو انهن جي سرپرستي ۽ اڳواٽي ڪري رهيو هو. شاهہ بيگ، آڻ مڃڻ جي نصيحت لاءِ قاضي قاضن معرفت ڏانهن نياپو موڪليو، پر هنن قاضي صاحب کي پاڻ وٽ اچڻ ئي نہ ڏنو. آخر لڙائي لڳي، جنهن ۾ سنڌ جا ڪيترائي ڪونڌر ڪسجي ويا، ۽ سنڌ شاهہ بيگ جي قبضي ۾ اچي وئي.

شاهہ بيگ جڏهن سيوهڻ جي قلعي جي مرمت ٿي ڪرائي، تڏهن بہ قاضي قاضن وٽس موجود هو، ۽ انعام اڪرام لڌائين. ان ڪان پوءِ ساڻس گڏ بکر ويو. بکر ۾ کيس قاضي مقرر ڪيو ويو. هو ويهہ سال بکر جو قاضي القضاۃ ٿي رهيو. تاريخي واقعن کي سامهون رکڻ سان معلوم ٿيندو، تہ قاضي قاضن تقريباً 927هہ ۾ بکر جو قاضي ٿيو ۽ ويهہ سال قاضي ٿي رهيو. يعني اندازاً 947-948هہ تائين قاضي ٿي رهيو. انهيءَ ئي زماني ۾ همايون جي اچڻ ڪري سنڌ ۾ افراتفري پيدا ٿي. جنهن سبب ڪري پڇاڙيءَ ۾ شايد (947هہ ڌاري) استعيفيٰ ڏنائين ۽ قضا جي جاءِ سندس ياءِ قاضي نصرالله کي ملي. پڇاڙيءَ جا ڏينهن مديني منور ۾ گذاريائين، جتي سنڌ جا بہ مشهور عالم قاضي عبدالله بن قاضي ابراهيم رائوتي ۽ شيخ عبدالله متقي ابن مولانا سعد دربيلوي سندس هم صحبتي هئا. سن 958هہ (1551ع) ۾ وفات ڪيائين.(1)

1- معصوم بکري: تاريخ سنڌ، سنڌي ترجمو، مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1953ع، ص 240

## مـاخـذ

### 1- تاريخ معصومي

قاضي قاضن بابت هي احوال ’مير معصوم‘ بکريءَ جي ڪتاب”تاريخ معصومي“ ۾ ملي ٿو، جيڪو سن 1009هـ (1601ع) جي لڳ ڀڳ لکيو ويو.(1) يعني قاضي قاضن جي وفات کان قريباً اڌ صدي پوءِ لکيو ويو.

### 2- گلزار ابرار

• قاضي قاضن جو احوال هڪ ٻئي ڪتاب ”گلزار ابرار“ ۾ به ملي ٿو، جيڪو هندستان جي هڪ عالم ۽ بزرگ ’محمد غوثي شطاري مانڊوي‘ جو لکيل آهي. محمد غوثي ”مانڊو“ جو رهاڪو هو ۽ برهانپور جي سنڌي عالم ’حڪيم عثمان بن عيسيٰ سنڌي‘ جو شاگرد ۽ معتقد هو. اهوئي سبب آهي، جو سندس تذڪري ”گلزار ابرار“ ۾ هندستان جي عالمن سان گڏ سنڌ جي عالمن، فاضلن ۽ بزرگن جو احوال به ملي ٿو. اهو تذڪرو هن 998هـ (1590ع) ۾ تيار ڪيو، ۽ پوءِ سن 1010هـ (1602ع) تائين ان ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪري، ان کي نئين صورت ڏنائين. ان جو گهڻو حصو 1020هـ (1611ع) ۽ 1022هـ (1613ع) جي وچ ۾ لکيائين، يعني 998هـ کان 1022هـ تائين ان ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪندو رهيو.(2) يعني هي ڪتاب تاريخ معصومي کان به ٿورو اڳ ۾ لکجڻ شروع ٿيو. هي اصل ڪتاب فارسيءَ ۾ آهي ۽ ان جو فارسي متن اڃا تائين نه ڇپيو آهي. ان جو اردو ترجمو 1908ع ۾ ڇپيو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو 1975ع ۾ ڇپيو.

هندستان ۾ لکيل هي پهريون تذڪرو آهي، جنهن ۾ نائين ۽ ڏهين صدي هجريءَ جي سنڌ جي ٿيهاروڪن عالمن، فاضلن، بزرگن ۽ صوفين جو احوال ملي ٿو. هن ڪتاب ۾ قاضي قاضن جو تعارف به ڏنو ويو آهي، ته سندس چئن سنڌي بيتن جو ترجمو به ڏنو ويو آهي، جن جو ذڪر بعد ۾ ايندو.

---

1- معصوم بکري: تاريخ سنڌ، سنڌي ترجمو، مخدوم امير احمد، سنڌي ادبي بورڊ، سال 1953ع، ص 240

2- محمد غوثي شطاري: گلزار ابرار، اردو ترجمو: فضل جيوري، ٻيو ڇاپو، اسلامڪ بوڪ فائونڊيشن لاهور، سال 1395هـ (1975ع)- پيش لفظ.

### 3- بيان العارفين

شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جي ملفوظات "بيان العارفين" سندس مريد محمد رضا بن عبدالواسع عرف مير دريائي بن داروغه گهر ويٺل ٺٽي جي سن 1038هه (1628ع) ۾ مرتب ڪئي. ان جو منظوم سنڌي ترجمو عبدالرحمان بن محمد ملوڪ ڪاتيانيڻ 1213هه (1798ع) ۾ ڪيو. هن ۾ شاهه ڪريم جي سنڌي بيتن سان گڏ قاضي قاضن جا بيت به ملن ٿا.

## قاضي قاضن ۾ تبديلي

قاضي قاضن جي هڪ بيت جي سلسلي ۾ هيءَ حڪايت "بيان العارفين" ۾ ڏنل آهي:

"شاهه ڪريم فرمايو، ته هڪڙي ڏينهن هڪ ملامتي بزرگ، قاضي قاضن جي مسجد جي محراب ۾ اگهاڙو ٿي، محراب جي طرف پير ڪري سمهيو پيو هو. جڏهن قاضي قاضن ڪيس مسجد ۾ انهيءَ حالت ۾ ڏٺو، تڏهن درو ڪڻي جيئن ئي پيرن ڪان هٽڻ لڳو، تيئن چا ڏسي، ته پيرن جي جاءِ تي مٿو رکيو آهي. پيهر پيرن جي جاءِ طرف ويو، ته اُتي پڻ پڻ مٿو نظر آيس. اهڙيءَ طرح جڏهن به پيرن ڏانهن تي ويو ته مٿو ٿي نظر آيس. آخر ڏاڍو حيران ۽ پريشان ٿيو. ان ڪان پوءِ ان بزرگ قاضي قاضن ڏانهن نهاري چيو، ته 'پير جيڏانهن وڻني تيڏانهن ڪر، پر دل پنهنجي خاوند ڏانهن قائم رک'. ان بعد قاضي قاضن درو ڦٽي ڪري، خدا جي طالبن ۾ شامل ٿيو ۽ هي بيت پڙهيائين:

جوڳيءَ جاڳايوس، سٽو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پريان پيچري.(1)

محمد غوثي شطاريءَ پڻ سندس بابت پنهنجي تذڪري ۾ لکيو آهي:

"آخر ۾ رسمي علمن ڪان سندس دل ڪٽي ٿي ويئي، ۽ اندر اجارڻ جي ڳولها ۾ نڪتو. نفس سان جنگ جوٽي. انهيءَ مَنجهه ڪي معلوم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ شين جو اصل حقيقتون ڪيس چشم شهود ۾ نظر اچڻ لڳيون."(2)

1- ڈاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: ڪريم جو ڪلام، سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميه ڪاليج سکر، 1963ع، ص 39- 138.
2- گلزار ابرار، ص 27.

ائين ٿو معلوم ٿئي ته قاضي قاضن ۾ ذڪر ڪيل واقعي تبديلي آندي ۽ هو دنيا تان دل ڪٺي، معرفت حاصل ڪرڻ لاءِ رياضتون ۽ مجاهدا ڪرڻ لڳو. غوثيءَ شطاريءَ جو سندس انهيءَ تبديليءَ ڏانهن ئي اشارو آهي. اهو به چئي سگهجي ٿو، ته سندس سنڌي شعر به ان ڪان پوءِ جو چيل آهي، ڇاڪاڻ جو سندس بيت وحدت الوجود جي فڪر جي ترجماني ڪن ٿا ۽ ظاهري علمن جي مذمت ڪن ٿا.

محسوس ٿو ٿئي، ته مجذوب جي واقعي جڏهن منجهس تبديلي آندي، تڏهن هن ڪنهن بزرگ جي ڳولها ڪئي. انهيءَ ئي بزرگ کيس ابن العربي جي فڪر "وحدت الوجود" کان روشناس ڪرايو. ڇاڪاڻ جو ميران محمد جونپوري جي مسلڪ ۾ "وحدت الوجود" جو اثر نظر نه ٿو اچي. اهو ڏيکاري ٿو، ته سنڌ ۾ "وحدت الوجود" جا قائل بزرگ قديم زماني کان موجود هئا، پر انهن جو احوال اسان کي نه ٿو ملي. ان جو وڏو ثبوت قاضي قاضن جو شعر آهي. قاضي قاضن عالم، فاضل ۽ قاضي القضاة هو. يعني دنيوي معاملن ۾ مشغول ظاهر بين عالم هو. جيڪڏهن ڪنهن جو مريد ٿيو، ته اهو به ميران محمد جونپوريءَ جو، جيڪو "وحدت الوجود" جي فڪر جو قائل ڪونه هو. ان هوندي به سندس شعر ۾ "وحدت الوجود" جو مضمون ۽ ظاهري علمن جي مذمت وارو مضمون ڪيئن آيو؟ ظاهر آهي، ته اها پوءِ جي تبديلي آهي، جيڪا ڪنهن ٻئي بزرگ سندس طبيعت ۾ آندي.

قاضي قاضن قضا جو عهدو ڇڏي، معرفت الاهي حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن رياضتون ۽ مجاهدا ڪرڻ لڳو ته انهن ئي ڏينهن ۾ شيخ ابراهيم سان سندس صحبتون رهيون ۽ انهن ئي ڏينهن ۾ سنڌي بيت به چيائين. جيڪي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور ۽ مقبول ٿي ويا. ايتري قدر جو 'شاهه ڪريم' تائين به سينه به سينه پهتا. ڪجهه وقت کان پوءِ ٻنهي بزرگن سنڌ کي الوداع چئي. قاضي قاضن حرمين شريفين ويو ۽ شيخ ابراهيم هندستان جي شهر برهانپور ۾ اچي رهيو، ڇاڪاڻ جو اتي اڳ ئي سنڌي بزرگ قيام پذير ٿي چڪا هئا.

## قاضي قاضن جي شاعري

قاضي قاضن جي سنڌي بيتن جو تعداد تمام گهٽو هئو. پر زماني جي لاهن چاڙهن ڪري سندس ڪافي شاعري محفوظ رهي نہ سگهي، پوءِ بہ عام ۽ پنهنجي مقبوليت سبب سندس شاعريءَ مان داڻا- ڪڻا محفوظ رهجي ويا آهن. ۽ سندس اهو ڪجهہ شعر محفوظ رهجي ويو آهي، سندس بيت عوامي مقبوليت ڪري ٿي. شيخ ابراهيم جي معرفت هندستان ۾ بہ پهتا. اُتي بہ ايترا مشهور ۽ مقبول ٿيا، جو 998هہ ۾ يا ان کان پوءِ محمد غوثيءَ بہ برهانپور ۾ ٻڌا ۽ چئن بيتن جو بالڪل صحيح ترجمو پنهنجي ڪتاب ۾ درج ڪيو. اهي بيت "بيان العارفين"۾ بہ ملن ٿا. ان مان هند ۽ سنڌ ۾ قاضي قاضن جي بيتن جي مقبوليت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. سندس بيت جي مقبوليت يا هاڪ جو اندازو ان مان ئي لڳائي سگهجي ٿو تہ ان وقت جا هاڪارا بزرگ، "وحدت الوجود" جو فڪر سمجهائڻ لاءِ قاضي قاضن جا بيت مثال طور ڏيندا هئا ۽ ائين پيڙهي بہ پيڙهي سندس ڪجهہ شاعري سينن ۾ محفوظ رهندي اسان تائين پهتي.

جن هندو فقيرن سنڌ ۾ اهي بيت ڪنهن کان ٻڌا تہ انهن کان ايترو تہ متاثر ٿيا جو هنن اهي بيت پنهنجي لپي ۾ قلمبند ڪيا. اهو عمل ڏيکاري ٿو، تہ قاضي قاضن جا بيت ڪيتري قدر سنڌ ۽ هند ۾ هندو توڙي مسلمان صوفين ۽ فقيرن وٽ مشهور ۽ مقبول رهيا.

قاضي قاضن جي بيتن جو سڀ کان قديم ماخذ بہ "گلزار ابرار" آهي. جنهن ۾ چئن بيتن جو ترجمو مليو ٿو. اهي بيت بيان العارفين ۾ بہ موجود آهن. انهن مان هيٺيان بہ بيت قاضي قاضن جي نالي ليکيا آيا آهن:

### 1- گلزار ابرار ۾ آيل ترجمو:

"ڪنز ۽ قدوري پڙهڻ سان معرفت جي مهڪ جو ذرو بہ منهنجي دماغ ۾ نہ آيو. ان عالم کان پري ئي هنڌان مقصد حاصل ٿيو."

### بيان العارفين ۾ آيل بيت:

مٿي آيل ترجمو هن بيت جو مفهوم معلوم ٿئي ٿو:

ڪنز قدوري ڪافيا، ڪَ ڪين پڙهيوم،
سو پار ئي ٻئو ڪو، جتان پري لڌوم.

2- گلزار ابرار:

"لا" ڪنهن جي نفي ڪري ٿو؟ جڏهن تہ ماسواء حق. ڪنهن بہ هستيءَ کي حقيقي وجود ڪونهي."

بيان العارفين ۾ آيل بيت:

متي آيل ترجمي ۾ هن بيت جو مفهوم سمايل آهي؛

"لا" لاهيندي ڪن کي، "لا" موراهين ناهہ،
بلا ري پرِيان، ڪٿ نہ ڏسي ڪو پٿو.

"گلزار ابرار" ۾ ٻين اهڙن ٻن بيتن جو ترجمو پڻ آيل آهي، جيڪي بيان العارفين ۾ تہ آيل آهن، پر انهن بيتن پڌائڻ وقت شاهہ ڪريم، قاضي قاضن جو نالو نہ ڪنيو آهي، جنهن ڪري اسان انهن ٻن بيتن کي شاهہ ڪريم جي بيتن ۾ ليکيندا آيا آهيون. هيٺ اهي ٻہ بيت پيش ڪجن ٿا:

3- گلزار ابرار جو ترجمو:

"اسان جنهن جا مشتاق آهيون، اگر غور سان ڏٺو وڃي، تہ اهو اسان پاڻ آهيون."

بيان العارفين ۾ آيل بيت:

انهيءَ مفهوم وارو بيت هتي آيل آهي، جيڪو شاهہ ڪريم ڏانهن منسوب آهي:

اسين سڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هانئي وچ گمان، صحيح سڃاتو سپرين.

4- گلزار ابرار جو ترجمو:

"سيني زبانن ۾ "لا" جي ڪلمہ سان تنهنجي نفي ڪئي ويئي آهي ۽ تون اڃا تائين پنهنجي اثبات جي ڪوشش ۾ آهين."

بيان العارفين ۾ آيل بيت:

انهيءَ مفهوم وارو بيت هتي آيل آهي. جيڪو شاهہ ڪريم ڏانهن منسوب آهي.

توکي توڙائين، "لا" سين لاٿائون،
اڃا پڻ آئون واريو وجهين وچ ۾.

جيئن تہ گلزار ابرار قديم ۽ مستند ماخذ آهي، انهيءَ ڪري يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ پويان ہے بيت بہ شاهہ ڪريم جي بدران اسان کي قاضي قاضن جا سمجهڻ گهرجن. هيٺئر "گلزار ابرار" ۽ "بيان العارفين" جي بنياد تي قاضي قاضن جا ڏهہ بيت بيهن ٿا، جن مان چار مٿي آيل آهن ۽ باقي ڇهہ بيت هي آهن:

5- سڄڻ منجهہ هئام، مون اٿي ويا اوڻيا،
هيڏانهن هوڏانهن هٿڙا، هيئين جاڙ وڏام.

6- لوڪان نحو صرف، مون مطالع سپرين،
سوئي پڙهئو، سوئي پڙهان، سوئي سو صرف.

7- ڪنز قدوري ڪافيا، جي پڙهي پروڙئين سڀ،
تہ ڪر منڊي، ماڪوڙي، ڪوهہ پر پني ڪچي اپ.

8- سيئي سيل ٿئام، پڙهنام جي پاڙان،
اکر اڳيان اپري، واڳون ٿي ورئام.

9- سائر ڏيئي لت، اُڇي نيچي پوڙئي،
هيڪاني هيڪ ٿئو، ويئي سڀ جهت.

10- جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پريان پيچرس.

## قاضي قاضن جا وڌيڪ بيت:

هرياڻا صوبي ۾ روهتڪ شهر جي ويجهو راٺيلا نالي هڪ ڳوٺ آهي. ان ڳوٺ ۾ مٺ (مڙهي) مان هيري نڪر کي قديم ديوناگري ۾ لکيل قاضي قاضن جا 112 بيت مليا آهن. مٿي بيان ڪيل بيتن مان 1 ۽ نمبر 10 بيت هيري نڪر واري مرتب ڪيل "قاضي قادن جو ڪلام" ۾ بہ ملن ٿا. پر انهن جي پڙهٺي هن طرح آهي:

ڪنز دوري ڪافيا، ڪِ ڪين پڙهئام،
سو ڏيهہ ئي پشو ڪو، جان پرين لڌام.(1)

---

1- هيرو نڪر: قاضي قاضن جو ڪلام پوڃا پبليڪيشن دهلي، 1978ع، ص 2.

يعني هن بيت ۾ 'پڙهيوم' بدران 'پڙهئام'، 'پار' بدران 'ڏيهہ' ۽ 'لڌوم' جي بدران 'لڌام' آيو آهي. هيري ٺڪر واري ڪتاب ۾ اهڙي مضمون وارا ٻيا بيت بہ آيا آهن.

'جوڳي جاڳايوس'، هيري ٺڪر واري ڪتاب ۾ هن طرح آيو آهي:

سِتو هِئوس ننڊ ۾، جوڳيءَ جاڳايوس،
مَرُ وڃائي مون مَنان، تَنَّ ويڪايوس.(1)

يعني ٻهرين سٽ ساڳي آهي، پر ان جو پويون اڌ پهريون ٿي آيو آهي، البت ٻي سٽ بالڪل جدا آهي. بهرحال ائين چئي سگهجي ٿو، تہ هي ٻئي بيت بيان العارفين ۽ راٿيلا (هريانا) جي ديونا گري لپي ۾ لکيل قلمي نسخن ۾ ساڳيا آهن. جيڪڏهن هي ٻہ بيت هيري ٺڪر واري ڪتاب ۾ آيل بيتن جي تعداد مان ڪڍبا تہ باقي 110 بيت رهندا. ڏهہ بيت اڳ ۾ بيان العارفين ۽ گلزار ابرار جي حوالن سان قاضي قاضن جا ثابت ڪيا ويا آهن. انهيءَ لحاظ سان قاضي قاضن جا ڪل بيت 120 ٿين ٿيا.

## حڪايات الصالحين جي حاشيءَ تي لکيل قاضي قاضن جا بيت:

محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق وٽ "حڪايات الصالحين" جو قلمي نسخو آهي، جيڪو 1168هہ جو لکيل آهي. يعني شاهہ لطيف جي وفات کان ٽي سال پوءِ جو لکيل آهي. ان جي حاشيءَ تي قاضي قاضن ۽ ٻين سنڌي شاعرن جا بيت لکيل آهن. ان ۾ قاضي قاضن جا 80 بيت لکيل آهن، صورتخطي عربي- سنڌي آهي، پر پڙهڻ ۾ ڪجهہ ڏکيري آهي. بهرحال وڏي سوچ، ويچار سان ڪجهہ بيت پڙهيا اٿم. انهن مان هڪ بيت هي آهي:

سنهو سوئيريان، جان تَنُ پاڻ جو نہ ڪرين،
سڄڻ اکڙين ۾، تو پائيندا ڪيئن.

هيري ٺڪر جي ڪتاب ۾ اهو بيت ٿوري تبديليءَ سان هن طرح آيو آهي:

سوئيڙيا سنهڙو، جتن ڪيوءِ نہ تينوَ،
توکي اکڙين ۾، پرين پَيندو ڪينوَ.(2)

---

1- هيرو ٺڪر: قاضي قاضن جو ڪلام پوچا پبليڪيشن دهلي، 1978ع، ص 18.
2- هيرو ٺڪر: قاضي قاضن جو ڪلام پوچا پبليڪيشن دهلي، 1978ع، ص 26.

هڪ ٻيو بيت ٻه هيري ٺڪر واري ڪتاب ۾ هن قلمي نسخي منجهه ساڳيو آهي. اهو بيت هيري ٺڪر واري ڪتاب ۾ هن طرح آيو آهي:

روز محشر ڏينهڙي، ستر سج تپن،
سيوئي جر پائنيان، جي مون پرين مڙن.

مذڪور قلمي نسخي جي حاشيءَ تي لکيل بيتن ۾ هي بيت هن طرح آيو آهي:

روز محشر جتهين، سهسين سج تپن،
سپيئي جُهڙُ پائيان، جي مون پرين مڙن.

لفظ "جر" جي معنيٰ هيري ٺڪر حاشيءَ ۾ 'پاڻي' لکي آهي. حقيقت "جهڙ" لفظ پڙهڻ سان بيت جي معنيٰ صحيح بيهي ٿي. معنيٰ هن طرح ٿيندي:

"قيامت جي ڏينهن جتي سهسين سج تپي، وڏي تابش ڪندا، اتي جڏهن محبوب (نبي ڪريم ﷺ) مون سان ملي منهنجي واهر ڪندو، ته اها وڏي تابش "جَهڙ" جهڙي معلوم ٿيندي."

هندو اچار ۾ 'ڙ' کي 'ر' ۾ بدلايو ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي، جو هيري ٺڪر "جهڙ" کي "جهر" ڪري پڙهيو آهي.

ان ڪان سواءِ هن قلمي نسخي جي حاشيءَ ۾ ڪي بيت اهڙا آهن، جيڪي "بيان العارفين" ۾ 'شاهه ڪريم' جي نالي ۾ آيا آهن. انهن بيتن جي ڀيٽ ۾ هيٺ ڏجي ٿي. هي بيت ٻنهي نسخن ۾ ساڳي صورت ۾ آهن:

جي لياڪا لوڪ تون، جان جان سي نه لتاءِ،
تان تان ٿئي نه ماءِ، پورو پسڻ پريَ سين.

البت مذڪوره قلمي نسخي ۾ ٿورو فرق آهي، ان ۾ پهرين سٽ جو پويون اڌ پهريون اڌ تي آيو آهي،

بيان العارفين ۾ هڪ بيت هن طرح آيو آهي:

چرن جيئن چت ڪري، سگ سيئي چن،
جي پائيين پريَ 'مڙان' ته مت موجي ڳن.

قلمي نسخي ۾ اهو بيت هن طرح آيو آهي:

جي پائين پرين مڙان، ته مت مون جي ڳن،
اتي چل چٽرن جيان، سگ سپيئي چن.

قلمي نسخي ۾ ڪي بيت اهڙا به آهن، جن جهڙا لفظ ۽ فقرا 'شاهه ڪريم' جي بيتن ۾ به ملن ٿا. مثال طور: شاهه ڪريم جي هن بيت ۾ 'سنداڻ' جي تشبيهه آهي:

ڏکين ذات پئو، هنيڙو لَهَ سنداڻ جنءَ،
سنياري ڪي سڄڻين، ورجي تان نہ وِئو.

قلمي نسخي جي قاضي قاضن واري بيت ۾ 'سنداڻ' واري تشبيهه هن طرح آئي آهي:

پَوءُ پٽر سيراڻ، لکي لکنديءَ ڪيترو،
ڀُڏاءِ جُهُ سنداڻ، ڪوڏئون سَهُو ميهرا (مُهرا)

دشمن لاءِ 'ڏڄڻ' لفظ "بيان العارفين" جي بيت ۾ هن طرح آيو آهي:

چندن چور ڪريندين، رتو مُهُ ڪهاڙ،
سڄڻ ڏڄڻ نہ ٿيي، جي رسي سَوُ وار،
پروڙئو پراڙ، تہ ڪرهيندي قب ٿيئي.

هن بيت ۾ جيئن تہ "پراڙ" نالو آيل آهي. انهيءَ ڪري موجوده تحقيق موجب اهو بيت شاهه ڪريم جي بدران "پراڙ" نالي واري ڪنهن قديم شاعر جو سمجهڻ گهرجي. ڪيئن بہ هجي، پر "ڏڄڻ" لفظ ساڳي معنيٰ لاءِ مذڪور قلمي نسخي ۾ هن طرح آيو آهي:

جيڪو مون ڪي چوءِ، تہ ويهہ وساري سپرين،
اهڙو ڏڄڻ ڏيهہ ۾، ٻيو نہ ياڻءِ ڪوءِ.

هن بحث مان ثابت ٿيندو، تہ مذڪور قلمي نسخي ۾، ۽ بيان العارفين ۾ ڪجهہ بيت ساڳيا آهن ۽ بيان العارفين وارن ڪن بيتن تي قلمي نسخي وارن بيتن جو لفظي ۽ معنوي اثر نظر اچي ٿو. ان ڀيٽ جي آڌار تي هيٺيون حقيقتون ثابت ٿين ٿيون:

1- قلمي نسخي واريون پڙهتيون، بيان العارفين وارين پڙهتين سان وڌيڪ مطابقت رکن ٿيون، ۽ انهن بيتن جي فني سٽاءَ ۾ بَدَ بہ پختي آهي. انهن جي ڀيٽ ۾ هيري نڪر وارين پڙهتين ۾ اڻ- لکيون اوٺايون آهن ۽ انهن جي فني سٽاءَ ۾ بہ ڪس - پڪائي آهي. ان جو سبب اهو آهي، جو قلمي نسخي وارا بيت عربي - سنڌي صورتخطي ۾ آهن ۽ هيري نڪر، ديونا ڳري لپي تان بيت پڙهيا آهن. ضرورت آهي، تہ هيري نڪر وارين پڙهتين تي وڌيڪ غور ڪري، انهن جون صحيح صورتون مقرر ڪيون وڃن.

2. جيئن تہ بيان العارفين ۽ قلمي نسخي جي بيتن ۾ مطابقت آهي، انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿو تہ قلمي نسخي وارا بيت قاضي قاضن جائي آهن. ان جو ٻيو ثبوت اهو بہ آهي، تہ قاضي قاضن جا ٻہ بيت قلمي نسخي ۽ هيري ٺڪر جي ڪتاب ۾ ساڳيا آهن.
3. مٿي قلمي نسخي جا ڪجهہ بيت اهڙا آهن، جيڪي "قلمي نسخي" ۾ 'قاضي قاضن' جا ۽ "بيان العارفين" ۾ 'شاهہ ڪريم' جا ڪري ڄاڻايا ويا آهن. پر اهي بيت قاضي قاضن جا ئي سمجهڻ گهرجن.
4. قلمي نسخي جي بيتن مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو، تہ شاهہ ڪريم جي بيتن تي قاضي قاضن جي بيتن جو اثر نمايان آهي.
5. قلمي نسخي جي 80 بيتن مان ٻہ بيت هيري ٺڪر جي ڪتاب ۽ قلمي نسخي ۾ ساڳيا آهن. اهي جيڪڏهن ڪٽبا، تہ باقي 78 بيت بچندا. 120 بيتن ۾ هي 78 بيت شامل ڪبا، تہ قاضي قاضن جا ڪل 198 بيت ٿيندا. ٿي سگهي ٿو، تہ اڃا ٻيا ڪي بيت بہ قاضي قاضن جا لڀي پون.

ان مان ظاهر ٿو ٿئي تہ قاضي قاضن سنڌي زبان جو باڪمال شاعر هو، ۽ سندس بيتن جو تعداد ججهو هيو. جيڪو حالتن جي لاهن چاڙهن سبب هيٺ مٿي ٿي ويو هو ۽ هينئر آهستي آهستي ملندو رهي ٿو.

7. قاضي قاضن جي بيتن جي پوين شاعرن جهڙوڪ: شاهہ ڪريم، ميون لطف الله قادري ۽ شاهہ عنات رضوي ۽ شاهہ لطيف جي شاعري سان ڀيٽ ڪجي تہ انهن شاعرن جي شاعريءَ تي قاضي قاضن جي شاعريءَ جو اثر نمايان نظر اچي ٿو.

قاضي قاضن جي شعر جي بابت هي واضح ڪرڻ ضروري آهي، تہ قاضي قاضن وحدت الوجود جو قائل هو. هن ابن عربي جي فڪر جي روشني ۾ ڪلم ڪلا وجودي فڪر بيان ڪيو آهي. هن جي شعر ۾ اها رنگارنگي، تنوع، جمال جو جلوو ڪونهي، جيڪو شاهہ جي شعر ۾ ملي ٿو. وحدت الوجود جي بيان ۾ قاضي قاضن ايترو محتاط نہ آهي، جيترو شاهہ صاحب؛ ڇاڪاڻ جو قاضي قاضن حضرت مجدد الف ثاني کان اڳ ٿي گذريو، جنهن وحدت الشهود جو فڪر پيش ڪيو. شاهہ صاحب جيئن تہ حضرت مجدد الف ثاني جي ردِعمل کان باخبر هو، انهيءَ ڪري وحدت الوجود سمجهائيندي احتياط کان ڪم ورتو اٿس. ائين ڪٿي چئجي تہ قاضي قاضن جو انداز اهو آهي، جيڪو پوءِ سچل سرمست نئين نموني اختيار ڪيو. پر پوءِ بہ اهو ضرور چئبو تہ قاضي سنڌيءَ جو اهو پهريون باڪمال شاعر آهي، جنهن سنڌي شاعري جي پيڙهہ رکي.

# شاهہ ڪريم ۽ سندس شاعري

## حسب نسب

شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، متعلوي (مٽياري) ساداتن جي خاندان مان هو. هن خاندان جو وڏو ڏاڏو سيد حيدر شاهہ هرات مان لڏي سنڌ ۾ آيو، ۽ هالا ۾ گهر ڪري ويهي رهيو. سندس پاڙيسري، شاهہ محمد هالي سندس اخلاق ڏسي، سندس خاطر خواهہ خدمت ڪئي. ان ڪان سواءِ پنهنجي نياڻي بہ کيس نڪاح ۾ ڏنائين. هو ڪجهہ وقت رهڻ ڪان پوءِ پنهنجي والد جي وفات جو ٻڌي، هرات هليو ويو. هرات ۾ اڳينءَ گهر واريءَ مان بہ پٽ سيد محمد ۽ سيد محمد حسن هيس. هو سنڌ ڪان واپسيءَ تي ٽي سال ۽ 27 ڏينهن هرات ۾ رهڻ ڪان پوءِ گذاري ويو.

سيد حيدر جي سنڌ ڇڏڻ ڪان پوءِ سندس گهر واريءَ کي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو سيد حيدر جي وصيت موجب مير علي رکيائين. سيد مير علي سنڌ مان بہ شاديون ڪيون، هڪ ماءُ جي ذات (يعني هالا) مان ۽ ٻي ترڪ قوم مان. کيس هالا حويليءَ مان شرف الدين نالي پٽ ٿيو ۽ ترڪ گهر واريءَ مان جيڪو پٽس ٿيس، ان جو نالو سيد احمد رکيائين. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ هي خاندان لڏي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ ويٺو. ان ڳوٺ جي ٻاهران رستي تي هڪ فقير مٽ پيري رکندو هو، جنهن ڪري ان ڳوٺ تي "مٽ وارو ڳوٺ" نالو پئجي ويو. جو اڳتي هلي "مٽياري" سڏجڻ ۾ آيو. سيدن پنهنجي عروج واري زماني ۾ ڳوٺ جو نالو بدلائي 'مٽ علوي' رکيو، جو پارسي رسم الخط ۾ "متعلوي" لکڻ ۾ آيو.

مٽياري ۾ رهڻ ڪان پوءِ هي خاندان چئن قبيلن ۾ ورهائجي، سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويو. انهن قبيلن جا نالا هي آهن:

1- جرار پوٽا، 2- باقيل پوٽا، 3- موسيٰ پوٽا، 4- ميئين پوٽا.

شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو 'جرار پوٽن' مان هو. هن خاندان جي نسب جو سلسلو امام موسيٰ ڪاظم سان ملي ٿو.

## ولادت

شاهه عبدالڪريم 20 شعبان سن 943هه (مطابق 20 جنوري 1538ع) تي تولد ٿيو. سندس والد سيد لعل محمد شاهه پنهنجي وقت جو ناميارو بزرگ ٿي گذريو آهي.

## تعليم ۽ تربيت

شاهه ڪريم اڃا ننڍو هو ته سندس والد جهان مان لاڏاڻو ڪيو. سندس تربيت سندس والده ۽ سندس وڏي ڀاءُ سيد جلال شاهه جي زير نظر ٿي. مڪتب ۾ ويهاريائونس، پر پڙهڻ سان دل نه لڳس. انهيءَ ڪري صرف قرآن شريف جا ڪجهه سيپارا ناظران پڙهيائين.

## جواني

وڏي ڀاءُ جي وفات کان پوءِ گهر جو سمورو بار سندس ڪلهن تي پيو، انهيءَ ڪري محنت مزدوري ڪرڻ لڳو. اهڙيءَ طرح سڄي زندگي محنت مزدوري ڪري گذاريائين. ان سان گڏ عبادتون ۽ رياضتون به ڪيائين ۽ فقيرن جي خدمت ۾ به وسان ڪين گهٽايائين.

## مشرب

ڪيس ننڍي هوندي کان ئي بزرگن جي صحبت ۾ ويهڻ سان روح کي راحت ملندي هئي، انهيءَ ڪري پري پري کهي وڃي بزرگن جي صحبت ۾ ويهندو هو. هڪ ڀيري پرديسي سلطان ابراهيم نالي، جيڪو بهار جو رهاڪو هو، اچي سندس ڳوٺ واري مسجد ۾ رهيو. شاهه ڪريم ان جي ڏاڍي خدمت ڪئي. ان شاهه ڪريم کي پنهنجو احوال به ٻڌايو ۽ ڪانئس سنڌ جي بزرگن بابت پڇيائين. آخر هو بزرگ ڪجهه ڏينهن رهڻ بعد سنڌ ڇڏي هليو ويو. شاهه ڪريم کي دعا ڪندي چيائين:

"پنهنجي عيال جي خدمت ڪر، اسان حج تي اُسهيا آهيون."

شاهه ڪريم ان کان پوءِ سيد يوسف بکري، مخدوم آدم سميجي ۽ مخدوم نوح جي صحبت مان فيض پرايو. خاص طرح سان مخدوم نوح کان گهڻو فيض پرايائين ۽ ان جي مريدي اختيار ڪيائين. ان جي ئي چوڻ تي بلڙيءَ ۾ وڃي رهيو.

## وفات

بلڙيءَ ۾ رياضتون ۽ عبادتون ڪندي 88 سالن جي عمر ۾، 7 ذوالقعد سن 1032هه (1622ع) تي هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائين. ڪيس اڻ پڻ ۽ ٽي نياڻيون ٿيون. سنڌي زبان جو عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي، سندس فرزند سيد جمال شاهه جو پڙ پوٽو هو. ڀٽائي صاحب جي نسب جو سلسلو شاهه ڪريم تائين هن طرح آهي:

"شاهه عبداللطيف ڀٽائي ولد سيد حبيب شاهه ولد سيد عبدالقدوس شاهه ولد سيد جمال شاهه ولد سيد عبدالڪريم شاهه بلڙيءَ وارو."

## شاهه ڪريم جو شعر

شاهه عبدالڪريم پنهنجي مريدن ۽ خادمن جي مجلس ۾ جيڪي نصيحت جا نڪتا بيان ڪيا هئا، اهي سندس ملفوظات" بيان العارفين"۾ گڏ ڪيا ويا آهن." بيان العارفين"سندس مريد محمدرضا، سندس وفات کان پوءِ سن 1038هه (1628ع) مڪمل ڪئي. هن مختلف هنڌن تي وڃي شاهه ڪريم جا قول هٿ ڪري، قلمبند ڪيا. اهي قول ۽ احوال فارسي نثر ۾ لکيائين. انهن قولن مان ڪن قولن جي وچ تي سنڌي بيت بہ آهن، جيڪي شاهه ڪريم ڳالهه ڪندي، ٻڌايا. اهي بيت اصل ٻوليءَ ۾ رکي، انهن جي هيٺان فارسي ترجمو رکيائين.

عبدالرحمان ولد ڪاٿ ڀانيڻ، وينل ڪڇ ملڪ جي شهر ڀچ واري "بيان العارفين" جي فارسي نثر جو الف اشباع جي نظم ۾ سنڌي ترجمو ڪيو.

بيان العارفين ۾ جيڪي سنڌي بيت آيا آهن، انهن مان 92 بيت شاهه ڪريم جا آهن، 8 بيت قاضي قاضن جا آهن، ۽ 6 بيت ٻين شاعرن جا آيل آهن، انهن کان سواءِ 3 هندي ۽ ڪجهه فارسي بيت بہ آيا آهن.

شاهه ڪريم جا بيت بناوت جي لحاظ کان هندي شعر جي وزن يعني "ڇند وديا" مطابق معلوم ٿين ٿا. گهڻو ڪري بيت ٻن سٽن وارا آهن. فقط ہ بيت ٽن سٽن وارا آهن.

## شعر جو ادبي درجو

شاهه ڪريم جو شعر نہ فقط قدامت جي لحاظ کان اعليٰ آهي، پر زبان ۽ بيان جي خوبين جي خيال کان بہ مٿانهون آهي. مضمون کي مؤثر بنائڻ لاءِ

تشبيهن ۽ تمثيلن کان ڪم ورتو اٿس ۽ اهي تشبيهون پنهنجي وطن يعني سنڌ جي رسم ۽ رواج، ڌنڌن ڌاڙن ۽ ڏيکن ويکن تان ڪنيون اٿس. مثلاً لوهار ڪي سنداڻ تي ڌڪ هڻندي ڏسي، چوي ٿو ته: لوهه کي جڏهن سنداڻ تي ڌڪ لڳن ٿا، ته پگهرجي وڃي ٿو. منهنجي دل جيئن ته پنهنجي محبوب کي ياد ڪندي رهي ٿي، انهيءَ ڪري ورچي نٿي وڃي، توڙي جو ان کي دنيا جي حرص ۽ هوس جا ڌڪ لڳن ٿا.

ڌڪين ڌات پئو، هنيڙو لهه سنداڻ جنءَ،
سنياري کي سڄڻين، ورچي تان نه وئو.

ڳوٺاڻي عورت کي به دلا مٽي تي ڪٽندو ڏسي ۽ پکيءَ کي پاڻيءَ تي ترندو ڏسي، چوي ٿو ته، جهڙيءَ طرح دلو دلي سان مليل آهي ۽ پکي پاڻيءَ سان مليل آهي، اهڙيءَ طرح منهنجي دل به پنهنجي محبوب سان مليل آهي.

پاڻيهاري سر ڀڙو، جر تي پکي جنءَ،
اسان سڄڻ تنءَ، رهيو آهي روح ۾.

اهڙيءَ طرح هڪ مصرع ۾ به نظارا ۽ به تشبيهون بيان ڪري، شاعريءَ جو هڪ اعليٰ نمونو پيش ڪيو اٿس.

شاهه ڪريم کي ڀڏائٿو آهي ته، دنيوي لالچ، معرفت جي منزل تان ڪيرايو ڇڏي. ان حقيقت کي اثرائتي نموني بيان ڪرڻ لاءِ ”مڇ“ کي استعاري طور آندو اٿس. يعني جهڙيءَ طرح مڇ لالچ جي ڪري ڪنڊيءَ ۾ وڃي ڦاسيو پوي، اهڙيءَ طرح مادي شين جو طالب به دنيا جي مهاڄار ۾ وڃيو ڦاسي، جتان پاڻ ڇڏائڻ ئي اوکو ٿيو پويس:

جا تو گهيڙي گهت، ماڪرياڙي مڇڙا،
ان ڪنڊيءَ ڪڍي ڪيترا، نيني پڇاڙتا پٽ.

اهڙيءَ طرح هيٺئين بيت ۾ ڇاڇر يعني ننڍي پاڻيءَ مان سندس مراد آهي دنيوي يا مادي شيون. انهي پاڻيءَ مان سندس مطلب آهي: معرفت جي مام. ڇڳير مان سندس مطلب آهي: دنيا جو طالب. گهاتو مان سندس مقصد آهي، معرفت جي منزل ماڻيندڙ:

ڇاڇر ڇڳيرن، گهور نه اڇي گهاتوئين،
اکيون انين سنديون، ڪڏا ڪرون پڇن.

ساڳئي نموني هيٺين بيت ۾ "هنج" مان سندس مطلب آهي: حق جو طالب: "ڪانيرو" مان سندس مراد آهي دنيا جو طالب:

هنج ته‍ِتهين هوءِ، اونهيءَ ۾ اوڙاهه جو،
اي ڪانيرو ڪوءِ، جو ڇاڇر ۾ ڇيرون ڪري.

اهڙيءَ طرح ملڪ جي نظارن جي ترجمانيءَ ذريعي زندگيءَ کي سنوارڻ ۽ سولو بنائڻ جا اعليٰ اصول نهايت سوليءَ ۽ اثرائتي نموني بيان ڪيا اٿس. يعني سندس شعر زندگيءَ جي تجربن، مشاهدن ۽ سچ جي ساڃاهه جو آئينه دار آهي.

علم بديع جي لحاظ کان سندس بيت: "پاٽيهاري سر" تشبيهه جو سهڻو مثال پيش ڪري ٿو. ان کان پوين ٻن بيتن ۾ استعاره بالڪناية استعمال ٿيل آهي، جنهن موجب "مشبهه بهه" مخفي رکيو ويندو آهي. هيٺين مصرع ۾ به استعارا استعمال ٿيل آهن:

"تلها ڍانيا سڪٿا، هنئين جاڙجين."

هيٺين مصرع ۾ مجاز مرسل ڪم آيل آهي:

"هنيون ڏجي حبيب کي، لڳ ڳڏجن لوڪ."

هتي هنئين مان مراد "محبت" ورتل آهي. يعني مڪان مان مڪين مراد ورتل آهي، ڇاڪاڻ جو محبت هنئين (دل) ۾ رهي ٿي. هن مصرع جي ٻئي لفظ "لڳن" مان "ڪم ڪاريون" معنيٰ ورتل آهي: هن حالت ۾ "لڳ" آهن سبب، ۽ "ڪم ڪاريون" آهي ان جو نتيجو.

هيٺين بيت ۾ صنعت "جمع باالتفريق" ڪم آندل آهي، جنهن موجب پهريائين ٻن يا وڌيڪ جنسن کي هڪ معنيٰ ۾ شريڪ ڪري، پوءِ انهن جو فريق يا تفاوت ڏيکاريو ويندو آهي. هن بيت ۾ پهريائين سڀني پاٽيءَ وارين کي هڪ ڏيکاري، پوءِ ٻي مصرع ۾ انهن جو فرق ڏيکاريو ويو آهي ته ڪا سڄڻن لاءِ ٿي پري، ته ڪا پورهئي ڪاڻ ٿي پري:

پاٽيهاري سڀ ڪا، جا سر گهڙو پري،
ڪا لئيءَ سندي سڄڻين، ڪا پورهئي ڪاڻ پري.

هيٺين بيت ۾ صنعت جمع باالتقسيم استعمال ٿيل آهي، جنهن موجب پهريائين ٻن يا وڌيڪ جنسن کي هڪ معنيٰ ۾ شريڪ ڪري، پوءِ اهي ڌار

ڏار ڪري ڏيکاريون ويندڙيون آهن. هن بيت ۾ پهريائين پنيور مان پاڻ سان ڪٽي وڃڻ ۾ ٻن شين کي شريڪ ڪيو ويو آهي ۽ پوءِ ”لاڳاپو سين لوڪ“ ۾ جدا ڪري ڏيکاريون ويئون آهن:

پنيوران ٻه ٿوڪ، ڪنهن نه نيان پاڻ سين،
سڪڻ سپرين کي، ۽ لاڳاپو سين لوڪ.

هيٺين بيت ۾ صنعت ارصاد ڪم آيل آهي. ارصاد جي لغوي معنيٰ آهي: چوڪيدار ڪري بيهارڻ. هن صنعت موجب پهرين مصرع ۾ ڪوبه قافيو آڻي، مصرع ۾ اهڙا لفظ ڪتب آڻبا آهن، جو انهن جي پڙڻ سان پڙهندڙ بنا اٽڪ چئي، ته ٻيءَ مصرع جو فلاڻو قافيو ٿيندو. هن بيت ۾ ٻي مصرع جي لفظن پڙڻ سان، پڙهندڙ پاڻيهي چوندو ”پت“:

پنندي پرينءَ سان، ويلا ڪندي وت،
ڪا پائيندو مانيون، ڪا پائيندءِ...

انهن خوبين ۽ خصوصيتن کان سواءِ شاهه ڪريم جي شعر جي وڏي خوبي اها آهي ته هن زندگيءَ جي تجربن ۽ انساني نفسيات کي نظر ۾ رکي، حقيقتون سمجهايون آهن. اهو ئي سبب آهي جو سندس اهڙا بيت، پهاڪا ۽ چوٽيون ٿي پيون آهن. مثلاً زندگيءَ جي اها هڪ وڏي حقيقت آهي، ته جيستائين پاڻ وڃي پنهنجي سر ڪم نٿو ڪجي، تيستائين نياپي سنيهي تي ڪم ڪونه ٿو ٿئي. ڀون کي تحقيقي ڪم ڪندي، انهيءَ حقيقت جو علمي تفصير ملي ويو. شاهه ڪريم اها حقيقت هن طرح ذهن نشين ڪرائي آهي:

”نيهه نياپي نه ٿئي، سڏين سيڻ نه هون،
ڪارين راتين رت ڦڙا، جان جان نيڻ نه رون.“

اهڙيءَ طرح اهو به زندگيءَ جي تجربي جو نچوڙ آهي، ته جيڪڏهن ڪنهن ڪم لاءِ پاڻ ڪوشش نه ونبي، ۽ فقط سنگتيءَ ساٿيءَ تي لاهي پائي رکبو، ته ڪجهه نه ورندو. شاهه ڪريم اها حقيقت هن طرح بيان ڪئي آهي:

جي اٿر جي لاهه، سچڻ سڀ پرڪٺا،
ري ڀاڄي ڪٺئي، سير ٻري نه باهه.

ان سان گڏ سياڻن جو اهو چوڻ آهي، ته جيڪڏهن پنهنجي منهن مٿا مونا هڻبا ته منزلِ مقصود تائين پهچڻ مشڪل آهي، پر جيڪڏهن پاند ڳنڍيو ور وڪڙ

تي پڇندو رهندو، تہ پوءِ پيڇو نہ منجهنو. اهڙيءَ طرح هو منجهندو ڪونہ، منزلِ مقصود ڪي ويجي رسندو. شاهہ ڪريم اها ڳالهہ هن طرح بيان ڪئي آهي:

"جي پڇڻا، سي نہ منجهڻا، جي پڇن سي وير."

اها انساني نفسيات جي تقاضا آهي تہ راز اوستائين "راز" آهي، جيستائين پنهنجي دل ۾ آهي. ٻاهر ٻاڦ نڪتي تہ پوءِ اهو لڪ لڪي نہ سگهندو. شاهہ ڪريم اها ڳالهہ هن طرح بيان ڪئي آهي:

مٺ پيٽڙيائي پلي، جو اُپٽي تہ واءُ،
جو پڌر وڌي ڳالڙي، تہ چڙي وڃي ساءُ.

اها بہ انساني مزاج ۽ فطرت آهي، تہ جنهن ۾ گهڻي دلچسپي هوندي اٿس، ننڊ ۾ پڻ ان جي تات ۽ تنوار هوندي اٿس. شاهہ ڪريم بہ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪري چيو آهي:

جي جاڳندي من ۾، ستي پڻ سيئي،
من پريان نيئي، پڳهيو پاڻ ڳري.

## شاهہ ڪريم جي شاعري ۾ رومانوي داستان

شاهہ ڪريم جي شعر جي هڪ خوبي هيءَ بہ آهي، تہ هن پنهنجا افڪار ۽ الاهي اسرار رومانوي ڪهاڻين جهڙوڪ سسئي پنهون، عمر مارئي وغيره ذريعي بيان ڪيا آهن. سندس تمثيلي انداز اشاراتي آهي. يعني هو ڪهاڻي بيان نہ ٿو ڪري، پر ان جي ڪنهن واقعي ڏانهن اشارو ڪري، پنهنجو مقصد نروار ڪري ٿو. سنڌي شاعريءَ ۾ رومانوي داستانن جي ذريعي پنهنجو مفهوم ۽ مقصد بيان ڪرڻ جو طريقو پراڻو آهي. شاهہ ڪريم کان اڳ واري دور جا اهڙا بيت ملن ٿا، جن ۾ مشهور رومانوي داستانن جي تمثيل سمايل آهي. اهڙن بيتن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

حضرت شيخ عبدالجليل عرف 'شيخ چوهڙ' نائين صدي هجريءَ ۾ 'موءِ مبارڪ' ضلعي رحيم يار خان ۾ وڏو درويش ٿي گذريو آهي. سلطان بهاول لوڌي (1451ع- 1489ع) جو نائي هو. سنڌ جا ڪيترا ماڻهو سندس مريد ۽ متعقد هئا. تذڪره قطبيہ مان معلوم ٿئي ٿو تہ هڪ سنڌي بيت شيخ چوهڙ جي سماع جي مجلس ۾ پڙهيو ويو ۽ پيو سندس وفات کان پوءِ سندس روضي ۾ منعقد ٿيل هڪ محفل ۾ پڙهيو ويو. جيڪو بيت شيخ چوهڙ جي

مجلس ۾ پڙهيو ويو، اهو هي آهي:

جو گهڙي سو ني، ڪو جو ٿهر ڪلاچ ۾،
خبر ڪونہ ڏي، تہ رڇ ڪڄاڙي رنڊيو.

هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سمن جي ڏينهن ۾ بہ ”مورڙي ۽ مڇ“ واري قصي تي تمثيلي بيتن چوڻ جو رواج موجود هو.

هيٺيان بہ بيت حضرت چوهڙ شاهہ جي وفات کان پوءِ سندس روضي ۾ منعقد ٿيل هڪ سماع جي محفل ۾ هڪ سنڌي ذاڪر چيا. تذڪره قطبيہ جي مصنف لکيو آهي، تہ هن اهي بيت حسيني مقام جي لئي ۾ ڳايا. ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ اهي بيت ”سر حسيني“ مان آهن:

چران تہ چڪن چاڪ، وهان تہ وهہ سنجري،
ماءِ! منهنجي ڏيل سين، سورن ڪي اوطاق،
جيئن تون جانان پاڪ، آسابند اڙين جو.

مَن ڪي لوچ فراق، اسان هونءَ نہ ڏار ٿئي،
سڪون پريان ساڪ، رب ڏيکاري ڪڏهين.

مٿين ٽن سٽن مان پهريون بيت شيخ چوهڙ شاهہ جي موجودگيءَ ۾ پڙهيو ويو، جنهن 910هہ (1504ع) ۾ وفات ڪئي. يعني 16 صديءَ عيسوي يا ان کان اڳ جو آهي. پويان بہ بيت سندس وفات يعني 1504ع کان ڪجهہ پوءِ ۽ 1520ع کان اڳ پڙهيا ويا. ڇاڪاڻ جو تذڪره قطبيہ 1520ع ۾ لکيو ويو، يعني هي بہ 16 صديءَ جا بيت آهن. پوين ٻن بيتن مان پهريون ٽن سٽن جو آهي. يعني يقيني طور ٽن سٽن وارن بيتن جو رواج سمن جي دور ۾ موجود هو. ٽئين بيت وارو مضمون شاهہ لطيف جي هيٺين بيت ۾ ملي ٿو:

ڊونڊيان ڊونڊيان مَر لهان، شال مَر ملان هوت،
من اندر جا لوچ، سا مچڻ ملڻ سان مائي ٿئي.

بهرحال قديم شاعريءَ ۾ هن قسم جي تمثيلي نوعيت جا بيت گهٽي ۾ گهٽا شاهہ ڪريم جي شاعريءَ ۾ ملن ٿا. يعني شاهہ ڪريم وٽان اها روايتي اڳتي وڌي. شاهہ ڪريم کان پوءِ انهيءَ انداز بيان کي شاهہ لطيف اختيار ڪيو ۽ ان کي وڌيڪ مؤثر بنايو. ان کان پوءِ اها سنڌي شاعريءَ جي روايت بنجي ويئي، جنهن جي سمورا شاعر پيروي ڪندا آيا آهن. شاهہ

ڪريم جا اهي بيت هيٺ ڏجن ٿا. جيڪي سنڌ جي مشهور رومانوي داستانن موجب چيل آهن.

سسئي پنهون:

وهاڻيءَ ئي وڄ، تو نه سرندي تن ري،
تان سان وڃي ٻيڄ، پيئي جا ڪاڻ پرين سين.

پرهه ڦٽيءَ جو ئي اتي پنڌ پؤ. ڇاڪاڻ جو انهن کان سواءِ تنهنجي سري نه سگهندي، پرين ٻنان جيڪا ڪمي محسوس ڪري رهي آهين، اها اتي وڃي پوري ڪر:

جي من سڌ ڪٿا، ينيورا ٻهار ٿي،
جي سي پريءَ سٿا، ته هند نه وٺا نڪري.

ينيورا ٻه ٿوڪ، ڪهه نه نيا پاڻ سين،
سڪڻ سپرين ڪي، ٻ لاڳاپو سين لوڪ.

مڌ مَ منهَه ويهه، ايي اوسڙ اُس ٻر،
تو سيئي سيڻ ڪٿا، ڏور جنين جه ڏيهه.

امڙ ڏوءِ گهروءِ، مونهان ساٿڙو وڃي نڳئو،
هنيڙو ڏيئي وٺ جنءَ، من جي تا نه پرئوءِ.

پر ٻر پڇي پريءَ ڪي، پسجي پرڏيهه،
جتي ساجن سپجي، ساهه ڪي سو ساڙيهه.

جاڳي جاڳي سسئي، جان هيجان هٿ وڏاءِ،
تان سجي سيج پريءَ ري، پنهون پٽر ناهه،
نڪرندي چئاءِ، گهوڙا گهر نه سپرين.

هوت نه ڏٺائون، ڏوهه نه ڏيان جيڏيين،
مٿي ڪري هٿڙا، هند من جنءَ رناؤن.

تان ڪي ٻوري چل، جان لاڙائو سڄ ٿئو،
هاڙي ڌاري هل، وڃي هوتن جو ٿئو.

**عمر مارئي:**

اڪڙيون مليـر ۾، جنـين راتـو ڏيـهـ،
عمـر آسـائن سين، هاٿي ڪندي ڪيءَ.

ڪاٺياريون ڪئن ڪن، عمر اڇا ڪپڙا،
جني جا ٿـرن ۾، ور ٿـا ويـڻ سـهـن.

اسين تـڻـان آئيـون، جتي ڪـونـبـو نـاهـ،
جي وجون وياهـ، تـهـ پڻ مٽئون لوئيون.

صورت ليکي هت، معنيٰ ليکي مارئين،
عمـر مـن جي چـت، اوطـاقـون ٿـرن ۾.

**سهڻي ميهار:**

جيڪي گهران مَ رڃ، جيڪي موٽ مَ سوهڻي،
هيڪڙيائي هٿ ڪري، ٻيون پاڇوءَ جنءَ پڇ.

ڳـوريءَ ٻـهـ نـه تـات، مـهـار ئـي مـن ۾،
جو پڻ پيئي رات، تہ هو سائر، هو سوهڻي.

**مومل راڻو:**

ڪـاڪ وڻـن سـاڻ، اوئـيـن نـه اوڙڳي،
جي ڳڻ هون گهڻا، راڻا توءِ روئندا وٺا.

**ليلا چنيسر**

جـوري اتـي جـن، داغ تـو جـو داسڙا،
تون ڪي مٺان تن، چنيسر چٽ ڪٽين.

**پوين شاعرن تي اثر**

اها ڳالهہ بہ ڏيـنهن- ڏٺي جيان چٽي آهي تہ شاهہ صاحب جي شعري روايتن جو سرچشمو شاهہ ڪريم جو ڪلام آهي. انهيءَ ڪري چٽائيءَ ۽ صفائيءَ سان چئي سگهجي ٿو تہ سنڌي شاعرن، شاهہ ڪريم جي شعر کي بنيادي پٿر بنائي، سنڌي شعر جي عمارت اڏي آهي. جيتوڻيڪ هن ان ۾ جدت ۽ انفراديت بہ پيدا ڪئي، پر ان هوندي بہ ڪريم جي ڪلام جي روايت سان پنهنجو سلسلو قائم رکيو اٿائون.

## شاهه ڪريم ۽ شاهه لطيف

شاهه لطيف کي ڪريم جي ڪلام سان دلي رغبت هئي. روايت آهي ته شاهه صاحب سان شاهه ڪريم جو رسالو (بيان العارفين) ساڻ هوندو هو. اهوئي سبب آهي، جو شاهه صاحب جي رسالي جي قلمي نسخن ۽ ڪن ڇپيل رسالن ۾ ڪيترائي شاهه ڪريم جا بيت شاهه لطيف جي بيتن سان گڏ آيل آهن. اهڙي نموني جا ڪجهه مثال ڏجن ٿا: شاهه صاحب جو رسالي جي سُر ڏهر ۾ هي بيت ملي ٿو:

جا تو گهيڙي گهٽ، مانگرياڻي مڇڙا،
تنهه ڪنڌيءَ ڪڏي ڪيترا، نيئي پڇاڙنا پٽ. (1)

اهو ساڳيو بيت "بيان العارفين" ۾ شاهه ڪريم جي نالي آيو آهي.(2) شاهه ڪريم جي رسالي جي سرڪاري ڇاپي ۾ سُر ديسي ۾ هي بيت آيل آهي، جيڪو دراصل شاهه ڪريم جو آهي.(3)

جاڳي جاڳي سسئي، جا هيجان هٿ وڏاءِ،
تان سڃي سيج پرين جي، پنهون پٽ ناهه،
اُٿي اِئن چياءِ،(4) ته گهوڙا گهر نه سپرين.(5)

هن بيت جي هيٺان شاهه صاحب جو هيٺيون بيت آيل آهي:

سڪي جان ستياس، تان سڪ سمهڻ نه ڏي،
جاڳي ستيس جن لئي، سي آيا تان نه اٿياس،
پينر آءُ پلياس، نه ته سڪ سمهڻ ڇا لڳي.(6)

شاهه جو هي بيت آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي جي مرتب ڪيل رسالي ۾ به موجود آهي.(7) ان مان ثابت ٿئي ٿو، ته اهو بيت يقيني طرح شاهه

---

1- شاهه جو رسالو، سرڪاري ڇاپو، ص 511.
2- ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڪريم جو ڪلام- ص 83.
3- ڪريم جو ڪلام: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سکر 1963ع، ص 214.
4- بيان العارفين ۾ سٽ جو اهو اڌ هن طرح آهي: "نڪرندي ڇڏياءِ" (ڪريم جو ڪلام)
5- شاهه جو رسالو: مرتب: تارا چند شوقيرام، سرڪاري ڇاپو، مرڪنٽائيل اسٽيم پريس ڪراچي، ٻيو ڇاپو، 1900ع، ص 26.
6- ايضاً، ص 269.
7- شاهه جو رسالو، مرتب: ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي، جلد2، ڪمشنر جو ڇاپخانو ڪراچي، سال 1964ع، ص 195.

صاحب جو آهي، جيڪڏهن شاهه ڪريم جو مذڪور بيت ۽ شاهه لطيف جي هن بيت جو گڏيل مطالعو ڪجي تو تہ معلوم ٿئي ٿو، شاهه صاحب هي بيت، شاهه ڪريم جي مذڪور بيت کان متاثر ٿي چيو آهي.

مضمون جي لحاظ کان شاهه لطيف جي شعر تي ڪريم جي ڪلام جو اثر ٻن نمونن جو نظر اچي ٿو. هڪ اهو، تہ شاهه صاحب ڪيترا بيت، شاهه ڪريم جي بيتن جي پيران چيا آهن، جنهن ڪري شاهه ڪريم جي بيت واري مضمون جي وڌيڪ وضاحت ٿئي ٿي. ٻيو هي، تہ شاهه صاحب شاهه ڪريم جي بيت وارو مضمون، پنهنجي بيت ۾ پيش ڪندي پنهنجي بيت ۾ جدت ۽ انفراديت بہ پيدا ڪئي آهي. هيٺ ٻنهي قسمن جا ڪجهہ مثال ڏجن ٿا. شاهه ڪريم چيو آهي:

اي در سنڌي مڱڻين، اڳي ايءُ نہ هير؛
جنءُ ڏڱها ڪري پير، سڄيون راتيون سمهين.

شاهه لطيف انهيءَ خيال کي ڏاڍو تفصيل سان بيان ڪيو آهي. سر پرڀاتي سڄو، ۽ سر ڪوهياريءَ جو پهريون فصل انهيءَ سمجهاڻيءَ تي مشتمل آهي. سر پرڀاتي جو هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

سراندي ساز ڪئو، سمهين ساري رات،
جاجڪاڻي ذات، اِيَ نہ هوءِ اڳهين.

فني سٽا جي لحاظ کان شاهه لطيف جي بيتن جو بنياد بہ شاهه ڪريم جا بيت آهن. شاهه لطيف ٻن مصرعن وارا بيت بہ چيا آهن، پر گهڻي قدر ٻن کان مٿي مصرعن وارا بيت چيا اٿس. شاهه ڪريم جا فقط ٻہ بيت ٽن مصرعن وارا ملن ٿا. انهن بيتن جي خاص خوبي هيءَ آهي تہ انهن جي پوئين مصرع ۾ وچ تي قافيو اچي ٿو. شاهه لطيف جي سيني اهڙن بيتن ۾، جن ۾ ٻن کان مٿي مصرعون آهن، قافيو پوئين مصرع جي وچ تي اچي ٿو. اهو ئي سبب آهي، جو شاهه ڪريم کي "شاهه لطيف جو مبشر" ۽ "سنڌي ادب جو وهائو تارو"، چيو وڃي ٿو.

# شاهہ لطف الله قادريءَ جي شاعري

## سوانح حيات شاهہ لطف الله قادري

شاهہ لطف الله قادريءَ جي سوانح حيات بابت گھڻي معلومات نہ ٿي ملي. ايترو معلوم ٿئي ٿو، تہ هو اگھم ڪوٽ جو وينل هو. اگھم ڪوٽ جا آثار حيدرآباد کان 20-25 ميل ڏکڻ اوڀر طرف تعلقہ ماتليءَ ۾ آهن. اگھم ڪوٽ 10 صديءَ هجريءَ ۽ ان کان اڳ عالمن، صوفين ۽ درويشن جو وڏو مرڪز هو. خاص طرح سان 10 صديءَ جي پوئين اڌ ۾ مخدوم اسماعيل سومري (وفات 900 هجري) ۽ سندس همعصر عالمن ۽ بزرگن پنهنجي علمي ۽ روحاني فيض سان اگھم ڪوٽ جي سرزمين کي سيراب ڪيو. ان زماني ۾ هتي وڏا مدرسا هئا، جتي پري پري جا عالم اچي علم پڙهي ويندا هئا. اهي مدرسا 11 صدي هجريءَ تائين وڏي اوج سان قائم رهيا. شاهہ لطف الله قادريءَ بہ انهن مدرسن ۽ درسگاهن مان علمي ۽ روحاني فيض پرايو، ۽ پوءِ پاڻ بہ علمي ۽ روحاني فيض جا واهڙ وهايائين.

شاهہ لطف الله قادريءَ جي ولادت ۽ وفات جون تاريخون معلوم نہ ٿيون ٿي، سندس تصنيفن جي سن کي ڏسي اندازو لڳايو ويو آهي، تہ سندس ولادت اندازاً 1020 هجري (1611ع) ڌاري ٿي هوندي ۽ وفات اندازاً 1090هہ (1679ع) ڌاري ٿي هوندي. *

تصوف متعلق هيٺيان ڪتاب لکيا اٿس.

(1) تحفة السالڪين (2) منهاج المعرفت (3) سنڌي رسالو.

## سندس سنڌي شعر

شاهہ لطف الله قادريءَ جي ڪتاب "منهاج المعرفت" مان 20 سنڌي بيت مليا آهن. ان کان سواءِ "سنڌي رسالو" ۾ 227 سنڌي بيت هٿ آيا آهن، يعني سندس ڪل 247 بيت ملن ٿا. سندس بيت ٻن سٽن تي مشتمل بہ آهن تہ ڪيترن بيتن ۾ ٻن کان مٿي سٽون بہ آهن. سندس ڪي بيت ڇهن ۽ ستن سٽن تائين جا پڻ آهن. سندس ڪلام ۾ چئن ۽ پنجن مصرعن وارا بيت گھڻا

---

* بلوچ نبي بخش ڊاڪٽر: شاهہ لطف الله قادري جو ڪلام "سنڌالاجي" ، 1968ع، ص 11.

آهن، البت ٻه بيت ڇهن مصرعن وارا، ۽ ٽي بيت ستن مصرعن وارا آهن. ڏهن بيتن جي صورت ۾، بيت جي پوئين سٽ جي وچ تي قافيو اچي ٿو. البت ٽورن بيتن ۾ قافيو سيني سٽن جي پويان آيو آهي. شاهه لطف الله قادريءَ کان اڳ جيڪي بيت مليا آهن، اهي گهڻي قدر ٻن سٽن وارا آهن. شاهه ڪريم جا فقط ٻه بيت ٽن سٽن جا مليا آهن. انهيءَ زماني ۾ فقط هڪ ٻه بيت ڇئن سٽن جو مليو آهي، جن مان شاهه ڪريم جي همعصر ۽ پير ڀائي 'سيد علي ثاني شيرازي' جو هڪ بيت ڇئن سٽن جو مليو آهي.

شاهه لطف الله قادريءَ جي (سنڌي) رسالي جي شروع ۾ ٻه بيت گهڻن سٽن وارا آهن، جن مان پهرين ۾ 6 ۽ ٻئي ۾ 11 مصرعون آهن. قافيو سيني مصرعن جي پويان اچي ٿو. اهڙي نموني جي ڏکهي بيت کي "ڪيت" چيو ويندو آهي. اهڙي قسم جا بيت پهريون ڀيرو هن رسالي مان مليا آهن. ان کان پوءِ ان قسم جا ڪيترا بيت "مخدوم ابوالحسن جي سنڌي"، "مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي"، مخدوم محمد هاشم ٺٽي جي سنڌي ڪتابن، ميان عبدالله نرئي واري جي سنڌي ڪتابن ۽ ٻين عالمن جي مذهبي ڪتابن ۾ ملن ٿا.

## وَراڻ

شاهه لطف الله قادريءَ جي بيتن ۾ پهريون ڀيرو 'وراڻ' يا 'تڪرار' واري سٽاءُ وارا بيت ملن ٿا. وراڻ جو هڪڙو طريقو هي آهي ته بيتن جو لاڳيتو سلسلو ساڳي سٽاءُ سان شروع ٿيندو آهي. اهڙي نموني جي وراڻيءَ وارا بيت شاهه لطف الله قادريءَ جي ڪلام ۾ ملن ٿا. اهڙي هڪ سلسلي جا لاڳيتا ٽي بيت نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

حسن حبيبن جو پسين جي هيڪار،
ته توکي سڀ ڄمار، وڃي اڄ ورهن جي.

حسن حبيبن جو پسين جي پيهي،
ته توکي سيبيئي، ٻيون وڃن وسري.

حسن حبيبن جو جن ڏٺو جٺن برق،
سي پايو لوڪ فرق، سدا پوڻن سڪنا.

اهڙي نموني جي وراڻ جا بيت شاهه لطف الله قادر کان پوءِ وارن شاعرن شاهه عنات رضوي، شاهه لطيف ڀٽائي ۽ ٻين جي ڪلام ۾ به ملن ٿا.

شاهه عنات رضوي جي رسالي مان اهڙي هڪ سلسلي مان ڪجهه بيت نموني طور هت ڏجن ٿا:

اٺـن اونـي آئـيـو، اُنـي ٿـي وراڻ،
لـٽي لـوڙيـائـين، مـڙيـائـي منـهـن ڪـاڻ،
هميرنٺون هاڻ، مهت لهنديـنءِ مارئـي.

اٺن اونـي آئـيـو، پـڇنـوسـون پـانـڌي،
خبـر سنـدي سڄـڻين، جهه الله آندي،
جا ماروئن ماندي، سا سانيئين ميڙ سيد چئي.

اٺـن اونـي آئـيـو؛ اٺـي ٿـيـن وس،
ڪڏهن ڪـانـه پسيون، ڪـٽـيـرـيـائين ڪس،
سا ماڙين جوڳي مس، جنهنجو محب ملير ۾.

شاهه لطيف جي رسالي ۾ اهڙي قسم جي وراڻ جا ڪيترائي سلسلا ملن ٿا. شاهه صاحب وراڻ جي ذريعي بيت ۾ وڏو اثر ۽ دلڪشي پيدا ڪئي آهي؛ نه فقط ايترو پر سولن فقرن جي بدران ڪن سلسلن ۾ اهڙا فقرا به آندا اٿس، جن ۾ نيٺ سنڌي لفظ اهڙي تہ سهڻي نموني جڙيا اٿس، جو تجنيس حرفي به قائم رهي آهي ۽ رس رچاء، ۽ رواني به پيدا ٿي پئي آهي. اهڙي هڪ سلسلي مان ڪجهه لاڳيتا بيت نموني طور هت ڏجن ٿا:

ڪين ساڳاهيم سپرين، جاڙون ڪيم جال،
سوڍا ، مون ڪي ڪالهه، موٽي منهن ۾ آئيون.

ڪين ساڳايم سپرين، جاڙون ڪيم جت،
سوڍا مون ڪي تِت، موٽي منهن ۾ آئيون.

ڪين ساڳايم سپرين، جاڙون ڪيم جي،
سوڍا مون ڪي سي، موٽي آئيون منهن ۾.

وراڻ جو ٻيو طريقو هن طرح هوندو آهي، جو اڳئين بيت جو پويون اڌ، ايندڙ بيت جي پهرين سٽ جو پهريون اڌ ٿي ايندو آهي. وراڻ جو اهو نمونو شاهه لطف الله قادريءَ جي ڪلام ۾ نہ ٿو ملي. اهڙي نموني جو وراڻي جا بيت پهريون ڀيرو ميين شاهه عنات رضوي ۽ شاهه لطيف جي رسالن ۾ ملن ٿا. شاهه عنات رضويءَ جي رسالي مان اهڙي نموني جا وراڻ جا بيت هيٺ ڏجن ٿا:

سمو سنڌ سمن ۾، جڪري جهو نہ ڪوءِ،
اٿو پهر، عنايت چئي، ايو اٿين هي چوءِ،
الا! اچي ڪوءِ، ڏڏ وڏو ڏانءُ گهري.

ڏڏ وڏو ڏان گهري، هوتياڻي هٿاءُ،
سمي سخاوت جو، نہ گيرپ نہ گاءُ،
چامر وهلو آءُ، تہ ڏئين ڏان پين ڪي.

وراڻ جو هڪ سلسلو اهڙو بہ ٿئي ٿو، جنهن ۾ بيتن جي پوئين سٽ جا آخري اڌ هڪ جهڙا هوندا آهن. اهڙي نموني جا سلسلا پهريون ڀيرو شاهہ لطيف الله جي ڪلام ۾ ملن ٿا. هڪ سلسلي مان ڪجهہ بيت نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

جيجان جوڳيڙن جو، مون ڏٺو حال،
تتن ماءُ تو جو مال، نہ ڦيريندو ان ڪي.

جيجان جوڳيڙن جي، مون جا ڏٺي پت،
تتن ماءُ تنهنجي مت، نہ ڦيريندي ان ڪي.

جيجان جوڳيڙن جو، مون جو ڏٺو پور،
تتن ماءُ تنهنجو سور، نہ ڦيريندو ان ڪي.

هن وراڻي ۾ هڪ ٻي خوبي بہ آهي، تہ وراڻي ڪان اڳ ۾ جيڪو سٽ جو اڌ آيو آهي، ان جا پهريان اکر بہ ساڳيا آهن، انهيءَ اڌ جو فقط پويون لفظ پهرين سٽ سان هم قافيو ٿيڻ جي ڪري بدلجي ٿو. اهڙي قسم جي وراڻ جا نمونا شاهہ عنايت رضوي، شاهہ لطيف، سچل سرمست ۽ قادر بخش بيدل جي رسالن ۾ بہ ملن ٿا.

شاهہ عنايت جي رسالي مان اهڙي وراڻ جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ڏونگر ڏٺا نہ مون، چانگن اڳ چڪا سٺا،
بوتا برفتن جا، پاهڻ پانئين پون،
الا آهين تون، ات اسونهين عنات چئي.

ڏاگها، چانگا ڪرها، ليڙا، اٺ، جماز،
بر بلوچن لنگهٿو، سانجهر پڏي ساز،
ڪاز ڪوئلون، قمريون، جت سهڪن شاهي باز،
شاهہ پريون ان سج ۾، جت عارفن آواز،
تي پيلياٺي پاجهہ، ات اسونهين عنات چئي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي ۾ ٻه اهڙي نوعيت جا ڪيترائي بيت ملن ٿا. نموني طور ٻه بيت ڏجن ٿا، جن ۾ وراڻ جو پٽو نمونو ملندو. پوئين سٽ جو پويون اڌ ٻه ٻنهي بيتن ۾ هڪ جهڙو آهي، ته ٻنهي بيتن جي پهرين سٽن جو پهريون اڌ به هڪجهڙو آهي:

هلندي هاڙهو مٿي، ڏکن منهنجا ڏوهه،
هو اوچڻ سرائن تي، هيءَ پنڌ پڇاڙي پوءِ،
ليڙن ري، لطيف چئي، ڪٺن ڪريندي سڪوهه،
اڳيان رائو سڄي روهه، وهان تان نه وس پيو.

هلندي هاڙهو مٿي، سسي ڏيندس ساهه،
لڳن تان لطيف چي، پاري نيم پاهه،
ڪندو ٻاجهه الله، وهان تان نه وس پيو.

حضرت سچل سرمست جي رسالي مان ٻه بيت نموني طور هت ڏجن ٿا، جن جي پوين سٽن جا پويان اڌ هڪجهڙا آهن:

اندر آڳ عشق جي، ويو ٻاروچل ٻاري،
ڪارڻ ڪوهياري، مٿي راهه رئان گهڻو.

ڪاف ڪشالا ڪيترا، تڪيءَ مون نه ٿين،
جڏيون ڪاڻ جتن، مٿي راهه رئان گهڻو.

شاهه لطف الله قادريءَ جي ڪلام ۾ شروعات واريءَ وراڻ جا 11 مثال ملن ٿا. ان ڪان سواءِ ٻين نمونن جي وراڻ جا به مثال موجود آهن. جن جو ذڪر مٿي ڪيل آهي. اها وراڻ پهريون ڀيرو هن شاعر جي شعر ۾ ٿي ملي آهي. ان کان پوءِ شاهه عنات رضوي، شاهه لطيف، سچل سرمست، قادر بخش بيدل ۽ ٻين شاعرن انهيءَ فنيءَ خوبيءَ کي استعمال ڪري، بيتن ۾ رنگيني، رواني ۽ تاثير پيدا ڪيو.

## شعر جو مضمون

شاهه لطف الله قادريءَ کي سنڌي بيتن جوڙڻ وقت هڪ مقصد سامهون هو. هن طالب کي سلوڪ جو رستو ڏيکارڻ ٿي گهريو. هن تصوف جا مسئلا پنهنجي بيتن ۾ بيان ڪري، معرفت جا منجهه بيان ڪيا آهن. ان ڪو قصو يا رومانوي داستان پيش نه ڪيو آهي، پر سڌي سنئين نموني خيال جو اظهار

ڪيو اٿس. تصوف جا ڳوڙها نڪتا سولي ۽ سلجهيل نموني سمجهايا اٿس.

هو بار بار توحيد خالص تي زور ڏئي ٿو. هو سمجهائي ٿو ته حقيقي وجود فقط ذات مطلق جو آهي. هرهنڌ انهيءَ ذات جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. ڪائنات جي سموري رنگيني ان جو پروو يا اولڙو آهي. حق جو طالب اهو آهي، جيڪو انهيءَ حقيقت کي سمجهي ۽ هرهنڌ انهيءَ ذات جو جلوو جاري ۽ ساري سمجهي. اهو تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن هو پنهنجو پاڻ فنا ڪندو:

حقائين حق ٿيا، حقان ٿئن حق،
عقل وياچ مرَان سين، جني ذات مطلق،
لا موجود شيءَ غيرالله، اِيُ ساري پڙهيائون سبق،
سي واري وحدت ورق، اوءَ نسوروئي ناه ٿئا.

انهيءَ ذات مطلق جون مختلف صفتون هت ڪثرت ۾ نظر اچن ٿيون. انهيءَ ڪري صفتون پنهنجي ليکي ڪو جدا وجود نه ٿيون رکن، پر اهي ذات مطلق جا مختلف رنگ آهن، يعني صفتون ذات مان نڪتيون آهن. جيئن ته اهي صفتون انهيءَ ذات جا مختلف رنگ روپ آهن، انهيءَ ڪري انهن صفتن مان ان ذات جو پرو پوي ٿو. انهيءَ ڪري صفت کي ذات چوڻ نه آهي، پر صفت مان ذات کي ڳولي لهڻو آهي، انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ ۾ جيڪڏهن ٿورو به ڏيان ڏئي پاسي هليو ويو، ته اوڙاهه ۾ وڃي ڪربو. انهيءَ ڪري سالڪ کي جڳائي ته، ذات مطلق جي معرفت حاصل ڪري، خوديءَ کي ختم ڪري ۽ پنهنجو پاڻ فنا ڪري:

تو نالو ئي ناه ڪين، آهين اصل ڪين،
آدم اهج عدم جو، هوءِ حياتي حين،
او گهڙي گهاري ڪين، ڪئو منجها مٽي مين،
چڏي آءٌ اي نه، نسورو ئي ناه ٿي.

اهو حقيقت جو حق تڏهن هٿ ايندو، جڏهن عشق جي اڳواڻي قبول ڪبي. حقيقي عشق جي حڪمراني قبول ڪبي، تڏهن وجود کي وساري سگهبو:

ته ڪيهي آهي ڳالهڙي پيهي عشق پس،
چنئو جان جدا ڪري، وهي وڃائي وس،
'العشق قنطرة الحقيقة' رڙهي رند اتهين رس،
تان ڪين ڏورج تنهه کي، جان ڪي وهي وس،
سندو پريان گس، جمر ورچي چڏيين.

ذات ۽ صفات جو مسئلو بہ صوفي بزرگن جي بحث جو موضوع رهيو آهي. هنن جي نظر ۾ مختلف مظهر ذات مطلق جون صفتون آهن. انهيءَ ڪري هو چون ٿا تہ صفون ذات مان آهن ۽ صفتن مان ذات کي سڃاڻي سگهجي ٿو. اهو خيال شاهہ لطف الله قادري هن طرح بيان ڪيو آهي:

صفت، ذاتتان نڱتي ۽ پڻ صفتان ذات،
ڇئي ذات صفت کي جم وراهيين وات،
اي ٻجهي آهي ڳالهڙي، پردي اندر پهات،
'انا من نورالله' ، نڪو ات ڏينهن نہ رات،
سائي مسلماني ذات، سائي ڪافري هيڪڙي.

هو سمجهائي ٿو تہ جهڙيءَ طرح سمنڊ ۾ موج اچي ٿي تہ لهرون اڀري اسري نروار ٿين ٿيون ۽ وري ٿوري وقت کان پوءِ موٽي سمنڊ ۾ ملي وڃن ٿيون، اهڙيءَ طرح وحدت مان ڪثرت ٿي آهي. جيئن لهرن کي پنهنجو حقيقي وجود ڪونہ آهي، تيئن ڪثرت بہ حقيقي وجود نہ ٿي رکي:

سمنڊ ڪنيو پساهہ، ڪوڙين موج اڀرئا،
ڪي اجهامي اٿيا، ان آهي پر اها،
سيئي ڪون مڪان، سي سيئي سي ٿئا،
"الا انه بِڪُل شيءِ محيط" ، مڙوئي درياءَ.

انهيءَ ڪثرت ۽ وحدت کي جڏهن حق جو طالب سمجهي ٿو، تہ ان جو عقل حيران ٿيو وڃي:

عقل ات اوچون ٿئو، ڪا جا ڏسي پت،
پستو ۾ پرين جي، منجهيو وڃي مت،
ان وائي ٻيہ ٻئو، اُت اُبتي پت،
نڪو ڳاچ نہ ڳت، حيرت هنيو سيڪو.

هو حقيقت تائين پهچڻ لاءِ شريعت جي رهنمائيءَ جو ڏس ڏئي ٿو. هو ٻڌائي ٿو تہ وحدت ۾ وصال انهيءَ کي نصيب ٿيندو، جيڪو شريعت جي راهہ تي هلي، غور ۽ فڪر ڪندو. ان کان پوءِ ئي ان کي حقيقت هٿ ايندي:

رہ شريعت هلئا، تفڪر طريقو ٿئون،
حال حقيقت ، سئا ، حرڪت حرس وصالون،

لئہ لاهوت نگـٿيا ، وحدت وصالـون،
سي پيئنا بقا باغ ۾، فنا فـرق ڦٿون،
پسون پنڌ سندون، اوه وجـودان وهي وٿا.

انهيءَ حقيقت جي روشنيءَ ۾ ڏٺو وڃي تہ هر شيءِ عارضي آهي ۽ فنا ٿيڻ واري آهي. اهڙيءَ طرح انسان جو وجود بہ فاني آهي. انسان جي وڏائي، غرور ۽ تکبر اجايو آهي.

وحدت ۽ ڪثرت بابت شاهہ لطف الله قادري جا ڪيترائي بيت آهن، بلڪ ائين چوڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو تہ سندس سمورن بيتن ۾ تصوف جي باريڪ نڪتن جي آسان اپٽار ٿيل آهي.

# شاهہ عنات ۽ سندس شاعري

## سوانح:

شاهہ عنات رضوي بکر جي رضوي سيدن مان هو. شاهہ عنات جو وڏو سيد علاؤ الدين بن سيد ابراهيم ثاني بکر مان لڏي اچي نصرپور ۾ سکونت پذير ٿيو. شاهہ عنات سندس اولاد مان شاهہ نصير الدين جو فرزند هو. سندس ولادت 1030هہ- 1035هہ جي وچ ڌاري ٿي. وقت جي دستور موجب فارسي تعليم حاصل ڪيائين، روحانيت جي لحاظ کان پنهنجي والد جي مرشد شاهہ خير الدين جو مريد هو ۽ ان جي زيارت لاءِ بار بار سکر ويندو هو. پيري مريدي ڪيس ورثي ۾ ملي. پاڻ صاحب مريدن ڏانهن ويندو هو، تہ پيرن وانگر وڏي شانَ مانَ سان ويندو هو. وڏي عمر ۾ 1120 کان 1125هہ جي وچ ڌاري سندس وفات ٿي.

## شاهہ عنات جي شاعري

هي پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن جو مڪمل رسالو ملي ٿو. سندس رسالي ۾ نہ فقط بيت آهن، پر وايون بہ آهن. هن کان اڳ ۾ سنڌي وائيءَ جو ڪوبہ نمونو نہ مليو آهي. سندس بيتن ۾ فني پختگي بہ آهي، تہ رنگيني ۽ شگفتگي بہ آهي. هي پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن جي ڪلام ۾ تصوف جي ذڪر سان گڏ حسن ۽ عشق توڙي هجر ۽ وصال جو بيان دلگداز انداز ۾ ملي ٿو. ان کان سواءِ سندس ڪلام ۾ سنڌ جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو هڪ عڪس بہ ملي ٿو. ڪانئس اڳ جي سنڌي شاعريءَ ۾ سنڌ جي رومانوي داستانن تي فقط چند بيت ملن ٿا. پر شاهہ عنات جي رسالي ۾ هر رومانوي داستان تي هڪ مڪمل سر ملي ٿو، جنهن ۾ ڪيترائي بيت شامل آهن.

## شاهہ عنات جو رسالو:

رسالي جي اها روايت هوندي آهي، تہ ان ۾ مختلف سرن هيٺ بيت ۽ وايون هونديون آهن. هر سر، فصلن ۾ ورهايل هوندو آهي، جنهن ۾ پهريائين

بيت هوندا آهن ۽ بيتن جي سلسلي کان پوءِ هر فصل جي آخر ۾ ڪجهه وايون هونديون آهن. جيتري قدر سنڌي شاعرن جو ڪلام مليو آهي، ان موجب پهريون معلوم رسالو ”شاهه عنات جو رسالو“ آهي، جنهن ۾ جيڪو ڪلام آيل آهي، اهو هيٺين 22 سُرن تي مشتمل آهي.

” ڪلياڻ، جمن، ڪنڀات، سريراڳ، رامڪلي، مارئي، پرڀات، ڌناسري، جيتسري، پورب، ليلا، آسا، ڪاپائتي، ڏهر، مومل راڻو، بلاول، ديسي، سورٺ، سارنگ، توڏي، ڪاموڏ ۽ ڪارائيڙو.“

شاهه جي رسالي ۽ پوين شاعرن جي ڪلام ۾ به گهڻو ڪري ساڳيا سُر ملن ٿا. البت شاهه جي رسالي جي سرن ۽ شاهه عنات جي ڪلام جي سرن ۾ هيٺيون فرق نظر اچي ٿو.

1. شاهه جي رسالي جي ڪن نسخن ۾ هڪ سر جو نالو شاهه عنات جي ڪلام وانگر ”جمن“آيو آهي، ته ڪن ۾ وري ان جي بدران”يمن ڪلياڻ“ آيو آهي. پوين ڇاپي رسالن ۾ ته ”يمن ڪلياڻ“ تي آندو ويو آهي.
2. ”جيتسري“، شاهه جي رسالي جي ڪنهن به نسخي ۾ ڪونهي ۽ نه ئي ڪنهن ٻئي شاعر جي ڪلام ۾ نظر اچي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته اڳ ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ هي سر رواج ۾ هجي. هندوستاني موسيقيءَ ۾، جيتسري، پروبي ٺاٽ جي راڳڻي آهي، جنهن جو وادي سر گنڌار (يا ڪجر) آهي.

هن سر هيٺ، ميين شاهه عنات جي ڪلام ۾ 6 بيت ۽ هڪ وائي آيل آهي. هنن بيتن ۾ محبوب سان محبت جو اظهار ملي ٿو ۽ ڪانگل ذريعي سڄڻ ڏانهن سنيها سمايل آهن. هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

هَٿُ چُري، اک ڦري، مونيءَ لمي ڪانگ،
پرين سسُانگ، موتي ايندا مون ڳري.

3. شاهه جي رسالي جي نسخن ۾ ”سُر پرڀات“ جي بدران ”پرڀاتي“ نالو ملي ٿو. ”ڪارائيڙو“ جي بدران وري ”ڪارايل“ نالو ملي ٿو.
4. سهڻيءَ جي داستان لاءِ ميين شاهه عنات جي ڪلام ۾ سر جو نالو ”توڏي“ ملي ٿو. ان جي بدران شاهه جي رسالي جي نسخن ۾ ”سهڻي“ يا ”سهڻي ميهار“ نالو ملي ٿو.

5. شاهه جي رسالي جي نسخن ۾ هي سر به ملن ٿا. جيڪي شاهه عنات جي
   ڪلام ۾ ڪونهن:

"گهاتو، رپ ۽ بسنت، ڪيڏارو، معذوري، آبري، ڪوهياري، حسيني، بروو سنڌي، ساموندي، ڪاهوڙي."

## شاهه عنات جي بيتن جو مضمون:

شاهه عنات جي بيتن جي مضمون ۾ رنگا رنگي ۽ تنوع آهي ته تصوف ۽ اخلاقيات جا مضمون به ملن ٿا ته حسن ۽ عشق توڙي هجر ۽ وصال جو بيان به نظر اچي ٿو. سنڌ جي ثقافت ۽ رهڻي ڪهڻي جي تصوير به ملي ٿي، ته معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو احوال به ملي ٿو. نه فقط ايترو پر رومانوي داستانن جي تمثيلن ۽ علامتن جي ذريعي هر نڪتي کي چٽائي سان بيان ڪيو ويو آهي. شاهه لطيف جي شعر ۾ به ساڳيا مضمون ملن ٿا ۽ انداز بيان، تمثيلي انداز ۽ بنيادي مقصد به ساڳيو آهي. هن هيٺ شاهه عنات جي رسالي مان مختلف عنوانن تي ڪجهه بيت نموني طور ڏجن ٿا:

1. حمديه ۽ نعتيه بيت

سائر لهريون، ربع وڻ، جيئن سي پکين پک،
وڏا وڻ ويڙهين ۾، ڪير ڳڻيندو ڪک،
اونهون ڏيهه عظيم جو، پيبيم تان نه پرک،
تهان متي لک، آءُ پال پلي جا پاڻيان.

o

اوگڻ انت نه ڪوءِ، تونهين چاڻين سپرين،
آسر آهيم پوءِ، جيئن اوگڻ متائي ڳڻ ڪرين.

o

پار پهتا پهيڙا، شفيع سنياريو جن،
آڳي اڳاهون ڪئو، مگر متان تن،
ذوق ۾ جنتن: محمدين موڪ ڪريين.

2. اخلاقيات

وچ مَ وات تنهين، جتان ڪرن وهٺو،
تهين پر سڪ سيرَن کي، جنين خبر ڻئي نه ڪنهين،
سائي راهه سنئين، جنهن ۾ تهمت نه تر جيترئي.

○

اڻ چوندن ڪيم چؤُ، چوندن چيو وسار،
اتي پهر عنات چئي، پر اهائي پار،
پايو منهن مونن ۾، غربت ساڻ گذار،
مفتي منجهه وهار، ته قاضي ڪاٺيارو نه ٿئين.

## 3. تصوف

سَڪَرِ سائي سڪ، جا نه آڇجي عام کي،
سمهي رهه سيد چئي، پي پيالي پڪ،
نينهن جني جو نانهن سين، تني ڏني تَڪَ،
لوڪان ڇڳي لِڪَ، جي هوءِ حضور حبيب سين.

○

پاڻ جيئڻ، پرينءَ ملڻ، ايءَ سڌاتيين سڌ،
'موتوا قبل ان تموتوا' ، تان تو سُئي نه حد،
جيئري پرين لَڌَ، مر نه ملين محبوب کي.

○

ڪن گهرجي ڪلمون، سڀ ڪنهن سٽڻ لاءِ،
فڪر سين ڦيراءِ، ته همه ڪي حق چوين.

## 4. سنڌي ثقافت، رهڻي ڪهڻي، معاشي ۽ معاشرتي حالتون:

تبر ڦل، ڦوٽا، پارچا، اگر ۽ عنبيرَ،
هھڙو وڻج وني ڪري، وڃهه وڻجارا ويرَ،
يتي ياڙ ۾ مڪڙي، اڳيان سانر سُڄي سير،
ڪونهي اُهڪ عنات چئي، جر جوڪاري نير،
گهر تني جي ڪير، سات جني جي سچيون.

○

ٿنمر سڪندي سال: ته سندي تڙن سر،
آيل مگي اسَهيون، مون ڪتيندي ڪالَ،
سؤڻ ٿيا سون سَڦرا، جيئن چڙي آرت مال،
اي پلي جا پال، آبُ اوڙِ ڪي آڪئين.

○

کهَ، ڪُوڙي، ڊهَ مڪٽي، جتي ڳاڳيون، ڳم، ڳنڊير،
پيريون، پُرتَ، پڇڻي، ميڙين منجهه ملير،
هُلرو، للرو، لنب، لاٽي، هنجن واڇوڙو ويرَ،
ڍيبِي، دامَڻُ، ڍَڪٽي، ڪانُو ڪرڙو، ڪَرِيرَ،

سَڻ، سيارڇ، ساڏوهيون، ساريان منجهه سرير،
تن کي واحد مينهن وسائيا، ٿاهريا ٿر ڏير،
سيد چئي، سائيه جي، گهرِ ڪٽيرين ڪير،
ثابت رکي سيرَ، پرچي اوءِ پهنوار سين.

○

وچ وٺائين وِهَڪون، سانيارا سندان،
ڊونهيون ٻرن دائما، پچان ٿي ڪيڻان،
ورو ڪئو ويران، ترهو ڪئو تار تران.

○

ونجهه ڪوڙياڻون وچ ۾، چارا تن ڏاري،
پٽر وڏائون پن جو، سَوارو ساري،
اُنِ جي اوتاري، آچي چام تماچي تڪڙو.

○

اُنهان، گونگهان، گهاٽيون، جت آڏا جاڏا لڪ،
زهري، بحري باز برن ۾، چلٺو پائن چَڪَ،
نَيُون، نِڪون، نونڌڙا، جت آڙلون آما لڪ.
منجهانَ اڪنس عنايت چئي، هلي اکرڻ حَق،
جت جهولا لڳن جهڪ، ات ڦيرج واڳ فقير تي.

5. حسن ۽ عشق

سج سياڻي جا ڪري، تهڙي لالائي لڳن،
پلڪ پريان جي نہ پاڙيان، چنڊ ري سين تارن،
شمس سهائي اڳرو، منهه ۾ محبوبن،
ڪئين قنديلن اڳري، پيشاني پرين،
هي جو جلوو جوت سندين، تنهن تان ڪوڙين
قربانيون ڪريان.

## شاهه عنات سان شاهه لطيف ۾ ملاقات

هڪ روايت موجب شاهه لطيف جي ساڻس ملاقات ٿي هئي. جيڪڏهن اها ڳالهه صحيح آهي تہ پوءِ ان ملاقات وقت شاهه لطيف جي جواني هوندي ۽ شاهه عنات تمام وڏي عمر جو هوندو. ان حالت ۾ ظاهر آهي، تہ شاهه لطيف ڪانئس ڪجهہ پرايو هوندو.

آخوند عبدالرحيم وفا عباسي هڪ روايت بيان ڪئي، تہ جڏهن شاهه عنات ماڻهن ڪان ٻڌو، تہ سيد شاهه عبداللطيف سسئي جا بيت ٺو ڏئي، تڏهن

چيائين: "سسئيءَ، جا ستر ڇڏي ٻاهر نڪتي تنهن جا بيت ڀلا ڇا ڏٻا! تنهنڪري جي شاهه عبداللطيف هوند مون کي گڏجي ته، انهن بيتن ڏيڻ کان جهليانس."

ڪن ماڻهن اها ڳالهه وڃي شاهه لطيف کي ٻڌائي. ڳالهه ٻڌي شاهه صاحب پنهنجي خليفي تمر فقير کي چيو، ته "آءٌ شاهه عنات سان وڃي ملندس، پر اسان جي گڏجڻ کان اڳ ۾ تون سسئي جا بيت پيو ڏجانءِ، ته جيئن هو سسئي جي سچائيءَ کي ڄاڻي وڃي." پوءِ گڏجڻ وقت تمر فقير هي بيت ڏنا: (1)

ڪڙي ۾ رڙي، پرپٺ پيـر پنهونءَ جا،
سڪ ٻڌائين سندرو، جانب ڪاڻ جڙي،
لَکَن ساڻ لطيف چئي، مر منڌ پاڻ مڙهي،
عمر ائين ڪڙهي، ته ٻه پلڪ پريان جي نه پڙي.

ο

پرينـدي نـي پنـڌ ٿـي، جتن پنـئيءَ جـوءِ،
واڪا ڪيو وبڙهن ۾، ريهون ڪيو روءِ،
طالب کي تمر چوي، ور ڏس ڏيرن جو پوءِ،
ڪيچان اوري ڪوءِ، من تني غور غريب جو.

اهو ٻڌي شاهه عنات فرمايو: "ابا، عاشق الله جا! هيءَ ته سسئيءَ ڪين هئي، پر سئن ۾ سئي چئبي، جنهن جا تو اهڙا بيت ڏنا آهن. ڇا چئجي هنن بيتن جي ڳالهه! هي بيشڪ حقيقي آهن؛ ۽ جيڪا مون عمر سڳوري گذاري سان خير سان گذري، باقي اڄ کان پوءِ آءٌ پڻ سسئي جا بيت ڏيندس، ڇا کان جو ضمير هنن بيتن جو حضرت نبي ڪريم ﷺ شفيع جي پار رجوع آهي. سسئيءَ جي ڳالهه تو ڪيئن ٻڌي؟"

ان کان پوءِ حضرت شاهه صاحب ڪيس سسئيءَ جي سموري ڳالهه ڪري ٻڌائي. بعد ۾ چيائينس ته: "مهرباني ڪري مارئيءَ جي ڳالهه سڻائينم ۽ موڪل ڏينم ته، آءٌ به مارئيءَ جا بيت چوان." ان تي شاهه عنات ڪيس مارئي جي ڳالهه ٻڌائي ۽ چيائينس، ته "جي دل چوئي، ته ڀلي ڪري مارئيءَ جا بيت ڏي."

---

1- عمر مارئيءَ جو قصو (بنا راتين)، جوڙيل آخوند عبدالرحيم وفا، حيدرآباد، ڇاپو ڏهون 1911ع.

ان بعد بہ شاهہ عنات ۽ شاهہ صاحب جون ڪيتريون ئي ملاقاتون ٿيون، جنهن تي لکجي، تہ نئون ڪتاب جڙي پوي.

## شاهہ عنات ۽ شاهہ لطيف

شاهہ عنات ۽ شاهہ لطيف جي شعر جو جيڪڏهن تقابلي مطالعو ڪجي ٿو تہ معلوم ٿئي ٿو، تہ شاهہ لطيف، شاهہ عنات جي ڪلام ڪان متاثر ٿيو هو. اهو اثر شاهہ جي شعر تي واضح نظر اچي ٿو. البت شاهہ جي ڪلام ۾ پنهنجو رنگ آهي. شاهہ جي ڪلام ۾ سنڌي شعري روايت سان گڏ جدت ۽ انفراديت آهي. سندس اسلوب بيان ۾ وڌيڪ فني پختگي ۽ نواڻ آهي. شاهہ جي شعر ۾ مضمونن جو تنوع، فڪر جي گهرائي، مشاهدي جي اپٽار وڌيڪ اثرائتي، وڌيڪ رنگين ۽ وڌيڪ پرڪشش آهي. اهو ئي سبب آهي، جو شاهہ جو شعر هڪدم دل تي اثر ڪري ٿو.

محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ شاهہ عنات ۽ شاهہ لطيف جي گڏيل مطالعي ڪان پوءِ پنهنجي راءِ جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

> "البت سنڌي شاعريءَ جي فن ۽ ان جي اسرندڙ فڪر جي ارتقائي تقاضا موجب ٻنهي مان هر هڪ پنهنجو ڪم ڪيو: ميين شاهہ عنات قالب گهڙيا، تہ ڀٽائي صاحب اهي سوڌي سنواري پريا. ميين شاهہ عنات ديواريون ڪنيون، تہ ڀٽائي صاحب عمارتون اڏيون، ۽ ميين شاهہ عنات صورتون ايجاد ڪيون، تہ ڀٽائي صاحب اهي روح ڦوڪي جاڳايون. ميين شاهہ عنات جڻ ڀٽائي صاحب جي آمد لاءِ اڳواڻ بڻجي آيو، ۽ اچي ميدان سنواريائين، جنهن ۾ ڀٽائي صاحب پوءِ ڪوُنتل ڪڏايا."(1)

محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب وڌيڪ لکيو آهي:

> "ميين شاهہ عنات ۽ ڀٽائي صاحب جي سر وار بيتن کي غور سان پڙهندي چٽيءَ طرح معلوم ٿيندو، تہ ڀٽائي صاحب هن بزرگ ڪان گهڻو ڪي پرايو. ميين شاهہ عنات جي بيتن ۽ واين ڀٽائي صاحب کي گهڻو متاثر ڪيو ۽ ميين شاهہ عنات جي

1- ميين شاهہ عنات جو ڪلام، مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1963، مهاڳ، ص 89-90

وفات بعد پڻ سندس ڪلام سان ڀٽائي صاحب جي تمام
گهڻي محبت رهي، جنهن جو عڪس ڀٽائي صاحب جي ڪيترن
ئي بيتن ۾ بالڪل نمايان طور نظر اچي ٿو."(2)

شاهه لطيف جا قديم ڇاپي ۽ قلمي رسالا ڏسجن ٿا، ته انهن ۾ ڪيترائي بيت شاهه عنات جا به ملن ٿا. اهڙن بيتن جو تفصيل هت ڏيڻ اسان جو مقصد ناهي. باقي ايترو واضح ڪندو هلجي ته ڀٽائي صاحب شاهه عنات جا اهي بيت پنهنجي ڪچهرين ۾ پڙهيا، ۽ سندس مريدن ۽ طالبن اُهي بيت رسالي ۾ درج ڪري ڇڏيا.

مطلب ته ان زماني ۾ سندس ڪلام وڏي مقبوليت حاصل ڪري چڪو هو، ۽ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گونجي رهيو هو، بعد ۾ شاهه لطيف جي ڪلام جي مقبوليت سبب سندس شعر جي شهرت اهڙي طرح جهڪي ٿي ويئي، جهڙيءَ طرح سج جي آڏو چنڊ جي روشني لِڪي ويندي آهي.

---

1- ميين شاهه عنات جو ڪلام، مرتب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، 1963، مهاڳ، ص 89-90

# شاهہ لطيف ۽ سندس شاعري

**حسب نسب:**

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي متعلوي (مٽياري) ساداتن جي خاندان مان هو. هن خاندان جو وڏو ڏاڏو اصل هرات جو وينل هو. سندس نسب جو سلسلو امام موسيٰ ڪاظم سان وڃي ملي ٿو. جيڪو هن طرح آهي:

حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي بن سيد حبيب بن عبدالقدوس بن سيد جمال بن سيد عبدالڪريم شاهہ، بن سيد لعل محمد شاهہ عرف للهي شاهہ بن سيد عبدالمومن عرف ميهن شاهہ بن سيد هاشم شاهہ بن سيد حاجي شاهہ(1) بن سيد جلال محمد عرف جرار شاهہ بن سيد شرف الدين شاهہ بن سيد مير علي شاهہ بن سيد حيدر شاهہ بن سيد مير علي شاهہ بن سيد يوسف شاهہ بن سيد حسين شاهہ بن سيد ابراهيم بن سيد علي الجواري بن سيد حسن الاڪبري بن سيد جعفر ثاني بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق.(2)

’سيد علي الجواري‘ شيراز ۾ رهندو هو. ’سيد ابراهيم شاهہ‘ ۽ ’سيد حسين شاهہ‘ بہ شيراز ۾ رهيا. ’سيد يوسف شاهہ‘ شيراز مان لڏي اچي ترمذ ۾ وينو. ’سيد مير علي شاهہ‘ ترمذ مان لڏي هرات ۾ اچي رهيو. جڏهن ’امير تيمور‘ هرات فتح ڪيو، تہ سيد مير علي سان سندس واقفيت ٿي. ان ڪان پوءِ سيد مير علي شاهہ پنهنجي فرزند مير حيدر شاهہ سان گڏجي هندستان آيو. مير حيدر شاهہ جلدي ئي اجازت وٺي سير ۽ سفر تي نڪتو ۽ گهمندو ڦرندو اچي سنڌ ۾ پهتو. هالا ۾ اچي ڪجهہ وقت رهيو. هالا جو رهاڪو شاهہ محمد هالو سندس اخلاق ۽ ڪردار کان ايترو متاثر ٿيو، جو پنهنجي نياڻي بيبي فاطمہ سندس نڪاح ۾ ڏنائين، جيئن تہ سيد صاحب جي نياڻيءَ جو نالو

---

(1) ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، "شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جو ڪلام" ص 1 کان 5) ۾ سيد امير علي بن سيد محمد ثاني شجرو ڏنو آهي، جنهن ۾ سيد حاجي شاهہ جو نالو ڪٽل آهي. مرزا قليچ بيگ جي ڏنل شجري ۾ بہ سيد حاجي شاهہ جو نالو ڪٽل آهي (رسالہ ڪريمي، ص 2).

2- مير عبدالحسين سانگي: لطائف لطيفي، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، 1967ع، ص 17 حاشي.

بيبي فاطمہ هو، انهيءَ ڪري پنهنجي گهر واريءَ جو نالو بدلائي بي بي سلطانہ رکيائين. هڪ سال پنج مهينا سنڌ ۾ رهڻ کان پوءِ پنهنجي والد جي وفات جي خبر پئي. هرات وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. ان وقت سندس گهر واريءَ کي اميدواري هئي، جنهن ڪري اڪيلو وڃڻو پيس، وڃڻ وقت پنهنجي گهر واريءَ کي ٽي شيون نشانيءَ طور ڏنائين: 'منڊي'، جنهن تي سندس نالو لکيل هو، 'جڙادار خنجر' ۽ هڪ 'ٻانهن' جا هرات کان آندي هئائين. ان سان گڏ وصيت ڪيائين تہ، "جيڪڏهن پٽ ڄمي تہ نالو "مير علي" رکجوس؛ پر جي نياڻي ڄمي تہ ڏاڏهِس وارو نالو رکجوس."

هرات پهچڻ کان پوءِ گهر واريءَ کي خط پٽ لکندو هو. آخر سنڌ ۾ اچڻ جو ارادو پڪو ڪيائين، تہ موت مهلت نہ ڏنس ۽ 3 سالن ۽ 27 ڏينهن کان پوءِ هرات ۾ ئي گذاري ويو.(1) هرت ۾ اڳينءَ گهرواريءَ مان بہ پٽ: سيد محمد ۽ سيد حسن هئس، جن پيءُ واري ملڪيت پاڻ ۾ ورهائي ڪئي.

سيد حيدر جي وڃڻ کان پوءِ سندس گهر واريءَ کي پٽ ڄائو، جنهن جو نالو وصيت موجب "مير علي" رکيائين. جڏهن وڏو ٿيو تہ، ٽيئي نشانيون پاڻ سان کڻي هرات ڏانهن اُسهيو، اتي پهچڻ سان کيس معلوم ٿيس تہ سندس والد گذاري ويو هو. ڀائرن کان پيءُ جي ملڪيت مان حصو طلب ڪيائين، جيڪو هنن گهڻي ڪشمڪش کان پوءِ ڏنس. جيڪي ڪجهہ مليس اهو وٺي واپس وطن وريو. پاڻ سان گڏ چاچي شرف الدين کي بہ ساڻ وٺيون آيو، جنهن ڪجهہ وقت سنڌ ۾ رهڻ کان پوءِ وفات ڪئي. سيد مير علي سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ پنهنجي ملڪيت جا ٽي حصا ڪيا، جن مان بہ حصا وري بہ پنهنجي ڀائرن ڏانهن موڪلي ڏنائين. سيد مير علي سنڌ مان بہ شاديون ڪيون: هڪ 'هالا' ذات مان ۽ ٻي 'ترڪ' ذات مان.

بيان العارفين موجب کيس بہ پٽ ٿيا: هڪ شرف الدين، جو هالا حويلي مان ٿيس، ۽ ٻيو سيد احمد جو ترڪ گهر واريءَ مان ڄائس؛ پر

(1) اها بيان العارفين جي روايت آهي، جا پوءِ جي سوانح نگارن قبول ڪئي. پر تحفة الڪرام (سنڌ ترجمو، ص- 441) مان معلوم ٿئي ٿو، تہ سيد صاحب متيارين ۾ رهي پيو. تحفة الڪرام جي مقابلي ۾ بيان العارفين جي روايت صحيح سمجهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ جو اها بزرگن کان سيني بہ سيني آيل آهي.

محترم جي. ايم سيد لکيو آهي تہ سيد صاحب کي مرتضيٰ نالي ٽيون پٽ بہ ٿيو، جيڪو بنااولاد گذاري ويو. هو شاهہ ڀريا جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس مقبرو مانجهند جي اتر ۾ آهي.(1) سيد احمد پيءُ سان گڏ رهيو، پر سيد شرف الدين شادي ڪرڻ کان پوءِ جدا حويلي ٺاهي. سيد شرف الدين شاهہ جو اولاد "شرف پوٽا" سڏجڻ ۾ آيو، ۽ سيد احمد جو اولاد سندس پٽ "مير" جي نالي پٺيان "ميرڻ پوٽا" جي نالي سان مشهور ٿيو.(2)

ڪجهہ وقت کان پوءِ هي خاندان 840هہ (1436ع) ڌاري هالن مان لڏي ڳوٺ 'متياري' ۾ اچي رهيو. متياريءَ ۾ رهڻ کان پوءِ هي خاندان هيٺين چئن قبيلن ۾ ورهائجي سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويو:

1. جرار پوٽا 2. باقيل پوٽا 3. موسيٰ پوٽا 4. مئين پوٽا.

'جرار پوٽا'، 'شرف پوٽا' جي شاخ آهي. اسان جو شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هن خاندان مان هو. لس ٻيلي وارو شاعر "ڪبير شاهہ" ۽ مخدوم بلال جو مريد "سيد حيدر شاهہ سنائي" مئين پوٽن مان هئا.(3)

## شاهہ صاحب لطيف جو ڏاڏو

شاهہ ڪريم جو فرزند جلال شاهہ يا جمال شاهہ (جيڪو شاهہ لطيف جو ڏاڏو هو) شاهہ ڪريم جي ئي وقت ۾ هالا ۽ متياري طرف گهٽو گذاريندو هو. هالن جي طرف ڦورن ڪنهن غريب مائيءَ جو مال ڦريون، ان جي واهر لاءِ جلال شاهہ ڦورن جي پويان ويو، تہ ڦورن کيس شهيد ڪري وڌو. کيس 'ڪولي پير' جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو، جيڪو ڀٽ شاهہ کان ست ميل اتر طرف تعلقي شهدادپور جي ديهہ ۽ ٽپي "جما" ۾ آهي.(4)

## شاهہ صاحب جو والد

شاهہ لطيف جو والد شاهہ حبيب پنهنجي والد جي وقت ۾ يا سندس وفات کان پوءِ ڪجهہ وقت اچي متياريءَ ۾ رهيو. شاهہ حبيب جي شادي عرس فقير ڏيري جي نياڻيءَ سان ٿي، جيڪو حضرت غوث بهاءُ الحق ذڪريا

(1) جي- ايم- سيد، "پيغام لطيف"، ص- 3.
(2) مير عبدالحسين سانگي: لطائف لطيفي، ص- 22.
(3) جي- ايم- سيد پيغام لطيف، ص 3.
(4) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: شاهہ جو رسالو، جلد پهريون، شاهہ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي ڀٽ شاهہ، 1989ع، مهاڳ، ص- 5.

ملتاني جي خليفي قندر فقير ڏيري جي اولاد مان 'ڏؤ نريات' لقب وارن ڏيرن فقيرن جي 'ثابت' يا 'ثابت پوٽا' نُکَ مان هو.(1) عام طرح آيو آهي، ته شاهه صاحب جي امڙ 'ڏياڻي' خاندان مان هئي ۽ شاهه صاحب 'هالا حويلي' ۾ ڄائو. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تحقيقي بحث ڪري ان ڳالهه کي رد ڪيو آهي.(2) ڪن سوانح نگارن لکيو آهي ته شاهه صاحب 'ڀٽين پور' يا 'ڀٽي پور' ۾ ڄائو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحقيقي نتيجي موجب اها ڳالهه به صحيح نه آهي.(3) البت ايترو چاٽايو اٿس، ته شاهه لطيف جي ولادت تي 'سٽي قندر' جي پرسان ٿي. پر ولادت کان پوءِ شاهه جو والد شاهه حبيب ٿي سگهي ٿو، ته ڪجهه ڏينهن وڃي 'ڀينءِ پور' ۾ رهيو هجي. (4)

## ولادت نندپڻ ۽ تعليم

شاهه لطيف جي ولادت سن 1102هه (1690ع) ۾ ٿي. شاهه لطيف اڃا ڏهن- ٻارهن سالن جو هو، ته سندس والد شاهه حبيب 'سٽي قندر' مان لڏي وڃي 'ڪوٽڙي مغل' ۾ رهيو. شاهه صاحب نندپڻ کان ئي نرالي طبيعت جو مالڪ هو. سندس اخلاق اعليٰ ۽ رهڻي ڪهڻي مڙني کان منفرد هئي. هو عام ٻارن وانگر ٽيڻ ڪڏڻ ۾ اجايو وقت نه وڃائيندو هو، پر سدائين گهري سوچ ۾ گم رهندو هو.

روايت آهي، شاهه حبيب کيس آخوند نور محمد جي مڪتب ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو، جنهن شاهه صاحب کي قرآن شريف پڙهايو ۽ مڪتبي تعليم ڏني، ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم جو سلسلو جاري نه رهيو. پر جيئن ته آخوند نور محمد هميشه شاهه صاحب وٽ ايندو رهندو هو ۽ شاهه صاحب کانئس پرائيندو رهندو هو. آخرڪار جڏهن شاهه صاحب اچي ڀٽ کي وسايو ته آخوند نور محمد کي به سڏي اوطاق ليکي ڏني هئائين ۽ ڀٽ تي پاڻ وٽ رهايو هيائين. هن مان واضح ٿيندو، ته شاهه صاحب مڪتبي تعليم

---

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: شاهه جو رسالو، جلد پهريون، شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي ڀٽ شاهه، 1989ع، مهاڳ، ص- 7.

(2) ايضاً، ص 9.

(3) ايضاً، ص 9.

(4) ايضاً، ص 10.

حاصل ڪئي هئي ۽ پنهنجي استاد آخوند نور محمد کان گهڻو ڪجهہ پرايو هئائين. ان سان گڏ هن روحاني ۽ الهامي ذريعن مان حقيقي علم ۽ الاهي علم حاصل ڪيو. خاص طرح سان انهيءَ ڏس ۾ سندس ترڏاڏي شاهہ ڪريم جي ملفوظات "بيان العارفين" ۽ مولانا جلال الدين رومي مثنويءَ سندس مدد ڪئي.

شاهہ صاحب جي ظاهري تعليم بابت گهڻو بحث آيو آهي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ هو فارسي ۽ عربي زبانن جو ماهر هو ۽ ديني تعليم جو گهڻو مطالعو ڪيو هئائين، ڇاڪاڻ جو سندس رسالي ۾ انهن ڳالهين جا واضح مثال ۽ ثبوت ملن ٿا. اها حقيقت آهي، تہ شاهہ صاحب پنهنجي رسالي ۾ قرآن حڪيم جون آيتون، حديثون، عربي ۽ فارسي مقولا ۽ اسلامي تعليم ۽ تصوف جو روح نهايت سهڻي نموني سمايو آهي. اها بہ روايت آهي، تہ شاهہ صاحب مثنوي مولانا روم ۽ شاهہ ڪريم جو رسالو بيان العارفين (جيڪو پڻ فارسي ۾ آهي) پاڻ سان ڪندو هو. ان کان سواءِ اها حقيقت بہ معلوم ٿي آهي تہ شاهہ صاحب پنهنجي دوست مخدوم محمد معين ٺٽي واري ڏانهن خط لکي 'اويسي طريقي' جي حقيقت معلوم ڪئي هئي ۽ ان جي جواب ۾ مخدوم صاحب 'اويسي طريقي' بابت فارسي ۾ رسالو لکي کيس روانو ڪيو هو. انهن حقيقتن مان ثابت ٿئي ٿو، تہ شاهہ صاحب فارسي پڙهي ۽ سمجهي سگهندو هو.

## طريقت جو سلسلو

طريقت جي لحاظ کان شاهہ لطيف جي ترڏاڏي شاهہ ڪريم جي والد محمد عرف لُلهي شاهہ جو طريقت جو سلسلو سهروردي هو. شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ وارو بہ حضرت مخدوم نوح جو مريد هو، جيڪو سهروردي اويسي هو. ان سان گڏ قادري طريقي سان بہ وابستہ هو.(1)

## رياضتون، مجاهدا ۽ سير و سفر

شاهہ حبيب پنهنجي لائق فرزند جي روحاني تربيت تي تمام گهڻو ڌيان ڏنو. جيڏانهن بہ ويندو هو، تہ کيس پاڻ سان گڏ وٺي ويندو هوس، ۽ وقت جي عالمن، بزرگن ۽ درويشن جي صحبت ۾ ويهاريندو هوس، تہ

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: شاهہ جو رسالو، جلد پهريون، مهاڳ، ص- 5.

جيئن انهن جي صحبت مان روحاني فيض پرائي. شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري جي درگاهہ تي وٺي وڃي، زيارت ڪرايائينس ۽ شاهہ ڪريم جي فقيرن سان ملايائينس. نصرپور وٺي وڃي، معين شاهہ عنات سان ملاقات ڪرايائينس. اهڙيءَ طرح پاڻ سان گڏ سنڌ جي ڪيترن ئي شهرن جو سير و سفر ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪرايائينس.

جوانيءَ ۾ ئي شاهہ حبيب ڪيس طريقت جي راهہ ڏسي ۽ نفساني خواهشن کي ضابطي ۾ رکڻ، زهد، عبادت، رياضتن ۽ مجاهدن جي تلقين ڪيائين. انهن هدايتن پٽاندر شاهہ لطيف ماٿهن کان پاسيرو ٿي وڃي ذڪر ۽ فڪر ۾ گذاريندو هو. انهن جاين مان، جتي شاهہ صاحب ڪنڊائتو ويهي عبادت ڪندو هو، ٽي ماڳ اڄ بہ مشهور ۽ محفوظ آهن: ’شاهہ جو لئو‘، پٽ شاهہ وارو ماڳ، جتي شاهہ صاحب پنهنجو حجرو ٺهرايو ۽ ’شاهہ جو ڪنڀو‘. اهو لئو شاهہ صاحب جي گهر جي ويجهو جهنگ ۾ هو، جيڪو پوءِ ”لال - لئو“ سڏجڻ ۾ آيو. هڪ جهونو لئو اڄ بہ ان جاءِ تي موجود آهي، جيڪو چون ٿا تہ اصل لئي جي جاءِ تي آهي. ڪنڀو، پوءِ ”شاهہ جو ڪنڀو“ سڏيو ويو ۽ پٽ شاهہ جي اوير - اتر طرف ڏيڍ ميل تي آهي.

مطلب تہ شاهہ صاحب جوانيءَ ۾ ئي اڪيلائي ۾ ويهي عبادت ڪئي ۽ چلا ڪڍيا. جڏهن ڪيترا ڏانهن عبادت ۾ گذري ويندا هيس، تہ سندس والد شاهہ حبيب سندس سڌ - سماءُ لهڻ لاءِ ڪيس ڳولهي لهندو هو. هڪ ڀيري جڏهن ڪيترا ڏينهن شاهہ صاحب غير حاضر رهيو، تہ شاهہ حبيب ڪيس ڳولي وڃي لڌو. ڇا وڃي ڏسي، تہ جنهن ڪنڊي واريءَ جاءِ تي شاهہ صاحب ذڪر ۽ فڪر ۾ محو آهي، ان کي مٽي وري ويئي آهي ۽ شاهہ لطيف جي جسم تي بہ لٽ چڙهي ويو آهي. اهو حال ڏسي سندس دل ڀرجي آئي ۽ شاهہ لطيف کي مخاطب ٿي چيائين:

”لِڪي لِڪي واءُ، ويا انگڙا لٽجي“

شاهہ لطيف، پنهنجي والد بزرگوار جو آواز ٻڌي جواب ۾ چيو:

”پٽي ڪٽي پساهہ، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي“

اهڙيءَ طرح شاهہ صاحب 18 سالن جي عمر ۾ ئي رچي ريٽو ٿيو. ان کان پوءِ شاهہ حبيب ڪيس هاشم شاهہ وٽ وٺي آيو، جنهن ڪيس ڏسندي دعا طور چيو:

"لطيف جو چراغ روشن ٿيندو."

ان کان جلد ئي پوءِ هاشم شاهه 12 ربيع الاول سن 1120هه (1758ع) تي وفات ڪئي.(1) ان کان پوءِ پنهنجي سِرِ سير ۽ سفر ڪيائون ۽ ڪيترن ئي عالمن، بزرگن ۽ درويشن سان ملاقاتون ڪيائون. شاهه ڪريم جي مقبري جي زيارت لاءِ بلڙي ويو ۽ نصرپور ۾ وڃي شاهه عنات رضوي، سان ملاقات ڪيائين. انهن کان سواءِ جيڪي ماڳ مڪان ڏنائين ۽ جن عالمن، فاضلن ۽ درويشن سان پاڻ مليا ۽ جن بزرگن جي مزارن جي زيارت ڪيائون، انهن جو وچور ڪجهه هن طرح آهي:

* هالا پراڻا (ساداتن جو پهريون ماڳ) گولي پير جو مقام (جتي سندس ڏاڏي جلال شاهه عرف جمال شاهه جي مزار آهي)
* ساگري ڍوري جو ڪنارو (جتي درويشن جا ماڳ مڪان هئا).
* ڀٽين پور جتي پاڻ جنم ورتائون ۽ سندن ننڍپڻ گذريو.
* شاهه پور ۽ نصرپور.
* لاڙ وارو سڄو علائقو.
* مشائخ هوتي جي درگاهه.

ٻين بزرگن جون مزارون ڇهڙوڪ: حضرت قلندر شهباز (سيوهڻ)، درويش آچر، شيخ پرڪيو ڪاتيار، درويش پلي، پنيو ساهڙ، مخدوم اسماعيل سومرو اگهم ڪوٽي، شيخ موسو (جوڻ جي علائقي وارو) رڪن الدين ولد رتو، ميرڻ ڪاتيار، مهراڻ فقير نهڙيو، مخدوم صابر ولهاري، مٽياروي سيد ساجن سوائي، جرڪس ڏنائي (ولهار ۽ ونگي علائقن وارا) شاهه ڪريم جي اولاد مان ٻه درويش سيد پنيلڏو ۽ سيد مگيلڏو (تلهار جو علائقو)، شاهه ڪريم جو والد "شاهه للهو" (بدين لڳ "شهاب الدين سهروردي جي مقام" عرف "شاهه بَدي جو مقام" ۾ مدفون) وغيره.

بهرحال پنج- ڇهه سال اهڙيءَ طرح سير ۽ سفر ڪيائين. درويشن ۽ عالمن سان ملاقاتون ڪيائين، بزرگن جي مزارن جون زيارتون ڪيائين، عام ماڻهن سان ڪچهريون ڪيائين، هنرمندن ۽ عام ڏندوڙين وٽ ويهي، هنرن، ڏنڌن، عام ماڻهن جي زندگي ۽ فطرت جي نظارن جو ڳوڙهو مشاهدو ۽

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: شاهه جو رسالو، جلد پهريون، مهاڳ، ص- 4.

مطالعو ڪيائين. اهو ئي سبب آهي، جو سندس شعر ۾ سنڌ جي ثقافت جي اهڙي ترجماني ملي ٿي جنهن جو مثال ملڻ محال آهي ۽ عام ماڻهن جي زندگيءَ جي عڪاسي بہ اهڙي نظر اچي ٿي جو پنهنجو مثال بس پاڻ ئي آهي.

## شادي

جڏهن شاهہ صاحب جي عمر اچي 24 سال ٿي تہ انهيءَ زماني ۾ سن 1124هہ (1712ع) ۾ ڪوٽڙيءَ جو رئيس مرزا مغل بيگ دَلَ قبيلي جي ماڻهن جي هٿان مارجي ويو. سندس مارجي وڃڻ کان جلدئي پوءِ سندس ڇوڪرو بہ فوت ٿي ويو. سندس اولاد مان باقي وڃي سندس هڪ نياڻي سيده بيگم (يا سعيده بيگم) بچي. جيئن تہ فوتي شاهہ حبيب جو معتقد هو، انهيءَ ڪري هن خاندان کي سهارو ڏيڻ لاءِ، سندن مرضيءَ سان شاهہ لطيف سان سيده بيگم جو نڪاح ڪرايائين. روايت آهي، تہ ان کان اڳ ۾ شاهہ لطيف ان بيبي صاحبا کي ڏٺو هو ۽ ان جي محبت جي چڻنگ چولي ۾ لڳل هيس. البت ٻاهر ٻاڦ نہ ڪڍي هئائين ۽ دل ۾ پيدا ٿيل درد جي دونهين کي پنهنجي سالڪانہ صبر سان ڍڪي ڇڏيو هئيائين. مير عبدالحسين سانگيءَ ۽ شاهہ صاحب جي ٻين سوانح نگارن ان روايت ۾ هيءَ ڳالهہ بہ آندي آهي تہ شاهہ لطيف کي مرزا مغل بيگ جي گهر دعا لاءِ وٺي ويا هئا. ان موقعي تي شاهہ لطيف پرده دار بيمار ڇوڪريءَ جي چيچ جهلي چيو، "جنهن جي چيچ سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نہ ڪو لوڏو." محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جي ثقافت جي ريتن رسمن ۽ شاهہ لطيف جي اعليٰ ڪردار جي روشنيءَ ۾ ان روايت کي رد ڪيو آهي. (1)

## وقت جي درويشن، فقيرن ۽ عالمن سان ملاقاتون

شاديءَ کان پوءِ بہ شاهہ صاحب ڪيترائي سال سير ۽ سفر ۾ گذاريا. بزرگن سان ملاقاتون ڪيائين ۽ عوامي زندگيءَ کي ويجهو ويهي ڏٺائين. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ گهميائين. سنڌ کان ٻاهر ملتان، ڪڇ، لسي ٻيلي، لاهوت ۽ هنگلاج تائين ويو. هندو فقيرن سان بہ ملاقاتون ڪيائين. پنهنجي مريدن ۽ معتقدن سان سندن ماڳن ۽ مڪانن ۾ وڃي ملندو، ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي

(1) نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: شاهہ جو رسالو، جلد پهريون، مهاڳ، ص- 23 ۽ 24.

عالمن ۽ بزرگن سان روح رهاڻيون ڪيائين. هيٺين بزرگن سان سندس رهاڻيون ٿيون.

آخوند حاجي متين الدين سانوڻي (هالا پراڻا). سيد شهمير شاهه باقيل پوٽو مٽياري (وفات 1177هه- 1763ع). مخدوم عبدالباسط هالائي. حافظ ميون اسحاق درس مشائخ پوٽو عرف ميون اسحاق ٻٺوري. ميون مبين ٽرائي، درگاهه چوٽياريون (ضلعو سانگهڙ) جو باني. مخدوم دين محمد صديقي سهروردي سيوهاڻي (وفات 92-1193هه- 1778ع). ميون محمد صلاح بن ميون محمد عارف (ڏاسوڙيءَ جو، پوءِ مٽياري). مخدوم عبدالله آگرو (ڪنڊيارو). مخدوم محمد صديقي قريشي (ڪوٽڙي ڪبير - تعلقو ڪنڊيارو). محمد حافظ ميان صاحب ڏنو فاروقي، سچل سرمست جو ڏاڏو (درازا، وفات 1192هه- 1778ع)

مخدوم محمدي (وفات 1171هه - 1757ع)، مخدوم عبدالرحمان شهيد کهڙن واري جو فرزند، جنيهه فقير اچڻ، کهڙا. سيد محمد بقا (شهادت 1192هه- 1778ع). پير صاحب محمد راشد روضي ڌڻي جو والد بزرگوار. پير موسن شاهه جيلاني لوءِ مبارڪ (گهوٽڪي). مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (وفات 1172هه- 1758ع). درويش ڏاتار ڏنو بن درويش اسحاق سَڪريو (ملاڪاتيار وارن بزرگن جو وڏو). مخدوم ياون شاهه، ملتان جي سهروردي درگاهه جو سجاده نشين. ميان محمد صادق نقشبندي ٺٽوي، مخدوم محمد معين ٺٽوي جو شاگرد ۽ خواجه محمد زمان لواري واري جو استاد. حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان لواري وارو. مير سيد محمد عطا امير خاني ٺٽوي (وفات. 1178هه- 1764ع). مخدوم محمد معين ٺٽوي، جنهن سان شاهه صاحب جي دلي دوستي هئي.

## ڀٽ ڪي وسائڻ

1140هه-1142هه (1727ع-1729ع) ڏاري شاه صاحب ڀٽ تي سڪونت اختيار ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ان ڪان پوءِ سندس والد ۽ پاڻ ڪوٽڙيءَ مان لڏي اچي ڀٽ تي رهيا. سن 1144هه (1731ع) ۾ شاهه حبيب وفات ڪئي. ان ڪان پوءِ شاهه صاحب مستقل ڀٽ تي رهائش اختيار ڪئي. زندگيءَ جا پويان ويهارو سال گهڻي قدر هڪ هنڌ ويهي، فقيرن ۽ طالبن جي روحاني تربيت

ڪيائين. والد بزرگوار واري گادي نشين ھجڻ وارو حق ادا ڪيائين ۽ پڻ تي ذڪر ۽ مخصوص نوعيت جي سماع جو سلسلو ۽ راڳ جو طريقو جاري ڪيائين. ان ڪان سواءِ ڪڏھن ڪڏھن سير ۽ سفر تي بہ نڪرندا ھئا ۽ مريدن ۽ معتقدن ۽ طالبن وٽ وڃي، سندن حال معلوم ڪندا ھئا ۽ عالمن، فاضلن، صالحن ۽ اھل دل بزرگن سان ملاقاتون بہ ڪندا ھئا.

## شاھ لطيف جي شاعري

شاھ لطيف جي شاعريءَ ۾ جدت ۽ انفراديت آھي. سندس اسلوب بيان ۾ نواڻ آھي، تہ سندس پيشڪش جو انداز بہ منفرد آھي. فني، فڪري، معنوي، ادبي ۽ لساني خوبين جو ھڪ اٿاھ سمنڊ شاھ صاحب جي شاعريءَ ۾ موجزن نظر ايندو. خوبين ۽ خصوصيتن جي لحاظ ڪان ڪوبہ سنڌي شاعر ساڻس برميچي نٿو سگھي. سندس متقدمين توڙي متاخرين مان ڪنھن بہ سنڌي شاعر جي شاعريءَ ۾ ايڏي، رنگيني، رواني، فني پختگي، اسلوبِ بيان جي نواڻ، فڪر جي گھرائي، واقع نگاري ۽ منظر نگاري نظر نہ ايندي، جيڪا شاھ جي شاعريءَ ۾ نظر اچي ٿي.

جيتوڻيڪ شاھ صاحب پنھنجي متقدمين ڪان گھڻو متاھون نظر ايندو، ان ھوندي بہ سندس شاعريءَ ۾ قديم سنڌي شاعريءَ جا آثار ۽ اھڃاڻ، روايت جي رعايت ۽ فڪر جي ھم آھنگي نظر اچي ٿي. يعني ھن قديم سنڌي شاعريءَ جي روايتن ۾ ھڪ نئون رنگ ڀريو آھي، سنڌي شاعريءَ جي تمثيلن ۽ اھڃاڻن ۾ نئين معنويت پيدا ڪئي آھي، ۽ فڪري گھرائي پيدا ڪئي آھي. قديم سنڌي شاعرن: قاضي قاضن، شاھ عبدالڪريم، ميون لطف الله قادري ۽ شاھ عنات رضوي جو شعر جڏھن پڙھجي ٿو، تہ ان جو اڻ- لڪو اثر شاھ صاحب جي شاعريءَ ۾ نظر اچي ٿو. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ، شاھ صاحب پنھنجي متقدمين جي شاعريءَ ڪان باخبر ھو ۽ انھن جو ھلڪو اثر قبول ڪري، پنھنجي شعر ۾ اھڙي جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي ھئائين، جنھن جو مثال ملڻ محال آھي.

# شاهہ جي نظر ۾ زندگيءَ جو تصور

زندگي ۽ موت، جزا ۽ سزا جا مسئلا انساني سوچ ۾ ابتدا کان وٺي وڏي اهميت رکن ٿا. انسان انهن معاملن ۽ مسئلن بابت هزارين سالن کان سوچيندو ۽ مختلف نظريا قائم ڪندو آيو آهي. شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ بہ ان بابت سوچيو ويچاريو، ان کي پنهنجي شعر ۾ سلجهائي سمجهايو آهي. شاهہ صاحب جي نظر ۾ زندگي تحرڪ جو نالو آهي. ۽ تحرڪ ئي روحاني توڙي ماديءَ ترقيءَ جو ذريعو آهي. هو ٻڌائي ٿو تہ، زندگيءَ جو سفر، ساموندي سفر جيان اجهاڳ آهي انهيءَ ڪري زندگيءَ جي اعليٰ مقصد ۾ آهي انسان ئي ڪامياب ٿين ٿا، جيڪي سدائين سفر ۾ رهن ٿا. سرساموندڍيءَ ۾ شاهہ صاحب فرمايو آهي:

اڄ پڻ وايون ڪن، وڻجارا وڃڻ جيون،
اُنئي پهر اٿن، سعيو ڪنهن سفر جو.

قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

لَترڪَبُنَّ طَبَقاً عَنَ طَبق (انشقاق- ١٩)

[توکي درجي بدرجي چڙهڻو آهي]

يعني قرآن شريف جي ان آيت جي روشنيءَ ۾ شاهہ صاحب جو نظريو هي آهي، تہ موت، انساني روح کي نابود نہ ٿو ڪري، زندگيءَ جو قافلو پنهنجي منزل ڏانهن روان دوان آهي. شاهہ صاحب هڪ ٻئي بيت ۾ انهيءَ نظريي کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

جتي عرش نہ اُپ ڪو، زمين ناهہ ذرو،
نڪو چاڙهو چنڊ جو، نڪو سج سرو،
اُتي آديسين جو، لڳو دڳ درو،
پري پيو پرو،نات ڏٺائون نانهن ۾.

زندگيءَ جو سفر اجهاڳ ۽ اٿانگو آهي. ان جي رستي ۾ ڪيترائي ڪُن ۽ ڪڙڪا آهن، ۽ ٻيا ڪيترائي خوف ۽ خطرا آهن. انهيءَ ڪري زندگي ٻاهرن ڪندن تان هلڻ جو نالو آهي. انهيءَ ڪري شاهہ صاحب ذهن نشين

ڪرائي ٿو، تہ زندگيءَ جو اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مشڪلاتن ۽ مصيبتن جي پرواهہ نہ ڪرڻ گهرجي، فرمائي ٿو:

ڪندا مون پيرن، توڙي لک لڱن،
آڳر آڱوني نہ مڙي، ڇڇون پير ڇنن،
ويندي ڏاهہ پرين، جتي جات نہ پائيان.

هو سمجهائي ٿو، تہ اهو ڏک ڏاڪڙن وارو پنڌ طئي ڪرڻ لاءِ عقل، هوش ۽ علم ڪم ڪونہ ايندو، پر پاڻ آڏو اچي اٽڪاءُ پيدا ڪندا. انهيءَ ڪري شاهہ صاحب انهيءَ پرخطر واديءَ کي دهشت واري درياءَ سان ڀيٽي ٿو:

دهشت دم درياءَ ۾، جت سٽاٽا سنسار،
بيحد باگو بحر ۾، هيبتناڪ هزار،
ساريان ڪونہ سرير ۾، طاقت توهان ڏار،
ساهڙ چار ستار، سگهو رسج سير ۾.

اهي لڪ ۽ لانگها، پنڌ ۽ پار اوڪا ۽ اٿانگا ضرور آهن، پر جيڪڏهن اعليٰ مقصد جي تانگهہ طلب دل ۾ ديرو ڄمائي ويٺي هوندي تہ اٿانگا آر تري وڃي منزل مقصود تائين پهچبو. شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

سہ سيارو، پاڻي پارو، جت جهڙ، جَهڪَ ۽ جهولَ،
مَن اندر مِهار جا، هنيڙي اچن هولَ،
جيلاهہ ٻڌسِ ٻول، تي اٽانگا آر تران.

ٻي هنڌ فرمائي ٿو:

ڪاري رات ڪچو گهڙو، اٿئہ اونداهي،
چنڊ نالو ناهہ ڪو،درياءَ دَرَ لائي،
ساهڙ ڪارڻ سوهڻي، آڏيءَ تي آئي،
اِيُ ڪم اِلاهي، ناتَ ڪُنَنِ ۾ ڪير گهڙي.

شاهہ صاحب ٻڌايو آهي تہ، زندگي جهدِ مسلسل ۽ اڻ ٿڪ ڪوشش جو نالو آهي. وحدت الوجود جي شارح ابن عربي جي پنهنجي مشهور ڪتاب "فتوحات المڪيہ" ۾ چاڻو آهي:

"جڏهن ٻُولها ڪرڻ وارا ڪنهن مقصد کي حاصل ڪرڻ جي جستجو ڪن ٿا، تڏهن ان ۾ ڪين ڪاميابي ٿئي ٿي."

يعني جڏهن راهہ جي ورن وڪڙن کان واقف ٿي اڳتي وڌجي ٿو، تہ

موليٰ جي مهر ٿئي ٿي، ۽ مسافر منزل ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو.

شاهه صاحب به چوي ٿو، ته 'ماٺ' موت جي نشاني آهي، ۽ ڪوبه مقصد خاموش ٿي ويهڻ سان حاصل نه ٿو ٿئي. ڪوشش سان ئي مقصد حاصل ٿئي ٿو:

وينـي وَرَ نـه پُون، ستـي ملن نـه سپرين،
جي مٿي رَندن رون، ساڄن ملي تن کي.

انهيءَ ڪري اعليٰ مقصد حال ڪرڻ وارو سدائين سندرو ٻڌي، وڙهندو، وچڙندو، اورچ ٿي، اڳتي وڌندو رهي ٿو:

ڪَڙهي ۽ ڪَڙي، پر ۾ پيرُ پنهوءَ جو،
سـڪ ٻڌائين سندرو، جانب لـيءَ جڙي،
لکن سر لطيف چي، مُنڌ جهيڙي ۽ جهڙي،
پٺيءَ تان نـه پَڙي، جي عمر سڀ اِنءَ ڪري.

هو سمجهائي ٿـو، تـه وهم ۽ وسوسا، خوف ۽ خطرا، مصلحتون ۽ مونجهارا انسان کي ڀنيلائڻ، ڀرپائڻ، ڊيڄارڻ ۽ مقصد تان ٿيڙڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. انهيءَ ڪري انسان ٿڙڻ ٿاٻڙڻ لاءِ بهانو ڳولهي ٿو. انهيءَ حالت ۾ شاهه صاحب هوشيار ٿو ڪري تـه، اهي لهتون ۽ گوهيون ڇڏي اڳتي وڌ، ۽ مقصد حاصل ڪرڻ کان اڳ وسيلو ٿي نه ويهه. فرمائي ٿو:

لَڙ مَ لاڙائو ٿـئو، گُهتون گوهيون ڇڏ،
لاهه لڏو تَڏِ، تـه ڳاڙهي سچ ڳال مڙين.

زندگيءَ جي اعليٰ مقصد لاءِ ڪوشش ۽ جدوجهد تـه ضروري آهي، پر مالڪ حقيقي جي مهر کان سواءِ ڪاميابي حاصل ڪانـه ٿي ٿئي. انهيءَ ڪري شاهه صاحب انهيءَ اٿانگي سفر مان پار پهچائڻ لاءِ پنهنجي رب ڪريم کي ٻاڏائي ٿو:

دهشت دَمُ درياءَ ۾، جت جايون جانارن،
نکو سنڌو سير جو، مپ نـه ملاحن،
درنـدا درياءَ ۾، واڪـا ڪنـو ورن،
سچا ٻيـڙا ٻار ۾، هليا هيٺ وڃن،
پرزور پيدا نـه ٿـئي، تختـو منجهائن،
ڪوجهو قهر ڪنن ۾، وڃا ڪين ورن،
اُتي اڻ تارن، ساهڙ سير لنگهاءِ تون.

مطلب هي آهي تہ انسان فقط پنهنجي ڪوشش ۽ محنت تي ڀروسو نہ ڪري. انهيءَ ڪري هن ۾ پاڻ- پڻو پيدا ٿيندڙ ۽ خودغرضي ۽ خودپرستيءَ جا اوگڻ منجهس اچي واسو ڪندا. هن ۾ تڪبر، هٺ ۽ وڏائي پيدا ٿيندي ۽ پوءِ پرمار ٿي ويندو ۽ سندس طبيعت آمرانہ ۽ جارحانہ ٿي پوندي. انهن ڳالهين جي ڪري هو اڳتي هلي غلطيون ڪرڻ لڳندو، ۽ مقصد تان ٿڙي ٿاٻڙجي وٺواند ٿي ويندو. مشهور صوفي فلسفي ابن عربي چيو آهي:

"ٻانهي کي اهو نہ جڳائي، تہ هو پنهنجو مرتبو ڏسي غرور ۽ تڪبر ڪري، جيڪڏهن هن ائين ڪيو، ۽ پنهنجي حيثيت کان تجاوز ڪيائين، تہ تباهہ ٿي ويندو."

انهيءَ ڪري شاهہ صاحب چوي ٿو تہ انسان جيڪڏهن پنهنجي اعليٰ مقصد لاءِ مالڪ حقيقي کان مدد جو طلبگار رهندو، تہ هن ۾ اهي اَوگڻ پيدا نہ ٿيندا، ۽ سندس سفر سولو ۽ سٽائو ٿي پوندو. اهوئي سبب آهي، جو شاهہ صاحب ڪارساز حقيقي کي ٻاڏائيندو نظر اچي ٿو:

پُران مَ پچان، بندر مون ڏور ٿيا،
نہ مون هڙ نہ هنج ڪي، جو آءُ چڻي چڙهان،
ڪارون ٿي ڪريان، تو در اُيي ناڪئا.

هڪ بيت ۾ دعا گهرندي چوي ٿو:

ڏاتار تہ تون، ٻيا مڙيئي مڱتا،
مينهن منداٽتا وسٽا، سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون، تہ ميرائي مان لهان.

شاهہ صاحب زندگيءَ جو مقصد بہ متعين ڪيو آهي. هو چوي ٿو، تہ زندگيءَ جو اعليٰ مقصد قرب الاهي آهي. انهيءَ ڪري جو فقط اهائي ذات غيرفاني، ازلي، ابدي آهي. جنهن جو نہ ڪو مثال آهي ۽ نہ ثاني. اها ذات حقيقي ئي هميشہ رهڻ واري ۽ باقي آهي: ٻي هرشيءِ فاني ۽ زوال پذير آهي. قرآن شريف ۾ آيو آهي:

ڪُلُّ شَيءٍ هَالِڪٌ اِلاَّوَجهَہٗ (قصص-٨٨)

[سواءِ ان ذات جي سڀ شيءِ ناس ٿيڻ واري آهي]

كُل مَن عَلَيها فانِ وَيَبقيٰ وَجهُ رَبِکَ ذُوالجَلالِ وَالاِكرامِ (الرحمٰن، ٢٦-٢٧)

[جيڪي ڪجهہ زمين ۾ آهي، اهو سڀ ناس ٿيندو، فقط رب جي ذات رهندي، جيڪو بزرگيءَ ۽ تعظيم وارو آهي.]

شاهہ صاحب چوي ٿو، تہ عاشقن کان الله ڪنهن بہ وقت ڪونہ ٿو وسري، عاشقن جو ساهہ ڪنهن بہ وقت عشق جي آهہ ڪندي، پنهنجي محبوب حقيقي کي ياد ڪندي پورو ٿي ويندو:

عاشقن الله، ڏيروتارَ نہ وسري،
آهہ ڪريندي ساهہ، ڪڏهن ويندو نڪري.

وحدت الوجود جي نظريہ جو شارح ابن عربي چوي ٿو، تہ وجود مطلق فقط هڪ آهي. فقط اهوئي موجود آهي. هر ڀي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪ ٻئي جو عين آهن. انهيءَ ڪري هو عالم ۽ الله جي ذات کي ذات ۽ صفات جي عنيت جي بناء تي تصور ڪري ٿو. يعني جوهري جي عينيت جي بناء تي. انهيءَ ڪري هو چوي ٿو تہ، عالم ان جي صفات جي محض تجلي آهي. مطلب هي آهي، تہ ڪائنات ۾ ڪنهن بہ شيءِ کي حقيقي وجود ڪونهي. هيءَ ڪثرت فاني آهي ۽ انهيءَ وحدت جو پرتوو يا اولڙو آهي. شاهہ صاحب انهيءَ ذات حقيقي جي ساڄاهہ ڏيڻ لاءِ درياءَ جي تمثيل آندي آهي. هو سمجهائي ٿو، تہ جهڙيءَ طرح درياءَ ۾ ڪي ئي لهرون اڀرنديون ۽ اُسرنديون آهن، پر اصل ۾ پاڻيءَ جي پسڻ جي حقيقت هڪ هوندي آهي، اهڙيءَ طرح هي رنگينون ۽ رعنائيون بہ انهيءَ ذات جو مظهر آهن. انهيءَ ڪري جڏهن ويچا وساربا، تڏهن ئي حقيقت هٿ ايندي. فرمائي ٿو:

لهرن لَکَ لباسَ پاڻيءَ پسڻ هيڪڙو،
اونهي وهَ عميق جي، واري ڇڏ وماس،
جت ناهہ نهايت نيہ جي، ڪوءِ ات پهچي ڪاس،
تڙن جي تلاس، لاهہ تہ لالن لڳ ٿين.

انهيءَ ڪري شاهہ صاحب چوي ٿو، تہ هن ڪثرت کي جيءَ ۾ جاءِ نہ ڏي. انهن غير حقيقي ۽ فاني شين کي من مان مِٽائي ۽ ميساري ڇڏ. ۽ حقيقي حق جي تانگهہ طلب دل ۾ ڌَرِ، تہ زندگيءَ جو اصل مقصد توکي حاصل ٿئي. فرمائي ٿو:

هي هنڌ ماڙيون هاڻ، ساڙيان سڀ ڏيهين ري،
كل شيءِ يرجع اليٰ اصله، ٿي جهڄان جهانگين ڪاڻ،
پـري پنهنجي پاڻ، پسا ملڪ مليـر جـو.

مطلب تہ شاھہ جي نظر ۾ واحد جو وصال زندگيءَ جو اعليٰ مقصد آهي. انساني زندگيءَ ۾ روحاني مقصد کان سواءِ دنيوي زندگيءَ جا بہ ڪيترائي مقصد ٿي سگهن ٿا، جن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان جهد ۾ جاکوڙ ڪندو رهي ٿو. شاھہ صاحب جي نظر ۾ انهن کي حاصل ڪرڻ جو اصول بہ ساڳيو آهي. يعني جهدِ مسلسل، اڻ ٿڪ ڪوشش ۽ خدا جي ذات تي ڀروسو. البت شاھہ صاحب ان کي اعليٰ مقصد ڪونہ ٿو ڪوٺي، جيڪو پرماريت تي مبني آهي. شاھہ صاحب سير ۽ سفر ڪري، نهايت باريڪ بينيءَ سان معاشرتي حالتن جو مطالعو ڪيو هو. هو ڀڏائي ٿو تہ، اسين طبقاتي ويڇن، معاشرتي برائين، انسانيت سوز رسمن، اسلامي نظامِ عدل جي خلاف ورزين، اسلامي مساوات ۽ برادريءَ جي اُبتڙ قائم ڪيل نظام ۽ ٻين اَوگڻن ۾ اهڙا تہ قيد ٿيل آهن، جيئن ڪو قيدي، بند ۾ باندي هجي ۽ ڪيس هٿ ڪڙيون ۽ پير ڪڙيون پيل هجن. فرمائي ٿو:

ڳچيءَ ڳانا لوھہ جا، زيريون ۽ زنجير،
پيڪڙا پيرن ۾، ڪوليون اندر ڪير،
چاري چوگانن ۾ واهيت ڪن وزير،
چن نہ چني آهيان، اهڙيءَ سٽ سرير،
مارو چار مليـر، پڇج ڪي پهنوار ڪي.

نَوَ نير ڏھہ ڏانوڻ، پندرهن پنيد پياس،
بکهاڙيون بغلن ۾، لکين لوھہ لڳاس،
جڏھہ سڄڻ ياد پياس، تڏهن چرک چنائين هيڪڙي.

شاھہ صاحب ڀڏائي ٿو، تہ انهيءَ نظام جي خلاف جدوجهد ڪري، ان مان جند ڇڏائڻ بہ انساني زندگيءَ جو اعليٰ مقصد آهي. شاھہ صاحب چوي ارادو مضبوط هجي، ۽ مقصد سان عشق هجي، تہ اهڙو انقلاب آڻڻ ناممڪن نہ آهي. شاھہ صاحب انقلاب، آزادي، سلامتي، خوشحالي ۽ انساني ڀلائيءَ واري نظام جو منتظر آهي. هو سارنگ کي انقلاب ۽ خوشحاليءَ جي علامت طور آڻي، سارنگ کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اچن جي،
پاٺي پوچ پٽن ۾، ارزان ان ڪريج،
وطن وسائج، ته سنگهارن سک ٿئي.

هو چوي ٿو، انقلاب جا آسائتا، سدائين سارنگ سارينداا رهن ٿا.

سارنگ کي سارين، ماڙهو، مرگهه، ميهيون،
سپون جي سمونڊ ۾، نئين سج نهارين،
پلر پيارين، ته سنگهارن سک ٿئي.

شاهه صاحب پراُميد ٿي چوي ٿو:

مند ٿي منڊل وڄيا، تاڙي کي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

وڏيڪ فرمائي ٿو:

ڏَنءُ ڏنءُ ڏمٿوار، اڄ پڻ آڳڙين جي،
باريو مڇ مجاز جو، اوتيائون اڱار،
ڏوڏتا ٿيءُ مَر ڏار، جم ڪچو رک ڪٿيون ٿيي.

جڏهن لوهار کو اوزار ٺاهيندو آهي، تڏهن پهريائين لوهه کي باهه ۾ تپائي ڳاڙهو ڪري، ٽپي، ان کي پاڻيءَ جي ڪونڊ ۾ وجهي ٺاريندو آهي. وري ٻيهر ڪوري ۾ تپائي، وري ٺاريندو اٿس. اهو عمل ايستائين جاري رکندو آهي. جيستائين اوزار پورو پاڻي وٺي، مضبوط ٿئي. ان کي پاڻي ڏيڻ چيو ويندو آهي. شاهه صاحب اهو مثال ڏئي سمجهايو آهي ته، مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان کي ڪيترين ئي آزمائشن مان پار پوڻو آهي. جيئن لوهه کي پورو پاڻي نه ايندو، ته ڪچو ٿي پوندو، اهڙيءَ طرح جيڪڏهن انسان کنهن هڪ آزمائش کان به لنوائي ويو، ته وٺواتو ٿي ويندو، ۽ مقصد حاصل ڪري نه سگهندو.

شاهه صاحب فرمائي ٿو:

باريو اجهائيت، پرين اجهايو بارين،
مون کي ٿا مارين، لُٺا لُهارن جا.

اڄ آڳڙيا آئيا، سوڏا سراٿي،
پياري پاڻي، تيغون ڪندا تَڪيون.

اڄ آڳڙيا آئيا، سائوُ ڪي سڄاڻ،
لاهيندا موريان، رک ڪريندا پڌرو.

ڪت ڪڙهي لوهه ڀري، ڏُڏا جت ڏڳن،
متر ڪن مُهَ ڪيئا، سنداٿيون سهَڪنِ،
اڄ پڻ آڳڙين، ميڙو آهي مڇ تي.

اهڙيءَ طرح شاهه صاحب ڪامياب ۽ مثالي انسان جون خوبيون بيان ڪيون آهن، ۽ ٻڌايو آهي ته انهن خوبين وارو ئي صحيح انسان آهي، جيڪو پنهنجو پاڻ به ڪامياب ڪري ٿو، ته اجتماعيت لاءِ پڻ ڪارائتو ثابت ٿئي ٿو.

شاهه صاحب ٻڌائي ٿو ته صحيح انسان اهو آهي. جيڪو عزت، شان ۽ وقار سان زندگي گذاري ۽ لوڀ ۽ لالچ تي هرڪجي پنهنجي عزت ۽ وقار جو سودو نه ڪري. بلڪ جو سچ تي سر قربان ڪرڻ کان به نه ٿو ڪيٻائي سوئي سداحيات رهي ٿو.

# تصوف ۽ صوفي شاهہ جي نظر ۾

شاهہ صاحب جي شاعريءَ جو مک مضمون تصوف آهي. هن هنڌين ماڳين تصوف جا مختلف مسئلا سمجهايا آهن. تصوف جي وصف جي سلسلي ۾ مختلف بيان ڪتابن ۾ اچن ٿا.

تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو تہ، لفظ تصوف ٻي صدي هجريءَ ۾ رائج ٿيو، پهريون صوفي بزرگ، جنهن کي صوفيءَ جي لقب سان سڏيو ويو. شيخ ابوالهاشم هو، جنهن سن 61 هجريءَ ۾ وفات ڪئي. لفظ صوفي بابت مختلف روايتون آهن. ڪن جو خيال آهي تہ هي لفظ صوف 'اُن' مان نڪتو آهي. ڪن جو خيال آهي تہ 'صفا' مان نڪتو آهي. يعني صوفي اهو آهي، جنهن کي الله تعاليٰ دل جي صفائي بخشي آهي. ڪي عالم صوفيءَ کي مسجد نبوي جي صفا ڏانهن منسوب ڪن ٿا. پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏينهن ۾ ڪن اصحابين (جن جو تعداد ستر سمجهيو وڃي ٿو) دنيوي تعلقات کي ترڪ ڪري ڇڏيو هو. اهي فقط هڪ ڪپڙي ۾ گذاريندا هئا. انهن کي اهل صفا سڏيو ويندو هو.

ٻي صدي هجريءَ کان اڳ ۾ اسلامي تعليمات ۾ تصوف جي وصف وارو لفظ احسان ملي ٿو. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي: "احسان اهوئي آهي تہ الله تعاليٰ جي اهڙيءَ طرح عبادت ڪريو، ڄڻ اوهان کيس ڏسي رهيا آهيو، جيڪڏهن نہ ڏسي رهيا آهيو، تہ هو اوهان کي ڏسي رهيو آهي." ان لاءِ ضروري آهي، تہ عبادت لاءِ دل کي پاڪ ۽ صاف رکيو وڃي. تصوف جي جامع وصف بہ اهائي بيان ڪئي وئي آهي.

## تصوف ۽ صوفي

تصوف، احسان جو ٻيو نالو آهي، جيڪو بعد ۾ رواج ۾ آيو، جيئن هن کان اڳ تصوف لاءِ بيان ٿي چڪو آهي. تصوف جي حقيقت هيئن بيان ڪري سگهجي ٿي تہ:

"دل ۽ ذهن جي پاڪيزگيءَ کان پوءِ ٻانهي جي دل کي اهڙو يقين ۽ اطمينان حاصل ٿي وڃي ٿو، جهڙو ڪنهن حقيقت جي مشاهدي کان پوءِ حاصل ٿيندو آهي. پوءِ الله تعاليٰ سان عبديت جو

اهو رابطو پيدا ٿي وڃي، جو دل هردم الله تعاليٰ جي ياد ۽ ان جي محبت ۽ عظمت سان معمور رهي. ان جو قدرتي نتيجو اهو نڪري ٿو، جو الله تعاليٰ جي تعلق جي مقابلي ۾ سمورا تعلق فنا ٿي وڃن ٿا. ان کي معرفت الاهي چيو وڃي ٿو."

شاهه صاحب به پنهنجي بيت ۾ 'صوفي' جي اها وصف بيان ڪئي آهي- فرمائي ٿو، ته جڏهن صوفيءَ پنهنجو اندر اجاري، پاڪ ۽ صاف ڪيو، تڏهن ڪيس جيئري ئي معرفت الاهي حاصل ٿي وڃي ٿو:

صوفيءَ صاف ڪئو، ڏوئي ورق وجود جو،
تِنهان پوءِ ٿئو، جيئري پسڻ پرينءَ جو.

شاهه صاحب فرمائي ٿو، صوفي اهو آهي، جنهن پنهنجو من ماريو آهي. دنيوي سڌون، خواهشون، لالچون، حرص ۽ هوس ختم ڪيا آهن. فرمائي ٿو:

صوفي ڇائين، سڌ ڪرين، صوفي ايءَ نه صلاح،
ڪاٽي رک ڪلاهه، وجهه اچلي آگ ۾.

شاهه صاحب صوفيءَ کي صلاح ٿو ڏئي، جيڪڏهن تون صوفيانو ويس پاتو آهي، ته پوريءَ طرح صوفي ٿيءُ، يعني پنهنجون سڌون ۽ خواهشون ختم ڪري، معرفت الاهي حاصل ڪر. فرمائي ٿو:

جي ڪلاهه رکين ڪنڌ تي، ته صوفي سالم ٿيءُ؛
وهه وَٽي هٿ ڪري، پر پيالو پيءُ،
هَنڌ تنين جو هيءُ، جن حاصل ڪيو حال کي.

هو ڪيس وڏيڪ صلاح ڏيندي فرمائي ٿو ته. ذات باري تعاليٰ جي معرفت توکي پنهنجو پاڻ ۾ ئي حاصل ٿي سگهي ٿي، البت ايترو آهي ته. غور ۽ فڪر سان الله تعاليٰ جو ذڪر ڪر. صوفياء ڪرام وٽ ذڪر جا ٻه طريقا آهن: هڪ 'خفي' معنيٰ آواز ڪڍڻ کان سواءِ دل ۾ الله کي ياد ڪرڻ ۽ ٻيو 'جلي' يعني آواز سان ذڪر ڪرڻ. شاهه صاحب فرمائي ٿو، ته تون ٻنهي قسمن جا ذڪر ڪندو رهه:

جسي ۾ جبار جو، خفي خيمون ڪوڙ،
جلي تون زبان سان، چارئي پهر چور،
فڪر سان فرقان ۾، اسم اعظم ڏور،
ٻيا در وڃي مَ ووڙ، ايءَ اُملُ اِتائين سپجي.

شاهه صاحب سمجهائي ٿو، تہ پڙهڻ اهو ئي ڪارائتو آهي، جنهن جي ذريعي غور ۽ فڪر ڪري، الله تعاليٰ جي معرفت حاصل ڪجي. فقط پڙهڻ (ڪرهڻ سواءِ) پاڻ نقصانڪار آهي، ڇاڪاڻ جو اِن ڪري انسان ۾ فخر ۽ غرور پيدا ٿئي ٿو. فرمائي ٿو:

پڙهيو تا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٺان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق ورائن وترا.

شاهه صاحب سمجهائي ٿو، تہ پڙهہ ڀلي، پر اهو پڙهہ، جنهن جي شروعات الف ۽ ميم سان ٿئي. تنهنجي دل ۾ اهائي تار ۽ تنوار هجڻ گهرجي، الف مان مطلب آهي: الله تعاليٰ جي ذات ۽ ميم مان مراد آهي: محمد ڪريمﷺ. يعني اهو ڪجهہ پڙهہ جنهن جي ڪري توکي الله ۽ الله جي رسول ﷺ تي ايمان پختو ٿئي: ۽ الله ۽ الله جي حبيب ڪريم ﷺ جي ڏسيل راهہ تي پنهنجي زندگي گذارين:

پڙهو پڙهيجاهہ، سبق انهيءَ سور جو،
ميم رکجاهہ من ۾، الف تنهن اڳيان،
ڇتان ڇوريجاهہ، اها لات لطيف چي.

هن بيت ۾ چوي ٿو، تہ ٻيا در ڇڏي، فقط الله تعاليٰ جو ٿي وڃ:

اکر پڙهہ الف جو، ورق سڀ وسار،
اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

هڪ بزرگ فرمايو آهي تہ دنيا جي وڏي ۾ وڏي ڏاهپ آهي، جو اسان کي الله تعاليٰ جي هيڪڙائيءَ جو يقين ٿي وڃي، جيڪو انهيءَ حقيقت کان وانجهيل آهي، اهو ڏاهپ کان ڏور آهي. شاهه صاحب انهيءَ حقيقت کي بيان ڪندي فرمايو آهي. ڪائنات جا ڪتاب الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جي شاهدي ڏين ٿا. جيڪڏهن تون صحيح خيال تي قائم آهين، تہ توکي هر هنڌ اهائي تات تنوار نظر ايندي.

ڪوڙين ڪتابن ۾، حرف مڙوئي هيڪ،
جي تو نظر نيڪ، تہ بسم الله ئي بس ٿي.

الله تعاليٰ جو جلوو هرهنڌ جاري ۽ ساري آهي، جيڪي انهيءَ ذات جي هيڪڙائيءَ کي سمجهي نہ سگهيا آهن، انهن جي سوچ اڪارٿي آهي. منهنجي

اندر ۾ به انهيءَ جو جلوو موجود آهي. فرمائي ٿو:

سڀ ڪنهن ڏانهن سامهون،ڪو هنڌ خالي ناهه،
احد جي آرڪ ٿئا ،سي ڪانئر ڪبا ڪوهه،
محبت منجهين من ماهه، مون آڇاٽندي اُڇهيو.

مطلب تہ شاهہ صاحب جي نظر ۾ تصوف دل جي پاڪيزگي، ۽ وحدانيت جي واريءَ جو نالو آهي. سندس شعر مان اهو بہ صاف ظاهر ٿئي ٿو، تہ اسلامي تصوف جو بنياد ماخذ قرآن حڪيم ۽ احاديث نبوي آهي. يعني اسلامي تصوف شريعت کان جدا نہ آهي. پر شريعت تي پرخلوص عمل جو نالو اسلامي تصوف آهي.

تصوف جا مختلف مسئلا شاهہ صاحب جي شعر ۾ بيان ٿيل ملن ٿا، جهڙوڪ: 'پاڻ سڃاڻڻ'، 'وحدت ۽ ڪثرت'، 'دنيا کان بي رغبتي' وغيره. هن هيٺ ان جو مختصر احوال ڏجي ٿو:

## پاڻ سڃاڻڻ

شاهہ صاحب چوي ٿو تہ پرين پاڻ ۾ آهي، ان کي ٻاهر ڳولهڻ نامناسب آهي. اندر ۾ جهاتي پائجي تہ ان جو مشاهدو پاڻ ۾ ئي پسي سگهجي ٿو. هو طالب کي نصيحت ڪندي چوي ٿو:

وڃين ڇو وٽڪار، هت نہ ڳولهين هوت کي،
لڪو ڪين لطيف چئي، پاروچو ٻي پار،
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ڏيرو دوست جو.

ٻئي بيت ۾ چوي ٿو:

پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾، نہ ڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

يعني سڀ کان پهريائين اسان کي اهو معلوم ڪرڻ گهرجي، تہ اسان ڪيرآهيون، ڪٿان آيا آهيون، اسان جي اصليت ڇا آهي ۽ اسان جي اچڻ جو مقصد ڇا آهي. شاهہ صاحب انهيءَ ڳالهہ تي سوچيو ۽ ويچاريو آهي، ۽ حقيقتون معلوم ڪيون آهن. فرمائي ٿو:

جو مون پڙهيو پاڻ لئي، سبق سابق جو،
پهرين سڃاتم پنهنجي، سندو نفس نحو،
وري ورق پيو، گڏيم وڃ وصال جو.

يعني پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ کانپوءِ ئي معرفت حاصل ٿئي ٿي. اهو انسان جو راز کو گهڻو مشڪل ڪونهي، پر ان کي اهي ماڻهو سمجهي نہ ٿا سگهن. جن کي صحيح رستو هٿ نہ آيو آهي. شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

نہ ڪو ڏيکهہ نہ ويل، نہ ڪو منهن مهاڙ ڪا،
آهہ اهوئي کيل، ڪو پروڙي ڪين کي.

مطلب تہ، شاهہ صاحب پاڻ سڃاڻڻ کانپوءِ الله تعاليٰ جي معرفت جو ڏس ڏنو آهي. فرمائي ٿو:

جِنُ تون الله هيڪڙو، ٻي وائي وساري ڇڏ،
اوتان توسين گڏ، سچڻ ساهہ پساهہ ۾.

## وحدت ۽ ڪثرت

شاهہ پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ ڪائنات جي ڪتاب جي مطالعي ڪان پوءِ انهيءَ نتيجي تي پهتو، تہ ڪثرت ۾ وحدت ئي ڪارفرمان آهي. ڪثرت عارضي ۽ فاني آهي. هر هنڌ انهيءَ هيڪڙائي جو ئي جلوو آهي. قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

1- هُوَالـذِي خَلَقَكُم مِن نَفس وَاحِدَة. (الاعراف- ١٨٩)
[هو اهو آهي، جنهن اوهان کي هڪ نفس (شخص) مان پيدا ڪيو.]

2- يَا اَيُهاَالناسُ اَتَقو اربَكُمُ الذَي خَلَقكُم مِن نَنفس وَاحِدة. (النساء-١)
[اي انسانو! پنهنجي پاليندڙ کان ڊڄو، جنهن اوهان کي هڪ جان (نفس) مان پيدا ڪيو.]

3- مَا خَلَقكُم وَلاَبعثكُم اِلا كَنَفسِ واحِدة. (لُقمٰن-٢٩)
[توهان سمورن کي پيدا ڪرڻ ۽ اٿارڻ ائين آهي جيئن هڪ ساهہ (نفس) کي پيدا ڪرڻ.]

انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ کان پوءِ شاهہ صاحب انهيءَ نتيجي تہ پهتو تہ سڀ ماڻهو هڪ نفس مان پيدا ٿيا آهن. انهيءَ ڪري سمورا انسان هڪ جسم برابر آهن. انهيءَ حقيقت جي روشنيءَ ۾ هن پنهنجي پيغام جو

بنياد انهيءَ اصول تي رکيو، اسان سڀ هڪ آهيون.

هن اسان کي سمجهايو آهي ته ڇو انڌا ٿيا آهيو، جو پاڻ ۾ پيا وڙهو. اوهان ته پاڻ آهيو ئي هڪ، جدائگي ته اوهان ۾ آهي ئي ڪانه. اوهان جي جهالت آهي، جو هڪ ٻئي کي جدا سمجهي پنهنجو پاڻ کي پيا نقصان رسايو. فرمائي ٿو:

پائي ڪان ڪمان ۾، مِيان مار مَ مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

قرآن حڪيم ۾ آيو آهي:

اِنه مَن قَتَلَ نَفساً بِغيرِ نَفس اَوفَسَادَ فِي الاَرضَ فکاَنَماَ قَتَلَ النَاسَ جَميعاً.
(المائده ٣٢٠)

[ڪنهن ماڻهو کي ڪنهن ٻيءَ جان جي عوض کان سواءِ يا ملڪ ۾ فساد ڪرڻ جي سبب، بنا قتل ڪندو، ته ڄڻ ان سڀني ماڻهن کي قتل ڪيو.]

يعني هڪ بي ڏوهيءَ کي ڪي قتل ڪرڻ، سڀني ماڻهن کي قتل ڪرڻ جي برابر آهي. يعني بنا ڪنهن شرعي سبب جي ڪنهن کي قتل ڪرڻ ائين آهي، جيئن پنهنجو پاڻ کي قتل ڪرڻ. مطلب ته پنهنجو پاڻ کي انسانيت کان الڳ نه سمجهجي. پاڻ کي ٻين کان الڳ سمجهڻ بالڪل غلط آهي، ۽ خود پرستي آهي. بغض، ڪينو، حسد، ساڙ ۽ دشمني انهيءَ خودپرستيءَ مان پيدا ٿين ٿا. انهن ڳالهين جي ڪري معاشري ۾ انتشار آهي، ملڪ ۾ فساد آهي، ۽ هڪ ملڪ ٻئي ملڪ جو ۽ هڪ قوم ٻئي قوم جي جاني دشمن بڻجي ويئي آهي. شاهه صاحب انهيءَ حقيقت ڏانهن اشارو ڪري فرمايو آهي، ته دراصل سموري انسان ذات هڪ وجود مثل آهي، پر ان کي انفراديت جي تصور ياڳا ياڳا ڪري ڇڏيو آهي:

گهڙي گهڙو هٿ ڪري، الاهي توهار،
چوڙا، پيڙا چڪ ۾، لڙ ۾ لڙيس وار،
لکين ڇهنيس لوهيٽون، ٽيلهيون ٽرنٽون ڏار،
مڙيا مچ هزار، ياڳا ٽيندي سهٽي.

شاهه صاحب چوي ٿو، ته انسان جي دک درد جو علاج انهيءَ ۾ آهي، ته اسان کي هيڪڙائيءَ جو قائل ٿيڻ گهرجي، ۽ ائين محسوس ڪجي،

تہ اسان پاڻ ۾ ائين مليل آهيون، جو پاڻ ۾ ڪو سنڌو سيئو ئي ڪونهي. شاهہ صاحب مختلف طريقن سان ۽ جدا جدا تشبيهن سان اها ڳالهہ واضح ڪئي آهي. هيٺين بيت ۾ 'الف' ۽ 'لام' جي ميلاپ سان اها ڳالهہ سمجهائي اٿس:

ڪاتب لکيو جيئن، لاتي لام الف سين؛
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

ٻي هنڌ وري زنجير جي ڪڙين جو مثال ڏئي ٿو:

ڪڙو منجهہ ڪڙي، جيئن لوهار لپيٽيو،
منهنجو جيءُ جڙي، سپيريان سوگهو ڪيو.

هڪ ٻئي هنڌ ڪنڊين مينهن جي سڱن جي وچڙڻ جو مثال ڏنو اٿس. انهيءَ قسم جي مينهن جا سڱ اهڙيءَ طرح هوندا آهن جو ٻن اهڙين ڪنڊين مينهن جا سڱ جڏهن پاڻ ۾ اٽڪي پوندا آهن، تہ ڪيتريءَ ڪوشش جي باوجود جدا ٿي نہ سگهندا آهن:

ڪي اوڏاٽي ڏور، ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين،
ڪي چڙهن نہ چت تي، ڪي وسرن نہ مور،
جيئن مينهن ڪنڌين پور، تيئن دوست وراڪو دل سين.

## دنيا کان بي رغبتي

حديث شريف ۾ آيو آهي، مومن لاءِ دنيا جيل خانو ۽ ڪافر لاءِ جنت آهي، انهيءَ ڪري عارف ڪڏهن بہ دل کي دنيا جي قيد خاني ۾ اٽڪائي نہ ٿو ڇڏي، ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي قلب کي دنيا جي زيب ۽ زينت جي آرائش سان خراب نہ ٿو ڪري. هو هن دنيا ۾ ڪنول جي گل وانگر رهي ٿو، جيڪو پاڻيءَ ۾ هوندي بہ پاڻيءَ کان جدا رهي ٿو، دنيا ۾ رهندي بہ هو دنيا جي محبت کي پنهنجي دل ۾ جڳهہ نہ ٿو ڏئي. بلڪ سندس دل الله تعاليٰ جي محبت سان معمور رهي ٿي، جيڪي صاحب دنيا جي آرائش کي پنهنجي دل جو بت بنائين ٿا. اهڙن ماڻهن کي حضرت شاهہ صاحب هن طرح تلقين فرمائي ٿو:

ڪاٿو ڪمايوم، موتي مون نہ وٽجيا،
سيهي جو سيد چئي، وکر وهايوم،
اوچتو آيوم، سودو صرافن سين.

## پورهيت ۽ شاهه

دنيا ۾ پهريون دفعو اسلام پورهيت جو مان وڌايو آهي. نبي ڪريمﷺ فرمايو آهي تہ پورهيت الله جو دوست آهي. ٻي حديث شريف ۾ آيو آهي تہ پورهيت کي سندس پگهر سڪڻ کان اڳ ۾ اجورو ڏيو. بخاري شريف جي هڪ حديث ۾ آيو آهي، تہ حضرت ابوهريره نبي ڪريمﷺ جن کان روايت ڪري ٿو تہ پاڻ ڪريمﷺ جن فرمايو، تہ الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ، ٽي ماڻهو اهڙا آهن، جن جو قيامت جي ڏينهن مان دشمن هوندس. هڪ اهو ماڻهو جيڪو منهنجو نالو وٺي عهد ڪري، ۽ پوءِ ان کي ٽوڙي، ٻيو اهو ماڻهن جيڪو ڪنهن آزاد ماڻهوءَ کي وڪڻي ۽ ان جي قيمت کائي وڃي ۽ ٽيون اهو ماڻهن جيڪو ڪنهن مزور کي اجرت تي ڪم تي ببهاري، پوءِ ان کان ڪم وٺي مزوري نہ ڏئي.

هڪ ٻي حديث ۾ آيو آهي، تہ حضرت مقدام پاڻ سڳورن کان روايت ڪئي آهي تہ، پاڻ ڪريم جن فرمايو آهي، تہ ڪنهن شخص پنهنجي هٿ جي ڪمائي کان وڌيڪ پاڪ کاڌو نہ کاڌو آهي. حضرت داؤد پنهنجي هٿ جي ڪمائيءَ مان کائيندو هو.

ٻي حديث ۾ آيو آهي، تہ ماڻهوءَ جو پاڻ ڪمائڻ ۽ پنهنجي هٿ سان ڪمائڻ افضل آهي.

پاڻ سڳورنﷺ جي حديثن ۾ پورهيتن جهڙوڪ: لوهار، ڪوري، درزي، ڊڪڻ وغيره، جو ذڪر آيو آهي. طوالت جي خيال کان انهن جو احوال نہ ٿو ڏجي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ بہ پورهيتن جو مانائتي نموني ذڪر ڪيو آهي. نہ فقط ايترو پر انهن کي تمثيل طور آڻي، پنهنجو مقصد بيان ڪيو آهي.

### هاري:

سنڌ ۾ ماڻهوءَ جو گذر گهڻو تڻو زراعت جي پيشي تي رهيو آهي ۽ اڄ بہ سنڌ جي اڪثر عوام جو گذر زراعت تي آهي، ان ڪري شاهه پنهنجي

وطن جي ان اڪثريت جي ڏکن دردن ڪان نہ رڳو واقف هيو پر هن هاري کي پنهنجي شاعري ۾ اهم مقام ڏنو آهي. هو هاريءَ کي هوشيار ڪندي چوي ٿو:

سارنگ کي سعيو، توکي سعيو نہ ٿئي
گهڙي ٿو گمان ۾، آيو ڪي آيو،
هارين لاءِ هرجاءِ ۾، هادي هلايو،
متان اٿين پانيو، تہ ڪا بادل آ بس ڪي.
(سارنگ)

يعني سارنگ اسان کي خبردار ڪري ٿو، تہ اٿي پنهنجي پورهيئي کي لڳو: پورهيي ۾ ئي اوهان جي ڪاميابي آهي.

## لوهار:

هن بيت ۾ ”لوهار“ لفظ تمثيل آندو اٿس. سلوڪ جي طالب کي نصيحت ڪري ٿو، تہ پنهنجو مٿو سنداڻ ڪري پوءِ وڃي لوهارجو گهر پڇ، تہ جيئن هو ان تي لوهہ رکي ڌڪ هڻي، تہ جيئن من رڪ سان گڏجي پوي. سانداڻ لوهہ جي ان ڊِڪي کي چئبو آهي، جنهن تي لوهار تتل لوهہ کي متڪن سان ڪٽيندو آهي. مطلب آهي، تہ جيڪڏهن تون تڪليفون سهندين، تڏهن ئي ڪاميابي حاصل ڪندين فرمائي ٿو:

سر سانداڻ ڪري، پڇج گهر لهار جو،
ڏکن هيٺ ڌري، مانَ گڏيئي رڪ سان.

## آڳرِيا:

معلوم ٿيندو، تہ شاهہ پنهنجي شعر ۾ لوهار کي نهايت پرمعنيٰ علامت طور آندو آهي. لوهار لاءِ قديم زماني ۾ ”آڳرِيو“ لفظ بہ ڪتب آندو ويندو هو. شاهہ صاحب اهو لفظ بہ قريباً ساڳي تمثيل ۾، پر نئين اسلوب بيان ۾ ڪتب آندو آهي. ان سان گڏ ان لاءِ لفظ ”سراڻ“ بہ ڪم آندو اٿس؛ يعني ”صيقلگر“ فرمائي ٿو: اڄ سي آڳرِيا آيا آهن، جيڪي قابل صيقلگر بہ آهن. هو تلوارن کي پاڻي ڏئي تکو ڪندا چوي ٿو:

اڄ آڳرِيا آئيا، سوڌا سراڻي،
پياري پاڻي، تيغون ڪندا تکيون.

مٿين بيتن مان اهو بہ معلوم ٿيندوتہ شاهہ صاحب لوهارکي ڏنڌي جو

نهايت چڱيءَ طرح مشاهدو ڪيو هو. ڇاڪاڻ جو مٿين بيتن ۾ اهو بيان ٿيل آهي، تہ لوهہ کي ڪيئن پگهاري سراڻ تي ڏڪ هڻي، ان کي رڪ جي صورت ۾ آڻي، مختلف شيون ٺاهيون وينديون آهن. ٻي بيت ۾ بيان ٿيل آهي، تہ ڪيئن تلوارن کي پاڻي ڏئي، سراڻ تي تکو ڪندا هئا.

اوڏ:

سنڌ ۾ قديم زماني کان گهر يا اوطاق جي استعمال هيٺ ايندڙ ڇتن ۽ لانڍين کي جا ڀت ڏياري ويندي هئي، سي اوڏ ٺي ڪٽندا هئا. اڄا بہ سنڌ ۾ ڪڙ ٻيڪڙ ڪچن گهرن يا کوٺن کٽائڻ وقت انهن جي پيڙهہ اوڏڪي ڀت جي ٺي هجي ٿي، تہ سنڌ ۾ اڄ بہ اوڏ مٽيءَ جو ڪم ڪندا آهن. قديم زماني ۾ تہ اوڏ ويچارا اميرن جي آسري ۽ سهاري تي پڪا اڏي، پنهنجو پورهيو ڪندا هئا. شاهہ صاحب انهن جي ڪسمپرسيءَ جو فڪر ڪندي چوي ٿو:

لاکي لڄ ڪنئين، اگلن اوڏڙين جي،
ڪندو ڪانءُ ٻئي، اڳ وسوڙيل آهيون،

هن بيت ۾ اوڏياڻي، لاکي کي التجا ڪندي چوي ٿي

لاکا لڄ سنڌياءِ، اوڏ اگلي آهيان،
پکا سي ٻرناءِ، جي اجهي تنهنجي اڏيا.

ڪنيار:

شاهہ صاحب وٽ ڪنيار جو ذڪر بہ ٻن ٽن سُرن ۾ ملي ٿو. سُر هٽي جي هيٺين بيت ۾ سهٽي چوي ٿي تہ ڪنيار جا تہ رڃ بہ پڪا هئا، تہ نهائين بہ پڪي هئي، پر منهنجي قسمت اهائي هئي، جو مون کي پيلو (ڪچو) گهڙو ياڳي ۾ آيو:

پکا رڃ ڪنيار جا، پڪي نهائين،
مون کي تنائين، پيلو ياڳي آئين.

رڃ معنيٰ ٿانوَ ۽ نهائين معنيٰ "آوي" جنهن ۾ ڪنيار ٿانوَ پچائيندو آهي. سُر رپ ۾ ڪنيار جو ذڪر هن طرح ڪيو اٿس:

ڪي جو ڪَنيارن، مٽي پاڻي منيو،
تنهن مان تر جيترڙي، جي پيئي خبر ڪرن،
هي تان هوند مَرَنِ، هن اگڻ اوراتو ٿئي.

## ڪاپائتي:

قديم زماني ۾ عام عورتون پورهئي خاطر ڪپھ مان سُٽ ڪتينديون هيون. شاهوڪار گهرن جون عورتون شوقيہ سٽ ڪتينديون هيون. پر گهڻيون عورتون پورهئي طور سٽ ڪتيندون هيون. انهيءَ پورهئي جو ذڪر تفصيل سان شاھ جي رسالي جي سُر ڪاپائتيءَ ۾ ملي ٿو. شاھ صاحب سٽ ڪتيندڙ لاءِ ڪاپائتي لفظ ڪتب آندو آهي، جيڪو ان وقت مروج هو. هن بيت ۾ ڪاپائتيءَ کي "پورهيت" بہ ڪوٺيو اٿس:

ڪتي متي آئيون، ڪري تند تيار،
اُتل اوڏانهين ٿئي،جيڏانهن پرينءَ پار،
ڪاپائتيءَ قرار، پورهئي مان پرائيو. (1)

سٽ ڪتڻ کان اڳ ۾ ڪپھ مان 'پِها' يا 'پوڻيون' ٺاهيون وينديون آهن. ان عمل کي 'پِهڻ' يا مَتِڻُ/ مَتِڻ چيو ويندو هو. متين بيت ۾ شاھ صاحب مَتي(مصدر: مَتِڻُ) لفظ ڪتب آندو آهي. هن سر ۾ شاھ صاحب اهي سمورا لفظ ۽ اصطلاح آندا آهن، جيڪي ڪتڻ سان تعلق رکن ٿا. جهڙوڪ: چرخو، ارٽ، ائٽ، مونا، مال، تڪ، پڙا، سنهو ڪتڻ، لسي تنَد، رنڍا روڙڻ، مال جو ڍرڪڻ، تنبڻ، پچڻ، تڪ ونگي (ڏنگي) متڻ/ متڻ وغيره. هيٺين بيت ۾ ارٽ، اڃڻ، مال جي ڍرڪڻ، ۽ مونن جو اڪڙجڻ، ڪتب آندا آهن.

نڪي ڪَتيءَ ڪال، اڄ پڻ اڃڻ کي مرين،
مونا اُنجي اڪڙنا، ارٽ ڍرڪي مال،

سٽ ڪتيندي، ڪاپائتيءَ جي ڪوتاهيءَ جي ڪري، تند ۾ ڪتي ڳنڍيون اچي وينديون آهن. انهن کي پڙا چيو ويندو آهي. هيٺين بيت ۾ لفظ 'پڙا' ڏسو تہ ڪهڙي نہ معنيٰ دار ۽ علامتي انداز ۾ آندو اٿس. ان لفظ سان گڏ "تاجي" لفظ نہ آيو آهي. ڪتيل سٽ کي ابري تي اوبي ڦورا ٺاهي، ان مان 'تاجي' ڪڍي ويندي. "تاجي" مان وري ڪپڙو تيار ڪيو ويندو آهي.

شاھ صاحب چوي ٿو:

تاجي توريائون، تہ عيب نڪتا اڳيان،
ڪوٺي ڪاپائتين کي، پر ۾ پڇيائون،
اڳلڙي آءٌ، مون کان پڙا پڳا نہ ٿيا.

1- نبي بخش خان بلوچ ڊاڪٽر: شاھ جو رسالو، جلد پهريون: ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز، سال 1994ع ص 93.

هن مان معلوم ٿئي ٿو، سٽ ڪتيندي، تند مان "پڙا" ڪڍڻ کي "پڙا پڄڻ" چيو ويندو هو.

ململ سنڌ جو مشهور ڪپڙو هوندو هو، جيڪو ڏيساور ۾ ويندو هو. ان کي ٻاهرين ملڪن ۾ چيوئي "سنڌڻ" ويندو هو. اهو ٻين ملڪ ۾ بگڙجي سنڌن، سندن وغيره ٿيو ۽ عربي زبان ۾ "سندس" ٿيو. هي لفظ قرآن شريف ۽ حديث شريف ۾ نفيس ڪپڙي لاءِ مليو ٿو. ململ اڻڻ لاءِ نهايت خبرداريءَ سان سٽ ڪتيو ويندو هو. ان لاءِ ڪاپائتي تند کي پڙڻ کان بچائيندي هئي، ۽ لسي ۽ سنهي تند ڪتيندي هئي. ان جو ذڪر شاهه صاحب هن طرح ڪيو آهي:

لسي تند لطيف چئي، هلي تن هٿاءُ،
ململ منجها ماءُ، جن سڪيون تن سون ڪيو.

سٽ تڪ تي ڪتيو ويندو هو. اهو نڙن وانگر ٿيندو هو. پوءِ انهن کي ابري تي اوبي، ان مان ڦورا ٺاهيا ويندا هئا. انهن ڦورن مان تاڃي ڪڍي ويندي هئي. شاهه صاحب "اوبڻ" جو احوال هن طرح ڪيو آهي. ۽ علامت اسلام جي فيض جي رکي اٿس، جيڪو دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليو:

ڪي اوبن عرب ۾، ڪي ڪابل منجهه ڪتن،
سٽ ان جو سڦرو، مٿيون ماٽڪن.

ارٽ ڪان سواءِ انهيءَ اوزار لاءِ شاهه صاحب 'چرخو' لفظ بہ ڪتب آندو آهي، ۽ چرخي هلائڻ لاءِ "چرخو چورڻ" جو اصطلاح آندو آهي. اهو اصطلاح محنت ڪرڻ ۽ الله تعاليٰ جو ذڪر ڪرڻ جي علامت ۾ آندو اٿس. هيٺين بيت ۾ اها معنيٰ سمائيل آهي. ان ڪان سواءِ ان ڪپهه جي ڍيريءَ لاءِ 'پهي' لفظ آندو آهي. جنهن مان سٽ ڪتيو ويندو آهي. ڪٿي وري شاهه صاحب 'پهي' لاءِ 'پوٺي' لفظ بہ آندو آهي. بهرحال 'پهيءَ' وارو بيت هيٺ ڏجي ٿو:

چرخو چوري هٿ ڪر، هي هڏو هاٺي،
ڪاپائتي سڀ ڪا، ڪتي ساجهر سيباٺي،
چاتو جن چاٺي، تن هٿان پهي نہ ڇڏيو.
(سُر ڪاپائتي)

ڪتڻ جو ذڪر شاهه صاحب 'سُر حسيني' ۾ به ڪيو آهي. هن بيت ۾ سسئي چوي ٿي، ته پنهونءَ جي وڃڻ ڪانپوءِ مون کان ڪتڻ ٿي نه ٿو سگهي، نه فقط ايترو پر مون پنهل کان پوءِ رت روئي چرخو چڪ ڪري ڇڏيو. شاهه صاحب اهو مذڪور هن طرح آندو آهي:

آتڻ چونم ڪَت، تاڻيان تند نه نڪري،
پاڻ روئي رت، چَرخو مون چڪ ڪيو.

سُر حسيني ۾ ٿي سسئي پنهنجي ماءُ کي مخاطب ٿي چوي ٿي ته امڙ! منهنجي آسري تي 'پڇي'، نه پڇاءِ، چرخي کي ڦٽو ڪري ڇڏ ۽ پوٽيو وڃي پاٽيءَ ۾ اڇلي ڇڏ. مون جنهن لاءِ ڪتيو ٿي، اهو ڪوهيارو ته ڪيچ هليو ويو. هتي اهو واضح ڪجي ٿو، ته سٽ ڪتڻ لاءِ پڇيون تيار ڪيون وينديون هيون. جنهن لاءِ پڇريون ڪپهه پڇي صاف ڪئي ويندي هئي. هن بيت ۾ شاهه صاحب ان ڳالهه ڏانهن اشارو ڪيو آهي: فرمائي ٿو:

پڇي ڪيم پڇاءِ، امڙ منهنجي آسري،
ڏيئي لت چرخي کي، پوٽيون پاٽيءَ پاءِ،
ڪتيم جنهن لاءِ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.

سر حسيني ۾ اهڙي نوعيت جا به ڪيترائي بيت ملن ٿا. ڪاپائتي ۽ ڪتڻ تي انهيءَ ڪري ڪجهه تفصيل سان لکيو ويو آهي، ته جيئن واضح ٿئي ته شاهه صاحب نه فقط هن فن جي هنرن ۾ پورهيتن جو باريڪ بينيءَ سان مشاهدو ڪيو هو؛ پر عورت جي پورهئي ۽ هنر جو به گهرو مشاهدو ڪيو هو. شاهه صاحب جي فن جو اهو ئي ڪمال آهي، جو هن عورتن توڙي مردن جي هنرن ۽ پورهين جو نهايت تفصيل سان ۽ حقيقت پسندانه انداز ۾ ذڪر ڪيو آهي. نه فقط ايترو، پر انهن کي پُرمعنيٰ علامتن ۾ استعمال ڪري، اعليٰ خيال ۽ ايقان جا نڪتا بيان ڪيا اٿس.

ڌوٻي:

جڏهن به ماڻهوءَ جي شخصيت جو جائزو وٺجي ٿو ته نظر پهريائين تعاقب سندس تن تي پهريل لباس جو ڪري ٿي ۽ لباس جو حسن ۽ خوبصورتي يا اجروپڻ ڌوٻيءَ جي هٿ جو هنر هجي ٿي. هو پنهنجي ڏانوَ

يا تجربي جي آڌار تي ڪپڙي جي ميرَ ۽ داڳ ڌٻا متائي ڪپڙي کي اڇو اُجرو بنائي ٿو ڇڏي ۽ اجرو ڪپڙو ماڻهوءَ جي شخصيت کي چار چنڊ لڳائي ٿو ڇڏي.

سر حسيني جي هن بيت ۾ شاهه صاحب ڌوٻيءَ جي ڪم جو ذڪر ڪيو آهي:

گڏيو ڌوٻن ڌوءِ، پنهونءَ پارچو هٿ ۾،
اتي آري ڄام جو، قاصد آيا ڪوءِ،
اي ڪامل ڪم نہ سندوءِ، جيئن پهس پڇاڙين پوتيين.

'ڌوٻي' لاءِ 'پرٽ' لفظ بہ ڪتب ايندو هو. هيئين بيت ۾ سسئي چئي ٿي، تہ اسين پرٽ (ڌوٻي) آهيون ۽ پنهون ڄام جا پورهيت آهيون:

اسين پاڻ پرٽ، پورهيت پنهونءَ ڄام جا،
هوتُ ڪتوري هيرئون، مون ۾ صابن ڇٽ،
آتڻ منجهہ اگهٽ، ڪانڌ ڪنهن جي نہ ڪري.

هن بيت ۾ سسئي پنهنجي اصل نسل بابت ٻڌائي ٿي، تہ مون کي ڌوٻين پاليو آهي، پر اصل ۾ مان ٻانڀڻ- ڀيٽي يعني ٻانڀڻ جي ڌيءَ آهيان. مون کي هوت پنهونءَ جي حسن ماري وڌو آهي. جيستائين جيئندس تيستائين ان جي وصال لاءِ ئي واجهائيندي رهنديس. شاهه صاحب فرمائي ٿو:

پريٽن پاليس، ٻانڀڻ ڀيٽي آهيان،
حسن هوت پنهونءَ جي، ماري مات وڌياس،
جانڪين تان جئينداس، پيس ور وصال جي.

## مهاڻا:

پورهئي جي سلسلي ۾ ڪاپائتي ۽ سسئي کان سواءِ جنهن ٽين عورت جو شاهه صاحب ذڪر ڪيو آهي، اها نوريءَ آهي. نوريءَ مهاڻي هئي. هوءَ مهاڻن جي "گندري" ذات مان هئي، انهيءَ ڪري شاهه صاحب ان کي گندري بہ سڏيو آهي.

تون تماچي تڙ ڌڻي، آءٌ مهاڻي مي،
مون ڏهاڳ مَ ڏي، آءٌ جي نالي نيبس تنهنجي.

هن بيت ۾ "گندري" ۽ مئڪي ڌيءَ" آندو اٿس.

تون سمون، آئون گنڊري، عيب مون ۾ ويهه،
پسي منڪي ڏيءَ، مٽان ماڳ مٽيين.

سرڪاموڏ ۾ شاهه صاحب نوريءَ جي مائٽاڻين مهاڻن جو ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن جي تصوير چٽي آهي. نوريءَ جي سونهن ۽ سيرت جو ذڪر شاهه صاحب هن طرح ڪري ٿو:

مهاڻيءَ جي من ۾، نه گيرب نه گاءُ،
نيٽڻ سين ناز ڪري، ريجهايائين راءُ،
سمون سين ملاءِ، هيريائين حرفت سان.

مهاڻي جي ڪمن ڪارين جي تصوير چٽيندي چوي ٿو:

جاريون، ڪاريون، ڄڄَ، ڇپريون، جن جي محبت مڇيءَ سان،
رهن وهَن سر پانڌين، سيئي بدبوءِ هاڻ،
لُڏڙن جئن لَطيف چئي، پاڻيءَ وچهن پاڻُ،
تن مَلاحن جو ماڻَ، سمي سرِ ڪيو پانهنجي.

هن بيت ۾ مهاڻن لاءِ "ملاح" لفظ آندو ويو آهي.

هينئن بيت ۾ مهاڻن جي تصوير چٽيندي چوي ٿو، ته هنن پاڻيءَ جا پڪي قاشائڻ لاءِ پنهنجي جسم تي پاپوڙن جا پَنَ اهڙيءَ طرح لڳايا آهن، جو اهي ڄڻڪ سندن پوشاڪ ٿي پيا آهن. انهن جي گوڏ گند هاڻي آهي:

گند جن جي گوڏ ۾، پاپوڙا پوشاڪ،
اُنين جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو.

مهاڻين جي تصوير چٽيندي چوي ٿو:

ڪاريون، ڪوجهيون، ڪُوڙيون، مور نه موچاريون،
وٺي ويٺيون وات تي، ڪکيءَ جون ڪاريون،
اُنين جون آريون، سمي ريءَ ڪير سهي.

اهڙيءَ طرح مهاڻين ۽ مهاڻن جي ڪار ڪرت، هلت چلت، ڏنڌي ڌاڙي ۽ شڪل توڙي صورت جي تصوير نهايت حقيقت پسندانه نوع ۾ چٽي اٿس.

مهاڻن يا ملاحن جو ذڪر شاهه صاحب جي رسالي جي ٻين سرن ۾ به ملي ٿو. سر گهاتو ۾ هنن لاءِ شاهه صاحب چوي ٿو:

گهنگهريا گهڻ ڄاڻ، موڙهي مت مهاڻيين،
ويا ڳڙجي وير ۾، پيا منهن مهراڻ،
اڳيان پوپان تاڻ، ويا ويچارن وسري.

گهڻ، ڄاڻ يعني داناءَ مهاڻا به منجهي پيا، ۽ انهن جو عقل ڪسجي ويو، مهراڻ جي وير ۾ اهڙو هليا ويا، جو حرفتون ۽ اٽڪلون وسري وين.

سمنڊ جي ماري يا شڪاري کي گهاتو چيو ويندو هو. شاهه صاحب سُر گهاتو ۾ هيٺين بيت ۾ ڪلاچيءَ جي مهاڻن کي گهاتو سڏيو آهي. ان سان گڏ انهن لاءِ ملاح لفظ به ڪتب آندو اٿس:

ڪال ڪلاچيءَ ويا، گهاتو ڪري گهور،
مادر ملاحن جا، ويڻي سهان سور،
مون کي ڪري ملور، اونهي ويا اوهري.

سر گهاتو جي هيٺين بيت ۾ شاهه صاحب ملاحن لاءِ چوي ٿو، ته هو شڪار جي تلاش ڪندي، وڃي گهور يعني ڪن ۾ پيا. اهڙيءَ طرح اگهور پاتال ۾ وڃي تلاش ڪيائون. اهڙي طرح 'ميڪر' يعني مانگر مڇ ماري ڏاڍا خوش ٿيا.

گهوريندي گهور پيا، اگهور گهورياڻون،
مَيڪَرُ مارياڻون، ملاحن مُـهَ سَنرا.

مڇي مارڻ ڪان سواءِ مهاڻا ٻيڙيون به هلائيندا هئا ۽ وڏن سامونڊي ٻيڙن تي رهبري به ڪندا هئا. شاهه سر "سريراڳ" ۾ انهن جي رهبريءَ جو ذڪر هن طرح ڪري ٿو:

سڙهه سنوان، لاڄو نوان، مهاڻا سندن مير،
ساٿي سفر هلڻا، ٿڻا سٺاوا سير،
جي اڇن ساڻ اُڪير، سي ٻيڙا رکين ٻاجهه سين.

سامونڊي ٻيڙن تي خلاصي به مهاڻو هوندو هو، جنهن کي 'ناکئو' چيو ويندو هو. هن بيت ۾ شاهه صاحب چوي ٿو، ته جيڪڏهن ناکئو چڱيءَ طرح جاچ رکندڙ ۽ قابل آهي ته هو معلوم (ڪپتان) کي خطرن کان آگاهه ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح هو الله تعاليٰ جي فضل ۽ ڪرم سان سامونڊي طوفان مان لنگهي وڃي، 'عدن' بندر تائين پهچن ٿا:

ناکئو نگهبان، معلم منجهي خبرون،
جن ساري ڪئيو سمونڊ تي، سفر جو سامان،
لطف ساڻ لطيف چئي، تن لنگهيو طوفان،
سنياري سبحان، وجهي عادتئون اُڪتا.

قديم زماني ۾ ساموندي ڏاڙيل، ٻيڙن تي ڌاڙا هڻندا هئا. پوئين زماني ۾ اهڙن ڌاڙيلن مان پورچوگيز به هئا، جن کي فرنگي يا ڦلنگي چيو ويندو هو. شاهه صاحب هيٺين بيت ۾ ڦلنگي لفظ ڪتب آندو آهي. هو ملاح کي خبردار ڪندي چوي ٿو، ته معلم اڳ وانگر سجاڳ نه آهي، يعني غامل آهي. اهو ڏسي ڦلنگي وجهه ڳوليندا ٿي رهيا. اي ملاح ! هينئر اهي تنهنجي ٻيڙي تي چڙهي آيا آهن. الله تعاليٰ توکي پناهه ۾ رکندو:

معلم ماڳ نه اڳيين، ڦلنگي منجهه ڦريا،
ملاح تنهنجي مکڙي، اچي چور چڙهيا،
جتي ڏينگ ڏريا، تتي تاري تنهنجي.

هيٺين بيت ۾ به ملاح ۽ معلوم جو ذڪر گڏ ڪيو اٿس. يعني معلم ۽ ملاح لازم ۽ ملزوم هئا. ان سان گڏ دوربينيءَ جو ذڪر به ڪيو ويو آهي، يعني ان زماني ۾ دوربيني ڪان ڪم ورتو ويندو هو:

مان پڇنئي سپرين، چيتاريج چت،
دائما دوربينيءَ ۾، پس ولاتن وِتُ،
نيهه نيڪاري نت، ملاح گڏ معلم سين.

ملاح جو ذڪر سر سهڻي ۾ به ملي ٿو. سهڻيءَ لاءِ چوي ٿو:

هئي طالب حق جي، توڏي لاڪون تورڙ،
نَه ملاح نه مڪڙي، نڪي ٻڌي نوڙ،
پاٹي پنيءَ، پوڙ، سهڻي ليکي سير ۾.

## مارو ماڻهو:

مارئيءَ جا مائٽ مارو به پورهيت هئا. هو رڍون ۽ ٻڪريون چاريندا هئا ۽ ڏٿ ميڙي اچي پيٽ- قوت ڪندا هئا. شاهه صاحب انهن جي ڦرن چارڻ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

کوهر، ٿوهر ٿر، جت سانيڪا ۽ سٿيون،
چارن اُت چاهه منجهان، پاسي ڦوڳن ڦر،
ڪيئن لهندم ڪَرَ، جئن مارو پاڻ آپاريا.

آپاريا معنيٰ مشغول. يعني مارئي چوي ٿي ته جيئن ته مارو انهن کوهن مان پاڻي ڀري ڍڳن کي پيارڻ ۽ چارڻ ۾ مشغول آهن، اهي منهنجي سنڀال ڪيئن لهي سگهندا.

هينئين بيت ۾ مارن جي تصوير چٽيندي چوي ٿو، جيڪي ٿر ۾ دور دور کان پاڻي ڀري اچ اجهائيندا رهن ٿا ۽ چوي ٿو ته انهن جي مٿن تي پاڻيءَ جا گهڙا آهن، جيڪي هو ڀري کان ڀريون پيا اچن آهن، جنهن ڪري هو ڇنگهندا اچن ٿا. پڳهر ڳاڙيندا اچن ٿا، جنهن ڪري پگهر پيرن تائين وهي اچين ٿو. مارئي چوي ٿي، ته منهنجي مارن جون اهي وصفون آهن. مون ڀري کان ٿي انهن کي ڀرڪي ورتو آهي.

مٿن ٽبڪ ٽبڪڙا، ڇڪنڊڙا اچن،
ڪڙيون ڪيهُ ڀڪُليُون، پگهر سر پيرن،
اي وَڙُ ويڙهن، مون لوڏائين لکيا.

## پنهوار:

هينئين بيت ۾ ڏنار لاءِ "ڏراڙ" ۽ "پنهوار" لفظ آندا ويا آهن:

سونهن وڄايم سومرا! پسان ڪئين پنهوار،
ڏُٿيءَ جا ڏراڙ، تنهن روءِ ريءَ وڃڻ ناهه ڪو.

پنهوار يا ريڍار گهٽن ۽ رڍن جا وار ڪتي، ان کي ڪتي، ان ناهيندا هئا. مارو ماڻهو گهٽا ۽ رڍن ڏاس ڪتري عورتن حوالي ڪندا هئا ۽ عورتون ڏاس ڪتي، اَنَ تيار ڪنديون هيون. انهن مان سٿا ڪتا ۽ ڪتيون اٽيون وينديون هيون. شاهه صاحب چوي ٿو، ته واهوندن وسي، پنهوان کي ڏاڍو خوش ڪيو، انهيءَ ڪري ڦر وڏا ٿيا، انهن ڦرن تان هو ڪوُنري اَنَ ڪورين ٿا. ان کان پوءِ عورتون پنهنجي گهرن ۾ ويهي اَنَ ڪتين ٿيون. ٿر جي هڪ حصي "پاٺر" جي رڍن جي ننڍن ٿج پياڪ ڦرن کي ٻه وار هوندا آهن. ٿر جي ٻي حصي "ڪاٺر" ۾ اَنَ مان سنيون اوڇيون ڪتيون چن ٿيون. انهن کي ڪلف ٻه ڏنو ويندو هو؛ جيڪو پاڻيءَ ۾ اٽو ملائي ٺاهيو ويندو هو. ان کي "پيڻ" يا "پاٺڻ" سڏيو ويندو هو. مارو ماڻهو انهيءَ مشغوليءَ جي باوجود، ڪتين کي نپوڙي، انهن مان پيڻ ڪيندي چون ٿا، اسان کي ملير ۾ مارئي گهرجي:

پنهوارن پاڀوهيو، ڪي وس واهوندن،
لٽو سيءُ لطيف چي، ٻَڌو ڦَڻُ قرن،
اوءِ ٿا ڪورن ڪونئري، سرتيون مٿان سَسَنِ،
عمر! ان اڱوندرِي، پاسي ڪانڌ ڪَتَنِ،
پائر ڏنيون پَنيون، تندين نوراپن،
ڪاٺر ڪتيون خاميون اوڇيون اُت اُڇَن،
ڪڏيو پيٽُ ڪَهَنِ، ملير گهرجي مارئيءَ!

## غــواص:

قديم زماني ۾ ٽوٻا (غواص) بہ هڪ قسم جا پورهيت هئا. جيڪي سمنڊ ۾ ٽٻيون هڻي، موتي ميڙي ڪڍندا هئا. شاهہ صاحب غواصن جو ذڪر بہ ڪيو آهي. سر سريراڳ جو هڪ بيت آهي:

اي گت غواص، جئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهہ پاتال جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون موتي لعل هٿن سين.

غواص موتي هٿ ڪرڻ لاءِ سمنڊ جون تڪليفون سهندا هئا. هو اونهي پاڻيءَ جي اڃ ۾ ڪاهي پوندا هئا. هو "جهريون" وهڪري واريون لهرون جهاڳيندا هئا ۽ ڪارن ڪُنن سان مهاڏو اٽڪائيندا هئا. اهڙيءَ طرح سمنڊ سوجهي، اصل آڻي رکندا هئا. شاهہ صاحب اها ڳالهہ هن طرح ڪري ٿو:

آچارا عميق جا، گڏيا غواصن،
جهريون جهاڳي آئيا، ڪارونيار ڪنن،
سمنڊ سوجهي جن، آڻي امل اوليا.

## صــراف:

"صراف" سون ۽ هيرن جواهرن کي پرکڻ جو ڪم ڪندا هئا. پر ڪم جي لحاظ کان شاهہ صاحب ٻن قسمن جي صرافن جو بيان ڪيو آهي. انهن کي صراف سڏيو اٿس، جيڪي ڪاپائيتن وٽان سٽ پرکي ڪندا هئا. سُر ڪاپائتيءَ جي هڪ بيت ۾ صراف جو ذڪر هن طرح ملي ٿو:

محبت پائي من ۾ رنڌا روڙيا جن،
تن جو صرافن اٽوريو اگهائيو.

سر سريراڳ جي هن بيت ۾ سون جي پرکڻ واري لاءِ بہ "صراف" جو لفظ آيو آهي:

سونا! وانءُ صراف سين، لڌو لاهہ مَ لڌ،
سودو سوئي چڏ، جنهن ۾ جواهر ناهہ ڪو.

هن بيت ۾ صراف کي مخاطب ٿي شاهہ صاحب چوي ٿو، تہ سون جو سچو سودو ڪر، ۽ اٽڪل بازي ڇڏي ڏي. مٿ ملبل رواجي ۽ خسيس روپو چاندي ڪري ٿو هلائين. اڳتي هلي الله تعاليٰ پاڻ قاضي ٿيندو، ۽ تنهنجو حساب ڪتاب توراپو ويندو.

سونا! وانءُ صرافَ سين، ڀڄي ڇڏ بازي،
چاندي ڪيو چلائين، روپو روازي،
جت ٿيندو رب قاضي، ات توريندا تجويز سين.

ان مان اها ڳالهہ پڻ واضح نظر اچي ٿي تہ سون ۾ کوٽ ۽ کپت وارو ڪم ان زماني ۾ بہ جام هئو، يعني ان زماني ۾ صراف کوٽ ڪندا ۽ ماڻهن جو استحصال ڪندا هئا. شاهہ صاحب اهڙن ڪوتن ۽ پرمارن کي خبردار ڪيو آهي، تہ ماڻهن سان کوٽ نہ ڪيو، اڳتي هلي اوهان کي الله تعاليٰ آڏو حساب ڪتاب ڏيڻو پوندو. مطلب تہ شاهہ صاحب پورهيتن توڙي عام ماڻهوءَ جو استحصال ڪندڙن کي ننديو آهي. ان لاءِ صراف علامت طور ڪنيو آهي.

## وينجهار:

"وينجهار" موتي پرکيندا هئا، ۽ موتي زيورن ۾ جڙيندا هئا. شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

وجِن مَ وينجهار، پاڻيٺ جي پرکٺا،
ڪنيرُ پائي اکيين، لهن سپ ڪنهن سار،
موتيءَ جي مزاج جو، قدر منجهہ ڪنار،
صرافنٿون ڏار، ماڻڪ ملاحظو ٿئي.

هيرو ۽ لعل پرکڻ کي "وَنڌڻ" چيو ويندو هو. هيٺين بيت ۾ شاهہ صاحب چوي ٿو، تہ اهي وينجهار هليا ويا، جيڪي هيرا ۽ لعل وڌيندا هئا. هينئر انهن جي پوين کي شيشي جو ڪم ڪرڻ بہ نہ ٿو اچي. انهيءَ ڪري اهي لوهر! انهن ماڳن تي وڃي تون ويهي لوهہ ڪٽ، يعني هن بيت ۾ وينجهار (نفيس ڪم ڪندڙ) سان گڏ لوهار (لوهہ جو ڪم ڪندڙ) جو ذڪر بہ آيو آهي، فرمائي ٿو:

وياسي وينجهار، هيرو لعل ونڏين جي؛
تنين سندا پوئيان، سيهي لهن نہ سار،
ڪتيين ڪٺ لهار، هاٿي انهين پيٺيين.

## ڪوري:

شاهہ صاحب جي زماني ۾ ”ڪوريءَ“ مکيہ پورهيت هو. سندس اٽيل ڪپڙو ڏرانهن ڏيهن تائين ويندو هو. خاص طور تي ’ململ‘ ڪپڙو تہ ڏورانهن ڏيهن ۾ سنڌ جي سڃاڻپ هيو. ان سواءِ تن ڍڪڻ لاءِ پڻ ڪوري جي ڪاريگري ئي ڪم اچي ٿي. ان لاءِ شاهہ صاحب ”ڪوري“ جو ذڪر بہ مانائتي نموني ڪيو آهي. ”ڪوري“ بابت هي بيت شاهہ صاحب ڏانهن منسوب آهي، پر رسالن ۾ ڪونہ ٿو ملي؛

هلو هلو ڪورين، نازڪ جن جو نينهہ،
ڳنڍيين سارو ڏينهہ، ڇنڻ مور نہ سڪيا.

”ڪوريءَ“ ٻن تندن کي ملائڻ لاءِ ڳنڍ نہ ڏيندا آهن، پر ڇپٽيءَ سان ٻنهي تندن کي اهڙو ملائي ڇڏيندا آهن، جو ڳنڍ ظاهر نہ ٿيندي آهي. ان کي ”اُميري“ چيو ويندو آهي. شاهہ صاحب ڏانهن منسوب هڪ بيت ۾ اهو لفظ هن طرح آيو آهي؛

”هو چوني، تون مَ ڇنُو، پاءِ اُميري ان سين“

هي بيت بہ رسالن ۾ نہ ٿو ملي.

هڪ بيت تارا چند شوقيرام جي شاهہ جي رسالي جي سرڪاپائتي ۾ ملي ٿو، جنهن ۾ ”ڪوري“ لفظ ڪتب آندل آهي. بيت هن طرح آهي؛

نڪي ڪتين، نہ ڪتائين، نہ ڪڍي”ڪوريءَ“ ڪاڻ،
جن ربيع سين رهاڻ، تن اوڏو ناهہ اگهاڙ جو.

هي بيت غلام محمد شاهواڻيءَ علامہ آءِ. آءِ. قاضي، ان رسالن ۾ نہ ٿو ملي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مرتب ڪيل رسالي ۾ ملي ٿو. البت ان ۾ ٿوري تبديلي آهي، جيڪا بلڪل صحيح آهي، بيت هن طرح آهي؛

نہ ڪتي نہ ڪتائي، نہ ڪڍي ڪورين ڪاڻ،
رب سين جن رهاڻ، تن اوڏو ناهہ اگهاڙ جو.
(ص 93, جلد ٽيون)

جيڪڏهن پوئين مصرع جو پهريون فقرو هن طرح هجي ته وڌيڪ سهڻو لڳندو:

"جن رب سين رهاڻ"

منهنجي خيال ۾ ڪتابت يا ڇاپي جي غلطيءَ سبب تارا چند جي رسالي ۾ "رب" جي بدران "ربيع" اچي ويو آهي. "ربيع" بلڪل غلط لڳي ٿو.

سر ديسيءَ جي هن بيت ۾ ڪوريءَ جو نالو به اچي ٿو، ته هن ان سان گڏ ٻين پورهيتن جا نالا به آيا آهن. جهڙوڪ: ڪمي، لنگهو ۽ لورو. بيت هي آهي:

چوري ندوري، نڪو مائٽ منڌ جو،
سوين هلن سات ۾، ڪمي ۽ ڪوري،
آءٌ پڻ آهيان، ان ۾ لنگهي ۽ لوري،
لنگهائين لطيف چي، ٽرن جي ٽوري،
آهيان اُزوري، تنهنجي جوريءَ جبل جهاڳيان.

واڍو:

واڍو وڻ وڍي ڪاٺ مان مختلف شيون ٺاهيندو آهي. گهر جي درن ۽ درين کان وٺي رڌپچاءَ ۽ زراعت ۾ استعمال ٿيندڙ هَرَ ۽ ٻيو ساز و سامان پڻ واڍي جي هٿ جو هنر آهي. ان کان سواءِ عام استعمال ۾ ايندڙ شين تائين هر گهرن ۾ ڪافي شيون واڍي جي هٿ جون ٺهيل هونديون آهن مثال طور: ڏوئي، ويلڻ، چڪرو وغيره. شاهه صاحب ان جو ذڪر به آندو آهي. فرمائي ٿو:

ڏونگر تون ڏاڍو، ڏاڍا ڏاڍايون ڪرين،
مون تن اندر تنن وهين، جئن وڻ وڍي واڍو،
اٿي ڪرم جو ڪاڙو، ناتَ پٿر ڪير پنڌ ڪري.

ڪاتب:

ڪتابت به هڪ قسم جو پورهيو آهي. شاهه صاحب ڪاتب جو ذڪر به ڪيو آهي، سريمن ڪلياڻ جو هڪ بيت آهي:

ڪاتب لکيو جيئن، لايو لام الف سين،
اسان سڄڻ تئين رهيو، آهي روح ۾.

جت:

جت اٺ چاريندا هئا، يا اٺن تي مال ڍوئيندا هئا. شاهه صاحب جتن جو ذڪر سسئيءَ وارن سرن ۾ به ڪيو آهي، ته ڍهر ۾ به. سر ڍهر ۾ جتن

جو ذڪر هن طرح آيو آهي:

جتن جاڙيجن سان، صلح ڪر سنگهار،
تو دڳ ڇڏين ٿو ويسلو، هاءِ ڇمڪيا ڇوڏار،
تو جيڏا ٿو يار، لاڪي ڪٿين لڏائيا.

## وڻجارا:

قديم زماني ۾ وڻجارو يا واپاري شاهوڪار ته ضرور هيو، پر پورئي ڪان پالهو نه هو. هو هڪ هنڌ ويهي دولت نه ڪمائيندو هو، پر سمنڊ، سوجهي، تڪليفون ۽ محنتون ڪري ڏن گڏ ڪندو هو. مطلب ته هن جي خوشحاليءَ ۾ سندس اورچائيءَ جو دخل هو. شاهه صاحب ان محنت، اورچائي ۽ جوکم جو ذڪر تفصيل سان پنهنجي رسالي جي ٻن سرن، ”سر سريراڳ“ ۽ ”سر سامونڊي“ ۾ ڪيو آهي.

هن بيت ۾ شاهه صاحب چوي ٿو، ته وڻجارن وٽي يعني واپار ڪري، ٻيڙن ۾ وڏو آهي. هو پنهنجي ٻيڙن جا ڪوها يعني سڙهه ڪٽي اتر جي واءُ جي آسري اسهيا آهن. شاهه صاحب ڪين دعا ڪندي چوي ٿو: الله ڪري، ته انهن جي اولي يعني ونجهه جي اٽي يعني نوڪ جهري نه پوي:

ڪوها ڪالهه ڪٽي، اُن وڏا اُتَرَ آسري،
الا! جهري مَ اُنِ جي، اَولي جي اٽي،
وڻجارن وٽي، وکر وڏو ٻيڙيين.

شاهه صاحب اهڙن وڻجارن لاءِ سامونڊي لفظ ڪتب آندو آهي. چوي ٿو، ته هو پرڏيهه پهچڻ لاءِ تڪڙو هلندڙ آهن، ۽ سمنڊ انهن جو ساٿيهه آهي:

پڳهه پاسي ويهه، آيل! سامونڊين جي،
تون وسيري وک ڪٿين، هو پورينڊا پرڏيهه،
سمنڊ جن ساٿيهه، ڪوهه نه ويٺينءَ تن سين.

شاه صاحب سامونڊي سوداگرن لاءِ ’ڏاڙيچو‘ لفظ به ڪتب آندو آهي. ان زماني ۾ سامونڊين جون عورتون پنهنجي مڙسن جي اچڻ جو ڏاڍو انتظار ڪنديون هيون. هيٺين بيت ۾ شاهه صاحب اهڙيءَ عورت جي زباني چوي ٿو ته، وڻجارن جي ٻيڙن جو بيرقون ڇوڏاري ڇمڪن ٿيون، امڙ! چاڻ سامونڊي

سهسين سينگار ڪري آيا. ڪالهاڪون ڪانگ انهن جي اچڻ جي خبر ڏئي رهيو آهي:

چمڪيون چوڏار، ڏڄون ڏاڙهڻ جون،
ماءِ! سامونڊي آئيا، سهسين ڪري سينگار،
اُنين جي پچار، ڪالهونڪر ڪانگ ڪري.

هيئين بيت ۾ شاهه صاحب سامونڊي واپارين لاءِ ”ڪاري - ڪيڙائو“ ۽ وهائو لفظ ڪتب آندا آهن. ان سان گڏ انهن کي ”سائو“ يعني بهادر ڪوٺيو آهي. هن بيت مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته، هو ”لنڪا“ تائين واپار ڪندا هئا. هن کان اڳ ۾ هڪ بيت آيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو، ته عدن تائين به ويندا هئا. شاهه صاحب فرمائي ٿو:

ڪاري- ڪيڙائو، مٿي مِٺي موٽيا،
سودو ڪن نه سون جو، وڏا وهائو،
موتي جي مهراڻ جا تن جا طاماڪو،
سامونڊي سائو، لنڪا لوچي آئيا.

هيئين بيت ۾ ۽ ڪن ٻين بيتن، جيڪي اڳ ۾ اچي چڪا آهن، شاهه صاحب ”مهراڻ“ لفظ سمنڊ لاءِ ڪتب آندو آهي.

هن بيت ۾ شاهه صاحب سنڌ جي واپارين جي لنڪا جي سفر جو ذڪر ڪيو آهي. فرمائي ٿو:

لنڪا لنڪا ڪن، ليءِ لنڪا جي اوهريا،
سٽي سون لنڪا جو، سک نه سامونڊين،
ٻرهه ٻڳهه چوڙيا، ڪاري - ڪيڙائن،
وڏي ڀاڳ ڀڙن، جي ڪهيا ڪارونيار ڏي.

هن بيت ۾ شاهه صاحب سامونڊيءَ جي عورت جي جذبات جو ذڪر سندس زباني هن طرح ڪري ٿو:

وڻجارن وري، ٻرهه ٻڳهه چوڙيا،
اوليون ٻسي ان جون، پيٽڙم ڳيچ ڳري،
ويندس ماءُ! مري، ساري سامونڊي کي.

هن بيت ۾ وڻجاري جي عورت، جذبات ۾ اچي چوي ٿي، ته جيڪڏهن مون کي خبر هجي ها، ته منهنجو ڪانڌ وڻجارو آهي ته مان ڪڏهن به ساڻس لائون نه لهان ها. چاڪاڻ جو انئي پهر هو پرڏيهه جي پنڌن ۾ آهي:

جي تون وڻجارو ڪانڌ، تہ مون هڏ نہ لائون لڏيون،
پرڏيهہ مٿي سانگ، اڻٽي پهر جنهن جو.

ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ ان زماني جو وڻجارو ڪيڏيون تڪليفون وٺي سمنڊ جي ذريعي ڏيهہ ڏوريندو هو ۽ ان جي عورت ان جي وڇوڙي ۾ ڏاڍا ڏکيا ڏينهن گهاريندي هئي.

مٿي ڏنل جائزي مان معلوم ٿيندو تہ شاهہ صاحب پنهنجي شاعريءَ ۾ انهن سيني پورهيتن ۽ انهن جي پورهئي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي ان زماني جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن ۾ پنهنجو پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيا هئا. شاهہ صاحب انهن جي پورهئي جو تفصيل بہ ڏنو آهي، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو، تہ شاه صاحب نہ رڳو سنڌ جو سير ۽ سفر نهايت غور سان ڪيو هو، پر پورهيتن جي هر ڳالهہ ۽ هر هنر جو نهايت باريڪ بينيءَ سان مشاهدو ڪيو اٿس، نہ فقط ايترو پر سنڌ جي پورهيتن جو ماناٿتي نموني بيان بہ ڪيو اٿس ۽ پنهنجو روحاني ۽ اخلاق مقصد بيان ڪرڻ لاءِ انهن کي علامتن، تشبيهن ۽ تمثيلن طور پنهنجي شعر ۾ آندو اٿس.

اهو ڏيکاري ٿو، تہ شاهہ صاحب جو رسالو سنڌ جي ثقافت جو ترجمان آهي، ۽ سنڌ جي معاشي، معاشرتي ۽ اقتصادي حالتن جي چٽي تصوير پيش ڪري ٿو. ان مان اهو بہ ظاهر ٿئي ٿو، تہ سنڌ جي ثقافتي ۽ اقتصادي حالتن بيان ڪرڻ لاءِ شاهہ صاحب جو رسالو اهم، بنيادي ۽ مستند ماخذ جو ڪم ڏئي سگهي ٿو.

# سارنگ سار لهيج

شاهہ صاحب هن سر ۾ برسات جو ذڪر ڪيو آهي. شاهہ صاحب ڏيڪاريو آهي تہ برسات، الله تعاليٰ جي رحمت آهي، جڏهن مينهن پوي ٿو، تہ خشڪ زمين ڪي ريج اچي ٿو. جنهن ڪري پوکون ٿين ٿيون ۽ زمين تي گاهہ جي سائي چادر وڇائجي وڃي ٿي، ملڪ سرسبز ۽ شاداب ٿئي ٿو. گاهہ ۽ ان ججهو ٿئي ٿو، ڍنڍون ڍورا پاڻيءَ سان ڀرجي وڃن ٿا. انهيءَ ڪري ماڻهو خوشحال ٿين ٿا. ملڪ آسودو ٿئي ٿو، ۽ ڍور ڍڳا، پکي پکڻ ۽ جيت جڻيا ڍائجي وڃن ٿا. انهيءَ اهميت ۽ ضرورت جي ڪري ماڻهو، مرگهہ، مينهون، پکي پکڻ وسڪاري جي اوسيئڙي ۾ آهن، ۽ منداڻتي مينهن لاءِ سارنگ کي پيا سارين، جڏهن سارنگ پنهنجي ساز سامان سان يعني کنوڻين ۽ گجگوڙن سان ظاهر ٿئي ٿو تہ، ماڻهو خوشيءَ ۾ نہ ٿا ماپن.

جڏهن ماڻهو ۽ ڍور ڍڳا، پکي پکڻ ۽ سمنڊ جون سپون سارنگ لاءِ وياڪل آهن، تڏهن ڪريم جي رحمت کي جوش اچي ٿو، ۽ اتر طرف کان ڪڪر ڪارونڀاري ڪري، گجگوڙيون ڪندي، رسيلا رنگ ڪڍي ڪاهيندو اچي ٿو، ۽ پوءِ رحمت جو وسڪارو ٿئي ٿو. نتيجي ۾ سرسبزي ۽ خوشحالي ٿئي ٿي ۽ ڏيهن جي ڏڪارين جو پيٽ سان منهن لڳي ٿو.

شاهہ صاحب کي مينهن جي وسڪاري وقت بہ غريب ۽ مسڪين مارو ياد اچن ٿا. ڪيس ڳڻتي ٿئي ٿي، تہ هن وڏ ڦڙي جي وسڪاري ۾ غريب ويچارا ڪيئن ڪندا؟ جن جون جهوپڙيون جهريل آهن، ۽ منهن، مينهن ۽ واءَ جي سٽ سهڻ جهڙا نہ آهن. انهن جو اجهو هيٺو آهي، ڏيل ڏڪويل آهي، ۽ نہ اٽن پورو اوڇڻ ۽ نہ سيءَ جي بچاءَ جا ڪپڙا ۽ سوڙيون. مطلب تہ هن سر ۾ شاهہ صاحب مينهن جي اهميت ۽ فاديت جو بہ ذڪر ڪيو آهي، تہ غريبن، مسڪينن، مارن ۽ پنوهارن جي رهڻي ڪهڻي، ۽ اميد آسرن، مايوسين، ۽ محرومين، تڪليفن ۽ مشڪلاتن جو عڪس پڻ حقيقت پسندانہ نموني چٽيو اٿس. هي بيت ملاحظہ فرمايو.

اڄ پڻ اميدون، اڳم سنديون اُڀ ۾،
ساوڻ پسي سرتيون، سڄڻ سارِيون مون،
آءٌ آسانتي آهيان، مان پيچائي پون،
گهر تہ گهرجين تون، منڊ مڙيئي مينهن جي.

شاهہ صاحب فرمائي ٿو تہ الله تعاليٰ اڄ بہ اتر طرف جهڙ ڪيو آهي. ان جهڙ حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي روضي شريف جي اوسي پاسي وسي، خشڪ ميدان کي آلو ڪري ڇڏيو آهي. شل اهو مينهن رسول ڪريم ﷺ جي روضي ڪان ڪنوٽيون ڪندو، هيڏانهن موٽي ۽ هن سرزمين کي بہ سيراب ڪري، تہ جيئن ڌرتي سرسبز ٿئي تہ ڌنارن کي سک ۽ سهنج حاصل ٿئي.

هيٺئين بيت ۾ برسات جي سلسلي ۾ پاڻ سڳورن جي روضي اقدس جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

اتران ٿي آئيون، ڪري هڪل هوءِ،
پري تل ترائيون، جوڙي هليون جوءِ،
پسو جا پٽن ۾، ڪٿوري خوشبوءِ،
اچي روبروءِ، ائيون روضي تان رسول جي.

شاهہ صاحب فرمائي ٿو، تہ اتر طرف کان وڄون گجگوڙ ڪنديون آيون، ملڪ ۾ وسي ڍنڍيون ڍورا ۽ ترايون پري تاروتار ڪري ڇڏيائون. ۽ ڌرتيءَ کي سرسبز ۽ شاداب ڪنديون اڳتي وڌيون. هاڻ تہ وٽن ٽٽن جي پٽن ۽ گاهن ۾ ڪٿوريءَ جهڙي خوشبوءِ پيدا ٿي پئي آهي. انهن ۾ اهو اثر انهي ڪري پيدا ٿيو آهي، جو اهي برساتيون حضرت رسول ڪريم ﷺ جي روضي مبارڪ تي وسي هيڏانهن آيون آهن. اهوئي سبب آهي جو برسات ۾ ڪٿوريءَ واري خوشبوءِ پيدا ٿي وئي آهي. فرمائي ٿو:

روضي تان رسول جي ڪئو وڄڙن وارو،
پرياتون پيسر پئي، نظر سين نارو،
هادي ير حڪم سين، هي تڙ تاسارو،
نرمل نظارو، پيي پسايو پاهجو.

هن بيت ۾ شاهہ صاحب فرمائي ٿو: حضرت رسول ڪريم ﷺ جي روضي پاڪ تان ڪنوڻ موٽ ڪاڏي آهي. ۽ پيرو ڏئي هاديءَ جي حڪم سان،

مهر واري نظر سان نوازي، ناري وارو اجايل سڪل تڙ پيري ڇڏيو اٿن. اي منهنجا مالڪ سائين تون پنهنجي حڪم سان سڪل ٺوٺ تڙ پيري کهڙو نه سهڻو ۽ پاڪ نظارو پسايو آهي.

سر سارنگ جي پهرين داستان جي وائي ۾ شاهه صاحب ٻنهي جهانن جي سردار جي شفاعت جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو:

"منهنجي سيد سار لهندو، منڪي آهه اميد الله ۾."

وائي جي آخر ۾ فرمائي ٿو:

"هت ڏيندس مولو، ات بديون بخشائيندو."

يعني ان وائيءَ ۾ شاهه صاحب فرمايو آهي: مون کي اميد آهي، ته قيامت جي ڏينهن اسان جو آقا نبي ڪريم ﷺ اچي منهنجي سار لهندو. الله تعاليٰ کي آزي نيازي ڪري، امت جي ڇوٽڪاري لاءِ عرض ڪندو. جڏهن حضرت اسرافيل قيامت لاءِ ٿور ڦوڪيندو، سڄ ايڏي تپش ڪندو، جو اکيون پيون نکرنديون، هرڪو پريشانيءَ ۾ نفسانفسي ۾ پورو هوندو، ان وقت پاڻ سڳورا الله تعاليٰ وٽ سرخرو ٿيندا ۽ مولا پاڪ کين مانُ ڏيندو. سندن شفاعت جي طفيل الله تعاليٰ اسان جو بديون بخشيندو.

شاهه صاحب جي هڪ بيت جو پويون ٻه مصرعون ڏاڍيون مشهور آهن، جن ۾ وطن جي حب ۽ انسان دوستي جو سبق سيکاريو ويو آهي. ان سان گڏ هن سنڌ کي دعا ڪري سڄي دنيا جو خير گهريو آهي. حقيقت ۾ اهو ڏکو بيت آهي، جنهن ۾ شاهه صاحب اسلام جي روحاني فيض جو ذڪر ڪيو آهي. ۽ مختلف ملڪن جا نالا ڪٺي اسلام جي ڦهلاءَ جو نقشو ڏيکاريو آهي، ته اوهيڙن جي اوڪ مان سندس مطلب آهي: اسلام جو فيض، جيڪو نبي ڪريم ﷺ جي ذريعي دنيا کي حاصل ٿيو. سندس ولادت باسعادت سبب ڪفار جا ڪوٽ ڪري پيا، سنگهار سرها ٿيا. ذرت ۽ ڏولائو لٿو، سڄو بيت هن طرح آهي.

مونتي ماندائن جي واري ڪياتين وار،
وڄون وسڻ آئيون، چوڏس ٿي چوڌار،
ڪي اٿي هليون استنبول ڏي، ڪي مٿيون مغرب پار،
ڪي چمڪن چين تي، ڪي لهن سمر ڪندن سار،

ڪي رمي ويئون روم تي، ڪي ڪابل ڪي قنڌار،
ڪي دلي، ڪي دکن، ڪي گڙن مٿي گرنار،
ڪهين جنبي جيسلمير تان، ڏنا بيڪانير ٻڪار،
ڪهين ڀڄ ڀڄائيو، ڪهين ڍٽ مٿاهين ڍار،
ڪنهن اچي عمرڪوٽ تان، وسايا ولهار،
سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار،
دوست! مٺا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

هن بيت ۾ شاهه صاحب اسلام جي فيض جو ذڪر ڪيو آهي، ته اسلام جي روحاني فيض دنيا جي سيني ملڪن کي سجاڳي ۽ روشني سان منور ڪري ڇڏيو.

هن سر ۾ شاهه صاحب اسلام جي فيض جو ذڪر تمثيلي انداز ۾ ڪيو آهي، جهڙي طرح برسات وسڪارو ڪري، ويران خشڪ ۽ پڙپانگ زمين کي سيراب ڪري، سرسبز ۽ شاداب بڻائيندي آهي، اهڙيءَ طرح نبي ڪريم ﷺ جي آمد سبب دنيا ۾ خوش بختي ۽ روحانيت جي پالوٽ ٿي. شاهه صاحب فرمايو آهي:

مند ٿي منڊل منڊيا، آيو جهڙ جهاٽي،
هيڪ ارزان ان ٿيو، ٻيو مکڻ منجهه ماٽي،
ڪلمي سين ڪاٽي، لاٿم ڪٽ قلوب تان.

ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو، ته اسلام جي آمد سبب انسانيت کي الله تعاليٰ جي هيڪڙائي جو سبق مليو، روحاني پالوٽ ٿي، انسان کي پنهنجو حقيقي شرف ۽ شان مليو. ذهني ۽ فڪري آزادي ملي، انسانيت جو شعور حاصل ٿيو، ۽ مادي خوشحالي آئي. عوام تان ڏرت ۽ ڏولائو لٿو، جبر ۽ ڏاڍ ختم ٿيو ۽ وهم ۽ ڀرم جي بار کان ماڻهو آزاد ٿيا. انهيءَ ڪري مادي توڙي ذهني خوشحالي نصيب ٿي، ثقافت هڪ نئون رُخ اختيار ڪيو ۽ اسلام جي روحاني ۽ اخلاقي فيض سان ماڻهن جون دليون روشن ٿيون. شاهه صاحب سر سارنگ جي ڪيترن ئي بيتن ۾ انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪيو آهي. هڪ وائيءَ ۾ فرمايو اٿس:

ڇاپڻ وقت ڇار، ڪريا ڪوٽ ڪفار،
اڪنديا جي ابر کي، سرها ٿيا سنگهار.

مطلب تہ شاهہ صاحب، سر سارنگ ۾ سنڌ جي سرسبزيءَ، شادابيءَ، سلامتيءَ، خوشحاليءَ ۽ روحاني، علمي ۽ اخلاقي انقلاب جو ذڪر ڪيو آهي. شاهہ صاحب جو مطلب آهي، تہ روحاني سڪون ۽ قلبي راحت کان سواءِ مادي ترقي بي معنيٰ آهي. مادي ترقيءَ سبب، انسان کي جسماني سهولتون تہ حاصل ٿين ٿيون، پر روح جي اڃ نہ ٿي اجهامي. روح جي اڃ ۽ اساٽ فقط الله تعاليٰ جي ذڪر ۽ نبي ڪريم ﷺ جي پيروي سان اجهامي ٿي. اهو ئي سبب آهي، جو شاهہ صاحب ور ور ڪري هن سر ۾ علامتي ۽ تمثيلي انداز ۾ اسلام جي روحاني ۽ اخلاقي فيض جو ذڪر ڪيو آهي. سڪار مان سندس مطلب آهي: مادي خوشحالي ۽ روحاني ساڃاهہ. يعني هن علم ۽ عرفان کي بہ سارنگ جي وسڪاري سان ڀيٽ ڏني آهي.

# حضرت سلطان الاولياءَ جو صوفيائو فڪر

حضرت سلطان الاولياءَ خواجه محمد زمان لنواريءَ وارو وڏو روحاني رهبر، عظيم مفڪر ۽ باڪمال شاعر آهي. هي اهو معرفت جو صاحب آهي، جنهن پنهنجي فيض سان سنڌ جي سرزمين جي ڪنڊ ڪڙڇ کي تصوف جي رنگ ۾ رنگي ريٽو ڪري ڇڏيو. ايتريقدر جو حضرت مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جهڙو بي نظير ۽ غير مقلد عالم به پنهنجي علمي عظمت وساري، سندس علمي ۽ روحاني فيض جو طالب ٿيو. ان ڪان پوءِ گرهوڙي صاحب جي فڪر ۾ وڏو انقلاب آيو ۽ سنڌي زبان کي اهي علمي ۽ فڪري شاهڪار ڏنائين، جن سنڌي زبان جي فطري ادب ۾ اضافو ڪيو.

روحاني فيض جي هن بحربيڪران ڪان اسان جو عظيم شاعر ۽ مفڪر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي به متاثر ٿيڻ ڪان سواءِ رهي نه سگهيو. حضرت شاهه صاحب ڪانئس عمر ۾ وڏو هو؛ پر ان جي باوجود ڪهي وجي سائس ملاقات ڪيائين. بزرگ جي صحبت ڪان ايترو ته متاثر ٿيو، جو بي اختيار ٿي چئي ڏنائين:

> مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
> تنين سندي ڪاءِ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي.

حضرت سلطان الاولياءَ جي روحاني فڪر ۽ صوفيانه فلسفي کي سمجهڻ لاءِ سندس سنڌي بيت به مليا آهن، ته قول به. سندس ملفوظات، مير بلوچ خان ولد مڪرم خان ٽالپور جي ڪتاب "فردوس العارفين" ۽ نظر علي ٽالپور جي ڪتاب "مرغوب الاحباب" ۾ ملن ٿا. انهن ڪانسواءِ سندس قولن تي مشتمل به مڪمل ڪتاب مرتب ٿيل ملن ٿا. "فتح الفضل" ۽ "مقولات تصوف".

حضرت سلطان الاولاءَ جا 85 سنڌي بيت مليا آهن، جن جي عربي ۾ شرح حصرت گرهوڙي ڪئي آهي. ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽي گرهوڙي صاحب جي عربي شرح جو سنڌي ۾ ترجمو ڪري، "ابيات سنڌي" جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپايو آهي. بيتن جو مضمون صوفيانو آهي، جنهن ۾ طالب کي طريقت جي راهه سمجهائي وئي آهي. اسلامي تصوف جي لحاظ ڪان

طريقت شريعت کان جدا نہ آهي، پر شريعت جي حڪمن تي دل جي خلوص سان عمل ڪرڻ جو نالو طريقت آهي. خاص طرح سان نقسبندي طريقي جي بزرگن شريعت تي سختي سان عمل ڪيو آهي، ۽ پنهنجي طالبن کي بہ شريعت جي پابندي جي تلقين ڪئي آهي. حضرت سلطان الاولياءَ بہ نقشبندي طريقي جو بزرگ هو، ۽ شريعت جي سختيءَ سان پابندي ڪندو هو. پنهنجي مريدن کي بہ شريعت تي هلڻ جي هدايت ڪندو هو. ايتري قدر جو سماع جو بہ مخالف هو ۽ پنهنجي مريدن کي بہ سماع جي سختيءَ سان منع ڪندو هو. اهڙا واقعا بہ ملن ٿا، جو ڪن مريدن کان انهيءَ ڪري ڪجهہ وقت منهن موڙيائون، جو انهن سماع ٻڌو هو، يا سماع جي محفل ۾ شريڪ ٿيا هئا. حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جڏهن سائن ملاقات ڪئي هئي، تڏهن مريد ٿيڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئائين. بزرگن شاهہ صاحب کي ٻڌايو هو، تہ اسان جي سلسلي ۾ راڳ ۽ سماع جي ممانعت آهي، جيڪڏهن اوهان اها پابندي قبول ڪريو تہ اسان جي سلسلي ۾ اچي سگهو ٿا. شاه صاحب کين فرمايو هو تہ اسان جي سموري زندگي سماع ۾ گذري آهي، انهيءَ ڪري هن عمر ۾ ان کي ڇڏي نہ ٿا سگهون. اهڙيءَ طرح شاهہ صاحب بنا مريد ٿيڻ جي روح رهاڻ ڪري واپس وريو هو.

حضرت سلطان الاولياءَ جو سلسلو حضرت مجدد الف ثاني سان ملي ٿو؛ جنهن تصوف ۾ وحدت الوجود جي مقابلي ۾ وحدت الشهود جو فڪر پيش ڪيو. وحدت الوجود جو نظريو 'همہ اوست' تي ٻڌل آهي. يعني سڀ ڪجهہ اهو آهي. 'وحدت الشهود' جو فڪر 'همہ اوست' تي ٻڌل آهي يعني سڀ ڪجهہ انهيءَ کان آهي. حضرت شاهہ ولي الله فرمايو آهي تہ وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود هڪ ٻئي جو ضد نہ آهن، پر انهن ۾ مطابقت آهي. حضرت سلطان الاولياءَ جي شعر ۾ بہ ٻنهي نظرين جو حسين امتزاج ملي ٿو. وجود فڪر موجب هر هنڌ انهيءَ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. ڪثرت کي ڪو حقيقي وجود ڪونهي، پر وحدت ئي وحدت آهي. ڪثرت ۾ وحدت جو جلووڪار فرما آهي. حضرت سلطان الاولياءَ انهيءَ وحدت ۽ ڪثرت جي نظريي کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

ماهيت مينهن نہ پوءِ، قلزم اندر قطري،
مگر وڃي سو، جگ چڏي، جالار ۾.

يعني قطري کي ڪو پيو وجود ڪونهي، پر قطري ۾ بہ اهوئي سمنڊ ڪارفرما آهي. قطري کي ڪو حقيقي وجود ڪونهي. هو جڏهن سمنڊ سان ملندو، تہ هن جو عارضي وجود باقي نہ رهندو. ان مان معلوم ٿيندو، تہ هي شعر وجودي فڪر جي ترجماني ڪري ٿو. البت ايترو آهي، تہ محتاط طريقو اختيار ڪيو ويو آهي، ۽ شرعي حدن کي هٿان نہ ڇڏيو ويو آهي.

وحدت الوجود جو فلسفي ابن العربي چوي ٿو تہ، وجود هڪ آهي ۽ اهوئي موجود آهي. اهو وجود ذات مطلق آهي. هر ٻي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪ آهن. حضرت مجدد الف ثاني ابن عربي تي تنقيد ڪئي آهي. هو چوي ٿو، تہ ابن عربي عالم کي الله انهيءَ ڪري چيو، جو هو تجلي ذاتي کان اڳتي نہ وڌيو. سندس انتهائي منزل اهائي هئي. جيڪڏهن هو اڳتي وڌي ها، تہ کيس معلوم ٿئي ها، تہ اها ذات اسان جي ڪشف ۽ شهود کان بالاتر آهي. وڌيڪ لکيو اٿس، تہ ابن عربي وحدت الوجود جو بنياد ظِل ۽ اصل جي عينيت تي رکيو آهي، پر ظِل شيءِ، عين شيءِ ٿي نہ ٿي سگهي. ظِل تہ اصل شيءِ جي مشابهہ هوندو آهي. انهيءَ ڪري اصل ۽ ظِل هڪ چئي نہ ٿا سگهجن. مثلاً ڪنهن شخص جو پاڇو ڊگهو ٿي وڃي، تہ ائين چئي نہ سگهبو، تہ اهو ماڻهو ڊگهو ٿي ويو. حضرت سلطان الاولياءَ اها حقيقت پاڻي ۽ لهر جو مثال ڏيئي سمجهائي آهي:

پاڻي لهر پسڻ ۾ برابر ٿيا،
ڪي اتي ئي اڙيا، ڪي لنگهي مقصد مڙيا.

يعني ڪي اصل ۽ ظِل يا پاڻي ۽ لهر کي هڪ سمجهي، اتي ئي ويهي رهيا ۽ اڳتي هلي وڌيڪ منزل حاصل ڪري نہ سگهيا، پر ڪن اڳتي هلي معلوم ڪيو تہ اها ذات اسان جي ڪشف ۽ شهود کان بالاتر آهي. اهڙيءَ طرح حضرت مجدد الف ثاني جي لفظن ۾ هنن عبديت جو مقام حاصل ڪيو. حضرت سلطان الاولياءَ صوفيانو فڪر اهڙيءَ طرح سمجهايو آهي، جيئن طالب ڪنهن بہ وقت اصل حقيقت کان ٽڙي ٽاپڙجي وڃائجي تي نہ وڃي. هو پنهنجي مالڪ حقيقي سان پنهنجو تعلق قائم ڪري، پر ان ۾ خودي خود

پرستي پيدا نہ ٿئي. ان سان گڏ هو شريعت جي حدن کي نہ اورانگهي ۽ اهڙو قول ۽ فعل اختيار نہ ڪري، جيڪو شريعت جي گرفت ۾ اچي. هو اهو طريقو ۽ واٽ بہ تفصيل سان ٻڌائي ٿو، جيڪو رستو اختيار ڪري طالب پنهنجي مالڪ حقيقي سان وڃي ملي.

طريقت جي راهہ ۾ ڪاميابي تڏهن ئي حاصل ٿئي ٿي، جڏهن نفس جي خواهشن تي مڪمل قبضو ڪجي ٿو. انهيءَ کي صوفيانہ اصطلاح ۾ "فنا" يا "مرڻ کان اڳ مرڻ" جو نالو ڏنو ويو آهي. حضرت خواجہ صاحب فرمائي ٿو:

سامي هلن هيڪلا، پاڻ چڙيائون پوءِ،
پچن لالن لوءِ، ڪاهي ڪينر ڪين جو.

هي دنيا فاني آهي، تنهن ڪري طالب کي هن دنيا سان دل لائڻ نہ گهرجي. نہ فقط ايترو، پر هي هڪ قيدخانو آهي؛ جنهن ۾ روحاني تڪليف ملي ٿي. حضرت خواجہ صاحب فرمائن ٿا:

پينر هن پنيور ۾، دوزخ جو دونهون؛
سوارو سونهون، پچي ڪاهيو ڪيچ ڏي.

طريقت جي راهہ ۾ پاڻ سڃاڻن کي وڏي اهميت حاصل آهي. ان سلسلي ۾ حضرت علي رضي الله عنه جو هي قول آهي. "من عرف نفسه فقد عرف ربه" خواجہ صاحب جن فرمائن ٿا:

جنين ڏنو پاڻ کي، تنين ڏنو سپرين؛
غلط ايءُ گمان، تہ عارف پسي آرسي.

دنيا جي خواهشن کي ترڪ ڪرڻ ۽ پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ کان سواءِ محبوب جو مشاهدو حاصل نہ ٿو ٿئي:

هوندئا هوت پري، اوڏو نہ اٿ هوند کي:
سڄڻ تن سري، "لا" سين "لا" لاهين جي.

جنت جا طلبگار جڻ تہ محنت جي معاوضي جا خواهشمند آهن؛ انهيءَ ڪري عارفن جي منزل کان هيٺاهان آهن؛ جن جي فقط اهائي تمنا آهي، تہ محبوب جو مشاهدو نصيب ٿئي:

عارف ۽ عشاق؛ پسڻ گهرن پرينءَ جو؛
جنت جا مشتاق؛ اجا اوراهان ٿيا.

حقيقت محمديءَ تي ڪيترن ئي عالمن، فاضلن ۽ بزرگن لکيو آهي. حضرت خواجہ صاحب شفق سان ان ڪي بيت ڏيئي هن طرح ان جي وضاحت ڪري ٿو:

عجب جهڙي آه، حقيقت حبيب جي؛
نڪي چئبو سو ذاتي، نڪي مخلوقا؛
شفق جي سجاءَ؛ جامع ليل نهار ڪي.

صوفي بزرگن جي نظر ۾ ظاهري علم، حقيقي عشق جي واٽ ۾ هڪ وڏو اٽڪاءُ آهي. حضرت خواجہ صاحب طالب کي انهيءَ ڳالهہ جي تلقين ڪندي فرمائي ٿو:

اکر پڙهہ عشق جو، ڪنز قدوري ڇڏ؛
ڇڙهہ تنين جي مڏ، جي ستي ڏين شراب جي.

صوفي شاعرن جي نظر ۾ هر هنڌ فقط ذات مطلق جو جلوو ئي جاري ۽ ساري آهي. انهيءَ ڪري هو ڪثرت ۾ وحدت ئي ڏسن ٿا. حضرت خواجہ صاحب وحدت ۽ ڪثرت جي انهيءَ نظريي کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

ماهيت ميه نہ پوءِ، قلزم اندر قطري؛
مگر وڃي سو، جڳ ڇڏي، جالار ۾.

حضرت سلطان الاولياءَ نقشبندي طريقي جو هو، ۽ حضرت مجدد الف ثاني جي تعليمات کان گهڻو متاثر هو. حضرت مجدد الف ثانيءَ ابن عربي جي وحدت الوجود جي مقابلي ۾ وحدت الشهود جو نظريو پيش ڪيو، ۽ ابن العربيءَ تي تنقيد ڪئي آهي. وحدت الوجود جو فلسفي ابن العربي چوي ٿو، تہ وجود هڪ آهي، ۽ اهوئي موجود آهي. اهو وجود الله آهي. هر ٻي شيءِ فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪ آهن. حضرت مجدد الف ثاني چوي ٿو تہ، ابن عربي عالم کي خدا انهيءَ ڪري چيو، جو هو تجلي ذاتي کان اڳتي نہ وڌيو. سندس انتهائي منزل اهائي هئي. جيڪڏهن هو اڳتي وڌي ها، تہ کيس معلوم ٿئي ها، تہ اها ذات اسان جي ڪشف ۽ شهود کان بالاتر آهي. وڌيڪ لکيو اٿس، تہ ابن عربي وحدت الوجود جو بنياد ظِل ۽

اصل جي عينيت تي رکيو آهي، پر ظل شيءِ عين شيءِ ٿي نٿي سگهي. ظل ته اصل جي مشابه هوندو آهي. انهيءَ ڪري اصل ۽ ظل هڪ چئي نٿو سگهجي. مثلاً جيڪڏهن ڪنهن شخص جو پاڇو ڏکهو ٿي وڃي، ته ائين چئي نه سگهبو، ته اهو ماڻهو ڏکهو ٿي ويو. حضرت سلطان الاولياءِ اها ساڳي ڳالهه پاڻي ۽ لهر جو مثال ڏيئي سمجهائي آهي:

پاڻي لهر پسڻ ۾ برابر ٿيا؛ ڪي اتيئي اڙيا، ڪي لنگهي مقصود مڙيا.

يعني ڪي اصل ۽ ظل کي هڪ سمجهي، اتي ئي بيهي رهيا ۽ اڳتي نه وڌيا، پر ڪن اڳتي وڌي معلوم ڪيو ته اها ذات اسان جي ڪشف ۽ شهود کان بالاتر آهي.

# مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي

## سوانح

مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ذات جو مگريو هو. سندس والد جو نالو سعدالله هو. سنہ 1152هہ (1739ع) ۾ ڳوٺ واڙ، تعلقي کپري (ضلع سانگهڙ) ۾ سندس ولادت ٿي، ۽ 1192هہ (1778ع) ۾ ٽر ۾ هڪ بتخانَي جي پوڄارين سان جهاد ڪندي شهادت جو جام پيتائين. سندس آخري رهائش گاهہ گرهوڙ شريف ۾ هئي، ۽ سندس مزار بہ اتي ئي آهي. پاڻ صاحب وقت جو وڏو عالم هو. جيتوڻيڪ وڏي علم هوندي بہ فقط ڪتابي علم تي تڪيو نہ ڪندو هو، پر پنهنجي عقل سليم ۽ اجتهاد تي بہ هلندو هو. علم تي فخر ۽ ناز هوس ۽ درويشن تي ٺٺوليون ڪندو هو. آخر حضرت سلطان الاولياءَ خواجہ محمد زمان لنواريءَ واري کان متاثر ٿيو ۽ سندس مريد خليفو ٿيو.

## تصنيفون

سنڌي ڪلام کان سواءِ گرهوڙي درويش جا عربي ۽ فارسي ۾ هيٺيان ڪتاب آهن:

1- فتح الفضل (عربي) 2- شرح ابيات سنڌي(عربي)
3- مڪتوبات (فارسي) 4- رسالہ گل نما (فارسي)

پهرين عربي ڪتاب "فتح الفضل" ڪتاب ۾ پنهنجي مرشد حضرت سلطان الاولياءَ جا اقوال عربي زبان ۾ سمجهايا اٿس، ٻي ڪتاب"شرح ابيات" ۾ پنهنجي مرشد جي سنڌي بيتن جي عربيءَ جي زبان ۾ شرح ڪئي اٿس. ٽئين ڪتاب مڪتوبات ۾ امام رباني مجدد الف ثاني جي مڪتوبات جو اختصار ڏنل آهي. آخري فارسي ڪتاب" رسالہ گل"هڪ مثنوي آهي، جنهن ۾ پنهنجي مرشد جي فرزند محبوب الصمد خواجہ گل محمد جي مدح ڪئي اٿس.

## سندس شاعري

گرهوڙي صاحب جو سنڌي ڪلام بيتن جي صورت ۾ بہ آهي، تہ الف اشباع جي هيئت تي بہ چيل آهي. سندس ڪلام تمام ڳوڙهو آهي. جنهن ۾

تصوف جا مسئلا، قرآن شريف جي مختلف سورتن جو تفسير، فرض، عقائد، ايمان، ترڪو ۽ حقيقت محمدي نهايت وضاحت سان ۽ فلسفيانہ نوع ۾ سمجهايا اٿس. خاص طرح سندس نظم "حقيقت محمدي" جو مثال ڪونهي. هن ۾ حقيقت محمدي سمجهائيندي نور محمدي، نوربشر، عقل ۽ ٻين واسطو رکندڙ ڳالهين تي نهايت وضاحت سان روشني وڌي اٿس. اهڙو تہ معقول بحث ڪيو اٿس، جو ميٺو پوي ٿو، ڪائنس اڳ ڪنهن بہ عالم ۽ بزرگ انهيءَ مسئلي تي اهڙي انداز سان بحث نہ ڪيو آهي. مضمون ڪان سواءِ ادبي نقطئہ نگاهہ ڪان بہ هن نظم جو درجو مٿانهون آهي.

سندس سنڌي بيتن ۾ تصوف جا اونها راز بيان ڪيل آهن. انهن ۾ معنيٰ ۽ مفهوم ايترو تہ ڳوڙهو آهي، جو ايستائين سمجهہ ۾ نہ ايندا، جيستائين تصوف جي مسائل جو ڀورو پورو علم نہ هوندو. سندس ان ڪلام جو انتخاب هيٺ ڏنو وڃي ٿو:

## حقيقت محمدي مان اقتباس

اصل مڙني ماهيتن ماهيت محبوبا،  
آڳو چوءِ مَ ان کي مَ ڪي مخلوقا،  
مَلَڪَ ماڳ نہ هوت جي پَرِيون پينارا،  
موران ناهہ ملڪ ۾، سيد شريڪا،  
پڌرو پدمن ۾ ٿئي عدد مور نہ آهہ،  
حسن جوهر هيڪڙو، ڪثرت جاءِ نہ ڪا،  
ناهہ جهجهائي جوت ۾، تورڙي ڏهہ لک ٿئي ڏيا،  
سرور آخر صورتين مهڙ منجهہ معنا،  
اصل عالم مون پرين، علت ايجادا.

## مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ۽ شاهہ لطيف:

سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي شاعري نرالي نوعيت جي آهي، ان هوندي بہ سندس ڪلام ۾ سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جون روايتون نمايان نظر اچن ٿيون. ان سان گڏ سندس شعر تي شاهہ لطيف جي قائم شعري اسلوب بيان جو اثر بہ نظر اچي ٿو. اهڙي قسم جا ڪجهہ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

1. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ باقاعده رسالو نہ لکيو آهي، ۽ نہ ئي وايون چيون اٿس. ان هوندي بہ رسالي جي مختلف سرن تي بيت چيا اٿس. سندس ڪلام ۾ هيٺين سرن تي بيتن جا سلسلا ملن ٿا:

" ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ، رامڪلي، آسا، بروو، سسئي، سهڻي، ڪاموڏ، ڪيڏارو، سارنگ، رِپَ، ڏهر، ڪاپائتي، پرڀاتي، ڪاريل ۽ ڌناسري."

انهن ڪان سواءِ سرن ڪان ٻاهر ڪجهہ متفرقہ ابيات بہ سندس ڪلام ۾ ملن ٿا.

2. شاهہ جي رسالي جي سر ڪلياڻ ۾ توحيد ۽ رسالت جي مضمونن کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. واحد جي واڪاڻ ڪيل آهي، ۽ نبي ڪريمﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪيل آهي. هيٺين بيت ۾ شاهہ لطيف، نبي ڪريم ﷺ جي ثنا بيان ڪئي آهي، ۽ پاڻ سڀني سڳورن جي صحابہ ڪرام جي ساراهہ ڪئي آهي:

جوڙي جوڙ جهان جي، پاڻ ڪيائين پرواز،
حامي هادي هاشمي، سردارين سردار،
سُنهي صحابن سٺ ۾، منجهہ مسجد مٿيادار،
چارئي چڱا چوڏار، هٿا هيڪاندا حبيب سين.

گرهوڙي صاحب سر ڪلياڻ جي هڪ بيت ۾ پاڻ سڳورن ۽ اصحابن جي تعريف هن طرح بيان ڪئي آهي:

اونداهيءَ ۾ سوجهرو، نبي نشاني،
تارا يارَ رسول جا، سچا صمداني،
ماٺهن مَنِ ماني، عاشق علم ڪوڏيا.

يعني پاڻ اوندهہ ۾ نبي ڪريم ﷺ جي نور ئي سوجهرو پيدا ڪيو. هيٺين بيت ۾ گرهوڙي صاحب بالڪل نرالي انداز ۾ اها حقيقت بيان ڪئي آهي:

الله ڪارو اوجرو، محمد نور نبات،
نور صفاتي سوجهرو، ذات نسوري رات،
قادر قدرت اهڙي، جنءِ درياءَ واهڙ وات،
هٿ نہ آهي ڪنهن جي، ڏاتر سندي ڏات،
هماءِ هميشه حَبَ ۾، وَسي ڪانگ ڪُجات،
ڏينهان مگن ڏات، مهل مڙوني رات،
ڪر هو توبهہ تات، وَهون اڳي پُٽَ پوئيان.

شاهہ لطيف چيو آهي، تہ الله تي ايمان آڻڻ ۽ نبي اڪرم ﷺ کي زبان ۽ دل سان الله جو رسول ۽ آخري پيغمبر ڪري مڃڻ سان انسان کي سڌين راهہ هٿ اچي ٿي ۽ هو گمراهہ نہ ٿو ٿئي:

وحدہٗ لاشريڪ لہ، جڏهن چيو جن،
تن مڃيو محمد ڪارڻي، هيجاهہ ساڻ هين،
تڏهہ منجها تن، اُوتَڙِ ڪونہ اولئو.

هن مان معلوم ٿيندو، تہ ٻنهي شاعرن جيتوڻيڪ ساڳيو مضمون بيان ڪيو آهي، پر اسلوب بيان ۾ گرهوڙي صاحب جو انداز بيان نرالو ۽ فڪر جي لحاظ کان نئين نوعيت جو آهي.

3. شاهہ صاحب جي رسالي جي سرڪلياڻ ۾ نفي ۽ اثبات ۽ وحدت الوجود جو ذڪر ملي ٿو. هڪ بيت ۾ وجودي فڪر هن طرح بيان ڪيو آهي:

سو هِيُ سو هُو، سو اَجَلُ، سو الله،
سو پرين، سو پَساهُ، سو ويري، سو واهَرو.

سر ڪلياڻ ۾ نفي ۽ اثبات ۽ وحدت الوجود جي مضمون گرهوڙي صاحب منفرد انداز ۾ هن طرح آندو آهي:

سو مرون، سو ماري، سوئي پڳو جاءِ،
اُهو مارئو ان ڪي، اهو وينو ڪاءُ.

4. سريمن ڪلياڻ ۾ شاهہ لطيف جا ڪجهہ بيت "سڪڻ" بابت ملن ٿا. هڪ بيت ۾ شاهہ صاحب فرمائي ٿو:

جي ڪين سڪڻ سڪُ، نات پَسُ سڪنديين،
پاسي تنهين مَ لِڪ، نيہ نہ سڃاڻن جي.

گرهوڙي صاحب بہ يمن ڪلياڻ ۾ "سڪڻ" جو ذڪر آندو آهي، پر سندس شاعراڻو انداز منفرد آهي:

محبت مور مَ مَٽ، چڏ مَ سيرُ سڪڻ جو،
وڻت جي وڻڻ سينَ، ڪڏهين قلب مَ ڪَٽ،
لَنءَ جي واٽ مَ لَٽِ، لَنءُ ري حيف هئڻ کي.

يمن ڪلياڻ ۾ شاهہ صاحب درد ۽ سوز جي لاءِ "سور" لفظ آندو آهي. فرمائي ٿو:

سور جني کي سرئو، سري تن صحت،
مٺي مصيبت، آهي عاشقن کي.

گرهوڙي صاحب ساڳي ئي سر ۾ هڪ بيت ۾ مٿين بيت واري ساڳي سٽ آڻي ان سان ٻي سٽ پنهنجي ملائي آهي:

سور جني کي سرئو، سري تن صحت،
حبيباڻا هٿ، جانکي تا جڏن تي.

ٻي بيت ۾ گرهوڙي صاحب چيو آهي، تہ "سور" سيني ۾ سانڍ، پر انهن کي پڌرو نہ ڪر:

سور مَ سلڻ سک، پڌر اور مَ پرينءَ جا،
هَڏَ ڪرِ ڪَل مک، مَر منجهيئي مات ٿيي.

شاهہ صاحب اهو خيال آويءَ جو مثال ڏئي بيان ڪيو آهي:

نهائينءَ کان نيهہ، سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهہ، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري.

5. سريمن ڪلياڻ جي ڪن بيتن ۾ شاهہ صاحب صوفيءَ جون وصفون بيان ڪيون آهن. هن بيت ۾ شاهہ صاحب، صوفيءَ جي بنيادي خوبي "حال هٿ ڪرڻ" بيان ڪئي آهي:

جي ڪُلاهہَ رکين ڪنڌ تي، تہ صوفي سالم ٿيءُ،
وِهہ وٽي هٿ ڪري، پُرِ پيالو پيءُ،
هنڌ تنين جو هيءُ، جَنِ حاصل ڪئو حال کي.

گرهوڙي صاحب بہ سر يمن ڪلياڻ ۾ صوفي جي اهائي خوبي بيان ڪئي آهي، جيڪا شاهہ صاحب بيان ڪئي آهي. هو چوي ٿو، تہ جيستائين توکي حال حاصل نہ ٿيو آهي، تيستائين توکي صوفي سڏائڻ نہ ٿو سونهين:

جان حاصل نہ حال، تان صوفي جمَ سڏائيين،
ڪونهي تنين قال، وٺون جن وڃائيون.

6. شاهہ جي رسالي جي سر رامڪليءَ ۾ هندو فقيرن، جوڳين، آديسين، سناسين ۽ ڪاپڙين وغيره جو ذڪر آهي، پر ڳالهہ توحيد جي ڪيل آهي. هن سر ۾ ڪجهہ بيت"جي پائيين جوڳي ٿيان"جي فقري سان شروع ٿين ٿا. هڪ بيت ۾ جوڳيءَ کي هدايت ڪري ٿو، تہ ڳهٽن خدائن سان ناتو ٽوڙي،

فقط خدا واحد سان نينهن جو ناتو جوڙ. جنهن جو ڪو به جوڙ ۽ جيسي ڪونهي، جيڪو نه ڪنهن جو ڄائو آهي، ۽ نه ڪنهن کي ڄڻيو اٿس.

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، ته سڱ سيپيئي ٽوڙ،
جي ڄاوا نه ڄاڻيندا، جيءَ تنين سين جوڙ،
ته تون ڀڃين توڙ، محبت جي ميدان ۾.

گرهوڙي صاحب به هڪ بيت ۾ ساڳيو فقرو: "جي ڀانئين جوڳي ٿيان" آندو آهي. گرهوڙي صاحب تلقين ڪئي آهي ته، جيڪڏهن تون جوڳي يعني صحيح معنيٰ ۾ سالڪ ٿيڻ چاهين ٿو، ته شريعت تي پورو رهه، ۽ طريقت جي واٽ وٺي، حقيقت حاصل ڪر:

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، پسان پرينءَ کي،
ثابت رهه شريعت تي، تن طريقت ڏي،
آديسي اَن ري، ڪونه رسي قابول کي.

7. سر آسا جي ڪن بيتن ۾ شاهه صاحب "صورت" لفظ آندو آهي، جيڪو مظهر جي معنيٰ ۾ آيو آهي. هن بيت ۾ شاهه صاحب سمجهايو آهي، ته اصل صورت (ذات مطلق) ذات مطلق جي مظهر (صورت) مان ئي سڃاڻي سگهجي ٿي. البت اها حقيقت تڏهن ئي حاصل ٿيندي، جڏهن پنهنجو وجود وڃائبو:

سڃاڻي نه صورت ري، صورت هَڏِ مَ سوجهه،
تـي ٻاراڻيءَ ٻوجهه، وڃائي وَجود کي.

گرهوڙي صاحب هن به بيت ۾ ليلا جي تمثيل ۾ "صورت" لفظ انهيءَ ئي مفهوم ۾ آندو آهي:

صورت ليلا لاءِ، معنيٰ کي محفوظ ڪري،
قربان ٿي ڪاهه، جنه لهه ليلا لهرن ڏي.

هن بيت ۾ وري لفظ "صورت" نبي ڪريم ﷺ جي ذات لاءِ آندو اٿس. فرمايو اٿس، ته جن جي روح ۾ ٻنهي جهانن جي سردار جي محبت سمايل آهي، انهن کي نه ڏک ڏهڪائي سگهندا، ۽ نه سڪن کي حاصل ڪرڻ لاءِ اهي پريشان هوندا:

صورت سچي ڄام، جنين رهي روح ۾،
گوندر تنين غلام، سڪ تنين جا سيڪڙو.

8. سر بروو سنڌيءَ ۾ شاهه صاحب محبوب جي اوسيئڙي جو ذڪر ڪيو آهي. ان لاءِ "سارينديءَ، سپرين"، "اڇين جي هيڪار"، "اڇين جي تون هاڻ" لفظ آندا آهن. هڪ بيت ۾ فرمائي ٿو:

مون سارينديءَ سپرين، اڇين جي تون هاڻ،
ڪريان روح رهاڻ، لکن منجهه لطيف چي.

گرهوڙي ساڳي مقصد لاءِ ساڳيا لفظ آڻي، چيو آهي:

اڇن جي اوطاق مون، سارينديءَ سپرين،
مون جهڙا مشتاق، ڏسيو لاهن ڏکڙا.

9. سر حسيني ۾ شاهه صاحب ڪن بيتن ۾ "ڇڏيم حَجَ هلڻ جي" لفظ آندا آهن. هڪ بيت ۾ فرمائي ٿو:

ڇڏيم حج هلڻ جي، چکيم چاڙهيڪا،
اديون آڙيڪا، هيڙي پيم هوت سين.

گرهوڙي صاحب سر سسئيءَ ۾ چوي ٿو، ته حجت ڇڏي هل، ۽ پنهنجو پاڻ فنا ڪر، ته توکي محبوب جو مشاهدو حاصل ٿئي:

حجت ڇڏي هل، من ماري ميڻ ڪر،
انهيءَ ۾ اڪمل، دوس گڏبئي دادلو.

10. سر سسئي آبري ۾ شاهه صاحب، سسئي جي واٽ جو ذڪر ڪندي، "وٽڪار" لفظ آندو آهي، ۽ ٻڌايو آهي ته، ته پرينءَ کي پري ڳولهڻ بدران، اندر ۾ جهاتي پائبي، ته پاڻ ۾ ئي ان کي پسي سگهبو. فرمائي ٿو:

وڃين ڇو وٽڪار، هت نه ڳولهين هوت کي؟
لکو ڪين لطيف چي، ٻاروچو ٻي پار،
ٿي ستي ٻڌ سندرو، پرت پنهونءَ سين پار،
نايو نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

گرهوڙي صاحب ساڳيو ئي خيال، مختلف اسلوب بيان ۾، وٽڪار، ڪوهيار، پرڏيهه ۽ وجود لفظ آڻيندي، هن طرح بيان ڪيو آهي:

ڪونهي سو ڪوهيار، جو تو ٻوري ٻانئيو،
وجود ئي وٽڪار، ناهه پرين پرڏيهه ۾.

مطلب ته گرهوڙي صاحب جي شعر تي شاهه جي شاعريءَ جي گهري ڇاپ هئي. شاهه جي شعر ۾ آيل ڪافي لفظ ۽ سٽون سندس شاعريءَ ۾ ملن ٿيون، پر پوءِ سندس شاعريءَ ۾ هڪ نرالو رنگ ۽ انوکو انداز بيان به آهي.

# رمضان ڪنير جو ڪلام

رمضان ڪنير سنڌي زبان جو هڪ بلند پايي شاعر ٿي گذريو آهي. ميرن جي آخري دور ۾ سيوهڻ تعلقي جي ڳوٺ آمڙن ڳنپيرين ۾ سندس ولادت ٿي، ۽ انگريزن جي شروعاتي دور ۾ 98-1899ع ۾ وفات ڪيائين. هو اڻ پڙهيل هو؛ ۽ پنهنجي اباڻي ڏنڌي ڪنيارڪي ڪم ڪرڻ سان گڏ پوکي راهي به ڪندو هو. جيتوڻيڪ پڙهيو ڪونه تڏهن به عالمن جي صحبتن مان گهڻو ڪجهه پرايو هئائين. انهن ڏينهن ۾ ٽپڻن جو ڳوٺ، جيڪو آمڙين ڳنپيرين جي لڳ هو، علم جو گهر هو، جنهن ۾ ڪيترائي عالم ۽ فاضل رهندا هئا، جن مان ميان عبدالرؤف، ميان محمد يوسف، ميان غلام محمد، ۽ ميان محمد جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن جي ئي صحبت مان فيض پرايائين، جنهن ڪري صوم و صلاة جو پابند ٿيو، ۽ ٻنهي جهانن جي سردار جي سڪ سندس سيني ۾ جاءِ گزين ٿي.

علامه دائود پوٽي مرحوم جي روايت آهي ته: هڪ ڏينهن رمضان ٻنيءَ تي پاڻي ورائيندي، ٿڪجي ڪوڏر ڪنڌ هيٺيان رکي سمهي پيو. ننڊ ۾ ڪيس اوچتو سڏ ٿيو، ته "رمضان اٿي ڪجهه چوءِ". هو ڇرڪ ڀري اٿيو، پر نظر ڪجهه نه آيس. هيڏي هوڏي ڏسي وري سمهي پيو. اک مس لڳس ته وري سڏ ٿيس، پر وري به اڳي وانگر ڪجهه به نه ڏسي سمهي يو. هن دفعي خواب ۾ هڪ نوراني شخص ڏٺائين، جنهن کيس ٺڏو هڻي چيو: "اٿي ڪجهه چوءِ". اهي لفظ ٻڌي بيقرار ٿي اٿيو. سندس قلب کلي پيو؛ ۽ هڪ ڪافي سندس دل تي تري آئي:

ڪيچ وڃڻ جو پهه ڪيو ڪيچين؛
پيڙم ساجن جو نه سماءِ،
هي هيٺنڙو ويراڳ وره لٿي؛
ڏک ڏاڍو برهه بيراڳ برهه لٿي.
راتيان ڏينهان روڄ رنجاءِ.

١- آهي نه سرتيون درد اوهان کي،
مهڻن سان ٿيون ماريون مون کي،
سورن ڪونه ڇڪايو ساءِ.

۲- وقت وجڻ جي رات بہ جهٽڪيو؛
جاڳيس تان نہ ڪنواٿن ڪٺڪيو،
پيڙم ڪونہ ڪنين پڙلاءُ.

۳- چوي رمضان چلياچٽ چوري،
ڪنديس ڪوڪان ڏونگر ڏوري.
گهريس گهوري ڪيچ گداءُ.

ان کان پوءِ ڪيتروئي ڪلام چيائين، جو ڪافين، مولودن ۽ معجزن تي مشتمل آهي. هن بلند پايہ اُمي شاعر کي سڀ کان پهريائين علامہ دائود پوٽي مرحوم متعارف ڪرايو، ۽ وقت بوقت سندس ڪلام جي رس، رچاءُ ۽ ميناج جي تعريف ڪندو رهيو. راقم الحروف کي نوڪريءَ سانگي ڪجهہ وقت سيوهڻ شريف ۾ رهڻ جو موقعو مليو. هن سلوڻي سڀاجهي شاعر جي ڪلام کان متاثر تہ تيل هوس؛ سو سيوهڻ ۾ رهڻ وارو عرصو غنيمت ڄاڻي سندس ڪلام جي جستجو شروع ڪيم. ڳولها ڪندي هڪ بياض مليو جنهن ۾ سندس ڪجهہ ڪلام هو. ٻي ڪلام کان سواءِ سندس مشهور طويل نظم "ڪانگل جا ڪلما" بہ ان ۾ لکيل مليو. هي نظم تذڪره لطفيءَ جي صاحب بہ ڏنو آهي؛ جو سندس لکڻ موجب علامہ دائود پوٽي مرحوم جي مسودي تان نقل ڪيائين. تذڪره لطفيءَ واري نظم سان بياض وارو نظم ڀيٽيم تہ ڪجهہ اختلاف بہ نظر آيو؛ ۽ ڪجهہ سٽون تہ تذڪره لطفيءَ واري نظم ۾ بہ ڪونہ مليون. ڀيٽا بعد صحيح ۽ مڪمل نظم جو متن تيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم:

# ڪانگل جا ڪلما

## ڪلمون پهريون

بي حد حمد حڪيم کي جو آڳو عظيما؛
غالب، رب، غفور رحيم، آهي رازق رحيما؛
پنهنجي قدرت ٻاڻ ٻاڻ ڄاڻي ڪامل ڪمالا؛
ذاتر ڏيهہ خلقيا سڀ جملي جهانا؛
پيدا پاڻيءَ مان ڪيا مولي مخلوقا؛
ڪي انئي پهر الله جي ڪن وحدت وروحا،

ڪي تابع تعريفن ۾ ڪي ڦريا فرمانا،
ڪي عابد عالم اوليا ڪي اُچا افسانا؛
ڪي ظالم زور ظلم ۾ ڪي فائق فقيرا؛
ڪي دنيا ۾ مغرور ٿيا ڪي لاغر لئيما؛
ڪي عقل وڏي سان آدمي ڪي موڳا ملولا؛
ڪي گونگا ٻوڙا گرفتي ڪي چريا چلولا؛
اهڙا سير الله جا آهن سهسين سبيلا؛
مولي محمد موڪليو سچو سردارا؛
جو توفيق تڪيو ضامن ضعيفا؛
پير پيغمبر اوليا ملڪ مشتاقا،
ڪيا محبت مرسل چار جي مڙيئي مستانا؛
ڳالهيون ڳڻ ڀرين جا آکاڻيون عجيبا؛
حيرت جهڙا هوت جا منا مذڪورا؛
ڪتاب ڪنز الغرائب ۾ تا لکن ڳالهه اها؛
ته، خاصو دوست خدا جو آهه مرسل مقبولا؛
هڪڙي ڏينهن حبيب جي ڪيائون دانهه دعوتا؛
هزارين حلوا ٿا چيدا چرانا؛
مرغن اڇي ميڙ ڪيا چوٽي چڳڻ لاءِ؛
مڙئي ماڻهو آئيا عرب اصحابا؛
ڪائي مڙئي خوش ٿيا خاصي ڪاڄ منجهان؛
ڪانگي کهين ڪل وٺي وڏا ٿين واڻا؛
تنهن ڀريو ڀرپور ڪئي چتائي چنهبا؛
تڏهن ڪامل ڦري ڪانگ ڏانهن ڪيو دانهه ڏيانا؛
ڀڇيو پيغمبر ڀکيءَ ڪان خاصي خير واريءَ؛
لڪائي لقما مانيءَ جا ڪجاڙي لئي ڪانگا؛
تڏهن مرغ چيو محبوب کي اي مرسل مجتبيٰ؛
سڻ سڀاجها سپرين منهنجو عرض احوالا؛
ته ڀکي پيرمرد آهه هڪ ڪانگو ڪم قوتا؛
سير ڪندي سنسار ۾ گذريس ڏينهن گهڻا؛
ڏينهين ڪنان ٿيو،مثل ٻيري ماهه جي، ٿيس ڀرچٽي پرزا؛
متس ناهي موت جي ڪا رضا رحمانا،
جڏو جيئڻ تنهنجو اهي عاجز عليلا،
تر نه ترسي طعام ريءَ ڪري ويچارو واڪا،
ڪري آهه اناج لئي جنبي جوش منجها،
متان نه ڪو ٻيلي ٻيو رهبر ۾ راها،
اوڏو ڪونه عزيز ٿئي هلي همراها،

ٻيا پکي وچن پيري ڪن طرحين تماشا ،
آءُ هيٺو تنهنجي هور ۾ هاتڪ حيرانا ،
ڪوڙين ڪريان ڪانگ جي خاصي خدمتا ،
آءُ وڃان تنهن لئه شهر ۾ ورنهه وسيلا ،
هنر حرفتون جان ڪيان هزارين حيلا ،
لڪان ۽ لوچان گهڻو ڪريان وس وڏا ،
آڻيا پور اناج جا ڪسيو ٻارن ڪان ،
ڏيان زاغ ظهير ڪي طعام طفلن جا ،
پوءِ وڃهان تنهنجي وات ۾ ڦڙا آب سندا ،
تڏهن ڪيانتي دل خوشحالي ٿئي مگر محظوظا ،
لنوين ۽ لاتيون ڪري پکي پروازا ،
سيد سڻ سردارتون منهنجي حڪايت هر ڪا ،
تڏهن عجب ٿيو اصحابن ڪي سٺي ايڏي عبرتا ،
پوءِ پيغمبر پکيءَ ڪي چيو موٽي محبوبا ،
تہ ڪوڙين تنهن ڪانگ ڪي ڏج سهسين سلاما ،
ڏيندو ڏاتر ڏيهہ جو توکي قادر قوتا ،
وڃ سکهو وڃي اڇينس ترت تيارا ،
سو اڏاٿو ان پار ڏي ٿيو رهبر روانا ،
جتي هيس جاءِ ڪا وطن واهيرا ،
ٿيو حاضر هڪدم حقير جي وچي تنهن ويرا ،
سو ڏڪيل ڏرمائي گهڻو ڏسڪيو ڏک منجها ،
ڪه سنديم حياتي هڙئي ۽ گهوريا ڏينهن گهڻا ،
جيڻن جڳائي تنهنجي صفت سارا ها ،
قمر ڪچهريءَ وچ ۾ هو خاصو خوشنودا ،
وير ويهاريو ويجهڙو تنهن مرغ ڪي مهندا ،
خبر ڪيانتي ڪان پڇي خاصي دوست خدا ،
تہ گهڻا گذاريءَ ڏينهڙا منجهه دار هن دنيا ،
تڏهن نمي نرمل نور ڪي ڪيائين سهسين سلاما ،
تہ سيوين سير سبيل ڪيام منجهه جيئري جهانا ،
نظر نہ آيم يا نبي ﷺ تو مثل محبوبا ،
تون مرهم مريضن جو دارون درد دوا ،
تون شمع دل جو سوجهرو ابر عنايت جا ،
تون ختم الرسل خير البشر اونهو اسرارا ،
تون شافع امم روز حشر ٻئي ڪهہ دعويدا ،
قدر تنهنجي يا نبي ﷺ پيو خلقيو ڪونہ خدا ،

سڻ حضرت منهنجي حال جي گويا گفتارا،
سانگ پٺي ڪنهن سير تي ويس پري پر ڏيها،
پر وس تيس پرديس ۾ قسمت قيد الماء،
شهر شهر ولايت شام ۾ هئي حسن حيرت سا،
پرس تنهن ۾ پاتشاهه هو عادل اميرا،
وڻ ڪنڊو هو ويجهڙو تنهن شهر کي ٻهرا،
وڃي ويٺس تنهن وڻ اتي يا حضرت حبيبا،
پر وري وير وطن جي تيم اڪنڊ ارواح،
سڄڻ ساريم ۽ سڀرين ياور يڪانا،
هنجون هاريم تي نهاريم، سڪيس سڄڻ لاءِ،
اڪين آگم سڻيا بودن بس نہ ڪيا،
وڇڙيا وار وطن تي شل ميڙيندين مولا،
اتي تيس اباڻڪو مير محمد شاه،
وارث ولوڙن جا منا محبوبا،
ڪامل تيم وطن جي طلب گهڻي تنها،
ڪامل تيم قوت جي طالب تنهن وقتا.

# سچل سرمست جي بيت جو فني ۽ فڪري جائزو

حضرت سچل سرمست سنڌي زبان جو عظيم شاعر آهي ۽ سندس شعر سنڌي ادب جو اڻ مٽ سرمايو آهي. هو انسان جي انفرادي حيثيت کي امر بنائڻ لاءِ فنا جو سبق ڏئي ٿو. هو مستيءَ ۽ مدهوشيءَ ۾ حقيقت بيني ۽ حق شناسيءَ جو سبق ڏئي ٿو. هو وڏي جرائت ۽ بيباڪي سان حقيقت تان پردو کڻي ٿو. جهڙي جرائت، مستي، جوش ۽ بيباڪي سچل سائينءَ جي ڪلام ۾ ملندي، اهڙي ٻي شاعر جي شعر ۾ مشڪل سان نظر ايندي. فرمائي ٿو:

ميءِ پيتم منصور والي، مستي تنهن دي وچون تا آءِ پئي،
تنهن مستي ڪائي ود واءِ ڏتي، ٻي سڌ اسان ڪنون پل ڳئي.

شاهه لطيف چيو آهي:

گهڙيا سي چڙهيا، انين اٿيئي؛
مئي متي مهراڻ ۾ پوُ ٽپو ڏيئي؛
تہ مهار ملئيئي: سنيوڙو سيٽاهه سين.

سچل سائين پنهنجي اها ڪيفيت هن طرح بيان ڪئي آهي:

ل- لنگهہ پيس درياءَ اتي، ٿئي مستي والي سا لهر ڪڙي،
هڪ آوي ٻي تا لنگهہ جاوي، خوني موج بموج تي چوٽ چڙهي.

مطلب تہ هو انسان کي وڏي واڪي سڏي، جنجهوڙي، جاڳائي، اعلى منزل تي پهچائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ۽ سچ تي ثابت قدم رهڻ جي تلقين ڪري ٿو. هڪ هنڌ فرمايو اٿس:

ض - ضرب مارين ٿئن حق والي، سچي ڳالهہ اتان اظهار ڪرين؛
ڪتلي ڏينهن ڇُپيسي سِر اِهوئي، هي ئي ويل اها نروار ڪرين.

سندس ڪلام زندگيءَ جو تفسير بہ آهي، تہ تعبير بہ؛ حق جو اظهار بہ آهي، تہ سِر جو آواز بہ. هن سوري ۽ سينگار، ميءِ ۽ مستي، وحدت ۽ ڪثرت، نفي ۽ اثبات جي مختصر مگر معنيٰ دار لفظن ۾ تشريح ڪئي آهي ۽

زندگيءَ جي سمورن رازن ۽ حقيقتن کي سموهي، سمائي، سنواري ۽ نکيڙي نروار ڪري، هڪ نصب العين جي نشاندهي ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي، جو سندس شعر زندگيءَ جي اسرارن جو آئينو آهي.

معنوي ۽ فڪري لحاظ کان ته سچل سرمست جو ڪلام مٿانهون ۽ منفرد آهي، پر فني خوبين ۽ خصوصيتن جي خيال کان به منفرد آهي. جهڙيءَ طرح فڪر ۽ پيغام جي پيشڪش ۾ نئون ۽ نرالو ڍنگ اختيار ڪيو اٿس. اهڙيءَ طرح شعر جي فني سٽا ۾ به نواڻ، وسعت ۽ تنوع پيدا ڪيو اٿس. سچل سائين ڪافيءَ جو ايڏو ته باڪمال شاعر آهي، جو ڪوبه شاعر سائس برميچي نه ٿو سگهي، بلڪ پوين شاعرن ڪافيءَ جي فني سٽا ۾ سندس پيروي ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي، جو پوين سڀني شاعرن ۾ سچل سرمست جي ڪافيءَ جي فن ۽ فڪر جي گونج ۽ پڙاڏو نظر ايندو. سندس ڪافين ۾ گهاڙيٽي جي لحاظ کان ايترا ته نمونا ملن ٿا، جو هن وقت تائين ڪوبه شاعر انهن ۾ اضافو ڪري نه سگهيو آهي. ڪافيءَ جي شاعرن ۾ هي پهريون شاعر آهي، جنهن ڪافيءَ کي وسعت بخشي، ان ۾ فني سٽا جا ڪيترائي نوان، سهڻا ۽ سيبائتا نمونا پيدا ڪيا، سمايا ۽ عام ڪيا. سچل سرمست جي ڪافين جو فني جائزو، تحقيق جو هڪ وڏو ۽ اهم باب آهي، جنهن تي ڪنهن ٻي موقعي تي لکيو ويندو.

في الحال سچل سائين جي بيت جو فني ۽ فڪري جائزو پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. حقيقت اها آهي، ته بيت کي حضرت شاهه لطيف ڪمال تي پهچايو آهي. ان هوندي به سچل سائين پنهنجي بيت ۾ نئين راهه ڪڍي آهي، ۽ بيت ۾ فني سٽا توڙي فڪري نقطئه نگاهه کان ڪيترائي نوان نمونا، انوکا گهاڙيٽا ۽ منفرد سِٽائون اختيار ڪيون اٿس. سندس بيتن ۾ رنگيني، رواني، دلڪشي ۽ نغمگي به آهي، ته معنوي گهرائي ۽ فڪر جي بلندي به آهي. سونهن جي ساراهه وقت، سهڻيون، سيبائتيون ۽ سُهائينديون تشبيهون آڻي، شعر کي رسيلو ۽ رنگين بڻايو اٿس. فرمائي ٿو:

ڪجا ڪج محراب: منهن تي محبوبن جي،
ڏنگا ونگا واهه واهه، مصحف جا اعراب،
سٽون سيپارن جون، پڙهڻ ٿيو ثواب:
برهه سندا باب: سچل سڀ ختم ٿيا.

سچل سائينءَ جي بيتن ۾ جيڪي فني ۽ فڪري خوبيون ۽ خصوصيتون ملن ٿيون، انهن جي اُپٽار هن طرح ڪري سگهجي ٿي:

## عنوان تي بيت

سچل سائينءَ ڪان اڳ ۾ ڪنهن عنوان هيٺ معنوي تسلسل سان چيل بيت ڪونہ ٿا ملن. سچل سائينءَ پارسي مثنويون جدا جدا عنوانن هيٺ لکي، انهن جي موضوع سان گڏ "نامو" جو لفظ شامل ڪيو آهي، جهڙوڪ: وحدت نامو، وصلت نامو، تار نامو وغيره. اهڙيءَ طرح سنڌي بيت بہ هڪ موضوع تي لکي، عنوان سان "نامو" لفظ گڏيو اٿس، جهڙوڪ: وحدت نامو، مرغ نامو وغيره. انهن ڪان سواءِ خاص موضوعن تي بہ بيتن جا سلسلا ملن ٿا، جهڙوڪ: وحدت، حقيقت، روجهن بابت ۽ پورب بابت.

## وحدت نامو

هن ۾ وحدت ۽ ڪثرت، وحدت الوجود ۽ همه اوست جي وضاحت نهايت سهڻي انداز ۾ ملي ٿي. مطلب تہ توحيد سان تعلق رکندڙ مختلف ڳالهيون، عرفان ۽ ايقان جا باريڪ نڪتا سولي نموني سلجهائي پيش ڪيا ويا آهن. مضمون ۾ تسلسل بہ آهي، فڪري تنوع بہ آهي، وحدت جي وائي بہ آهي ۽ ڪثرت جي رنگارنگيءَ جو ذڪر بہ آهي. يعني وحدت ۾ ڪثرت ۽ ڪثرت ۾ وحدت جي اپٽار ڪري ڏيکاريو ويو آهي، تہ ذات مطلق هڪ آهي ۽ هن ڪثرت ۾ انهيءَ ئي ذات جو جلوو جاري ۽ ساري آهي.

فني ستا جي لحاظ کان سمورو مضمون هڪ طويل بيت ۾ سمايو ويو آهي، جيڪو 180 مصرعن تي مشتمل آهي. سموريون مصرعون پاڻ ۾ هم قافيہ آهن ۽ قافيو 'ن' وارو آيل آهي. يعني صحيح قافيہ سان ڊگهو بيت آهي، جنهنکي "ڪبت" بہ چيو ويندو آهي. اهڙي ستا اسان کي مخدوم ابوالحسن، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله نرئي واري، مخدوم غلام محمد بگائي ۽ اهڙن ٻين عالمن جي سنڌي ڪتابن ۾ ملي ٿي. نموني طور ڪجهہ مصرعون ڏجن ٿيون، جنهن ۾ ڪثرت ۽ وحدت جي اپٽار ڪيل آهي:

محبت جي مڪان ڪنون لاهوتي لنگهن،
واديءَ ۾ وحدت جي دانهه پير ڊرن،
تون مان وچي وچ مئون، ته ڪي ڀاڻ ڀسن،
شڪ يقين اٿي ويو، برابر چون،
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نه ڪن،
عابد ۽ معبود سو هڪ نگاهه ڀسن،
ڀاڻ ڀسي، ڀاڻ ڀهي، ڀاڻ ئي سجدو ڪن،
ڀاڻ مڙيوئي ڀاڻ ٿيو، نوڙي نوڙت ڪن،
ڀاڻ اُٿي ڀاڻ ويهي، ڀاڻ رموز رکن،
پُرجهه، مڙيوئي ڀاڻ ٿيو، غير نه ڀسائن.

سچل سائينءَ جي تتبع ۾ حضرت قادر بخش بيدل به ”وحدت نامو“ چيو، ۽ ڪن ٻين شاعرن به ”ناما“ چيا آهن. يعني سچل سرمست سنڌي شاعريءَ ۾ ”نامن“ چوڻ جو بنياد وڌو.

## مرغ نامو

هن ۾ ڪانگ کي مخاطب ٿي، پرينءَ جو پيغام ڏنو ويو آهي؛ ۽ انهيءَ قاصد، قربين جي جڪا ڪتابت آندي آهي، ان جي اپٽار ڪئي ويئي آهي. فني سٽا جي لحاظ کان هي ”نامو“ مختلف بيتن تي مشتمل آهي. بيتن جي سٽا، سنڌي بيتن جهڙي آهي. ڪي بيت ٽن يا چئن سٽن تي مشتمل آهن، جن جي پوئين سٽ ۾ قافيو آهي، مثلاً:

اڄ لاتيون ڪانگ لتيون، سي ڪي سٺو سرتيون،
جو ڪهڻ ڪُهيون وجهي، ويڙهي منجهه وٽيون،
سنديون راز رتيون، ٿو پڻ ڪري پڌريون.

ان کان سواءِ ڪجهه بيت به سٽا آهن. اهڙن ٻن سٽن وارن بيتن مان ڪن ۾ قافيو ٻنهي سٽن جي وچ ۾ اچي ٿو، مثلاً:

ڪي جو لکيائون، پني منجهه پريت جو،
اهو پسي آئون؛ بيخود ٿيڙس سرتيون.

ڪن ٻن سٽن وارن بيتن ۾ پهرين سٽ جي آخر ۾ ۽ پوئين جي وچ ۾ قافيو اچي ٿو، مثلاً:

ليلهائيندو آئيو، پانڌي اڄ پراءِ؛
وڌس درد ڏراءِ؛ مت وڃائي آئيو.

ڪن جي پهرين سٽ جي وچ ۾ ۽ پوئين جي آخر ۾ قافيو آيو آهي، مثلاً:

سنڌو راز رقعو: آيو جو عجيب ڏنهون،
سا سٽ پڙهندي سرتيون، ڳالهائڻ چڪو.

## روجهہ بابت بيت:

روجهہ، ڳئونءَ جهڙو جابلو جانور آهي، جيڪا پاڻيءَ جي ڳولها ۾ مندائتي مينهن جي اوسيئڙي ۾ هوندي آهي. سچل سائين جي ڪلام ۾ روجهہ بابت بيتن جو سلسلو ملي ٿو، جنهن ۾ روجهہ جي فطرت جي ترجماني ڪندي، پنهنجي اندر جي اوسيئڙي ۽ اُڃ جو بيان ڪيو ويو آهي. فرمائي ٿو:

جڏهن ٿيا اَبر، تڏهن روجهن ڳاٽ مٿي ڪيا،
مولي وچڙيو ميڙيون، جن ٿي گذاريا اوسر،
ٽيون سيپيني سر: لنگهين ڏکيا ڏينهڙا.

البت روجهہ جي مقصد ۽ انسان جي منزل مقصود ۾ فرق آهي. روجهہ جو مقصد صرف مادي ضرورت جي پورائي آهي، پر انسان جو منزل ۽ مقصد ارفع ۽ اعليٰ هجڻ گهرجي، جيڪو مادي ضرورتن کان مٿانهون ۽ روحاني ضرورتن جي پورائي وارو هجڻ گهرجي. انهيءَ ڪري سچل سرمست چوي ٿو:

"سچو" رک سماءُ: تو ماڻهو روجهن سان گڏين،
هاڻي صبر منجهہ آءُ، ڪمائي پوري ڪري.

## پورب بابت:

"پورب" معني اوير، سنڌ ۾ پورب پاسي (ڀارت ۾ ڪانپور کان بهار تائين) کان هندو فقير ايندا رهيا آهن، جن مان ڪي سنڌ مان ٿي هنگلاج جو تيرٿ پيٽڻ ويندا هئا. شاهہ صاحب بہ انهن هندو فقيرن جو ذڪر ڪيو آهي. سچل سائينءَ بہ هندو فقيرن بابت بيت چيا آهن، جن کي "پورب جا بيت" عنوان ڏنو ويو آهي. انهن هندو فقيرن جو ذڪر ڪندي، سنڌن مختلف نالا بہ ڄاڻايا اٿس، جهڙوڪ: جوڳي، لاهوتي، اڌوتي، ڪاپڙي، آديسي وغيره. نہ فقط ايترو پر انهن جا مرتبا بہ ٻڌايا اٿس، جوڳي، عام فقير آهي، جن مان ڪو ڪو منزل ماڻي ڪاپڙي ٿئي ٿو:

جوڳ جال ڏنام: پر ڪو ڪو ليبي ڪاپڙي،
هي ويهي وستن ۾ ويا، هو نہ لوڪ لڙيام:
تنين ڪاڻ ٿيام: هنئي هنئي ههڙا حالڙا.

يعني ڪاپڙي اهو آهي، جيڪو دنيا جي موهہ ۾ موهجي، ان جي دام ۾ ڦاسي نہ ٿو، پر پنهنجو پاڻ فنا ڪري، بقا جي راهہ تي قدم ڌري ٿو:

مٿي ڪات قدم: ڪاڪيون ڪاپڙين جو،
تن هنيو ئي اُن گُر جو، دمامين سان دم:
آديسي عُدم: ٿيا نالي ۾ نات جي.

## وحدت بابت:

سچل سائينءَ جا ڪجهہ بيت اهڙا آهن، جن ۾ وحدت جي وائيءَ جي اپٽار ٿيل آهي؛ اهي "وحدت" جي عنوان هيٺ آندا ويا آهن. هن بيت ۾ ڏيکاريو اٿس، تہ رسول الله ﷺ جي پيروي ۾ ئي وحدانيت جو عرفان حاصل ٿئي ٿو:

هيءَ نہ وات هواء جي، آهہ نڪا تقليد:
تحقيقاً توحيد: آهي راهہ رسول جي.

## حقيقت بابت:

هنن بيتن ۾ سلوڪ جي راهہ سمجهائي وئي آهي ۽ تصوف جي منزل "حقيقت" جو بيان آندو ويو آهي. ٻڌايو اٿس تہ سلوڪ جي واٽ ۾ حقيقت جي منزل تائين پهچڻ لاءِ ڪي ئي رنڊڪون پيدا ٿين ٿيون، پر سچو سالڪ ڪڏهن بہ گهبرائي نہ ٿو. هو هر مشڪل کي منهن ڏئي پار پئي وڃي منزل ماڻي ٿو. سچل سائين فرمائي ٿو:

اسان پرين وچ ۾، جر وهي جاري،
هڪ ڪڙڪو ڪُن جو پوي، پيون ويرون ڏئي واري،
هُيت ساجن جا ساري: سا دَهلي ڪين درياهہ ڪئون.

عنوان ڪان سواءِ سنڌي شاعريءَ جي روايتي رومانوي داستانن بابت بہ بيت ملن ٿا، جهڙوڪ: سسئي، مارئي، مومل ۽ نوري. البت شاهہ جي رسالي کان بيتن جو تعداد گهٽ آهي. ان ڪان سواءِ سهڻي، ليلا، مورڙي ميربحر ۽ ساموندين جي بابت بيت سچل سائينءَ جي رسالي ۾ نظر نہ ٿا اچن. سارنگ

بابت ڏاڍا سهڻا ۽ اثرائتا بيت موجود آهن.

## ٽيهہ اکري:

اهو نظم، جنهن جو هر بند يا مصرع عربي "الف- بي" جي اکر سان شروع ٿئي، انهيءَ کي فارسي جي لحاظ کان "سي- حرفي" ۽ سنڌيءَ ۾ "ٽيهہ اکري" چيو ويندو آهي. ڪن شاعرن سنڌي "الف- ب" جي 52 حرفن تي مشتمل نظم بہ لکيا آهن، پر انهن کي بہ "ٽيهہ اکري" ئي سڏيو اٿن. ڪن شاعرن وري "لا" ۽ "ء" کي ڇڏي فقط 28 اکرن تي بدل 28 بند لکيا آهن، پر انهن کي بہ "ٽيهہ اکري" ئي سڏيو اٿن. اهوئي سبب آهي، جو اصطلاحي معنيٰ ۾ "ٽيهہ اکري" ان کي چيو ويندو آهي، جنهن جا بند سلسلي وار الف- ب جي اکرن سان شروع ٿين. ٽيهہ اکريون بيت ۽ ڏوهيڙن ۾ بہ چيون ويون آهن، تہ عروضي بندن ۾ بہ لکيون ويون آهن. ڪي وري هڪ بيت ۽ ڪافيءَ جي صورت ۾ بہ چيون ويون آهن.

تاريخي لحاظ کان ٽيهہ اکري شاهہ لطيف کان اڳاٽي ايجاد ٿيل معلوم ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ جو شاهہ صاحب جي ڪن رسالن ۾ ٽيهہ اکري آيل آهي. محققن جو خيال آهي، تہ اهو شاهہ لطيف جو ڪلام نہ آهي. ٻي قديم ٽيهہ اکري ميين عيسيٰ جي آهي، جيڪا اندازاً سنہ 1163هجري کان پوءِ لکي ويئي. ان کان پوءِ بيشمار ٽيهہ اکريون چيون ويئون آهن. سچل سرمست جون سرائيڪي زبان ۾ ڏهہ ٽيهہ اکريون مليون آهن، جيڪي گهڻي قدر ٽيهن حرفن تي ٻڌل آهن. ڪجهہ 28 حرفن تي بہ آهن ۽ آخري ٽيهہ اکري فقط ڏهن حرفن (الف- ب- ج- د- ز- ش- ض- ع- ق- ن- هہ) تي مشتمل آهي، ۽ هڪ بيت جي صورت ۾ آهي. ٽيهہ اکرين ۾ گهڻي قدر ڏوهيڙا آيل آهن، جيڪي اڪثر چئن يا ڪي ڪي ٽن مصرعن تي مشتمل آهن. قافيو سيني مصرعن جي آخر ۾ اچي ٿو. هڪ ڏوهيڙو نموني طور ڏجي ٿو:

> ف- فوجان حسن ديان چڙهہ پيان، جيوين چڙهي سپاهہ فرنگيان دا
> گردا گرد انهين ڪون جو ويڙهہ گهتين، ڏاڍا تاب اُنهان وو تُرنگيان دا
> قابو نين سپاهي سو ڪاهہ پون، عجب جوڙ ڏناسين جنگيان دا
> انهان نال برابر ڪيوين ڪري، سچو لشڪر روميان زنگيان دا

ڪن ٽيهن اکرين ۾ ڏوهيڙا تہ آهن، پر انهن جي هر مصرع الف- ب جي جدا جدا حرفن سان شروع ٿئي ٿي. هر ڏوهيڙي ڪان پوءِ وري اڌ مصرع جي ورائي آهي. نموني طور هڪ ڏوهيڙو پيش ڪجي ٿو:

خ- خودي ڪنون لهين خلاصي، بيخودي وچ آوين،
د- دوئي ڪون توڙ ڏيوين، تا عالي درجا پاوين،
ذ- ذڪر تي فڪر فنا دا ڪرين، بقا ڏهون جاوين،
ڪڏهان نہ مرسين، سدا تون جيي سين.

ڪن ٽيهہ اکرين ۾ وري هر بند مثنوي وانگر ٻن مصرعن تي مشتمل آهي، ۽ ٻئي مصرعون پاڻ ۾ هم قافيہ آهن. نموني طور هڪ بيت ڏجي ٿو:

ذ- ذات صفات هڪائي آهي، قلعي نال شيهي دي جو هڪ ٿيويْ،
نانءِ شيشا دل آئينہ ٿيا، اپنا آپ ڏٺي وت ٿيون ڪيوي.

## ڏوهيڙو:

سنڌي بيت ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ سِٽون ٿين ۽ وڌ ۾ وڌ جو ڪو تعداد مقرر ڪونهي. ٻن سٽن واري بيت ۾ ڪڏهن ٻنهي سِٽن جي وچ تي قافيو ٿئي؛ ڪڏهن وري پهرين سِٽ جي آخر ۾ ۽ پوئين سِٽ جي وچ تي قافيو اچي. ڪڏهن وري پهرين سٽ جي وچ تي ۽ پوئين سٽ جي آخر ۾ قافيو اچي. ٻن سٽن ڪان مٿي سٽن وارا جيڪي بيت آهن، انهن جي پوئين سٽ جي گهڻو ڪري وچ تي قافيو ايندو آهي. اهڙي نوعيت جا ڪيترائي بيت سچل سرمست جي رسالي ۾ ملن ٿا. نمونا اڳ ۾ ڏئي اچي چڪا آهن.

سنڌي شاعريءَ ۾ اهڙي قسم جا تمام ٿورا بيت ملندا، جن ۾ سيني سٽن جي پويان قافيو آيو آهي. اهڙي قسم جا بيت سڀ کان پهريائين لکي ضلعي شڪارپور جي شاعر عثمان احساني جا ملن ٿا. ان کان پوءِ ميين لطف الله قادري ۽ ٻين ڪن تمام ٿورن شاعرن جي ڪلام ۾ ملن ٿا.

سرائيڪي شاعريءَ جي وري اها ڀَرِ رهي آهي، تہ ان جي بيت جي پوئين سٽ ۾ وچ تي قافيو اصل نہ ايندو آهي. سرائيڪي بيت ۾ گهڻو ڪري چار سٽون ٿينديون آهن، پر ڪن ڪن ۾ ٽي سٽون ٻہ ٿين ٿيون. البت قافيو سيني سٽن جي آخر ۾ ايندو آهي. خود سنڌي شاعرن سچل سرمست، قادر بخش

بيدل، حمل خان لغاري، خليفي نبي بخش وغيره جيتوڻيڪ سنڌي بيتن ۾ پوئين سٽ جي وچ تي قافيو آندو آهي؛ پر سرائيڪي ڏوهيڙن ۾ سڀني سٽن جي آخر ۾ قافيو آندو آهي.

سرائيڪي بيتن کان سواءِ حضرت سچل سرمست جا ڪجهہ سنڌي بيت اهڙا بہ ملن ٿا، جن ۾ سڀني مصرعن جي آخر ۾ قافيو اچي ٿو. اهڙي قسم جي بيتن کي جيئن تہ سرائيڪي ۾ ڏوهيڙو چيو ويو آهي، تنهن ڪري اهڙي نموني جي سنڌي بيتن کي بہ ڏوهيڙو چوڻ گهرجي. اهڙي نموني جا سچل سائينءَ جا ٻہ سنڌي ڏوهيڙا نمونې طور ڏجن ٿا:

احد احمد صورت ساڳي، سر ٻنهي جو سوئي،
الست بربڪم قالو بلىٰ، پنهنجو پاڻ اکيوئي،
سچا حاضر هرجا هادي، سمجهين سر سيوئي.

الف سچائي احديت وارو، بي تي ڪين اڙياسي،
شرح ملا، ڪنز قدوري، قافيا ڪين پڙهياسي،
غير خيالون ڪڍيئي، پوءِ لاحد منجهہ لڙياسي.

## جهولڻو:

حضرت سچل سرمستؔ جي رسالي ۾ هڪ ٻي انوکي صنف "جهولڻو" ملي ٿو، جيڪا اڳ ۾ ڪنهن بہ سنڌي شاعر وٽ نظر نہ ٿي اچي. البتہ روحل فقير جي هندي ڪلام ۾ "جهولڻو" ملي ٿو، پر فني سٽا جي لحاظ کان سچل سرمست جي سنڌي جهولڻي ۽ روحل فقير جي هندي جهولڻي ۾ فرق آهي. روحل فقير جي هندي جهولڻي ۾ اڪثر چار سٽون ٿين ٿيون؛ ۽ هر سٽ جو وزن عام بيت کان وڏو ۽ اينگهہ وارو ٿئي ٿو. سچل سرمست جي جهولڻي وارن بيتن مان، هر بيت گهٽ ۾ گهٽ ڪري اٺن سٽن جو ٿئي ٿو ۽ نائين سٽ وراڻيءَ جي اچي ٿي. سچل سائين جي جهولڻي جي بيتن جي سلسلي ۾ "سسئي پنهون" بابت جهولڻو ملي ٿو، جنهن ۾ مذڪوره سٽا وارا پنجاهہ بند يا بيت آهن. هر بند يا بيت کان پوءِ جيڪي وراڻيون اچن ٿيون، اهي پاڻ ۾ هم قافيہ آهن. هر بند يا بيت جي سٽ جو وزن ننڍو ۽ گهٽ ڪري هندي جهولڻي جي سٽ جي اڌ جيترو آهي. چڻ چئن سٽن کي اٺ سٽون ڪري رکيو ويو آهي. قافيو هر بند جي سمورين سٽن جي آخر ۾ اچي ٿو ۽ هر بند يا بيت جو جدا

جدا قافيو آهي. نموني طور سسئي پنهون جي جهولڻي مان ٻه بيت يا بند هيٺ ڏجن ٿا:

سرتيون سڀ تيس صلاحي،
هوتان راهه وٺي پيا راهي،
چو ٿئينءَ ڪڍ تنين جي ڪاهي،
ڏونگر ڪيم ڏسائج ڏاهي،
حب ۾ ڪونه ڪندءِ همراهي،
هت ٿو سنگ منجهائي ساهي،
تڏهن چپ ڪرڻ تو چاهي،
پر هو اهڙو امر الاهي؛
ٻيا سڀ ويهه تون وهم وساري.

چي ڙي، مون سان مور م تيو مصلحاتي،
ثابت سِڪ رهي ڪاساتي،
هاريون هي جا آهي حياتي،
تنڪي روهه رسان ٿي راتي،
پائيندس جهر- تتي جهنگ جهاتي،
چا جي چجي پوي مون چاتي،
ڪنديس ووڙ سنڌين ويلاتي،
ايندس ساڻ وني پڙياتي،
ڏسنديون هوت مڙيئي هڪواري.

جيئن ته سمورا بند يا بيت وراڻيءَ جي ڪري هڪ سلسلي ۾ ڳنڍيل آهن، انهيءَ ڪري ڪافي/ ڪلام وانگر ڳائي سگهجي ٿو. معلوم ٿئي ٿو، ته انهن بيتن جي سلسلي ۾ سرتار جي لحاظ کان ”جهولڻو“ نالو رکيو ويو آهي، ڇاڪاڻ جو رسالي ۾ ڪافين ۾ بہ جهولڻو ملي ٿو. سر جي لحاظ کان ڪن ڪافين تي ”ڪافي برده“ عنوان ڏنل آهي. البت هڪ ڪلام تي ڪافي جي بدران ”جهولڻو بروهہ“ عنوان ڏنو ويو آهي. ان ۾ ٽل ڪان سواءِ ٽن مصرعن تي مشتمل بند آهن ۽ ٽئي مصرعون پاڻ ۾ هم قافيہ آهن. هر بند جو جدا جدا قافيو آهي ۽ قافيہ جي لحاظ کان ٽل سان انهن جو تعلق ڪونهي. ”جهولڻو بروه“ مان نمونو ڏجي ٿو:

ٿل: جاني آءُ ڙي، جاني ميان، آءُ تا روز پچان ٿي پانڌيو،

١- تنهنجي اچڻ ڪاڻ آءُ هت پوتيون پٽايان،
سنجهي صبح سرتيون ٿي پانڌي پڇايان،
ڏاها تنهنجي ڏيهه ڏي ٿي ڪانگل اڏايان.

٢- پرين تنهنجي پار ڏنهن اچي جي قاصد ڪوئي،
حال سڻايان پانهنجو تنهن رهبر کي روئي،
جاني جان اسان جي هجر ۾ هوئي.

## جهولڻو جو تاريخي پس منظر:

ڏکڻ ايشيا جي ٻولي "تامل"جي شاعريءَ جي هڪ صنف جو نالو آهي "اوشل"، جنهن جي معنيٰ آهي: "جهولڻو". هن صنف جو تعلق تامل ٻولي واري علائقي جي رهڻي ڪهڻي سان آهي. اتي سيني ذاتين ۾ رواج آهي، تہ شادي رات جو نہ ٿيندي آهي، پر ڏينهن ۾ ٿيندي آهي. انهيءَ موقعي تي هڪ جهولي جو بندوبست ڪيو ويندو آهي، جنهن ۾ گهوٽ- ڪنوار لڏندا آهن. انهيءَموقعي تي جيڪي گيت ڳايا ويندا آهن، انهن کي"اوشل"چيو ويندو آهي.

دکن جي صوفي شاعرن انهيءَ رسم مان فائدو وٺي پنهنجي زماني جي اردو ۾ انهيءَ قسم جا گيت لکڻ شروع ڪيا ۽ انهن نظمن کي هنن پنهنجي ٻوليءَجي لحاظ کان"جهولڻو"سڏيو. دکن جو پهريون شاعر جنهن "جهولڻو" چيو، شاهہ علي جيوَ گامڌني (وفات 973هجري-1565ع) آهي، پر ان جا جهولڻا دستياب نہ آهن. پاڪستان ۾ سڀ کان پهريائين پنجاب جي قادري بزرگ حضرت نوشہ گنج بخش (وفات 1024هجري- 1654ع) جا جهولڻا ملن ٿا. اتر هندستان جي اردو شاعرن ۾ هن صنف جو رواج اٺويهين صدي عيسوي تائين نظر اچي ٿو. ان زماني جي ڪن داستانن ۾ جهولڻا نقل ڪيا ويا آهن. سيد عبدالوالي عزلت (وفات 1189هجري- 1775ع) بہ پنهنجي ديوان جي مقدمي ۾ جهولڻي جو ذڪر هڪ شاعريءَ جي صنف جي حيثيت سان ڪيو آهي (1).

ان مان معلوم ٿئي ٿو، تہ حضرت سچل سرمست ۽ روحل فقير دکني شاعريءَ ان وقت سنڌ ۾ مروج هندي، اردو شاعريءَ ۾ هيءَ صنف ڏسي،

1- ڊاڪٽر محمد انصار الله: اردو پرتمل اثرات، مقالو شايع ٿيل سہ ماهي "اردو"، انجمن ترقي اردو پاڪستان، ڪراچي، جلد 64، شمارو 1، بابت جنوري تا مارچ 1988ع، ص 131-130.

سنڌيءَ ۾ ان کي پنهنجي انداز سان ڇيو.

هن تاريخي پس منظر مان اهو به ظاهر ٿئي ٿو، ته هن صنف تي اهو نالو فني سٽا جي لحاظ کان نه پيو آهي، پر مضمون جي خيال کان پيو آهي. سچل جي جهولڻو بيتن ۽ ڪافين ۾ وچوڙي جا ورلاپ ملن ٿا، ۽ پرينءَ تائين پهچڻ جي تانگهه ۽ طلب ڏيکاريل آهي.

## مسلسل بيت:

سچل سرمست جي رسالي ۾ انوکي سٽا سان سلسليوار بيت ملن ٿا. ڇا ڪيو اٿس جو ڪنهن خاص مضمون کي سمجهائڻ ۽ بيان ڪرڻ لاءِ مسلسل بيت ڏنا اٿس. هر بيت جو جدا جدا قافيو آهي، پر مضمون ۾ تسلسل آهي. بيتن جي شروع ۾ ٿل وانگر منظوم مصرع آهي، جنهن ۾ بيتن جي مضمون جو چڻ عنوان سمايل آهي. قافيي جي لحاظ کان انهيءَ شروعاتي مصرع ۽ بيتن جي مصرعن سان ڪو تعلق ڪونهي. اهڙي قسم جي فني سٽا سچل سرمست کان اڳ ڪنهن به سنڌي شاعر وٽ نظر نه ٿي اچي ۽ نه پوءِ ئي ڪنهن شاعر ان جي تتبع ڪئي آهي. سچل سائينءَ جي رسالي ۾ اهڙيءَ سٽا جا ٻه ٻه نمونا ملن ٿا. هڪ سٽا ۾ هر بيت دوهي وانگر ٻن مصرعن تي مشتمل آهي. نمونو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

هادي ويڙهي آيو، هاڻي سائين هيئن سمجهايو، والي ويڙهي آيو.

١- ڪڏهن ٿيو ڪونه ڪو، عاشقن آرام، ميان،
راتو ڏينهان تن اتي، محبت جو ماتام ميان.

٢- خاڪون هلج خاص تي، ڪر پاڻيءَ ڪون پرواز ميان،
چڙيءَ چنبو ماريءَ، ٿي شاهين ۽ شهباز ميان.

ٻي سٽا اهڙي آهي، جنهن ۾ هر بند يا بيت ٽن سٽن تي ٻڌل آهي، ۽ قافيو هر بيت جي آخر ۾ اچي ٿو. نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

مرشد هادي رهنما، ٿا سمجهائين اٿين.

١- هو تون ڄاڻج پاڻ کي، متان هيءَ ٿئين،
وحدت جي چوگان ۾، اها گوءِ نئين،
سچو ساڻ يقين جي، هي حال ڏي هيئن.

## گهڙولـي:

هن ۾ عورت جي زباني محبوب جي خدمت جو جذبو ظاهر ڪيل هوندو آهي، ۽ آزي ۽ نيزاري ڏيکاريل هوندي آهي. هن صنف ۾ خدمت جي اظهار لاءِ وراڻي طور گهڙولي پرڻ ضرور ايندو آهي. انهيءَ ڪري ئي اهو نالو پيو اٿس. پهرين گهڙولي سچل سائينءَ جي ملي آهي، جيڪا سرائيڪي زبان ۾ آهي. ان ڪان پوءِ ڪيترن ئي شاعرن سرائيڪي ۽ سنڌي ۾ گهڙوليون چيون آهن. فني سٽا جي لحاظ کان ڪي گهڙوليون بيتن ۾ ته ڪي وري بندن تي مشتمل هونديون آهن. هر بيت جون ٻئي مصرعون پاڻ ۾ هم قافيه آهن ۽ هر بيت جو جدا قافيو آهي. هر بيت جي آخر ۾ وري وراڻي اچي ٿي. گهڙولي ۾ اهڙا 33 بيت آهن. ٻه بيت نموني طور پيش ڪجن ٿا:

علم ظاهر هستي هووڻ- لدني بابت الف دا اورڻ،
دم قدم گم ڪردي هان- مٺن تان گهڙولي پرندي هان.

صورت الله دي دل وچ ڄاڻين- وفي انفسڪم صحيح سڃاڻي،
محو ذاتي وچ مردي هان- مٺن تان گهڙولي ............

## وراڻ:

بيتن جي مضمون ۾ تسلسل، تنوع ۽ هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ بيتن جي سلسلي يا ڪنڊيءَ ۾ "وراڻ" رکي ويندي آهي. وراڻ جا عام طرح ٻه قسم آهن. هڪ نمونو اهو آهي، جنهن ۾ لاڳيتا ڪجهه بيت ساڳين لفظن يا فقرن سان شروع ٿيندا آهن. سچل سائينءَ وٽ وراڻ جو اهو سلسلو ڪيترن ئي هنڌن تي ملي ٿو. هڪ هنڌ "ويم نڪري قافلو..." فقري سان شروع ٿيندڙ لاڳيتو 9 بيت ملن ٿا. "ڪاف ڪشالا ڪيترا" فقري سان شروع ٿيندڙ سلسليوار 11 بيت ملن ٿا. نموني طور ڪجهه بيت هت پيش ڪجن ٿا:

١- ڪاف ڪشالا ڪيترا، تڪيءَ مون نه ٿين؛
جيڏيون ڪاڻ جتن؛ مٿي راهه رُئان گهڻو.

٢- ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن مون نه ڪيا،
وڃڻون هوت ويا، ڪٿي سات سويل جو.

ڪي بيت هڪ لفظ سان شروع ٿين ٿا، مثلاً:

١- مارڳ جي منڍين: تا هئين هوتياڻين هنج ۾،
وجي ڪيچ سُئين: تا ويچاري وس ڪيو.

٢- مارڳ مرن جي، ورتنين ڪي ويجهڙو،
هيءِ هيءِ هوتن کي ٿئي ارمان انهن جو.

٣- مارڳ مرڻ آهه، گهوريو جيئڻ جيڏيون،
پير نه پوئيون پاءِ، عاشق مر اڳي ٿئين.

وراڻ جو ٻيو نمونو اهو آهي، جنهن ۾ هڪ بيت جو پويون اڌ، ايندڙ بيت جو پهريون اڌ ٿي ويندو آهي. سچل سائينءَ جي رسالي ۾ اهڙو نمونو به ملي ٿو. نمونو پيش ڪجي ٿو:

١- وسي ٻيو وڏ ڦڙو، پنيون پٽ پريون؛
پٽاريون پٽن تان، وٺاڻين وريون؛
ڪير جون ڪريون، چاڙيون ڏنائون چاهه مان.

٢- چاڙيون ڏنائون چاهه مان، ڪيرن جون ڪريون؛
وهائينديون سي آئيون، ڌٽن مان ترپون؛
پٽاريون پريون، آئيون وسائي وڏڦڙا.

وراڻ جو پهريون نمونو پهريون ڀيرو شاهه لطف الله قادري جي ڪلام ۾ ملي ٿو. ان ڪان پوءِ شاه عنات رضوي ۽ شاه لطيف جي ڪلام ۾ ملي ٿو. ٻيو نمونو شاهه لطف الله قادري جي ڪلام ۾ ڪونه ٿو ملي، اهڙي نموني جي وراڻ پهريون ڀيرو شاه عنات رضوي جي ڪلام ۾ ملي ٿي.

وراڻ جو هڪ سلسلو اهڙو به ٿئي ٿو، جنهن ۾ بيتن جي پوين سٽن جا آخري اڌ هڪ جهڙا آهن. اهڙي نموني جا بيت پهريون ڀيرو شاه لطف الله قادري جي ڪلام ۾ ملن ٿا. ان ڪان پوءِ شاه عنات رضوي، شاهه لطيف ڀٽائي، حضرت سچل سرمست ۽ قادر بخش بيدل جي رسالن ۾ ملن ٿا. نموني طور سچل سائين جي بيتن جي هڪ ڪنديءَ مان ٻه بيت ڏجن ٿا:

١- اندر آڳ عشق جي، ويم ٻاروچو ٻاري؛
ڪارڻ ڪوهياري: متي راهه رُئان گهڻو.

٢- ڪافي ڪشالا ڪيترا، تڪيءَ مون نه ٿين؛
جيڏيون ڪاڻ جتن: متي راهه رئان گهڻو.

**قافيہ جون خوبيون:**

قافيہ جي لحاظ کان بہ بيتن ۾ نواڻ ۽ نرالائي نظر اچي ٿي. سرائيڪي قافين ۾ 'ڙ' تصغير وارا لفظ آڻي، خوبصورتيءَ ۽ نغمگي پيدا ڪئي ويندي آهي. سچل سائينءَ سرائيڪي بيتن کان سواءِ سنڌي بيتن ۾ بہ اهڙي قافيہ وارا لفظ آڻي، ميناج ۽ موسيقيءَ واري لئہ پيدا ڪئي آهي. هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

ور وٺا ويڙهيچن جا، اهي موٽئين مالهڙيون؛
راس نہ اچن روح کي، ٿالهہ ۽ ٿالهڙيون؛
سنگهارن جون سومرا، چڱيون چالڙيون؛
جو فجر ڦوڪي سنديون، ڪن دانهہ دلاڙيون؛
ور سي لويون لاک جون، پن شال ۽ شالڙيون.

تصغير 'ڙ' مؤنث لفظن کان سواءِ مذڪر لفظن ۾ آندي اٿس. مثلاً: "مال" کي "مالڙا" ۽ "مينهن" کي "مينهڙا" ڪري آندو اٿس:

جاتي واريءَ ڊنوَ، تاتي اڏن پکڙا،
ياڳين لٿا يَنوَ، سدا رهن او سرها.

نوڙن ۽ نونڊن: مارو چارن مالڙا،
ڪَوڙين ۽ ڪوڏين: سار هاتين ساهہ ۾.

تي پڻ وساريام: ڪڏهن مارئين مينهڙا،
سي ڏينهن ڏاڏاٽي ڏيهہ جا، اڄ ياد عمر آيا ۾.

هن قسم جي تصغير وارا لفظ قافيہ طور نہ آيا آهن، پر پهرين مصرع جي آخر ۾ آيا آهن، جنهن جي وچ تي قافيو آيو آهي. هنن بيتن مان معلوم ٿيندو، تہ سچل سائينءَ نيٺ سنڌي لفظ بہ نهايت سهڻي نموني آندا آهن، جهڙوڪ: ڊنوَ، نونڊين، ڪونڊين وغيره.

اهڙيءَ طرح سچل سرمست جي بيتن ۾، اسلوبِ بيان، فني ستا، فڪر جي گهرائي، خيال جي بلندي، لفظن جي سهڻي بَنڌ، رواني، نغمگي ۽ نواڻ جا ڪيترائي عمدا نمونا ملن ٿا. اهي خوبيون ۽ خصوصيتون کيس نہ فقط فڪر ۽ خيال جي لحاظ کان، پر فن ۽ اسلوب بيان جي خيال کان بہ عظيم ۽ منفرد شاعر ثابت ڪن ٿيون.

# سچل جي ڪافيءَ جو فني جائزو

فن توڙي سٽا جي لحاظ کان حضرت سچل سرمست ڪافيءَ جو باڪمال شاعر آهي. فني لحاظ کان سندس ڪافيءَ ۾ وڏي وسعت ۽ گهرائي آهي. سندس ڪلام ۾ ويهن کان مٿي ڪافيءَ جا نمونا يا گهاڙيٽا ملن ٿا. ڪافيءَ جي فن ۾ بي انداز تجربا ڪري، هن عوامي صنف ۾ وڌيڪ تاثير ۽ وڌيڪ رنگيني پيدا ڪئي. سندس تخليقي قوتون ڏسي ڪيس عظيم شاعر مڃئو پوي ٿو. هن فني سٽا جا ڪيترائي نوان، سهڻا ۽ سياڻا نمونا پيدا ڪيا. سمايا ۽ عام ڪيا. ايتريقدر جو علم عروض کي بہ ڪافيءَ جي سٽا ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس ئي طفيل ڪافي سنڌ ۾ عام مقبول صنف ٿي ويئي ۽ هر هنڌ ڳائجڻ ۾ آئي. ڪائنس پوءِ سنڌي شاعرن فن توڙي فڪر جي لحاظ کان سندس ڪافين جي تتبع ڪئي آهي. ڪافيءَ جي مضمون ۾ بہ جدت پيدا ڪيائين، تہ ان ۾ موسيقيت جو رنگ بہ پريائين، رس ۽ رچاءَ جي لحاظ کان فني سٽا ۾ تنوع پيدا ڪيائين. هن هيٺ سندس ڪافي جي گهاڙيٽن جو جائزو پيش ڪجي ٿو:

## 1- ڪافي هيڪوٽي:

حضرت سچل سرمست جيتوڻيڪ ڪافيءَ جا ڪيترائي تجربا ڪيا، تڏهن بہ قديم دور جي ڪافيءَ جا نمونا بہ سندس ڪلام ۾ ملن ٿا. جيئن تہ اهڙين ڪافين جو هر بند هڪ مصرع تي مشتمل ٿئي ٿو، انهيءَ ڪري اهڙي ڪافي کي هڪ تڪي يا "هڪ ٽپي" يا "هيڪوٽي" ڪافي چيو وڃي ٿو. وائيءَ جي سٽا بہ اهڙين ڪافين جهڙي ٿئي ٿي. البت "وائي" ۽ هيڪوٽي" ڪافيءَ ۾ فرق هي آهي، تہ وائيءَ جي بندن جو وزن وڌيڪ ڊگهو ۽ اينگهہ وارو ٿئي ٿو. سچل سرمست جي ڪلام مان اهڙو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ٿل: اوڏانهن آئين ڪانگ ادا، لنئون تون چگي لات ڪا.

1- ڪا هُتِ هئي محبوب کي، مشتاق جي مصلحات ڪا.

2- هيڏي اچڻ جي ڪاهين، ڏي تون مون کي تسلات ڪا.

ڪافيءَ جو ٻيو وائيءَ سان ملندڙ جلندڙ نمونو اهو آهي، جنهن ۾ بند ٻن سٽن جو ٿئي؛ پر هر سٽ ۾ ساڳيو اهوئي قافيو ٿئي، جيڪو ٿل ۾ آهي. حضرت سچل سرمست جي ڪافيءَ جو اهڙو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ٿل: رکين يار جو خيال،
ڪوڙا ڇو ٿو ميڙين مال.

1- تڏهن طالب ڪونجين، جڏهن ڇڏين سڀ جنجال،
هلي وڃج حال ڪي، ڪلي ڇڏج قال.

انهيءَ نموني جي قافيي جي لحاظ کان مختلف قسم آهن. مٿئين نموني جي ٿل ۾ ٻه بند آهن ۽ ٻنهي جي آخر ۾ ساڳيو قافيو آهي، جيڪو بندن سان هم قافيہ آهي. ٻئي قسم ۾ ٿل مصرعن سان هم قافيہ نہ ٿو ٿئي. ٽئين قسم ۾ ٿل ٻن بندن جو ٿئي، جنهن جو پهريون بند مصرعن سان هم قافيہ ٿئي ۽ ٻيو نہ. سچل سرمست جي ڪافين مان اهڙو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ٿل: شاھ تيو سيلاني،
نہ ڄاڻان ڪنهن ڳالھ ڪان.

1- ٿي گداگر ڪري گدائي، شرف ڇڏي سلطاني،
صورت انهيءَ ڪير سڃاڻي، هئي هئي سڀ حيراني.

اهڙي قسم جي ڪافين ۾ وري ٿل جي ٻن پدن مان پويون پَد مصرعن سان هم قافيہ ٿئي. سچل سائينءَ جي ڪافين مان اهڙو مثال ڏجي ٿو:

ٿل: ڪانگي قريبن ڏانهن،
خبر آندي وٺي وهندو وري.

1- خط منجهنون معلوم ٿي، ساري خبر ڪيئن جي ڪري،
دوست دلاسا لکيا تا، تو اسان ريءَ ڪيئن سري.

چوٿون قسم اهڙو بہ ملي ٿو، جنهن ۾ ٿل فقط هڪ هڪ پد جو ٿئي ٿو، ٻئي پد جي پورائيءَ لاءِ پراءَ جا لفظ آندا ويندا ها. مثال ڏجي ٿو:

ٿل: ٿو وهي لوهاڻو، يار وي!

1- سا ڪيئن ترسي تار ۾، جيءَ جنهين جهراڻو،
ڪاهيو تا پوي ڪُن ۾، ڏسو عشق اوراڻو.

## ڪافي ڏيڍي:

هن قسم جي ڪافيءَ ۾ هر هڪ بند ڏيڍ سِٽو هوندو آهي. گهڻو ڪري ٿلهه ڏيڍ سِٽو هوندو آهي، پر ڪن ڪن حالتن ۾ هڪ سِٽو به هوندو آهي. هن گهاڙيٽي جا قافيه جي مٽ سٽ موجب جدا جدا قسم جا ٽين ٿا، جن جو هيٺ ذڪر ڪجي ٿو:

1- هڪ قسم اهو آهي، جنهن ۾ بندن جي هيٺان وراڻي ٿلهه سان هم قافيه ٿئي ٿي. ٿلهه ۾ فقط هڪ قافيو آخر ۾ ٿئي ٿو. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ٿلهه: ملڪ عدم جي مون سان، ڪانگل ڪر ڪا ٻولي.

1- دور دنيا جي زينت زيب، حسين ويا وسري؛
رات پڌر جا ٻولي.

2- هن قسم ۾ ٿلهه هڪ سِٽو، پر ٻن پدن وارو ٿئي ٿو ۽ بند ڏيڍو ٿئي ٿو. ٿلهه جو پهريون پد، بند جي پهرين مصرع سان هم قافيه ٿئي ٿو، ۽ بند جي وراڻي ٿلهه جي ٻئي پد سان هم قافيه ٿئي ٿي. مثال ڏجي ٿو:

ٿلهه: پاٺهين پارئون يار،
قاصد مون ڏي آيو.

1- اچڻ سنڌي ان جي، اُٿي ويا آزار،
تورو ڪيڏو تن لاتو.

3- ٽيون قسم اهو آهي، جنهن ۾ ٻئي قسم وانگر ٿلهه ۾ ٻه پد ٿين، جن مان پويون پد ۽ وراڻي ٿلهه جي ٻنهي پدن سان هم قافيه ٿئي. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ٿلهه: يار توسان منهنجي زاري،
سؤ لک واري ميان.

1- وندر جي وٽن ۾، واجهه وجهي ويچاري،
سا تا محبت ماري.

4- چوٿين قسم ۾ ٿلهه هڪ سِٽو ٿئي، ۽ ان جي آخر ۾ قافيو ٿئي، جيڪو وراڻي سان هم قافيه ٿئي. بند جي پهرين مصرع ۾ ٻه پد ٿين، جي پاڻ ۾ هم قافيه ٿين. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: سڀ ڪنهن وڙهي تون وسين،
ڪونہ آهي پيو تو ريءَ.

1- چاٽي هنين چاتوم، توکي سانول سڃاتوم،
هرجاءِ آهين تو حاطي.

5- پنجين قسم ۾ ٿل هڪ سِٽو ٿئي، ان ۾ ٻہ پد ٿين، جن مان پهريون پد وراڻيءَ سان هڪ قافيہ ٿئي. بند جي پهرئين مصرع ۾ ڪوبہ قافيو نہ ٿو ٿئي. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: اهو ريو هاڻي ڪاڏي،
جنهن "سچو" سو نانءُ سڏايو.

1- مڪڙيءَ منجهؤن ني ويا ميان، ٿيو گل پيدا وي ميان،
منهن ڪري بينو ماڏي.

6- ڇهين قسم ۾ ٿل هڪ سِٽو ٿئي، جنهن ۾ ٻہ پد ٿين. بند جي پهرين مصرع ۾ ٻہ ٻہ پد ٿين، جيڪي ٿل جي پهرئين پد سان هم قافيہ ٿين. بند جي وراڻي ٿل جي ٻئي پد سان هم قافيہ ٿئي. مثال ڏجي ٿو:

ٿل: اهي اڱڻ منهنجي آيا وو،
جن ڪاڻ سي پير پڇايم ٿي.

1- پکي اسان جي پيهي آيا، ڏينهن گهٽا جن لايا وو،
جن ڪاڻ سي پوٿيون پٽايم ٿي.

7- ستون قسم اهو آهي، جنهن ۾ بند هڪ سِٽو ٿئي ۽ ان ۾ ٻہ پد ٿين، پر قافيہ ٻئي پد ۾ ٿئي. بند جي پهرينءَ سٽ ۾ ٻہ- ٻہ پد ٿين، جنهن جي پوئين پد ۾ قافيو ٿئي. ٿل جو پيو پد، بند جي پهرينءَ سٽ جو پيو پد ۽ وراڻي پاڻ ۾ هم قافيہ ٿين. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: مون وٽ يار پيارا،
آءُ تون پاڻ سڃاڻي.

1- حال مڙيوئي معلوم توکي، دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي،
آءُ تون پاڻ سڃاڻ.

8- ٿل ڏيڍو ٿئي، جنهن جي پهرينءَ سٽ جا ٻہ پد ٿين، جيڪي پاڻ ۾ هم

قافيہ ٿين. ٿل جي وراڻي بند جي پهرين مصرع جي پوئين پد سان هم قافيہ ٿئي ۽ ٿل واري ساڳي وراڻي، بند جي پهرئين مصرع جي پويان، ساڳي طرح وراڻي ٿي اچي. سچل سائينءَ جي ڪلام مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: حُج قِبٽي ڪيم هاٺي،
ماريس تنهنجي ماٺي.
الله جاٺي.

1- تنهن ڏينهن لاڪون يار اوهان سان،
لايو نينهن هن نماٺي،
الله جاٺي.

9- ٿل ۽ بند ٻئي ڏيڍا ٿين. ٿل جي پهرينءَ مصرع جو پويون پد، ٿل جي وراڻي ۽ بند جي پهرئين مصرع جو پيو پد پاڻ ۾ هم قافيہ ٿين. ٿل جي وراڻي هوبهو بند جي وراڻي طور بہ ڪم اچي. سچل سرمست جي ڪافيءَ مان مثال ڏجي ٿو:

ٿل: ڪانگڙا قربن جا، توڪي ڪالهہ اڏايو ڪن،
وٺئون ويڙهيچن.

1- آسر وندي آهيان، من ڪو پيرو ڪن،
وٺئون ويڙهيچن.

## ڪافي بيٽي:

هن قسم جي هر بند ۾ ٻہ مصرعون ٿين، ٿل ڪڏهن ٻن سٽن جو هڪ سِٽ وارو يڪو يا ٻن پدن وارو ٿئي. هن جا بہ مختلف قسم ٿين ٿا:

1- هڪ قسم هوبهو غزل جيان ٿئي، يعني ٿل توڙي بند ٻن سٽن جا ٿين، ٿل جي ٻنهي سٽن ۾ قافيو ٿئي، ۽ بندن جي پوين سٽن ۾ قافيو ٿئي:

ٿل: آهي انهن اکين کي خاصو خمار تنهنجو،
ويٺو وٺي مان آهيان، ڪامل قرار تنهنجو.

1- هن کي اوهان جي ٻاجهئون، آهي نہ ماڻ ڪائي،
هيءَ تان غريب آهي، اميدوار تنهنجو.

2- ٿل هڪ سٽ ۽ بند ٻن سٽن وارو ٿئي، ٿل جو پهريون پد، بند جي ٻنهي سٽن سان هم قافيہ ٿئي. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

ٿل: شل اوڏانهون ايندا،
وٺي خاصيتون خبران خبران.

1- مون هن نماڻي کي، دلاسو ڏيندا،
پرين پاڻهين پاڻ سان، هيءَ گولي گڏيندا.

## ڪافي چئوٽي:

اهڙيءَ طرح ٽيٽي ۽ چئوٽي ڪافي بہ ٿئي. سچل سرمست جي هڪ چئوٽي ڪافي جي ٿل ۾ بہ چار پد آهن، تہ هر هڪ بند ۾ بہ چار پد آهن. ٿل جي ٽنهي پدن ۾ هڪ جهڙو قافيو آهي. بند جا پهريان چار پد پاڻ ۾ هم قافيہ آهن ۽ چوٿون پد ٿل سان هم قافيہ آهي:

ٿل: تنهنجي حسن ماريا، سوريءَ سنياريا،
انهي ڳالهہ ڳاريا، هزارين هزار.

1- اهي يار آيا، نيـزن جا نوايـا،
نيٺي سر سلايا، تنهن تون اگهـار.

## جهولڻو ڪافي:

هن قسم جي ڪافين جو مضمون، رس ۽ رچاءُ ۾ جهولڻي جهڙو آهي. اهڙي قسم جي ڪافين جو هر بند ٻن يا ٽن سِٽن جو ٿئي ٿو ۽ قافيو هر سِٽ جي پڇاڙي اچي ٿو. هر بند جو جدا جدا قافيو ٿئي ٿو، جن جو قافيہ جي لحاظ کان نہ ٿل سان تعلق ٿئي ٿو ۽ نہ بندن سان. هن هيٺ اهڙي هڪ ڪافي نموني طور ڏجي ٿي:

ٿل: جاني آءُ ڙي جاني، ميان- آءُ تان روز پچان ٿي پانڌيون.

1- تنهنجي اچڻ ڪاڻ هٿ- پوٺيون ٿي پٽايان،
سنجهي صبح سرتيون- ٿي پانڌي پڇايان،
ڏاها تنهنجي ڏيهہ ڏي- ٿي ڪانگ اڏايان.

2- پرين تنهنجي پار ڏنهن- اچي قاصد جي ڪوئي،
حال سڻايا پانهنجو- تنهن رهبر ڪي روئي،
جاني حال اسان جي- هاڻي هجر ۾ هوئي.

3- دلبر تنهنجي ديس ڏي- ٿي ڏسان ڏيهاڙيون،
نانءُ تنهنجو سپرين- اسين وَس نہ وساريون،
ڳچيءَ پائي ڪپڙو- زور ڪريان ٿي زاريون.

4- اٿي ويٺي اوتيان- آءُ پنبڙين مان پاڻي،
اچي ڏسيج سپرين- تون جان منهنجو هاڻي،
دردمندي جي دل ۾- تنهنجي سِڪ تان ساماڻي.

5- تاڪون سڄڻ تا تنهنجي- هينئڙي حيراني،
ڏيئي ڏکي کي اڻين- تون نينهن تہ نشاني،
سدا سچو آهي، ميان- تنهنجي ڳچيءَ ۾ ڳاني.

# سچل جي شعر جو لساني جائزو

حضرت سچل سرمست نہ فقط معنيٰ ۽ فڪر جي لحاظ ڪان سنڌي زبان جو عظيم شاعر آهي، پر ٻولي، محاوري ۽ ادبي خوبين جي ڪري بہ سندس ڪلام سنڌي زبان ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. سندس ڪلام سنڌي زبان جي سريلي محاوري جو عمدو نمونو پيش ڪري ٿو ۽ سريلي محاوري لاءِ سَنَدَ جي حيثيت رکي ٿو. سندس ڪلام ۾ نيٺ سنڌي لفظن ۽ عربي ۽ فارسي لفظن جو حسين امتزاج ملي ٿو. نہ فقط ايترو، پر ڪٿي ڪٿي لاڙي لهجي جي لفظن جو استعمال بہ نظر اچي ٿو.

سريلي محاوري جي بنيادي خوبي هيءَ آهي، تہ جمع لاءِ "آن" پڇاڙي گڏي ويندي آهي، مثلاً: "ڪٺ" مان "ڪٺان"، "سِرَ" مان "سِران" وغيره. حضرت سچل سرمست جي ڪلام ۾ بہ جمع ۾ 'آن' پڇاڙي آيل آهي. هن مصرع ۾ اهڙي نموني جا ٽي جمع آيل آهن:

"ڪوران، ڪسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام ميان."
ڪور: ننڍو واهہ، ڪَسي = ننڍي واهي، واهڙ = واهہ.

"ڪور" جو جمع آهي "ڪوران"، "ڪسي" جو جمع آهي "ڪسيان" ۽ "واهڙ" جو جمع آهي "واهڙان". نيٺ سنڌي لفظن کان سواءِ عربي ۽ فارسي لفظن ۾ بہ جمع لاءِ 'آن' پڇاڙي آندي ويئي آهي. هن مصرع ۾ "طرح" مان "طرحان" جمع بنايو ويو آهي:

"منهن ميرا، مٿي ميرا، اهڙيون طرحان تن."

حضرت قادر بخش بيدل بہ اتر سنڌ جو شاعر آهي ۽ سچل سرمست کان بيحد متاثر آهي. ان جي ڪلام ۾ بہ جمع لاءِ 'آن' پڇاڙي آيل آهي. هنن مصرعن ۾ "راهہ" جو جمع "راهان"، "نگاهہ" جو جمع "نگاهان" ۽ "آهہ" جو جمع "آهان" آيل آهي:

"راڳ جا قائل، من جا مائل، وڃن سي رمزن واريون 'راهان' "
"پنهنجو پاڻ ويکن ۽ وسهن، ناميان جاڏي ڪرن 'نگاهان' "
"ناچ نچائڻ، ڳائڻ ڳائن، عرشئون لنگهن انهن جون 'آهان' "

سچل سائينءَ هن مصرع ۾ ”اشاري“ جو جمع ’اشارتان‘ آندو آهي:

سي نہ سمجهن عام، جي آهن منجهہ ’اشارتان‘

سريلي محاوري ۾ ”مون“ جي بدران ”مان“ ڪم ايندو آهي، مثلاً: مان ڪي، مان ڏي وغيره. سچل سرمست هن مصرع ۾ ”مان ڏي“ آندو آهي:

’منهن ڪري بيٺو ’مان ڏي‘ “

لاڙي محاوري ۾ ”پنهنجون“ بدران ”پانهنجو“ چيو ويندو آهي. شاهہ لطيف جي ڪلام ۾ اڪثر ”پانهنجو“ آيو آهي. سچل سرمست گهڻو ڪري ”پنهنجو“ ڪم آندو آهي، مثلاً:

”وهين، وهل، ليبون، تي پيت پاريا تن پنهنجا“

البت ڪٿي ڪٿي شعري ضرورت سبب ”پانهنجو“ بہ ڪتب آندو اٿس، جهڙوڪ:

”پورن منجهئون پانهنجي، تو ڏٺي حال حصو.“

سنڌي زبان جي اها خاصيت آهي، تہ ضمير ۽ حرف جر لاءِ لفظن سان پڇاڙيون ڳنڍيون ويندڍيون آهن. اهڙو استعمال هينئر ڪجهہ قدر گهٽجي ويو آهي. سچل سرمست جي ڪلام ۾ ضميري پڇاڙين ۽ حرف جر جي پڇاڙين جا ڪيترائي نمونا ملن ٿا. هن مصرع ۾ ”اوتڙ“ سان ”يا“ پڇاڙي ملائي، ان مان ”ڪان“ معنيٰ ورتي ويئي آهي:

اچي اوتڙياءِ، گهڙيس گهوري جندڙي“

هن مصرع ۾ ”وٿاڻ“ سان ”اين“ پڇاڙي ملائي ان مان ”تي“ معنيٰ ورتي ويئي آهي:

”پٽاريون پٽن تي وٿاڻين وريون“

هن مصرع ۾ ”چپر“ سان ”ئون“ پڇاڙي ملائي ان مان ”مون“ معنيٰ ورتي ويئي آهي:

”جو ڳالهيون ٻڌي، تان تنهنجون چپرئون وهن چنپ“

هن مصرع ۾ ”اندوهہ“ سان ”ئون“ ملائي، ان مان ”مون“ معنيٰ ورتي ويئي آهي:

”اندوهون آزاد، ڪندا ڪمينيءَ ڪي“

هن مصرع ۾ "توڙ" سان "ئون" ملائي، ان مان "کون" معنيٰ ورتي ويئي آهي:

"توڙئون ڪين تنهين هڏ ٿهڪي"

هن مصرع ۾ "خاڪ" سان "ئون" ملائي، "مون" معنيٰ ورتي ويئي آهي:

"خاڪون هلج خاص تي، ڪر پاڻيءَ کان پرواز ميان"

ڪٿي ڪٿي "کان" يا "کون" جي بدران "هون" پڇاڙي آئي آهي، جهڙوڪ:

"جو ڏاڏاٿو ڏيهه، مونهون مور نہ وسري،
گهٽا ڏينهن لڳاءِ، چاهون ڪانگ قريب جا؟"

هن مصرع ۾ لفظ "برهي" جي پڇاڙي واري "ري" اضافتي پڇاڙي ٿي آئي آهي، ۽ "جي" معنيٰ ڏئي ٿي. لفظ آهي "برهہ" جنهن ۾ "اي" پڇاڙي آيل آهي:

"موٽ مران تي مينترا، برهي چاڙهيءَ بار"

سنڌي زبان جي هڪ خاصيت اها بہ آهي، تہ لفظ جي پويان "ءَ" (ءِ) آئي، ان مان "ڪي" جي معنيٰ ورتي ويندي آهي. هن مصرع ۾ "سائين" جي پويان (ءِ) آئي، ان مان "ڪي" جي معنيٰ ورتي ويئي آهي:

"عاشق جي الله جا سائينءَ سيباتين"

فعل سان (س) پڇاڙي آئي، ان مان "هن ڪي" معنيٰ ورتي ويندي آهي. هن مصرع ۾ لفظ "ڏنوس" ۾ سچل سرمست "ڏنو" سان (س) پڇاڙي آئي، ان مان معنيٰ ورتي آهي: "هن ڪي ڏنو":

"جيڪس خط خمار ڏنوس، جو آيس عجيب ڏنهن"

سريلي محاوري ۾ "جيڏانهن" جي بدران "جاڏي" ۽ تيڏانهن جي بدران "تاڏي" اچاريو ويندو آهي. سچل سرمست بہ "جاڏي ۽ تاڏي" لفظ ڪتب آندا آهن، مثلاً:

جاڏي ڪياڙي، سجدو تڏي نہ ٿئي،
جاڏي مهاڙو، سجدو تت صحيح ٿيو.

سريلي محاوري ۾ ڪيترن ئي لفظن ۾ (ڙ) ڳنڍيي، ان مان تصغير جي معنيٰ ورتي ويندي آهي، يا اهڙيءَ طرح معنيٰ ۾ وڌيڪ زور ۽ اثر پيدا ڪيو ويندو آهي. سچل سرمست جي ڪلام ۾ (ڙ) جو گهڻو استعمال نظر اچي ٿو. هن مصرع ۾ "حال" سان "ڙو" ڳنڍيي، ان مان تصغيري معنيٰ ورتي وئي آهي ۽

ان سان گڏ شعر ۾ خوبصورتي ۽ اثرانگيزي بہ پيدا ڪئي آهي:

"پسي پنهنجو حالڙو، سرتيون ڪامَ ڪتي" ؟

هنن ٻن بيتن ۾ مالهڙيون، ڻالهڙيون، چالڙيون، دالڙيون وغيره لفظن ۾ "ڙ" ڪيڏو نہ اثر، حسن ۽ دلڪشي پيدا ڪئي آهي:

• وَروڻا ويڙهيچن جا، اهي موتئين مالهڙيون،
راس نہ اچن روح کي، ٽالهہ ۽ ٽالهڙيون،
سنگهارن جون سومرا، چڱيو چالڙيون،
جو فقر ڦوڪي سنديون، ڪن دانهہ دالڙيون،
وَرُ سي لڙيون لاک جون، ٻَن شالان ۽ شالڙيون،
ائئي پهر آهن اکيون، منهنجون عمر آلڙيون،
ڪامل تنهنجي ڪوٽ ۾، وجهان فلڪين ڦالڙيون،
شال سٽندو سو ڏٽي، مون نڌر نالڙيون،
وجي ڳجهيون ڳالهڙيون، ڪندس سرتين سان سائيهہ ۾.

• هت ڏين مارو ڏاج ۾، جاٽي جارڙيون،
پيون آهن سپ کي، اهي ويڙهيون وارڙيون،
سي چوندن پيون پرهہ جون، نائي ڏارڙيون،
وجهن گوندرن سنديون، ڳچيءَ ڳارڙيون،
پوءِ ڪنيون ڪارڙيون، وڃن لوئڙياريون لوءِ ڏي.

"ڙ"جو وڌاءُ نہ فقط اسمن ۾ ڪيو ويو آهي، پر صفتن ۽ فعلي صورتن ۾"ڙ" وڌائي وئي آهي، هن مصرع ۾ پيءُ" کي "پيڙءُ" ڪري آندو ويو آهي:

سُڌ پنهنجي سور جي، ڪامل پيڙءُ ڪا؟

ذڪر ڪيل بيتن ۾ "ڙ" سان گڏ "يون" پڇاڙيءَ ۾ شعر ۾ رس ۽ رچاءُ پيدا ڪيو آهي. سچل سرمست جي بيتن جي ڪيترن ئي ڪافين ۾ "يون" پڇاڙي ۾ ملي ٿي، جنهن ڪري شعر ۾ رواني، اثر انگيزي ۽ دلڪشي پيدا ٿي پئي آهي. نموني طور بہ بيت ڏجن ٿا:

هين لڳين ليڙيون، منهن نہ موچاريون،
سي تو جام وهاري وٽ ۾، ڪر ملاحن ميڙيون،
تو پڪيون جوڙائي ڏٽي، ڀڳڻ تن ڀيڙيون،
ونن ماڻڪ موتين، تنهن ڪان جهپيون ۽ جهيڙيون،
توڙي اهڙيون اوڙيون، تہ پي سمي جام سُهاڻيون.

پارس لڳيُ سون ٿيون، لوهاڻيون لوريون،
جهل جهڳن کي ڪانہ ڪا وريون ۽ وَيريون،
محلين رهن مير جي، مُهاڻيون ميريون،
سمي ڏنا سهاڳ کي، سهج ۽ سيريون،
ڪوجهين مان سهڻيون ٿيون، جهٽ پٽ جهپيريون،
تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪنيون ڪٽي.

لاڙي محاوري ۾ "ڪرڻ" جي فعلي صورت مؤنث جي حالت ۾ ٿيندي "ڪنديس". شاه لطيف جي شعر ۾ اها ئي صورت ملي ٿي. سريلي محاوري ۾ چون "ڪنديس". يعني (س) جي اڳيان (ي) ڪونہ اچي. سچل سرمست جي شعر ۾ "ڪندس" ئي ملي ٿي، مثلاً:

"وجي ڳجهيون ڳالهڙيون، ڪنديس سرتين ساڻ ساٿيهہ ۾"

سريلي محاوري ۾ "توڻي" جي بدران گهٽو ڪري "توڙي" ڪتب ايندو آهي. سچل سرمست بہ "توڙي" آندو آهي، مثلاً:

"توڙي اهڙيون اوڙيون، تہ پي سمي چام سُهاڻيون"

لاڙي محاوري ۾ "اتي" جي بدران "اتهين" بہ ايندو آهي. شاه لطيف جي شعر ۾ اهو لفظ اڪثر نظر اچي ٿو. سريلي محاوري ۾ "اتهين" جو استعمال ڪونهي، پر سچل سرمست جي ڪلام ۾ ڪٿي ڪٿي "اتي" جي بدران "اتهين" بہ آيو آهي، مثلاً:

"ديدن در داڻي، اچي اوتيا اتهين"

ڪن فعلي صورتن ۾ عام سريلي محاوري جي ابتڙ (اِي)، (او) ۽ (يا) جو وڌاءُ آيو آهي. اهڙي نموني جون فعلي صورتون شاهہ لطيف جي ڪلام ۾ بہ ملن ٿيون. سچل سائينءَ جي هن مصرع ۾"سٽجو"جي بدران "سٽيجو" آيو آهي:

"جو تو ڪانگ چوي، سو سٽيجو سرتيون"

هن بيت ۾ ينَس" جي بدران "ينوس" ۽ "ڏِنس" جي بدران "ڏِنوس" آيو آهي:

پڙهندي پرزو پريںءَ جو، يلو ڪين ينوس،
جيڪس خط خمار ڏنوس، جو آيس عجيبن ڏنهن.

هن بيت ۾ "ڏنس" بدران "ڏنياس"، "چِنس" بدران "چِنياس" ۽ "تيس" بدران "تياس" لفظ آيا آهن:

آئي ڪانگ ڏنياس، ڪتابت قريب جي،
پهو ڪتيندي پٽ پيس، چوهون تند چٽياس،
پيچون پيچ ٿياس، روئندي چولي چڪ ۾.

"اتو" معنيٰ "چيو" اتر ۾ استعمال ڪونہ ٿئي. اهو لاڙي محاوري، جو لفظ آهي ۽ شاهہ جي شعر ۾ گهڻو آيو آهي. سچل سرمست بہ ڪٿي ڪٿي آندو آهي، مثلاً:

"اٿين اُتائين، هي جَرَ چيري نہ جهليا،
اٿين اُتائين، تہ پاڻ نہ آٿج وچ ۾.

سچل سرمست جي شعر ۾ نيٺ سنڌي لفظ بہ گهڻا ڪم آيل آهن، تہ انهن سان گڏ عربي ۽ فارسي لفظ بہ ڪيترائي استعمال ٿيل آهن. اهڙيءَ طرح نيٺ سنڌي لفظن ۾ عربي ۽ فارسي لفظن جي حسين امتزاج سان شعر ۾ دلڪشي، اثرانگيزي ۽ رواني پيدا ڪئي ويئي آهي. هن بيت ۾ لفظ "عشق" ڪان سواءِ ٻيا سمورا لفظ نيٺ سنڌي آهن. ڏسو تہ بيت ۾ ڪيڏو نہ رس ۽ رچاءُ آهي:

مچ مچايو من ۾، ٻاڦ نہ ٻاهر ڪن،
وتن ويڳاڻا ورهہ ۾، نيٽين ننڊ نہ ڪن،
سڏڪا ڏيئي سور جا، ڀني رات پٽن،
پنهنجي ٻر ۾ پاڻ ڪي، تا پرٿون پچائين،
سڪيو سامٽيڙن، عشق اهو سڀ آويءَ ڪان.

هن بيت ۾ سمورا نيٺ سنڌي لفظ آهن:

وهين وهل لهيون، ٿي ٻيٽ ٻارياتن ٻانهنجا،
ڏنيون ڏٽ ڏپ جون، ٿي جهبيرن جهپيون،
ڪليءَ خاطر ڏٻيريون، ڏٻن منجهہ ڏٻيون،
جي ڪاٽن ٻيڻ ٻپيون، سي چوريءَ ٿي چريون ٿيون.

ڪن بيتن ۾ وري عربي ۽ فارسي لفظ آڻي، حسن جي هاڪ ۽ جمال جو جلوو بيان ڪيو ويو آهي. مثال طور ٻہ بيت پيش ڪجن ٿا:

قوس قزح ڪمان، ابرو عجيبن جا،
ضرب ظلم جي زور سان، اڇلن الامان،
سَل هڻن ٿا سيني ۾، پنبڻين جا پيڪان،
نيزا نيهہ نشان، سچل سنرها ٿيا.

ڪجا ڪج محراب، منهن تي محبوبن جي،
ڏنگا ونگا واهه واهه، مصحف جا اعراب،
سٺون سيپارن جون، پڙهڻ ٿيو ثواب،
برهه سندا باب، سچل سڀ ختم ٿيا.

خيرپور ضلعي ۾ سرائيڪي ٻوليءَ جو واهپو آهي. سچل سرمست پاڻ به سرائيڪي زبان جو باڪمال شاعر آهي. اهوئي سبب آهي، جو سندس سنڌي شعر ۾ ڪٿي ڪٿي سرائيڪي لفظ ڪتب آندل ملن ٿا. سچل سرمست جي ڪلام جي اها خاص خوبي آهي، ته جيڪا به تمثيل آڻي ٿو، ته ان سان تعلق رکندڙ منظرنگاري، ڪردارنگاري ۽ سيرت نگاري به خاص انهيءَ رنگ ڍنگ ۾ پيش ڪري ٿو. مارئي جو ذڪر ڪري ٿو، ته ٿر جي زندگي، مارن جي اٺڻي ويهڻي انهيءَ پس منظر ۾ پيش ڪري ٿو ۽ اتي جا مخصوص لفظ ۽ ٺيٺ سنڌي لفظ آڻي ٿو. نوريءَ جو ذڪر ڪري ٿو، مهاڻن سان واسطو رکندڙ ٺيٺ سنڌي لفظ ۽ محاورا آڻي ٿو. سهڻي جي تمثيل پيش ڪري ٿو، ته درياءَ ۽ ڪچي سان تعلق رکندڙ لفظ ۽ اصطلاح ڪتب آڻي ٿو. سارنگ جي بيان ۾ وري مينهن جي وسڪاري سان تعلق رکندڙ ڳالهيون، انهن خاص لفظن ۾ بيان ڪري ٿو. هير جو بيان آڻي ٿو، ته پنجاب جي ثقافت ڏيکاري ٿو ۽ ڪٿي ڪٿي پنجابي ۽ سرائيڪي لفظ استعمال ڪري ٿو. حسن جي تصوير چٽي ٿو، ته عربي ۽ فارسي لفظن جي استعمال سان رنگيني ۽ دلڪشي پيدا ڪري ٿو. وحدت الوجود ۽ اناالحق جو بيان آڻي ٿو، ته قرآن شريف جون آيتون ۽ عربي ۽ فارسي مقولا نهايت سهڻي نموني شاهدي طور آڻي، سنڌي ۾ انهن جو مفهوم به سمجهائي وجي ٿو. سسئيءَ جي بيان ۾ وري ونڊر جي واٽ جو ذڪر آهي ۽ جبل جهاڳڻ جا منظر آهن. اهڙن بيتن ۾ جبل سان واسطو رکندڙ لفظ به آڻي ٿو. روجهه جبل جو جانور آهي، جيڪو ڳئون جهڙو ٿيندو آهي. ٿري ماٺهو وانگر روجهون به برسات پوڻ ڪان پوءِ ماڳ موٽي ايندي‌ون آهن. سچل سرمست روجهه جو ذڪر به انهيءَ ئي پس منظر ۾ ڪيو آهي. جوڳين جي بيان ۾ جوڳين جي سير و سفر ۽ تپسيائين جو ذڪر انهن جي مخصوص لفظن ۽ اصطلاحن ۾ ڪيو ويو آهي. مطلب ته هر تمثيل ۽ هر ڳالهه کي انهيءَ زبان ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

# سچل ۽ بيدل

حضرت سچل سرمست سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ منفرد حيثيت جو مالڪ آهي، ڪانئس اڳ ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ صوفيانہ فڪر ملي ٿو ۽ تمثيلي ۽ علامتي اظهار بہ نظر اچي ٿو، پر هن سرمست شاعر فن توڙي فڪر جي لحاظ کان هڪ منفرد ۽ جديد اسلوب بيان اختيار ڪيو. اهو انداز بيان اهڙو زوردار ۽ اثرائتو ثابت ٿيو، جنهن سنڌي شاعريءَ کي نئون موڙ ڏنو، نتيجي ۾ پوين سمورن صوفي شاعرن سندس فڪري رجحان، اظهار جي طريقي ۽ فني گهاڙيٽن جو اثر قبول ڪيو. جيڪڏهن پوين صوفي شاعرن جو فن توڙي فڪر جي لحاظ کان جائزو ونبو تہ سمورن شاعرن تي سچل سرمست جي انداز بيان جو گهرو ۽ گهاٽو اثر نظر ايندو. جيڪڏهن پوين سمورن سنڌي صوفي شاعرن جي شعر ۾ اهڙا اثرات ڳولهبا، تہ هڪ ضخيم ڪتاب جي ضرورت پوندي. في الحال هن مقالي ۾ پوئين دور جي عظيم صوفي شاعر حضرت قادر بخش بيدل جي شعر جو جائزو وٺي، ان تي حضرت سچل سرمست جي فڪري رجحان جو اثر واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي.

## سچل جي شعر جون خوبيون:

پهريائين حضرت سچل سرمست جي فن ۽ فڪر جون خصوصيتون پيش ڪجن ٿيون:

1- سچل سرمست جو ڪلام همہ اوست ۽ اناالحق جو ترجمان آهي. هو وڏي واڪي ۽ کليءَ طرح اناالحق جو نعرو هڻي ٿو. اهڙي نموني جو اظهار ڪانئس اڳ ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ ڪونہ ٿو ملي.

2- هن خودشناسي، خداشناسي ۽ انسان دوست جو درس ڏنو، ان سان گڏ هٺ، وڏائي، پاٽپٽو ۽ مذهبي ڪٽرپڻي کي نديو. هن پنهنجي ذات جي حقيقت تي غور ڪيو آهي ۽ ذات جي معرفت جون حقيقتون چٽي طرح بيان ڪيون آهن. هو چوي ٿو، تہ جيستائين پنهنجي ذات جي نفي نہ ڪئي ويندي. تيستائين پنهنجو پاڻ سمجهائي نہ سگهبو. يعني پاڻ وڃائڻ سان ئي پنهنجو پاڻ ڳولهي لهبو، ۽ ان کان پوءِ ئي معرفت الاهي حاصل ٿيندي.

3- هن نہ فقط تصوف جا اسرار ۽ رموز بيان ڪيا، پر حسن ۽ عشق جو ذڪر بہ رنگين، پر اثر ۽ دلڪش انداز ۾ ڪيو. هو ظاهري حسن ۾ حقيقي جمال جو جلوي پسي ٿو. جنهن کي نہ زوال آهي ۽ نہ فنا.

4- سچل سائينءَ سنڌي ڪافيءَ کي عروج تي پهچايو. سندس ڪافين ۾ ڪيترن ئي قسمن جا فني گهاڙيتا ملن ٿا.

5- سچل سرمست سنڌي بيت کي بہ فن توڙي فڪر جي لحاظ کان نئون رنگ ڏنو. بيت ۾ فني سٽا توڙي فڪري نقطہ نگاهہ کان ڪيترائي نوان نمونا، انوکا گهاڙيتا ۽ منفرد سٽائون اختيار ڪيون اٿس. سندس شاعريءَ ۾ عنوان هيٺ معنوي تسلسل سان چيل بيت ملن ٿا. جهڙوڪ: وحدت نامو، مرغ نامو، روجهن بابت بيت، پورب بابت، حقيقت بابت ۽ وحدت بابت بيتن جا سلسلا، انهن کان سواءِ سندس ڪلام ۾ ڏوهيڙا وراڻ وارا بيت مست گهڙولي ۽ جهولڻا بہ ملن ٿا. " جهولڻا" پهريون پيرو سنڌي شاعريءَ ۾ نيهہ اکري جي شروعات بہ سچل سرمست جي ڪلام کان ٿئي ٿي.

6- سچل جي ڪلام ۾ عروضي شعر جي سٽا بہ نظر اچي ٿي. هن غزل جي سٽا کي ڪافيءَ ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، نہ فقط ايترو، پر غزل جي مخصوص تشبيهن، لفظن ۽ انداز بيان کي ڪافيءَ ۾ آندو اٿس.

7- سچل جي شعر ۾ فارسي ۽ عربي لفظن جو استعمال گهڻو وڌيڪ نظر اچي ٿو. وجودي فڪر جي ثابتيءَ لاءِ قرآن شريف جون آيتون شاهديءَ طور آنديون اٿس.

8- سچل جي شعر ۾ ڪافيءَ جي سٽا ۾ مولود جو مضمون بہ ملي ٿو. انهيءَ نموني جي شروعات بہ سچل سرمست کان ٿئي ٿي. پوئين دور جي ڪيترن ئي شاعرن اهو رنگ اختيار ڪيو.

سچل سائينءَ کانپوءِ وارا شاعر گهڻي قدر ساڳي نموني ۽ ساڳي انداز ۾ وجودي فڪر جا مسئلا ورجائيندا رهيا. اسلوب بيان، پيشڪش جي انداز ۽ ادبي خوبين ۾ ڪابہ نواڻ پيدا ڪري نہ سگهيا. البت حضرت قادر بخش بيدل سچل جي واٽ وٺندي پنهنجي ڪلام ۾ فن توڙي فڪر جي لحاظ کان جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي. حضرت بيدل سچل سرمست جي ڪلام پڙهڻ سان گڏ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جو رسالو بہ ڏاڍي غور ۽ فڪر سان پڙهيو هو. هن پنهنجي فارسي ڪتابن ۾ شاهہ صاحب جا بيت آندا آهن ۽ ڪيترن بيتن جي فارسي نظم ۾ شرح بہ بيان ڪئي اٿس. نہ فقط ايترو. پر

سندس شعر ۾ ڪٿي ڪٿي شاهہ صاحب وارو رنگ بہ نظر اچي ٿو. ان هوندي بہ سندس ڪلام ۾ سچل واري انداز بيان جو تمام گهرو اثر ملي ٿو. هن وجودي فڪر جي اظهار ۾ شاهہ لطيف جي نرم ۽ محتاط رويہ بجاءِ سچل جو اظهار وارو طريقو اختيار ڪري، ڪلمر ڪلا وحدت الوجود ۽ اناالحق جو ذڪر ڪيو آهي.

حضرت سچل سرمست ۽ بيدل جي شعر جي تقابلي مطالعي ڪان پهريائين حضرت بيدل جو مختصر احوال ڏجي ٿو. حضرت سچل سرمست جو احوال مقدمي ۾ آيل آهي:

## قادر بخش بيدل

سندس اصل نالو عبدالقادر هو، پر حضرت غوث الاعظم سيد عبدالقادر جيلاني جي نالي جي احترام سبب پاڻ کي قادر بخش ڪوئاياائين ۽ انهيءَ ئي نالي سان مشهور ٿيو. سندس والد بزرگوار جو نالو ميان محمد محسن هو. جيڪو شاهہ عنايت شهيد جي خليفي مير جان الله شاهہ رضوي روهڙيءَ واري جي گادي نشين جو قادري طريقي دست بيعت هو. سندس وڏا روهڙيءَ ۾ پاتولوڪو ڏنڌو ڪندا هئا. پر ذات جا قريشي هئا. حضرت بيدل جي ولادت روهڙيءَ ۾ 1230هجري (1814ع) ۾ ٿي. 14 سالن جي عمر تائين ظاهري علم جي تعليم ورتائين ۽ عربي ۽ فارسي ۾ مهارت حاصل ڪيائين. ان ڪانپوءِ روحاني فيض پرائڻ لاءِ حضرت قلندر شهباز جي درگاهہ تي ويو. ان ڪان پوءِ پير ڳوٺ اچي پير محمد راشد روضي ڌڻي جي درگاهہ تي ممتڪن رهيو. اتان ٿي پريالو آيو ۽ حضرت مخدوم محمد اسماعيل جي درگاهہ تي ڪجهہ وقت رهيو.

آخر روهڙيءَ ۾ اچي رهيو ۽ مجارڪو دوڪان کولي "هنيون ڏجي حبيب کي لڳ ڳڏجن لوڪ" وارو طريقو اختيار ڪيائين. طريقيت جيۡ لحاظ حضرت بيدل بہ پنهنجي والد بزرگوار وانگر حضرت مير جان الله شاهہ روهڙيءَ واري جي گادي نشين جو دست بيعت هو.

سونهن سان سبنڌ، انساني سياءَ جو ازلي رنگ آهي. جانب جو جمال شاعريءَ جو محرڪ بہ آهي، تہ ازلي عشق جو اهڃاڻ بہ ڏئي ٿو. صوفي جو

چوڻ آهي، تہ مجازي عشق جي مهميز، واحد جي وصال جو واٽ ڏيکاري ٿي. حضرت بيدل سونهن سان ساڻ رکيو، ۽ انسان جي انس کي پنهنجي سيني ۾ سمائي، سراپا سونهن ٿي ويو. مجازي مهميزون ڪاڏانهن، پر مجازي عشق جي واٽ نہ ورتي ويئي، تہ جڻ بت پرستي اختيار ڪئي ويئي."

فقير صاحب 16 ذوالقعد 1289هجري (1872ع) تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري وڃي پنهنجي مالڪ حقيقي سان مليو. فقير صاحب ٻہ شاديون ڪيون، پهرين مان فقط هڪ نياڻي ٿي، ٻيءَ مان ٻہ پٽ ڄاوا. ڪن لکيو آهي، تہ ڪيس ٽي پٽ ٿيا ۽ ڪن وري ڄاڻايو آهي تہ، ڪيس چار فرزند ٿيا، پر فقير صاحب پنهنجي ڪتاب "تاريخخهائي" ۾ فقط ٻن فرزندن محمد محسن بيڪس ۽ محمد فريد جي ولادت جون تاريخون ڏنيون آهن. حضرت بيڪس کان سواءِ سندس ٻين فرزندن تمام ننڍي عمر ۾ وفات ڪئي. حضرت بيڪس بہ سنڌي زبان جو باڪمال شاعر آهي، هن ڦوهہ جوانيءَ ۾ حضرت بيدل جي وفات کان ٻہ سال پوءِ وفات ڪئي. حضرت بيڪس پنهنجي والد جي وفات تي هڪ ڪافي چئي. جنهن جو پهريون شعر هي آهي:

رمز رنديءَ جو عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو،
نالي بيدل ناد شاهہ بيشڪل اتي شهباز هو.

حضرت بيدل سنڌي کان سواءِ پارسي، سرائيڪي، عربي، هندي ۽ اردو زبانن ۾ شعر چيو آهي، سندس سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي، اردو زبان ۾ سندس مڪمل ديوان آهي، فارسي زبان ۾ تي ديوان آهي، منهاج الحقيقت، سلوڪ الطالبين، ۽ مصباح الطريقت، انهن کان سواءِ فارسي نظم ۽ نثر ۾ سندس ٻيون بہ ڪيتريون ئي تصنيفون آهن. جهڙوڪ: مثنوي رياض الفقر، مثنوي نهرالبحر، مثنوي دلڪشا، رموز العارفين، سند الموحدين، قرة العين في مناقتب السبطين، تقويت القلوب في تذڪره المحبوب، مثنوي هير رانجها، منتخب قصہ ليلي و مجنون، ڪرسي نامہ، رموز القادري، وصيت نامہ، تاريخ رحلت هائي رجال الله، عقائد، فوائد المعنوي، خطبات پنج گنج وغيره.

طريقت جي لحاظ کان حضرت سچل سرمست توڙي حضرت بيدل ساڳي سلسلي يعني قادري طريقي سان وابستہ آهن، نہ فقط ايترو پر سندن

مرشدن جو طريقو بہ اڳتي هلي مليو ٿو. پنهي بزرگن جي طريقت جو سلسلو ملتان جي قادري طريقي جي بزرگ سيد ابوالفتح مخدوم محمد سان ملي ٿو. سيد ابوالفتح جو سلسلہ طريقت هن طرح آهي:

”سيد ابوالفتح مريد خواجہ بهاؤالدين ابراهيم انصاري جو، اهو مريد سيد احمد جيلي مغربي (مرزا سرحد شام)، اهو مريد سيد موسيٰ قادري (ايران)، اهو مريد سيد علي قادري (مداين-اران)، اهو مريد سيد محمد بغدادي (بغداد)، اهو مريد سيد حسن بغدادي، اهو مريد سيد صنوبر احمد قادري، اهو مريد سيد ابو نير محي الدين قادري، اهو مريد سيد ابو صالح نصر قادري. اهو مريد سيد عبدالرزاق بن سيد عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه.“

انهيءَ ملتاني قادري بزرگن جي خاندان مان شاهہ عبدالله پنهنجي ٻن پٽن شاه ڪليم الله ۽ شاه عبدالملڪ سان گڏ سنڌ ۾ آيو. حضرت سچل سرمست جي ڏاڏي خواجہ محمد حافظ درازي جي ملاقات شاه عبدالله سان ٿي. حضرت حافظ درازي ڪائنس متاثر ٿيو ۽ مريد ٿيو. شاه عبدالملڪ سنڌ مان ٿيندو دکن ويو، ۽ اتي وڃي رهيو. شاه عنايت شهيد روحاني فيض حاصل ڪرڻ لاءِ جڏهن دکن وڃي پهتو، تہ اتي شاه عبدالملڪ جو مريد ٿيو ۽ ان جي صحبت ۾ رهي فيض حاصل ڪيائين. ملتان جا اهي قادري بزرگ وحدت الوجود جا قائل هئا. هن خاندان ۾ ٻارهين ‹‹مدي هجري ۾ سيد اسماعيل قادري وحدت‌الوجود جي فڪر بابت ”نورالحقيقت“ نالي ڪتاب لکيو.

## وحدت الوجود

سچل سرمست ۽ حضرت بيدل جي شعر جو بنيادي مضمون وحدت الوجود جو نظريو آهي. هن نظريي کي محي الدين ابن عربي (ولادت 561 هجري= 1165ع- وفات 638 هجري= 1240ع) فلسفيانہ رنگ ڏيئي پيش ڪيو. هن پنهنجي ڪتاب: فصوص الحڪم ۽ فتوحات المڪيہ ۾ هن فڪر کي نهايت وضاحت سان دليلن ذريعي بيان ڪيو آهي. هو چوي ٿو، تہ وجود مطلق فقط هڪ آهي ۽ فقط اهوئي موجود آهي. هر ٻيءَ شئي فقط ان جو مظهر آهي. انهيءَ ڪري عالم ۽ الله هڪ ٻئي جو عين آهن. هو عالم ۽ الله کي، ذات ۽ صفات کي عينين جي بنا تي تصور ڪري ٿو. يعني عالم، ان جي صفتن جي

محض تجلي آهي. هو چوي ٿو، تہ عالم جي حيثيت نالي ماتر آهي، اهو غير حقيقي، وهمي ۽ اهڙو وجود آهي، جيڪو خارج ۾ معدوم آهي، انهيءَ ڪري صوفي چوندا آهن: ”همه اوست“ يعني سڀ ڪجهہ اهو آهي.

حضرت سچل سرمست ۽ حضرت بيدل ٻئي وحدت الجود جا قائل آهن ۽ ”همه اوست“ جو نعرو هنيو اٿن، نہ فقط ايترو، پر پنهنجي شعر ۾ دليلن ۽ مثالن ذريعي وجودي فڪر کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن. هنن تمثيلن ۽ تشبيهن ذريعي اهو نظريو ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تمثيلون ۽ تشبيهون بہ روزمره جي واقعن، فطرت جي نظارن، ڪائنات جي حقائق ۽ شين جي ماهيت ۽ ڪيفيت مان اخذ ڪري پيش ڪن ٿا. انهيءَ ڪري اونها مسئلا بہ سولائي سان سمجهہ ۾ اچي وڃن ٿا.

سچل سائينءَ پنهنجي ذات جي حقيقت تي غور ۽ فڪر ڪيو آهي ۽ ذات جي معرفت جون حقيقتون چٽيءَ طرح بيان ڪيون آهن. هو چوي ٿو تہ جيستائين پنهنجي ذات جي نفي نہ ڪئي ويندي. تيستائين پنهنجو پاڻ سڃاڻي نہ سگهبو. يعني پنهنجو پاڻ وڃائڻ سان ئي پنهنجو پاڻ سڃاڻي سگهبو. سنڌي زبان جي قديم شاعر قاضي قاضن ان مسئلي بابت فرمايو:

”لا ، لاهيندي ڪن ڪي، ”لا“ موراهين ناهہ،
بالله ري پريان، ڪٿ نہ ڏسجي ڪو بيو.

شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري فرمايو آهي:

”لا“ مَ لوڙي ڪيِ، ”الا“ مَ لاهہ لڪ سين،
جو مظهر سندو ماڙوئين، ته ڪيَ ڪريين وڍ.

سچل سرمست منطقي انداز ۾ پنهنجي ذات ۽ معرفت حقيقت جو تجزيو ڪندي، چوي ٿو، تہ مشاهدو ۽ مطالعو ٻڌائي ٿو، تہ ذات حقيقت جو جلوو انسان جي اندر ۾ جاري ۽ ساري آهي، انهيءَ ڪري جيڪڏهن پنهنجو پاڻ فنا ڪبو، تہ فقط اها ذات حقيقي قائم ۽ دائم رهندي. ان ڪانپوءِ جيئن تہ هو پاڻ رهندو ئي ڪونہ، تہ هو اناالحق جو هوڪو ڏيڻ لڳندو، جيئن منصور حلاج اناالحق چيو هو:

اول پيري پيچ، جي بند خيالات جا،
تنها پجاڻان وچ، حلاجي حيرت ۾.

صوفيانہ اصطلاح ۾نفيءَ کي ”لا بہ سڏيندا آهن. جيئن قاضي قاضن ۽ شاهہ ڪريم نفيءَ لاءِ ”لا“ اندو آهي، سچل چوي ٿو:

’تون‘ هي سان ’تون‘ ليين، ’مان‘ ليان ’تون‘ سان،
’تون‘ ”هي“ ’آءُ‘ سيهين، ’لا‘ ۾ موجودات ٿي.

ٻي هنڌ هڪ ڪافيءَ ۾ چيو اٿس:

”لا الله اثبات مڙيوئي، ’لا‘ کي ڇڏ تون لاهي.“

حضرت بيدل نفيءَ واري مسئلي تي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪندي لفظ ”لا“ هن طرح آندو آهي:

”لا“ جو ڪنهون هٿ ڪري، جنگ جسم سان جوڙ،
نفيءَ واري نٽن ۾، وجهي ٻيائي ٻوڙ،
سالڪ سڳو سور، نيهي اٿي نانهن جو.

هڪ ٻئي بيت ۾ حضرت بيدل فرمائي ٿو، تہ پاڻ فنا ڪرڻ ڪانپوءِ طالب حق سان هڪ ٿي ويندو، جنهن ڪر غير رهندوئي ڪونہ. انهيءَ منزل تي اچي طالب”انا الحق“ جو نعرو هڻندو. فقير بيدل ڪلمي جي ٻي حصي ”الاالله، جي شرح اها منزل ٻڌائي آهي. ”اثبات“ معنيٰ ”هائو“ جو مسئلو بہ ان کي سڏيو اٿس. فرائض صوفيہ ۾ فرمائي ٿو:

الاالله اثبات ڪر، جيئن ڪيو منصور،
ثابت رهج ثبوت، ڇڏي فرق فتور،
حاصل ڪج حضور، پاڻ پروڙي پانهنجو.

پاڻ سڃاڻن وار مسئلي کي صوفي بزرگن قرآني تعليمات جي روشنيءَ ۾ سمجهايو آهي. هو قرآن شريف جي آيت وَنحَنَ اقربَ اِلَيهِ من حَبل الوريد“ شاهديءَ طور آڻيندا آهن. سڄي آيت هن طرح آهي:

”ولقد خلقنا الانسان ونَعلمَ ماتوسَوِس بِه، نفسه وحَن اقرب اِليه من حبْلِ الوريدِ (ق- 16)

(۽ بيشڪ ماڻهوءَ کي پيدا ڪيوسين ۽ سندس نفس ڪيس وسوسو وجهندو آهي، سو ڄاڻندا آهيون ۽ اسين ڏانهنس (سندس ساهہ جي رڳن کان بہ وڌيڪ ويجها آهيون.)

سچل سرمست فرمايو آهي:

"نحن اقرب اها اشارت ڳڌ توئي سان ڳڌران"

حضرت بيدل فرمائي ٿو:

ونحن اقرب من حبل الوريد، غافل توڳري،
جي ڪو ڏيان ڏري، تہ ڪوهيارل قريب آهہ.

عارف ڀٽائيءَ بہ اها آيت شاهديءَ طور آندي آهي:

"ونحن اقرب اليه من حبل الوريد، تنهنجو توهي ساڻ"

سچل سائينءَ هڪ ٻي ڪافيءَ ۾ چيو آهي:

"پاڻ مجهان ڪل پيئي نہ پيئي، دوست جي،
وميان مون ڪي،
ونحن اقرب ويجهو وسي ٿو، ڏس هاديءَ جو هي ني."

انگريزي شاعر "ٽينسن" پڻ چيو آهي:

"اهو ساهہ ڪان ويجهو آهي. هٿن ۽ پيرن ڪان بہ نزديڪ آهي."

مطلب تہ صوفي بزرگن پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ تي گهڻو زور ڏنو آهي.

قرآن شريف ۾ هڪ هنڌ آيو آهي.

وفي الارض آياتُ اللمؤمنين وفي انفُسڪم افلا تبصرون (والذاريات)

(۽ يقين ڪندڙن لاءِ زمين ۾ نشانيون آهن ۽ اوهان جي جندن ۾ بہ، پوءِ نہ ٿا ڏسو ڇا؟)

پوئينءَ آيت ڏانهن صوفياءِ ڪرام گهڻو اشارو ڪيو آهي ۽ پنهنجي حقيقت تي ويچارڻ تي اصرار ڪيو آهي. حضرت سچل سرمست ڪيترن ئي شعرن ۾ اها آيت شاهديءَ طور آندي آهي:

"وفي انفسڪم افلا تبصرون، ويجهو ڪيم وسار"
"وفي انفسڪم افلا تبصرون، ڪاڪين ڪجي هيءُ ڪَن،
اسين توسان، پَري ٿو، قولهين، اولا نبا هي اچن،
پاڻ سنڀالج پنهنجو، پرين اٿين چون.

بيدل فقير فرمايو آهي:

وفي انفسڪم سمجهہ سبق تون، يار، رکين نت ياد،
وحدت ويسہ ساڻ سدائين، شوقئون رهہ دلشاد.

سچل سائين پاڻ سڃاڻڻ لاءِ تلقين ڪندي چيو آهي، تہ جيڪڏهن تون پنهنجو پاڻ سڃاڻيندين، تہ توکي پاڻ ۾ ئي انهيءَ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري نظر ايندو ان لاءِ هن ڪير، مکڻ، سنيالڻ ۽ آکر جو مثال ڏنو آهي. هو

چوي ٿو، تہ سنياڻ، آکر ۽ مکڻ جدا جدا شيون آهن، پر حقيقت ۾ انهن کير مان ئي وجود ورتو آهي. اهڙيءَ طرح ڪائنات ۾ جيڪي جدا جدا منظر نظر اچن ٿا، انهن ذات مطلق مان ئي وجود ورتو آهي. فرمائي ٿو:

پاڻ وڃائي پاڻ ڳولهي لهج پاڻ ئي،
پاڻ منجهائي پاڻ کي، پوندءِ ڄاڻ سڃاڻ،
مکڻ اکر هيڪڙو سوئي کير سنياڻ،
اهو اٿئي اهڃاڻ، ڀلا انهيءَ ڳالهہ جو.

بيدل فقير اهو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي:

پاڻ نہ ڪٿج پاڻ سان، پاڻ سڃاڻج پاڻ،
آ، ساڃن توهي ساڻ، تون ڳولهين ٻي طرف ڏي.

ڳالهہ ساڳي آهي، پر بيدل سائينءَ جو انداز بيان منفرد آهي. حضرت شاهہ صاحب چيو آهي:

وڃين ڇو وڻڪار، هٿ نہ ڳولهين هوت کي،
لڪو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻي پار،
نائي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

سچل سائين ساڳيو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي، سچل سائين شاهہ صاحب جي هن بيت کان متاثر نظر اچي ٿو. ايتري قدر جو لفظ ”وڻڪار“ بہ استعمال ڪيو اٿس.

”هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي يار وسي ٿو،
ڦولهي لهج پاڻ سان، ڇو ٿو وڃين وڻڪار.“

حضرت بيدل ساڳيو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي:

ڳولا ڪرين جنهن جي، سوئي تون سلطان،
پيهي پس تون پاڻ ۾، پانهنجي سونهن سڃاڻ،
ناحق ٿيو نادان، ليا وجهين لوڪ ۾.

ڳولا ڪرين جنهن جي، ساڳيو سو تون سرُ،
پاڻ نہ پَسي پانهنجو، ٻيٻيون وتين ٻر،
گهيڙ اهوئي گهڙ، تہ ملين تون مطلب کي.

ڳولا ڪري جنهن جي، ساڳيو تون سوئي،
جي پاڻ پروڙين پانهنجو، ناهين ٻيو ڪوئي،
هيءُ هوُ هِڪوئي، سڌ پڙاڏو سمجهہ تون.

معلوم ٿيندو، ته بيدل سائينءَ ساڳيو خيال مفرد لفظن ۾ انوکي انداز ۾ بيان ڪيو آهي، نہ فقط ايترو، پر ذات ۽ صفات لاءِ پڙاڏي ۽ آواز (سڏ) جو مثال ڏنو آهي. حضرت شاهہ لطيف پنهنجي هڪ شعر ۾ بہ اهو مثال ڏنو آهي. هو چوي ٿو، تہ آواز ۽ ان جو پڙاڏو ظاهري طرح بہ آواز معلوم ٿين ٿا. پر جيڪڏهن حقيقيت تي ويچار ڪبو تہ معلوم ٿيندو، تہ پڙاڏي اواز مان ئي وجود وٺي جداگانہ صورت اختيار ڪئي آهي. هو سمجهائي ٿو، تہ پراڏو ۽ سڏ اصل ۾ هڪ ئي شيءِ آهن، پر ظاهري طرح ٻڌڻ ۾ بہ معلوم ٿين ٿا:

جو پڙاڏو سو سڏ، ور وائي جو جي لهين،
هنئا اڳهين گڏ، پر ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

سچل سائينءَ جي نظر ۾ ڪائنات جي ڪثرت جون رنگينيون الله تعاليٰ جي صفتن ۽ اسمن جا مظهر آهن. ڪائنات جي ڪا شيءِ يا ڪو وجود يا ڪا هستي، ڪنهن هڪ اسم جو مظهر آهي، ڪو ٻن اسمن جو مظهر آهي، مطلب تہ مجموعي ڪائنات الله تعاليٰ جي ڪيترن ئي اسمن جو مظهر آهي، الله تعاليٰ ظاهر ڪرڻ وارو آهي ۽ ڪائنات مظهر آهي، هن پنهنجي صفتن ۽ اسمن کي هن ڪائنات جي ظهور سان ظاهر فرمايو. انهن مظهرن جي تفصيل جو جيڪڏهن خلاصو ۽ تت بنائجي، تہ اهو انسان آهي، جيڪي ڪجهہ ڪائنات ۾ آهي، اهو مجموعي طور انسان ۾ موجود آهي ۽ جيڪو انسان ۾ آهي، اهو تفصيل سان ڪائنات ۾ آهي، فرق اهو آهي، تہ اسان ۾ مجمل نموني آهي، ۽ ڪائنتا ۾ تفصيل سان ۽ وچور وار آهي، سچل سرمست اسان کي سمجهائي ٿو:

حڪم هلي ٿو جنهن سان، سو ڪر پيدا پاڻ،
صورت سا سڃاڻ، منهن ڪري صورت ڪي.

هڪ سرائيڪي بيت ۾ پنهنجي حقيقت بيان ڪندي چوي ٿو:

مين خدا، خدائي آپئي، خود وچ آ پيو سي،
اي سپ حسن اساڏا هويا، جنهن وچ آڪڙو سي،
چار مڪان رهي وچ ڪتان، جنهن وچ آڪڙوسي،
لامڪان مڪان اسان ڏا، سچل نام ڳيوسي،

آپ ڪون آپ ڪتو، هر ڪنهن صورت وچ سيلاني،
هر ڪائي صورت ساڏي آهي، ٿيو سي لامڪاني،
ڪفر نہ ڪر اسلامي رهيوسي، لٿا راهہ حيراني،
سچل نام هويا گم اتان، سارا سر سبحاني.

حضرت بيدل چيو آهي:

تماشو هن طور ۾، صوفيءَ جو سامان،
جيڪي پسي پاڻ ۾، سوئي منجهه جهان،
بانڪو جي نشان، ماري دم اثبات جو.

انهيءَ لحاظ کان چيو وڃي ٿو، تہ انساني وجود ۾ وحدت تفصيل سان ۽ وچور وار آهي، اهوئي سبب آهي، جو انساني وجود ۾ وحدت ۽ ڪثرت گڏوگڏ موجود آهن. هن جي وجود ۾ وحدت جي وائي بہ آهي، تہ هن جي مزاج ۽ فطرت جا ڪيترائي رنگ ۽ روپ بہ آهن. سچل سائين جي ڪيترين ڪافين ۾ اها حقيقت بيان ڪيل آهي، نموني طور ڪجهہ شعر پيش ڪجن ٿا:

چؤ ميان عشق ڪيئن، تون سوين سيل بنائين ٿو،
ڪاٿئين پيرين آهين پيادو، ڪاٿئين بور پچائين ٿو،
ڪاٿئين منبر واعظي، ڪاٿئين پوتيون پٽائين ٿو،
ڪاٿئين زربفت قبائون، ڪاٿئين ليڙان لڙڪائين ٿو.

مون کي عبرت آهي، اهڙي حال جي،
هاريون حيرت آهي انهيءَ ڳالهہ جي.

ڪاٿئين ڏاڍو، ڪاٿئين هيٺو، ڪاٿئين جوڙ جٽيا تو پائي،
ڪاٿئين ڪوري، ڪاٿئين موچي، ڪاٿئين سيد سڏائي،
ڪاٿئين تارڪ، ڪاٿئين سارق، ڪاٿئين مڪُ ملائي،
ڪاٿئين شاهي، ڪاٿئين سپاهي، ڪاٿئين حڪم هلائي،
ڪاٿئين ڪافر، ڪاٿئين مومن، ڪاٿئين سوريءَ سر هلائي.

يعني مزاج ۽ فطرت، رنگ ۽ روپ مذهب عقيدي، ڌنڌي ۽ ڪِرت جي لحاظ کان انسان ۾ تنوع آهي، هو ڪيترائي رنگ ۽ روپ اختيار ڪندو رهي ٿو. سچل سائينءَ جي نظر ۾ انسان جا اهي رخ عارضي ۽ فرضي آهن. جيڪڏهن پنهنجي وجود جا وهم وسارڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪبو تہ انهن نام نهاد نالن جي خودبخود نفي ٿي ويندي، سچل سائين انهن نالن کي نانهن سان ميٽي ۽ ميساري ڇڏي ٿو. فرمائي ٿو:

تاب ڪنون بي تاب ميان، مين تاب ڪنون بي تاب،
نامين خاڪي، نامين بادي، نامين آگ نہ آب،
نامين جني، نامين انسي، نا مائي نا باب،
ذات سچ دي ڪيهي پڇندئين! نالي تا ناياب.

اهڙيءَ طرح ڪثرت جي عارضي وجود جو انڪار ڪبو، تہ وحدت ئي وحدت نظر ايندي. ٻيائيءَ جو سنڌو سيٺهوئي نہ رهندو. انهيءَ حالت آءٌ تون ۽ هي ۾ ڪو فرق نظر نہ ايندو، پر هيڪڙائي نظر ايندي.

تون هي سان تون لڀين، مان ليان تو سان،
تون هي آءٌ سڀ هين، لا ۾ موجدات ٿي.

حضرت بيدل بہ سچل سرمست وانگر انساني مزاج ۽ فطرت، انسان جي مختلف منصبن ۽ جدا جدا ڪردارن جو ذڪر ساڳي انداز ۾ ڪيو آهي، نہ فقط ايترو، پر سچل وانگر لفظ "ڪاٿي" لفظ ڪتب آندو آهي. فرمائي ٿو:

آدم حوا مظهر منهنجو، شوقئون ٿيڙس شيث،
ڪڏهن نالو نوح سڏايم، آيس تي ادريس،
ڪاٿي پاڪ پيغمبر چايم، ڪاٿي خام خبيث،
ڪاٿي چاڪر چانيان، ڪاٿي خاصو رئيس،
هڪ ڏکيان پيو لاهيان، رنگا رنگ لبيس،
ڪاٿي سالڪ سڏريل، ڪاٿي عين اويس.

صوفي چون ٿا، تہ الله تعاليٰ پهريائين هڪ مطلق هستي ۽ سونهن جو ڳجهو خزانو هو، جنهن پنهنجي جمال جو جلوو پاڻ ئي پٺي پسيو، پر جيئن ڪو جمال وارو لڪي نہ سگهندو آهي، تيئن ان مطلق جمال کي بہ جنبش جاڳي، تہ پاڻ کي پڌرو ڪريان. انهيءَ ڪري هيءَ ڪائنات ۽ انسان پيدا ڪيائين، تہ جيئن سندس جمال جو جلوو نمايان ٿئي، حضرت بيدل فرمايو آهي:

عشقئون آيو آيو، صورت ويس ۾ سهڻو،

١- ڪنت ڪنزاً مخفياً، سڻ لالڻ ڪنهن نہ لکايو؛
٢- اڇي انسان ۾ ڪيائين اظهاري پير پڌري پڙ پايو؛
٣- رنگين رنگين ڀاتين ڀاتين، نور نظارو لايو؛
٤- ڪاٿي هندو ڪاٿي مومن، اهو رکيائين رايو؛
٥- بيل آٿع تيئن ويساهہ، جيئن سائين سمجهايو.

ٻيءَ ڪافي ۾ چيو اٿس:

عشق جو ڏس اسرار، سڀ صورت ۾ يار سمايو.

١- يار يگانو ڪاڻ ظهوري، سوين ڪري سينگار،
پاڻ پرين ڪثرت ۾ آيو.

٢- ڏسُ همه جو پاڻ ڏنائين، عاشق ڪر اعتبار،
هرجا يار تماشو لايو.

ٻي ڪافيءَ ۾ بيدل سائينءَ چيو آهي:
"ايڏانهن اوڏانهن هڪ حقيقت، پسي پاڻهنجو پاڻ نظارو ٿي عاشق پيو اوتار ۾ "

سچل سرمست به اهوئي خيال آندو آهي، هو چوي ٿو، ته هن جهان ۾ انسان کي پيدا ڪرڻ مان الله تعاليٰ جو مقصد هي آهي، ته هو پنهنجو پاڻ کي سجاڻارائي، انهيءَ مقصد لاءِ هڪ سڃاڻيندڙ ضروري آهي. الله تعاليٰ جي علم ۾ انهيءَ سڃاڻيندڙ جو جيڪو نقشو آهي، اهو انسان آهي، اهوئي سبب آهي، جو انسان کي الله تعاليٰ پنهنجي لاءِ پيدا ڪيو، ته جيئن هو ڪيس سڃاڻي ۽ سندس صفتن ۽ اسمن کي ڄاڻي. نه فقط ڄاڻي، پر معرفت حاصل ڪري. سچل فرمائي ٿو:

پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ، ناهر لڪين ٿو ناهي،
پاڻ ڳجهو ڪيائين پڌرائيءَ ۾. هيءَ تنهن هنر هلايو.
سچيڏني جي صورت ۾ تنهن، اهڙيءَ رمز رلايو،
سِر ساروڻي صورتين، پاڻ قريبن ڪيو.

جيئن ته الله تعاليٰ پنهنجي ذات کي انسان جي مظهر ۾ سڃاڻارايو، انهيءَ ڪري هن ڪائنات کي انسان لاءِ پيدا ڪيو ۽ انسان کي ان جو مالڪ بنايو. سمورا آسماني ڪتاب شاهدي ڏين ٿا، ته جڏهن حضرت آدم عليه‌السلام کي الله تعاليٰ پيدا ڪيو، ته سمورن ملائڪن، ابليس کان سواءِ الله تعاليٰ جي امر مطابق ان کي سجدو ڪيو. چڻ ته ملائڪن انسان جي اڳيان پنهنجون خدمتون پيش ڪيون ۽ سندس خدمت لاءِ مقرر ٿي ويا. انسان جي انهيءَ فضيلت کي سچل سائينءَ نهايت چٽي نموني ۽ مختلف طريقن سان بيان ڪيو آهي. چوي ٿو:

ملڪن ٿي سجدا ڪيا، واهر مَتي تنهنجو مل،
سچو چوي سچ ٿي آئين، ڪونهي تنهنجو تل.

سچل سائينءَ جي نظر ۾ زندگي فقط هيءَ ئي نه آهي، جنهن کي موت ختم ڪري ٿو، پر موت کان پوءِ هڪ ٻي زندگي شروع ٿئي ٿي. سندس نظر ۾ جيڪي جيئري ئي پنهنجو پاڻ فنا ڪري، موت جي منزل ماڻين ٿا، اهي دراصل مرن ڪونه ٿا، پر انهن کي هڪ اهڙي زندگي ملي ٿي، جيڪا فنا ٿيڻ

واري نہ آهي. سچل سائين فرمائي ٿو:

جيڪي آهي، هت، هُت بہ اهو اٿئي،
ٻيو اهائي ٻيت، تَانَ تون اُهوئي رهين.

جهڙو آهين تهڙو هوندين، فاني ٿيندي ڇا؟
سڌ پنهنجي سرَ جي ڪامل پيڙھ ڪا،
ڳالهہ نہ سمجهہ سا، آوازي اناالحق جي.

صوفي بزرگن جي نظر ۾ فنا جو مطلب هي آهي تہ سالڪ پنهنجي نسبت بالڪل سلب ڪري ڇڏي ۽ فقط حق تعاليٰ جو وجود پنهنجي ظهور ۾ ثابت ڪري، نہ فقط ايترو، پر پنهنجو ظهور ئي ذات مطلق جو ظهور سمجهي. سچل سرمست انهيءَ ڪيفيت جو ذڪر نهايت بي باڪانہ انداز ۾ ڪيو آهي. هو چٽيءَ طرح چوي ٿو، تہ مان آهيان ئي ڪونہ فقط اهوئي آهي. فرمائي ٿو:

"پاڻ پنهون آهيان، اڙي پينر ٻلي ناهيان."

"آهيان آءُ اسرار، پينر مون ڪي ڪير ٿيون پانيون."

نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار."

"ٻيو ڪوئي ڄاڻن محض گناهہ، هرڪنهن صورت آپ الله."

صورت منجهہ سچل جي، ٻولي پاڻ ئي بي پرواهہ.

حضرت بيدل بہ ساڳيوئي خيال بيان ڪيو آهي. انداز بيان بہ تقريباً ساڳيو آهي. فرمائي ٿو:

"آءُ اهيان اسرار، عالم ليکي آدمي،
عرشئون اچي اِتهين، عشق ڪيس اظهار"

"ٻانهپ ٻولي ناهہ ڪا، نور آهيان نروار."

"خاڪي ڪيڙم ويس، آهيان نہ تہ نور نيارو."

"آهيان نور نفس، جوڙيم جوڙ، جڳت جي ساري."

"تون تہ اهوئي ساڳيو آهين. ڀُل نہ ٻي ڪنهن ڀول."

"آهيان اسرار عجائب، ٿي آيس انسان."

"آءٌ سارو سر آهيان، پولَ نہ ٻيو ڪو پانيان."

"پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وڃين ڇو ڪاهين."

اهڙي طرح سچل سائينءَ ۽ بيدل فقير وحدت الوجود جو فڪر ۽ همه اوست جو نظريو ساڳي ئي انداز ۾ نهايت صاف ۽ چٽو ڪري بيان ڪيو آهي. هو اها ڳالهہ ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهن تہ، هو بہ آهي ۽ آءٌ بہ آهيان. هو انهيءَ کي دوئي يا ٻيائي سمجهن ٿا، ۽ دوئي کي دور ڪرڻ جي تلقين ڪن ٿا. سچل سائين چوي ٿو:

"ٻج دوئي تاڪل ڀڃي، دور ڪر درجات کي."

بيدل فقير چيو آهي:

"دانهہ دوئيءَ کي وجهہ دسي، پاڻئون ٻچي بيزار ٿي."
"دعويٰ دورنگي جي سٽي، وحدت ڏي چت چاهہ ڪر."

سچل سائين سمجهائي ٿو، تہ مون ذات مطلق جو جلوو پنهنجو پاڻ ۾ پسيو آهي، مان ناهيان، پر اهوئي آهي، انهيءَ ڪري چوي ٿو تہ:

"ڪو ڪيئن چوي، ڪو ڪيئن چوي، آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان."

ٻي هنڌ چيو اٿس.

"جوئي آهيان، سوئي آهيان. هندو مومن ناهيان."

اهو ساڳيو خيال، لڳ ڀڳ ساڳين لفظن ۾ بيدل فقير هن طرح بيان ڪيو آهي:

"جوئي آهيان سوئي آهيان، پول نہ ٻيو ڪو پانيان،
ويس لبيس دين ڪفر دا، ڪي ئي آهيان. ڪي ئي پايان."

## پڄاڻي:

هن بيان ڪيل تقابلي مطالعي مان معلوم ٿيندو، تہ سچل سرمست ۽ بيدل فقير وحدت الوجود جو نظريو، همہ اوست جو نعرو، الاهي اسرار ۽ تصوف جون رمزون ساڳي انداز ۾ بيان ڪيون آهن. فڪر جي اظهار، بيان جي انداز ۽ پيشڪش جي طريقي ۾ حضرت بيدل سچل جي واٽ ورتي آهي، پر هن پنهنجي لاءِ نئين راه بہ کهڙي آهي ۽ اظهار بيان ۾ جدت ۽ انفراديت بہ

پيدا ڪئي آهي، ان هوندي بہ ڪيترن ئي شعرن ۾ حضرت بيدل، سچل جو تتبع ڪيو آهي ۽ لڳ ڀڳ ساڳين لفظن ۾ ساڳي ئي انداز ۾ خيالن جو اظهار ڪيو آهي. اهڙا مثال اڳ ۾ بہ بيان ٿي چڪا آهن، ڪجهہ وڌيڪ هت پيش ڪجن ٿا:

1- سچل سرمست: آهيان آپ الله، ڏوجها ڪوئي نهين.

بيدل فقير: سر سبحاني آهيان، صورت ڪيل ڪلايان."
"معنيٰ وجودي ڪر صحيح، آهين، سدا موجود تون."

2- سچل سرمست: نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار،
جيڏيون مون کي ڪير ٿيون ڀانيون.

بيدل فقير: "آهيان نور نفيس، جوڙيم جوڙ جڳت جي ساري."

3- سچل سرمست: آهيان آءٌ اسرار جيڏيون، مون کي ڪير ٿيون ڀانيون.

بيدل فقير: سر اسرار حقيقي آهيان، صورت ڪري انسان وو."

4- سچل سرمست: "ڀانهون ڀانءِ مَ پاڻ کي، تون آهين مالڪ ملڪ جو."

بيدل فقير: "بيدل بندو نانهہ تون، آڻ اهو اعتبار."

5- سچل سرمست: "پاڻ پنهون آءٌ آهيان، اڙي ڀينر پلي ناهيان."

بيدل فقير: پاڻ پنهون تون آهين، ڪيچ وٺين ڇو ڪاهين.

6- سچل سرمست: ساڳيو سو رانجهو آهيان، ظاهر ليکي چاڪ.

بيدل فقير: تخت هزاري شاهہ سڏائين. وچ سياليئن چاڪ.

7- سچل سرمست: ڪاٿي پڙهي پوٿيون، ڪاٿئين پڙهي قرآن.

بيدل فقير: ڪاٿي بيد پڙهي ٿو برهمڻ، ڪاٿي مسلمان.

8- سچل سرمست: "صورت سڀ سلطان، پاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو."

بيدل فقير: " صورت جو آيو ديس ۾، وهہ وهہ وجودي ويس ۾.
آيو پهري ويس صورت جو، بيرنگ نيارو."

حضرت سچل سرمست ۽ بيدل سائينءَ جي ڪلام جي هڪ خوبي هيءَ بہ آهي تہ سندن ڪلام ۾ تصوف جي بيان سان گڏ تغزل بہ آهي. هو حُسن جي تاب ۽ تجليءَ جو ذڪر ڪن ٿا، ۽ فراق ۽ وصال جو بيان دلگداز

انداز ۾ ڪن ٿا. فڪر جي لحاظ کان سندن ڪلام ۾ ڪٿي موج ۽ مستي آهي، تہ ڪٿي وري نهنائي ۽ نماڻائي آهي، يعني سندن ڪلام ۾ مضمون، فڪر، حسن و عشق ۽ اسلوب بيان جي لحاظ کان رنگي رنگي، تنوع، انفراديت ۽ نواڻ آهي. حُسن و عشق جي بيان جي سلسلي ۾ بہ حضرت بيدل حضرت سچل سرمست جي پيروي ڪئي آهي. اهڙي نوعيت جا ڪجهہ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

9- سچل سرمست: فوجان اسان تي ڏاڍيان، حسن واليان ديان چڙهيان.
بيدل فقير: چڙهہ چڙهہ آونديان، حسن ديان فوجان.

10- سچل سرمست: "تيڏي در تي زاري، الله الله ميڏي آهي آهي."
"ميڏي تيڏي نال ني، لک زاري هوءِ هويہ يارڙي."
بيدل فقير: "سهڻي اڳون ساڏي آري،آري آزاي، آري."

11- سچل سرمست: "نال ساڏي روز ازل تون، يار اساڏي ياري ياري."
بيدل فقير: روز ازل ڪنون روح اساڏا. رمز انهيءَ وچ راضي."

مطلب تہ هي ٻئي شاعر مستيءَ مدهوشيءَ ۾ خودشناسي، حق شناسي ۽ حقيقت بينيءَ جو سبق ڏين ٿا. هو وڏي جرائت ۽ بيباڪيءَ سان حقيقت آشڪار ڪن ٿا ۽ همہ اوست جو هو ڪو ڏين ٿا. سندس ڪلام ۾ زندگيءَ جو تفسير بہ آهي، تہ تعبير بہ؛ حق جو آواز بہ آهي، تہ اندر جي آهہ بہ. هتي سوري ۽ سينگار، مئي ۽ مستي، وحدت ۽ ڪثرت، نفي ۽ اثبات، جمال جي جوت ۽ جلوي، فراق ۽ وصال جو ذڪر مختصر مگر معنيٰ دار لفظن ۾ آندو آهي. هتي زندگيءَ جي رازن ۽ حقيقتن کي سموهي، سَمائي، سنواري ۽ نکيڙي نروار ڪري، هڪ نصب العين جي نشاندهي ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي، جو سندن ڪلام زندگيءَ جي اسرارن جو آئينو آهي. سندن ڪلام مان اسان کي حق جي حقيقت ۽ واحد جي وحدانيت جي سرت ۽ ساڃاهہ ملي ٿي.

# بيدل جي سنڌي شاعري

حضرت قادربخش"بيدل" سنڌ جي چند آڳرين تي ڳڻيل عظيم شاعرن مان هڪ آهي ۽ سنڌي ڪلاسيڪي شاعري ۾ اهم مقام رکي ٿو، پر افسوس جو بيدل جي شاعريءَ تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي. انهيءَ ڪميءَ کي پوري ڪرڻ لاءِ مون بيدل جي شعر تي تفصيل سان لکڻ شروع ڪيو آهي. هن صحبت ۾ سندس سنڌي شاعريءَ تي لکڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ٿي.

## 1- مجازي ڪلام

مجازي عشق بابت حضرت بيدل جو نظريو هو، ته مجازي عشق ذريعي حقيقي عشق جي منزل تي پهچجي، باقي سڪنو مجازي عشق بت پرستيءَ جي مترادف آهي. انهيءَ نظريہ جي وضاحت فقير صاحب پنهنجي عربي مقولن جي ڪتاب "فوائدالمعنوي" جي ڪن عربي مقولن ۽ سيني ٻولين جي شعر ۾ ڪئي آهي. سندن سنڌي ڪلام ۾ بہ سندن اهو نظريو ڪارفرما آهي. اهوئي سبب آهي، جو سندن مجازي ڪلام، حقيقي عشق جي رنگ ۾ رنگيل آهي. مثال ملاحظہ فرمايو:

اڄي پياسي اسي اسي، يار محبت جي مهراڻ ۾.

ڪيليا روپ عشق جي بازي، لڪيون ڇپيون دل کسي کسي،
صورت جي سامان ۾.

سرڙيون سيف بره جون بانڪو، ڪيون حملو تو هسي هسي،
چشمن جي چوگان ۾.

ٻئي هڪ هنڌ ٻڌايو اٿن، ته منهنجي محبوب ئي مون کي معرفت جي مام کان آگاهہ ڪيو:

"پرين کان پروڙ، هيءَ پرايم جيڏيون."

بيدل مجازي عشق سان وابستہ هر شيءِ جي نهايت عمدي ۽ واضح تصوير چٽي آهي. سندس شاعريءَ ۾ محبوب جي وصفن ۽ صفتن، ناز ۽ ادا، هجر ۽ وصال جو نهايت جاذب، پراثر ۽ پرڪشش بيان آيل آهي.

محبوب جي هر ادا عاشق کي گهائل ڪري ڇڏيندي آهي، انهيءَ ڪري شاعر، محبوب جي ناز ۽ انداز کي خونخوار هٿيارن سان تشبيهه ڏيندا آهن. نه فقط ايترو پر هرڪو شاعر انهن تشبيهن ۾ جدت ۽ انفراديت ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. بيدل سائين هڪ شعر ۾ فرمائي ٿو:

"خنجر ناز جا خوب هنيائون، ڌڙ کان سر ٿيو ڌار،
هٿئون حبيبن جي، مرن مانجهي منصب دار."

محبوب جي تيز نظر کي تير سان تشبيهه ڏيئي چوي ٿو:

"ڪوڙين ڪان لڳا مونکي، گهايس تنهنجي گهور."

عشق جي دعوي ٿورڙي ڳالهه نه آهي، ڇاڪاڻ جو عشق جي واٽ ۾ سوين سور سهڻا پون ٿا، ڪيترين ئي مصيبتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. حضرت بيدل جي هدايت آهي، ته عشق جي اوکيءَ واٽ ۾ سر جو سانگو نه رکجي:

"سر جو نه رک سانگو ادا! جي اڇي عشق اظهار ٿيو."
"عاشق ٿئين تان سر ڏئين، نه ته ڪيم عاشقين اچع."

عاشق ويچارو، محبوب جو وڇوڙو سهي نه سگهندو آهي. محبوب جي ملڻ لاءِ من ماندو ۽ دل بي قرار هوندي اٿس. انهيءَ حالت ۾ شاعر گهڻو ڪري محبوب کي يا پنهنجي رقيب کي شعر ۾ پٽيندا ۽ پاراتا ڏيندا آهن. اها فارسي شعر جي روايت آهي، پر سنڌي شعر جي روايت ان جي برعڪس آهي. اسان جي ناميارن شاعرن پٽ ڏٺي، سچل سرمست ۽ حمل فقير لغاري وغيره هوت سان حجت نه ٿا هلن ۽ نه ان ۾ ڪا ڪوتاهي ئي ڪڍن ٿا. سندن خيال آهي ته منجهن ئي ڪا مٺائي آهي تڏهن ئي محبوب منهن موڙيو اٿن. ڀٽائي صاحب فرمائي ٿو:

"حجت هوت پنهونءَ سين، مون ڪميڻي ڪيهي."

بيدل سائين پڻ حجت نه ٿو هلي، ۽ نه وري پٽ پاراتا ئي ٿو ڏئي، پر نماڻائيءَ ۽ نهٺائيءَ سان محبوب کي ملڻ لاءِ منٿون ٿو ڪري:

مل ته ماندائي لهي، نرمل ٿيءَ نروار
مٺا مڄ سوال اسانجو."

"نماڻيءَ جي نجهري پيهي حال پڇيج."

بيدل محبوب کي گهڻ وڏ نہ تو چوي، پر پاڻ کي ڪين جهڙو، ڪوڙو ۽ ٻانهڙو سڏي محبوب جي پيرن چمڻ تي تيار ٿئي ٿو:

"هيءَ ڪنيزڪ ڪوڙي لالن، مر چمي پيزار."

## 2- تمثيلي ڪلام

بيدل سائين پنهنجا جذبات، احساسات ۽ نظريات بيان ڪرڻ لاءِ ٻين صوفي شاعرن جان تمثيل کان بہ ڪم ورتو آهي. سندس ڪلام ۾، هير رانجهو، سسئي پنهون، نوري ڄام تماچي، سهڻي ميهار، عمر مارئي، مومل راڻو، يوسف زليخا ۽ شيرين فرهاد جي رومانوي داستانن تي تمثيلي شعر ملي ٿو. ان ۾ واقع نگاري، قدرتي حسن جي تصوير، سيرت نگاري، خيالي قوت، عبارت، صنايع بدايع وغيره جو ڪمال ڏيکاريل آهي. انهن رومانن جو بہ ڪو سڄو قصو يا ڪهاڻي پيش ڪونہ ڪئي اٿن، پر انهن مان ڪي واقعا ۽ جذبا رچيا اٿن، جن ۾ حقيقي عشق وحدت الوجود ۽ همه اوست جو رنگ غالب آهي.

نوريءَ جي سيرت ڏانهن اشارو ڪري، انسان جو شرف ۽ شان توڙي وحدت الوجود جو نظريو هن طرح بيان ڪيو اٿس:

نوري نور سمورو، مول نہ مهاڻي،
هت هت انهيءَ سان، ڄام سمو ساڻي،
هوءَ جا اڳهاڻي، تنهن مهاڻيءَ مانُ لتو.

مارئيءَ جي زباني ٻانهي کي پنهنجي رب سان ڪيل قول هن طرح تو ياد ڏياري:

مليرئون مون ڏي مڪا، سرتين سنيها،
وساري ويهي رهين، قول ڪيءَ ڪيها،
ٻرين ٻري ها، نہ تہ ويجها وسرن ڪين ڪي.

يوسف زليخا ۽ شيرين فرهاد جي رومانوي قصن ڏانهن اشارو ڪندي، همہ اوست جو نظريو سمجهايو اٿن:

بيڪ زليخان يوسف جي، محبت مع مڃايان،
شيرين ۽ فرهام شڪل ٿي، آئي اکيون اٽڪايان.

هير رانجهو جي قصي جو اهڃاڻ ڏيندي، فرمائين ٿا، تہ تو ۾ انهيءَ ئي ذات جو جلوو جاري ۽ ساري آهي:

"تخت هزاري جو تون مالڪ، چاهون چاڪ سڏائين."

سهڻيءَ جي تمثيل ۾ انهيءَ طالب جو ذڪر ڪيو اٿس، جنهن محبوب حقيقي جي عشق جي مڌ جي سرڪي چکي آهي:

ميهر ڪاڻ سهڻي مستاني، سرڪي پيتائين صحيون سچائي،
ڇائي ٿو رب ڇاڻ، ميخ لڳي هيس مرڻ جيئڻ جي.

## 3- صوفياڻو ڪلام

حقيقيت ۾ فقير صاحب جن جي سموري ڪلام ۾ تصوف جي اونهن رازن جي اپٽار ڪيل آهي. نفي اثبات وحدت ڪثرت، وحدت الوجود، همه اوست جامسئلا سهڻن، سولن ۽ سلوڻن لفظن ۾، پر لطف ۽ دلڪشن نوع ۾ سمجهايل آهي.

"مجازي عشقيه ڪلام" توڙي" تمثيلي عشقيه ڪلام "۾ به ساڳي ئي لات آهي، جنهنجو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. پيو نج صوفيانه ڪلام به جهجو ئي آهي. بيتن ۾ 151 بيتن تي مشتمل" وحدت نامہ" آهي، جنهن ۾ همه اوست، نفي ۽ اثبات ۽ فنا في الله جا مسئلا سمجهايل آهن. ان ڪان سواء 23 بيتن تي مشتمل "فرائض صوفيه" آهي، جنهن ۾ ڪلمي جي صوفيانه شرح يعني نفي اثبات جو مسئلو سمجهايو اٿن. ڪلمي جي پهرين حصي" لاالله" کي نفي سڏي ٿو، يعني پاڻ فنا ڪرڻ، جنهن کي "موتو قبل الموت" به سڏيو ويندو آهي. يعني موت کان اڳ ۾ مرڻ. نفيءَ کي صوفيانه اصطلاح ۾ "لا" معنيٰ "نه" به سڏيندا آهن. نفيءَ واري مسئلي تي عمل ڪرڻ جي هدايت ڪندي فرمائين ٿا:

'لا' جو ڪنهون هٿ ڪري، جنگ جسم سان جوڙ،
نفيءَ واريءَ نشن ۾ وڃي پيائي پوڙ،
سالڪ سڳو سور، نيهي اٿي 'نانهن' جو.

پاڻ فنا ڪرڻ کان پوءِ طالب حق سان هڪ ٿي ويندو، جنهن ڪري غير رهندو ئي ڪونه. هرجاء فقط هڪ ئي ذات پئي نظر ايندس. انهيءَ منزل تي اچي طالب"اناالحق" جو نعرو هڻندو آهي. "منصور حلاج" اهو نعرو هڻي معتوب ٿيو هو، جنهن ڪري ڦاسيءَ جو سزاوار ٺهرايو ويو. صوفي شاعر، انهيءَ ڪري ئي، انهيءَ منزل لاءِ منصور جو مثال ڏيندا آهن. فقير صاحب

ڪلمي جي ٻئي حصي "اِلاالله" جي شرح اها منزل ٻڌائي آهي. "اثبات" معنيٰ "هائو" جو مسئلو به ان کي ئي سڏيو اٿس. "فرائض صوفيه" ۾ فرمائين ٿا:

الا الله اثبات ڪر، جيئن ڪيو منصور،
ثابت رهج ثبوت ۾، ڇڏي فرق فتور،
حاصل ڪج حضور، پاڻ پروڙي پانهنجو.

مشهور صوفي 'شبستريءَ' کان ڪنهن تصوف بابت سوال پڇيا هيا، جنهن جا جواب ان کي سمجهايا هئائون، جي سندن مثنوي گلشن راز ۾ منظوم ٿيل آهن.

بيدل فقير جن ستين سوال "اناالحق" جو مسئلو سمجهائيندي فرمائين ٿا:

پڇين جي نفس پنهنجو تون ڪيهه جيئن،
ته پڻ حلاج وانگي تون به چنين تيئن،
ڪيهه پندار جي ڪڍ پنهنجي ڪن مان،
ندا ساڳي ٻڌين هر شيءِ جي واتان.

عارف ڀٽائيءَ ساڳيو مسئلو هن طرح بيان ڪيو آهي:

جرتڙ تڪ تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سيئي شيءِ ٿيا، سوريءَ سزا سوار،
هه منصور هزار، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهيئن.

سچل سائين ته ڪلم ڪلا 'اناالحق' جو نعرو هنيو آهي. پنهنجي ڪلام ۾ هڪ هنڌ فرمائين ٿا:

حق اناالحق ٿي چيو، ۾ منجهه نظر منصور هو،
منجهه شرع شرڪ چون، منجهه معرفت منظور هو،
وس نه هو حلاج ڪوئي، جو محبتي مخمور هو،
سر نه جي سوريءَ ڏنائين، قرب ۾ ڪو قصور هو.

سنڌ جو پهريون شاعر قاضي قاضن (وفات 958هه) جيڪو وحدت الوجودي هو، تنهن انهيءَ مسئلي بابت فرمايو:

"لا" لاهيندي ڪن ڪي، "لا" مورانهين ناهه،
بالله ريءَ پريان، ڪٿ نه ڏسجي ڪو پيو.

شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو وحدت الوجوديءَ شهودي هو، سو سندس جي جواب ۾ فرمائي ٿو.

"لا" ۾ لوڏي ڪڍ، "الا" ۾ لڪ سيڻ."
جو مظهر سندو ماڙوئين، تي ڪينئن ڪرين وڙ.

همه اوست جي مسئلي مان مراد آهي تہ هر شيءِ ۾ انهيءَ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي. صوفين اهو نظريو مختلف طريقن سان سمجهائڻ جي ڪوشش آهي.

ان لاءِ هو چون ٿا، تہ الله تعاليٰ ڀهريائين هڪ مطلق هستي ۽ سونهن جو ڳجهو خزانو هو، جنهن پنهنجي جمال جو جلوو پاڻ ئي پٽي پسيو، پر جيئن ڪو جمال وارو لڪي نہ سگهندو آهي؛ تيئن ان مطلق جمال کي بہ جنبش جاڳي تہ پاڻ کي پڌرو ڪريان. انهيءَ ڪري هيءَ ڪائنات ۽ انسان پيدا ڪيائين تہ؛ جيئن سندس جمال جو جلوو نمايان ٿئي. بيدل فقير اهو خيال ڪافيءَ ۾ هن طرح ظاهر ڪيو آهي:

عشقئون آيو آيو،
صورت ويس ۾ سهڻو.

ڪنت ڪنزا مخفيا سڻ، لالن ڪنهن نہ لکايو.
اڇي انسان ۾ ڪيائين اظهاري، پير پڌر پڙ پايو.
رنگين رنگين ياتين ياتين، نور نظارو لايو.
ڪاٿي هندو ڪاٿي مومن: اهو رکيائين رايو.
"بيدل" آئج تيئن ويساهہ: جيئن سائين سمجهايو.

صوفين انهيءَ نظريي مان مراد ورتي تہ، "سيني هستين جو بنياد 'هستي مطلق' آهي ۽ سيني وجودن جي پاڙ 'وجود' ڪل آهي. سڄي ڪائنات ۾ فقط اها ئي هڪ هستي موجود آهي. جيڪي ڪجهہ آهي، اهو انهيءَ ئي هڪ ذات جو مظهر آهي. انهيءَ هڪ جوت جو هر هنڌ جلوو آهي. انهيءَ ڪري بايزيد چيو "سبحاني مان اعظم شاني". منصور چيو "اناالحق". فريدالدين عطار چيو، "خدا پاڻ آدم جي صورت اختيار ڪري جدا جدا رنگن ۽ روپن ۾ انسان ذات جي هدايت لاءِ اوتار ٿي آيو آهي."

فقير صاحب پڻ جابجا انهيءَ نظريي جي تائيد ڪئي آهي. بار بار فرمايو اٿن تہ، الله تعاليٰ انساني پوشاڪ پهري جدا جدا رنگن روپن ۾ مظهرن ۾ آيو آهي. فرمائين ٿا:

آهيان نور نفيس!
جوڙيم جوڙ جڳت جي ساري.

آدم حوا مظهر منهنجو، شوقئون ٿيڙس شيث.
ڪڏهن نالو نوح سڏايم، ڪڏ آيس ٿي ادريس.
ڪاٿي پاڪ پيغمبر چايم، ڪاٿي خام خبيث.
"بيدل" ! خود انا خيرٌ آکيم اولي ۾ ابليس.

ٻيءَ ڪافيءَ ۾ وري فرمائن ٿا:

عشق جو ڏس اسرار:
سڀ صورت ۾ يار سمايو.

يار يگانو ڪاڻ ظهوري، سوين ڪري سينگار،
پاڻ پرين ڪثرت ۾ آيو.

ڏس همہ جو پاڻ ڏنائين، عاشق ڪر اعتبار،
هرجا يار تماشو لايو.

خيال انهيءَ سان جي تون جالين، ترت لهين تڪرار،
وحدت جي سر جو سرمايو.

اتندي وهندي چوندي ٻڌندي، تن رک هيءَ تنوار،
صيقل ساڻ صفا ڪر ڪايو.

"بيدل" چڏ نہ هٽئون تون هرگز، وحدت جو واپار،
سالڪ! ٿي هي خيال سجايو.

منصور وانگر ڪلمر ڪلا 'اناالحق' جو نعرو بہ هنيو اٿن. ڪانئن اڳ ۾ سنڌ ۾ پهريائين سچل سائينءَ 'اناالحق' جو ڪلمر ڪلا نعرو هنيو ۽ فرمايائين:

"آهيان آپ الله، ڏوجها ڪوئي نهين."

بيدل فقير جن پڻ چئي ڏنو:

"سر سبحاني آهيان، صورت ڪيل ڪلايان،
جوئي آهيان، سوئي آهيان، پول نہ ٻيو ڪو پانيان."

"معنيٰ وجودي ڪر سهي: آهين سدا موجود تون،
ڪنهن جي عبادت تو ڪرين؟ ساڳيو آهين معبود تون"

## نعتيہ ڪلام

شاعر، جن جن هستين کان متاثر ٿي ٿيا آهن، انهن جي تعريف ۾ شعر پڻ چيو اٿن. اڳي عربي، پارسي ۽ اردو شاعر اميرن ۽ بادشاهن جي شان ۾ تعريفي قصيدا لکي وڃي انهن جي درٻارن ۽ ڪچهرين ۾ پڙهندا هئا ۽ انعام حاصل ڪندا هئا. اسلام جي اچڻ کان پوءِ شاعرن جو اهڙو گروه بہ پيدا ٿيندو آيو آهي، جن اسلام جي باني حضور سرور ڪائنات ۽ اسلام جي ٻين رهنمائن جي شان ۾ شعر پڻ چيو آهي. اهڙي قسم جي شعر کي نعتيہ ۽ مدحيہ شعر چيو وڃي ٿو. حضور ﷺ جن جي شان ۾ جيڪو شعر چيو وڃي، ان کي نعتيہ شعر چيو ويندو آهي ۽ ٻين رهنمائن جي شان ۾ چيل شعر کي مدحيہ شعر چيو ويندو آهي. سنڌي زبان کي اهو فخر آهي تہ، سندس شروعاتي شاعرن، ڪنهن امير يا بادشاهہ جي تعريف ۾ شعر نہ چيو آهي، پر يا تہ تصوف جا باريڪ نڪتا سمجهايا اٿن يا حضور ﷺ اسلام جي ٻين رهنمائن جي شان ۾ شعر چيو اٿن. سنڌي زبان جي پهرين مستند شاعر قاضي قاضن، تصوف جا راز سمجهايا آهن. سنڌ جي عظيم شاعر عارف ڀٽائيءَ تصوف جي مسئلن کي سمجهائڻ سان گڏ نعتيہ ۽ مدحيہ شعر بہ چيو آهي. علم عروض کي جنهن پهرين سنڌي شاعر سنڌي قالب ۾ آندو، انهيءَ علم عروض تي سنڌي مولود چيا، جو نعتيہ ڪلام آهي، اهو هو هالن جي ڀرتي بزرگن مان مخدوم عبدالرؤف (وفات 1166هہ - 1752ع) ڀٽ ڌڻي جو همعصر.

بيدل صاحب پڻ نعتيہ ڪلام چيو آهي. "وحدت نامہ" ۾ ڪجهہ بيت اهڙا ملن ٿا، جي سمجهجي ٿو تہ، حضور ﷺ جن جي شان ۾ آهن. جيتوڻيڪ انهن ۾ ٻنهي جهانن جي سردار جو اسم مبارڪ ظاهري طرح نہ ورتو ويو آهي، پر جن صفتن جي ساراهہ ڪئي ويئي آهي، اهي سرور ڪائنات جون ئي تي سگهن ٿيون. فرمائن ٿا:

ڪوڙين ڀتين ان جو، مٿي خلق رحم،
نالي ڳڻڍي ان جي، وڃي گوندر غم،
اڃن لپيءَ اڱم، آهہ عنايت ان جي.

مٿين بيت ۾ حضور پاڪ ﷺ جن جي "رحمة العالمين" جي وصف جي ثنا ڪئي ويئي آهي. حضور ﷺ جن هيٺن جا همراهہ ۽ ويچارن جا واهرو آهن.

فقير صاحب جن فرمائن ٿا:

ڪوڙين پٽين ان جا، هت متي هيٺن،
ٻنهي جهانن؛ هو ويچارن واهرو.

حضور ﷺ جن غريبن جا غمخوار، مسڪينن جا مددگار ۽ يتيمن جا يار ٿي آيا. دنيا ۾ جڏهن ظلم ۽ انڌير زور وٺي ويو، تڏهن حضور ﷺ جن آخري نبي ٿي هن دنيا ۾ آيا ۽ ظلم جي گهاٽي ۾ پيڙجندڙ انسانن جا سچا همدرد ۽ مددگار ٿي، انهن کي ظلم ۽ ڏاڍ جي اوڙاهه مان ٻاهر ڪڍيائون ۽ رليلن ۽ پليلن کي حق جي سنئين واٽ تي لڳايائون. فقير صاحب حضور ﷺ جن جي اهڙي جامع وصف کي مٿين بيت ۾ منظوم ڪيو آهي.

## بيدل جي شعر جي سنڌي

هن مضمون کي ٻن حصن ۾ بيان ڪجي ٿو. (1) ٻوليءَ جو نمونو (2) فصاحت ۽ بلاغت.

### 1. ٻوليءَ جو نمونو

شاعري عوام تي اها ئي اثر انداز ٿيندي جا عام جي سمجهه آهر هوندي. اهو مقصد تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن شعر جي ٻولي اهڙي هوندي. جا عام خاص گفتگوءَ ۾ ڪتب آڻيندو هوندو. فقير صاحب جن عربي، پارسي، هندي وغيره ٻولين جا زبردست ڄاڻو ۽ عالم هئا. ان هوندي به سندن شعر سولائيءَ سان سمجهه ۾ اچڻ جهڙو آهي. البته ڪن جاين تي نج سنڌي لفظن سان گڏ عربي، فارسي، هندي ۽ سرائڪي ٻولين جا لفظ به آيل آهن. ۽ اهي لفظ اهڙي ترتيب ۽ تنظيم سان آيا آهن، جو شعر ۾ حسن جي اضافي جو باعث بڻيا آهن. هيٺين بيت ۾ ”سهجون“، ”اڳهين“، ”سوڌي“ نيٺ سنڌي لفظ به آيا آهن، ته انهن سان گڏ محض، ماهيت، تعين، لاتعين، ڪيفيت، وغيره عربي لفظ به آيا آهن، ۽ انهن لفظن جي امتزاج وڏي لفظي ۽ معنوي خوبصورتي پيدا ڪئي آهي.

سهجون، هجون، اڳهين، هئي محض ماهيت،
نڪو تعين تنهن کي، نڪا ڪيفيت،

جاري هئي نہ جهان ۾، حقيقي حڪمت،
لڪو لاتعين ۾، هو قادر ۽ قدرت،
سوڌي سا صفت، احدون اڳي جا هئي.

سنڌس شعر ۾ نہ فقط لفظ پر ڪن جاين تي پارسي ترڪيبون بہ استعمال ٿيل ملن ٿيون. مثال طور هڪ مصرع هيٺ ڏجي ٿي، جنهن ۾ "جان- جهان" جي ترڪيب آيل آهي.

"جسم جي اولي، ڏنم ڏڪالي، آهيان جان جهان."

هن مصرع ۾ سرائڪي زبان جو لفظ بہ ڪتب آيل آهي. اهڙي طرح سرائڪي زبان جا لفظ بہ سنڌس شعر ۾ هر هنڌ استعمال ٿيل آهن. خاص طرح 'دا'، 'ويک' 'تيوي'، 'اپنا' آزاديءَ سان استعمال ٿيل ملن ٿا. نموني طور ڪجھ مصرعون هيٺ ڏجن ٿيون.:

"ريس لبيس دين ڪفر 'دا'، ڪيئي لاهيان ڪيئي پايان."

"رخ سڄڻ جو گل گلابي، بلبل 'ويک' تيوي بيتابي."

"هر جا 'اپنا' حڪم هلايو، شور چوان يا قيام چوان."

ان مان معلوم ٿيندو، تہ سندن شعرن ۾ سرائڪي زبان جي اسمن سان گڏ، حرف جر، حرف اضافت ۽ فعل بہ استعمال ڪيا ويا آهن. ڪن جاين تي وري سرائڪي فعلن کي سنڌي گرامر جي قاعدي موجب ڪتب آندو ويو آهي. هيٺين مصرع ۾ سرائڪي فعل 'چايا' کي، سنڌي صرف نحو جي اصول موجب 'چاياسي' ڪري آندو ويو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. 'کنياسي'.

برھ جا بار بدناميون، ڇمي چشمن تي 'چاياسي'.

ڪن جاين تي هنديءَ اردو لفظ بہ ڪم آندل آهن. هيٺين مصرع ۾ 'اچانڪ' لفظ استعمال ٿيل آهي.

اچي 'اچانڪ' سار لڌائون، جانب جيءَ جيار.

ٻين ٻولين جي لفظن سان گڏ نيٺ سنڌي لفظ بہ تمام گهڻا ڪتب آندل آهن. نموني طور ڪجھ مصرعون هيٺ پيش ڪجن ٿيون، جن ۾ 'تجهري'، 'اوتار'، 'ڦوڙائو'، 'ڏوڪري'، 'اليل' لفظ آندل آهن:

"نماڻيءَ جي نجهري، پيهي حال پڇيج."

"راتيان ڏينهان هڪڙو، آديسين اوتار."

"عاشق ڪن آهون، ڦوڙائي فراق جون."

"هڪ ڏکي، ٻيو ڏوکري، تيون پنڌ پرانهون."

"آڏيءَ پيڙا اليل مون، ڪو جو سڏ سيون."

پوئين مصرع ۾ 'سيون' استعمال ٿيل آهي، جنهن ۾ 'سيو' جي پويان "ن- زير سان" ضميري پڇاڙيءَ طور آيو آهي. ضميري پڇاڙيون قديم زماني ۾ آزاديءَ سان استعمال ٿينديون هيون، پر هينئر انهن جو رواج گهٽجي ويو آهي. شاهه لطيف جي رسالي ۾ ضميري پڇاڙيون گهٽي قدر ڪم آيل ملن ٿيون. حضرت بيدل جي رسالي ۾ به اهڙيءَ طرح ڪجهه قدر ضميري پڇاڙيون آيل آهن. حضرت بيدل 'سري' جو 'سرموز' شاعر آهي. انهيءَ ڪري سندس شعر ۾ 'سريلي' محاوري جون خاص خصوصيتون نظر اچن ٿيون. 'سري' جي محاوري ۾ 'آن' ڳنڍڻ سان جمع ٺهندو آهي. حضرت بيدل جي شعر ۾ جيڪي به جمع آيا آهن، اهي 'آن' ڳنڍڻ سان ٺهيل آهن. هيٺين مصرعن ۾ 'راهه' مان 'راهان'، 'نگاهه' مان 'نگاهان' ۽ 'آهه' مان 'آهان' جمع آيل آهن:

راڳ جا قائل من جا مائل، وڃن سي رمزن واريون 'راهان'
پنهنجو پاڻ ويکن آئون وسهن، ناميان جاڏي ڪرن 'نگاهان'
ناچ نچائن، ڳائڻ ڳائن، عرشون لنگهن، انهن جون 'آهان'

مصدر 'ڪر' مان "ڪرڻ"، "ڪن"، "ڪندا"، "ڪندو" وغيره ڦيري وارا لفظ آهن. ان مان معلوم ٿيندو ته "ڪر" جڏهن ڦيري ۾ اچي ٿو، ته ان مان "ر" وڃان نڪري وڃي ٿي. قديم زماني ۾ "ر" کي قائم رکيو ويندو هو. ۽ "ڪن" جي بدران "ڪرن" چيو ويندو هو.(1) خاص طرح سان سريلي محاوري ۾ ماضي قريب تائين "ڪن" بدران "ڪرن" ڪتب ايندو آهي. هينئر به اهو رواج ڪجهه قدر موجود آهي، ۽ جيڪب آباد ۾ اجا تائين "ڪرن" چيو

(1) پراڻي گرامر ۾ "ڪرڻ" کي مصدر ڏيکاريو ويو آهي، پر جديد لسانيات جي روشنيءَ ۾ بنياد پيڙهه يا ڌاتو اهو آهي، جنهن مان ٻيا لفظ ڦٽي نڪرن. فعلن جي صورت ۾ ڌاتو ويندو، ا "ڪر" "ڏس" وغيره مان ٻيا لفظ ڦٽي نڪرن ٿا، ۽ نه "ڪرڻ" يا "ڏسڻ" مان. انهيءَ ڪر "ڪرڻ" جي بدران "ڪر" مصدر چوڻ درست ٿيندو.

ويندو آهي. حضرت بيدل هنڌين ماڳين "ڪن" جي بدران" ڪرن" ڪم آندو آهي. مٿين ٽن مصرعن مان وچين مصرع ۾ 'ڪرن' ڪتب آيل آهي. هن هيٺ هڪ ٻي مصرع بہ نموني طور ڏجي ٿي، جنهن ۾ "ڪن" جي بدران" ڪرن" آيو آهي.

"ڳهاءِ ڪرن، منجهہ هانءِ ضعيفن، تيغ چوان يا صمصام چوان."

## فني خوبيون:

فن ۽ هيئت جي لحاظ کان بہ حضرت بيدل جي ڪلام ۾ نواڻ نظر اچي ٿي، تہ پختگي ۽ رواني بہ سنڌي بيت جي هڪ فني خوبي" وراڻ" بہ آهي، جنهن ذريعي بيتن جو پاڻ ۾ سلسلو قائم رکيو ويندو آهي. سنڌي شعرن ۾ هيءَ خوبي شاهہ عنات کان شروع ٿي، پوءِ جي شاعرن حضرت شاه عبداللطيف، حضرت سچل سرمست ۽ ٻين شاعرن جي بيتن جي ٻهيرن ۾ بہ نظر اچي ٿي، تہ حضرت بيدل جي بيتن جي سلسلي ۾ بہ ملي ٿي." وراڻ" جا بہ مختلف قسم آهن. هڪ طريقي موجب ڪجهہ بيت ساڳي فقر سان شروع ٿيندا آهن. ٻي نموني موجب اڳين بيتن جو پويون اڌ، ايندڙ بيت جي پهرين سٽ جو پهريون اڌ ٿي ايندو آهي. اهي ٻئي نمونا حضرت بيدل جي بيتن ۾ بہ ملن ٿا. نموني طور هڪ سلسلي مان ٻہ بيت ڏجن ٿا. جن جو پهريون فقرو ساڳيو آهي.

1- اونهي هن اسرار جو، جن ني ڪليو در،
جاڏي ڪرن نظر، تاڏي پسن پرينءَ کي.

2- اونهي هن اسرار جي، جني ڏٺي جوءِ،
حيرت ۾ پيا هوءِ، پسي موج محمدي.

هيٺين بيتن ۾ اڳين بيت جو پويون اڌ، ايندڙ بيت جي پهرين سٽ جو پهريون اڌ ٿي آيو آهي.

1- پڙهي پڙهيو وسار تون، علم اناالحق جو،
ساڳيو آهين سو، ڳولا ڪرين جنهن جي.

2- ڳولا ڪرين جنهن جي، سو تون آهين پاڻ،
پاڻ ڪنان پاسي ڪيو، توکي تنهنجي چاڻ،
پانهنجو پاڻ سڃاڻ، تون تان ناهين آدمي.

انهن عام نمونن کانسواءِ حضرت بيدل جي بيتن ۾ وراڻ جي سلسلي جو هڪ نئون نمونو به ملي ٿو. يعني ڪن هنڌ لاڳيتن بيتن ۾ شروع وارا فقرا هڪ جهڙا آهن. ان کانپوءِ هڪ بيت جي پوئين سٽ جو پويون اڌ، ٻي بيت جي شروع ۾ اچي ٿو، ۽ پوءِ ان فقري سان بيتن جو سلسلو شروع ٿئي ٿو:

1- مرد نہ مرن ڪڏهين، جن الـڪ ڪيو اثبات،
بي جهت ۽ جهات، سير سيوئي ان جو.

2- مرد نہ مرن ڪڏهين، جي ساڳيو ٿيا سبحان،
عالم تي احسان، ڪوڙين پتين ان جو،

3- ڪوڙين پتين ان جو، متي خلق رحم،
نالي ڳڌي ان جي، وڃي گوندر غم،
اڃن لـيءِ آڪم، آهہ عنايت ان جي.

4- ڪوڙين پتين ان جو، عالم تي انعام،
نالي ڳڌي ان جي، جيءَ جسي آرام،
جنگ پيارن جام، سندو عشق اڃن ڪي.

اهڙيءَ طرح وراڻ جي ڪري بيتن ۾ معنوي تسلسل، رواني ۽ ترنم پيدا ٿي پوي ٿو، جنهنڪري شاعر جو مقصد ۽ مفهوم بہ چڱيءَ طرح ظاهر ٿئي ٿو، ۽ پڙهندڙ جي سماعت ۽ ذوق کي بہ حظ حاصل ٿئي ٿو. انهيءَ خوبيءَ کان سواءِ حضرت بيدل جي بيتن ۾ ٻيون بہ فني خوبيون ملن ٿيون، جهڙوڪ: پختگي، دوهي وانگر قافين جو استعمال، سورٺي جي فني ٽيڪنڪ جو خوبصورت نمونو، دوهي ۽ سورٺي ميل جا بهترين نمونا ۽ انوکن قافين جو موزون ۽ وڻندڙ استعمال. بيتن کان سواءِ ڪافين ۾ بہ فني لحاظ کان پختگي ۽ نواڻ نظر اچي ٿي، نہ فقط ڪافين جا مختلف گهاڙيٽا (ڏيڍي، ٻيٽي، ٽيٽي، اڍائوٽي وغيره) ملن ٿا، پر ان سان گڏ ڪن ڪافين جي بندن ۾ اندروني قافيي جي ذريعي وڏي خوبصورتي ۽ نغمگي پيدا ڪئي ويئي آهي. اندروني قافيي جا ڪجهہ مثال هيٺ ڏجن ٿا:

”چڏ هستي، گهن مستي، سڻ رمز ربابون.“

”اکيون اڙايم، هوش گنوايم، من مستانو ٿي ڙي جيڏيون.“

گهاڙيتن جي مختلف قسمن مان" ڪافي ڏيڍي" جو هڪ سهڻو مثال نموني طور هيٺ ڏجي ٿو. هن قسم ۾ ٿل هڪ سٽو، پر ٻن پدن وارو آهي، ۽ بند ڏيڍو آهي. ٿل جو پهريون پد، بند جي پهرين مصرع سان هم قافيه ٿئي ٿي:

ڪانگ لنوي مني لات، محب مسافر چاڻ ڪي ايندا.

1- جيڪس ڏاڍون درد منهنجي جون، پهتيون اتي پريات،
اٿم اميد ته هيٺن نه ڇڏيندا.

بيتن ۽ ڪافين ڪانسواءِ حضرت بيدل جي ڪلام ۾ عروضي شاعريءَ جو نمونو به ملي ٿو. حضرت قلندرشهباز جي شان ۾ جيڪو مناقبو چيل آهي، اهو علم عروض موجب آهي. ان مناقبي مان نمونو اڳ ۾ اچي چڪو آهي.

## ادبي خوبيون

حضرت بيدل جي ڪلام ۾ صنعتن جو به موزون ۽ مناسب استعمال نظر اچي ٿو. پاڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ مختلف تشبيهن ۽ استعارن جي ذريعي محبوب جي سونهن ۽ سينگار ۽ ناز ۽ ادا جي تعريف ڪئي اٿن.

هيٺينءَ ڪافيءَ ۾ ايراني شاعريءَ جي روايتي تشبيهن ۽ استعارن ذريعي محبوب جي سونهن جي ساراهه ڪيل آهي:

1- رخ سڄڻ جو گل گلابي، بلبل ويک ٿيوي بيتابي،
نرگس چشما نين شرابي، چشم چوان يا بادام چوان.

2- ابرو سيف ايران عجيبن، نيزا برڇيون بان جبينن،
گهاءِ ڪرن منجهه هانءِ ضعيفن، تيغ چوان يا صمصام چوان.

3- عشق سڄڻ دي ڌوم مچايو، شاهي نوبت طبل وڄايو،
هرجا اپنا حڪم هلايو، شور چوان يا قيام چوان.

هن مان معلوم ٿيندو، ته حضرت بيدل سنڌي ڪافي ۾ ايراني غزل وارو رنگ آڻي، سنڌي ڪافيءَ کي هڪ نئون موڙ ڏنو ۽ ڪافيءَ جي اسلوب ۾ جدت پيدا ڪئي. اهڙي طرح هيٺين بند ۾ ايراني راند جي تشبيهه آڻي، ان راند سان تعلق رکندڙ لفظ 'چوگان' آندو ويو آهي:

سرڙيون سيف برھ جو بانڪو- ڪيون حملو ٿو هسي يار،
چشمن جي چوگان ۾.

سندن شاعريءَ ۾ ايراني شاعريءَ جي تشبيهن سان گڏ نيٺ سنڌي شاعريءَ جون تشبيهون ۽ تمثيلون به نهايت سهڻي نموني ڪم آندل آهن. سينگار جي شاعريءَ ۾ وارن کي واسينگ سان پيٽ ڏني ويندي آهي. حضرت بيدل چوي ٿو ته عام واسينگن کي جوڳي جهلي پنهنجي پنهنجي قبضي ۾ ڪري سگهن ٿا، پر منهنجي محبوب جا واسينگن جهڙا وارو اهڙا زور پريا آهن، جو ڪوبہ مانڊي انهن کي منڊي نه ٿو سگهي:

مانڊين منڊيا ڪين ڪي، ۽ جوڳين ڪين جهليا،
وھ رکن واسينگن وانگر، آهن زهر پريا.

سنڌي ثقافت ۾ ڪانوَ جي لنوڻ کي، ڪنهنجي اچڻ جي علامت سمجهيو ويندو آهي. حضرت بيدل پڻ ڪانگل جي مٺي لات کي محبوب جي اچڻ جو اهڃاڻ سمجهي ٿو:

ڪانگ لنوي مٺي لات- محب مسافر چاڻ ڪي ايندا.

هندن جي ستي جي رسم موجب مڙس جي مئيت سان گڏ سندس زال کي جيئري ئي ساڙيو ويندو آهي. حضرت بيدل انهيءَ رسم ڏانهن اشارو ڪندي، طالب کي تلقين ڪئي آهي، ته عشق جي راهہ ۾ توکي هندو عورت جي قربانيءَ کان گهٽ ٿيڻ نه ٿو سونهي:

"هندو زال کون هيٺ نه ٿيءُ، جي طالب آهين تڪرار،
مـاٺ ڪري پؤ مـچ ۾، عـاشـق چڏ اختيار."

# بيدل جو چونڊ سنڌي شعر

"وحدت نامہ" مان ورتل بيت

1- ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿي، معنيٰ ۽ صورت،
اچي احديت، دوئيءَ کي دور ڪيو.

2- اونهي هن اسرار جي، جن کي پيشي ڏاهہ،
لهم البشريٰ في الدنياوالاخرة، هت هت صحت ساهہ،
ڪاڏي ڪرن ڪاهہ، جو مڙوئي آهہ مشاهدو.

3- پسي موج محمدي، قطرو ٿيو قلزم،
عرفت ربي بربي، هستي ٿي محڪم،
رکيو قرب قدم، بيراڳن باهوت ۾.

4- همه کي هڪ ڄاڻ تون، وحدت سڻ وائي،
پرين آهي پڌرو، پسن ويساهي،
بوڙج ٻيائي، انهيءَ بحر عميق ۾.

5- نفي ڏاران نہ ٿئي، وحدت سان وصول،
لهين قرب قبول، مرڻئون اڳي جي مرين.

6- مرڻئون اڳي جي مرين، تہ موتي ڪونهي موت،
ان اولياء الله لايموتون، فاني ٿين نہ فوت،
جوڳين سندي جوت، قائم آهہ ڪونين ۾.

# خليفي نبي بخش جو ڪيڏارو

## تاريخي پس منظر:

سنہ 1834ع ۾ ٽالپور حڪمرانن ۽ افغانستان جي ڀاڄوڪڙ بادشاهہ "شاهہ شجاع" جي وچ ۾ ڪرڙي جي ميدان (سکر پراڻي لڳ) تي جنگ لڳي. سنڌ جا سوريهہ هن لڙائيءَ ۾ ڏاڍي بهادري سان وڙهيا، پر افغانن جي توبن جي بمباريءَ سبب ڪيترائي ڪونڌر ڪسي ويا، جهڙوڪ: سيد ڪاظم شاهہ، غلام مرتضيٰ شاهہ، دريا خان نظاماڻي وغيره.

سنڌي زبان جي وڏي شاعر خليفي نبي بخش ڪرڙيءَ جو ميدان ملهائيندڙ سورهين جي ساراهہ ۾ "سر ڪيڏارو" لکيو آهي.

## خليفو نبي بخش لغاري:

خليفہ نبي بخش خان لغاري، سنڌ جو قادرالڪلام شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو شمار سنڌي زبان جي عظيم ڪلاسيڪل شاعرن مان ٿئي ٿو. ان سان گڏ هو سرائيڪي زبان جو بہ تمام وڏو شاعر هو. سندس ولادت 1776ع ۾ ٿي، ۽ 1863ع ڌاري وفات ڪيائين. پنهنجي اباڻي ڳوٺ مٺي تعلقي ٽنڊي باگي ۾ مدفون آهي. جڏهن هو چاليهن ورهن جي عمر جو هو، تہ حضرت پير صاحب پاڳاري پير محمد راشد روضي ڌڻي جو مريد ۽ خليفو ٿيو. سندس چيان نار دارا خليفا ڪري سڏيا ويندا آهن.

خليفي صاحب جو سنڌي ڪلام بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل آهي، ۽ شاهہ جي رسالي جي نموني تي مختلف سرن تي ٻڌل آهي. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سندس رسالي مرتب ڪري، سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1966ع ۾ ڇپايو آهي. سلوڪ جا اسرار و رموز نهايت سهڻي نموني سمجهايا اٿس ۽ اسلام جي اخلاقي اقدار جي اپٽار دلڪش ۽ پراثر نوع ۾ ڪئي اٿس.

## خليفي جو ڪيڏارو:

سنڌي شاعريءَ ۾ ڪيڏاري جو مضمون ڪربلا جو واقعو رهيو آهي. البت خليفي صاحب ان مضمون کان هٽي، هن سُر ۾ ڪرڙيءَ جي جنگ جي واقعن کي بيان ڪيو آهي، جنهن جو تاريخي پس منظر مٿي بيان ڪيو ويو

آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ هي پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌ سان محبت جي جذبي ماتحت ڪيڏاري جي مضمون ۾ جدت پيدا ڪري، پنهنجي ڪيڏاري ۾ سنڌ جي شهيدن کي ڳايو آهي، ۽ سنڌي سورهين جي سورهيائي بيان ڪئي آهي. اهوئي سبب آهي، جو خليفي صاحب جي هن سر ۾ قوميت ۽ وطنيت جو رنگ ملي ٿو جنهن ڪري هن سر کي سنڌي قومي شاعريءَ جو بنيادي پٿر چئي سگهجي ٿو. هو شاهه شجاع کي تنبيهه ٿو ڪري، ته سنڌ، سورهين جو ساٿيهه آهي، انهيءَ ڪري، تون سک سان سمهڻ جو خيال دل تان لاهي ڇڏ:

شجاع! ويهُ مَ سنڌ، اوڏا اڏي نجهرا،
هتي راوت رند، وتن قلعي ڪوڏَنا.

سنڌ ڌرتيءَ جي ڪونڌرن جي ويڙهه جي جذبي جو ذڪر هن طرح ڪيو اٿس:

ڪونڌ قلعي جا ڪوڏيا، نُونڌ نچندا پَسُ،
ڇڏي تن ترس پلٽيو شاهه پناڻ تي.

متي آرڻ اڄ، ڪونڌ ڪڏندي آئيا،
پڙ ۾ پهلوانن کي لڏڻ ڏي نه لڄ،
پيٽُو وڃن پَڄُ، سانو ٿين سامهان.

هو سنڌي سرويچن کي سمجهائي ٿو، ته هيءَ زندگي فاني آهي. انهيءَ ڪري ڦورن ۽ ويرين کان وير وٺن:

هلو ملهو مانجهيا، ويرين وٺون وير،
جيئڻ ٿورا ڏينهڙا، پوءِ ڳٽبا پير،
ٿيندو سڌ سوير، صبح شهيدن کي.

خليفو صاحب، سنڌي سورهيه کي صلاح ٿو ڏئي، ته دشمن کي نيست ۽ نابود ڪرڻ ۾ دير نه وجهو؛ دشمن جي چالاڪيءَ ۾ اچي، متان ڪنهن مصلحت جو شڪار ٿيو آهين:

هڻ ڪتارو ڪات، ويري ويرمر نه سهي،
مڃڻ ڪا مصلحات، ڪانئر وجهيئي ڪن تي.

سنڌي مرد ته مرد، پر سنڌي عورت جا جذبات خليفي صاحب جي زباني ملاحظه فرمايو:

جي تون پٺي آئيين، نه اوڏو مون مَر اچ،
تو ڳل ڏيان ٻانهڙي، ڪر ڪي لايان ڪڄ،
مون سهائي سچ، ڪوڙيون ڪانڌن ڪوڏيون.

سنڌي ماءُ ٻہ منهن مٿانهون تڏهن ٿي ڪٿي، جڏهن سندس پٽ دشمن ۾ لاٻارو وجهي. ٿئي ٿو، يا پڙ تي پرزا ٿئي ٿو:

پيچ مَ پيچين لاءِ، پاءِ پانجاري ان سين،
ميڻ تنهنجي ماءُ، منهن مٿانهون نہ ڪٿي.

خليفو صاحب سنڌي سورهيہ کي صلاح ڏئي ٿو، تہ ايستائين وڙهندو رهہ، جيستائين دشمن جو وجود صفا ختم ٿي نہ وڃي:

ڪٽارو مَ ڪڍ، ويريءَ جي وجود مان،
وڍنيو وينو وڍ، آندو وجهي آڳرا.

هيٺي تي حملو ڪرڻ بزدلي آهي. انهيءَ ڪري خليفو صاحب سورهيہ کي صلاح ڏئي ٿو، تہ جيڪو تو سان وڙهي، ان سان وڙهہ، پر هيٺي تي هٿ نہ ڪڻ:

وڙهہ وڙهندن ساڻ، هيٺي هڻ مَ هٿڙا،
ڪڏائي ڪيڪاڻ، غازي مار غنيم کي.

ويڙهہ جي ميدان تي سنڌين جي وڙهڻ جو نقشو هن طرح چٽي ٿو:

رڻ ۾ مٿـــي رانـــد، اڄ اڳـهـوري آئـيـا،
ڪونتن ڪلها ڪڍيا، پاسي تـي پسمانـد،
چمڪيون چٽني پاند، مٿي سرِ سرواهيون.

ســوپ، ســر ڏيڻ ســان ئي ســرنـدي آهـي. انـهيءَ ڪـري هـو سنڌي سورهين کي صلاح ڏئي ٿو، تہ سنڌ جي سوپ تان سسيون گهوري ڇڏيون، ڇاڪاڻ جو اهو ملهہ مهانگو نہ آهي:

سوپون سر گهرن، سر ري سوپ نہ سپجي،
سوپ براَبر سسيونَ، توريان تان نہ تُرن،
جي هينڙي منجهہ هرن، سي مل مهانگا سپرين.

خليفي صاحب جي ڪيڏاري ۾ مذڪور تاريخي واقعن جا اهڃاڻ صاف ملن ٿا. شجاع سان ڪرڙيءَ جي ميدان تي جيڪا فوج وڙهي هئي، ان جو سپهہ سالار غلام مرتضيٰ هو، جيڪو گولي شاهہ جو پٽ هو. گولو، کهيري بلوچن جي قبيلي جو هڪ سردار هو، ۽ مير سهراب خان جو وزير ۽ سپهہ سالار هو. انهيءَ ڪري ئي گولي کي "شاهي" جو لقب مليو. اڄ بہ سندس اولاد "شاهاڻي" سڏائي ٿي. خليفو صاحب گولي شاهہ جي پٽ مرتضيٰ

جي بهادريءَ جي تعريف ڪندي چوي ٿو، تہ مير صاحب (مير مراد اعلي خان خيرپور وارو) چو نہ فخر ڪري، ڇاڪاڻ جو مرتضيٰ جهڙو مڙس سندس ٻانهہ ٻيلي آهي، جيڪو دشمن کي ناس ڪري سگهي ٿو:

سو مَرُ مرڪي مير، مَلُ جنهن جو مرتضيٰ،
دٻائي دشمن، ڪنڌ ۾ ڪوڙي ڪير،
هادي همه گير، هٽي ڪُند هٽن سان.

## آندل فقير جو ڪيڏارو:

خيرپور جي هڪ سنڌي شاعر آندل فقير بہ ڪرڙيءَ جي جنگ جو احوال بيان ڪيو آهي. هو سنڌ جي سورهيہ جو جهان خان جي ويڙهہ جو احوال ڏيندي چوي ٿو:

منهن گهنڊي چپ وات ۾ نر ڪيو نعرو،
جيئن اچي اوهيڙا ڪري، سارنگ سوپارو،
ڪي لهي وڏ ڦڙو واڪا ڪري، وبتر وسڪارو،
جيئن سانوڻ ماهہ درياءَ ۾ ٿئي وڏ ڏڏڪارو،
تيئن سمندر جي سپاهہ ۾ تنهن، مري وڏو مارو،
تيئن روح اتي رتو ڇاڻ ڪئي، جنهن جي ارڻ استارو،
اتي اوتارو، عزاريل اچي اڏي.

هڪ انگريز ڪئپتن گولڊ سمڊ لکيو آهي، تہ سيد ڪاظم شاهہ جي شهادت جي رات آسمان تان تارا ڪرندي نظر آيا. سيد ڪاظم شاهہ نيڪ، خدا ترس ۽ ديني علمن جو ماهر هو. سندس وفات تي شڪارپور جي رهواسين کي سخت صدمو رسيو. سنڌ جي سورمن تہ پاڻ ملهايو، پر سنڌ جا ٽالپر امير ست سهي نہ سگهيا؛ ۽ افغانن سان ٻيهر مهاڏو ڏيڻ بدران، لاڙڪاڻي ۾ گڏ ٿي صلاح ڪري، افغانن سان صلح ڪيائون. ان جو سبب اهو هو، جو سنڌ جا امير هڪ طرف انگريزن جي سازش جو شڪار ٿي رهيا هئا، ۽ ٻي طرف پنجاب جو حڪمران رنجيت سنگهہ، سنڌ جي سائي ستابي ملڪ ۾ اکيون وجهيو ويٺو هو. انهيءَ ڪري افغان حڪومت سان صلح ڪرڻ کان سواءِ ڪين ٻيو ڪو چارو ئي ڪونہ هو؛ جنهن جا هو اڳ ۾ ئي ڏن ڀرو هئا.

# سامي ۽ جا سلوڪ

## سامي جي سوانح عمري:

بلند پايه هندو ويدانتي شاعر ڀائي چين راءِ، سامي شڪارپور جي مردم خيز شهر ۾ تولد ٿيو. هو بچومل جو پٽ ۽ ذات جو لنڊ هو. سندس پيءُ جيئن تہ آسودو ماڻهو هو. تنهن ڪري هو لاڏ ڪوڏ سان پليو. ان هوندي بہ سندس دل نندڍي هوندي کان ئي ساڌ سنگت ڏانهن مائل هئي. ڀرپور جوانيءَ ۾ سندس ملاقات ويدانتي مهاپرش سوامي مينگهراج سان ٿي، جنهن جي سنگت کيس رڱي ريٽو ڪري ڇڏيو. سوامي مينگهراج پاڻ هو ۽ احمد پور (بهاولپور) جو ويٺل هو. سير سفر ڪندي اچي شڪارپور ۾ نڪتو هو، ۽ هاٿي در جي لڳ هميداس جي ٽڪاڻي ۾ رهندو هو، هو وڏو ودورن ۽ آتم گيان جو پنڊار هو. ڀائي چين راءِ ان گروءَ ۾ ايڏو تہ گم ٿي ويو، جو پاڻ ئي وساري ڇڏيائين ۽ جيڪو بہ ڪلام چيائين ان ۾ پنهنجو نالو لڪائي، پنهنجي گروءَ جو نالو ظهار ڪندي، سامي تخلص استعمال ڪيائين. يعني هي جيڪي ڪجهہ چيو ويو آهي. اهو مان نہ چيو آهي، پر منهنجو گروءَ جي دين آهي.

آخر اهڙو اچي ويراڳ لڳس، جو ٻارين ٻچين امرتسر هليو ويو، جتي ڪجهہ وقت رهي، وري ماڳ موٽي آيو، ان وقت هو آتم گيان سان مالامال ٿي چڪو هو، پر هن اهڙي نموني زندگي گذارڻ شروع ڪئي جيئن کيس لوڪ لکي نہ سگهي. هو ذات پات ۽ ڌرم جي ٻنڌڻ کان آجو ٿي چڪو هو. خلق جي خدمت لاءِ پنهنجي خياتي وقف ڪري ڇڏيائين، ڪيترن ئي ماڻهن کي آتم گيان جو سبق سيکاري سؤ سالن جي عمر ۾ 1850ع ۾ چالاڻو ڪيائين.

## ساميءَ جا سلوڪ:

سامي پنهنجي سکيا کي بيان ڪرڻ لاءِ سلوڪ چيا آهن، جيڪي هو لکندو مٽ ۾ وجهندو ويندو هو. پوءِ انهن سلوڪن کي هٿ ڪري ڪتاب جي صورت ۾ آڻي انهن کي ڇپايو ويو. سندس سلوڪ فن توڙي مضمون جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت ۽ مفرد حيثيت رکن ٿا. هتي ساميءَ جي سلوڪن جو فني ۽ فڪري جائزو پيش ڪجي ٿو. ان سان گڏ مناسب موقعن

تي ساميءَ جي سلوڪن ۾ شاهه جي شعر، اسلامي تصوف ۾ ويدانيت جو تقابلي مطالعو به پيش ڪيو ويندو.

## ويدانت:

حضرت مولانا روم جي مثنويءَ لاءِ چيل آهي:

"هست قرآن در زبان، پهلوي."

شاهه لطيف به پنهنجي بيتن لاءِ چيو آهي:

"جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين."

اهڙي طرح ساميءَ چوي ٿو. "ويدن جو ويچار يعني ويدن جي تعليم مون سنڌي ۾ بيان ڪئي آهي." چوي ٿو:

"ويدن جا ويچار، سي سنڌيءَ منجهه سڻايم."

اها حقيقت به آهي، سندس سلوڪن ۾ ويد، اپنشد، سوتر، ڀاڳوت گيتا وغيره ڪتابن جي تعليم سمجهايل آهي:

هڪ اپنشد جو مطلب آهي:آتما اندرين، من ۽ بڌيءَ کان پري، انهيءَ جلوي کي لوچي لهجي." شنڪر آچاريه اهو قول هن طرح بيان ڪيو آهي:

"منو بڌي اهنڪار، چتاني ناهم."

سامهي اهو ويچار هن طرح ٿو آڻي:

"من بڌ واڻيءَ کون پري اندرين آگوچر."

ويدن کان پوءِ سوترن جو دور ٿيو. ننڍا ننڍا سنسڪرت جا جملا ناهيا ويا. جن ۾ اونهو مطلب سمايل هوندو هو. انهن کي "سوتر" سڏيائون. ائين جيئن پهاڪا ٿيندا آهن. پروفيسر مئڪس ملر سوترن جي تعليم جي نموني جي، پنهنجي ڪتاب Six Systems ۾ ڏاڍي تعريف ڪئي آهي. ساميءَ به اهو ساڳيو رستو ورتو آهي. سندس سلوڪن مان اهڙي قسم جا ڪجهه مثال ڏجن ٿا:

"ٻاري ۾ ٻاٽي، تيئن ويا ڪ وس ۾ "
"جيئن گهاگهر لوڻ،تي پرڻ هلي ٻاٽي"
"جيئن ڪيلوٽو ڪند جو"

"ڪيڏانهن منهن ڪماند جو، ڪيڏانهن چري ٿو ڏگو"

انهيءَ هوندي بهساميءَ ڪٿي به ڪنهن ڌرمي ڪتاب جي اصل عبارت شاهديءَ طور نه آندي آهي؛ جيئن ڀٽائي صاحب يا ٻين مسلمان صوفين ڪيو آهي. سامي فقط اشاري کان ڪم ورتي ٿو. مثال:

"گيتا ۾ ڀڳوان ارجن کي ائين چيو"

## تصوف ۽ ويدانت:

ويدانت ۽ اسلامي تصوف جون ڪيتريون ڳالهيون هڪ جهڙيون نظر اچن ٿيون. انهيءَ ڪري ڪن محققن جو رايو آهي، ته اسلامي تصوف تي ويدانت جو اثر آهي. انهن محققن مان پروفيسر حبيب ۽ مولانا آزاد جا نالا قابل ذڪر آهن. چون ٿا، ته جڏهن عباسي خليفن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۽ هند جا پنڊت بغداد ويا، ۽ وڃي سنسڪرت ڪتاب عربي ۾ ترجمو ڪرايائون، تڏهن ويدانتي فلسفو عرب دنيا ۾ پکڙجي ويو، جنهن کان عرب فلسفي ۽ صوفي گهڻو متاثر ٿيا. منصور لاءِ چيو وڃي ٿو ته هن نه فقط بغداد مان هندو فلسفي جي تعليم حاصل ڪئي، پر خود هندوستان اچي هندو فلسفي جو مطالعو ڪيائين. ان هندو فلسفي جو اثر هو جو هن "اناالحق" جو نعرو هنيو. ڇاڪاڻ جو هندو فلسفي ۾ اهڙيءَ معنيٰ وارو فقرو "اهم برهم اسمي" (مان خدا آهيان) اڳ ۾ ئي موجود هو. اهي آهن انهن محققن جا دليل، جي ويدانت جو اثر اسلامي تصوف تي ثابت ڪن ٿا. انهن جي راءِ ڪيتري قدر درست آهي. ان کي ڪنهن ٻي موقعي لاءِ ڇڏيندا، هتي فقط ساميءَ جي سلوڪن جي روشنيءَ ۾ ايترو ڏيکاربو ته ڪيتريون ڳالهيون اسلامي تصوف ۽ ويدانت ۾ هڪ جهڙيون آهن. ان لاءِ به ٽي مثال هيٺ ڏجن ٿا.

1- وحدت الوجود جي نظريي جي صوفين جو خيال آهي ته: پرينءَ کي پاڻ ۾ ئي ڳولهڻ گهرجي. ان کي ٻاهر ڳولهڻ اجايو آهي پٽ ڌڻيءَ فرمايو آهي:

"وحين چو وڻڪار، هت نه ڳولهين هوت کي."

سنڌيءَ جو مشهور ويندانتي شاعر، سامي به اهوئي خيال ظاهر ڪري ٿو:

رهي هوت حضور، سامي سڀ ڪنهن جي:
پرم ۾ پلي ڪري، مورک ڄاڻن ڏور:
راتيون ڏينهن مرمر ري، مرن سنسي سور،
چڙهي پڪي پور، ٿيا مقابل محبتي.

پرين کي پاڻ ۾ ڳولهڻ واري نظريي لاءِ اسلامي تصوف وارا، قرآن حڪيم جي هيءَ آيت" ونحن اقرب اليه من حبل الوريد" (اسان هن کي، ساهه جي رڳن کان به ويجها آهيون) شاهديءَ طور آڻيندا آهن. پٺائي صاحب فرمائي ٿو:

"ونحن اقرب اليه من حبل الوريد، تنهنجو توهي ساڻ."

سامي به چوي ٿو، تنهنجو محبوب توکان، وک جيترو پنڌ به پري نه آهي:

"ڪو ڪوهه، نه اڌ ڪوهه، نڪو پير پري."

مطلب ته، ساميءَ جا اهڙا تمام گهڻا سلوڪ ملن ٿا، جي انهيءَ نظريي جي اپٽار ڪن ٿا، ته "پرين پاڻ ۾ئي آهي."

2- وحدت الوجودي صوفي "همه اوست" جا قائل آهن. ان موجب هو چوندا آهن. "هرشيءِ انهيءَ ذات مطلق جو جلوو جاري ۽ ساري آهي." شاهه صاحب فرمايو آهي:

"همه منصور هزار، ڪهڙا چارهيو چاڙهئين"

"ٻـرَنِ ٻيـلايـن جـا چـوڌاري چـڙا"

سامي اهو خيال هن طرح ظاهر ڪري ٿو:

خالق منجهه خلق، خالق سڀ خلق ۾،
سمجهي ڪو سامي ڇڃي، ورلو جن هڪ،
مهرڪري مالڪ، جنهن تي پرچي پاڻيهي.

3- سامي بت پرستيءَ کي ننديي ٿو. هو فقط انهي هڪ ذات مطلق کي، پنهنجي پاڻ ۾ ڳولهڻ جي هدايت ڪري ٿو. چوي ٿو:

سامي سنت سجاڳ، ڪوڙين ۾ ڪو هڪڙو،
مٽيو جنهن جي من مون، گرهڻ ۽ تياڳ،
ڪيلي انييءَ ڦاڳ، سدا پنهنجي پاڻ سان.

4- مسلمان صوفين، انهن عالمن کي نندين آهي. جي فقط ظاهري علم تي فخر ڪندا آهن. ساميءَ به، ويدن ۽ پرانن جي ظاهري علم رکندڙن لاءِ اهو خيال ظاهر ڪيو آهي:

ويد پران پڙهي ڪري، ٿو لوڪن ريجهائين،
سپريان جي سڪ ۾ جهاتي نه پائين،
چاهه نه چکائين، تون پسين ڪئن پرينءَ کي.

ساميءَ اهو خيال به ظهار ڪيو آهي ته، ويدانت ۽ قرآن حڪيم جي تعليم جو مقصد هڪ آهي:

"ويد، پران، قرآن ڪو سيني ۾ هڪ سوت."

هڪ ٻئي هنڌ، موجوده مسلمانن بابت پنهنجو خيال به پيش ڪيو اٿس.

مومن مسلمان، ڪوڙين ۾ ڪو هڪڙو،
جو وصل ٿي وحدت ۾ ڪدي غير گمان.

اهڙيءَ طرح ڀِٽائي صاحب به مسلمانن لاءِ ائين چيو آهي:

ان ۾ نه ايمان، جنءَ ڪلمي گو ڪونائين،
دغا تنهنجي دل ۾ شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان. اندر آذر آهئين.

## نهٺائي:

ساميءَ وٽ هٺ ۽ تڪبر جو ذرو به ڪونه هو. شاهه صاحب جيان هن پاڻ کي ڏٺيءَ جي درگاهه ۾ ڪجهه به نه ڄاڻايو آهي. آزي نيزاري ڪري، شاهه صاحب وانگر چيو اٿس ته:

"ڍولڻ ڍڪڻ ٿيءُ، ڏٺي پاند پناهه جو."

انهيءَ اصول جا هڪ ٻه سلوڪ هت ڏجن ٿا:

1- هٺي هوڏ نه ڪر، مٺي محبوب سان،

2- پيهين چڪيون، ڍوءِ پاڻي محبت مٺيون پر،
ته دوست تنهنجي در، پيهي اچي پاڻهي.

هن سلوڪ جي ٻيءَ سٽ ۾ ته هو شيوا جي به تلقين ڏئي ٿو. چوي ٿو ته، محبوب جي راضپي لاءِ چڪيون پيهڻ ۽ مٽيون پرڻ خوشيءَ سان قبول ڪر ته، دوست، تنهنجي رياضت تي راضي ٿي، تو وٽ پاڻ پيهي اچي." وري ٻي هنڌ شيوا، يعني رياضت جي تعريف ڪندي چوي ٿو، " ته جن شيوا ڪري ان مان ڪو فائدو پرائي ڏٺو ته هو پوءِ شيوا ڪرڻ ۾ لوڪ جي طعن تنڪن تي ڪوبه ڌيان نه ڏيندا. ڪابه تڪليف سر تي ايندن ته خوشيءَ سان سهندا ۽ اتان ئي هميشه محبوب جو مشاهدو ماڻيندا.

شيوا منجهان جن، لڌو لعل اڻ ملهو،
سي سامي سڪ سچيءَ سان، سدا شيوا ڪن،
لنيون: مڪان، موچڙا سيئي سهن،
اتان رنگ رهن، انئي پهر عجيب جي.

## جهان فاني:

صوفي شاعرن جيان، هن به ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي، ته هي جهان فاني آهي ۽ ڪيس حقيقي وجود ڪونهي، تنهن ڪري ان جي موهه ۾ ڦاسڻ نه گهرجي، سامي هن جهان کي خواب جي دنيا ۾ رج ۾ پاڻيءَ جي ڏيکاءَ سان ڀيٽ ڏني ٿو:

"جيئن سڪ سيني جو، مرگهه ترشنا جو جل"

شاهه صاحب هن دنيا جي شين کي واريءَ جي ڪوٽ سان تشبيهه ڏني آهي:

ڪڏهن ڳاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهه مقام ۾،
واريءَ سندا ڪوٽ، اڏيون اڏيندا ڪيترا.

## عشق:

صوفين جي نظر ۾ عشق ڪا تورڙي ڳالهه نه آهي، پر وڏي آزمائش آهي، هي ڪو چرچو يا راند نه آهي، جيئن ڀٽائي صاحب چوي ٿو، "عشق نه آهي راند، جيئن ڪيڏن ٻيرو." پر عاشقيءَ جي دعوٰي ڪرڻ لاءِ سرجون سٽون ڏيٿيون پون ٿيون. سامي چوي ٿو:

"موورکن مذاق، لاتڻ عشق الله سان."

ٻي هنڌ چوي ٿو:

سڀ ڪو ڪوٺائي منهن سان عاشق پاڻ کي،
ڪو ورلو پاڻ پتنگ جان، جيئندي جلائي،
جنهن کي لکائي، سامي درس سپرين.

شاهه لطيف به چيو آهي، ته عشق جي ميدان ۾ سر جو سانگو ڪرڻو ناهي:

محبت جي ميدان ۾ ڪڏي پؤ ڪاهي،
چڏ آسانگا ارواح جا، لاهوتي لاهي،
عشق نانگ آهي، خبر ڪاڏن کي پوي.

عشق نہ آهي راند، جيئن کيڏن ٻيرو،
جيءَ جسي ۽ جان جي، پڇي جي هيڪاند،
سسي نيزي پاند، اچل تہ اڏ تني.

عاشق اٿين نہ هون، جيئن تون سڄي انگڙين،
وڃي در دوستن جي، راتيان ڏينهان رون،
بيءَ ٻير ڪنه نہ پون، ماڪر محبوبن سين.

سامي سمجهائي ٿو، تہ هن ڪائنات جي ڪثرت ۾ وحدت ڪارفرما آهي:

ٻاري ۾ ٻاٽي، تيئن ويا ٻڪ وسي سڀ ۾،
سوڪر سنڌ ٻرين جي، ڪنهن چاٽائي چاٽي،
سامي سماٽي، تنهنجي سرت سروپ ۾.

سامي سڀ ديدار، اٿيئي عجيبن جو،
جاءِ ڏني سين ڪانڪا، آتم ري اُون،
ٽيئڙو چت چورن، سامي ڏس سروپ کي.

شاهہ لطيف بہ ڪيترن ئي بيتن ۾ اها حقيقت بيان ڪئي آهي.

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين ڪٹس ڳڙڪيون،
جيڏاه ڪريان ٻرڪ، تيڏاه صاحب سامهون،

ڪوڙين ڪايائون تنهنجيون، لکن لک هزار،
جي سڀ ڪه جي سين، درسن ڏارو ڏار،
ٻريتم تنهنجا ٻار، ڪهڙا چئي ڪهرا چئان.

ساميءَ چئي ٿو، تہ ان ٻرينءَ کي ٻري ڳولهڻ، اوديا جو اهڃاڻ آهي.
ان کي ٻاڻ ۾ ئي پسي گهجي ٿو:

رهي هوت حضور، سامي سڀ ڪنهن جي،
ٻرم ٻلي ڪري، مورک چاڻن ڏور،
راتيون ڏينهن مرم ري، مرن سنسي سور،
چڙهي ٻڪي ٻور، ٽيا مقابل محبتي.

شاهہ صاحب اهو خيال هن طرح بيان ڪيو آهي:

وڃين ڇو وڻڪار، هٿ نہ ڳولهين هوت کي،
لڪو ڪين لطيف چي، ٻاروچو ٻي ٻار،
ناٿي نيڻ نهار، تو ۾ ديرو دوست جو.

ساميءَ جي ٻين سلوڪن ۾ اهو خيال بيان ڪيل آهي:

محل منجهي آهين. سڏا تورا سپرين،
هيڏي هوڏي هٿڙا، مورک ٿا پائين،
پاڻ پلائي پنهنجو، ٿا دردر ليلائين،
سمجهي سمائين، ورلاڪي وسرام ۾.

روحاني راز سڀ ڪنهن کي سلڻ جهڙا نه هوندا آهن. سامي چوي ٿو:

در در ڪين ٻڌاءِ، سامي سڪ پرين جي،
انتر مک ادب سان، لنؤ لڪائي لاءِ،
ته لنؤ لنؤ منجهه لڪاءِ، مورت محبوبن جي.

پريان سندي پار جي، جن کي ڪنئون پيئي ڪل،
سي ٻاهر ٻاڦن ڪينڪي، اندر ولن وَل.
ليون اندر ڏَل. تن پورا ڪيا پنهنجئي.

شاهه صاحب به اهو خيال بيان ڪيو آهي. فرمائي ٿو:

نهائيءَ ڪان نيه، سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينه، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري.

صوف بزرگن سمجهايو آهي، ته ظاهري علم روحانيت جي راه ۾
ڪاوٽ آهي. قاضي قاضن چيو آهي:

سيئي سيل ٽئام، پڙهيام جي پاٺان،
اکر اڳيان اپري، واڳون تي ورئام.

شاهه لطيف چيو آهي:

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٺان ڏوهه چڙهن، جيئن ورق ورائن وترا.

اکر پڙهه الف جو، ورق سڀ وسار،
اندر تون اجار، پنا پڙهندين ڪيترا.

جيئن جيئن ورق ورائين، تئن تئن ڏنو ڏوهه،
ته کهڙي کبو کوهه، جي رهيءَ رهيو نه سپرين.

ساميءَ به پنهنجي سلوڪن ۾ اها ڳالهه بيان ڪئي آهي.

لکين هزارين، ويد پڙهي وادي ٿيا،
ورلو کو گرمک ٻجهي، وڏ سان ويچاري،
آٿي من پون کي، اندر آتاري،
نانت نواري، سيتل ٿئي سامي چئي.

پوٿر پلالي، ڪوڙين گهمن ڪيترا،
ڳالهيون ڪن زبان سان، خلوت جون خالي،
جاڳي ڏسن ڪينڪي، خاوند خيالي،
لنؤ لنؤ منجهه لالي، سامي تنهن سروپ جي.

ويدن جا وادي، اسين آهيون ڪينڪي،
نڪي ڄاڻون چت ۾، اسين اٽڪل استادي،
سامي ڏنو ستگروءَ، انيءَ لک آدي،
اها مُرادي، سوگهي آهي ساهه ڪون.

ٻولي:

سامي شڪارپور جو وينل هو، تنهن ڪري سندس ٻولي سريلي محاوري جي شڪارپوري لهجي جو عمدو نمونو آهي. سري ۾ واحد ۾ ”آن“ ملائي جمع بنايو ويندو آهي. سامي به ”آن“ وارا جمع ڪتب آندا آهن.

”آهن اگم اپار، راهان رام ملڻ جون.“
”عشق ڪمايو جن، پڇ تنين کون خبران.“

شڪارپور ۾ ”کان“ جي بدران ”کون“ چوندا آهن. سامي به ”کون“ آٿي ٿو، جيئن مٿي بيان ڪيل پوئين سٽ مان پڌرو ٿيندو.

ساميءَ پنهنجي سلوڪن ۾ سنسڪرت ۽ هندي لفظ گهڻا ڪتب آندا آهن. ايتري قدر جو ڪٿي ته، سڄي سٽ ۾ يا ته ڪو به سنڌي لفظ نه ليندو يا ته، هڪ اڌ سنڌي لفظ هوندو. اهو به حرف يا فعل نه هوندو. مثلاً:

”سيل سنتونک نر ويرتا، سيوا ديا ڌرم،
تپ تيرٿ جڳ هوم ورت، سامي سک مر.

انهيءَ ڪري ڪي سلوڪ عام هندن کي به سمجهه ۾ نه ايندا. ٻوليءَ جو استعمال سندس ماحول تي منحصر سمجهڻ گهرجي، هندن جي سنڌي ٻولي، هندي ۽سنسڪرت ۾ ورتل آهي. جهڙيءَ طرح مسلمانن جي سنڌيءَ ٻوليءَ تي عربيءَ ۽ فارسيءَ جو اثر گهڻو ٿئي ٿو. هي هندن جي گهر ڄائو ۽

سندس صحبتي به هڪ ٻانيڻ هو. انهي ڪري هندي ۽ سنسڪرت لفظ سندس ٻوليءَ ۾ وڻي ويا. هن ڪان ٻوليءَ جي باري ۾ شايد ڪنهن سوال به پڇيو هو. جنهن جي جواب ۾ هي سلوڪ چيو اٿس:

فارسي ۽ هندي، سنت چون ٿا ڳالهه هڪ،
سمجهي ڪو سامي چوي ٻيائيءَ بنا ٻندي،
چڙهي انيڀيءَ اچ تي وٺي راه رندي،
پائي گيان گندي، سمهي سڪپت سيج تي.

ائين به نه آهي ته، ڪو ساميءَ عربي ۽ فارسي لفظ ڪم نٿي ڪونه آندا آهن، ڪيترا عربي ۽ پارسي لفظ به پنهنجي سلوڪن ۾ ڪتب آندا اٿس. هن هڪ ئي سلوڪ ۾ ڏسو ته، ڪيترا لفظ ڪم آندا آهن.

عجائب عقل، سالڪ ڏنو سڪ سان،
سمجهي روح راضي ٿيو، ڇڏي هنگامو هل،
چڙهي نورمحل ۾ ڪيائين حق حاصل،
وحدت ۾ واصل، پرچي ٿيو پريم سان.

جيئن هندو عربي ۽ پارسي لفظن جا غلط اچار ڪندا آهن. ساميءَ به اهي لفظ ان غلط نموني پنهنجي سلوڪن ۾ آندا آهن. ان لاءِ ساميءَ کي ڏوهه ڏئي نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ جو هو عربي پارسيءَ جو عالم نه هو. هن جيئن لفظ پنهنجي ماحول مان ٻڌا آهن. تيئن استعمال ڪيا اٿس. مثلاً:

"ڇاڻ وڃائي پانهنجو، ٿي محبت ۾ مو"

هتي "محو" کي "مو" ڪري ڪتب آندو اٿس. ڪٿي ڪٿي وري قافيي پوري ڪرڻ لاءِ غلط لفظ ڪتب آندا اٿس.. مثلاً هيٺينءَ سٽ ۾ "فارغ" کي "فارق" ڪري آندو اٿس.

"سامي ٿيا سنسار جي ڦرني ان فاروق"

هيٺينءَ سٽ ۾ وري "داغ" کي "داڳ" ڪري ڪتب آندو اٿس:

"صاف ڪيائون دل کي، لاٿي دنيا داڳ"

قافيي پوري ڪرڻ لاءِ هيٺين سٽن ۾ "رضا" کي "رجا"، "مزا" کي "مجا"، "حُوض" کي "کوج"، "سرود" کي "سروج" ۽ "هرروز" کي "هروج" ٿو چئي.

ڪوجي لڌو ڪوج، پر پريم نگر جو،
ٻڌائيان ٻانيڻ چوي، تنهن ۾ سهج سروج،
هردي منجهه هروج، درسن ڪري دوست جو،

"منيائون محبوب جي، سامي سڀ رجا،
ملي ڪن مجا، ستهه سڌ سروپ جي."

## قافيو:

نه فقط ايترو پر قافيي کي پوري ڪرڻ لاءِ ٺيٺ سنڌي لفظ به غلط استعمال ڪيا اٿس. گرامر موجب ۽ عام گفتگوءَ موجب "وڃڻ" جو ماضي ٿيندو، "ويو" پر سامي "وڃو" تو آڻي.

"اوديا اوندهه نه رهي، انهد ناد وڃو."

چاڪاڻ جو انهيءَ سلوڪ جو قافيو هن طرح آهي.

ڏيڪاريائين ڏيل ۾، ساکي پرش سڄو.
اوديا اوندهه نه رهي، انهدناد وڃو.

مطلب ته، ساميءَ جو قافيو ڪچو آهي. قافيي ۾ هو"ق" ۽ "ڪ" "غ"، "گ" وغيره لفظن جي تميز به نٿو ڪري. مثلاً.

وسياسيءَ ورق، پڙهيو.پريم پرتيت جو،
تنهين ۾ تد روپ ٿي، ڪيائين حاصل حق.
سدا رهي سامي چوي، گلگن منجهه عرق،
ميٽي سنسو شڪ، ماٺي دور درس جو.

## وزن:

فني لحاظ کان ساميءَ جا سلوڪ، چند وديا تي پڪا پختا آهن. سندس سلوڪن جو ماترائون ڪٿي به گهٽ وڌ نه ٿيون ٿين. سندس ڪنهن به سلوڪ ۾ چئن کان مٿي سٽون نه آهن. جيتوڻيڪ ڪانئس اڳ سنڌي بيت ۾ چئن کان مٿي سٽون مروج ٿي چڪيون هيون. قافيو گهٽو ڪري پوئينءَ ۽ پهرئين سٽ جي وچ ۾ آڻي ٿو.

## اختتام:

ساميءَ جي سلوڪن جي ٻولي جيتوڻيڪ مسلمانن لاءِ ڏکيرڙي آهي. تڏهن به سپڪ سواديءَ پر اثر آهي. سندس سلوڪ هڪ ماٺيٽي درياه مثل

آهن. جنهن ۾ نہ لهرون ۽ نہ لوڏا آهن ۽ نہ ڪَنَ ۽ ڪڙڪا. سندس ڪلام ۾ نہ درد ۽ نہ وصل جا ورلاپ آهن. سندس سلوڪن ۾ مجازي عشق جي جهلڪ نظر نہ ايندي.

فني لحاظ کان بہ سندس سلوڪن ۾ نہ بلند خيالي آهي، نہ نازڪ خيالي، نہ معنيٰ آفريني آهي ۽ نہ بندش جي چستي ۽ نہ رنگ آميزي، تنهن کان سواءِ سندس ڪلام ۾ شاعرن وارو مبالغو ۽ وڏاءُ بہ ڪونهي. مطلب تہ سندس سلوڪن ۾ اهي صنعتون ڪونهن، جن تي شاعريءَ جي فن ڄاڻڻ وارا بي اختيار ٿي ويندا آهن، ۽ سخن جو داد ڏيندا آهن. ان کان سواءِ ڪيترن هنڌن تي اُچار بہ پورا ڪين ملندا ۽ سنڌي بہ ڪچي نظر ايندي. جهڙوڪ سادگي لفظن جو تڪرار، ميٺاج پيدا ڪري ٿو. تڪبندي رواني ۽ ڪشش.

سندس سلوڪن ۾ ويدانت جي سکيا، سادي ۽ سڌي سنئين نموني سيکاريل آهي. سندس سمورو ڪلام هڪ رس ڀريو ۽ ٺار ٺري نصيحت آهي. جا من کي شانتي ڏئي ٿو. هو چوي ٿو تہ، ”جو تا اجايو مايا، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار جا غلام ٿي، سنسار جا ڏک ڀوڳيو.“ ان سان گڏ هو سچي سک ۽ باطني سير جا بيان بہ جدا جدا نموني ڀڌائي ٿو. سامي اهي سلوڪ ۽ ويدانت جن ڳالهيون اشارن ۽ ڪناين ۾ نٿو ڪري. پر کلئي نموني ڀڌائي ٿو. ان هوندي بہ ڪٿي ڪٿي تشبيهون ۽ استعارا بہ ڪم آندا اٿس. فني توڙي فڪري لحاظ کان ساميءَ جا سلوڪ سنڌي ادب ۾ انفرادي حيثيت رکن ٿا. ڪوبہ هندو سنڌي شاعر ساميءَ جي سلوڪن جي حيثيت جو شعر چئي نہ سگهيو آهي.

ساميءَ جا سلوڪ بہ اسان جي سنڌي زبان جي سونهن سوڀيا آهن. انهن ۾ بہ عرفان ۽ ايقان جا موتي پوتل آهن. جن کي پيتيءَ مان ڪڍي پاڻ گهرجي ۽ نہ پيتي ئي وڃائڻ گهرجي.

# ساميءَ جي سلوڪن جو مضمون

سامي، سنڌي زبان جو بلند پايي شاعر ٿي گذريو آهي، هندو شاعرن ۾ ته سندس درجو سڀ کان مٿانهون آهي. شاعريءَ ۾ هو مقصديت جو قائل آهي ۽ شاعريءَ کي فقط پنهنجي هدايتن بيان ڪرڻ جو ذريعو سمجهي ٿو. هو رومانوي شاعر نه آهي. هو حقيقي عشق مجازي عشق ذريعي سمجهائڻ نه ٿو گهري. هو پنهنجا اصول، نظريا، عقيداءِ هدايتون سڌي سنئين نموني سمجهائي ٿو. سندس سمجهائڻ جو طريقو جاذب، پر اثر ۽ واضح ضرور آهي، پر ان ۾ ڪنهن به قسم جي تمثيل ڪانهي. شاعريءَ جون خوبيون، جهڙوڪ: تشبيهون، استعارا وغيره به سندس سلوڪن ۾ ملن ٿيون. فني لحاظ کان سندس سلوڪ پختي ۽ سلوڪ جي اصلي فني ٽيڪنڪ مطابق آهن. ٻوليءَ جي لحاظ کان سندس سلوڪن ۾ جيتوڻيڪ هندي ۽ سنسڪرت لفظن جي ڪثرت آهي، تڏهن به سندس زبان، شڪارپوري محاوري جو پورو پورو نمونو پيش ڪري ٿي.

سامي ويدانتي شاعر آهي، ۽ مٿس ڀڳتي تحريڪ جو اثر آهي. عام طور ڀڳتي ڪال جي شاعريءَ کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي: "نرگن ڪابيه" ۽ "سگن ڪابيه". هڪ ۾ معبود حقيقيءَ جو تصور مادي پيڪر جي شڪل ۾ ظاهر نه ٿو ٿئي، ٻي ۾ ان کي ڪنهن نه ڪنهن مادي پيڪر جي روپ ۾ ڏسن ٿا. پهرين ۾ ويدانيت جي فلسفي سان گڏ، اسلامي تصوف ۽ بجرياني ۽ ناٿ پنٿي جماعت جو اثر به آهي، ۽ ٻي تي خالص ويشنوي نظريي جو اثر آهي. هنن ٻن نظرين کي "سنت ڪابيه" ۽ "ويشنو ڪابيه" نالا به ڏنا ويا آهن.

ساميءَ جي شاعري سنت ڪابيه مطابق آهي. سنت ڪابيه ويدانيت جي فلسفي سان گڏ ٻڌ ۽ ناٿ پنٿي خيالن جي اشاعت به ڪئي، ۽ روحانيت تي خاص طور سان وڏيڪ زور ڏنو. هي سلسلو هوندي به ڪبير کان گهڻو اڳ شروع ٿي چڪو هيو، پر ڪبير کي ئي ان جو محرڪ سمجهيو وڃي ٿو. ڪبير ئي هن تحريڪ جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي، ۽ ان جو ئي آواز سيني

ڪان بلند آهي.

سنتن جي شاعريءَ جو خاص موضوع خدا جو وصل، ان سان تعلق، مختلف قسمن جي اثرن جو اظهار، ان جي نالي جي تسبيح ۽ تقديس، نفس جي قرباني، صالح زندگيءَ جي اهميت ۽ پند و نصائح وغيره آهن. هنن گيان (معرفت) کي خدا جي قربت حاصل ڪرڻ جو پهريون ڏاڪو ٺهرايو آهي. پر گيان جي ذريعي انهيءَ اعليٰ طاقت کي سڃاڻن ڪان پوءِ ان جي تقرب جو ذريعو سندن آڏو صرف ڀڳتي آهي. هنن سادنا جي نمائشي طريقن جون ڏڇيون اڏايون آهن؛ ۽ بنيادي، اخلاقي ۽ روحاني حقيقت ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

## آتما:

اپنشدن جي تعليم مطابق پهريائين آتما (انفرادي روح) کي دريافت ڪيو وڃي، ۽ پوءِ ان کي برهم ۾ فنا ڪيو وڃي. برهم يا آفاقي روح تائين رسائي فقط وجدان جي ذريعي ئي ٿي سگهي ٿي. عقلي استدلال ان ڪوشش ۾ بيڪار ثابت ٿيندو. ڀڳتي تحريڪ ۾ به اها ڳالهه ڪارفرما آهي. سامي به آتما جي اهميت تي زور ڏئي ٿو. هو چوي ٿو، ته آتما کي سڃاڻڻ نهايت ضروري آهي، ڇاڪاڻ جو اها نهايت حقيقي شيءِ آهي. وڌيڪ هو چوي ٿو، ته ان کي سڃاڻڻ ڪان پوءِ مالڪ سان ملي سگهجي ٿو:

> ورلي ڪنهن ڇاتو: قدر مانڪ ديهه جو؛
> جنهن ملي ساڌ سنگت سان، منهن مڙهيءَ پاتو؛
> سامي چيٽج سروپ کي، سته سڃاتو؛
> واري خط ڪاتو: جيئندي وينو جم سان.

سامي به انهيءَ خيال جو آهي، ته پنهنجو پاڻ کي فنا ڪيو وڃي. ان ڪان پوءِ ئي هو اصلي روح سان ملي هڪ ٿي ويندو:

> جيڪو سميٽي: پسريو آٿي گهر ۾؛
> سو سهجي سپرين کي، پرنگيءَ جان پيٽي؛
> سکي ٿي ليٽي: سامي سکپت سيج تي.

ساميءَ جي به ساڳي سمجهاڻي آهي، ته ظاهري علم يا عقلي استدلال انهيءَ ڏس ۾ بيڪار ثابت ٿيو آهي. سندس خيال موجب اوستائين پهچ فقط

وجدان يعني عشق جي ذريعي ٿي سگهي ٿي. چوي ٿو:

مورک سڀ منجهي، پيا ويدن جي واچ ۾،
سامي لک سروپ جي، ڪنهن سڃاڻي سمجهي؛
جنهن کي ڏني ڪنجي؛ ست گر عين عشق جي.

گيتا به اها ئي تعليم ڏئي ٿي. اڌياءُ 2، سلوڪ 71 ۽ 82 ۾ آيو آهي:

”جيڪو انسان دل مان خواهشون دور ڪري؛
جنهن جي دل ۾ هَوس جو فتور نه هجي؛
جنهن ۾ نه خودي هجي، ۽ نه گندگي هجي؛
ان کي ئي سڪون ۽ اطمينان قلب حاصل آهي؛
اهو ئي خدا جي وَصال جو مقام آهي؛
جتي سڀ توهم اچي فنا ٿين:
جيڪڏهن موت وقت به ڪيس اهو گيان حاصل ٿئي؛
تڏهن به ڪيس برهم نروان (وصال خدا) حاصل ٿئي.“

اهو نظريو يوناني نوفلاطونيت ۾ به ملي ٿو. پر تجليءَ جا جيڪي مراحل نوفلاطوليت ۾ ٻڌايا ويا آهن؛ اهي اپنشدن جي تعليم کان قدري مختلف آهن. اهو فلسفو ڪنهن نموني افلاطون جي فلسفي ۾ به موجود آهي. ڪن جو چوڻ آهي، ته نوفلاطونيت ۾ اهو نظريو اپنشدن جي ذريعي آيو. پر ان لاءِ ڪو تاريخي ثبوت ڪونه ٿو ملي. اسلامي تصوف ۾ به اهي ڳالهيون ملن ٿيون، ته پنهنجي پاڻ سڃاڻجي، ۽ پنهنجو پاڻ کي فنا ڪجي. ان کان سوا ان ۾ به اهوئي ٻڌايو ويو آهي؛ ته انهيءَ منزل تائين رسائي ظاهري علم ذريعي نه پر عشق حقيقي وسيلي حاصل ٿي سگهي ٿي. شاهه لطيف فرمائي ٿو:

جو مون پڙهيو پاڻ ليءِ، سبق سابق جو،
پهرين سڃاتم ، پانهنجو نفس جو نهو،
جت عرفان اصل ۾، ٿي روحن روز ڪيو،
وري ورق پيو؛ گڏيم وڃ وصال جو.

ٻئي هنڌ فرمايو اٿس، ته پهرين پنهنجو پاڻ فنا ڪجي ٿو، ان کان پوءِ ئي محبوب جو مشاهدو نصيب ٿئي ٿو:

پهرين وڃائڻ پاڻ، پسڻ پوءِ پرين کي.

قاضي قاضن چوي ٿو، ته محبوب جو مشاهدو مون ظاهري علم

ذريعي نہ ماڻيو آهي، پر اهو ڪو طريقو ئي ٻيو آهي:

**ڪنز قدوري ڪافيا، ڪہ ڪين پڙهيومر،**
**سو پار ئي ٻيو ڪو، جتان پرين لڌومر.**

**جـــونڻ:**

جيتوڻيڪ اسلامي تصوف ۾ بہ انهن ڳالهين جو اهڃاڻ ملي ٿو، پر تڏهن بہ اسلامي تصوف جون منزلون بالڪل مختلف آهن. اسلامي تصوف ۾ وصال جو جيڪو تصور آهي، اهو بلڪل پنهنجي نوعيت جو آهي، ويدانتي نظريي مطابق جيڪڏهن آتما کي وصال نصيب نہ ٿو ٿئي، تہ هو مختلف روپن ۾ اچي تڙڦندو رهي ٿو. انهيءَ مها چار کي جونڻ يا تناسخ چيو وڃي ٿو. گيتا جي اڌياءَ 2، سلوڪ 22 ۾ آيل آهي:

"جئن انسان پراڻي پوشاڪ لاهيندو آهي،
(۽) نئون وڳو زيب تن ڪندو آهي،
اهڙيءَ طرح روح قالب بدلائي ٿو،
(۽) نئين ويس ۾ وري نڪري ٿو."

ساميءَ جو بہ اهوئي نظريو آهي. هو چوي ٿو: تہ جيڪڏهن انسان دنيا جي موهہ ۾ گرفتار ٿئي ٿو، تہ پوءِ ڪيس مرڻ کان پوءِ ڪيترن ئي جنمن ۾ ڀٽڪڻو پوي ٿو:

مايا ڀلاتي وڏو، جيءُ ڀرم ۾،
پاڻ پنهنجو پاڻ ۾ وبنو وڃائي،
سيني ۾ سامي چئي ڪوٽ جنم پائي،
اوديا پٽ لاهي، جاڳي ڏسي ڪينڪي.

اهو نظريو يوناني نوفلاطوليت ۾ بہ آهي. ان کان اڳ ۾ قديم مصر ۾ بہ موجود هو. ڪن جو خيا آهي تہ مصر مان ئي ان جو ڦهلاءُ ٻين ملڪن ۾ ٿيو هوندو، ڇاڪاڻ جو مشهور يوناني مورخ هيروڊوٽس جو چوڻ آهي، تہ پيٿا گورس اهو نظريو قديم مصر مان ورتو هو. بهرحال ان قسم جو ڪوبہ نظريو اسلامي تصوف ۾ ڪونهي. انهيءَ ڪري ئي چيو وڃي ٿو، تہ اسلامي تصوف جا انداز پنهنجا آهن. انهن تي ڪوبہ اسلامي رنگ ڪونهي.

**رمزيت:**

جڏهن الفاظ ذاتي تاثرات ۽ وجداني ڪيفيت جي ترجماني ڪرڻ کان قاصر ٿيندا آهن، تڏهن شاعريءَ ۾ رمزيت ايندي آهي. اپنشد ۾ ان غير معمولي ڪيفيت جو ذڪر محب ۽ محبوب جي هم آغوش ٿيڻ سان ڪيو ويو آهي، ۽ ان کي سيني ٻين تجربن کي زير ڪرڻ وارو ٻڌايو ويو آهي. ان ڪيفيت يا اعليٰ حقيقت جي احساس ٿيڻ تي به ان جي ترجماني پوريءَ طرح نہ ٿي ڪري سگهجي.

ڪبير صاحب ان ڪيفيت کي هن طرح بيان ڪيو آهي:

اوگت اڪل انوپم، ديکيا ڪهتا کهيا نہ جائي،
سين ڪري من هي من رهي، گونگي جاني منائي.

ڪبير چوي ٿو، تہ پنهنجي جي محسوسيات جي ترجماني ڪرڻ جي ڪوشش اهڙي آهي، جيئن گونگي شخص کان مٺائيءَ جي لذت پڇي وڃي، ۽ هو اشارن ئي اشارن ۾ ٻڌائي، دل ۾ خوش ٿئي. ساميءَ بہ انهيءَ ڪفيت لاءِ ساڳيو خيال ظاهر ڪيو آهي:

جنهن تي رکيو هٿ، سامي پوري ستگروءَ،
ڪيو تنهن ڪپٽ ري، پرچي پرڪارت،
چيت مٿائي چت جي، ٿيو سوڪم سمرت،
پائي پداڪت: مسڪي ڪشڪي ڪينڪي.

ڪبير جي مٿين شعر تان سنڌيءَ ۾ پهاڪو جڙيو آهي:

”گونگو ڳڙ کائي، ڪجي پڇي ڪينڪي.“

## ازدواجي اثر:

ڀڳتي تحريڪ جو محبوب ترين پرتيڪ (Symbol) ازدواجي تاثر يا زال ۽ مڙس جي محبت آهي، جنهن کي هنديءَ ۾ ”دامپتہ پريم“ چوندا آهن. سنتن کان اڳ بہ انهن تاثرات جي ترجماني ڪئي ويئي آهي. ڏکڻ هندستان جي مشهور شاعره ’گورا‘ جي شاعري ان جو دلڪش مثال آهي. راجستان جو مشهور شاعره ميرا ٻائي جي ڀڳتي بہ ان درجي جي آهي، ۽ بادري صاحب جي ساڌنا بہ انهن ئي تاثرات جو نتيجو آهي، انهيءَ پرتيڪ کي

نرگن توڙي سگن، ٻنهي سنتن ٿوري فرق سان قبول ڪيو آهي. "نرگن مسلڪ" جي سنتن، محبوب کي هر جڳهه موجود ڄاڻي، سوا ڪنهن تفريق جي پاڻ ۾ ڳولها جي ڪوشش ڪئي آهي. ان جي مقابلي ۾ سگن مسلڪ جا سنت، ان کي سڀ ڪجهه سمجهندي به ان جي ۽ پنهنجي وچ ۾ تفريق سان، ان جي قربت حاصل ڪرڻ جا خواهان رهيا آهن. سنتن وٽ محبوب جو تصور، مرد جي شڪل ۾ آهي. هو پاڻ کي زال ٻڌائي، ان جي ويجهو اچڻ گهرن ٿا. سندن نظريي مطابق خدائي مرد ۽ پرش آهي، ۽ ٻيا سڀ انسان سندس زالون آهن. دادو ديال جو هڪ شعر آهي:

پرش همارا ايڪ هي، هم ناري بهو انگ،
جي جي جيسي تاهيون، ڪيلي تيسي هي رنگ.

گرونانڪ به انهيءَ خيال جو اظهار ڪيو آهي. سندس چوڻ آهي، ته فقط اهوئي هڪ پرش آهي، ۽ ماڻهن جو پريتم آهي. اهو جنهن تي ڪرم جي نظر وجهي ٿو، اها سهاڳڻ ٿي وڃي ٿي:

بهنت نانڪ سبهنا ڪا پيو ايڪو سوئي،
جنو ندر ڪري، سا سهاگن هوئي.

ساميءَ به انهيءَ نموني پنهنجا خيال ظاهر ڪيا آهن، ۽ نانڪ وانگر ان کي سهاڳڻ سڏي ٿو، جيڪا پنهنجي ڪانڌ کي ريجهائي راضي ڪري ٿي:

سامي سائي ڄاڻ: سهاڳڻ سڄڻ جي،
جنهن پرچايو پريني کي، اڇي پنهنجو پاڻ،
سنسي ري سيوا ڪري، سڪ صبوري ساڻ،
پوري تنهن جو پاڻ: خاوند خالي نه ڪري.

اسان جي قديم سنڌي شاعريءَ ۾ به عورت جي زباني پنهنجا خيال ظاهر ڪيا آهن. شاهه لطيف به پنهنجن سورمين جهڙوڪ: سسئي، مومل، نوري، ليلا، سهڻي وغيره جي زباني پنهنجا جذبات، احساسات ۽ خيالات بيان ڪيا آهن. ايراني صوفي شاعرن جي روايت ان جي بر عڪس آهي.

## گروءَ جو مقام:

گروءَ جي مدح ۽ ساراهه هندستاني روايت جو نمايان جز آهي. سنسڪرت ۾ گروءَ جي عظمت بابت ڪيترائي شلوڪ ملن ٿا. هندن جو

عقيدو هو، تہ گرو ئي ماتا بہ آهي، تہ پتا بہ آهي. ايتري قدر جو سندس چوڻ آهي، تہ خدا بہ گروئي آهي. انهيءَ ڪري انهيءَ جي خدمت دل، زبان ۽ عمل سان ضروري آهي. گروءَ جي توجهہ سان ئي سڀئي نيڪ شيون حاصل ٿي سگهن ٿيون:

گرو پتا گرو مار پتا گر ديوانہ شيشہ،
ڪر منا مسنا پاچا تسما پرسيو يتي.

**(گهرنڊ سنهتا ترتيوپديش، شلوڪ ١٦)**

هندي شاعر بہ سچي گروءَ جي تعريف بار بار ڪن ٿا. ساميءَ جي نظر ۾ بہ ست گر يعني ڪامل مرشد سڀ ڪجهہ آهي. اهو جڏهن مهرباني ڪري ٿو، تڏهن ئي من مان ڀيائي ۽ کوٽ نڪري وڃي ٿو، ۽ طالب تي فيض جي ڀالوٽ ٿئي ٿي:

ست گر پرک سڄاڻ: رکيو هٿ مٿي تي،
مٿي وئي من مون، سامي ڪنچا تاڻ:
وسيو مينگهہ مهر جو، پريا نيهن نياڻ؛
اڃي وينا پاڻ، سنمک منهنجي سپرين.

ڪامل ڪرم ڪيو: تڏهن اکيون کُلي آئيون،
ڏسي پنهنجي پاڻ کي سيتل من ٿيو:
سنسو آتم جيءَ جو، سو وڃون سڀ ويو؛
پاسي ڪين پيو: سامي چئي سروپ ري.

سامي صاحب جو چوڻ آهي، تہ جهڙي مهرباني ستگر ڪري ٿو، اهڙي ٻيو ڪوبہ دنيا ۾ ڪري نہ ٿو سگهي:

اهڙي ڪير ڪري، سامي بنا ست گروءَ،
پڳت جوڳ ويراڳ جا، ڏئي پندار پري؛
انيءِ جوت اندر ۾، ستي سڌ پري؛
پلڪ نہ ٿئي پري: رمتا رام اکين ڪون.

سامي صاحب جي خيال موجب ستر گرو اهوئي آهي، جيڪو خراب سنگت ڇڏائي، نصيحت ڪري، ڪنيون عادتون مٽائي، روحاني راز ۽ رمزون سمجهائي، جهالت جو پردو هٽائي، ۽ محبوب جو مشاهدو ڪرائي:

ڪسنگ ڇڏائي: سوئي ساڌو سنگرو،
ڏيئي ڳڻ هر ڀڳت جا، اوڳڻ مٽائي:
انتر مک جوڙي ڪري، اوديا پٽ لاهي:
سامي لڪائي: آتم پد اکين سان.

## چيتاوني يا تنبيهه:

ڪنهن شئي يا ماڻهوءَ کان هوشيار رهڻ جي حڪم يا پيغام کي تنبيهه چوندا آهن. سنتن جي شاعريءَ ۾ اهڙي قسم جا ڪيترائي مثال ملن ٿا. چيتاوني لکڻ جو سلسلو هندي ادب ۾ تمام پراڻو آهي. ”سرهيا“، پاکنڊ، غرور يا تڪبر کي نندينديءَ، مختلف هنڌن تي انهن کان دور رهڻ جي تنبيهه ڪئي آهي. ”سويمبهو“ بہ دنياوي بنڌڻن جي فاني هجڻ جي حقيقت ظاهر ڪئي آهي. ڏهين صديءَ جي ”ديوسين“ ۽ ”نلوپا“ بہ تيرٿ ۽ بت پوڄا وغيره کي بيڪار ۽ بي سود ٻڌائي، انهن کان پري رهڻ جي تنبيهه ڪئي آهي. اڳتي هلي ”گورکنات“ جي شاعريءَ ۾ چيتاوني جا اڃا بہ دلڪش مثال ملن ٿا. سنت شاعرن جي چيتاونين کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (١) روحاني معاملا (٢) سماجي مسئلا. هنن کي وڌيڪ ٻين ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: هڪ ترغيبي، ٻيو ترهيبي. روحاني توڙي سماجي معاملن ۾ شاعرن ترهيبي شين ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏياريو آهي.

سامي صاحب بہ ترهيبي شين ڏانهن اسان جو ڌيان ڇڪائي، انهن کان پري رهڻ جي سخت تنبيهه ڪري ٿو. هو چوي ٿو، تہ انسان جا هي پنج دشمن آهن: ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ، اهنڪار. سندس چوڻ آهي، تہ اهي سلوڪ جي راهہ ۾ وڏي رڪاوٽ آهن. جيڪو انهن جي قبضي ۾ نہ ايندو، اهوئي منزل مقصود ماڻيندو. ”مايا“ يعني دولت انسان کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪري، پاڻ تي هرڪائي ٿي. انهيءَ ڪري انسان مايا جي موهہ ۾ ڦاسي، الله تعاليٰ جي رستي کان غافل ٿي وڃي ٿو:

ڪئي خلق انڌي: مايا موت ممت سان،
مرگهہ ترشا جي جل ۾، وڃي سڀ وهندي:
ورلي ڪنهن گرمک لڌي، ڪرپا ساڻ ڪنڌي:
ٻانيڻ جنهن ٻنڌي: پنجئي ڪيا وس پنهنجي.

مايا ماڻهن کي ڀلائي، ڀرمن ۾ وجهي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري هو اڻ هوندي درياهه يعني خالي دنيا جي موهه ۾ غوطا کائيندا رهن ٿا. هو پاڻ ۾ جهاتي پائي پاڻ نه ٿو سڃاڻي. جيڪڏهن مرشد جي مهر ٿئيس، ته جيڪر معرفت حاصل ڪري وجي مشاهدو ماڻي:

مايا ڀلائي: وڏو جي ڀرم ۾،
اڻ هوندي درياه ۾، غوطا نتُ کائي:
سامي ڏسي ڪينڪي، منهن مڙهيءَ پائي:
ستگر جاڳائي: ته جاڳي جڙي پاڻ سان.

اوديا يعني الله تعاليٰ جي رستي کان غير واقفيت ئي انسان کي مصيبت ۾ مبتلا ڪري ٿي. اوديا ئي انسان کي پنج پوت ڀيجي، تڪليفون ڏئي ٿي. سندس چنبي مان ڪي ٿورا ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهن ٿا:

اوديارن لٿي، ٿي خاص خزانو سڀ جو،
جوڙي جيئن کي ٻنڌي، گهيرٽ سان گهٽي:
پيدا پنج ٻچي ڪري، راتيون ڏينهن ڪٽي:
ڪو سامي سنت ڇٽي: ڪري حمايت هَرِ جي.

من، يعني نفس بري بلا آهي. اهو نفس ئي آهي، جيڪو انسان کي دنيا جي موهه ۾ گرفتار ڪري، انئي پهر تڪليفون ڏئي ٿو. سندس قبضي مان ڪي ٿورا آزادي حاصل ڪن ٿا، جن کي معرفت حاصل ٿئي ٿي.

طالب کي الله تعاليٰ جي واٽ تڏهن ملندي، جڏهن هو دل مان ٻيائي، ڪوٽ ۽ ٻي گندگي دور ڪندو. جڏهن هو دل مان غير ڪڍندو، ته پوءِ کيس هر شئي ۾ ان جي ذات جو جلوو جاري ۽ ساري نظر ايندو:

گر گمر گند غير: ڪڍيو جنهن اندر مون،
سو ساڪي ٿي سنسار جو، سامي ڪري سير:
ڪميا ساڻ سگهير: گهري درس دلدار جو.

وڏائي، تڪبر ۽ ضد انسان کي صحيح رسي تان ٿيڙين ٿا. جن هٺ وڃايو، انهن پنهنجي نهٺائيءَ سان دنيا کي راضي ڪري، جڻ جڳ تي فتح ڪئي. نه فقط ايترو، پر ان کان پوءِ کين هر هنڌ محبوب جو مشاهدو نظر اچي ٿو:

جنين هٺ هاريو: تنين جيتيو جڳ کي.

هٺ مان خودي يا پاٽپڻو پيدا ٿئي ٿو، جنهن ڪري انسان پاڻ کي گهڻو ڪجهه سمجهڻ لڳي ٿو. خوديءَ پيدا ڪرڻ جو سبب، ٻين ڳالهين سان گڏ، ظاهري علمن جي ڄاڻ به آهي. سامي چوي ٿو، ته اهو پاٽپڻو ختم ڪر، متان اها ظاهري علمن جي ڄاڻ توکي الله تعاليٰ جي واٽ کان پري ڪري ڇڏي، ۽ پوءِ تون جوڻ جي مهاچار ۾ ڦاسي تڪليفون سهندو رهين. وڏيڪ ڪيس هدايت ٿو ڪري ته خوديءَ کي ختم ڪري وجي، سچي صاحب جي سڪ رکندڙن جي صحبت اختيار ڪر:

پاڻپڻ پيچي ڇڏ: متان ڄاڻ وجهئي ڄار ۾.

ڪوڙ، روحانيت جي ڪتر آهي. انهيءَ ڪري سامي چوي ٿو، ڪٿي به ذري جيترو به ڪوڙ نه ڳالهاءِ. جڏهن انهيءَ نصيحت تي هلندين ته ڌڻي تعاليٰ تو تي راضي ٿيندو، ۽ تنهن جو مان، مرتبو ۽ شان وڌائيندو:

ڪاٿي ڪوڙ نه ڪر: ڪنهن سان ڪَڻ جيترو.

طالب کي ظاهري علم جي مونجهاري ۾ مبتلا ٿيڻ نه گهرجي. هن کي حرفت ۽ اٽڪل سان به ڪو واسطو نه رکڻ گهرجي:

ويدن جا وادي، اسين آهيون ڪينڪي،
نڪي ڄاڻون چت ۾ اسين، اٽڪل استادي.

اهڙي طرح سامي صاحب، طالب کي انهن ڳالهين کان پاسي رهڻ جي هدايت ڪئي آهي، جيڪي سلوڪ جي راه ۾ رڪاوٽ جو سبب ٿين ٿيون. هو انهن ڳالهين جا نقصان پوريءَ طرح سان ذهن نشين ڪرائي، انهن جي ويجهو نه وڃڻ جي تلقين ڪري ٿو. اسلامي تصوف ۾ به اهوئي ساڳيو ترهيبي پهلو ملي ٿو. اسلامي تصوف جا شاعر به طالب کي هدايت ڪن ٿا ته دنيا سان دل هڻڻ نه گهرجي، خوديءَ کي ختم ڪجي ۽ نفس کي پنهنجي وس ڪجي.

ترهيبي پهلوءَ سان گڏ، سامي صاحب وٽ ترغيبي پهلو به آهي. هُو نه فقط اهو ٻڌائي ٿو، ته هي شيون نقصانڪار آهن، تنهن ڪري انهن کان پاسو ڪرڻ گهرجي؛ پر اهو به ٻڌائي ٿو، ته ڪهڙو طريقو اختيار ڪجي، جيئن انهن کان پاسي رهجي، ۽ صحيح واٽ حاصل ڪجي. هو چوي ٿو، ته

جڏهن طالب خدا کي هر هنڌ حاضر ناظر ڄاڻندو، تڏهن ئي خودي، ٻيائي، ڪلپت ۽ مايا موه تي فتح پائيندو:

اندر ٻاهر رام: سامي جنهن سهي ڪيو،
مٽي تنهن جي من مون، ٻي سڀ خودي خام:
ڪيائين ڪلپت ڪيدي ڪري، اٿيي منجهه آرام:
پيري ڪيس سلام: در در ديوانن جان.

سامي صاحب گروءَ جي اپديش يعني مرشد جي تعليم تي گهڻو زور ڏنئي ٿو. هو چوي ٿو، تہ جيتوڻيڪ ماڻهو دنيا کي تياڳ ڏيئي، ويراڳي ٿي گهمندو وتندو، تڏهن بہ هو مايا جي موہ کان ڇٽي نہ ٿو سگهي، فقط اهوئي ان جي ڇنبي کان آزاد رهندو، جيڪو مرشد جي تعليم تي هلندڙ يعني گرمک هوندو.
سامي صاحب، ساڌ سنگت اختيار ڪرڻ تي بہ تمام گهڻو زور ڏنو آهي:

بنا ساڌ سنگت: سامي سڌريو ڪونہ ڪو.

سنتن جي سنگت اختيار ڪرڻ سان ڌڻي تعاليٰ جو رستو ملي ٿو، جنهن ڪري طالب، مالڪ سان ملي هڪ ٿئي ٿو. سامي صاحب چوي ٿو:

رکيو جنهن ناتو: سنتن ساپرسن سان،
تنهن لنگهي مايا موه کون، پورن پد پاتو:
چيتي ۽ ڪنچر ۾، صاحب سڃاتو،
وائي نہ واتو: سامي رکي سنتوک ۾.

سڌي رستي تي هلڻ کي هو ”رهت رهڻ“ ڪوٺي ٿو. هو چوي ٿو، تہ جيڪو سک ۽ محبت سان سڌي رستي تي هلندو، ان کي ڪڏهن بہ نقصان نہ پهچندو ۽ هو هميشه اطمينان قلب سان رهندو:

تن کي لڳي ڪين ڪي، سامي واءُ تتي.

## شونيہ يا عدم:

شونيہ معنيٰ آهي خلا، غير موجودگي، عدم، ڪنهن شئي جو نہ هئڻ، ڪنهن جو وجود نہ هئڻ، ڪنهن جو وجود نہ آهي. سنتن ڌڻي تعاليٰ کان سواءِ دنيا جي هر شئي کي شونيہ ٻڌايو آهي. سندن خيال آهي، تہ دنيا جون سموريون شيون اوديا ۽ مايا ۾ لپٽيل آهن. يعني دنيا جون سموريون شيون فاني آهن، ۽ انهن کي حقيقي وجود ڪونهي. ڪن جو خيال آهي، تہ

شونيه جو تصور، پڻ ڌرم کان ورتل آهي. سامي صاحب دنيا جو فنا ٿيڻ بيان ڪري، ان سان موه نہ رکڻ جي هدايت ڪئي آهي. هو چوي ٿو، سواءِ انهيءَ سچي نالي جي، ٻيو سڀ جهان ڪوڙو آهي، يعني ان کي حقيقي وجود ڪونهي:

سڀ جڳ ڪوڙو ڄاڻو، بنا نالي نام جي،

يا

جئن ٻيڙيءَ جو پور، تئن لوڪ ڪٽنبن جا.

انسان دنياوي طاقت (ڪايا)، دولت مايا ۽ ڪل (نسبت) ۾ ڦونڊ ۾ ٻرجي، پاڻ کي الائي ڇا سمجهڻ شروع ڪندو آهي. سامي صاحب چوي ٿو، تہ اهي انڌا آهن، جو ڪايا، مايا، ڪل، تي وڏائي ڪن ٿا ۽ هن جهان کي سچ سمجهي، پنهنجي روحانيت وڃائي ويهن ٿا. يعني جيئن تہ هي جهان فاني آهي، تنهنڪري انجي ڪنهن بہ شئي کي بقا ڪونهي. جيڪي انهن بي بقا شين تي ڀروسو ڪن ٿا، اهي سمجهہ کان ڪورا ۽ حقيقي اکين کان انڌا آهن:

انڌا ڀيا ارجهي، ڪايا مايا ڪل ۾.

تشبيهہ:

اهي آهن ساميءَ جي شاعريءَ جا قدر، جن کي ور ور ڪري سمجهايو اٿس. هو اهي ڳالهيون سڌي سنئين نموني بيان ڪري ٿو. ڪنهن بہ قسم جي تمثيل يا اوٽ اختيار نہ ٿو ڪري. البتہ تشبيهہ کان ڪم وٺي، مطلب وڌيڪ واضح ڪري ٿو. ڪٿي ڪٿي مثال بہ ڏئي ٿو. مثلاً: دنيا جي فنائيت لاءِ هي مثال ڏنو اٿس، تہ هڪ سجو ماڻهو، خواب ۾ هڪ ملڪ جو راجا ٿيو، پر پوءِ جڏهن سجاڳ ٿيو، تہ پنج ڪٽي پنڻ لڳو. ڪجهہ وڌيڪ تشبيهون:

* "ٻاري ۾ ٻاٽي، تيئن ورياپڪ وس ۾"

* "جئن گهاگهر لوڻ جي، پرڻ هاي پاٽي"

* "جنيين ڪيلوٽو ڪنڊ جو."

اپنشندن ۾ بہ اهڙي قسم جون تشبيهون آيون آهن. نہ فقط ايترو، پر سنسڪرت جي وڏي عالم مئڪس ملر لکيو آهي، تہ قديم رشي ۽ مني

روحاني تعليم سولين تشبيهن ذريعي بيان ڪندا هئا. سامي صاحب نفس کي ڍڳي سان تشبيهه ڏيئي، نفس جي حماقت کي هن طرح واضح ڪري ٿو:

"ڪيڏانهن منهن ڪماند جو، ڪيڏانهن چري ٿو ڍڳو."

هو سچن عاشقن کي ڪنول سان ڀيٽ ڏئي ٿو:

"رهن منجهه جهان، سدا اليپ ڪنول جا."

هو جيتوڻيڪ دنياوي زندگي گذارن ٿا، ۽دنياوي نموني هلن چلن ٿا؛ تڏهن به هو دنيا جي گندگيءَ کان سدائين پاڪ ۽ صاف رهن ٿا:

توڙي ڀوڳن ڀوڳ، تان ڀي ڪيول ڪنول جان سدا.

هن دنيا ۾ محبت ئي سيني کي قبضي ۾ ڪري ٿي. ان لاءِ سامي صاحب مثال ڏئي ٿو، ته ناد جو آواز ٻڌي، هرڻ ان تي عاشق ٿي ڊوڙي اچي ٿو؛ ڪنول جي خوشبوءِ ڀنور کي پنهنجي دام ۾ ڦاسائي ٿي؛ ۽ پتنگ جوت جو جلوو پسي، اچي پنهنجو پاڻ قربان ڪري ٿو:

سڀ کي ڀوڙايو؛ پريم پساچ لڳي ڪري،
ٻڌي ناد ڪنن سان، مرگهه ڊوڙي آيو؛
وٺي واس ڪنول جو، ڀنور لپٽايو؛
سامي سمايو؛ پتنگ جوت ڏسي ڪري.

آڪاس جي تشبيهه هن طرح آندي اٿس، ته جئن هر هنڌ ساڳيو آسمان نظر اچي ٿو، تئن هر هنڌ انهيءَ جو جلوو آهي:

"جئن گهٽين ۾ آڪاس، تئن ساکي ڏسي سڀ ۾."

هڪ تصوراتي پکي چيو وڃي ٿو، جيڪو روايت موجب هميشه آسمان طرف اڏامندو رهي ٿو. ان کي شاهه صاحب "هُما" سڏيو آهي، ۽ هندي شاعريءَ ۾ "انل" نالو مليل ٿو. سامي صاحب به "انل" سان سچي طالب کي ڀيٽي سندس خاصيتون بيان ڪيون آهن:

انل جان آڪاس ۾، سامي سرت وسي،

رهن منجهه آڪاس، انٽي پهر انل جان،

جئن پکن ۾ هيڪڙو، انل آڪاسي.

چڪور چنڊ تي عاشق هوندو آهي، ۽ ان جي ديدار لاءِ پيو تڙڦندو آهي. ڀنور گل جي خوشبوءِ لاءِ بيقرار هوندو آهي. مڇي پاڻيءَ کان پري جيئري رهي نه سگهندي آهي. سپ سمنڊ جي پاڻيءَ ۾ رهي به مينهن جي پاڻيءَ لاءِ پريشان هوندو آهي. سامي صاحب چوي ٿو، ته اهڙيءَ طرح سچو عاشق به محبوب جي مشاهدي کان سواءِ رهي نه ٿو سگهي. مطلب ته ساميءَ جي شاعريءَ اعليٰ شاعري آهي، ان ۾ مقصديت آهي، اعليٰ فڪر آهي ۽ اصلاحي پهلو آهي. انسان ۾ برايون ڏسي، سندس دل ڪڙهي ٿي، ۽ انهن کان پري رهڻ جي هدايت ڪري ٿو.

# سيد ثابت علي شاهہ مرحوم
## سنڌ جو وڏي ۾ وڏو مرثيہ گو شاعر

### مرثيو:

سيد ثابت علي شاهہ "مرثيي" جو تمام وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. هي پهريون شاعر آهي، جنهن مرثيي جي شاعريءَ کي باقاعده رواج ۾ آندو ۽ ان کي مقبول بنايو. "مرثيو" ان قسم جي شاعري کي چيو ويندو آهي، جنهن ۾ حضرت امام حسين رضي الله عنه ۽ ڪربلا جي شهيدن جي شهادت جو ذڪر درد انگيز نموني بيان ڪيو ويندو آهي، ۽ انهن جي شهادتن تي ڏک ۽ غم جو اظهار ڪيو ويندو آهي. ان سان گڏ ان ۾ لڙائيءَ جا سنظر پڻ بيان ڪيا ويندا آهن، ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنه جي ساٿين جي بهادري ۽ صبر جو ذڪر بہ آندو ويندو آهي.

### سوانح:

سيد ثابت علي شاهہ ڪلهوڙن ۽ ميرن جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. سندس ولادت سيوهڻ شريف ۾ سنہ 1153ھہ (1740ع) ۾ ٿي. سندس وڏا اصل ملتان جا رهاڪو هئا. سندس ڏاڏو سيد نور محمد شاهہ، جنهن کي ثابت علي شاهہ چوندا هئا، سنہ 1128ھہ ۾ سنڌ ۾ آيو، ۽ هتي رهي پيو. ابتدائي تعليم آخوند عبدالرحمان، ملا ماڪر ۽ آخوند الياس محمد کان حاصل ڪيائين. ان زماني ۾ هندستان جو هڪ عالم اچي سيوهڻ ۾ رهيو. ان کان فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. ان سان گڏ ان جي صحبت کان متاثر ٿي ڪيترائي فارسي ڪتاب ۽ فارسي ۽ اردو مرثيا پڙهيائين. شعر چوڻ جو شوق بہ جاڳيس ۽ شاعريءَ ۾ نورالحق مشتاقي ولد ملا دائود سيوهاڻي جو شاگرد ٿيو. ان کان پوءِ حديث، تفسير ۽ فقه جي تعليم مخدوم احسان ۽ ميان مراد واعظيءَ کان حاصل ڪيائين.

ٿوري ئي وقت ۾ شاعرانہ صلاحيتن جي ڪري ڪلهوڙن حاڪمن وٽ عزت مليس. ميان سرفراز ڪلهوڙو مٿس گهڻو مهربان هوندو هو. پئي

شاعر پنهنجي شعر تي اصلاح غلام علي مداح ٺٽويءَ کان ڪرائيندا هئا. ميان سرفراز فارسيءَ ۾ شعر به چوندو هو. سيد ثابت علي شاهه به پهريائين فارسي زبان ۾ ئي شعر چوندو هو.

سال بسال سيوهڻ ۾ محرم مهيني ۾ مجلسن ۾ فارسي ڪتاب ”روضته الشهدا“ ۾ مسڪين ۽ محزون جا اردو مرثيا ڏاڍي درد ۽ سوز سان پڙهندو هو. جيئن ته ماڻهو اردو پوريءَ طرح نه سمجهندا هئا، انهيءَ ڪري سنڌي مرثين جي ضرورت محسوس ڪيائين. پهريائين اردو مرثين جو سنڌي ترجمو مجلسن ۾ پڙهڻ لڳو. ان کان پوءِ سيوهڻ جي سيد اسد الله شاهه جي چوڻ تي سنڌي زبان ۾ طبعزاد مرثيا به لکڻ شروع ڪيائين؛ جيڪي مجلسن ۾ پڙهڻ لڳو. اڄ تائين سيوهڻ ۾ محرم جي مجلسن ۾ سيد ثابت علي شاهه جا مرثيا پڙهيا ويندا آهن.

جڏهن مير فتح علي خان ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪئي، تڏهن سيد ثابت علي شاهه کي به ٻين شاعرن سان گڏ پنهنجو درباري شاعر مقرر ڪيائين. سيد صاحب قصيدا ۽ مرثيا لکي اچي دربار ۾ ٻڌائيندو هو. سيد جي مرثين کان مير ڪرم علي خان ڏاڍو متاثر ٿيو. جڏهن مير ڪرم علي خان پاڻ سنڌ جو حاڪم ٿيو ته سيد ثابت علي شاهه کي تمام گهڻو نوازيائين. 14 شعبان سنه 1208هه تي ڪائنس موڪل وٺي ڪربلا جي زيارتن تي روانو ٿيو. مير صاحب مسقط جي حاڪم لاءِ سفارتي خط ڏنس، جنهن ڪري مسقط ۾ سندس وڏي عزت ٿي. ڪربلا معليٰ جي عالمن به سندس چڱو آدرڀاءُ ڪيو. سنه 1209هه ۾ زيارتون ڪري موٽي آيو. سنه 1219هه ۾ مير صاحب جي مدد سان مشهد مقدس ويو ۽ امام رضا عليه السلام جي روضي جي زيارت ڪري، ساڳي سال موٽي آيو.

سيد صاحب پنهنجي عمر جا پويان سال سيوهڻ شريف ۾ گذاريا، جتي 27 جمادي الثاني سنه 1225هه (1810) تي وفات ڪيائين. سيوهڻ جي پراڻي قبرستان ۾ کيس دفن ڪيائون. سيد صاحب پرهيزگار ۽ صوم و صلواة جو پابند هو. شيعه عقيدو رکندو هو ۽ مجلسن ۽ ماتم ۾ شريڪ ٿيندو هو. حضرت امام حسين رضي الله عنه جي شهادت بابت ڏاڍي درد ۽ سوز مان مرثيا چيا اٿس، جيڪي سنڌي ادب ۾ اهم حيثيت رکن ٿا. جيتوڻيڪ ڪائنس

پوءِ ڪيترن شاعرن مرثيه چيا آهن، پر سيد صاحب پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سندس مرثين ۾ واقع نگاري ۽ ڪردار نگاريءَ جا تمام سٺا مثال ملن ٿا، جن ۾ وڌيون ادبي خوبيون سمايل آهن، مير خليل لٽوي ڪيس نازڪ بياني جو سمنڊ سڏيو آهي.

## سيد ثابت علي شاهه جا مرثيه:

مرثيه کان سواءِ سيد صاحب قصيدا، سلام ۽ غزل به چيا آهن، پر سندس سمورو ڪلام علم عروض جي سٽا مطابق آهي. يعني سنڌي شعر جي قديم صنفن بيتن ۽ ڪافين تي طبع آزمائي نه ڪئي اٿس. مرثين ۽ مناقبن کان سواءِ سندس ٻي تصنيف "جنگ نامه - ميان عبدالنبي خان ڪلهوڙو باعزت خان" آهي.

ڪن ادبين پنهنجي لکيو آهي، ته سيد ثابت علي شاهه اردو جي مشهور مرثيه نويس مير انيس ۽ مرزا دبير کان متاثر هو. اها ڳالهه صحيح نه آهي؛ ڇاڪاڻ جو سيد صاحب جڏهن وفات ڪئي، تڏهين مير انيس پنجن ورهين جي عمر جو هو، ۽ مرزا دبير 17 سالن جو هو. انهيءَ ڪري انهن جي مرثين مان ڪجهه پرائڻ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. سيد صاحب کي الله تعاليٰ شاعرانه جي ذات عطا ڪئي هئي، جنهن ڪري سندس شعر ۾ وڏو اثر آهي. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي:

> "اڳي (سيد ثابت علي شاهه کان اڳ ۾) سنڌي ۾ مرثيو ڪونه هو، تنهن ڪري هن شاعر مسڪين جي هندي (اردو) مرثين جي تتبعي تي سنڌي مرثين جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي؛ ۽ انهيءَ ڪم ۾ پير اسدالله شاهه (سجاده نشين درگاهه سيوهڻ شريف) گهڻو همتايس."

سيد ثابت علي شاهه پاڻ لکيو آهي:

> "مرثيو سنڌي اڳهين هو ڪونه اصلي سنڌ جي ڪوهو، نديڻ نه هو، مشهور هن پر مون کي چيئين ثابت علي شاهه هي شعر سنڌي دردناڪ تون به سنڌي شعر ۾ ڪي چئج ماتم مرثيا."

جيڪو ڀهريون مرثيو لکيائين، اهو پير صاحب کي پسند آيو ۽ آفرين چيائينس. ان تي سيد ثابت علي شاهه چيو:

اي خدا جا لاڏلا سردار سرور يا حسين،
چيومِ ڀهريون مرثيو، سو ٿيو قبول ڪبريا،
تنهن تون بيحد مرثيا مسڪين و مقتل ترجما،
ٿي چيم جيئن مومن سڀ ڪنهن لکي دفتر ڪيا.

مرزا قليچ بيگ سندس شاعريءَ بابت لکيو آهي:

”ثابت علي شاهه اصل نئون طريقو اختيار ڪيو. طرز ۽ وزن پارسي ٻهاريو، ۽ سنڌيءَ سان گڏ پارسي ۽ عربي لفظ ۽ اصطلاح امڙا ملايا، جو هن جي شعر پڙهندي ڏاڍي لذت پيئي اچي.“

سيد ثابت علي شاهه پنهنجن مرثين ۾ حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه ۽ ڪربلا جي شهيدن جون خوبيون ۽ وصفون بيان ڪري ٿو؛ انهن جي بهادري، جرائت، صبر استقلال جو بيان ڏئي ٿو؛ انهن جي شهادت تي غم جو ماتم ڪري ٿو؛ جنگ جا مناظر ۽ واقعا بيان ڪري ٿو. حضرت امام قاسم جي پهلوانيءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

هن ڪي چا افراسياب ۽ هن ڪي چا سفنديار،
چا هي بيزن، چا هي برزو، چا فزا موز الفرار،
گيو هت گوشو ڪري، نرمي نريمان جو شعار،
طوس جو چا تاب هت ڳو درزو گر گرين گيرودار،
هي مجي رب جي رضا سر ڏئي تہ ڏئي ورنہ محال،
ناهي ملڪ الموت کي هن جي تقابل جي مجال.

حضرت علي اڪبر جي سورهيائي ۽ دشمن سان ويڙهه جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

مصطفيٰ جهڙي مهاندي، مرتضيٰ جهڙي جوان،
شاه دين شبير جو فرزند علي اڪبر پهلوان،
ڪي ئي ڪنئين ڪوفي ڪتا، ان شير حق سورهه جوان،
ڪي ئي بہ شامي شوم ڪيا في النار ان رضوان مڪان،
جيئن گجي بادل هر گردون جو گنبذ پر صدا،
تيئن علي اڪبر ٿي الله اڪبر ڪئي ندا.

حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه جي ثنا ۽ صفت بيان ڪندي چوي ٿو:

هي خدا جو نور، شاهه انبياء جو نور عين،
فاطمه جو نور، شاهه اولياء جو نور عين،
هي حسن جو زور بازو مجتبيٰ جو نور عين،
هي شاهه دنيا و دين آلِ عبا جو نور عين،
هن جي منهن ۾ ته ڏس، سڀ نور الاهي جلوه گر،
هن ڪون روشن عرش و ڪرسي حق جو هي شمس و قمر.

سيد ثابت علي شاهه جي مرثين ۾ مڪالماتي انداز گهڻو ملي ٿو. هڪ مرثيي ۾ آندو اٿس، ته جڏهن حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه دشمن سان وڙهڻ لاءِ اسهيو، تڏهن خيمي ۾ اچي حضرت امام زين العابدين رضي الله تعاليٰ عنه بيمار جي سيراندي کان ويهي ڪيس مخاطب ٿي چيائين:

شاهه گهوڙي تان لهي خيمه ۾ آيو اشڪبار،
طرف سيرانديءَ جي ويهي، چيائين منهنجا من قرار،
آءُ هليس عابد مرڻ تون پٽ اڪيون اي منهنجا يار،
هي نبيءَ ناموس پر ٿيءِ، تون ٿي مڙني جو مدار،
دل کي ڏيرج ڏي منا ۽ هانوَ کي هوشيار ڪر،
پنهنجي بابي جو ابا اٿ آخرين ديدار ڪر.

حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه جو قافلو جڏهن ڪربلا جي ميدان ۾ پهتو، تڏهن امام عالي مقام جيڪي فرمايو، ان کي سيد ثابت علي شاهه هن طرح منظوم ڪيو آهي:

آهه! يارو جڏهن حسين آيو بميدانِ بلا،
ٿيو بيابان بلاتي هر بلا جو مبتلا،
شاهه چيو هن پٽَ جو نانوءُ دشت ڪربلا،
ٿيندو هت سفڪ الدائي عترتِ خير الوار،
اٿ ويهاريو بار لاهيو، اوٺيو سنبري ويهو،
هي سفر هوسين ته ايئن، هت ٿيندو، جيڪي حق لکيو،

مرثين کان سواءِ سلام ۽ نوحا به لکيا اٿس. حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه کي سلام پيش ڪندي چوي ٿو:

شاهہ شهيدان حسين توتي صلوات و سلام،
دنيا ۽ ايمان حسين، توتي صلوات و سلام،
وارث دين نبي مالڪ ملڪ عليٰ،
تارڪ دنيا ڏٺي، توتي صلوات و سلام.
دين ۽ دنيا ڏٺي، توتي صلوات و سلام.

هڪ نوحي ۾ آسمان کي مخاطب ٿي چوي ٿو:

ڪربلا جي قتل جا ڪرڪا خبر اي آسمان،
ڪيئن ڏٺيءِ نيزن چڙهيا، شاهن جا سر اي آسمان،
هي خدا جا قطب تارا عرش ڪرسيءَ جا جڙاء،
هي رسول الله جا شمس و قمر اي آسمان.

حضرت امام حسين رضي الله تعاليٰ عنه جي ماتم تي جيڪي ڳوڙها ڳاڙجن ٿا، انهن جو قدر و قيمت ڪردگار ئي ڄاڻي ٿو. سيد ثابت علي شاهہ چيو آهي:

هي هنجون هڪ هڪ اٿئي، ماڻڪ ۽ موتي منهنجا يار،
تن جي قدر قيمت ڄاڻي ڪونڪو ري ڪردگار،
ان جو ملهہ ملندي صبح فردوس جا باغ و بهار،
پوڪ ري پاڻي نہ پڇندي، روءُ نہ آگو ڏي انعام.

قيامت جو احوال بيان ڪندي، نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي شفاعت جو ذڪر هن طرح ڪري ٿو:

تڏهن سيئي اميدوار ايندا محمد مير ڏي،
رحمت للعالمين وارث وسيلي وير ڏي،
چوندا اي عالم اجها، ڪا عاصين دل ڌير ڏي،
هل محمدﷺ ڪر ڪا، ڏک ويل واهر ڪر وريام.

سيد صاحب کي پنهنجي وطن سيوهڻ سان ڏاڍي محبت هئي. ان جو اظهار هن طرح ڪيو اٿس:

سير گاهي صادقان، خلوت سرائي عارفان،
مامتو ڪلان آور گاهِ اوليا،
برڪ الله شهر سيوهڻ، سنڌ جو دارالامان،
آهي دار الاولياء، سنڌ نالس اصل ڪان،

شهر سيوهڻ جا ۽ امن و شاه عالم جي پناھ،
شهر سيوهڻ ڪشتيءِ نوح و قلندر نا خدا،
شهر سيوهڻ جنهنجو شهباز حسيني شهر يار،
اي خدا هي شهريار ۽ شهر هوئي دائم بقا،
واھ سيوهڻ، لعل جو جنهن ۾ حسيني لاڏلو،
لعل گوهر جو بدخشان جيئن هي گوهر بي بها.

سيد ثابت علي شاھ جي وفات جي تاريخ هڪ شاعر هن طرح چئي آهي.

سال و سل ان محب و اصل بزم علي،
گفت هم بزمِ علي ثابت علي باد سروس .
1225ھ

# مولانا تاج محمود امروٽي
# ۽ سندس شاعري

**سوانح:** دنيا ۾ ڪيترين ئي نامور ۽ باصلاحيت شخصيتون ٿي گذريون آهن، جن علم ۽ فن جي ڪنهن به هڪ يا ٻن شاخن ۾ پنهنجي طاقتن ۽ صلاحيتن جا جوهر ڏيکاريا آهن. تاريخ جي ورق گرداني ڪجي ته اهڙيون شخصيتون ورلي نظر اينديون، جيڪي جامع ڪمالات هجن، جن علم ۽ فن جي هر شاخ ۾ پنهنجون صلاحيتون ظاهر ڪيون هجن ۽ ان سان گڏ سياست ۽ تبليغ ۾ عملي حصو وٺي اهم خدمتون سرانجام ڏنيون هجن ۽ پنهنجي حيثيت مڃارائي هجي.

سنڌ ۾ اسان کي اهڙي جامع ڪمالات شخصيت حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جي ملي ٿي. سندس شخصيت کي هڪ خوشنما باغ سان تشبيهه ڏيئي سگهجي ٿي، جنهن ۾ مختلف قسمن جا گل ۽ ٻوٽا دلڪشي ۽ رنگيني لايو بيٺا هجن ۽ سڳنڌ ۽ سرهاڻ پکيڙي رهيا هجن. هو وڏو عالم، فاضل، اهل دل، مرد مجاهد، بلند پايه شاعر، نثر نويس، آزاديءَ جو علمبردار، مبلغ ۽ ٻين ڪيترين ئي خوبين ۽ خصوصيتن جو مالڪ هو.

حضرت مولانا صاحب جي ولادت خيرپور ضلعي جي هڪ ڳوٺ ڳاڙهي موري ۾ ٿي. سندس والد بزرگوار جو نالو سيد عبدالقادر هو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان پرائي، وڌيڪ تعليم لاءِ پير ڳوٺ ويو. اتان فارسي جو نصاب مڪمل ڪري، عربي تعليم جي تحصيل مولانا حاجي عبدالقادر پنهواري (تعلقو روهڙي) وٽان ڪيائين. جلدئي سندس والد وفات ڪئي. ان کان پوءِ باطني اشاري موجب پرچوندي شريف (ڏهرڪي) وڃي حضرت حافظ محمد صديق جو دست بيعت ٿيو. حافظ محمد صديق مرحوم سوئي وارن بزرگن جو مريد هو ۽ اهو وري حضرت پير صاحب پاڳاري جو مريد هو.

حضرت مولانا تاج محمود صاحب چاليهه ڏينهن ڀرچونڊي ۾ گذارڻ کان پوءِ مرشد جي ارشاد موجب اچي امروٽ تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ رهيو. اتي شروع ۾ ڪيس تڪليفون آيون، ايتري قدر جو ڪڏهن ته فقط سرنهن جو

ساڳ ڪائي گذر ڪيائين.

هوريان هوريان سندس اثر وڌيو ۽ چوڌس چوڌار هبڪار ٿي ويئي. ڪيترائي روحاني فيض پرائڻ وارا ۽ علمي اڃ اجهائڻ وارا ائين اچي ڪٺا ٿيا، جيئن شمع تي پروانا گڏ ٿيندا آهن.

ديني علمن جي اشاعت لاءِ حضرت مولانا صاحب ديني مدرسو قائم ڪيو، جنهن مان ڪيترائي عالم فارغ التحصيل ٿي نڪتا. انهيءَ مدرسي سان حضرت مولانا عبيدالله سنڌي ۽ حضرت مولانا احمد علي لاهوري جهڙيون شخصيتون وابسته رهيون. اهڙي طرح ديني تعليم جي شمع روشن ڪري ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ کي منور ڪيائين. طالب العلمن کان سواءِ ڪيترائي عالم به وٽس ايندا هئا ۽ ديني خدمت جو جذبو سيني ۾ سانڍي عملي ميدان ۾ ٽپي پوندا هئا.

مولانا صاحب سنڌ جي سماجي حالتن جو جائزو وٺي محسوس ڪيو ته سنڌ جا مسلمان ڪيترين ئي غير اسلامي ريتن ۽ رسمن، وهمن ۽ ڀرمن ۾ مبتلا آهن. شادين مرادين، سُکن ۽ باسن، ميلن ۽ ملاکڙن تي اهڙيون رسمون موجود هيون، جيڪي اسلامي تعليم جي روح جي ابتڙ هيون. انهن رسمن کي پنجو ڏيڻ ۽ ڪن رسمن کي سڌارڻ ۽ سنوارڻ لاءِ جهاد شروع ڪيائين. جدا جدا شهرن ۾ وڃي تقريرون ڪندو هو ۽ ماڻهن کي سهڻي ۽ اثرائتي نموني سمجهائيندو هو ته اسلام جي ڏسيل راهه موجب زندگي گذاريو ۽ غير اسلامي ڳالهيون ڇڏي ڏيو. نه فقط ايترو، پر ان ڪم لاءِ هڪ تحريڪ قائم ڪيائين. ڪيترائي پنهنجا معتقد ان ڪم لاءِ تيار ڪيائين. اهي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن ۾ وڃي جلسا ۽ مجلسون منعقد ڪري تقريرون ڪندا هئا ۽ ماڻهن کي بدعت جي راهن کان روڪيندا هئا. نه فقط ايترو پر ميلن، ملاکڙن ۽ بزرگن جي درگاهن تي وڃي ماڻهن کي سمجهائيندا هئا ته اهڙيون رسمون ڇڏي ڏيو، جيڪي الله ۽ الله جي رسول ﷺ جي تعليم سان مطابقت نه ٿيون رکن. ڪيترائي ماڻهو سندن ڳالهيون ٻڌي سنئين راهه تي اچي ويندا هئا ۽ ڪيترا ماڻهو وري مخالفت ۽ طعنه زني ڪندا هئا. هو انهن ڳالهين جو ڪو به خيال نه ڪندا هئا ۽ پنهنجي ڪم ۾ رڌل رهندا هئا. آخر سندن ڪوشش هٿي وڃي هنڌ ڪيو ۽ سنڌ جي سماجي حالتن ۾ ڦيرو اچڻ شروع ٿيو.

اسلام عالمگير دين آهي. هي دين هر دور ۽ هر زماني لاءِ آهي؛ انهيءَ ڪري هن دين ۾ تبليغ کي فرض جي حيثيت حاصل آهي. اهو ئي سبب آهي جو هر دور ۽ هر ملڪ ۾ مسلمانن پنهنجي دين کي ڦهلائڻ لاءِ تبليغ جي سلسلي ۾ وڏيون ڪوششون ورتيون آهن. نہ فقط عالمن، فاضلن ۽ صوفياءِ ڪرام اهو ڪم سرانجام ڏنو آهي؛ پر واپارين ۽ حڪمرانن بہ وسان ڪين گهٽايو آهي. خاص طرح سان سنڌ جي سر زمين انهيءَ سلسلي ۾ ڀلاري ۽ ڀاڳ واري ثابت ٿي آهي. ڪيترن ئي ڀلارن هن ڀونءِ ۾ اسلام جي صداقت ۽ حقانيت جو پيغام پهچائي، ماڻهن جون دليون اسلام جي نور سان منور ڪيون. اهو ئي سبب آهي جو وقت بوقت ٻهرين جون ٻهيرون اسلام جي حق ۽ سچ کي قبول ڪري مسلمان ٿينديون رهيون. مسلمان حڪمرانن جي دور ۾ اسلام جي تبليغ جي سلسلي ۾ جهل پل ڪانہ هئي. حڪمران عالمن جي پوري گرفت ۾ هوندا هئا. جنهنڪري اسلام جي تبليغ جي سلسلي ۾ ڪابہ روڪ رنڊڪ ڪانہ هئي. بلڪ ڪيترا حڪمران ۽ ڪاردار ان سلسلي ۾ عالمن جي سرپرستي بہ ڪندا رهندا هئا. اهو ئي سبب هو جو جيڪڏهن ڪو مسلمان ٿيندو هو تہ مسلمان ڪرڻ واري عالم کي گهڻين مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي منهن ڏيڻو نہ پوندو هو.

البتہ انگريزن جي دور ۾ اهي سهولتون ۽ رعايتون ختم ٿي ويون، بلڪ ان جي ابتڙ ماحول پيدا ٿي ويو. انگريزن مسلمانن کي دٻائڻ ۽ هيسائڻ، اقتصادي ۽ تعليمي ميدان ۾ پوئتي رکڻ ۽ اسلام جي تبليغ جي راهہ ۾ مختلف حربا هلائي، روڪ ۽ رنڊڪ پيدا ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. نہ فقط ايترو پر هندن کي هٿي ڏيئي انهن جي اقتصادي، سياسي ۽ اجتماعي طاقت کي وڌايائون. نتيجو اهو نڪتو جو انگريزن جي دور ۾ جيڪڏهن ڪو هندو، مسلمان ٿيندو هو تہ واويلا مچي ويندي هئي. سمورا هندو گڏجي اٿي کڙا ٿيندا هئا ۽ سمورا هٿيار سنڀالي مسلمانن سان منهن مقابل ٿيندا هئا ۽ انهيءَ نئين مسلم کي موٽائي پنهنجي ڌرم ۾ نيات ۾ آڻڻ لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائيندا هئا.

جيئن تہ انگريز سرڪار سندن پٺڀرائي ڪندي هئي، تنهنڪري مسلمان ڪنڌڙ عالم کي سخت پريشان ڪندا هئا ۽ ان کي ڪيترن ڪوڙن

ڪيسن ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. انهن ڳالهين کان سواءِ هندن، شڌي ۽ سنگهٽن تحريڪون قائم ڪيون هيون ته جيئن هو مسلمانن سان طاقت آزمائين، مقابلو ڪن ۽ هندن مان مسلمان ٿيل ماڻهن کي موٽائي پنهنجي ڌرم ۾ داخل ڪن.

اهڙين حالتن ۾ دين اسلام جي تبليغ ڪرڻ، هندن کي اسلام تي آڻڻ، نون مسلمانن کي اسلام جي تعليم سيکارڻ، انهن کي اسلام تي ثابت قدم رکڻ ۽ کين هندن جي سازشن ۽ شرارتن کان محفوظ رکڻ، وڏو دليري جو ڪم هو. اهڙين ڪٺن حالتن ۾ ته رڳو جا چڻا چپٽا هئا، يا مڪڻ جي شيخ پچائڻي هئي. اهو حضرت مولانا تاج محمود امروٽي جو دل گردو هو، جنهن نهايت دلري ۽ همت سان سيني ڳالهين کي منهن ڏنو. سرجوشيءَ سان تبليغ جو ڪم سرانجام ڏنائين ۽ انن هزارين کان مٿي غير مسلم دين اسلام جي دليري ۾ داخل ڪيائين. انهيءَ سلسلي ۾ جيڪي مشڪلاتون سامهون آيس، انهن کي مڙس ٿي منهن ڏنائين. هندن ڪيڏا به وس ڪيا، پر هر حال ۾ نون مسلمانن جو تحفظ ڪيائين ۽ ڪنهن به حالت ۾ ماڻهو موٽائي نه ڏنائين. انهيءَ سلسلي ۾ ڪيس ڳاهيائين، هندن طرفان ڪڙي ڪيل سازش ۽ فتنن کي منهن ڏنائين ۽ انگريزن جي ڏاڍ ۽ ڌهڪاءُ جي به ڪا پرواهه ڪانه ڪيائين. سندس ايماني جوش ڏسي، سنڌ جي مسلمانن به سندس مدد ڪئي ۽ هر قدم تي سندس سات ڏنو. اهو ئي سبب هو جو غير مسلم حڪومت جي دور ۾ به دين اسلام جي سربلندي رهي.

سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان وٺي، مختلف دورن ۾ ڪيترائي بزرگ ۽ صوفي درويش ٿي گذريا آهن، جن ماڻهن کي روحانيت جو سبق سيکاريو، سنڌن اخلاق کي سنواريون ۽ سڌاريو ۽ سنڌن تتل دليون ٺاريون. اهو ئي سبب هو، جو ماڻهو روحانيت ڏانهن راغب رهيا ۽ پنهنجي مالڪ حقيقي ۽ نبي اڪرم ﷺ جي محبت ۾ سرشار رهيا. ايثار ۽ انسان دوستي، سخا ۽ سچائي، نهٺائي ۽ نماڻائي سنڌن مزاج ۽ فطرت جون خاص خوبيون ۽ خصوصيتون رهيون.

حضرت مولانا تاج محمود امروٽي ٻين ڳالهين سان گڏ روحاني سلسلي کي به قائم رکيو. ڪيترائي ماڻهو سندس روحاني فيض مان مستفيض ٿيا. انهيءَ سلسلي کي به باقاعده هڪ اداري جي صورت ڏنائين. سنڌ ۽ بلوچستان

جا ڪيترائي ماڻهو سندس مريد هئا. ان کان سواءِ ڪيترائي سندس خليفا هئا، جيڪي خدا جي مخلوق کي روحانيت جو سبق سيکاريندا هئا. اهي مريد ۽ خليفا ساڳي وقت سرفروش مجاهد بہ هوندا ۽ اسلام جي مقصد لاءِ مرشد جي سڏ تي لبيڪ چئي، ڪفن سر سان ٻڌي، نڪري نروار ٿيندا هئا. اهو حال ڏسي انگريزن توڙي هندن جا ڇهہ ڇڄي پوندا هئا ۽ حضرت امروٽي کي هٿ لائڻ کان ڪيٻائيندا هئا.

اسلام، زندگيءَ جو مڪمل ضابطہ حيات آهي، هن ۾ انسان جي هدايت ۽ رهنمائيءَ لاءِ دنيا توڙي آخرت جي ڀلائيءَ جون سموريون ڳالهيون موجود آهن. اهو ئي سبب آهي، جو اسلام ۾ سياست دنيا کان ڌار نہ آهي، بلڪہ مسلمانن کي سياسي معاملن ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻو آهي تہ جيئن اسلام جي حڪومت قائم ٿي ۽ اسلام جي سربلندي ٿئي.

حضرت امروٽي انهيءَ ڳالهہ کي چڱي طرح سمجهيو پئي. اهو ئي سبب آهي جو هن آزاديءَ جي تحريڪ ۾ سرگرم حصو ورتو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ وارن ڏينهن ۾ هندستان کي انگريزن جي غلاميءَ کان آزاد ڪرائڻ جي سلسلي ۾ ديوبند جي مشهور عالم ۽ بزرگ حضرت مولانا محمود الحسن (ولادت1851ع ۽ وفات 1920ع) هڪ خفيہ تحريڪ هلائي. ان موجب ترڪي ۽ افغانستان کي گڏجي هندستان تي حملو ڪرڻو هو ۽ ملڪ اندر پنهنجي قائم ڪيل تحريڪ طرفان بغاوت ڪرائڻي هئي. هندستان ۾ جيڪي بغاوت جا مرڪز قائم ڪيا ويا هئا، انهن مان هڪ مکيہ مرڪز امروٽ ۾ هو، جنهن جو سربراهہ ۽ اڳواڻ حضرت مولانا تاج محمود امروٽي هو. موقعي ۽ وقت سارو حضرت مولانا جي سرڪردگيءَ ۾ سنڌ ۽ بلوچستان ۾ بغاوت ٿيڻي هئي. مولانا عبيدالله سنڌي بہ انهيءَ سلسلي ۾ افغانستان ويل هو.

افسوس جو اها تحريڪ ڪامياب ڪانہ ٿي. اهو ريشمي رومال پڪڙجي پيو، جيڪو مولانا عبيدالله سنڌي افغانستان مان سنڌ ڏانهن موڪليو هو ۽ تحريڪ ۾ ڪم ڪندڙن کي ترڪيءَ جي اختياريءَ وارن تائين پهچائڻو هو. جيئن تہ ان ريشمي رومال تي افغانستان ۽ ترڪي جي وچ ۾ عهدنامي جو متن تحرير ٿيل هو انهيءَ ڪري اها تحريڪ ريشمي رومال جي نالي سان مشهور ٿي. ريشمي رومال جي پڪڙجي وڃڻ کان پوءِ تحريڪ ناڪام ويئي

۽ بغاوت ٿي نہ سگهي. ان هوندي بہ حضرت امروٽي ڪلم ڪلا تقريرن توڙي تحريرن ۾ انگريزن سان نفرت ۽ حقارت جو اظهار ڪندو رهيو. سندس دليري، همت ۽ جرائت ڏسي، انگريز حاڪم بہ ڪانئس ڪؤ کائيندا هئا.

1919ع ۾ سنڌ ۾ خلافت تحريڪ شروع ٿي. ان تحريڪ ۾ بہ مولانا امروٽي وڏو ڪم ڪيو ۽ پنهنجي جوشيلي تقريرن سان تحريڪ کي وڏو زور وٺارايائين. سندس تقريرن ۽ تحريرن سنڌ ۾ باهہ لڳائي ڇڏي ۽ ڪيترائي مرد مجاهد نڪري نروار ٿي اچي هن تحريڪ ۾ شامل ٿيا. لاڙڪاڻي جو اعليٰ تعليم يافتہ بئريسٽر جان محمد جوڻيجو ڪانئس ايترو تہ متاثر ٿيو. جو سڀ ڪجهہ ڇڏي تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن ۽ روح روان بڻيو. سندس ئي ڪوشش سان هجرت تحريڪ وجود ۾ آئي ۽ لاڙڪاڻي مان مهاجرن جو قافلو رئيس جان محمد خان جوڻيجي جي اڳواڻيءَ ۾ سنڌ کان ڪابل روانو ٿيو.

حضرت امروٽي جمعيت العلماء هند جو مکيہ رڪن ۽ سرگرم ڪارڪن هو. ان دور جا وڏا عالم ۽ سياسي اڳواڻ کيس وڏي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسندا هئا. سن 1922ع ۾ ڪلڪتي ۾ ”جمعيت العلماء هند“ جو جيڪو اجلاس ٿيو، ان جو کيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. جمعيت العلماء سنڌ جي قائم ٿيڻ کان پوءِ ان جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو ۽ آخر تائين انهيءَ عهدي تي رهيو. حضرت مولانا صاحب سٺو مقرر هو. هن نہ فقط سنڌ جي مختلف شهرن ۾ وقت بوقت مذهبي ۽ سياسي نوعيت جون پراثر ۽ پرجوش تقريرون ڪيون پر خلافت تحريڪ توڙي جمعيت العلماء هند جي تحريڪ جي سلسلي ۾ سنڌ کان ٻاهر بمبئي، دهلي، لاهور، عليگڙهہ ۽ ڪلڪتي ۾ بہ تقريرون ڪيون، جن کان ماڻهو تمام گهڻو متاثر ٿيا.

حضرت امروٽي کي انگريزن کان سخت نفرت هئي. تقريرن توڙي تحريرن ۾ انهن کي خوب ننديندو هو ۽ ماڻهن ۾ انهن لاءِ نفرت جو جذبو پيدا ڪندو هو. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ جي مسلمانن ۾ سياسي شعور پيدا ٿيو، ايماني، جوش ۽ جذبو سندن دلين ۾ جاگزين ٿيو، آزاديءَ جي تڙپ پيدا ٿي ۽ انگريزن کان نفرت ۽ حقارت جو جذبو اڀريو. انهن ڳالهين جي ڪري سنڌ جي مسلمانن خلافت تحريڪ، هجرت تحريڪ، مسجدن جي بحاليءَ

جي تحريڪ، آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو.

سندن آخري عمر ۾ ڪي مسجدون سکر بئراج جي واهن جي وچ ۾ ٿي آيون. مولانا مرحوم کي جڏهن معلوم ٿيو ته مسجدون شهيد ڪيون پيون وڃن، تڏهن بي اختيار ٿي اٿيو. انگريزن کي للڪاريائين ته مسجد خدا جو گهر آهي، ان کي اسان ڪنهن به صورت ۾ مسمار ڪرڻ نه ڏينداسين. ان سلسلي ۾ سر ڌڙ جي بازي لڳائي پنهنجي جماعت سوڌو مسجد ۾ ڌرڻو ماري ويهي رهيو. ان تان ملڪ ۾ وڏو ممڻ متو ۽ مسلمان نئين جوش ۽ جذبي سان مسجدن جي تحفظ ۽ بحاليءَ لاءِ نڪري نروار ٿيا. اهو حال ڏسي انگريز به گهبرائجي ويا. سندن ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ اسلامي جوش ۽ جذبي آڏو مات ڪائي ويو. نتيجي ۾ مسجدون قائم ۽ دائم رهيون. اڄ به انهن مسجدن مان هڪ مسجد ڪير ٿر واهه جي وچ ۾ موجود آهي ۽ هڪ مرد مجاد جي ايماني جوش ۽ جذبي جو اڻ مٽ نشان آهي.

ايترن سارن عملي ڪارنامن جي باوجود مولانا مرحوم علم جي ميدان ۾ به ايڏو ئي سرگرم عمل رهيو. هو صاحبِ قلم هو ۽ سنڌي زبان جو بهترين نثر نويس ۽ شاعر هو. البته هن قلم مان به اسلام ۽ مسلمانن جي خدمت جو ڪم ورتو. انهيءَ ڪم لاءِ اشاعت جو سلسلو به هٿ ۾ ڪنيائين ۽ امروٽ ۾ هڪ پريس "محمود المطابع" نالي قائم ڪيائين؛ جنهن ۾ ڇپرايائين سورت ياسين ۽ سورت الرحمٰن جو ترجمو ۽ تفسير شايع ٿيا. جيڪي مولانا صاحب ڏوهيڙن جي صورت ۾ لکيا آهن. آخري ۾ "الهام الرحمان" نالي قرآن مجيد جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪري ڇپايائين، جيڪو قرآن حڪيم جو عام فهم بامحاوره سنڌي ترجمو آهي. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي ديني ڪتاب شايع ڪرايائين.

حضرت مولانا مرحوم سنڌي زبان جو بلندپايه شاعر به هو ۽ "حسن" تخلص ڪندو هو. نعتيه‌ڪلام به چيو اٿس، ته قومي نظم به لکيا اٿس. قومي نظمن ۾ انگريزن سان نفرت جو اظهار ڪيو اٿس ۽ مسلمانن کي سجاڳيءَ جو سڏ ڏنو اٿس، ترڪن جي تعريف ڪئي اٿس ۽ انهن سان محبت ۽ همدردي ظاهر ڪئي اٿس، احرارن لاءِ هن طرح ڏنيءَ در دعاگو آهي:

ڏٺي ڏي تون فتح ڪامل، مصطفيٰ احرار کي،
مرد غازين کي مدد ڏي، هر جاءِ سندن هر ڪار کي،
ويڙهه ۾ ويرين مٿان ٽڪڙو ڪيو تہ ڪن تمام،
ڏڙ سڀيون سورهيہ ڪٽين ويرن سنڌي ڪاپار کي،
ترڪ تازا ڪر توانا آل عثمان جي سوا،
ناس ڪر سارا نصارا راڄ روسن زار کي.

انگريزن جي ظلم ۽ ڏاڍ جي ڪري عوام جي ڪهڙي حالت هئي؛ لالچي ۽ ضمير فروش جي ڪهڙي ڪيفيت هئي، ان جو نقشو هن طرح چٽيو اٿس:

ڏٺي در تي تنهنجي ڪهڙي ڪريان فرياد مون هاٺي،
لڄا تنهنجي ڪسي طمع، وئي ويڙهي طمع راٺي.

1- وڏو هٽ نوڪرن نڙ ۾، ڪيو ڪرسين اسان قابو،
اسان جا منهن ٺيا سپ بند، ٺيا چپ وات سپ ساٺي.

2- اڳيون ڪلٽر ويهي ڪرسين، اتي ايمان ڏنو سارو،
چوي جيڪو مجيئون سوئي، اڳيئون نهڪر ڪا آٺي.

3- ويو آدمين سپ ايمان، چڙي ويو خوف سپ تنهنجو،
ويڙهي ويو پوءِ نصارن جو، ٿيو هيئنڙو سدا ساٺي.

انهن کان سواءِ "پريت نامو" نالي ڪتاب ۾ يوسف زليخا جو قصو مثنوي جي سٽا ۾ بيان ڪيو اٿس. سندس سموري شاعري جيتوڻيڪ مقصدي آهي، پر رواني، سلاست ۽ اثر انگيزي ان جو خاص خوبيون آهن.

مطلب تہ مولانا جي ذات ۾ هڪ ئي وقت ڪيترين ئي خوبيون ۽ خصوصيتون موجود هيون. سندس شخصيت، ڪردار ۽ عملي زندگيءَ جا ڪيترائي پهلو هئا؛ جن سنڌ جي مذهبي ۽ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي، معاشي ۽ معاشرتي حالتن کي هڪ نئون موڙ ڏنو. اهو موڙ، جنهن سنڌ جي ماڻهن کي غلط رسمن، وهمن ۽ ڀرمن کان ٻاهر ڪڍيو، جنهن سنڌ جي ماڻهن ۾ اسلامي جوش، جذبو ۽ آزاديءَ جي تڙپ پيدا ڪئي؛ جنهن سنڌ ۾ اسلام جي اشاعت کي اڳتي وڌايو ۽ قرآن شريف معنيٰ سان پڙهڻ جو ذوق پيدا ڪيو؛ جنهن سنڌ ۾ سياسي شعور پيدا ڪيو؛ جنهن سنڌ جي ماڻهن ۾ روحانيت کي برقرار رکيو ۽ اخلاقي اقدار کي بحال ڪيو.

هن مرد مجاهد اسلام جي سربلندي ۽ آزاديءَ جي جدوجهد لاءِ اهم خدمتون سرانجام ڏنيون. 3- جمادي الثاني 1348هه مطابق 5- نومبر 1929ع تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. سندس خليفن مان مولانا احمد علي لاهوري مرحوم، مولانا حماد الله هاليجوي مرحوم، حاجي محمد صالح بائجي واري، مولانا عبدالڪريم ڪهاڙو مرحوم، سيد دين محمد شاهه مرحوم جا نالا قابل ذڪر آهن.

اسان جي هڪ مهربان دوست محترم ڊاڪٽر محمود شاهه هن بزرگ شخصيت تي تحقيقي مقالو لکي، پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي آهي.

هڪ ٻيو شخص به آهي جنهن کي سدائي اها ڌن لڳل هوندي آهي تہ مولانا امروٽي جي شخصيت ڪردار ۽ فڪر بابت ڪتاب ۽ مقالا شايع ٿيندا رهن تہ جيئن اسان هن بزرگ جي ڪردار مان سبق پرائي، ان جي نقش قدم تي هلي، پنهنجي زندگي سجائي ۽ سقلي بنايون. اهو آهي: عبدالرحمان جتوئي صاحب. ان جي همت افزائي بہ ٿيڻ گهرجي.

مولانا امروٽي جي شعر جو مجموعو "عرفان امروٽي عرف ڪليات حسن" جي نالي سان ڊاڪٽر سيد محمود شاهه سهيڙي سموهي شايع ڪيو آهي. ڪتاب جو پيش لفظ ۽ مقدمو بہ شاهه صاحب جو ئي لکيل آهي، مقدمو مفصل آهي، ۽ ڪتاب جي 106 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ حضرت امروٽي جي روحاني مرتبي، ڪرامتن، اشاعت اسلام جي سلسلي ۾ ورتل ڪوششن، آزاديءَ جي سلسلي ۾ سندن مجاهدانہ ڪارنامن ۽ علمي، ديني ۽ روحاني فيض جو تفصيل سان ذڪر ڪيو ويو آهي. ان سان گڏ "حضرت امروٽي جي شاعري ۽ ان جو جائزو" جي عنوان هيٺ نهايت وضاحت سان حضرت امروٽي جي شاعريءَ جي فني، فڪري ۽ مقصدي پهلوئن تي روشني وڌي وئي آهي. ان سان گڏ حضرت امروٽيءَ جي شعر جي ادبي خوبين کي بہ نکيڙي نروار ڪيو ويو آهي.

مقدمي کان پوءِ حضرت امروٽيءَ جو مڪمل ڪلام ڏنو ويو آهي، جيڪو ڪتاب جي صفحي 131 کان 326 تائين ڦهليل آهي. حضرت امروٽيءَ ڪافيون بہ چيون آهن، تہ مولود بہ، قومي ۽ اصلاحي نظم بہ لکيا آهن، تہ غزل ۽ مخمس بہ، بيت بہ لکيا اٿس، تہ مثنوي بہ. شروع ۾ مخمس جي سٽا

۾ مناجات آهي. ان کان پوءِ بيت، ڪافيون، غزل، ۽ قومي شعر آهي. آخري حضرت مولانا جي مشهور مثنوي "پريت نامہ سنڌي" بہ آهي، جنهن ۾ حضرت يوسف زليخا جو قصو سلسليوار بيان ڪيو ويو آهي.

حضرت امروٽيءَ جي شاعري قابل قدر آهي؛ ۽ سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکي ٿي. خاص طرح سان مولود جو باڪمال شاعر آهي. سندس مولودن ۾ هر هنڌ عشقِ رسول جو جذبو ڪار فرما آهي. مولودن مان ڪجهہ شعر نموني طرح ڏجن ٿا:

پرين پرتئون پسي توکي، ٿيان سرهو سڄڻ سائين،
وڇوڙي جي لهي دل تان مٺا ڪَسُ يا رسول الله.
تجلي نور نرمل کان، ٿيو ڪون و مڪان پيدا،
ملڪ پيدا، زمين پيدا، سٺتئي ٿيا آسمان پيدا.

ڪافين مان ڪجهہ بند هيٺ ڏجن ٿا:

ٿل: آئي موسم چيٽ بهار، هرجا جانب حسن پسايو،
گل ڦل ٻوٽا باغ سڄوئي، واسيا وڻ ٽڻ سونهن سيوئي،
ٻاجهوئون سهڻل نظر نہ ڪوئي، نيڻ ڏسن نروار.

ٿل: سڻ سڄڻ سهڻا زاريون، تنگ پريا نمائيءَ جون،
ٻاجهہ پريا ٻانهيءَ جون.
ماٺن تنهنجن محب آ صومي، جيءَ جٺو مون دلڙي ساهي،
ناز نيڻن جي هيڪاريون.

مثنوي "پرت نامہ" ۾ ڏيکاريل آهي، تہ جڏهن حضرت يوسف جي حسن جي تعريف ڪئي ويئي، تڏهن حضرت يوسف خالق حقيقي جي واکاڻ هر طرح ڪرڻ لڳو:

بناوب منهنجي هيءَ ڏاتر بڻائي، اين يونين آڏوت جنهن اڏائي

منهنجي هيءَ سونهن جا اهڙي موچاري - آهي تنهن "حسن" مان ڦهنگار واري حضرت مولانا جو تخلص "حسن" آهي. اهو لفظ ڪيترين ئي جاين تي سونهن ۽ سوڀيا جي معنيٰ ۾ مستعمل بہ نظر اچي ٿو؛ جيئن مٿي ڏنل مثالن ۾ ڪتب آندل آهي.

محترم ڊاڪٽر سيد محمود شاهہ بخاري بيشڪ ڪيرون لهڻيون، جنهن وڏي محنت سان حضرت مولانا جو ڪلام هٿ ڪري، سهڻي نموني

مرتب ڪري شايع ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌي ادب ۾ سهڻو واڌارو آهي.

### "تذڪير المؤمنين" تفسير سورة يٰسين:

هي سورة يٰسين جو منظوم ترجمو آهي، جيڪو حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽيءَ جو ڪيل آهي. ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو صاحب هي منظوم ترجمو مرتب ڪيو آهي ۽ مولانا عبدالخالق ڪنڊياروي اڪيڊمي ڄام نور الله، تعلقه ڪنڊيارو طرفان 1992ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. ڪتاب پهريائين مدرسه عربيه اسلاميه امروٽ طرفان لٿوءَ ڇپيو. موجوده ڇاپي ۾ پهريائين مرتب طرفان "مهاڳ" ۽ "مقدمو" آهي. مقدمي ۾ حضرت مولانا امروٽيءَ جي سوانح حيات آهي، ۽ ان سان گڏ ان وقت جي سياسي حالتن جو ذڪر به ڏنو ويو آهي. نه فقط ايترو پر تفسيري خوبين ۽ شاعرانه خصوصيتن تي به روشني وڌي وئي آهي. تفسير جي خوبين جو ذڪر ڪندي لکيو اٿس:

"مولانا سيد تاج محمود امروٽي جو هي سورة يٰسين جو ترجمو ۽ تفسير سنڌي ديني ادب ۾ هڪ عمدو ۽ اعليٰ مثال آهي" (ص 22)

حضرت مولانا امروٽي صاحب جي ترجمي ۽ تفسير جي سٽا هن طرح آهي:

پهريائين قرآن حڪيم جي سورة ڏني، ان جو سنڌي نثر ۾ ترجمو ڏنو ويو آهي، ان کان پوءِ نظمي سٽا ۾ تفسير آهي. شروعات هن طرح ٿئي ٿي.

يٰس وَالقُرآنِ الحَڪيمِ انَڪَ لَمِنَ المُرسَلِين

يٰسين- (اسان کي) قرآن حڪمت واري جو قسم آهي، ته بي شڪ تون (اي پيغمبر وڏن) پيغمبرن مان هڪ (وڏو شان وارو) پيغمبر آهين.

معنيٰ لفظ يٰسين جي، هڪ ڏٺي تو ڄاڻي،<br>
مٿي حرفن مقطعات جي، هرڪو ويساهه آڻي،<br>
علم الله جو الله کي، ٻي خبر نه ڪائي،<br>
نه پيغمبر ڪريم ڪا، آ ڪنهن کي سڃاڻي،<br>
قسم آهي قرآن جو ڪم، جو پريل حڪمت ساڻ،<br>
بيشڪ تون رسولن مان پاڻ کي ڄاڻ.

# مرزا قليچ بيگ- شخصيت ۽ ڪردار

{سندس آتم ڪهاڻي "سائو پن ۽ ڪارو پنو" جي روشنيءَ ۾}

شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ مرحوم جيڪي سنڌي زبان ۽ ادب جا گهڙا ڀريا آهن، انهن سنڌي زبان ۽ ادب جي سونهن ۽ سوڀيا کي سرس ڪري، امر بنائي ڇڏيو آهي. سندس وڏو ڪمال اهو آهي جو ادب جي هر صنف تي ۽ علم جي هر شاخ ۾ هن صاحب سنڌي ادب کي دنيا جي اعليٰ ادب مان ترجمن رستي توڙي طبعزاد معياري ڪتاب ڏنا آهن. جنهنڪري سنڌي زبان علمي توڙي ادبي طرح شاهوڪار زبان ٿي پيئي آهي. انهن علمي ۽ ادبي خدمتن کان سواءِ، مرزا صاحب جو ذاتي ڪردار به نهايت مٿانهون ۽ مثالي آهي، هتي سندن خودنوشته سوانح عمري "سائو پن، ڪارو پنو" جي روشنيءَ ۾ سندس شخصيت ۽ ڪردار پيش ڪجي ٿو، جنهن مان معلوم ٿيندو ته هو ڪيڏو نه عظيم انسان هو.

مرزا صاحب پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ پنهنجي زندگيءَ جي هر دور جون ڳالهيون لکيون آهن. ۽ نهايت سچائيءَ سان هر اهم ڳالهه بي باڪيءَ ۽ ديانتداريءَ سان بيان ڪئي اٿس. پنهنجي ننڍپڻ جون ڳالهيون ڪندي، پنهنجي ٻاراڻين حرڪتن جا مثال ڏنا اٿس، ۽ لکيو اٿس:

> "ننڍي هوندي مون کي خوش طبعي ۽ مسخري ۽ چرچيبازي ڪرڻ جي عادت هوندي هئي. مسخريون ۽ نقلون به تمام عمديون ڪندو هوس، جنهنڪري بابو ۽ ٻيا گهر جا ڀاتي توڙي ٻيا ملاقاتي گهڻو کلندا هئا." (ص 26)

اهڙي خوش طبع ٻار کي زماني جي حالات ۽ علم جي پالوٽ نهايت سنجيده بنائي ڇڏيو. ۽ هو استادن جي پيار ۽ محبت جو مرڪز بنجي ويو، مرزا صاحب جڏهن بمبئيءَ جي ڪاليج ۾ پڙهڻ ويو ته پنهنجي علمي چاڻ ۽ شخصيت سان استادن کي ايترو ته متاثر ڪيائين جو هو ڪيس پيار ڪرڻ لڳا.

> "وقت جا پروفيسر يا ڪلاس فيلو سڀ مون منجهان راضي هوندا هئا. خاص طرح پروفيسر مرزا حيرت، جو مون کي نه فقط

شاگرد وانگي، پر پٽ وانگي سمجهندو هو. ۽ محبت ڏيندو هو... مرزا حيرت وٽ آءٌ هر روز شام جو ويندو هوس ته صبح جو به ويندو هوس. آءٌ ڪلارڪ وانگي سندس خانگي ۽ سرڪاري لکپڙهه به ڪندو هوس، ڪتاب جيڪي وٽس راءِ ڏيڻ لاءِ ايندا هئا، سي به مون کي ڏسڻ ۽ راءِ ڏيڻ لاءِ ڏيندو هو. امتحانن ۾ سوالن ڪيڻ ۽ جوابن ڏسڻ ۾ به آءٌ خانگي طور گهڻي مدد ڏيندو هو سانس. پهرئين سال ئي هن کي معلوم ٿيو ته فارسي ۽ عربي آءٌ زياده ڄاڻان ٿو. اسان ڪان جيڪي وقت بوقت امتحان وٺندا هئا، تن ۾ فارسيءَ جو پيپر به هو. هميشه مون کي سؤ مان سؤ مارڪون ڏيندو هو. جنهن تي ٻيا پروفيسر ڪلندا هئا ۽ مرزا حيرت جي هلت تي حيرت ۾ پوندا هئا. خانگي وقت ۾ هو مون سان هزارين مضمونن تي گفتگو ڪندو هو، ۽ جدا جدا شاعرن جا شعر ٻڌائيندو هو." (ص 34)

هن مان مرزا صاحب جي علم ۽ ذهانت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. استاد ۽ شاگرد جي وچ ۾ جڏهن اهڙو تعلق هو، تڏهن ته عظيم انسان ۽ باڪمال اديب ۽ شاعر پيدا ٿيا. جڏهن اهو رشتو ٽٽي ويو، تڏهن ڇڻ هڙ هلي ويئي. هينئر اها حالت آهي جو، بقول شاهه ڪريم بلڙيءَ وارو:

**ٿلها ڍانڊ سڪتا، هنئين جاڙ جٺين.**

پروفيسر مرزا حيرت سندس علمي قابليت ۽ ذهانت کي پرکي، کيس ڪاليج ۾ فيلو مقرر ڪرايو، ان تي هڪ سنڌي شاگرد کي دل ۾ حسد پيدا ٿيو، ۽ فرضي نالي سان اخبار ڏانهن خط موڪلڻ لڳو. اها ڳالهه خود مرزا صاحب جي زباني ٻڌو، ۽ سندن شخصيت ۽ ڪردار جي عظمت جو اندازو لڳايو:

"انهيءَ وقت جي هڪڙي ڳالهه ياد ٿي پوي، جنهن ۾ مونکي پنهنجي نالائقي ۽ بي عقلي قبول ڪرڻي ٿي پوي. سنڌي شاگردن مان هڪڙي کي، مرزا حيرت جي مهرباني ڏسي، مون تي حسد پيدا ٿيو، ۽ انهيءَ "ٽائمس آف انڊيا" اخبار ۾ ڪي خط وڌا، جن ۾ مرزا حيرت جي شڪايت ڪيائين ۽ منهنجي فيلو ٿيڻ تي اعتراض آندائين. اهي خط گمنام هئا، جي ڏسي مرزا حيرت کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. آخر ٻيا سنڌي شاگرد، جي منهنجا دوست ۽ زياده خيرخواهه هئا، تن کي خبر پئجي ويئي ته لکندڙ اهو آهي،

بلڪ هن هڪڙو ٻيو خط لکي ٽپال ۾ وجهڻ لاءِ پنهنجي نوڪر کي ڏنو. جو هن ڪنهن تجويز سان انهيءَ کان وٺي مونکي ڏنو. مون کي ٻه ڏاڍو ارمان ٿيو ۽ پنهنجن سنڌي دوستن جي چوڻ تي اهو خط مون وچي مرزا حيرت کي ڏيکاريو، جنهن کي نهايت ڏک ٿيو، ۽ ڪاوڙ ٻه لڳي، ڇالاءِ جو هو سيني شاگردن تي مهربان هوندو هو ۽ اهو شاگرد وٽس گهڻو ويندڙ هو. هن اهو خط چڙ مان ڦاڙي ڇڏيو، ۽ انهيءَ سنڌي شاگرد کي گهڻو ڳالهايائين ۽ وري ڪڏهن ٻه پاڻ وٽ اچڻ نه ڏنائين. انهيءَ حرڪت ڪري آءٌ بروقت پشيمان ٿيس. ۽ اڄان تائين پشيمان آهيان تہ ائين نہ ڪريان ها تہ چڱو هو." (ص 36 - 37)

پوءِيون جملو مرزا صاحب جي اعليٰ ڪردار جو چٽو ثبوت آهي، حاسد جا پول پڌار ڪرڻ انساني فطرت آهي. عام حالت ۾ انهيءَ ڳالهہ تي پاڻ خوشي ٿيندي آهي، پر اهو مرزا صاحب جو اعليٰ اخلاق هو، جو ان حالت ۾ ٻہ ڪيس ارمان ۽ افسوس ٿيو. نہ فقط ايترو، پر هو سڄي زندگي انهيءَ واقعي تي افسوس ڪندو رهيو، حالانڪہ انهيءَ ۾ مرزا صاحب جو ڪو ڏوهہ ڪونہ هو، شاگرد کي پنهنجي ڪيئي جي سزا ملي هئي.

مثالي ڪردار واري ماڻهوءَ جي اها ٻہ خصوصيت آهي تہ هو ڪنهن جي چڱائي وساريندو نہ آهي، پر اهي چڱايون سڄي زندگي ٻيو ساريندو آهي، مرزا صاحب جي ٻہ اها حالت هئي. پنهنجي استاد مرزا حيرت جا ڳڻ ڳائيندي لکيو اٿس:

"مطلب تہ جيئن ننڍي هوندي مون پنهنجي پيءُ جي صحبت مان علمي مايو وڏايو. تيئن بمبئيءَ ۾ مرزا حيرت جي صحبت مان ٻہ گهڻو ئي ڪي حاصل ڪيم. انهيءَ لاءِ آءٌ سندس گهڻو شڪر گذار آهيان. ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين احسانمند رهندس."

جوانيءَ ۽ عشق جڏهن پاڻ ۾ ملندا آهن تہ انسان جي اصولن ۽ عقيدن تي قابضي ٿي ويندا آهن. اهڙين حالتن ۾ هوش سنڀالڻ ۽ پنهنجي اصولن ۽ عقيدن کي برقرار رکڻ تمام وڏي ڳالهہ آهي. مرزا صاحب اهڙيءَ آزمائش ۾ ٻہ ڪامياب ويو، ۽ پنهنجيءَ محبت تي پنهنجي مذهب کي قربان نہ ڪيائين:

> ”ترڙي محبت جي ويڄهو. راڌڻ اسٽيشن تڏهن وڏي اسٽيشن هئي ۽ اتي انجن- شيڊ هوندو هو ۽ گهڻا يورپين رهندا هئا... ڪراچيءَ کان تازو آيل هوس. جتي جوان مندمن جي صحبت ۾ رهيو هوس ۽ جوانيءَ جي عمر هئي، ٽالاءِ جو پنجويهن ورهين جي عمر ۾ نوڪري شروع ڪئي هيم ۽ شاديءَ جو خيال به اڳيئي پيدا ٿيو هو. تنهنڪري راڌڻ جي اسٽيشن ماسٽر، مريءَ جي وڏي ڌيءَ سان منهنجي گهڻي محبت ٿي وئي...
>
> لاهور جي بشپ وٽ اجازت لاءِ درخواست ويئي، تنهن حڪم ڪڍيو ته اها شادي روا رکي نه سگهبي. جيسين گهوٽ، يعني آءٌ ظاهر طرح ڪرسچن نه ٿيان... مون کي ظاهر ڪرسچن ٿيڻ جي مرضي نه هئي، تنهنڪري اسان ٻنهي کي گهڻو درد ٿيو. پر پوءِ نيٺ منهنجا خيال بدليا ۽ معلوم ٿيو ته اها خدا جي خاص مهرباني هئي، جنهنڪري اهڙي ڌارئين مذهب واري يورپين قوم مان شاديءَ جو بندوبست نه ٿيو. ۽ انهيءَ لاءِ پوءِ هميشه خدا جو شڪرانو پئي ڪيم ۽ اڃا پيو ڪريان... پر انهيءَ شاديءَ نه ٿيڻ ڪري في الحال مون کي ڏاڍو صدمو پهتو. جو منهنجي ۽ هن ڇوڪريءَ جي پاڻ ۾ گهڻي محبت هئي. گهڻا ماڻهو اهڙي وقت بدلجي ڪرستان به ٿي سگهن ٿا. پر مون کي فخر آهي ته اهڙي وقت به مون پنهنجي نفس کي روڪيو ۽ مٿس غالب آيس.“ (ص 47 - 48)

جواني به هجي ۽ شخصيت پرڪشش ۽ جاذبِ نظر به هجي، طاقت ۽ عهدو به هجي ۽ پيون سموريون سهولتون به ميسر هجن، پڙهيو به هجي ۽ جمالياتي ذوق به رکندڙ هجي، اهڙي حالتن ۾ پاڻ پلڻ ۽ جنسي جذبي کي دٻائڻ وڏي اخلاقي جرئت آهي. مرزا صاحب گهڻو وقت پڙهو رهيو ۽ ڪيس سموريون سهولتون ميسر به ٿي سگهيون ٿي، پر هو هر معاملي ۾ ثابت قدم رهيو ۽ ڪڏهن به سندس پير نه ترڪيو ۽ نه ٿاڙيو:

> ”انهيءَ نوڪريءَ جي شروع ۾، ۽ جوانيءَ ۽ چڙهائيءَ جي حالت ۾، ۽ سرڪاري حڪم ۽ چڱي پگهار ۽ وسعت هوندي به، پرهيزگار ۽ پاڪدامن رهڻ جي سخت ڪوشش ڪيم، جا شايد هاڻوڪي وقت جي ماڻهن کي آسانيءَ سان ويساهه ۾ نه اچي، مون کي چڱي طرح ياد آهي ته انهيءَ وقت ڪيترين خوبصورت ۽ سگهڙ ڇوڪرين جا پيغام نوڪرن جي معرفت مون کي پهتا

هوندا، جي مون رد ڪيا هوندا ۽ نوڪرن کي آئنده لاءِ ڌمڪايو هوندم." (ص- 50)

ان ڪانپوءِ هڪ واقعو بيان ڪيو اٿس ته هڪ ڀيري جڏهن هو ڳوٺ جي ٻاهران تنبوءَ ۾ سٽل هو ته اڌ رات جو ان ڳوٺ جي زميندار جي ڌيءَ سندس تنبوءَ ۾ گهڙي آئي ۽ کيس جاڳاياين. اهڙي حالت ۾ به، مرزا صاحب ثابت قدم رهيو، لکيو اٿس:

"جيتوڻيڪ انهيءَ مهل جوانيءَ جي مستي سببان ٻن ٻاهين وچ ۾ هوس، ته به مون کي ڏاڍو ڏک ۽ حيا ٿيو. مون ڇوڪريءَ کي سمجهايو ۽ گهڻي نصيحت ڪئي مانس. سندس پيءُ جو درجو ۽ عزت ياد ڏياري مانس. جا هن ماٺ ڪيو ويٺي ٻڌي ۽ ذرو به نه ڪڇيائين، آخر موٽايو مانس." (ص- 51)

مرزا صاحب ۾ اعليٰ اخلاق جون سموريون خوبيون ۽ خصوصيتون موجود هيون. حسد ۽ ڪينو ڪانئس ڪوهين ڏور هئا. صبر ۽ شڪر سندن طبيعت جون خاص خصوصيتون هيون ۽ وير وٺڻ کي هر حال ۾ ناپسند ڪندا هئا. لکيو اٿن:

"منهنجي هميشه اها عادت آهي ۽ اهڙي راءِ آهي ته اهڙيءَ حالت ۾ حسد ۽ ڪيني رکڻ ڪري پاڻ ناسازي وڌي ٿي، تنهنڪري صبر ڪري گذاريندو آهيان ۽ ڄاڻيندو آهيان ته بڇڙائي ڪندڙ کي پاڻهي بڇڙائي اڏو ايندي. هن کي بدلو ڏيڻ يا ضد ڪرڻ مناسب نه آهي، انهيءَ مروت جي هلت ڪري، امڪان آهي ته ڪي دشمن دوست به ٿي پون، نه ته به هو شرمندا ته بيشڪ ٿيندا." (ص- 85)

مهمان نوازي سنڌي سڀيتا جو بنيادي گڻ آهي. مرزاصاحب جي مزاج جي اها به خصوصيت هوندي هئي ته پاڻ نه ڪائي به مهمان کي ڪارائيندو هو، ۽ مهمان جي اچڻ تي ڏاڍو خوش ٿيندو هو:

"ڪو مهمان ايندو آهي ته گهڻو خوش ٿيندو آهيان. ۽ هميشه اهو انتظار رهندو اٿم، ته پهرين هو سگهيو ٿئي، پوءِ اسان کي ٿيڻ گهرجي. گهر ۾ زال کي ۽ ٻارن کي به هميشه اهڙو تاڪيد ڪندو آهيان جي اوچتو يا بيوقتو ڪو مهمان اچي ويندو، ته پهرين پنهنجي ماني انهيءَ کي ڏيئي ڇڏيان، پوءِ ڀي ڪا بچيل آهي ڪان." (ص- 93).

سرڪاري نوڪري پوري ايمانداريءَ ۽ ديانتداريءَ سان ڊنائين، ۽ عوام سان انصاف ۽ رحم وارو رويو روا رکيائين. سندس آتم ڪهاڻيءَ جي هيٺ ڏنل اقتباسات مان سندس ايمانداريءَ، انصاف پسنديءَ، رحمدليءَ، نيڪ نيتيءَ، سنجيده طبيعت ۽ خيرخواهيءَ جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو:

"نوڪري ايمانداريءَ سان ڪندو هوس، جيتوڻيڪ سرڪاري حڪمن جي پوري تعميل ڪندو هوس، ته به ہي خلق تي ۽ رعيت تي انصاف، رحم ۽ مهربانيءَ جي نظر رکندو هوس. سرڪاري قاعدو ڪهڙو به سخت هوندو، ته به انهيءَ جي تعميل عملدار جي پنهنجي دل جي ميل تي تعلق رکي ٿي. نرمي ڪرڻ گهرندو ته نرم ٿيندو ۽ جي سختي ڪرڻ گهرندو ته سخت ٿيندو."(ص- 105)

"سرڪاري نوڪريءَ ۾ نه مون ڪنهن سان خاص دوستي رکي ۽ نه ڪنهن سان خاص دشمني رکي.... معافي گهرڻ تي اڪثر معافي ڏيندو هوس. پر جي ڪنهن خود منهنجي برخلاف ڪجهه چيو يا ڪيو هوندو، ته انهيءَ ڪري هن سان وير رکي نقصان نه پهچايو هوندم. ڪنهن کي گارگند نه ڏنيم، ۽ نڪي چڙ ۾ ڪڏهن اجايو سجايو ڳالهايو هوندم. جي اتفاق سان گهٽيءَ چڙ ۾ 'بدمعاش' يا 'بيوقوف' چئي ويٺو هوندس، ته پوءِ پشيمان ٿيو هوندس." (ص- 105)

"ڪنهن ڪيس ۾ ڪنهن کي سزا ڏني هونديم ته قياس سان ڏني هونديم، ۽ اهڙن لفظن ۾، جنهنڪري ڏوهي چاڙدو هوندو، ته هن لاچار قائدي جي پورائيءَ لاءِ سزا ڏني آهي، ۽ نه ڪاوڙ يا چڙ ڪان. ڪيس هلائڻ لاءِ ڏرين يا انهن جي وڪيلن کي چاٽي ٻجهي نه رلايو هوندم، جئين ڪي آفيسر ڪندا آهن." (ص- 106)

ڪيس هلائڻ وقت خدا جو خوف رکندو هو، ۽ ان سلسلي ۾ ڪابه سفارش وغيره نه ٻڌندو هو، نه فقط ايترو، پر صحيح فيصلي لاءِ نماز پڙهي، خدا کان سوال ڪندو هو:

"جڏهن به ڪو ڪيس فيصلي لاءِ رکيو ويو هوندو ته پڙهڻ ڪانپوءِ فيصلي لاءِ مونجهارو ٿيندو هو ۽ پوريءَ طرح خيال ۾ نه ايندو هو، ته قيديءَ کي ڇڏيان يا سزا ڏيان! اهڙيءَ حالت ۾، اڪثر وچي نماز پڙهي خدا کان سوال گهرندو هوس ته مون کي

هدايت ڪري ۽ حقيقت موجب انصاف جو خيال دل ۾ وجهي، ۽ پوءِ وجي نئين سر ڪيس پڙهي ويچار ڪري، هڪڙو فيصلوڪندو هوس، ۽ ڄاڻندو هوس ته اهو فيصلو خدا منهنجيءَ دل ۾ وڌو آهي، ۽ جي انهيءَ ۾ ڪا سهو يا بي انصافي ٿي ويئي هوندي ته به خدا معاف ڪندو. سرڪاري نوڪريءَ ۾ رشوت کان هميشه پاسو ڪندو رهيس."(ص-106)

عام طرح اهو ڏٺو ويو آهي ته توڙي جو ڪي آفيسر ايماندار ٿيندا آهن. تڏهن به عوام جو آزار دور نه ٿيندو آهي، انهن عملدارن ۾ غرور ۽ سختي اچي ويندي آهي، جنهنڪري عوام پيو دربدر ٿيندو آهي، ان ڪانسواءِ انهن عملدارن جا نوڪر ۽ زيردست به غريبن کي پيا ڦريندا آهن. پر اسان جو مرزا صاحب انهيءَ ڳالهه جو خاص خيال رکندو هو ته غريبن کي ڪا تڪليف نه اچي، ۽ نوڪر ۽ زيردست ڪين تنگ نہ ڪن:

"آءٌ هميشه اها نظر رکندو هوس ته جتي منزل ٿئي، اتي اسان جو عملو يا اسان جا زيردست ۽ نوڪر غريبن کي ايذاءُ نه رسائين. انهيءَ لاءِ جيتري نظر تي سگهندي هئي، اوتري ڪبي هئي، جيڪو ڪم وارو يا درخواست وارو ايندو هو. انهيءَ جو جلد ڪم لهرائي روانو ڪندو هوس، ۽ پٽيائينس اها به نظر رکندو هوس ته متان پٽيوالو يا نوڪر يا منشي ڪا تڪليف نه ڏئيس." (ص- 107)

اعليٰ اخلاق جي اها به نشاني آهي، ته انسان پنهنجن اصولن تي قائم رهي، ۽ ڪنهن به انسان جي آڏو جهڪي نه. مرزا صاحب به انهيءَ لحاظ کان وڏيءَ اخلاق جرائت ۽ همت وارو انسان هو. هن هر حال ۾ پنهنجو وقار قائم رکيو ۽ عزت ۽ ذلت خدا جي طرف کان سمجهي، هن نه ڪڏهن پنهنجن آفيسرن جي خوشامد ڪئي، نه ڪڏهن انهن جي آڏو نوڙيو ۽ نيچو ٿيو:

"... نه بالا آفيسرن سان ڪڏهن نيچائيءَ جي هلت ۽ خوشامد ڪئي هونديم. انهيءَ ڪري سمجهه وارا عملدار زياده مهربان هوندا هئا، ۽ ڪي خوشامدپسند انهيءَ کي مغروري سمجهي، رنج رهيا هوندا، پر انهيءَ جو مون کي فڪر نه رهندو هو." (ص 107 - 108)

ايڏو باوقار انسان، رحمدل وري ايڏو، جو ڪنهن کي غم ۾ روئندو ڏسي پاڻ به روئي ويهي، سندس طبيعت ڪيڏي رحمدل ۽ قياس واري هئي، ان

جو مثال سندس زباني پڙهو:

"رستي ۾ هڪڙي ڳوٺ ۾ ڪنهن گهر ۾ قضيو ٿيو هو. ڪا زال مئي هئي، مڙس ماڻهو ڪونه هون، ٻارن ڏاڍو پئي رنو. آءٌ بيهي رهيس. پڇا ڪرڻ تي جڏهن حقيقت معلوم ٿي، تڏهن لهي پيس، پنهنجي نائڪ ۽ اردليءَ جي مدد سان انهيءَ زال جي دفن ڪفن جو بندوبست ڪيو ويو. مائيءَ ٽڪيءَ لاءِ مناسب پيسا ڏنا ويا. ۽ ٻارن کي گهڻو دلاسو ڏنو ويو. هنن کي روئندو ڏسي، مون به گهڻو رنو." (ص -111)

نه فقط غريبن، مسڪين ۽ مظلومن تي ڪيس رحم ايندو هو، پر جانورن، پرندن ۽ جيتن جڻين تي به قياس ايندو هو. ان قسم جا مثال به سندن آتم ڪهاڻيءَ ۾ ملن ٿا. لکيو اٿن:

"انهيءَ ڪري مون کي جانورن تي گهڻو قياس ايندو آهي. پنهنجي هٿ سان ڪڪڙ يا تتر يا ڪوبه ساهوارو، مون ڪونه ڪٺو هوندو ۽ نه ٻئي کي ڪهندو ڏسي سگهندو آهيان. بلڪ ڏينهوءَ يا وڇونءَ کي به جهنگ ۾ ڪٿي ڏسي ڇڏي ڏنو هوندم. نوڪريءَ جي وقت ۾ هڪڙي ڀيري صبح جو هوا کائيندي سڙڪ تي هڪڙو ڪڇئون سرندو ڏٺم. آءٌ حيران ٿيس ته سُڪيءَ تي ڪڇئون ڪيئن آيو، آخر بيهي خيال ڪيم. جانچيم ته سڙڪ جي هڪڙي پاسي ڪوهه کن پنڌ تي هڪڙو ڍورو هو، جو تازو سڪي ويو هو ۽ سڙڪ جي ٻئي پاسي ميل کن پنڌ تي هڪڙي ڍنڍ هئي، ڪڇئون کي سُڃائي طرح معلوم ٿيو ته پاڻي سڪڻ ڪري ڍنڍ ڏي وڃڻ گهرجي، تنهنڪري انهيءَ رخ ڏي سرندو ويو، مون کي ڊپ ٿيو ته متان ڪو ڪتو يا گدڙ يا ٻيو ڪو جانور هن کي ماري وجهي، تنهنڪري هن کي ڪٺي، پنڌ ڪري وڃي، ڍنڍ تائين پهچائي آيس، ائين ڪرڻ ڪري ڏاڍو خوش ٿيس. تنهن کان سواءِ، گوشت گهٽ کائڻ ڪري به شڪار ڪرڻ جي خواهش نه ٿيندي آهي. انهيءَ دل جي ميل ڪري، جانورن کي ظلم کان بچائڻ واريءَ سوسائٽيءَ جو ميمبر آهيان، جيئن مٿي اشارو ڏنل آهي":

"ساهه حيوانن جو بخشڻ اصل ٿي انسانيت،
ٿي تون انسان، اي ادا، چو تو ڪُهين حيوان کي." (ص- 104)

پنهنجي انهن گڻن تي تبصرو ڪندي پاڻ ئي لکيو اٿس:

"اگرچہ خبر بہ اٿم تہ ۽ معلوم بہ ڪري سگھيو آهيان، تہ ماڻهو انهيءَ ڪي منهنجو عيب سمجهندا آهن ۽ انهيءَ ڪي حد ڪان زياده نرمائي يا پورڙائي شمار ڪندا آهن. ڪو ٻيو ٺوڪ ڪندو يا ڪجهہ چوندو تہ انهيءَ تي گھٽو چڙندو نہ آهيان، ۽ صبر ڪري گذاريندو آهيان. فقط بي آبروئي جي حالت ۾ ڪجهہ چوندو آهيان، يا ڪندو آهيان. اهڙي هلت ڪن وٽ بي عقليءَ جهڙي ڳڻبي آهي، ائين هوندو. مگر ننڍي هوندي ڪان منهنجي طبيعت اها رهي آهي: يا آءٌ اهڙو پورو هوس، يا اڳي زمانو ٻيو هو ۽ هاڻي ٻيو ٿيو آهي!"

مٿين مثالن مان شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ جي انسان دوستي، رحمدلي، خلوص، نيڪ نيتي ۽ ٻين اخلاقي گڻن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هو اصولي توڙي عملي طرح اعليٰ شخصيت جو مالڪ هو، ۽ سندس قول ۽ فعل ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ هو. سچي صوفيءَ جون جيڪي بہ خوبيون ۽ خصوصيتون چئجن، اهي منجهس 'بدرجہ اتم' موجود هيون. سندس شخصيت ۽ ڪردار شاهہ ڪريم جي هن قول جو عملي تفسير پيش ڪري ٿو:

"هيننو ڏجي حبيب کي، لڳ ڳڏجن لوڪ."

اهوئي سبب آهي جو تصوف ۾ ئي کيس روحاني راحت نصيب ٿي.

انهيءَ مدنظر تي تصوف وارو مذهب، صلح ڪُل جو، سڀ ڪان بهتر آهي. جو نج اسلام آهي، ۽ جنهن ۾ سڀ اصلوڪا مذهب اچي وڃن ٿا، ۽ جنهن موجب سڀ انسان فرق ڪان سواءِ هر مذهب ۽ پائر تي سگهن ٿا."(ص- 95)

اها بہ حقيقت آهي تہ مرزا صاحب ۾ مذهبي تعصب بنهہ ڪونہ هو. هو مذهبي اصولن جو پورو پورو پابند هو. ان هوندي بہ، هن ڪنهن بہ حالت ۾ ڪنهن بہ موقعي تي مذهبي تعصب واري روش اختيار نہ ڪئي، پاڻ سيني مذهبن جي چڱاين تي ڪتاب لکيائين.

# مير علي نواز "ناز"

خيرپور رياست جو والي، مير علي نواز خان"ناز"، سنڌي زبان جو شاعر هو، پر ادبي تاريخن ۾ شاعر جي حيثيت ۾ سندس ذڪر نٿو ملي. هو تصوف ڏي مائل هو، ۽ صوفي بزرگن ۽ فقيرن جي عزت ۽ احترام ڪندو هو. درازن جي سائين سخي قبول محمد سان بيحد عقيدت هيس. مير شڪار جا شوقين هوندا هئا، پر هن کي شڪار جو ايترو شوق ڪونه هوندو هو. هنجي موسيقيءَ سان محبت هئي. هٿ جو سخي هو، پر پوئين وقت گهڻ وظيفي ملڻ ڪري هٿ ڪجهہ تنگ ٿي پيو هوس. مير صاحب عاشقانہ طبع ڪان بہ مشهور آهي.

## سوانح:

سندس ولادت 1884ع ۾ ٿي. پنهنجي والد مير امام بخش خان جي وفات ڪان پوءِ، 13- فيبروري 1921ع ۾ گاديءَ تي وينو. 25- فيبروري تي باقاعدي سندس گادي نشينيءَ جي رسم ادا ڪئي ويئي، جنهن لاءِ هڪ دربار منعقد ٿي. ان دربار ۾ وائسراءِ هند پاران پولٽيڪل ايجنٽ سندس گادي نشينيءَ جو پروانو اچي پڙهيو. ان ڪان سواءِ هن ڪمشنر پاران بہ پيغام پڙهيو، ۽ هڪ نصيحت ڀري تقرير بہ ڪيائين. مير صاحب نهايت شائستہ نموني ان جو جواب ڏنو. ان ڪانپوءِ کيس 17 توبن جي سلامي ڏني ويئي. مير صاحب جي تعليم تي جوڳو ڌيان ڏنو ويو هو ۽ لاهور جي راجائن واري ڪاليج ۾ پڙهيو هو. تعليم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ ڪپتان ريلي سان گڏ يورپ جو سفر بہ ڪيو هئائين. موٽي آيو تہ والد سان ناراضگي ٿي پيس، جنهن ڪري دهليءَ هليو ويو ۽ پوءِ هندستان جو سير سفر ڪندو رهيو. 1920ع ۾، پنهنجي والد سان پرتو، ۽ موٽي خيرپور آيو. 1921ع ۾ دهليءَ ۾ "چيمبر آف پرنسز" ۾ شامل ٿيو.

رياست جو پهريائين شيخ غلام قادر وزير هو، پر پوءِ مير صاحب ڪانئس ناراض ٿيو، ۽ هو واپس ٿيو. ان ڪان پوءِ شيخ محمد يعقوب وزير ٿيو، پر ان سان بہ مير صاحب جو تڪرار ٿي پيو ۽ کيس واپس ورتو پيو. ان

کان پوءِ انگريزن رياست ۾ زبردستي هڪ بورڊ قائم ڪيو، ۽ سي. جي. هيليفاڪس، ساهني ۽ سر اسرار حسين ميمبر ٿي آيا، جن کي جدا جدا ڪاتا مليا، پر هي بورڊ بہ ڪامياب نہ ويو. مير صاحب ڪاوڙجي، رياست کي ڇڏي، سفر تي روانو ٿي ويو. آخر انگريزن مير صاحب کي تسليم ڪيو، ۽ هو موٽي آيو. هن ٻيري آءِ. ايچ. ٽانٽن رياست جو وزير مقرر ٿيو، ۽ ناول "جهان آرا" جو مصنف، عبدالرزاق ميمڻ مرحوم، ڊي. پي. آءِ. مقرر ٿيو. هن دفعي انتظام ڪجهہ سڌريو. سمورو ڪاروبار وزير پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو، جنهن تي مير صاحب ٽانٽن سان نہ نهيو؛ پر پوءِ غلط فهميون دور ٿي ويئون، هن ڏينهن ۾ خيرپور جي لڳ ماڇين ڍل ڏيڻ کان انڪار ڪيو، جنهن ڪري ڪيترا ماڇي مئا ۽ ڪيترا زخمي ٿيا. هن مير صاحب جي ڏينهن ۾ سکر براج جو وڏو واهہ خيرپور مان نڪتو، ۽ ڇيڙ بند ٿي ان کان سواءِ هارين لاءِ ڪوآپريٽو سوسائٽيون بہ جاري ٿيون. مير صاحب 27 رمضان 1354هہ- مطابق نومبر 1935ع تي، ڪوٽ ڏيجيءَ ۾ وفات ڪئي.

مير صاحب رعيت جو خاص خيال رکندو هو، ۽ انهن تي مهربانيون ۽ نوازشون ڪندو هو. راڳ رنگ جو شوقين هو ۽ صوفين ۽ فقيرن سان عقيدت ۽ نهٺائيءَ سان پيش ايندو هو. دسترخوان جو ڪشادو ۽ هٿ جو سخي هو. عقائد جي لحاظ کان شيعو هو، ۽ رياست ۾ شيعت کي زور وٺايائين. هندستان جي راجائن ۽ مهاراجائن سان سندس دوستي هئي.

## شاعري:

مير صاحب سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. سندس فارسي ڪلام ڇپيل بہ آهن، ان جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ جيتوڻيڪ هو "نظيري" کان متاثر نظر اچي ٿو، تڏهن بہ سندس ڪلام ۾ جدت ۽ انفراديت آهي. سندس سنڌي ڪافيون ڪيترو وقت سنڌ ۾ ڳايون وينديون هيون. خاص طرح هڪ ڪافي ڏاڍو مشهور هئي، جنهن جو ٽل هي آهي:

تنهنجي رمز سڄڻ آءٌ ڇا سمجهان،
آسان بہ آ دشوار بہ آهہ،
تنهنجي وعدي تي اعتبار ڪهڙو،
اقرار بہ آ انڪار بہ آهہ.

ڪافين کان سواءِ، مير صاحب جو ٻيو سنڌي ڪلام بہ آهي. عمر خيام جي 55 رباعين جو، رباعين ۾، سنڌي ترجمو تہ ڇپيل بہ آهي. هي ترجمو ”خمڪدهء خيام، ترجمہ ميڪدهء ناز“ جي نالي سان، لاهور جي مفيد عام پريس مان، ليٿو ۾ شايع ٿيو. ڪتاب ۾ هڪ صفحي تي عمر خيام جي رباعي آهي، ۽ ان جي سامهون، ٻئي صفحي تي، اردو رسم الخط ۾ سنڌي ترجمو آهي. سنڌي ترجمي جي هيٺان ”لسان الغيب“ لکيل آهي، ۽ سرورق تي بہ ”لسان الغيب حضرت 'ناز'“ ڇاپايل آهي. ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ ”لسان الغيب“ سندس خطاب هو. ترجمو ڪيل رباعين مان ڪجهہ هيٺ ڏجن ٿيون:

(1) ڪِول جي ذريءَ اک ۾ تنهنجو نور،
مڇر جي ضعيف پر ۾ تنهنجو زور،
بيشڪ آهي خداونديءَ جي لائق تنهنجي ذات،
جيتريون بہ برايون آهن، سڀ توکان دور.

(2) ڏي پيالو، سخي، جهان ۾ آ ظلمات،
بن رخ تنهنجي ناهي جهان ۾ آب حيات،
هي جانِ جهان، جهان جو سڀ ڪجهہ،
مقصود تون آئين، محمدﷺ تي صلوات.

(3) سڀ مون کي چون دوزخي آهي مستان،
دل سان نہ لڳي ڳالهہ، رڳو آ بهتان،
جڏهن مست عشاق دوزخي ٺهريا،
هوندو بہ بهشت ۾ صفا چٽ ميدان.

(4) جهيڙو نفس سان ڪيان مان ڇا،
ڪئي پنهنجي جو آ صدمو، ڪيان مان ڇا،
اميد تہ بخشيندين، پر آهي مڙڻ،
جو مان ڪيو تو ڏٺو، ڪيان مان ڇا.

(5) بت چيو برهمڻ کي: تون عابد منهنجو،
واقف رهي ڇو ٿو ڪرين سجدو منهنجو،
پاڻ ڪيئہ جلوه جي تجلا مون تي،
جو تو تي آهي ناظر ۽ شاهد منهنجو.

(6) قدرت ڏنو آ حسن مون کي کهڙو،
منهن گل جو ۽ قد سروَ جو پيارو بخشيو،
پر هي نہ کليو راز خاڪ ڪرڻ جي لاءِ،
هن نقاش مون کي سينگار ڪرايو اهڙو.

(7) هن خاڪ سيہ ڪان وٺي تا چرخِ زحل،
سڀ مشڪلون آسمان جون ڪيون سي حل؛
هر حيلہ مڪر جي قيد کان نڪتس ٻاهر،
سڀ عقيدا کليا، پر نہ کليو بندِ اجل

(8) هڪ مڇيءَ بدڪ کي چيو ٿي بي تاب،
شايد هيءَ ندي وهي دوبارہ پُرآب
بدڪ چيو، جڏهن تون اسان ٿينديوسين ڪباب
يڪسان ڳالهہ پوءِ، درياهہ هجي سراب.

(9) جنهن محل ۾ بهرام هي رنگ لاتا،
هاڻي شيرن جون غارون هي هرڻن جا گهورا،
بهران جو ڪندو هو سدا گور شڪار،
ڏس گور دنيا ۾ بهادر ڪاڏا کهڙا.

(10) اول نہ توکي ناهي اڄڪلهہ جو پتو،
ديوانو آهين، جو فڪر ڪرين ٿو ڪلهہ جو،
هي دم جو موجود آهي، نہ ضايع ڪر،
هي عمر جا باقي آهي، ناهي ملهہ ان جو.

(11) هي ظلم ستم چرخ تنهنجو ڪينو آ،
بيداگري آ عادت ديرينو آ،
اي خاڪ تنهنجو چاڪ جيڪر قلب ڪجي،
پرپور جواهر سان تنهنجو سينو آ.

(12) جنهن وقت ڪو غم صدمو تنهنجي دل کي ڏي،
جڏهن ڪم ۾ توکي سخت مشڪل ڪا هجي،
ان وقت ڪنهن ٻئي جي مصيبت جو سڻ حال،
پوءِ خوش دلي تمام توکي حاصل ٿئي.

(13) عاقل جي نظر ۾ برو يا ڀلو هجي، عاشق
جي ڪاڻ بهشت هجي يا دوزخ ٿئي،
پوشاڪ بيدلن جي اطلس هجي يا ٽاٽ،
عاشق جي سيراندي سر هجي يا وهاڻو ٿئي.

(14) دنيا ۾ ڪيئي ملڪ ۽ شهر ڇاڻياسون،
بر بحر گهمي مزا ماڻياسون،
پر ڪنهن ڪان ٻڌوسي جو آيو ڪو موٽي،
هن راهه سان ڪيئي واٽهڙو اماڻياسون.

(15) هي سبزو ڏسين ڪناري دريا بيٺو،
گويا معشوقن جي ڇپن جي خو بيٺو،
ذلت سان نه رک سبزي تي قدم،
هي سبزه خاڪ آ لاله رويان بيٺو.

(16) بهتر آهي جهان ۾ گهٽ دوست ڳول،
دنيا ۾ رک دُور جي صحبت، هَس بول،
تون جنهن کي سمجهين ٿو پنهنجو جگري دوست،
اهو تنهنجو دشمن، ذرا اک ته کول.

(17) ڪجهه خونِ دل زخمي ڪون وهي ويندو آه،
ڪجهه ديدهء خوني ڪون وهي ويندو آه،
پلڪن ڪون جو ٽپڪي پوي، پر کهڙو عجب،
ڪانٽن ۾ ته گل کلي رهندو آه.

(18) محبت جي ملامت ڪوئي ننگ ناهي،
اڻڄاڻ سان هن ڳالهه ۾ ڪائي جنگ ناهي،
هر شربت عشق آه فقط مردن جي لاءِ،
نامرد کي شَراب ۾ ڪوئي رنگ ناهي.

(19) الله سان سواءِ صبر رِضا جي نه هلي،
بندن سان سواءِ فريب و ريا جي نه هلي؛
هر عقل جي حيلا اڻين ڪياسي لک جتن،
سڀ ڳالهيون ڳڻيونسي پر قضا سان نه هلي.

(20) نيڪي ۽ بدي طينت انسان آهي ضرور،
شادي ۽ غمي، قضا و قدر جو دستور؛
الزام نه ڏي چرخ کي، اي دشمنِ عقل،
هو تو کان آهي سؤ درجا زياده مجبور.

(21) 'خيام' گناهن جي ڪاڻ هي ماتم ڇا،
بي فائده آهي غمِ بيش و ڪم ڇا؛
بيجرم ڪوئي هجي ته بخشش کهڙي،
بخشش آهي گناهن ڪاڻ، پوءِ غم ڇا.

(22) هوشيار، زمانو آهي شور انگيز،
بيفڪر نہ ٿي، تيغ دوران آهي تيز:
جي حلوي جو لقمو زمانو ڏي تنهن ۾،
ڪجهہ هرگز نہ هن ڪي جو آهي زهر آميز.

(23) بي عقلي سان بنجي نٿو هرفن مولىٰ،
هر نيڪ و بد ساڻ ملي رهڻو آ،
تقدير جو ڏارو آ فلڪ جي چوسر،
جو رنگ اچي سامهون، سو هاڻو آ.

(24) هر دشمن دوست سان نيڪي زيبا،
نيڪيءَ جي عادت وارو بدي ڪندو ڇا،
ڪر دوست ساڻ دشمني تہ دشمن ٿئي دوست،
دشمن ساڻ جونيڪي ڪري تہ سچودوست صفا.

(25) ساقي شراب معرفت منهنجو ايمان،
مشرب ۾ آهي بي معرفتن ڪي عصيان:
بي معرفت انسان ڪهڙي ڪم جو آهي،
مقصود فقط آ آدمي ڪون عرفان.

(26) آ نيلہ گون آسمان سنهري طشت،
گهڻو ڦيريو اٿين ڪندو گهڻو گشت،
قضا ڪٽي آتي جو انسان ڪي هتي،
آيا آهيون جو ڪري ويندا سون گشت.

(27) ڪيڏ آ ساقيءَ جي ساغر جي خواهش،
گذري جوخوشيءَجو هڪدم آهي هنجي خواهش:
خوش رهہ هر حال تي جو سر تي اچي،
هرگز نہ پوري ٿيٺي آ ڪنهن جي خواهش.

(28) هن خرخ ستمگار گهڻا خون ڪيا،
پن ڇڻيا، مکڙيون ڪريون، گل سڙيا:
اي دوست، نہ ڪر حسن جوانيءَ تي غرور،
غنچا نہ ڪليا هئا، جو اڳي گل ڪون مٺا.

# ڳڙهي ياسين جو علمي گهراڻو

(مولانا محمدهاشم ۽ سندس فرزند علام محمدقاسم ۽ مولانا محمد ابراهيم)

## مولانا محمد هاشم:

سرزمين سنڌ وقت بوقت باڪمال شخصيتون ۽ جيد عالم پئي پيدا ڪيا آهن، جن جي علمي فياضي، دانائي ۽ دانشوري مهراڻ جي ماتريءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سڳند ۽ سرهاڻ پکيڙي ڇڏي. حضرت مولانا محمد هاشم ڳڙهي ياسينويءَ جو شمار به اهڙين اعليٰ شخصيتن ۾ ٿئي ٿو. جنهن جي علمي فياضيءَ مان ڪيترن ئي اڃايلن اُڃ اجهائي.

حضرت مولانا صاحب جو اصل وطن شهداد ڪوٽ، ضلع لاڑڪاڻو هو، جتي سن 1259هه سندس ولادت ٿي. سنڌ جي عالمن جي استاد حضرت مولانا نور محمد صاحب شهداد ڪوٽي جي مدرسي ۾ تعليم پرائي فارغ التحصيل ٿيو. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ شهدادڪوٽ جي لڳ ڳوٺ "پيري" ۾ مدرسو کولي ديني تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين، ۽ ڪيترن ئي شاگردن کي ديني تعليم سان مالا مال ڪيائين. ڪجهه وقت اتي رهڻ ڪان پوءِ مولانا ميان تاج محمد صاحب جي زور ڀرڻ تي بلوچستان جي ڳوٺ "ڪنبار" ۾ وڃي مدرسو کوليائون. اتي مولانا ميان تاج محمد صاحب جي فرزند ميان گل حسن ۽ سنڌ ۽ بلوچستان جي ٻين ڪيترن ئي طالبن ڪانئس ديني تعليم حاصل ڪئي. ان ڪان پوءِ نواب اسد الله خان رئيساڻي جي اصرار تي رئيساڻين جي جاگير ۾ ڳوٺ محرم ۾ ڪافي وقت قاضي ٿي رهيو. ناڙيءَ جي سخت گرمي ۽ پاڻيءَ جي اڻاٺ سبب آخر رئيساڻين جي جاگير ڇڏي الله بخش خان ترائيءَ جي استدعا تي ڳڙهي ياسين ۾ اچي مدرسو کوليائين، جتي سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ڪان طالب العلم اچي ديني تعليم پرائڻ لڳا.

سلوڪ جي سلسلي ۾ حضرت مولانا صاحب جن مولانا ميان تاج محمد صاحب جن ڪان بيعت ٿيل هئا. شريعت جا سخت پابند هئا، ۽ غير شرعي ڳالهين کي روڪڻ جي هر طرح ڪوشش ڪندا هئا. ديني تعليم به

پکيڙيائون، تہ غير شرعي ڳالهين جي پاڙ پٽڻ جي بہ ڪوشش ڪيائون. صوفيائي ڪرام ۽ صالحن جي صحبت ۾ رهندا هئا، انهن جي عزت ڪندا هئا. خاص طرح سان حضرت خواجہ عبدالرحمان صاحب سرهندي ۽ سندس فرزند خواجہ محمد حسن جان صاحب ۽ خواجہ عبدالقدوس آغا شريف خان جا معتقد هئا.

حضرت مولانا محمد هاشم صاحب جي علم ۽ فياضيءَ مان جيڪي فيضاب ٿيا، انهن مان سندس فرزندن علامہ محمد قاسم ۽ مولانا محمد ابراهيم کان سواءِ هيٺين ناميارن عالمن جا نالا قابل ذڪر آهن:

مولانا گل حسن صاحب سجاده نشين ڪتبار، جيڪو بلوچستان جو قاضي ٿي رهيو، مولانا عبدالله صاحب (جنهن وٽان مولانا خادم حسين رتيديري وارو ۽ ٻيا ڪيترا عالم پڙهي عالم فاضل ٿي نڪتا) مولانا ڪريم داد صاحب ٽيڙهي وارو، مولانا غلام عمر صاحب ڍڳهہ وارو، مولانا تاج محمد بلوچستاني، مولانا جمال الدين صحبت پوري، مولانا حافظ نور محمد صاحب ڳڙهي ياسينوي، مولوي فقير محمد صاحب، مولوي ڪمال الدين صاحب سيوائي، مخدوم غلام مصطفيٰ صاحب سجاده نشين محمد پور، مولوي عنايت الله آڪرو، مولوي گل محمد، مولوي پير محمد وارهہ وارو.

حضرت مولانا صاحب 19- شوال 1322هہ تي هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪيو. "هندي" نالي شاعر سندس وفات جي تاريخ هن طرح چئي آهي:

"جست هندي چون سال رحلت او،
گفت هاتف "شد اندرون بہ بهشت."
1322هہ

سندس مزار ڳڙهي ياسين جي قبرستان ۾ زيارتگاهہ عام آهي. کين ٽي فرزند ٿيا. مولانا حاجي محمد صالح، مولانامحمد قاسم ۽ مولانامحمد ابراهيم.

## مولانا محمد قاسم:

مولانا محمد قاسم صاحب سموري تعليم پنهنجي والد کان پرائي. دستاربندي کان پوءِ پنهنجي والد جي مدرسي ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائين. هو تمام وڏو عالم ۽ فقيه هو. سندس فتويٰ نهايت مشهور هئي، سندس فتوائن

جو هڪ جلد "فتاويٰ قاسميه" جي نالي سان ڇپيل آهي. 17- ذوالقعد 1349هه تي وفات ڪيائين. هو فارسي، عربي ۽ سنڌيءَ جو باڪمال شاعر به هو. سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪري نعتيه شعر چيو اٿس. نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

مٺ ماه روي مدني اهل زمين جو چاهي،
نيڻ سندس برابر نرگس چمن جو چاهي.
قدسي دهن سان دلبر زنده ڪري مئن کي،
اعجاز عيسوي جي مٺ تنهن جو چاهي.
مرسل جو معجزو ڏس آگر سان چنڊ چيرڻ،
حاذق عصاء موسيٰ بيضا هٿن جو چاهي.
عربي عجيب بيشڪ ڪوثر جو "قاسم" آهين،
تشنه کي ڏير بخشڻ جام سڪن جو چاهي.

## مولانا محمد ابراهيم:

سندس ولادت 9 ربيع الاول 1307هه ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد بزرگوار کان حاصل ڪيائين. ان جي وفات کان پوءِ باقي ڪتاب پنهنجي ڀاءُ مولانا محمد قاسم وٽ پڙهي، فارغ التحصيل ٿيو. تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي ڀاءُ واري مدرسي ۾ پڙهائڻ شروع ڪيائين. 1334هه ۾ حضرت مولانا عبدالغفور همايوني، ڪيس صاحبزادي ميان عبدالباقي جي تدريس لاءِ همايون گهرايو، جتي پورا 12 سال رهيو. ان بعد جيڪب آباد وڃي، اتي يتيم خاني ۾ مدرسي جو اجراء ڪيائين. 1349هه ۾ پنهنجي ڀاءُ جي وفات کان پوءِ، ڳڙهي ياسين اچي، پنهنجي مدرسي ۾ درس و تدريس جو سلسلو جاري ڪيائين.

مولانا صاحب ديني علمن: قرآن، حديث ۽ فقه ۾ وڏي مهارت رکندو هو. خاص طرح سان فقه ۾ پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو؛ ۽ فقهي مسئلن تي آخري سند سمجهيو ويندو هو. سندس شاگرد به وڏا عالم ٿيا، جهڙوڪ: مولانا عبدالباقي سجاده نشين، همايون شريف، مولانا تاج محمد ڪنبار وارو، مولانا صاحبداد مدرس راشديد، مولانا عبدالعزيز آڏو، مولانا محمد حسين ڪهاوڙ، مولانا حافظ خير محمد اوحدي وغيره. سندس وفات 7- شعبان 1384هه مطابق 12- ڊسمبر 1964ع تي ٿي.

مولانا صاحب سنڌي، فارسي، عربي ۽ اردوءَ ۾ اعليٰ درجي جو شعر چيو آهي. سندس گهڻو شعر نعتيه آهي. نعت کان سواءِ غزل، قصيده، مرثيه ۽

ٻين صنفن تي ٻہ طبع آزمائي ڪئي اٿس. تاريخن جي اختراع ۾ ٻہ ڪيس يدطولا حاصل هو. سندس شاعريءَ جي شاگردن مان محترم حافظ خير محمد اوحدي ۽ عزيز الله مجروح مرحوم جا نالا قابل ذڪر آهن. سندس نعتيہ شعر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

لائق لولاڪ، شاه دوجهان پيدا ٿيو،
زينت و زيب زمين، فخر جهان پيدا ٿيو،
قافلو هو قوم جو بي راهہ، رهبر کان سواءِ،
رهبري جي لاءِ مير ڪاروان پيدا ٿيو،
ڏي بشارت ناظم! تون امت مرحوم کي،
سرور عالم، شفيع دوجهان پيدا ٿيو.

عشق مون کي آ جناب احمد مختار جو،
سوز سيني ۾ رهي ٿو سيد ابرار جو،
گهرج ناهي دولت دنيا، متاع ملڪ جي،
سيدا آهيان سڪايل تو سندي ديدار جو،
ناظم دل خستہ جي امداد محشر ۾ ڪندو،
ننگ آخر ان تي آهي بنده بدڪار جو.

رسول الله جي ساراهہ ۾ آهي زبان صدقي،
زمين صدقي، زمان صدقي، منهنجو جسم جان صدقي،
سندس گفتار جي گوهر مٿان در عدن صدقي،
سندس رفتار خوش اطوار تي سارو جهان صدقي،
لبن لعلن مٿان ياقوت، گوهر، لعل سڀ صدقي،
ٿيو آ ماهہ نوراني مبارڪ منهن مٿان صدقي،
توهان جي عشق ۾ ناظم رهي ٿو سيدا سرور،
ڪيو ان تي نگاه لطف رب مهربان صدقي.

ڏني لولي مديني ۾ پياري ماءُ پينگهي ۾،
تڏهن کان عشق عربي جو رهي ٿو منهنجي سيني ۾،
رکيم سردار سيد جي محبت گهٽي سڪ مان،
خزانو ٻن جهانن جو ڪري دل جي دفيني ۾،
لنگهائيندو قيامت جي لمن لوڏن ۽ لهرين کان،
گنهگارن جي ٽولي کي شفاعت جي سفيني ۾،
رهي بيتاب تو هتڙي سدا غمگين هي ناظم،
گهرايو سيدا ان کي، سگهو پنهنجي مديني ۾.

حبيب ڪبريا جي جنهن ڪئي تعظيم دنيا ۾،
اهو ميدان محشر ۾ وڏي اڪرام ۾ آيو،
نہ هو ڪو ناظما سج چنڊ ۾ سردار ڪي سايو،
خدائي نور آهي جو محمد نام آيو.

سال ٿيان آهيان سڪايل دوست جي ديدار جو،
داورا! ڏيڪار منهن، مدني مٺي منٺار جو،
موت جي آهي تمنا دلربا جي در مٿان،
من پڇن آهي ڪٺل، ڪنهن جي تکي تلوار جو.

ڪٿي جنت سنديون ڪنجيون حبيب ڪبريا هلندو،
بهشتي باغ مرسل جو، ٿيو رضوان مرسل جو.

ثنائے سيد عالم جي مان ڪريان ڪهڙي،
پڙهي ٿو پاڻ خدا جنهن مٿان صلواة و سلام.

نعتيہ شعر کان سواءِ مولوي صاحب جو عشقيہ شعر بہ ملي ٿو، جنهن ۾ حسن و عشق جو ذڪر بہ آهي تہ وڇوڙي جا ورلاپ بہ آهن. سندس سنڌي غزل ۾ حسن و جمال جو رنگ ڪار فرما آهي ۽ ايراني غزل جا لفظ ۽ ترڪيبون ملن ٿيون، جهڙوڪ: بهار ۽ خزان، گل و بلبل، حسن صنم، مشڪ تتاز، عنبر بيز، زلف سيہ، نقش و نگار، جفائے درد، شڪوه رقيب، عارضِ جانان، زار عندليب، شمع پروانو، جمال دلربا وغيره. هن هيٺ سندس عشقيہ شعر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

مصور کي نہ قدرت، عڪس صورت جي ڪڍڻ جي ڪا،
نرالو سڀ کان منهنجي يار جو نقش و نگار آيو،
سندس زلف سيہ جي بوءِ عنبر بيز جي اڳيان،
قدم بوسي جي لئہ قربان ٿي مشڪ تتار آيو،
سنواريو گلشن حسن صنم کي باغبان اهڙو،
نہ پوءِ جنهن کي خزان جو نہ محتاج بهار آيو.

اي وير تنهنجي تير ڪيو جهير جگر کي،
ڪنهن وير مٿا قير تون هڪ پير نظر کي.
مردي کي چوي يار "قمر" تہ جلد اٿي سو،
چالاڪ چنبي خاڪ، ڪري چاڪ قبر کي،
واويل، اسر ويل ڪيم، ميل نہ ٿيو مون،
برباد ٿيو، داد نہ فرياد سحر کي.

پائي ڳل عشق جي الفي، پرين جي پيش پوندا سي،
نفيلان نينهن جون هٿ ۾، ڪٺي هوتن ڏي هلندا سي.
لنگهي لڪ روهه جا لاڙا، ڪري پنڌ پار پرين ڏي،
ڳليون ڳوٺن جون ڳولهي، سر سڄڻ جي در رکندا سي.

جفائي درد جدا شڪوه رقيب جدا،
هجوم درد جدا، شوخيءَ حبيب جدا،
چمن ۾ عارضِ جانان تي دل ڏئي لڙيا،
گل گلاب جدا، زار عندليب جدا.

بلبل گلزار تي يا شمع جو پروانو تي،
قصہ منصور تي يا طور جو افسانہ تي.
هٿ وٺي ناظم سندو منظور تي غوان ۾،
يا وڃي رندن جي محفل ۾ رهي مستانہ تي.

يار جنهن وٽ لطف شفقت جي شڪر شيرين هجي،
ان جي قدمن ۾ رکي سر قرب سان کهرائجي.

جمال دلربا ۾ محو ٿيا، جيڪي ويا قاصد،
نہ موٽيو بحر مان قطرو، نڪو ٻيهر حباب آيو.

هن مان معلوم ٿيندو تہ، مولوي صاحب غزل جو باڪمال شاعر هو.
ڪيس شاعري جي فن تي عبور حاصل هو، نہ فقط ايترو، پر روايت پرستيءَ سان گڏ وٽس جدت ۽ انفراديت بہ آهي. سندس اسلوب بيان ۾ رنگيني ۽ رواني آهي.

# قاضي غلام عمر آريجو

سرزمين سنڌ وقت بوقت ڪيترائي عالم ۽ فاضل پيدا ڪيا آهن، جن پنهنجي پنهنجي تر ۾ ديني علم جي روشني پکيڙي. اهڙن عالمن مان لاڙڪاڻي ضلعي جي هڪ اهڙي عالم ۽ شاعر جو تعارف پيش ڪجي ٿو، جنهن جي زندگيءَ جو احوال ۽ علمي ۽ ادبي شهپارا علمي ۽ ادبي افق تي نمودار ٿيا آهن. ان عالم ۽ شاعر جو نالو آهي: قاضي غلام عمر آريجو.

قاضي غلام عمر آريجو، ڳوٺ آريجا، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ تاريخ 26 اپريل سن 1850ع ۾ تولد ٿيو. سندس والد جو نالو محمد عثمان هو. اڃا ٽن ورهين جو هو، ته سندس والد وفات ڪئي. ڇهن سالن جو ٿيو، ته سندس والده ڳوٺ "سهڙا ڏورائي" ۾ ڪيس پنهنجي وقت جي مشهور عالم مولوي الله بخش ڪوهاري وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڇڏيو.

شروع ۾ غلام عمر مرحوم جي طبيعت غبي هئي، ۽ پڙهڻ ۾ هوشيار ڪونه هو. ننڍپڻ ۾ چشمي وارن بزرگن جو مريد ٿيو. ان بزرگ جي دعا سان سندس طبيعت ۾ ڦيرو آيو، ۽ علمي منزلون تيزيءَ سان طئہ ڪرڻ شروع ڪيائين. ٻارهن سالن جي عمر ۾ سڪندر نامي تائين تعليم حاصل ڪيائين ۽ فارسيءَ ۾ چڱي دسترس حاصل ڪيائين. سندس اکر تمام سنا ۽ سهڻا هئا. ڪيترائي ماڻهو ڪانئس ڪتاب نقل ڪرائيندا هئا، ۽ سندس شمار ان وقت جي وڏن ڪاتبن ۽ خوشنويسن ۾ ٿيندو هو.

غريباڻو ٻار هو، ۽ پوئيان به ڪو اهڙو وارث ڪونه هو، جيڪو سندس گهر وارن جي پرورش ۽ روزگار جو بندوبست ڪري. وڏن جي ملڪيت مان سورنهن جريب زرعي زمين هين، پر ان مان به پاڻيءَ جي قلت ڪري ڪا خاص پيداوار ڪونه ملندي هين. ٻيو ته پوئيان به ڪو اهڙو ماڻهو سواءِ سندس والده جي ڪونه هو، جيڪو ان زمين جي نظرداري ڪري پوري پيداوار حاصل ڪري ها. اهو حال ڏسي، هن پنهنجي روزگار جي بندوبست لاءِ حڪمت پڙهڻ جو ارادو ڪيو.

هڪ ٻاڙيسري، طب جي تعليم ڏيارڻ لاءِ ڪيس ڳوٺ ترائي ڪماريو

تعلقو ڳڙهي ياسين، ضلع سکر جي مولوي عبدالرزاق قاضي وٽ ڇڏيو آيو. ڏيڍ سال ۾ هو طب جي مڪمل تعيلم پرائي، ڳوٺ موٽي آيو. ان کان پوءِ هن وري پنهنجي پهرين استاد وٽان ڪجهه قدر عربي تعليم به حاصل ڪئي. جيتوڻيڪ پڳ ڪونه ٻڌي هئائين، تڏهن به عربي ۾ چڱي مهارت حاصل ڪيائين، ۽ پوءِ ڳوٺ فاضل ڪلهوڙي ۾ اچي درسگاهه کوليائين ۽ شاگردن کي پارسي جي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين. جلد ئي اتي پنهنجو شفاخانو به کوليائين. تقريباً ڏهه سال ان ڳوٺ ۾ دواخانو ۽ خطاب خانو هلايائين. پوءِ الله بخش ڀڳهيه جي اصرار تي، سندس ڳوٺ "نئين ڳڏ" ۾ اچي رهيو، ۽ سندس ٻارن کي پارسي جي تعليم ڏنائين. پنج سال ڪن اتي به رهيو. ان کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ جي لڳ دواخانو به کوليائين. ڪجهه وقت کان پوءِ سندس هٿ- شفا جي هاڪ هنڌين ماڳين پکڙجي ويئي ۽ زندگيءَ جو باقي عرصو اهڙي نموني گذاريائين.

فارسي داني ۽ خوشخطيءَ ۾ سندس وڏي مشهوري هئي. شاعر ۽ نثر نويس به هو. فارسي ۽ سنڌي نثر ۾ ڪجهه رسالا لکيائين ۽ ترجما ڪيائين. ان کان سواءِ سنڌي، سرائڪي، پارسي ۽ اردو ۾ به ڪيترو ئي شعر چيائين. خاص طرح فارسي ۾ تمام گهڻو شعر چيائين، جنهن مان گهڻو ضايع ٿي ويل آهي.

فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ جيڪي رسالا لکيائين ۽ ترجما ڪيائين، اهي طب، قيافه، رمل ۽ ابجد بابت آهن. آخري عمر ۾ بيمار ٿي ويو. ان ئي بيماريءَ ۾ 9- فيبروري 1931ع ۾ وفات ڪيائين.

قاضي غلام عمر آريجي مرحوم، شيخ سعدي جي مشهور ڪتاب "ڪريما" جي تتبع ۾ "ڪريما مخمس" نالي هڪ ڪتاب لکيو، جيڪو زبان ۽ بيان جي نقطئہ نگاهه کان اعليٰ درجي جو نظم آهي ۽ قلمي حالت ۾ سندس پوين وٽ محفوظ آهي. سندس ڪجهه فارسي نظم ۽ غزل به ملن ٿا. سندس سنڌي شعر عروضي قالب ۾ به آهي، ته قديم نوع جي بيتن ۽ ڪافين ۾ به. مداحون، مناجاتون، مولود ۽ نعتون به چيون اٿس، ته ڪافين، بيتن ۽ غزلن ۾ حسن و عشق ۽ فراق و وصال جو بيان به آندو اٿس. نه فقط ايترو پر ان وقت جي سياسي، سماجي ۽ اخلاقي حالتن کان متاثر ٿي، مسلمانن ۾ سياسي

۽ اخلاقي بيداري آڻڻ لاءِ به ڪجهه شعر چيو اٿس. خلافت ۽ هجرت تحريڪ بابت به سندس شعر ملي ٿو، ته مصطفيٰ ڪمال جي تعريف ۾ به.

سنڌيءَ ۾ نعتيه شعر گهڻو چيو اٿس. به نعتيه اشعار نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

(1) نظارو نيهن وارن لئه، آيو جلوو ڪنا پيدا،
ٿيو نور نهان از پرده، مخفي منجهان پيدا.

(2) بحمدلله اسان جي لئه سعادت ٿي صفا پيدا،
جو ايزد عين اونده ۾ ڪيائين رهنما پيدا.

(3) ڪساوت قلب واري مرض موذي لئه سندس نالو.
مجرب ۽ مفرح ٿي دوا ٿـي باشفا پيدا.

(4) انهي جي پنجهء نوبت ڪان ڪري پيا ڪوٽ ڪسريٰ جا،
ٿيا لبيڪ جا آواز از ارض و سما پيدا.

(5) ٿيا جاءِ گير هر دل ۾ انهيءَ جا اسوهء حسنا،
ٿيو خلق عظيم سان خجسته خوش لقا پيدا.

(6) اگرچه آخرين آيو و ليڪن اولين آهي،
سندس دعوت اسلامي ڪيا هر جا سلا پيدا.

(7) سليمان گرچه صاحبِ تاج هو تخت روان وارو،
مگر پڳدار جي پڳ ۾ وڪيل جلوه جدا پيدا.

(8) ٿيا شيدا بريده دست صورت يوسفي جا ڪي،
ڏسڻ هن دلربا جي سان ٿيا لک دل- وڍيا پيدا.

(9) ڏڏن ڏاتر، ولهن واهر، رلين رهبر، سچن ساٿي،
عظيم الخلق، نافع خلق ٿيو نورالهديٰ پيدا.

ٻئي نظم ۾ چوي ٿو:

مرحبا شمس الضحيٰ سيد جهان پيدا ٿيو،
وه چه خوش بدرالدجيٰ ڪون و مڪان پيدا ٿيو.
مطلع انوار حق سر سرواڻ پيدا ٿيو،
شاه شاهان سجده گاه خسوران پيدا ٿيو.
صدر آرا بزم گاه ڪنَ فڪان پيدا ٿيو.

(1) بيڪسن جو پرجهلو بي وارثن جو واھ ور،
عاجزن لئہ آسرو پارس پَنَھہَ (پناھ) چورن چپر،
تر بدن جو توهہ تاري نامور نورالبصر،
سونهن عالم، تاج سر، روشن گهر عالي قدر،
صاحبِ آفاق رهبر، گمرهان پيدا ٿيو.

(2) چام چاني ٿيو سهائو ملڪ ڪل معمور ٿيو،
ويا ڏولاوا ڏيهہ مون عرب و عجم پر نور ٿيو،
ويو الم عالم اتان سڀ درد ۽ دک دور ٿيو،
حمدالله جو انيس عاشقان پيدا ٿيو.

(3) محب جي ميلاد ڪان ٿي عيد عربستان ۾،
ٿيو ترانو طرب وارو تيز ترڪستان ۾،
مرحبا يا سيدي آواز ٿيو ايران ۾،
صد مبارڪ جو ٿيو هل هوڪو هندستان ۾.

(4) هير دولت جي گهلي، هر گهر گهڻي هبڪار ٿيو،
ابر رحمت جو اچي دوران مٿي دربار ٿيو،
ٽيا شگوفہ لب شگفتہ بخت خوش بيدار ٿيو،
سوسن و صد برگ ڪان آواز هي اظهار ٿيو،
رونق افزا زمين و آسمان پيدا ٿيو.

(5) جڳ سڄي جنسار ڪيو، ٿيو راضپو رحمان جو،
باب جنت جو کليو، چائو ڏيئو ديان جو،
ٿيو دوبالا رنگ رونق، روضئہ رضوان جو،
هل پيو حورن ۾ ۽ ٿيو غلغلو غلمان جو،
شڪر ايزد خازنِ گنج جنان پيدا ٿيو.

شاعر حساس ٿيندو آهي ۽ هو پنهنجي وقت جي حالتن کان متاثر ٿيندو آهي. ان زماني ۾ برصغير پاڪ و هند جا مسلمان آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪري رهيا هئا، ۽ ترڪيءَ جي خلافت جي تحفظ جي لاءِ تحريڪ هلائي رهيا هئا. ان زماني ۾ ترڪيءَ جو حاڪم مسلمانن جو خليفو ليکيو ويندو هو. انهيءَ ڪري هتي جي مسلمانن کي خلافت سان دلي ۽ روحاني لڳاءُ هو. سامراجي، ترڪن جي خلاف سازشون سٽي رهيا هئا. آريجي مرحوم ان وقت جي حالتن تي پڻ شعر چيا آهن. خاص طرح سان خلافت تحريڪ ۽ هجرت

تحريڪ کان تمام گهڻو متاثر هو. هجرت جي واقعي تي ته هڪ طويل نظم لکيو هئائين.

برصغير ۾ خلاف تحريڪ هلي رهي هئي، جو ترڪيءَ ۾ انقلاب اچي ويو. ڪمال اتا ترڪ انقلابي ليڊر جي حيثيت سان اڀريو. هن ڪيترائي انقلابي قدم کنيا، ۽ خلافت کي به ختم ڪيو. ان هوندي به سنڌ جي ماڻهن کي ترڪي جي معاملن، مسئلن ۽ ڪمال اتاترڪ سان دلچسپي ۽ دلي همدردي هئي، ڇاڪاڻ جو هو ترڪيءَ جو وقار بحال ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو هو. ان زماني جي ڪيترن سنڌي شاعرن ڪمال اتاترڪ جي ڪاميابيءَ جي دعا گهري آهي. غلام عمر آريجو به الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ دعا گهرندي چوي ٿو:

يا رب سدا مظفر ڪر مصطفيٰ ڪمال،
اسلام جو ڪر نور بصر مصطفيٰ ڪمال،
ڪر اقتدار ترڪي قائم بفضل خود،
منظور نظر خير بشر مصطفيٰ ڪمال،
يورپ جو نام ترڪي جي نام سان متاءِ،
ڪفار پون پيش بہ در مصطفيٰ ڪمال،
ترڪي جا ڪر مطيع يهودي ۽ نصارا،
نصارا ٿين زير امر مصطفيٰ ڪمال،
ڪر التجا "غلام" جي مقبول يا خدا،
ڪنهن دم نہ لهي ڪوئي ضرر مصطفيٰ ڪمال.

عروضي شعر سان گڏ سنڌي شعر جي قديم فني سٽا موجب بيت به چيا اٿس، جهڙوڪ محبت جي موضوع تي چيائين:

(1) محبت جي ميدان ۾، ڪڏائج ڪيڪان،
مانجهي مڙج ڪينڪي، رکي سرت سجان،
پسي تاب تفنگ جو، رمج نہ روگهان،
ڪٽي جنگ جوان، مرڪ مردن وچ ۾.

(2) "محبت جي ميدان ۾، ڪڏي پٽو ڪاهي،"
چڙي سانگو سر جو، سندرو ٻڌي ساهي،
پوءِ اڳاهون آهي، ديرو دلبر دوست جو.

(3) محبت جي مَيدان ۾، منهن نہ مانجهي موڙ،
نصرمّن الله و فتح قريب، اچي خيما کوڙ،
غيرت جا "غلام" چئي، ٽڪا مڙيئي ٽوڙ،
تڏهين پهچين توڙ، جڏهن اڏين کنڌ اڏيءَ تي.

(4) محبت جي ميدان ۾، سر جي هٽ سٽ،
اڏي سر اڏيءَ تي، کنڌ کلهن کون کٽ،
"لاموجود في الدارين الاهو"، مرد نہ منهن کي مٽ،
رت وهي ريلا کري، مر جو پوي پٽ،
پنهنجي موٽڻ پڙ کون، گهٽي پانڌ گهٽ،
وٽ وحدت واري وٽ، جو ڪثرت منجهون ڪين ٿئي.

(5) محبت جي ميدان ۾، تن کي ڏي ترڪ،
"موتو اقبل انت موتوا،" مرڻ پانڌن مرڪ،
"ڪل شيء يرجع الي اصله،" دانا ڪر درڪ،
فائق فنا في الله ۾، غازي ٿي غرق،
فنا في الوجود فنافي الرسول جو قولهي لهہ فرق،
وساري ورق، نفيءَ مان اثبات ٿي.

سنڌس هڪ سہ حرفي بہ ملي آهي، جنهن مان ٻہ بند نموني طور ڏجن ٿا:

ظ- ظاهر ڪج هي ظلم زياد، نوڙت سان ميان نيڪ نهاد،
فائق وٽ ڪج هي فرياد، تنهي شل عاشق سان امداد،
بيحد بره ڪيو بيداد، عشق اکيڙيو بيخ بنياد،
فکر توهان جي ڪيو فرهاد، سڪ ٿي ساه مٿي صياد،
ڪيو جدائي جنگ جهاد، ڏاڍو نينهن ڏنو نيڪال،
وهندو ٿي ڪر وير وصال.

ع- عرض هي پيش عجيب، ڪرم ڪري ڪج ڪول قريب،
ورنہ وارث نيڪ نصيب، آءٌ عشاقن وٽ اديب،
صدا سٽي ڪر غور غريب، هيڻن تي رک هٿ حبيب،
تن لئہ توريءَ ڪين طبيب، روز ڏين ٿا رنج رقيب.

هنن بيتن مان معلوم ٿيندو، تہ مٿس تصوف جو گهرو اثر هو ۽ عشق حقيقي ڏانهن لاڙو رکندو هو. سنڌس ڪلام جي مطالعي مان پتو پوري ٿو تہ سنڌي بيتن ۾ ٺيٺ سنڌي لفظ اصطلاح ۽ مخصوص فقرا استعمال ٿي ڪيائين

تہ عروضي شعر ۾ عربي ۽ فارسي لفظ سهڻي نموني ۾ ڪتب آندائين.

فارسي ۾ بہ ڪيترو ئي ڪلام چيو اٿس. غزل بہ لکيا اٿس، تہ نعتون ۽ قصيدا بہ لکيا اٿس. قطع تاريخ لکڻ ۾ کيس وڏي مهارت حاصل هئي. ڪيترين ئي شخصيتن جي وفات ۽ ولادت تي فارسيءَ ۾ شعر چيائين.

رئيس ضياءُ الدين ضيا "بلبل" جي ولادت تي بہ سندس شعر ملي ٿو. لکي ٿو:

شکر است کہ در وقت ستوده تر اين چنين،
بهجت دگر دو چند مضاعف بران رسيد،
يعني از سعد زادن پسر آن رفيع شان،
کزوي هزار هديہ بہ پير و جوان رسيد.
آن قدوهءِ رؤسائے، دوران شمس الدين،
اصناف ابتهاج بہ خورد وڪلان رسيد،
اسمش ضياءُ الدين بہ انوار روئي خويش:
دلهاعيون احبار روشن ڪنان رسيد.

# قادر بخش بشير جي شاعري

ماضي قريب ۾ جمعيت الشعراءِ سنڌ سان جيڪي شاعر وابستہ رهيا، انهن مان قادر بخش بشير مرحوم هڪ منفرد شاعر هو. هن پنهنجي شعر ۾ گل و بلبل، جام و ساقي جي بدران وقت ۽ حال جو ذڪر ڪيو آهي.

هو ذات جو سومرو هو ۽ جيڪب آباد ضلعي جي شهر "ٺل" جي لڳ ميرپور ۾ سن 1896ع ۾ تولد ٿيو. فائينل پاس ڪري، سنڌي استاد ٿيو، ۽ مختلف هنڌن تي نائب ماستر ۽ هيڊماستر ٿي رهيو. سن 1954ع ۾ وفات ڪيائين. هن پنهنجي ضلعي جيڪب آباد ۾ تعليم ڦهلائڻ جي سلسلي ۾ اهم خدمتون انجام ڏنيون. ان سان گڏ هن سنڌي علم ادب جي بہ وڏي خدمت ڪئي. هن شعر چوڻ سان گڏ پنهنجي علائقي ۾ سنڌي عروضي شاعريءَ جي ترقي ۽ ترويج لاءِ گهڻو پاڻ پتوڙيو. هن پنهنجي شعر ۾ بزم مشاعره قائم ڪري، مشاعرا منعقد ڪيا، ۽ جيڪب آباد شهر جي ادبي جماعتن سان بہ ڀرپور سهڪار ڪيو.

هن جو دستور هو، تہ سنڌ ۾ جتي بہ مشاعرو ٿيندو هو، ان لاءِ شعر لکندو هو. جيڪڏهن پنهنجي سر وڃي نہ سگهندو هو، تہ ٽپال رستي شعر موڪلي ڏيندو هو.

بشير مرحوم جو شعر ان دور جي حالتن پٽاندر آهي. هن پنهنجي شعر ۾ ان دور جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي ترجماني ڪئي آهي. هن جتي شعر ۾ ماستر جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي عڪاسي ڪئي آهي تہ ساڳي وقت هاريءَ جي حالتن جو بہ بيان ڪيو اٿس. هن تمام گهڻو لکيو، ۽ جيڪي ڪجهہ لکيائين، اهو سندس حساس جذبن جو ترجمان آهي. هن نعتون بہ تمام گهڻيون لکيون آهن ۽ هن پنهنجي شعر ۾ مسلمانن کي سجاڳيءَ جو سڏ بہ ڏنو آهي. هو واضح ڪري ٿو، تہ اسان جيڪڏهن نبي ڪريم ﷺ جي ڏسيل راهہ تي هلنداسون، تہ اسان جي زندگيءَ ۾ خوشگوار انقلاب اچي سگهي ٿو.

هو چوي ٿو، تہ دنيا جي رونق، مزدور جي پگهر جي پورهئي سان قائم آهي:

محلات منارا ڏسجن نہ ڪٿي ها،
مزدور جي هٿ ۾ همت نہ هجي ها.

هو چوي ٿو، تہ هاري ٽـتيءَ ٽڏيءَ، آڏي مانجهيءَ هَڏ هلائي، پگهر وهائي، اَن اپائي ٿو. ان هوندي بہ هو ڪسمپرسي جي حالت ۾ گذاري ٿو. بشير مرحوم هاري جو تعارف هن طرح ڪرائي ٿو:

سڄو ڏينهن گرمي ۽ اُس ۾ گذاريان،
ڪلهن تان ڪوڏر ڪڏهن ڪين لاهيان،
ڏکيا ڏينهن پنهنجا دنيا ۾ نباهيان،
سدائين ٿو پيرن هٿن ڪين هلايان،
جتيءَ ۾ نہ پائيندو مان پير آهيان،
ٻڌايو اي يارو مان ڪير آهيان؟

وڏيري جي زيادتن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

خوب ڄاڻي ٿو خدا، جيڪي وڏيرا ٿا ڪرن،
ڇا ٻڌئي جون، ڇيڙ جون، بيگار جون ڳالهيون ڪريون.

سندس حساس دل، اڄان بہ هاريءَ جي حالت زار ڏسي تڙپي اٿي ٿو، ۽ هو بي اختيار ٿي چوي ٿو:

هي هاري سنڌ جو آهي، تشدد ظلم ۾ ورتل،
انهيءَ بيمار هاريءَ کي مان قرضن مان ڇڏائيندس.

سنڌ جي غريب عوام جي پيڙا جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

غريبيءَ ۾ پئي ٿي پيڙهجي پبلڪ سموري اڄ،
سڄوري سنڌ تي ٿيندي ، پلا ڀي ڪربلا ڪهڙي.

سنڌ ۾ ڦرن، ڌاڙن، بدامني ۽ بدحاليءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

ڦرون، ڌاڙا ۽ بدامني نتيجو قحط جو آهي،
سفر ڪهڙو ڪندو بي خوف اڳتي ڪاروان پنهنجو.

سماجي حالتون بيان ڪندي، ڪن نظمن ۾ طنز و مزاح جو رنگ بہ اختيار ڪيو اٿس. طنزيہ نوعيت جي شعر ۾ سندس نظم "دوزخ جو داروغو" سنڌي شاعريءَ جي شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو. تاريخ 29-30 نومبر ۽ 1- ڊسمبر 1952ع تي جيڪب آباد ۾ "تيرهين ڪل سنڌي ادبي ڪانفرنس" منعقد ٿي. اهو نظم بشير مرحوم ان ڪانفرنس جي مشاعري ۾ پڙهيو. نظم

تي ڪيس تمام گهڻو داد مليو، نہ فقط ايترو، پر جڏهن اهو نظم اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيو، تہ اديبن، شاعرن ۽ نقادن سندس نظم کي تمام گهڻو ساراهيو.

هن عنوان تي بشير مرحوم ٻہ نظم لکيا: هڪ غزل جي سٽا ۾ ۽ ٻيو مسدس جي صورت ۾. هن نظم ۾ ڏيکاريو اٿس، تہ دوزخ جو داروغو معمولي گناهہ ڪندڙ ماڻهن کي وٺڻ کان انڪار ڪري ٿو. هو چوي ٿو، تہ هتي وڏي رش آهي، انهيءَ ڪري وڏن ڏوهارين کي وٺي اچو، جهڙوڪ: وياج خور، ذخيره اندوز، بليڪ ميل ڪندڙ، غريبن جو رت چوسيندڙ سرمائيدار، عورت سان زيادتي ڪندڙ، رشوت خور، هارين جو حق ڪائيندڙ وڏيرو، اڀوجهن کي گمراهہ ڪري لٽيندڙ، پير بدڪار ۽ بي عمل عالم وغيره. بي عمل عالم لاءِ دوزخ جو داروغو چوي ٿو:

ڊگهي ڏاڙهي، ڊگهي تسبيح سان هڪڙي کي پڪڙيائين،
وجهي هٿ بي عمل عالم جي گردن کان تہ ورتائين،
ڪيو گمراهہ تو آهي، سمورو ملڪ اي سائين،
جهنم واسطي، تون ئي سڳوري سوکڙي آهين،
ڪيو بدنام تو آهي، سدا مسجد ۽ منبر کي،
رکيو ناپاڪ تو آهي، سدا دل جي مندر کي.

هو بي علمي کي انساني شرف ۽ شان لاءِ داغ سمجهي ٿو:

اسان جي شرف انساني ۾ آهي خار بي علمي،
اسان تي بار عصيان مان وڏو هڪ بار بي علمي،
حياتيءَ کان بہ اڄ آهي ڪيو بيزار بي علمي،
جهالت جو جبل پرزا ٿيندو ڪو پاڻ تي پوندو،
اهو پرزا عزيز و علم جي اوزار سان ٿيندو.

هو چوي ٿو، تہ علم روشني آهي، ۽ دنيا جو سونهن ۽ سينگار آهي، علم سان ئي زندگي سجائي ۽ سقلي ٿئي ٿي:

نہ دولت جاهہ حشمت سان حياتي زيب ور ٿيندي،
مگر هيءَ زندگي ٿيندي، سجائي علم کان آهي.

هو ٻڌائي ٿو، تہ ماستر علم جي روشني ڦهلائيندڙ آهي؛ پر هن کي موٽ ۾ ڏکا ۽ ٿاٻا نصيب ٿين ٿا. هن ماستر کي ميويدار وڻ سان ڀيٽ ڏني آهي؛ جيڪو نکر، پٿر ۽ سوٽا هڻڻ وارن کي مٺو ميوو جهول

۾ وجهندو آهي:

وڻن وانگر وجي ٿي آهہ، حالت ماستر جي اڄ،
نڪر سوڪا سهڻ سر تي، ٿي عادت ماستر جي اڄ.

هو خبردار ٿو ڪري، تہ جيڪڏهن صاحب اقتدار پنهنجي حالتن ۾ ڦيرو نہ آندو، تہ پوءِ مزدور ۽ هاريءَ جي زبان تي هي انقلابي نعرو هوندو:

قبضو نہ رهي خاص ڪنهن شيءِ تي ڪنهن جو،
محنت ۽ ڪمائيءَ ڪبي نمودار ڪندا سون.

## معاشي ۽ معاشرتي حالتون:

ان زماني ۾ سنڌ جون جيڪي معاشي ۽ معاشرتي حالتون هيون، انهن جي ترجماني بہ حقيقت پسندانہ نوع ۾ ۽ پراثر انداز ۾ ڪئي اٿس. سنڌ جي غربت بابت بي اختيار ٿي چوي ٿو:

غريبيءَ ۾ پئي ٿي پيڙهجي پبلڪ سموري اڄ،
سڳوري سنڌ تي ٿيندي پلا پي ڪريلا ڪهڙي.

سنڌ ۾ جن جي هٿ ۾ اقتدار آهي، اهي عوام جي مسئلن کي سمجهڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ٿا ڪن، پر ماڻهن کي هيسائڻ ۽ دٻائڻ ۾ پنهنجي طاقت صرف ڪن ٿا:

پري ڪان ٿي لتر لاٽيون اچي ٿو سنڌ تي حاڪم،
پڇي بہ ڪين ٿو ڪنهن کان، تہ تنهنجي آ صدا ڪهڙي.

ٻين مشڪلاتن ۽ مصيبتن کان سواءِ سنڌ جا رهاڪو بيمارين ۾ بہ سدائين مبتلا آهن، جيئن تہ سنڌن علاج جو مناسب بندوبست ڪونهي، ان ڪري ڪيترائي موت جو شڪار ٿيو وڃن:

محرقي، تپ ۽ ماتا آ ڪيو آباد گورستان،
پريشان ۽ ڏسون بيزار ٿا خلق خدا ڪهڙي.

توڙي جو وڏا ڪامورا سنڌ جو دورو ڪن ٿا، تڏهن پڻ غريبن جو ڪو پرسان حال ڪونهي:

حال پرسان ڪون آهي، ڪو غريبن واسطي،
ڪمشنر آيو نہ ڇا، جي گورنر آيو تہ ڇا.

ڪامورن ۽ ڪلارڪن ۾ رشوت جو عام وهنوار ڏسي چوي ٿو:

ڪيو آهہ پبلڪ کي بيزار رشوت،
خدايا سگهو ڪر نگهو سار رشوت،
ڏسان هن ندوري کي هر محڪمي ۾،
ڪلارڪ وٺن ۽ عملدار رشوت.

هر هنڌ بي انصافي ڏسي، ”انصاف“ کان سوال ٿو ڪري، تہ ڇو تون هتان موڪلائي هليو ويو آهين؟

انصاف ڪيس جواب ٿو ڏئي:

زر ۽ زميـن زيـور منهنجا بڻيا مخالف،
هاڻي هتي رهڻ ۾ ڪـو مان ’شان‘ ڪـونهي.
حضـرت، دروغ ايڏو مرغوب ٿيـو دنـيا ۾.
مون ڏي ڪنهين جو اڄ ڪلهہ ڪوئي ڌيان ڪونهي.

ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي ڪري، ملڪ جون اقتصادي حالتون ابتر ٿي ويون هيون، ۽ ملڪ ۾ ڏڪار منهن ڪڍيو هو، ڦريون ۽ ڌاڙا عام ٿي ويا، ۽ ماڻهو بدامني ۽ بدحاليءَ جو شڪار ٿي ويا. اهو حال ڏسي بشير چيو:

ڦرون ۽ ڌاڙا ۽ بدامني نتيجو قحط جو آهي،
سفر ڪهڙو ڪندو بي خوف اڳتي ڪاروان پنهنجو.

نـہ فـقط ايـترو، پـر ملـڪ ۾ اٽي لٽي جي قلت پيدا ٿي پئي. انهيءَ ڪري اٽي ۽ لـٽـي تي ڪـنـٽرول پـيـو ۽ راشن تي ملـڻ لڳو. زنـدگيءَ جي ضرورتن لاءِ ماڻهو سخت پريشان ٿـيا ۽ راشن تي ڪپڙو توڙي اٽو حاصل ڪرڻ لاءِ ٿاڦا ۽ ڌڪا کائڻ لڳا. اهـو حـال ڏسي 1946ع ۾ بـي اختيار ٿي بشير چيو:

اهو ڏينهن جلدي تون ڏيکار مـولا،
جو راشن وڃي ٿي نگهوسار مولا.
اٽـي ۽ لـٽي لاءِ در در وڃـون ٿـا،
وساري اسان تنهنجي دربار مـولا.

هڪ ٻئي نظم ۾ ڪٽڪ جي نافت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

ڪٽڪ جي نافت ڪري ٿي، ملڪ جي حالت خراب،
بس رڳو ان جي ڪري ٿـي ملـڪ ۾ آ اضطراب.

1942ع ۾ وڏي ٻوڏ آئي، جنهن اتر سنڌ جي ڪيـترن ئي ڳوٺن ۾

تباهي مچائي. ڪيترائي ماڻهو بي گهر ٿي، پٽڪندا رهيا. انهن حالتن کان متاثر ٿي، بشير مرحوم ٻوڏ جي ستايلن لاءِ نظم لکيو. ٻوڏ جي ستايلن جي زباني ۾ چوي ٿو:

ڪڏهن گهر هو اسان جو پي، مگر اڄ دربدر آهيون،
لٽيڙ تاڙي وڃائي سڀ ٻين جا منتظر آهيون.

دنيا جو ڪارخانو ڏسي هن اندازو لڳايو ته دنيا جو وهنوار دولت سان آهي. عزت ۽ مان به دولت جي بنياد تي آهي، ته شان ۽ شوڪت به دولت سان قائم ۽ دائم آهي. خانداني ۽ شرافت جو قدر ڪونهي، پر ماڻهو دولت کي ڏسي برتاءُ ڪن ٿا. انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

زردار جو آ سيڪو، ڀلهار تنهن تان هرڪو،
سڀ ڪي اهو ئي پيارو، بازر ته جهنگ بازر.
بي زر نه خانداني، سڪندو پيو لاءِ ماني،
وٽ ڪو ٻني ۽ پارو، بازر، ته جهنگ بازر.

معاشي ۽ معاشري حالتن سان گڏ ان وقت جي سياسي حالتن کي به پنهنجي تنقيد جو نشانو بنايو اٿس. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ جيڪي ڪيس ڪلور ٿي رهيا هئا، انهن کان متاثر ٿي چيو اٿس:

ڪسن ٿيون ڪيتريون جانيون بمن ڳنس بدولت اڄ،
ويا نوشيروان نڪري، بچيا چنگيز خان باقي.

31- مارچ 1936ع تي سنڌ بمبئي کان جدا ٿي. پهرين اپريل تي سنڌ لاءِ بمبئي کان گورنر آيو. پهريائين گورنر کي ملائڻ لاءِ هڪ ائڊوائيزري ڪائونسل ناهي، جنهن تي اهي ميمبر کنيا ويا، جيڪي اڳ ۾ سنڌ مان بمبئي ڪائونسل جا چونڊيل ميمبر هئا. سيپٽمبر 1936ع ۾ اليڪشن مهم جو آغاز ٿيو. 7- فيبروري 1937ع تي اسيمبلي ويٺي. ان کانپوءِ وزيريءَ تي جهيڙا جهڳڙا ۽ گروپ بندي ٿي، ۽ وزارتن جي ناهڻ ۽ ڊاهڻ جو سلسلو شروع ٿيو. اهو حال ڏسي مارچ 1938ع ۾ بشير مرحوم هڪ نظم لکيو، جنهن ۾ چيائين:

وزيريءَ تي ڪيڏو نہ ميمبر وڙهن ٿا،
وزارت ويچاري ڪي ٿيهر يجن ٿا،
دلاسن جي بک ڪين ڪنهن کي ڏين ٿا،
سچا سال ڇارئي بہ گذري وڃن ٿا،
شڪر جو اڃا پنهنجي سرڪار آهي،
تڏهن ئي اهو روڳ تڪرار آهي.

سنڌ بمبئي کان جدا ٿي، اليڪشن ٿي، سنڌ جا ماڻهو وزير ٿيا، تڏهن بہ ڪارا قانون ختم نہ ٿيا، انهيءَ حقيقت جو اظهار ڪندي بشير چوي ٿو:

اڃا ڪارا قانون جائز ٿين ٿا،
دٻاوَن جا رستا هلياتي اڇن ٿا،
روا جرڳو سسٽم اڃا پيي رهن ٿا،
غريبن سان لوڙهن جا ناحق هلن ٿا،
تڏهن پيي ڪندو ڪون ڪنهن کي لڳي ٿو،
نہ آواز ڪنهن جو بہ ڪوني ٻڌي ٿو.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ بين الاقوامي ڇڪتاڻ سبب جيڪي حالتون پيدا ٿيون، اهي پاڪستان تي بہ اثر انداز ٿيون. اهو ڏسي بشير مرحوم بي اختيار ٿي چيو:

اڌو دنيا کي ڪچلڻ جو ڇا پاڪستان ئي ٻٽيو،
ڪسيو ويندو اسان کان ڪجهہ بچيو جو آڃا باقي.

بشير ڪيترين ئي ساهوارن ۽ بيجان شين کي عنوان بنائي، انهن جون خوبيون ۽ حالتون بيان ڪيون آهن. انهن جي اوٽ ۾ معاشي ۽ معاشرتي حالتون بيان ڪيون اٿس، ۽ سماج جون ڪميون ۽ ڪوتاهيون نروار ڪيون اٿس.

# عبدالڪريم گدائيءَ جي شاعري

عبدالڪريم ولد يار خان لاشاري، ڳوٺ ڪريم آباد، تعلقي ٺل، ضلعي جيڪب آباد ۾ سن 1901ع ۾ تولد ٿيو. بعد ۾ جيڪب آباد ۾ رهائش اختيار ڪيائين. 1921ع ۾ پوليس کاتي ۾ منشي ٿيو، ۽ جيڪب آباد ٿاڻون ٿاڻي تي رهيو. ڇهن مهينن کان پوءِ اها نوڪري ڇڏي ڏنائين. 1924ع کان 1926ع تائين هڪ زميندار وٽ نوڪري ڪيائين. 1926ع کان 1932ع تائين ڪيرٿر ڪينال ڊويزن شهدادڪوٽ ۾ ڪلارڪ ٿي رهيو. 1942ع کان سياست ۾ حصو ورتائين ۽ ڪانگريس سان وابسته ٿي، آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪم ڪيائين. صحافت سان به سندس گهرو تعلق رهيو. 1951ع ۾ هفتيوار "صبح سنڌ" جو مئنيجر ۽ سب ايڊيٽر ٿي رهيو. 1961ع کان وفات تائين روزانه "عبرت" سنڌي جو ضلعي نمائندو ٿي ڪم ڪيائين. ان کان سواءِ فرنٽيئر گزيٽ، امروز ۽ ٻين اخبارن ۾ به ڪم ڪيائين.

1962ع ۾ سکر ۾ راقم الحروف جي ساڻس واقفيت ٿي. انهن ڏينهن ۾ آئون اسلاميه ڪاليج سکر ۾ ليڪچرار هوس. ملاقات ڪان ٻئي ڏينهن تي اسان ڪاليج طرفان "لطيف ڏي" ملهائي رهيا هئاسون، مون ڪيس جلسي ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني. هو شريڪ ٿيو ۽ شعر پڙهيائين. هو مون کي سادو، سٻاجهو، نهٺو ۽ باڪمال شاعر نظر آيو. ان کان پوءِ ساڻس نياز منديءَ جو تعلق رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ملندا هئاسين ته ادبي رهاڻ ٿيندي هئي، 1978ع ۾ وفات ڪيائين.

گدائي سنڌي زبان جو باڪمال شاعر هو. سندس شعر جديد لاڙن سان هم آهنگ هو.

شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪيائين. سندس شاعريءَ ۾ جديد رجحانن ۽ قديم روايتن جو حسين امتزاج ملي ٿو. گدائي پهريائين غزل ۾ طبع آزمائي ڪئي، ۽ حسن و عشق جون ڳالهيون دلڪش انداز ۾ ڪيون. وطن جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪم ڪرڻ کان پوءِ قومي شعر چوڻ شروع ڪيائين. سندس شاعريءَ جا ٽي مجموعا ڇپجي چڪا آهن.

(١) سانيهہ جا سور (٢) پکڙا ۽ پنهوار (٣) پيماني تي پيمانو

جيڪب آباد جي تاريخ بابت "خانڳڙهہ کان جيڪب آباد تائين" نالي ڪتاب بہ لکيائين. غزل ۽ نظم کان سواءِ گدائي سنڌي بيت جو بہ وڏو شاعر هو. هن بيت ۾ نئون رنگ ڀريو ۽ نوان مضمون آندا. ترقي پسند شاعرن مان غالباً هي پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌي بيت کي پنهنجي اظهار خيال جو ذريعو بڻايو ۽ ان ۾ نوان رنگ ڀريا، ۽ قومي سوچ کي ان ۾ سمايو. هن بيتن ۾ اشاراتي ۽ تمثيلي انداز ۾ وقت جي حالتن ۽ سانيهہ جي سورن، ڏکن ۽ ڏوجهرن جي ڳالهہ ڪئي آهي.

هو چوي ٿو:

آزاديءَ انگور ڏاڍا ڪڍيا ڏيهہ ۾،
ساعت هڪ نہ سنيران، مارونڙا مسرور،
ڏينهان ڪاٽن ڏوجهرا، راتين جا رنجور،
آيل اباڻن سندا، پل پل پون پور،
سنگهارن جا سور، سرتيون سليان ڪنهن سان.

آزادي آئي، پر ماڳ نہ موٽي مارئي،
سنگهارن جي ساٿ ۾، ڪانهي سرهائي،
اڄ بہ هيٺن سان هلن، ڏاڍا ڏاڍائي،
سڪر سٽائي، ناهي ملڪ مليرَ ۾.

اڄ بہ ساري رات، رنو ويٺي مارئي،
سارو ملڪ مليرَ جو، آيو واڳن وات،
ڪڏي ڪوئي ڪات، ماري مانگر مڇ کي.

نظمن ۾ بہ انسان جي سورن، تڪليفن، اهنجن ۽ ايذائن جي ڳالهہ ڪئي اٿس:

سورن ۾ چو آهي ويچارو، اڄ وارو انسان،
نرڏن جي پورهئي تي چو، موج ڪري ڏنوان،
ڏاڍي جو هيٺي تي چو آ، هر دم قهر ڪلور،
پورهيت تنهنجي جڳ ۾ چو آ، مانيءَ لاءِ مجبور.

پنهنجي ڌرتيءَ سان پيار جو اظهار هن طرح ڪيو اٿس:

هيءَ ڌرتي مون کي پياري آ،
هيءَ پونءِ تہ پاڳن واري آ،
هن ديس تان پنهنجي جان فدا،
هن ديس تي سڀ ڪجهہ واري آ،
هي سنڌ سدا خوشحال رهي،
هيءَ ڌرتي مالا مال رهي.

هو پر اميد آهي، تہ ظلم جي رات آخر ڪٽڻي آهي، ظالم ضرور نگهوسار ٿيندو، ۽ مظلومن کي پنهنجو حق پلئہ پوندو.

هيءَ رات ڪٽڻ ني آئي آ، باقي بہ گذاري ويندا سين،
پر ويندي ويندي سنڌڙي جي، سينڌ سنواري ويندا سين.
گهبرائڻ جي ڪا ڳالهہ نہ آ، هي مهلون آهن مڙسن لاءِ،
ڏس اوپر ڪان ٽي باک ڦٽي، هي منزل ماري ويندا سين.

گدائي جي غزل ۾ بہ جدت ۽ انفراديت ملي ٿي. هن حسن و عشق جي ڳالهہ ڪئي آهي. پر نرالي ۽ منفرد انداز ۾ ڪئي آهي. سندس هڪ غزل مان بہ ٽي شعر هيٺ ڏجن ٿا:

هي رات فراق جي رشڪ قمر، ڪئي آهہ سجي مون اکين تي بسر،
تنهنجي هجر ۾ عاشق خستہ جگر، بيمار بہ آ بيدار بہ آ.

تنهنجي چشم جو ديوانو، تنهنجي مست نگاهہ جو مستانو،
دنيا کان يگانو بيگانو، سرشار بہ آ هوشيار بہ آ.

جت ابرن جي تلوار هلي، ۽ ناز جي ناوڪ ڌار هلي،
اتي کهڙو گدائي چارو چلي، جت پيار بہ آ تڪرار بہ آ.

ان کان سواءِ گدائي مرحوم ڪافيون ۽ گيت بہ چيا آهن.

# شيخ اياز جي شاعري

شيخ اياز، شاهہ لطيف کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جو تمام وڏو شاعر آهي. بلڪ شيخ اياز شاعر ﭑ آهي تہ، افسانہ نويس ﭑ آهي، پر هو شاعريءَ جي حوالي سان ئي ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. سڀ کان پهرين سندس اردو شعرن جو ننڍو مجموعو ”بوئي گل نالئہ دل“ شايع ٿيو ۽ انهيءَ ئي دور ۾ سندس سنڌي ڪلام جو مجموعو ”ڀنور ڀري آڪاس“ پاڪستان رائيٽرس گلڊ ڇپايو. ان کان پوءِ تہ سندس ڪيترائي شاعريءَ جا مجموعا ڇپيا آهن، جهڙوڪ: ”ڪلهي پاتم ڪينرو“ (1963ع)، ”ڪي جو ٻيجل ٻوليو“ (1970ع)، ”وڄون وسڻ آيون“، ”ڪپر ٿو ڪَنَ ڪري“(1975ع)،”لڙيو سج لڪن ۾“ (1980ع)، ”پتڻ ٿو پور ڪري“ (1982ع)، ”ٽَڪرا ٽَڪرا صليب جا“ (1984ع)، ”پن ڇڻ پڇاڻان“ (1985ع)، ”واٽون ڦلن ڇانئيون“ (1985ع)، ”چنڊ چنبيلي ول“ (1985ع)، ”رڻ تي رِم جهِم“، ”ڪتين ڪَرَ موڙيا“، ”ننڊ وليون“، ”هرڻ اکي ڪيڏانهن“ وغيره.

قديم توڙي جديد شاعرن ۾ هي پهريون شاعر آهي، جنهن گهڻي کان گهڻو شعر لکيو آهي. جديد شاعري جي حوالي سان شيخ اياز جو تمام وڏو نالو آهي. هو جديد شاعرن ۾ سڀني کان مٿانهون مقام رکي ٿو. اياز ئي جديد سنڌي شاعريءَ جي ٻوٽي جي آبياري ڪري ڪيس ميويدار وڻ بڻايو آهي. هو واحد جديد سنڌي شاعر آهي، جنهن جديد توڙي قديم شاعريءَ جي سڀني صنفن، جهڙوڪ: وائي، ڪافي، غزل، گيت، نظم، قطعو، چوسٽو، هائڪو، آزاد نظم، نثري نظم، ڇيڇ وغيره تي طبع آزمائي ڪئي آهي. نہ فقط طبع آزمائي ڪئي آهي، پر مڙني صنفن تي چڱو چوکو لکيو آهي. ۽ هر صنف تي قاعدن ۽ قانونن مطابق لکيو اٿس. هن شاعريءَ جي هر صنف ۾ موضوع خواه هيئت جي لحاظ کان پورو پورو حق ادا ڪيو آهي.

شيخ اياز جي شاعريءَ جي هڪ خوبي اها ﭑ آهي، تہ سندس شاعري جو موضوع سنڌ ڌرتي سان گڏوگڏ عالمگير اهميت وارو ﭑ آهي. هو جڏهن سنڌ جو ذڪر ڪري ٿو تہ ڪراچي کان ڪينجهر ۽ ڪارونجهر کان

ڪشمور تائين جو ذڪر ڪري ٿو. هو نه فقط سنڌ پر دنيا جي مظلوم قومن جي ڳالهه ڪري ٿو. هن وٽ انسانيت سڀ کان اُتم ۽ اهم آهي. مظلوم انسانيت سندس شاعري جو مکيه موضوع آهي. اهوئي سبب آهي.

هو سنڌ جي لاڙ پرڳڻي جي هڪ عورت جو عڪس هن طرح چٽي ٿو:

"لاڙي وينگس چيچ چڙي ٿي،
ان ڪٽن تي اڏري آيل ڪانوَ تڙي ٿي."

ٻئي طرف ائٽم بم جو ڪاچ ٿيندي ڏسي ناگاساڪي جي مظلوم انسانن کي ياد ڪندي خبردار ڪري ٿو ته:

"ناگاساڪي ناهه، آهي تنهنجي آرسي."

شيخ اياز جي شاعري جو جڏهن اڀياس ڪجي ٿو ته معلوم ٿئي ٿو ته، هن روايت جو سهارو وٺي فن جي لحاظ کان نوان نوان تجربا ڪيا آهن. انهيءَ ڪري ئي اياز جي شاعريءَ جو پنهنجو نرالو اسلوب آهي. هن نه فقط فني لحاظ کان تجربا ڪيا آهن، پر مواد جي لحاظ کان به نوان نوان تجربا ڪيا اٿس. ڪٿي هو لاڙي وينگس جو موضوع چيڙي ٿو ته ڪٿي وري ناگاساڪي ۽ ويٽنام جو موضوع آڻي ٿو. ته ڪڏهن وري ايٿوپيا جي ڏڪر جو ذڪر آڻي چوي ٿو:

ڪنگيءَ ورتل ٻار انهن جا،
پيٽ پٺيءَ سان هڏيون نڪتل،
موت انهن جي ماڻڪين مان،
جيئڻ تي ڦٽڪار ڪري ٿو،
۽ ڪوئي جنهن وقت مري ٿو.

ڪٿي وري ٿري ٻار جي مجبوريءَ کي موضوع بنائي "ٿري ٻار جو گيت" لکي ٿو. ڪٿي وري مزدور کي موضوع بنائي مزدور جي ٻار جو گيت لکي ٿو، جيڪو بک ۽ بدحاليءَ جي حالت ۾ آهي.

شيخ اياز جي شاعريءَ جو محور ۽ مرڪز انسان ۽ انسانيت آهي. هن شاعريءَ ۾ جنهن محبوب کي پيش ڪيو آهي، سو پراهين منزل جو ڪو اڻ ڏٺو محبوب نه آهي. هن جو محبوب احساسن ۽ جذبن رکڻ وارو انسان آهي. هو جنهن محبوب جو متلاشي آهي، اهو سندس ئي زمين جو رهواسي آهي.

شيخ اياز جي سموري شاعري ٽن دورن ۾ ڦهليل آهي. پهريون دور سندس جواني وارو يا ابتدائي دور آهي، جنهن ۾ هن عشقيہ شعر چيو آهي. ٻيو سندس وچون دور آهي، جنهن ۾ هن اشتراڪيت ۽ سنڌي قوميت جو پرچار ڪيو آهي، ۽ انقلابي شعر چيو آهي. ٽيون سندس موجوده دور آهي، جنهن ۾ هن اشتراڪيت ۽ ڪميونزم کي ننديو آهي.

شيخ اياز جي شاعري جو مجموعي جائزو هت هيٺ پيش ڪجي ٿو:

**بيت:**

شيخ اياز سنڌي بيت ۾ درد جا درياھ وهائي ڇڏيا آهن. سندس بيت ۾ هڪ طرف نواڻ آهي، تہ ٻئي طرف جماليات جي رنگ ۾ رڱيل آهي. لفظن جي مناسب استعمال سان بيت ۾ موسيقي پيدا ڪرڻ ۾ اياز ماهر آهي. سندس همر عصر شاعرن مان ڪنهن وٽ بہ هيءَ خاصيت ڪانهي. پر اياز وٽ هيءَ خاصيت عام جام ملي ٿي. نموني طور ڪجھ بيت هت هيٺ ڏجن ٿا:

ڪاريون راتيون ڪنبٽي، اتر اوتون ڏي،
ساهڙ پوبہ سڏي، سهڻي! توکي سير ۾.

اُن جو کهڙو ٿاڪ آ، ڪنهن کي ٿو ڳولين،
ڇپرن ۾ ڇولين، ڇالڻ پنهنجي پاڻ کي.

هاڻ تہ ٿي وبا ڪوچلا، آکن پن سڙي،
توبن هيءَ گهڙي، سال لڳي ٿي سيءَ ۾.

تون تہ سدائين سَڏُ، مان بہ پڙاڏو ناهيان،
ڇا تون مون سان گڏ؟ آئون نہ سنيران ساٿ کي.

ڪالھ ڏٺم ڪلونت جو، هاريل ريٽو رت،
اڄ اهو امرت، سڀ کي ڇس چريو ڪيو.

هي تنهنجو جهوريءَ جهڄڻ، ڇالڻ ڪنهن جي لاءِ،
پاءِ، انهيءَ ۾ پاءِ: هاٿي پويون آڇيو.

ڪونج ۽ روھ سنڌي شاعريءَ جو اهم موضوع رهيو آهي. سنڌي شاعري ۾ ڪونج کي تمثيل طور آڻي وڇوڙي جا ورلاپ بيان ڪيا ويا آهن.

شيخ اياز ٻه ڪونج کي پنهنجي شاعريءَ جو موضوع بنايو آهي. ڪونج جي ڪرڪڻ جو منظر هن طرح بيان ڪيو اٿس:

ڪالهه هيون جي ڪرڪنديون، اُڏري ساڻ ٻچن،
نظر ڪونه اچن، اَڄ سي ڪونجون روهه ۾.

رومانوي شاعري سيني شاعرن جو خاص موضوع رهيو آهي. شيخ اياز جي شروعاتي شعر ۾ ٻه رومانيت ڀري پئي آهي. بعد واري زماني ۾ انقلابي شعر سان گڏ رومانوي شعر پڻ چيو اٿس.

پريننءَ سندي پيچري، پيو آهيان پنڌ،
هينئون، انهيءَ هنڌ، پهتو پيرن کان اڳي.

ويڙهي ويا واس، مون کي محبوبن جا،
آندا من ۾ آس، خزانا خوشبوءِ جا.

## وائـــي:

شيخ اياز شروعاتي دور ۾ جيڪي وايون لکيون آهن، اهي فني لحاظ کان ڪمزور آهي، پر جيئن پوءِ تيئن سندس وائي پختگي حاصل ڪندي رهي آهي. اڄ شيخ اياز جي وائي فني پختگي حاصل ڪري ڪمال جي درجي تي پهتي آهي. اياز جي وائي جي لئي، موسيقيت، لفظن جي چونڊ ڪيس نرالو بنائي ڇڏيو آهي. واين جي ٽل ۾ ترنم واري خاصيت اهڙي ته فنڪارانه انداز ۾ رِٿيل ٿئي جو وائي جو حسن ڀيٽو تي وڃي ٿو. وائي جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

ڀونءِ نه آئي ڀانءِ الا مان اُڏري ويندوسانءِ
الا مان اُڏري ويندوسانءِ.

مون سان جاڙ نه ڪر، اي جيڏا! سچ ٿو آئون چوانءِ
الا مان اُڏري ويندوسانءِ.

نيٺ ته ڀانشيندين تون مونکي، ڀلي نه هاڻي ڀانءِ
الا مان اُڏري ويندوسانءِ.

رهندي جيون جي جهرٽي ۾، هن جنڊڙيءَ جي جهانءِ
الا مان اُڏري ويندوسانءِ.

ڳائي منهنجا گيت، پيو پوءِ مون کي ياد ڪجانءِ
الا مان اُڏري ويندوسانءِ.

تنهنجي ڳوٺ تنهنجون ڳالهيون صبح و شام
مون کي پل پل پور تنهنجي پيار جا!

تنهنجون اکڙيون منهنجي ڏاھپ جون ڏياٽيون ٽيون مدام
رات مون کي چنڊ پهچايو هيو تنهنجو پيام!
مون پرھ جي هير کي ساڃهر ڏنا تولئہ سلام!
روح ۾ خيما کُتا تنهنجا- مگر تنهنجو قيام!
اجنبي مون لئہ هيا پنهنجا پرايا، خاص عام!
هر تصور، هر تخيل زندگيءَ کان انتقام!

**غــزل:**

شيخ اياز جي غزل جي شاعري جو اڀياس ڪجي ٿو تہ معلوم ٿئي ٿو تہ، هن غزل جي صنف کي ماهر ٿي نباهيو آهي. هن غزل جي هيئت کي هٿان نہ ڇڏيو آهي. وري ان جي وزن ۽ بحر ۾ نئون موڙ آندو اٿس. روايتي تشبيهن، استعارن ۽ ڪناين کي استعمال ڪرڻ کان گريز ڪئي اٿس، تہ روايتي بحرن ۽ رڪنن کي بہ نظرانداز ڪيو آهي.

اياز غزل جي شاعريءَ ۾ نوان استعارا ۽ نيون تشبيهون آنديون آهن. انهيءَ ڪري غزل جي ٻولي عام فهم، آسان ۽ مزيدار ٿي پئي آهي. انهيءَ جا ٻہ ڪارڻ ٿي سگهن ٿا: هڪ تہ غزل ۾ جدت پيدا ڪرڻ خاطر هن ائين ڪيو آهي، ٻيو تہ غزل کي سولو ۽ عام فهم بنائڻ لاءِ، تہ جيئن عام ماڻهو بہ ان کي سمجهي، پرکي ۽ پروڙي سگهي. اياز گهڻو ڪري غزل ۾ اهي نئي تشبيهون ڪم آنديون آهن، جيڪي هرهڪ ماڻهو آسانيءَ سان سمجهي سگهي ٿو. اياز غزل ۾ مقامي تمثيل تي زور ڏنو آهي. نموني طور هڪ غزل ڏجي ٿو:

روز جهولو لڳي روز پيرون پڇن
شال مارو اچن شال مارو اچن!

هو ڏسو! هو ڏسو! ڪيرتر تي ڪڪر
دور آڪاس ۾ اڄ وِڄون تيون نچن!

مينهڙا ڏينهڙا شال ڦيري وڃن!
منڊ وانگر اچن، جي هوائون اچن!

موت سان سپنا نہ ٿا ٿي سگھن
جيئڻ ماٺھو مرن تيئن ماٺھو مچن!

ابر جو سات ڏي، ٿو اڇي ٿو اڇي
ھي نہ آ کم ڪچن، ڪير ڏسجي بچن.

اي "اياز" آدمي ٿو مري ھونءَ پڻ
ڪونہ ڪنھن ڪان ڊنا سچ ڳاتو سچن.

## گيت:

شيخ اياز گيت جو باڪمال شاعر آھي. ھن گيت کي فني توڙي فڪري لحاظ کان ڪمال جي درجي تي پھچايو آھي. لفظن جي چونڊ، موسيقيءَ وچ ۾ قافيا سندس گيتن جي سجاڻپ آھي.

جنھن انداز ۾ ھو لفظن جو سٽاءُ رکي ٿو، ۽ وري وچ ۾ قافيا آڻي ٿو، اھو انداز ٻين شاعرن وٽ گھٽ ملي ٿو.

منھنجا پرين!
او بانورا! او سانورا!

گھر ۾ گھرين
چوري ڪرين، ڪلندو ورين
مان لڪ چوان، پيرن پوان
پر جو مڙين، او شل جڙين
منھنجا پرين!
او بانورا! او سانورا!

سورج ويو جيئن ڊرڪندو
۽ شام لھرايون چڳون
آئين، نظر تون مرڪندو
ڪيڏيون نہ گھرايون ھيون
منھن ۾ سندءِ اي آشنا
سو سنيھا جن ڏنا.

گيت ۾ موسيقيت جي شوخ آھنگ جي جھلڪ ملي ٿي. گيت ۾ وڇوڙي، جدائيءَ انتظار جي ڪيفيت گڏجي گيت کي پراثر بنائين ٿا. موسيقيءَ جي مناسبت سان اياز جو ھي گيت تمام سٺو مثال پيش ڪري ٿو:

گهنن گهنن، گهن گهن، گهن گهن گهن
ڏنن ڏنن ، ڏن ڏن ، ڏن ڏن ڏن
گجو گجو اي ڪارا بادل، وسو وسو
ورساريو جل ٿل

پيو پيو ميءَ جا متوارا، جيئو جيئو ڌرتيءَ جا پيارا
ڇنن ڇنن جن پيالا ڇلڪن،
گهنن گهنن، گهن گهن، گهن گهن گهن

جيئن تہ گيت هندي شاعريءَ جي صنف آهي، انهن ڪري هنديءَ جي لفظن جو استعمال گيت کي اثرائتو بنائي ٿو. اياز گيتن ۾ هلڪا هندي لفظ ڪم آندا آهن. سندس ڪن گيتن ۾ ڇند جو استعمال آيو آهي تہ ڪي وري عروضي بحر ۽ وزن ۾ آهن. پر رڪنن ۾ تبديلي ۽ گهٽ وڌائي ڪئي اٿس. بهرحال اياز گيت ۾ موضوع خواه هيئت جي لحاظ کان ڪافي نواڻ پيدا ڪئي آهي.

اياز زندگي کي جيئن ڏٺو آهي، تيئن پيش ڪيو آهي. انهيءَ معاملي ۾ وٽس وڏاءُ ڪونهي، انهيءَ ڪري سندن گيت، انسان جي جذبن ۽ اُڌمن جي ترجماني ڪن ٿا. اهوئي سبب آهي، جو سندس گيت دل تي سڌو سنئون اثر ڇڏين ٿا.

## هائڪو:

هائڪو جپاني شاعريءَ جي صنف آهي. شيخ اياز هائڪو تي بہ طبع آزمائي ڪئي آهي. نہ فقط طبع آزمائي ڪئي آهي، پر چڱو چوکو لکيو آهي. اياز پنهنجا جذبا، خيال ۽ فڪر نهايت اثرائتي نموني ۾ هائڪو ۾ پيش ڪيا آهن. شيخ اياز هائڪو کي سنڌي ۾ ”تہ سٽو“ نالو ڏنو آهي ۽ وزن ساڳيو جپاني هائڪو وارو برقرار رکيو آهي. يا ايئن ڪئي چئجي تہ قالب ساڳيو جپاني رکيو اٿس، پر ان ۾ روح سنڌيءَ جو وڌو اٿس. انهيءَ ڪري ان ۾ سنڌ ڌرتي، جو هڳاءُ رچي بسي ويو آهي.

ڪارونجهر تي چنڊ
ساجن تنهنجي سار ۾
مون سان سارو منڊ

پنهونءَ پڄاڻان
ڪيسين سڙندي سج ۾
لاٽا تون ڪاڻان

پسوي تو پارو
وڻي وِهُ ڪلال جي
پوپٽون متارو

پپلَ گهاٽي ڇانوَ
ساسي سپ ننڊاڪڙا
ننڊ نہ رڳو ڪانوَ

اياز جي هائڪن جي هڪ خوبي اها آهي تہ هو پهرينءَ سِٽ ۾ مقصد کي مخفي رکي ٿو ۽ آخري سِٽ ۾ پنهنجو سمورو مقصد بيان ڪري وجي ٿو. اهڙيءَ طرح اياز جي هائڪي جي پهرين سٽ پڙهڻ سان تجسس ٿئي ٿو ۽ پوئين سٽ پڙهڻ سان مقصد ذهن تي ايري اچي ٿو. رواني ۽ گهرائپ اياز جي هائڪن جون خاص خوبيون آهن.

جهڙي طرح هائڪو مختصر شعر آهي، اهڙيءَ طرح سندس موضوع بہ مختصر آهن. ماهرن جو خيال آهي تہ زندگيءَ جي سيني ڳالهين جو هائڪي ۾ اظهار ڪري ٿو سگهجي، پر اياز جا هائڪا ان تاثر کي غلط ثابت ڪن ٿا. زندگي ۽ موت، جذبا ۽ اُمنگ، پيڙائون ۽ پوڳنائون، رومانوي داستان مطلب تہ زندگي جي هر معاملي کي هائڪو جي گهاڙيٽي ۾ سمائي سگجهي ٿو. اهڙا ڪجهہ مثال هن هيٺ ڏجن ٿا:

سسئي ۽ سسئيءَ جي سيٽن جون مضمون اياز هن طرح آندو آهي.

سسئي چالنہ ويڻ!
جنهن کي لک للاٽ ۾
تنهن جا کهڙا سيڻ

اياز، سسئيءَ جا ڏونگر ڏورڻ ۽ پنهونءَ لاءِ واڪا ڪرڻ جو منظر هن طرح آندو آهي:

ڏونگر جا ڏاڪا
چڙهندا ويا چوٽ تي
وينگس جا واڪا

ڪلاڪ جي وٿيءَ ۾ وِهَہ ۾ متاري جو ذڪر هن طرح آندو اٿس:

پـوي تـو پـارو
وٿيءَ وِهہَ ڪلال جي
پـويـون مـتـا،

## چئوسٽا:

شيخ اياز چئوسٽا بہ چيا آهن. انهن ۾ شاهہ باهوءَ جي ڏوهيڙن جي طرز تي 'هو' لفظ ڪم آندو آهي. جيئن باهوءَ جي ڏوهيڙن ۾ "هو" اچي ٿو. انهيءَ لحاظ کان انهن کي سلطان باهو جي نالي سان لکيو اٿس. انهن مان نموني طور ڪجهہ چئوسٽا هيٺ ڏجن ٿا:

باهو نانءَ خدا جو سچو ٻيو سڀ آهي فاني هُو،
جڳ گهڙيءَ جو ميلو آهي، ڪوئي خان نہ خاني هُو،
حرص هوس انسان ۾ آهي جڻ ساري ناداني هُو،
هي جيڪو مانداڻ انهيءَ جو ڪو نہ لڳي ٿو باني هُو.

٥

عشقَ الله سان جنهن کي ڪونهي باهو کهڙو ماٺهو هُو،
هر ڪنهن کي ٿو چيري ڦاڙي چيتي جهڙو ماٺهو هُو،
جيڪو اُڄ اجهائي سڀ جي ٻاٽيءَ ٻهڙو ماٺهو هُو،
ڪَک بہ هلڪو آهي جنهن ڪان اهڙو اهڙو ماٺهو هُو.

## نثري نظم:

شيخ اياز نثري نظم بہ گهڻا لکيا آهن. هونئن تہ نثري نظم سندس ٻين مجموعن ۾ ملن ٿا، پر سندس شعري مجموعن "پتڻ تو پور ڪري" ۽ "هرڻ اکي ڪيڏانهن" ۾ فقط نثري نظم ملن ٿا. ان مان ڪجهہ هيٺ ڏجن ٿا:

اياز "هرڻ اکي ڪيڏانهن" جي هڪ نثري نظم ۾ ترقي پسندي متعلق سندس رايو هن نثري نظم ۾ واقع آهي. ترقي پسند شاعر لڙهي ويا، دور جديد بورجوا شاعريءَ لاءِ عزت پيدا ڪئي آهي.

ڏس هن پوپٽ کي پَرُ آهي
جو گل جو واس وٺي رهيو آهي؟
اٿين آهي تہ سياري جي رات ۾
تنهنجي ياد

جيئن ٺٽي جي رابيل جي خوشبو
جا اڃا تائين
امير خسروءَ جي غزل ۾ آهي.

○

تنهنجي ياد
جيئن ڪنول ڪاڪ تڙين
جي اڃا تائين ڀٽائي جي رسالي ۾ ترڻ ٿا،
تنهنجي ياد کي مون ڪيترو نه ڪتابن ۾ محفوظ رکيو آهي!
ڏس! هي تنهنجا وار
غالب جي
بنارس تي مثنوي ۾
گنگا جي ڌار وانگر اڏامندا وڃن ٿا
۽ جيڪا اڃا
منهنجن نيڻن وانگر وهي رهي آهي.

○

هي اشتراڪي راهزن آهي
ان سارو مئخانو ڦاڙ اڏايو آهي
ڪيئي رند ان جي ديوارن هيٺان دٻجي مُئا آهن
ڏس ڪيڏا نه جام ٽٽا پيا آهن
۽ شراب ماڻهوءَ جي خون وانگر وهي رهيو آهي
جنهن سان ناليون ٽمٽار ٿي
رستا ٻوڙي رهيون آهن
هوا ۾ خون جي بوءِ آهي
راتاهي جي بوءِ آهي،
ڏينهن ڏٺي جو رهزنيءَ جي بوءِ آهي
۽ خنجر ڦٽيءَ ۾ ڪپهي پنهنجا مياڻ ڳولي رهيا

○

ڪير ٿو! هُو پٿر ڇباڙي سگهندا؟
هڻ توکي ته ڪير تي ٿُرُ سمجهو آهي!

○

روس ۾ ڪميونزم کي راسپيوٽين جي لاش کان
وڌيڪ مسخ ڪيو ويو آهي
معافي خدا جي صفت آهي
جي تو ۾ اُها آهي ته وڏي ڳالهه آهي.

○

موت کان نہ ڀڄ!
۽ هر ڪَسيري جي ماٺوءَ کي
علاج لاءِ ايلاز نہ ڪر
موت اَوَس آهي
اٽل آهي.

○

موت جو خوف ڇَنڊ ڪي نہ ٿو ٿئي
ڏيئي ڪي نہ ٿو ٿي
تہ توکي ڇو ٿو ٿئي؟

○

شيخ اياز دعائون بہ لکيون آهن، جنهن ۾ هن الله تعاليٰ کي ياد ڪيو آهي، ۽ الله تعاليٰ جي اڳڏو عاجزي ۽ تيزاري ڪئي آهي. اياز جون دعائون فني لحاظ کان منفرد انداز جون دعائون آهن. اهي دعائون آهن تہ نثر ۾ پر انهن ۾ جيڪا رواني آهي، ان جي آڌار تي انهن کي نثري نظم چئي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري ان کي نثري نظم ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو.

هن اهي دعائون پهريائين روزنامہ "برسات" اخبار ۾ ڇپيون، بعد ۾ سنڌ نيشنل اڪيڊمي انهن کي "ڇپر تون ڇانو" نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپايو آهي.

# شيخ راز جي شاعري

جديد سنڌي شاعريءَ ۾ محترم شيخ عبدالرزاق ’راز‘ کي منفرد حيثيت حاصل آهي. هن سنڌي شاعريءَ جي قديم توڙي جديد صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. نہ فقط ايترو پر هي پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌي زبان ۾ پهريون آزاد نظم لکيو. سندس فن توڙي فڪر ۾ نواڻ آهي، ۽ هو ادب جي نون رجحانن کان متاثر آهي. ان هوندي بہ هن جي فن توڙي فڪر ۾ بي راهہ روي، روايت جي بغاوت، اخلاقي توڙي اسلامي قدرن جي تضحيڪ نہ آهي. هو وطن دوست آهي، انسان دوست آهي، پورهيت ۽ غريب جو هڏ ڏوکي آهي، پر هن جي فڪر تي ڪنهن ازم جي ڇاپ ڪانهي. هن جي سوچ جو انداز متوازن سنجيده آهي، ۽ اسلامي تعليم ۽ فڪر سان هم آهنگ آهي.

مون کي سندس پهرئين مجموعہ ڪلام ’پيهي منجهہ پاتال‘ تي ’تعارف‘ لکڻ جو اعزاز حاصل آهي. هي مجموعو 1962ع ۾ ڇپيو هو ۽ ان وقت آئون اسلاميہ ڪاليج سکر ۾ سائنس کڏ استاد هوس. ان وقت مون سندس ڪلام جو مختصر جائزو ڏنو هو. اڄ وري ساڳئي ئي ڪلام جي مجموعي جي نظم واري حصي جو مفصل مطالعو پيش ڪريان ٿو. مون سترهن سال محترم راز صاحب جي شخصيت ۽ شاعري جو گهرو مطالعو ڪيو آهي، جو پر معنيٰ بہ آهي تہ پراثر بہ. مون ڏٺو آهي، تہ راز صاحب جي شاعري، سندس شخصيت ۽ ڪردار جي آئينہ دار آهي. ان ۾ نہ تصنع آهي، ۽ نہ تڪلف. سندس شاعري، سندس جذبات، احساسات، سوچ، فڪر ۽ خيال جو حقيقت پسندانہ ۽ ديانتدارانہ اظهار آهي.

هن سکر پراڻي جي هڪ معزز ۽ عالم گهراڻي ۾ جنم ورتو. انهيءَ ڪري سندس طبيعت تي پنهنجي ماحول جو اڻ متجندڙ اثر هو. سندس طبيعت فقيرانہ هئي؛ ۽ توڪل، خلوص، سڪ ۽ ساڃاهہ سندس طبيعت جون خصوصيتون آهن. سندس اصول پختا ۽ اٽوٽ هئا. مون ڪڏهن بہ ’راز‘ کي پنهنجو اصول مٽائيندي ڪونہ ڏٺو، جنهن اداري ۾ سندس طبيعت تي بار پيو، ان اداري کان سلام ڪري جان ڇڏايائين. ڪيس ڪڏهن بہ نقصان ۽ فائدي

جو اونو نہ ڏنم. الله تبارڪ تعاليٰ ڪيس هر جاءِ تي باعزت ۽ خوش رکيو هو. ڪيس عزت نفس جو وڏو خيال رهندو آهي.

شاعر جي ڪمال کي سمجهڻ ڪان اڳ شاعر جو چڱي طرح مطالعو ڪرڻ ضروري آهي. مون راز جي ڪلام ۾ راز جي شخصيت کي ڏٺو. مون سندس جذبات، تصورات، الفاظ، آهنگ وغيره کي سندس ڪلام ۾ پڙهيو آهي. سندس هر نظم هڪ مڪمل تخليق بڻجي منهنجي سامهون آيو آهي، جيڪا هڪ ڪامل اڪائي آهي. ڪلام ڪٿي بہ وجود وٺي، اهو شاعر جو ذهن جوڙي، توڙي شاعر جي دل ۾ نهي، شاعر جي مڪمل تصوير هوندي آهي. شاعري خلاقي آهي، ڪا تڪ بندي ڪانہ آهي. تخليق شاعر جو وڏو عمل آهي، جنهن ۾ خلوص ۽ محبت هجي، جنهن ۾ زندگيءَ جون حقيقتون ظاهر هجن، جنهن ۾ نعريبازي نہ هجي ۽ جنهن ۾ سستي شهرت جي تڙپ نہ هجي، ۽ ان ۾ اهڙيون شيون موجود هجن جي ظاهري زندگيءَ جي عڪاسي ڪن. شاعري نظم جي هجي توڙي غزل ۽ بيت جي هجي، هڪ متحرڪ ۽ زنده حيثيت جي حامل آهي.

راز صاحب جو آزاد نظم ڪنهن وقت تنقيد جو شڪار بہ رهيو آهي، ۽ هن مجموعي جو وڏو حصو آزاد شاعريءَ تي مشتمل آهي. سنڌي زبان کي پنجن هزارن سالن کان دوام حاصل آهي ۽ سنڌي زبان هر صنف سخن ۾ ترقي ڪندي رهندي آئي آهي. علم تنقيد بہ نمايان ترقي ڪئي آهي ۽ ڪيترن عالمن جي رهنمائي ڪئي آهي. پڙهڻ وارو جيستائين پنهنجي ذهن کي فنڪار جي انفرادي احساسات ۽ جذبات سان هم آهنگ نہ تو ڪري، تيستائين هو ڪلام جي حقيقت متعلق ڪو فيصلو ڏئي نہ تو سگهي.

"نشاط جانان" ڪان سواءِ راز صاحب غم ۽ جدائيءَ جو ذڪر عام جام ڪيو آهي. زندگيءَ نشيب و فراز جو گهوارو آهي، جتي ماڻهوءَ کي تڪليفون ۽ مصيبتون، مسرتون ۽ خوشيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. انسان جي زندگي روشن ۽ تاريڪ لفظن ۾ ورهايل آهي. انبساط ۽ خوشيءَ ڪان سواءِ مٿس ياسيت جي ڪيفيت بہ طاري رهي ٿي. راز هر ماڻهوءَ جي تڪليف کي محسوس ڪيو آهي ۽ سندس مصيبت ۾ هن جو ساٿ ڏنو آهي، هن جي ڪلام جو سڄو لب و لباب انسان ذات جي زندگيءَ تي منحصر آهي. هو نام

نهاد شاعرن کان گهٽو مٿي آهي، جنهن ۾ اوهان کي هر جاءِ تي راسبازي ۽ پاڪبازيءَ جون جهلڪيون نظر اينديون، جن جو تعلق راز جي زندگيءَ سان آهي. هو هڪ راستباز انسان هو، ۽ هڪ خاموش شاعر هو. سندس طبيعت ۾ هڪ سهڻي انقلاب جي خواهش هئي، جيڪو هر ماڻهوءَ کي اطمينان ۽ امن بخشي ۽ راحت ۽ خوشي پهچائي؛ تنهنڪري هو هڪ جديد ۽ جدت پسند شاعر هو. هن جي ڪلام جي هيئت ۾ جيتوڻيڪ هڪ جدت آهي، پر سندس تعلق قدامت سان استوار آهي. انسان جي بهتري ۽ بهبودي لاءِ هر معاشري ڪوشش ورتي آهي ۽ اڄ به ساڳئي نموني عمل تي رهيو آهي، ۽ راز صاحب اهڙي نظريي جي وڏي همت سان همت افزائي ڪئي. هن پنهنجي دور جي تهذيب جي آئينه داري ڪئي. هو جاگيردارانه ۽ سرمائيدارانه نظام کان متنفر هو؛ جتي مسڪين کي روزي لاءِ واجهائڻو پوي ٿو؛ جنهن ۾ ماڻهو جي بيڪسي به آهي ۽ لاچاري به آهي. ماڻهو گذر معاشي جي لاءِ پريشان آهي ۽ جڻ زندگي تي هڪ ڀيانڪ تاريڪي ڇانئجي وئي آهي. نظم امتحان ۾ حسن ۽ جمال، عشق و محبت جو امتحان آهي؛ جنهن ۾ ڪيترائي سرور ۽ انبساط جا منظر بيان ڪيا ويا آهن. ماڻهو پڙهڻ سان خوشيءَ ۾ سرشار ٿي وڃي ٿو؛ پر راز جي اندر ۾ هڪ آگ آهي، انسان جي مجبوري ۽ بي بسيءَ. هو يڪدم پنهنجي مقصد جي طرف وڌي ٿو:

ڪجهه ڇا، منهنجي جان! زماني جا غم پيي ته دلدوز آهن.
۽ رنگين نظارا جهان سوز آهن. مگر اي منهنجي جان!

نظم"تنهنجا احسان" ۾ محبوب جا هزارين احسان ڳڻايا ويا آهن، پر محبوب جا بي انداز احسان، جن جو ڳاڻاٽو مشڪل آهي. وري خوشي ۽ مسرت ڪانپوءِ راز غم جو ذڪر ڪري ٿو ۽ دل جو احساس پيش ڪري ٿو:

اي منهنجي جان! منهنجي دل ۾ هزارين ارمان،
جن جي تو درد کي هر بار سنواريون ڏاهيو،
۽ منهنجي جوش جنون کي ٿي ويهي سمجهايو،
هل وئي جان! زماني جي حوادث کان پري،
جنهن ۾ ڪنهن وقت وري دل کي نه آرام مليو.

اهڙي نموني راز جا ڪيترا نظم آهن؛ جن ۾ خوشيءَ ڪان پوءِ غم نظر اچي ٿو. انسان ذات جي درد جو ذڪر آهي، معاشري جي اجنبيت جو

احساس آهي: جنهن ۾ انسان سان انسان جهڙو سلوڪ نہ ٿو ڪيو وڃي. انهيءَ ڏس ۾ چند بند پيش ڪجن ٿا. ماڻهو بہ عجيب آفتن ۾ گرفتار آهن، ڪنهن کي اٽو ڪونهي، تہ ڪنهن کي لٽو ڪونهي ۽ ڪنهن وٽ وري اجهو ڪونهي. سموري عمر پريشانيءَ ۾ گذاري ٿو. راز چوي ٿو:

چا ٻڌايان؟ زندگيءَ جو داستان،
جيڪو لرزائي ڇڏي تنهنجو هي سارو جسم وجان،
زندگي جو ڪيڏو آهي آب و تاب،
هي سمورو آ مگر مثلِ حباب،
داستانِ غم نہ چيڙ.

مان وڌيس ٿي شوق مان ان جي طرف،
پر ڪلي مرجهانجي وئي، چا ڪيان؟

غم دهر اهڙو ڪو ناسور بڻجي،
اسان جي محبت جو هڪ داغ بڻجي.

سو چمڪي رهيو آهہ،
بڻبو آهي چڻ سو علاج- محبت،
محبت انهيءَ ڏک ۾ پلجي جوان ٿي،
اچا تون پڇين ٿو منهنجي دل جي حالت،
متاع محبت وڏو بار آهي.

انسان کي مشقت ۽ محبت سان هلڻو آهي. انهيءَ نموني راز جا ڪيترا اهڙا نظم آهن، جن ۾ غم ۽ ڏک جون تصويرون موجود آهن. راز پنهنجي شاعريءَ ۾ انسان جي عظمت جو ذڪر ڪيو آهي. چوي ٿو:

مان زماني جي آن حوادث جي،
شڪستہ ۽ زخم خورده ياد.

هر قدم تي نشاط و عيش و سرور،
پر اهو زندگيءَ جو ناهہ مقام.

زندگي آهي فقط خواب ۽ خيال،
زندگي آهي مشقت ۽ محبت جو نالو،
ورنہ هي ڪجهہ بہ ناهي منهنجي جان،
چڏ تہ اڪتي وڌي راهہ عمل کي سمجهان.

انسان محنت ۽ مشقت سان عروج حاصل ڪري ٿو، ۽ محنت جي ذريعي ئي هو منزل مقصود تي پهچي عظمت جي درجي تي پهچي ٿو. نيڪ عمل ئي ڪيس نيڪي جي طرف وٺي وڃي ٿو. ان نموني هن زندگيءَ جو مقصد هٿ ڪري ورتو آهي:

پري پيار اي ساقي حيات باقي آه،
اجا شڪايت ليل و نهار باقي آه،
اجا ته ڳالهه غم روزگار باقي آه.

وري وري ٿا اچن ياد مون کي افسانا،
نگاهه منهنجي لڳائي ٿي منهنجي دل ۾ سراغ،
هجوم فڪر جلائي رکيو آه منهنجو دماغ،
پري پيار ته راه نجات باقي آه.

اهو عظيم زماني جو معتبر انسان،
هزار بار ڪيو ٿي فرشتن جنهن کي سلام،
زمين جنهن جي، زمان، آسمان جنهن جو آه،
وفور ياس کان بي حال ٿي پيو محتاج،
لڳائي ٿو پيو پروردگار تي الزام،
خدا شناس خودي کان ٿيو آه بيگانو،
ٻري ٿو جهڪ خطرناڪ آنڌين ۾ چراغ،
نگاهه منهنجي لڳائي ٿي منهنجي دل۾ سراغ،
پري پيار جو انسان ذات باقي آ.

ڏکن ۽ مصيبتن کان پوءِ انسان کي روشني جو ڪرڻو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. الله جي رحمتن کان هو نا اميد نه آهي، ڀيانڪ ڪاري رات کان پوءِ روشني ضرور ٿيندي:

۾ منهنجي جان! سحر جو آ يقين،
رات کان پوءِ سحر ٿيندو آه،
۽ وري تيز نظر ٿيندي آه،

هر مصيبت کان پوءِ ٿيندي آه مسرت جي اميد،
قباحت کان پوءِ ٿيندي آه لطافت جي اميد،
هي بيابان جو پنڌ نيٺ ڪنهن منزل مقصود جو رهبر ٿيندو،
نيٺ ڪنهن جنت فردوس جو داور ٿيندو.

سڀئي محنت ڪندي رهي، مشقت ڪندي رهي. ڪنهن مقصد جي ڳولها ۾ هن سموري زندگي وقف ڪري ڇڏي. راز صاحب نظم 'پرڏيهي

پرين' ۾ ان جا جذبات ۽ احساسات هن طرح بيان ڪيا آهن:

مون نڌر پر وس جي نيڻن ۾ آه نير،
۽ ڳلن تي لڙڪ ٿا وهندا رهن،
ڪانه آتڻ وٽ وهڻ جي ويل آه،
هوت منهنجو ويو هليو وڻڪار ڏي،
ڪير آهي، اي اديون منهنجي ادي!
جا هلي پنهنجي خوشيءَ هاڙهي طرف،
ڪڏهن تيز نه آه ڪڏهن مست تر آه،
نه تو ۾ قرينو نه مون ۾ سليقو، منهنجي جان!
پڌايون پڌي ڪير درد- محبت،
منهنجي جان! زماني جي رفتار کي تون ڏسين ٿي.

هر مسلمان جي دل ۾ پنهنجي وطن جي محبت هڪ لافاني جذبو آهي، ۽ سندس ايمان جو جزو آهي. وطن جي حب فطري ڳالهه آهي؛ جنهن کان ڪوبه انڪار ڪري نه ٿو سگهي. هن جذبي ۽ احساس کي شاعر، اثرائتن لفظن جو روپ پهرائيندا رهيا آهن. راز صاحب هڪ حساس ۽ فطري جذبي سان سرشار آهي. کيس وطن سان بي انتها محبت آهي. هن کي وطن جي هر شيءِ سان محبت آهي. هن، پنهنجي آزاد نظم ۾ پيار و محبت جا گيت ڳايا آهن. مارئي عمر جي بنديخاني ۾ پنهنجي قبيلي، ڪُنبَ ۽ وطن کي ياد ڪري ٿي. راز صاحب ان جي جذبات کي هن طرح بيان ڪري ٿو:

ياد آهن مارن جا تاڪ تر،
ياد آهن تن غريبن جا مڪان،
ڪيئن وسرن، ياد سي رهندا مدام،
بند ناحق تو رکيين تون ڪوٽ ۾،
ڏي اجازت ملڪ پنهنجي ڏي وڃان،
۽ دعا تنهنجي قبيلي کي ڪيان،
محل، ماڙيون، ڪوٽ هي توکي سونهن،
ڪيمخواب ۽ اطلسون ۽ هي پٽولا سانئا،
هي وڳا وستر اميرن کي ٺهن،
بي سهارن جو لباس،
ليڙهيءَ لوئي اباڻي ياد آه،
اي عمر! منهنجي اها فرياد آه.

سنڌ جي سنڌو درياه جو ذڪر وڏي محبت ۽ خلوص سان پيش ڪري ٿو، جنهن ۾ محبت جا اٿاهه درياهه موجزن آهن. ان درياه سنڌ کي زندگي بخشي آهي ۽ جيئاپو ڏنو آهي. سندس پاڻي سنڌ جي ماڻهن لاءِ امرت جو درجو رکي ٿو، ۽ سندس وهڪرو هميشه امر آهي:

تنهنجي موجن ۾ حيات جاودان،
تنهنجي موجن ۾ پيام زندگي،
زندگيءَ کي جڻ ملي تابندگي،
تون ئي آهين سر زمين پاڪ جي جان بهار،
تون ئي آهين ملڪ منهنجي جي حيات،
تنهنجي جهوليءَ ۾ هزارين انقلاب،
تون اسانجي عظمت و اخلاق جي آئينه دار،
تنهنجي موجن ۾ حيات جاودان،
تنهنجي موجن ۾ پيام زندگي.

وطن جو فلسفو ڇا آهي؟ وطن سان محبت ايمان جو حصو آهي ۽ هر مسلمان تي فرض آهي. راز صاحب چوي ٿو:

جنهنجي ياڪر ۾ منهنجا دوست! جواني آئي،
جنهنجي سائي ۾ مليو عشق و محبت جو سبق،
جنهن ۾ اخلاق و محبت جو سبق ملندو آه،
جنهن ۾ انسان جي عظمت جو سبق ملندو آه،
اڄ هلي آءُ ته هن ديس جو سينگار ڪريون.

هي تنهنجو ملڪ وطن آ تنهنجو،
جڻ ته دنيا جو چمن آ تنهنجو،
تنهنجو سچل، تنهنجو سامي، بيدل،
تنهنجو هت گهوٽ پٽائي تنهنجو،
اڄ هلي آءُ ته ٻاريون قنديل،
اڄ هلي آءُ ته، هن ديس جو سينگار ڪريو.

راز صاحب چوي ٿو، ملڪ ته خوبصورت آهي ۽ ان ۾ الله تعاليٰ جون ڪيتريون ئي نعمتون موجود آهن، پر نظام اهڙو آهي، جو ماڻهو پريشان حال ۽ اداس آهي:

ڪيڏو سهڻو شهر اوهان جو،
ماڻهو ليڪن آهي اداس.

خود غرض ۽ غاصب جڏهن انساني حقن تي ڌاڙا هڻي، اجاره دار بڻجن ٿا. تڏهن دولت ۽ طاقت جي نشي ۾ سرشار ٿي، عوام کي پنهنجي آڏو جهڪڻ تي مجبور ڪن ٿا. شاعر جڏهن اک ورائي ڏسي ٿو، ته قدم قدم تي ڪيس اهڙا بتخانا ۽ وڪ وڪ تي بت نظر اچن ٿا. جيڪي غريب ۽ اڻوجهه عوام کي بيوس بنائي، پنهنجي آڏو نوائين ٿا:

هر قدم تي ڏسو صنم موجود،
هر قدم تي صنم ڪده موجود.

ڪنهن کي ڪنهن کي پلا خدا چئجي،
ڪنهن کي ڪنهن کي سجده گاه ڪريون.

اهڙين حالتن ۾ حق ۽ سچ جو نعرو هڻندڙ نڪري نروار ٿيندا آهن. انهيءَ ڪري شاعر پراميد آهي، ته ضرور ڪو حق ۽ سچ جو علمبردار ظاهر ٿيندو ۽، ۽ منصور وانگر سورن ۽ سختين جي پرواهه نه ڪري ميدان ۾ ايندو.

ڪوئي سچ جو نعرو هڻندو،
پيدا ٿيندو ٻيو منصور.

ٻئي هنڌ چوي ٿو:

سنگلاخ آهي راهه مگر خوش نصيب کي،
منزل جي آڏو سور سهي چور تي ويا.

راز صاحب جي غزل ۾ سطحيت ۽ صرف عشق جي آه و فغان نه آهي، زندگيءَ جي حقيقت تي ويچارَ ۽ ويچاءَ به نظر اچي ٿو. هن زندگيءَ جي حقائق تي سوچيو آهي، ۽ مشاهدي جي بنا تي جيڪي نتيجا اخذ ڪيا اٿس، اهو اشاراتي انداز ۾ بيان ڪيا اٿس. هو حيات ۽ ممتات جي فلسفي تي سوچيندي چوي ٿو:

همدوش ٿي ممات سان هيءَ منهنجي زندگي،
انجام مرگ راز ڏٺو مون حيات ۾.

هو زندگيءَ کي قيدخانو سمجهي ٿو ۽ ان کان آزاديءَ جو وسيلو موت کي تصور ڪري ٿو:

زندگيءَ جي قيد جهڙو ناهه ڪو بارگران،
موت ئي آهي رهائي، موت ئي آهي نجات.

زندگي تغير پذير آهي، ۽ زوال آميز آهي. ان جي رنگيني ۽ رعنائي جو راز جوانيءَ ۾ آهي، ۽ ان جي حسين صورت محبت آهي. زندگيءَ جو سفر

ڪن ڪسابن ڪان روان دوان آهي ۽ فردن جون زندگيون ان ۾ هر وقت مدغم ٿينديون رهن ٿيون:

محبت هڪ حسين صورت جواني راز دنيا جو،
شمع روشن رهي هردم سڙن هر بار پروانہ.

هڪ مشاعري جي مصرع طرح هئي:

”آرزوئي وصال ڪير ڪري“

راز صاحب ان مصرع طرح تي جيڪو غزل لکيو هو، اهو سندس پهرين مجموعہ ڪلام ”سارنگ“ ۾ موجود آهي. ان مان ٻہ بيت نموني طور ڏجن ٿا. ان مان معلوم ٿيندو، تہ شروع ۾ ئي ڪيس غزل جو سٺو ذوق هو:

هاءِ تنهنجو خيال ڪير ڪري،
زندگي ملال ڪير ڪري،
وصل ڪان پوءِ هجر جا صدما،
آرزو ئي وصال ڪير ڪري.

راز صاحب عشق و محبت جا جذبا روايتي انداز ۾ پرنفيس ۽ دلڪش اسلوب بيان ۾ ظاهر ڪيا آهن. نموني طور ڪجهہ شعر ڏجن ٿا:

دل اسان جي اوهان جي زلفن ۾،
خود ئي پابند دام ٿيندي آهہ.

رهان ٿو هميشه پريشان پريشان،
اڙي زلف جانان اڙي زلف جانان.
هي محبوبيءَ تن هي رخسار روشن،
ڪ عالم سڄو ٿيو چراغان چراغان.

وري تنهنجي اکڙين ۾ ويهي نهاريون،
وٺي حسن معصوم سيني سان لايون.
اسان کي ملي آه زماني کان فرصت،
اسان پنهنجي قسمت وري آزمايون.
يلسي ٿئي منهنجي جان!
وري عشق جو امتحان ٿئي.
اسان تيار آهيون،اسانجي رگ جانہ آئي بهاري،

نظم ”امتحان“ تان (پيهي منجهہ پاتال).

هو محبوب کي مخاطب ٿي، زندگيءَ جي حالتن جي عڪاسي ڪري ٿو:

زندگي موت جي آ پاڇي ۾،
هر جڳهه فاقه ڪشي بدمستي.
ٿــو پڌان روح ۽ راڙو هـر جا،
روح تـڙپــي ٿــو وجــي.
"بهار" تان (سارنگ)

غـريبـن جـي دنيا هـي بيمار دنـيـا،
هــي بـيـمــار لاچــار مـدقـوق دنـيــا،
غريبن جي دنيا، جتي موت جي سيج تي پيي،
خــدا ڪــي پــڪــاري رهــي آه،
ڏسين ٿي منهنجي جان! هي زندهه جنازا.
"زمان و مڪان" تان (پيهي منجهه پاتال)

مون مجيبو، منهنجي اي محبوب حسين،
پـر منـهنـجي جـان! سحـر جـو آ يقـيـن.
رات ڪــان پــوءِ سـحــر ٿـيـنـدي آهــ،
۽ وري تـيــز نـظــر ٿــيـنـدي آهـــ.
هر مصيبت ڪانپوءِ ٿيندي آه مسرت جي اميد،
هر قباحت ڪان پوءِ ٿيندي آ لطافت جي اميد.
"خورشيد تمنا" تان (پيهي منجهه پاتال)

ٻہ گهڙيون آه شباب

ڏمـڪـجـي وينـدو وري تنهنجـو جمـال،
ڍهلجـي وينـدو وري منهنـجـو خـيـال.
۽ جــوانــيءَ ڪــي اچــي وينـدو زوال،
نيٺ خورشيد تمنا جو جهڪو ٿيندو شعاع.
"شباب" تان (سارنگ)

تون نازو حشمر حسين فروزان جو مجسمر،
۽ راز تنهنجو عجزوَ محبت ۾ يڪانو.

سر جهڪايو ٿي گلن ۽ رقص ۾ سرو وسمن،
بـاغ ۾ اچ دلـربـا، ٿـي مشـڪـبـار آيـو وري.

صبح جاڳي پيو، جو تون آئين،
ڏس تہ ليـل و نـهار ۾ چـا چـا.

زندگي تسلسل ۽ تغير جو نالو آهي، جنهن جي ڪنهن بہ منزل يا حالت تي پوريءَ طرح سڪ جو ساءُ حاصل نہ ٿو ٿئي:

نہ هُت ڪو چين آيو نہ هت ڪو قرار آيو،
اسان گرداب مان نڪري جڏهن ساحل پر آيا سي.

زماني جي حوادث ۽ گردش ايام جي مشاهدي جو ذڪر ڪندي چيو اٿس:

اي راز زماني جي حوادث جو آ دستور،
مون ويٺي ڏٺا گردشِ ايام گهٽيئي.

ماڻهن جي بي وفائي، مزاج جي بدلجڻ ۽ منهن مٽڻ جو ذڪر ڪندي چيو اٿس:

ڏس تہ بگڙيو آ زماني جو مزاج،
دوست جي پنهنجا، پرايا ٿي ويا.

چٽڪ بدليو مزاج دنيا جو،
ڪهڙو هي انقلاب آ سائين.

اسان تي عقيدو رکيو سي سين تي،
خبر ڪانہ پيئي ڪو پنهنجو پرايو.

زندگي بيڪران بحر آهي، جنهن مان انسان کي جهاڳي پار پوڻو آهي.

زندگي جڻ تہ بيڪران درياہ،
هي سفر نيٺ پار ڪرڻو آہ،
زندگي بندگي ۽ پابندي،
هي گران بار نيٺ سهڻو آہ.

ڪڏهن ڪڏهن مٿس قنوطيت جي ڪيفيت طاري ٿيو وڃي، ۽ زندگيءَ کي غم ۽ الم جو سلسلو سمجهڻ لڳي ٿو:

اسان پابند غم آهيون، اسان جي زندگي ڪهڙي،
اوهان جي دلبري ڪهڙي، اسان جي بندگي ڪهڙي.

گهٽجي گهٽجي مري وڃي انسان،
زندگي جڻ عذاب آ سائين.

البت هي حسن عارضي ۽ زوال پذير آهي ۽ هتي جي خوشي ٿورڙي وقت لاءِ آهي. انهيءَ ڪري هتي جي من موهيندڙ زندگيءَ کي سڀ ڪجهہ سمجهڻ نہ گهرجي. راز صاحب چوي ٿو:

مختصر زندگي کي ڇا چئجي،
هڪ گهڙيءَ جي خوشيءَ کي ڇا چئجي.

جيئن تہ هيءَ ٿورڙي زندگي آهي؛ انهيءَ ڪري اسان کي جڳائي تہ انهيءَ فنا پذير زندگيءَ لاءِ ڪذا ڪم ڪري، پنهنجي ايندڙ زندگيءَ لاءِ

پنهنجو عمل نامو سياه نہ ڪريو. راز صاحب چوي ٿو:

زندگي هڪ گهڙي يا چار گهڙيون،
چو عمل نامو ٿا سياهہ ڪريو.

هي زندگي بہ عجيب آهي. منجهس ڪيترائي ور وڪڙ آهن، راهہ ۾ ڪنڊا آهن، ٻيڙيون بلائون آهن، جيڪي وک وک تي انسان جي آڏو اچي، ڪيس وڪوڙي، منجهائي ملول ڪيو ڇڏين ۽ ٻَڪَ ڪيو ڇڏين. راز صاحب چوي ٿو:

مهلت ڪا تي پنهنجي غم کان،
هي سونهن پريو آهي سنسار.

اهڙين حالتن ۾ انسان سڪون جو متلاشي رهي ٿو. سڪون جي ذريعن مان شاعر جي نظر ۾ دلي سڪون جو هڪ سبب دل گهرين دوستن جي صحبت آهي. ڪيس دل گهرين دوستن جي محفل ۾ روح کي راحت ۽ قلب کي قرار اچي ٿو. انهيءَ ڪري دوستن جي محفلن ۾ گذاريل گهڙين کي وڏي غنيمت سمجهي ٿو:

دل گهرين دوستن جي محفل ۾،
جيڪو دم گذري سو غنيمت آ.

هن مان معلوم ٿيندو، تہ راز صاحب جو غزل اوپرن ۽ اڌارن خيالن جو مجموعو نہ آهي؛ پر هن ۾ سندس دل جون ڌڙڪنون محسوس ڪجن ٿيون، ۽ سندس امنگن ۽ ارمانن جون تصويرون ڏسي ۽ پسي سگهجن ٿيون.

راز صاحب جي غزل جي ٻي خوبيءَ هي آهي، تہ هو معاشي ۽ معاشرتي حالتن کان بہ اثر پذير نظر اچي ٿو. هو تصوراتي دنيا ۾ پرواز نہ ٿو ڪري، پر زميني معاملن کي پرکي ۽ پروڙي، ويچاري ۽ ويچائي، انهن جو ڳوڙهو اڀياس ڪري، ۽ انهن کان اثر پذير ٿي پنهنجا جذبات ۽ احساسات بيان ڪري ٿو. البت سندس انداز بيان اشاراتي آهي. يعني خارجيت بہ داخليت جي اوٽ ۾ آيل آهي.

موجوده دور ۾ هر ڪو قومي درد جي دعوٰي پيو ڪري؛ پر اثر ظاهر نہ ٿو ٿئي. راز صاحب اهو خيال ظاهر ڪندي اشاراتي انداز ۾ ٻڌائي ٿو، تہ اسان پنهنجي دعوٰي ۾ مخلص نہ آهيون:

قوم جو غم کائي ٿو هرڪو،
ماڻهن ۾ پو چو ڏهڪاءُ.

ان جو اهو بہ سبب آهي، جو ماڻهن ۾ بي حسي آهي، ۽ ترس ۽ رحم نڪري ويو آهي، جيئن تہ بي غرض محبت مفقود آهي، انهيءَ ڪري سڪ ۾ بہ ساءُ نہ رهيو آهي:

اڄ ٿـڌو رت بڻيـو آ مـاڻهـوءَ جـو،
راز تنهنجي دانهن مان ڪجهہ نہ وري.

سڪ ۾ ڪونہ رهيو آ ساءُ،
ماڻهن ۾ ڪونهي ڪهڪاءُ.

زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي شاعر بہ سوچيندو آهي، تہ مفڪر ۽ سائنسدان بہ. مفڪر ۽ سائنسدان جي ڪٿ. ماپ ظاهري، مثاچريءَ طبعي حالتن جي تجزيہ موافق هوندي آهي. انهيءَ ڪري هو زندگيءَ جي اصلي ۽ لڪل رنگ ۽ روپ کي ڏسي ۽ پسي نہ سگهندا آهن. ان جي برعڪس شاعر جي ويچار ۽ ويچاءَ ۾ گهرائي ۽ ڳوڙهائي هوندو آهي. انهيءَ ڪري هو زندگيءَ جي اصل حقيقتن ۽ لڪل روح کي سمجهڻ ۽ پرجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. راز صاحب چوي ٿو: تہ جيڪي زندگيءَ جو اهڙي نموني اڀياس نہ ٿا ڪن، اهي ٿڙي ٿاڀڙجي وٺواند تي وڃن ٿا:

جيڪي حقيقتن کان پڇي دور ٿي ويا،
روشن دماغ واٽ تي بي نور ٿي ويا.

ٻئي هنڌ چوي ٿو:

منزل کان دور ڪيڏو هلندا هلون ٿا ساٿي،
هي فاصلو اسان جو شايد دراز رهندو.
سنگلاخ سان زمين هئي، ڏونگر ۽ ڏاڪڙا،
هيٺن جا هانوَ واٽ تي ئي هارجي ويا.

حقيقتن کان اهي ئي آگاهہ ٿيندا، جيڪي سرجو سانگو لاهي، منزل ماڻڻ لاءِ بي اختيار ٿي، اڪتي وڌندا ويندا.

وڃن ٿا مست ڪي سوريءَ جي ويجهو،
حقيقت کان اهي آگاهہ ٿيندا.

## حضرت مخدوم طالب المولىٰ جي شاعري

شاعري، انسان جي نفيس جذبن جي اظهار جو نالو آهي. فنڪار جي ذهن ۾ تخيل، حال ۽ وجدان موجود هوندا آهن، جن جي پٺيان جذهن شعور، لاشعور ۽ تحت الشعور عمل ڪندا آهن، تڏهن اهي جذبو بنجي پوندا آهن. ان ڪان پوءِ اهو جذبو لفظن جو روپ اختيار ڪندو آهي، نہ لفظ وجود ۾ ايندا آهن، پر اهي لفظ پوءِ شاعريءَ جو روپ اختيار ڪندا. مطلب تہ شاعري اندر جي اڌمن جي اظهار جو نالو آهي. جيڪا شاعري اهڙيءَ طرح وجود وٺي ٿي، اها ئي فطري ۽ سچي شاعري آهي، اها ئي شاعري ئي تخليقڪار جي شخصيت، مشاهدي ۽ اثر پذيري جي آئينہ دار هوندي آهي.

حضرت مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي شاعري بہ سندس شخصيت جي آئينہ دار آهي. سندس شاعريءَ ۾ سندس جذبن، امنگن، خيالن، ويچارن، مشاهدن ۽ زندگيءَ جي تجربن جو عڪس نمايان نظر اچي ٿو. سندس شاعري گهڻي قدر داخلي آهي، پر هن ڪن جاين تي وقت جي حالتن جي عڪاسي بہ ڪئي آهي ۽ انسان جي ڏاڍ، ڌڪاءَ ۽ غريب طبقي جي استحصال تي پنهنجي درمندي بہ ڏيکاري آهي. سندس شاعري گهڻي قدر جمالياتي شاعري آهي. هن حسن ۽ جمال جو ذڪر ڏاڍي اثرائتي، دلڪش ۽ دلپذير انداز ۾ ڪيو آهي. هو پنهنجي عاشقانہ جذبن جو اظهار ڏاڍي ڪليل انداز ۾ ڪري ٿو، ۽ ان سلسلي ۾ اشاريت، لڪ لڪاءَ ۽ اهڃاڻن کان ڪم ڪونہ ٿو وٺي. هجر ۽ وصال جو بيان بہ ڏاڍي پرسوز طريقي سان ڪري ٿو.

هن وقت جي حالتن جي ڳالهہ ڪٿي ڇني، تہ ڪٿي اشاراتي انداز ۾ ڪئي آهي. ٻوليءَ جي لحاظ کان سندس شاعريءَ ۾ نيٺ سنڌي لفظن، ۽ عربي ۽ فارسي لفظن جو ڏاڍو سهڻو ميلاپ نظر اچي ٿو. هن پنهنجي عروضي شاعريءَ ۾ روايتي علامتن گل بلبل، ميخاني ۽ مئي، مينا ۽ ساغر، شاهد ۽ ساقي جو ذڪر بہ آندو آهي. پر انهن ۾ بہ نواڻ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. ڪتاب ”ڇپر ۾ ڇڙيون“ جي ٽئين ڇاپي جي مهاڳ ۾ پاڻ لکيو اٿس:

”ٻين ڪيترن ئي صاحبن جو آهي اعتراض، تہ آئون شاعريءَ ۾ پنهنجي، بلبل ۽ گل، ميخاني ۽ مئي، مينا ۽ ساغر، شاهد ۽ ساقي وغيره وغيره جو ئي ڪريان ٿو ذڪر. حقيقت آهي هي، تہ مضمونن انهن جي پردي ۾ لاٿي وڃي ها ٿي ڪل ابتي، آمرن ۽ ظالمن جي، ڪٿي ڪٿي ۽ ڪڏهن ڪڏهن مضمونن انهن ڪي خوبصورتيءَ سان لڪڻ بہ فن آهي عظيم ۽ شاعرانہ آهي ڪمال.“ (ص: ت)

مخدوم صاحب سنڌي قديم توڙي جديد شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. هن قديم سنڌي شاعريءَ جي صنفن، بيت ۽ ڪافيءَ ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي، پر انهن ۾ نئون رنگ ڀريو اٿس ۽ نوان مضمون آندا اٿس. انهن سان گڏ عروضي صنفن: غزل، رباعي، مثنوي ۽ قطعہ وغيره ۾ ڀرپور انداز ۾ پنهنجا تخليقي جوهر ظاهر ڪيا اٿس. هتي سندس شاعري جو فني ۽ فڪري جائزو پيش ڪجي ٿو:

**بيت:**

هي سنڌي شاعريءَ جي اهم، بنيادي ۽ قديم صنف آهي. قديم زماني کان اڄ تائين بيشمار شاعرن سنڌي بيت چيا آهن ۽ چوندا رهن ٿا. ابتدا ۾ سخين ۽ سورهين جي سراهہ بيت جو مک مضمون هو. ان کان پوءِ صوفي شاعرن تصوف جا اسرار ورموز بيتن ۾ بيان ڪيا. ڪيترن ئي شاعرن پنهنجن خيالن، جي اظهار لاءِ علامتن ۽ تمثيلن کان بہ ڪم ورتو ۽ سنڌ جي ماحول مان اخذ ڪيل تشبيهون بہ آنديون. خاص طرح سان سنڌ جي رومانوي داستانن کي تمثيل طور آندو ويو. ڪن شاعرن سڌي سنئين نموني تصوف ۽ ويدانت جي اپٽار ڪئي، تہ ڪن وري تمثيلي طور سنڌ جي سورمين جي زباني پنهنجا خيال ۽ ويچار بيان ڪيا. تصوف کان سواءِ بيت ۾ مجازي مامر، مجازي حسن، سونهن ۽ سينگار، وڇوڙي جي ورلاپن ۽ وصال جي واين جو اظهار بہ ڪيو ويو. نہ فقط ايترو بہ پر اشاراتي انداز ۾ قدامت پسند توڙي جديد شاعر، بيت جي ذريعي پنهنجا جذبات، احساسات، امنگ، ارمان، اميدون، مايوسيون ۽ محروميون بيان ڪري رهيا آهن. مخدوم طالب المولىٰ جي شاعريءَ ۾ بہ بيتن جو وڏو ذخيرو ملي ٿو، جيڪي ڪتاب جو تقريباً بہ ڀاڱي

ٽيون حصو والارين ٽا. ڪتاب آبِ حيات جو ٻه وڏو حصو عنوان وار بيتن تي مشتمل آهي. انهن کان سواءِ ڪتاب "سدا وسين سنڌڙيءَ" ۾ سڀ بيت آهن، جيڪي مختلف عنوانن هيٺ آيل آهن. هي ڪتاب "طالب المولىٰ اڪيڊمي هالا" طرفان ڊسمبر 1990ع ۾ ڇپيو. هن مجموعي جا بيت 1954ع کان 1974ع تائين مختلف وقتن ۽ مختلف هنڌن تي لکيا ويا.

مخدوم صاحب جي بيتن ۾ تصوف جي اپٽار به آهي، ته حسن و عشق جو ذڪر به آهي، وڇوڙي جا ورلاپ به آهن، ته وصال لاءِ التجائون به آهن، زماني جي حالتن جو ذڪر به آهي، ته سياسي ۽ سماجي حالتن جي عڪاسي به ڪيل آهي، پنهنجي وطن سنڌ جي ساراهه به آهي ته پنهنجي عاشقانه جذبن جو اظهار به آهي، نه فقط ايترو پر نون ۽ انوکن موضوعن تي به بيت چيل آهن، جن تي اڳ ڪنهن به شاعر خيال آرائي نه ڪئي آهي. انهن مان ڪجهه هي آهن: "قدمن تان قربان" عنوان هيٺ "پيرن جو ذڪر"، "گونگيون گوءِ ڪٽي ويون" ۾ اڪين جو احوال، "جتي جوڙ ٻه جي ٽيان" ۾، جتي جي اهميت جو اظهار، "ڪُتو ڪتو نه چئو" ۾ ڪتي جي خوبين جو بيان؛ سَريتين ۽ سَرتيين جي خاصيتن جي ڀيٽ وغيره.

بيتن جي سلسلي؛ "مرسل مٺيادار" جي هڪ بيت ۾ ٻنهي جهانن جي سردار جي ثنا ۽ صفت هن طرح بيان ڪري ٿو:

صورت سيرت سهڻو، محبوب سو مليح،
لطيف کان لطيف، سو، صبيحن کان صبيح،
مثل دل جي لاءِ ٿي، محبت سندس مسيح،
امي عربي ڄام ڪي، فائق ڪيو فصيح،
سرور سو صحيح، طالب مولا ملڪ ۾.

(ڇپر ۾ چڙيون)

ڪتاب "ڇپر ۾ چڙيون" جي بيتن جي سلسلن "تقوىٰ ري طاعت" ۽ "جي پائين جاني ملان" ۾ سلوڪ ۽ معرفت جون ڳالهيون ڪيون اٿس، ۽ تقوىٰ (پرهيز ڳاري) تي گهڻو زور ڏنو اٿس. هڪ بيت ۾ سلوڪ جي طالب کي هدايت ڪندي چوي ٿو:

عبادت الله جي ٿئي، تقويٰ ساڻ تمام،
الفت رک عظيم سان، آهي قرب ۾ ڪمام،
قالو بليٰ قول جو، عاشق! پار انجام،
تہ اظهرمن الشمس ٿئي، ناسوت اندر نام،
طالب موليٰ طعام، ڪاء تقويٰ جو طلب ۾.

(تقويٰ ري طاعت)

عشق جو ذڪر ڪيترن ئي شاعرن ڪيو آهي، ۽ پنهنجي انداز سان ان جي وصف بيان ڪئي آهي. شاهہ لطيف چيو آهي: "عشق نہ آهي راند". يعني "عشق" جي عنوان تي ڪيتري وقت کان شاعر لکندا اچن ٿا. مخدوم صاحب بہ "عشق" جي تعريف ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي. البت اسلوب بيان ۾ نواڻ پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. هو چوي ٿو: "عشق نہ بيت المال" چوي ٿو:

عشق تہ بيت المال، جو ملي محتاجن کي،
عشق آهي اُن سندو، جنهن ڪيو قرب ڪمال،
طالب الموليٰ طلب ۾، جو رکي خاص خيال،
جانب جو جمال، اهو ماڻيندو عشق سان.

بيت جي روايتي مضمون سان گڏ، مخدوم صاحب پنهنجي بيتن ۾ نوان مضامين بہ آندا آهن ۽ پراڻن مضمونن جي بيان جي سلسلي ۾ جدت ۽ انفراديت پيدا ڪئي آهي. بيتن جي سلسلي: "گونگيون گوء ڪٽي ويون" ۾ اڪين جون خوبيون ۽ خصوصيتون نئين انداز ۾ بيان ڪيون اٿس. وڇوڙي واري وقت ۾، وصال لاء واجهائيندي، اکين جي جيڪا ڪيفيت ٿئي ٿي، ان کي مخدوم صاحب هن طرح بيان ڪيو آهي:

پڇن پڇرن پاڻ ۾ ويچاريون وسن،
ڪِين پڇن ڪينڪي، نہ ڪي ڪجهہ ٻڌن،
سدائين صبر جي، عادت آهي اکين،
طالب الموليٰ طلب ۾ گوء ڪٽي گونگن،
تڏهن لڙڪ اکهين، حبيبن هٿن سان.

مخدوم صاحب پهريون شاعر آهي، جنهن بيتن ۾ پيرن جو مضمون آندو آهي، ۽ پيرن جي ساراهہ ڪئي آهي. اڳ ۾ ڪنهن بہ شاعر پيرن جي اهميت ۽ ڪيفيت بيان نہ ڪئي آهي. مخدوم صاحب "قدمن تان قربان ٿيان"

سلسلي جي بيتن ۾ پيرن جا ٿورا مڃيندي، ڪڏهن پيرن ڪي چمڻ جي طلب رکي ٿو، تہ ڪڏهن قدمن تان قربان ٿيڻ جي سڌ رکي ٿو. ڪٿي تہ هو پيرن ڪي اکين ڪان بہ وڌيڪ اهميت ڏئي ٿو، تہ اکين تي پيرن جو احسان آهي، جو اهي پريں ۽ وٽ پهچائين ٿا. هڪ بيت ۾ اکين پيرن جي ڀيٽ ڪندي چوي ٿو:

اکيون بہ اکيون اهن، پر پيرن سان نہ پڄن،
هو رئن رت ڦڙا، هو ڦٽجو ٿا ڦٽجن،
هو بيوس آهن برهہ ۾، هي هيڄئون اٿيو هلن،
هو نهارين نجيب کي، هي تر نہ ٿا ترسن،
هو اباڻڪيون عجيب ئي ۽ هي رندن منجهہ رلن،
احسان ڪيا اکين تي، پرت منجهان پيرن،
طالب المولىٰ طلب ۾، چميو وري چمجن،
جهلئي نہ ٿا جهلجن، هلندي پنهنجي حبيب ڏي.

بيتن جي سلسلي ۾ "جيڪر آئون هجان" ۾ مخدوم صاحب بلڪل نئون انداز اختيار ڪيو آهي. هنن بيتن ۾ هو پنهنجي سَڌَ بيان ڪري ٿو، تہ جيڪر آءٌ "ڪارا ڪيس قريب جا هجان"، "پرينءَ جي پيشاني هجان"، "جي جانيءَ جي جبين هجان"، "جي عجيب جو ابرو هجان"، "جي محبوب جي اک جو ڇپَرُ هجان"، "جي اکيون هجان عجيب جون"، "جي ڳل هجان"، "جي تر هجان"، "جي قريب جو ڪَنُ هجان"، "جي نجيب جو نڪ هجان"، "جي لالڻ جو لب هجان"، "جي دهن هجان"، "جي لالڻ جي لسان هجان"، "جي ڳڻن ڀري ڳچي هجان"، "جي حبيب جو حلق هجان"، "جي آواز هجان عجيب جو"، "جي پرينءَ جا پير هجان"، "جي نرمل جي نٿ هجان"، "جي ايرينگ هجان عجيب جا"، "بولو بنجي جي پوان" وغيره. اهڙيءَ طرح شاعر پنهنجي تمنا بہ بيان ڪئي آهي، تہ ان سان گڏ محبوب جي سراپا ۽ سينگار جو ذڪر بہ ڪيو آهي، اسلوب بيان بہ بلڪل نرالو آهي، ڇا آهي، جو مختلف بيتن ۾ ڄڻ محبوب جو ڪونہ ڪو رنگ، پنهنجي زباني پنهنجون وصفون ۽ سونهن بيان ڪري ٿو. اصل خبر تڏهن پوي ٿي، جڏهن شاعر پوئين مصرع جي پوئين اڌ ۾ پنهنجي سڌ بيان ڪري ٿو، تہ جيڪر مان اهو انگ هجان. هيٺين بيت ۾ ڳل ڳالهائين ٿا:

ڏسي ملاحت منهنجي، گل ڦل شرمائين،
موسم جا محتاج هو، هي اينهين ئي آهين،
خزان اچي ته خوف کان، ڪٿيون پلوءُ پائين،
پنهنجن پراون ۾، ڪو فرق نه فرمائين،
سونگهڻ ڏين سڀن کي ۽ عبرت نه ڪائين،
هٿ لڳي ته حجاب ڪن، ڪٿيون ڪڏ نائين،
ڪچن پچن ڪينڪي، جي ڳچيءَ ڪي پائين،
طالب المولئ پاڻ کي وڃيو وڪٽائين،
مَٽُ سَٽُ منهنجو مورهئون، هو ڪڏهن ئي ناهين،
آءُ حجت نه رکان هڪ سان، ڪٿي چاهئون ڪينن چاهين،
ڳڻ سوين ڳائين، جي هجان ڳل عجيب جا.

”جتي جوڙ ٻه جي ٿيان“ وارن بيتن جو مضمون ٻه نئون آهي. هن سلسلي جي بيتن ۾ مخدوم صاحب، محبوب جي جتيءَ جي عظمت بيان ڪئي آهي. شاهه لطيف چيو آهي:

”هو جا پائن پير ۾ تنهن جتيءَ نه جيهي“

هتي شاهه صاحب پنهنجي آقا نبين جي سردار، انسانيت جي علمبردار ۽ ڪائنات جي ڪارڻي نبي ڪريم ﷺ جي جتيءَ جي ڳالهه ڪئي آهي. مخدوم صاحب جڏهن جتيءَ جي فضيلت بيان ڪري ٿو، ته ان مان سندس مطلب ٻه پاڻ سڳورن جي جتي مبارڪ آهي. ٻنهي جهانن جي سردار جي معراج جي ذڪر ۾ آيو آهي، ته جڏهن پاڻ ڪريم ﷺ جن عرش اعظم تي پهتا، ته سندن پيرن مبارڪ ۾ جتي مبارڪ پيل هئي، پاڻ سڳورنﷺ جڏهن پنهنجي خالق ۽ مالڪ جي ادب وچان، جتي مبارڪ جي لاهڻ جي ڪئي، ته امر ٿيو، ته جتي نه لاهيو، جتيءَ سوڌا اچو. مخدوم صاحب انهيءَ حقيقت کي بيان ڪندي چيو آهي:

جتيءَ سندي جوڙ کي، ڪلنگيون ڪين پڄن،
ات ڪئين ڪلاهون اچيو، ٿيون جذباتئون جهڪن،
جن کي اتان عار ٿئي، سي سرَ ئي ڪُسيو وڃن،
جيڪي اتي جهڪيا، ته تَاج ٻه ماٿيا تن،
محبوب وجي پُڳا، متائين مقامن،
پانيئون ته جتي لاهيون، اهو اچا خيال هُئين،
ته پيين پڙلاءَ ڪن تي، ۽ حڪم هي ملين،

جانب جتي نہ لاهجو، متان پير اگهاڙا ٿين،
وڃي پهتا توڙ تي، سان پيارن پيزارن،
طالب المولىٰ ڪيئن چوان، ٿيان جتي نہ جانبن،
جُتي ٿيان تہ پيو ڇا ڪپي، ڪٿان پنهي جهانن،
جو پهتي ساڻ پيرن، جتي عرش عظيم تي.

ڪيترن ئي بيتن ۾ محبوب جي سونهن ۽ سينگار جي ساراهہ ڏاڍي دلڪش انداز ۾ ۽ سهڻين تشبيهن ذريعي ڪئي وئي آهي. يعني ڪتاب ”ڇپر جون ڇڙيون“ ۾ سنڌي بيت جي هڪ قسم ”سينگار“ جا ڏاڍا دلپذير نمونا ملن ٿا. اهڙو هڪ بيت هت ڏجي ٿو، جنهن ۾ شاعر محبوب جي مختلف انگن جي سونهن جي ساراهہ بيان ڪئي آهي. تشبيهون جيتوڻيڪ روايتي آهن، پر اسلوب بيان نئون ۽ نرالو آهي:

ڪارا ڪيس قريب جا، واسينگ جڻ وار،
پيشاني پرينءَ، جي چند جئن ڪري چمڪار،
اکيون هن عجيب جون، نرگس جئن نروار،
جهڙا گل گلاب جا، تن کان وڌ رخسار،
لعل لب لبيب جا، منڙا ٻئي من نار،
وجهي ڪونج ڳچيءَ ۾ ڇهرا چندن هار،
کهڙا چئي کهڙا چوان، سڄڻ جا سينگار،
جان ۽ جند نثار، طالب مولا تن تان.

بيتن جي ٻي مجموعي ”سدا وسين سنڌڙي“ ۾ بہ مختلف عنوانن هيٺ بيتن جا سلسلا ملن ٿا. پهرين ڪنڊيءَ جو عنوان ساڳيو ڪتاب جي نالي وارا ”سدا وسين سنڌڙي“ آهي. هنن بيتن ۾ سنڌ سان محبت جو اظهار ڪيو ويو آهي، سنڌ دشمنن کان نفرت جو اظهار ڪيو ويو آهي، سنڌ جي ماڻهن ۽ وڻن ٽڻن جي واکاڻ ڪئي ويئي آهي ۽ سنڌ لاءِ دعائون گهريون ويون آهن. هتي خوبي اها آهي تہ، اڪثر بيتن ۾ وراڻ آهي. يعني گهڻن بيتن جي پوئين مصرع جو آخري بند ساڳيو ”سدا وسين سنڌڙي“ آهي. هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

چارئون ڪارئو ڪيڙيون، تنهنجون واهہ وٽيون،
صفتون تنهنجون سنڌڙي، ڳڻي ڇا ڳڻيون،
مارو تنهنجا محبتي، تن جي پيرن سنديون پٽيون،

وجهن ڪٺي ونن ۾، طلبون خوب ٺٺيون،
طالب المولیٰ تهدليئون آهن ڏرتيئون ڏٺيون،
گهر جون آهن گهٽيون، سدا وسين سنڌڙي.

بيتن جي سلسلي: ”پهرين چوان پاڻ کي“ ۾ حاجين ۽ حج جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ”هلو تہ هلئون چنڊ تي“ واري عنوان هيٺ چنڊ جو ذڪر آهي. چنڊ سان پيٽ، شاهہ لطيف جي بيتن ۾ بہ ملي ٿي. شاهہ لطيف چيو آهي:

چنڊ چَٽيين سچ، جي مٺي نہ پائيين،
ڪڏهن اڀرين سنهڙو، ڪڏهن اڀرين ڳچ،
منهن ۾ ٻريئي مچ، تو ۾ ناهہ پيشاني پرين جي.

اهو ساڳيو خيال مخدوم صاحب نئين انداز ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي:

ڪٿي چهرو چنڊ جو، ڪٿي منهن منٺار،
چانئون ان جي منهن ۾، هي رمز پرئو رخسار،
سڄڻ سراپا سوهڻو، عجيب رڳو انوار،
هڪڙو پاسو چنڊ جو، اونده انڌوڪار،
ڪٿي هن جي ڳالهہ ٿي، ڪٿي پرين پيار،
طالب مولیٰ چيهہ ٿيو، ڪٿي هجن چنڊ هزار،
جي ٻِرَ هاٿا پيزار، تہ بہ هيٺاهون هِن کان.

اهڙيءَ طرح ٻين عنوانن هيٺ آيل بيتن ۾ بہ روايتي مضامين نئين انداز ۾ ملن ٿا. ”ساقي“ جو ذڪر غزل جي شاعريءَ ۾ تہ عام ملي ٿو، پر مخدوم صاحب بيتن ۾ بہ ساقي ۽ شراب جو احوال آندو آهي. هن قسم جي بيْتن ۾ ساقي ۽ شراب سان واسطو رکندڙ ساڳيا لفظ آندا ويا آهن، جيڪي عروضي شاعريءَ ۾ عام مستعمل آهن، جهڙوڪ گل بوگلگو، گلفام، جام، آب حيات، پيمانو وغيره. هڪ بيت ڏجي ٿو:

ساقي ڏي شراب سو، گل بو ۽ گل فام،
اندر احساسن جي، لاهي تاس تمام،
انهيءَ آب حيات مان، جوڙي ڏي ڪو جام،
چاڙهي نشا نينهن جا، صبح توڙي شام،
طالب المولیٰ طلب ۾، پڌو عشق سندو احرام،
تنهنجو وٺي نام، پيئندس پيمانن ڪي.

مجموعي "آب حيات" جي بيتن تي جدا جدا عنوان ڪونهن. هن ۾ ڪل 96 بيت آهن، جن جو هڪ ئي عنوان "آب حيات" چئي سگهجي ٿو. هي مجموعو مخدوم صاحب پنهنجي خادم ۽ تيماردار محمد حاجن ابڙيجو ڏانهن منسوب ڪيو آهي، جنهن مان مخدوم صاحب جي ماٺيپي جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هڪ بيت ۾ ڪيس مخاطب ٿي چوي ٿو:

پنهنجي هٿن سان پيار تون، دلبر دوائون،
آخر پنهنجي امر سان، ڏيندو شافع شفائون،
مون کي موهيو ٿيون ڇڏين، تنهنجون ادائون،
آب حيات آئون، منهنجا ساقي ڏي پيان.

## ڪافي:

ڪافي، سنڌي شاعريءَ جي عام مقبول صنف آهي، جنهن مان سنڌ جو عام توڙي خاص ماڻهو حظ حاصل ڪندو رهيو آهي. تصوف، حسن و عشق، وڇوڙي جا ورلاپ ۽ اندر جا اڌما ڪافيءَ جا مضمون رهيا آهن. قديم توڙي موجوده دور جي بي شمار شاعرن ڪافيون چيون آهن؛ جن مان ڪيترا باڪمال شاعر ٿي گذريا آهن، جهڙوڪ: سچل سرمست، قادر بخش بيدل، مصري شاهه، خوش خير محمد، دريا خان، نانڪ يوسف وغيره. انهن جون ڪافيون جڏهن ڳايون ويندي يون آهن، تڏهن ٻڌندڙ کي بي خود بنائي ڇڏيندي يون آهن.

موجوده دور ۾ حضرت مخدوم طالب المولىٰ سائين ڪافيءَ جو بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن جي ڪافين ۾ رس، رچاءُ ۽ موسيقيت موجود آهي. اهو ئي سبب آهي، جو جڏهن سندس ڪافيون ڳايون وينديون آهن، ته روح کي راحت رسندي آهي، ۽ قلب کي قرار حاصل ٿيندو آهي. سندس ڪافين ۾ عرفان ۽ ايقان جا نڪتا به ملن ٿا، ته مجازي عشق جا جذبا به مؤثر انداز ۾ ملن ٿا. سندس ڪافيون ٽن ڪتابن ۾ ملن ٿيون. "ڇپر ۾ ڇڙيون"، "بي پير اکيون" ۽ "آب حيات."

"ڇپر ۾ ڇڙيون" ۾ ٻه حصا آهن: پهرين حصي ۾ بيت آهن، ۽ ٻئي حصي ۾ ڪافيون. هي ڪتاب پهريون ڀيرو 1971ع ۾ "بزم طالب المولىٰ" جي طرفان ڇپيو، ۽ ٻيو ڀيرو سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان 1990ع ۾ ڇپيو.

هن ۾ جيڪي ڪافيون آيل آهن. اهي مخدوم صاحب 1955ع کان 1968ع تائين مختلف جاين تي لکيون. مجموعي "بي پير اکيون" ۾ صرف ڪافيون آهن، جيڪي مختلف هنڌن تي 1968ع کان 1987ع تائين لکيون ويون. ڪتاب، مخدوم صاحب جي پنهنجن هٿ - اکرن ۾ بزم "طالب المولىٰ" جي طرفان 1987ع ۾ شايع ڪيو ويو. ڪتاب "آب حيات" جا ٻه حصا آهن. پهرين حصي ۾ 12 ڪافيون آهن ۽ ٻئي حصي ۾ بيت آهن. هن مجموعي جون ڪافيون 1980ع کان 1991ع تائين مختلف وقتن ۽ جاين تي لکيون ويون. هي مجموعو طالب المولىٰ اڪيڊمي طرفان 1991ع ۾ شايع ڪيو ويو.

مخدوم صاحب جون ڪيتريون ڪافيون ڳايون ويون آهن ۽ عوام انهن کي ڏاڍو پسند ڪيو آهي. فن توڙي فڪر جي لحاظ کان ڪافين ۾ نواڻ ۽ انوکائي آهي. جمال جي جلوي جو ذڪر ڏاڍي پياري ۽ منفرد انداز ۾ ملي ٿو. شاعر پنهنجا جذبات، احساسات ۽ تجربات دلپذير انداز ۾ بيان ڪيا آهن. نه فقط ايترو پر شاعر پنهنجي مجازي محبوب جي ناز ۽ انداز ۽ پنهنجي والهانه محبت جو ذڪر ڪليل لفظن ۾ بيان ڪيو آهي، اهو ئي سبب آهي جو سندس ڪافيون سندس زندگيءَ جو حقيقي رنگ ۽ روپ پيش ڪن ٿيون، ڇاڪاڻ جو شاعر پنهنجي عاشقانه هلت چلت جو ذڪر ڪرڻ وقت لِڪ لڪاءُ نه ڪيو آهي. اهو ئي سبب آهي، ته ڪافيون جدت ۽ انفراديت، تي پختگي ۽ موسيقت جي لحاظ کان سنڌي ادب جو شاهڪار بڻجي پيون آهن. مطلب ته موجوده دور جو ڪوبه ڪافي گو شاعر سائنس برميچي نه ٿو سگهي. ڪن ڪافين ۾ عرفان ۽ ايقان جون ڳالهيون به نمايان نظر اچن ٿيون. يعني ڪافين ۾ مجازي عشق سان گڏ حقيقي عشق جو رنگ به ملي ٿو.

هن ڪافيءَ ۾ تصوف جا اسرار رموز بيان ڪيا ويا آهن. خاص طرح سان چوٿون بند فڪري لحاظ کان وڏي معنىٰ رکي ٿو:

ٿل: وِرهه وهائيج ريهي ريهي، رلندي رلندي ڪنهن نه ڪمايو.

1 - بند نظر ڪر ظاهر واري، پو تون پسنديں صورت پياري،
نام ونج ٿي نيهي نيهي، ٿينديءَ پوءِ هي سانگ سجايو.

2- محبت وارو ماڳ مشڪل، ڪو ڪو هلندو ان تي ڪامل،
رمز سان جنهن دل ريهي ريهي، سوئي ويندو وک وڌايو.

3- هلندي ڪانہ هت مخدومي، جيڪو ماٺيندو مغمومي،
ڳالھہ ڪبي هيءَ ڪيهي ڪيهي، سو سمجهي جو پڙ ۾ آيو.

4- جيڪو زمان، مڪان کان واقف، سوئي قريب جو ڪاشف،
ديھہ انهيءَ جو ديهي ديهي، لوڪان وهي ٿو پاڻ لڪائي.

5- طالب مولا سوئي آهي، جنهن کي ضرورت ٻي ڪا ناهي،
پاڻ ۾ ويو جو پيهي پيهي، پرينءَ انهيءَ کي پاڻ پسايو.

(چپر ۾ چڙيون)

جمال جي جلوي جو ذڪر ڏسو تہ ڪهڙي دلڪش انداز ۾ ڪري ٿو:

رخسار ۾ جيڪو رنگ پريل، ناهي ثاني ان جو گلابي گل
جنهن جو ڪوبہ جهان ۾ ڪونهي مل، ساري سَرَ ۾ تنهن جو آهي سڳنڌ

ڪٿي ڪٿي صنف نازڪ جي سونهن، سينگارءِ گفتار جو ذڪر نمايان انداز ۾ ڪيو اٿس. هن بند ۾ سڳين جي ڪولڻ واري اندازءِ ڊيل وانگر هلڻ جي چال جي چٽي تصوير ملي ٿي:

سهٽيون سڳيون ٻئي ڪولي هلين ٿو، ڊيل کان وڌ چال چلين ٿو
تنهنجو قسم آئون ناهيان ڪوڙو، منهنجا محب مٺل
ڦٽيون ڪديو چڻ ڏين ڦوڪارا

هن بند ۾ ايرنگن جي لڏڻ جي ڳالھہ ڪئي وئي آهي:

منجھہ ڪن ايرنگ لڏن ٿا، ڳاڙهن ڳلن کي خوب چمن ٿا
ناز منجهان ٻئي نوري نچن ٿا، عشق مان ڏيل اچل
پيارا پري کان مارن موچورا

هيءَ ڪافي جڏهن حسين بخش جي آواز ۾ ٻڌبي آهي، تہ ٻڌندڙ کي بيخود بنائي ڇڏيندي آهي، ان ۾ محبوب جي حسن ءِ سينگار جو ذڪر موجود آهي، وڇوڙي جا ورلاپ آهن ءِ وصال لاءِ التجائون آهن: ڪافيءَ مان ٻہ بند ڏجن ٿا:

ٿل: تو دلڙي يار ڌتاري، پو ير ڪانہ ڪَئي پوئواري.
1- تنهنجا ڪيس پيارل! ڪارا، آهن پيچ انهن جا پيارا،
ڪن ونگ وجهڻ لئہ وارا، پائن ڳت ڳچيءَ ۾ ڳارا،
ڪن قيد سياڻا سارا، مهميرن تي سي مارا،
تين وير بہ ات ويچارا، ٿا شاھہ پرن چوڪارا،
منهنجي نرمل! آھہ نيزاري.

4- تنهنجي قرب ڪرايون ڪيهون، شب روز رئان ڪري ريهون،
ڏنيون پرت پيارل! پيهون، ويون ورهن گذري ويهون،
ٿي دلڙي ڇيهون ڇيهون، پيون لال لڳن ۾ ليهون،
تنهنجي فڪر سُڪايون ڦيهون، اچ برهه ۾ ڳڏجي بيهون،
ڪٿي گوندر آ گلزاري.

عربي، فارسي ۽ ٺيٺ سنڌي لفظن جي حسين امتزاج، تجنيس حرفي، اندروني قافين جي خوبصورت ٻيهڪ ۽ موسيقيت ان ۾ ڪافيءَ ۾ وڏي رنگيني، رعنائي، دلڪشي ۽ تاثير پيدا ڪيو آهي.

مٿيان مثال ڪتاب ”ڇپر ۾ ڇڙيون“ ۾ آيل ڪافين مان ڏنا ويا آهن. هن ڪتاب ۾ ٻاويهن عنوانن هيٺ ڪافيون ڏنيون ويون آهن. پهرين عنوان: ”مالڪ جي مختاري“ هيٺ آيل ڪافين ۾ الله تعاليٰ جو حمد بيان ڪيل آهي. ٻئي عنوان: ”منهنجو محمد مير“ وارين ڪافين ۾ نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪيل آهي. ٽين، چوٿين ۽ پنجين هيٺ آيل ڪافين ۾ سلوڪ جي راهه جو ذڪر آهي. انهن عنوانن جا نالا آهن: تقويٰ سان ڪرطاعت طالب، هت آهيان، انسان ۽ لالن لئي لوڙيون. ڇهين عنوان: ”سوا عشق جي ٻيو ڪو مذهب نه ملت“ ۾ عشق ۽ عاشقانه جذبن جو اظهار آهي. عنوان ستين کان پندرهين تائين محبوب جي حسن ۽ جمال سونهن ۽ سينگار جو اظهار آهي، ويڇوڙي جا ورلاپ آهن ۽ وصل لاءِ آزيون ۽ نيزاريون آهن. سورهين عنوان: ”ڇريون ڇست ڇهريون“ ۽ سترهين عنوان ”گونگيون گوءِ ڪٿي ويون“ ۾ محبوب جي اکين جي ڪرشمه سازين جو ذڪر آهي. هيٺين بندن ۾ محبوب جي اکين جو ذڪر کهڙي نه نرالي، پر دلپذير انداز ۾ ڪيو اٿس:

هميشه ڏسون ٿا گلابي گلابي، ککوريل ککوريل شرابي شرابي
الا جي ڪٿان ٿيون پيئن پُر پياليون!
ڏسڻ ۾ سدائين اياڻيون ابيٺيون، نماڻيون نماڻيون، سياڻيون سياڻيون
سدائين ٿيون ڏسجن، نيون ۽ نراليون

اندروني قافين ۽ لفظن جي ورجاءُ، حسن، تاثر، رواني ۽ موسيقت پيدا ڪئي آهي، جنهن ڪري هي بند سنڌي شاعريءَ جو منفرد شاهڪار بڻجي پيا آهن.

ڪافين جي ٻئي ڪتاب ”بي پير اکيون“ ۾ به اکين جي تاثير جو ذڪر

ملي ٿو. ان مجموعي جي ڪيترين ئي ڪافين ۾ اڪين جون ڳالهيون آهن. ڪجهه بند هيٺ ڏجن ٿا. هن بند ۾ شاعر اکين جي حسن کي، جسم جي ٻين انگن جي حسن ۽ جمال تي ترجيح ڏئي ٿو:

تنهنجو سڄڻ ڏاڍو انگ انگ، تنهنجو واهه جو ڍولڻ ڍنگ ڍنگ ڍنگ،
تنهنجو ڀڪڻ ڀڪڻ ڀنگ ڀنگ ڀنگ، پر مڙني کان ممتاز اکيون.

هيٺين بند ۾ اکين جي نِهار کي، تڪبير وجهڻ سان تشبيهه ڏني اٿس:

جيڪي اوچا ڪنڌ جهلي ٿا هلن، جيڪي ڪنهن جي اڳيان ڪونه جهڪن،
جيڪي تاج ڪلاهه ٿا سر تي رکن، تن کي به وجهن تڪبير اکيون.

هن بند ۾ ڏسو ته ڪهڙي نه نرالين ۽ خوبصورت تشبيهن ذريعي اکين جي حسن ۽ تاثر جو ذڪر ڪيو ويو آهي:

جت شرمائن لڪين لالون، جت گهبرائين مني گل گون،
جت يعقوتي رنگ زار، زبون، سي غيرت گل اندام اکيون.

ڪن ڪافين ۾ شاعر پنهنجي وطن سنڌ سان محبت جو اظهار به ڪيو آهي. هڪ ڪافيءَ ۾ چوي ٿو:

ٿل: سنڌ سونهاري ڀلي ڀلي – او ساٿيو!
ساٿيو– جنهن جو مٽ ناهي ملڪين.
1- جنهن ۾ ڀٽائي ڀلارو– هاڪ انهيءَ جي هلي هلي.
2- اڪ اجائي جيڪو ڪٿندو– چڏبو انهيءَ کي پلي پلي.

ڪن ڪافين ۾ سنڌ جي مشهور رومانوي داستانن جي تمثيل به ملي ٿي. هڪ ڪافيءَ ۾ مارئي ۽ عمر جي علامتي انداز ۾ وقت ۽ حال جي ڳالهين جو اهڃاڻ به ملي ٿو. مثلاً:

اڀوجهن اباڻن تي هيڏيون هلاتون،
اسيرن جون آهون اٿئي بلڪل بلاتون،
نه ويران ڪر تون ولهارن جون وسيتون.

ڪن ڪافين ۾ پيغام پهچائيندڙ ڪانگل ۽ ڪبوتر جو ذڪر به ملي ٿو:

توڙي ڪٽڙو ڪارو ڪوجهو ته به سو آهي ڪونه اڀوجهو،
واٽان ڪين ڪي وري جي هو ڪري ٿو ويتر وڃڻ جي،
ٻولي ڪبوتر هڪڙي ٻولي، ڪونه ڪنياتان چٽي ڪنپ ڪولي،
غون غون ڪري ذري ذري، گونگن وانگر چپ ۾ چوڻ جي.

فني سٽا جي لحاظ کان بہ مخدوم صاحب جي ڪافين ۾ ڪيترائي گهاڙيٽا ملن ٿا. هيٺين ڪافيءَ ۾ ٽل هڪ نئين ۽ منفرد گهاڙيٽي ۾ ملي ٿو، جيڪو پنجن تڪن تي مشتمل آهي.

ٽل: آب حيات پيار– او ساقي!
نانڊڙن پنهنجي لال لبن مان،
سنهڙن پنهنجن لال لبن مان،
منڙن پنهنجي لال لبن مان،
سهڻن پنهنجي لال لبن مان،
آب حيات پيار – او ساقي!

(ڪتاب آب حيات)

چئني تڪن ۾ فقط پهريون لفظ بدلايو ويو آهي، باقي ٻيا لفظ ساڳيا آهن. بدلايل چارئي لفظ لال لبن جي سهڻين وصفن سان تعلق رکن ٿا. اهي لفظ ٻڌائين ٿا، تہ محبوب جا لال لب نانڊڙا بہ آهن، تہ سنهڙا بہ آهن، منڙا بہ آهن، تہ سهڻا بہ آهن. انهن لفظن جي متاسنا، ۽ لفظن جي ورجاءَ، شعر ۾ وڏي خوبصورتي ۽ رنگيني پيدا ڪئي آهي.

"آب حيات" جي ڪافين ۾ گهڻي قدر ساقي ۽ آب حيات جو ذڪر ملي ٿو. مثلاً:

"پيتم آب حيات – ساقي تنهنجي لال لبن مان"

"پيار آب حيات– پنهنجي لبن مان پنهنجي، ساقيءَ"

"آڻي آب حيات پيار – سهڻا سهڻا منڙا ساقي."

## ديوان طالب المولىٰ:

مخدوم صاحب، شاعريءَ جي هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. هو بيت ۽ ڪافي جو باڪمال شاعر آهي، تہ غزل جو بہ بلند پايہ شاعر آهي. ڪيس غزل جي چند وڏن شاعرن مان ڳڻي سگهجي ٿو. جهڙوڪ: خليفو گل، سانگي، قليچ ۽ نواز علي "نياز" وغيره. هو صاحب ديوان شاعر آهي. سندس ديوان "سروري پبليڪيشن هالا" طرفان 1982ع ۾ ڇپجي چڪو هو. هن ۾ سنڌي زبان جي سمورن آواز جي رديفن وارا غزل ملن ٿا. يعني نہ فقط موجوده سنڌي صورتخطيءَ جي اکرن تي غزل ملن ٿا، پر سنڌي زبان جي انهن آواز جا غزل بہ ملن ٿا، جيڪي سنڌي صورتخطيءَ ۾ موجود نہ آهن، پر لکڻ وقت

(هہ) ملائي لکيا ويندا آهن، جهڙوڪ: (ڙهہ)، (لهہ)، (مهہ)، (نهہ)، (ٺهہ)، (مهہ) ۽ (تنوين). انهيءَ لحاظ کان مخدوم صاحب جو ديوان سنڌي زبان جي 59 اکرن تي مشتمل آهي. انهن "آوازن" تي غزل فقط ديوان گل ۾ ملن ٿا. ديوان جي "مهاڳ" ۾ مخدوم صاحب انهن حقيقتن جي وضاحت بہ ڪئي آهي. راقم الحروف بہ پنهنجي مقالي "ديوان گل" ۾ انهن ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. مخدوم صاحب پنهنجي مهاڳ ۾ پنهنجي ديوان واري الف- بي جي تختي ڏئي لکيو آهي:

"آخوند گل محمد پنهنجي ديوان ۾ مهاڳ جي جاءِ تي ڇنڊڇاڻ ۾ جيڪو الف- ب جو چارٽ ڏنو آهي، اهو بہ مٿين تختيءَ جي تائيد ڪري ٿو.

(ڏسو مهراڻ رسالو 1972/2 ع مضمون، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحو 156 کان 171، ڇپايل سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد)

مخدوم صاحب جي غزل ۾ عربي، فارسي ۽ نيٺ سنڌي لفظن جو حسين امتزاج ملي ٿو. غزل جون روايتي تشبيهون ۽ علامتون بہ ملن ٿيون، سنڌ جي ماحول مان اخذ ڪيل تشبيهون بہ ڪتب آندل ملن ٿيون. فڪري لحاظ کان حسن و عشق، فراق وصال جو احوال بہ آهي، تہ تصوف ۽ سلوڪ جا مسئلا بہ بيان ڪيل نظر اچن ٿا، اخلاقيات جا نڪتا بہ نظر اچن ٿا، تہ معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي عڪاسي بہ ملي ٿي. يعني مضمون جي لحاظ کان فقط روايتي يڪسانيت نہ آهي پر تنوع آهي ڪيترن ئي بيتن ۾ زماني جي حالتن جو بيان نمايان نظر اچي ٿو. ڪجهہ بيت هت ڏجن ٿا:

عمل ظاهر ۾ هڪڙو قوم جو باطن ۾ رمزون پيون،
پلا ڪيتن روح پيدا ٿئي جو، سڀ روح روان بدليا.

اهو اخلاق، اها الفت، اها تهذيب ڪانهي ڪا،
غريبن ۾ اچا ڪجهہ آهہ، پر زردار مَتجي ويا.

سياست آهي ٿي وعدي خلافيءَ جو پيو نالو،
ڏسان پيو ٿي ويا اڄ مهربان نا مهربان ڪجهہ ڪجهہ.

تصوف جي نڪتہ نگاهہ کان مرڻ کان اڳ مرڻ يعني پنهنجو پاڻ فنا ڪرڻ جو ذڪر هن طرح ڪيو اٿس:

مرڻ کان اڳ مري لا خوف ٿي ڇڏ موت کي،
تون پنهنجي پاڻ ئي پليل خود پنهنجي قضا ٿي وڃ.

تغزل، غزل جي جان آهي. تغزل کان سواءِ غزل بي معنيٰ آهي. مخدوم صاحب جي غزل ۾ تغزل جا ڪيترائي بهترين نمونا ملن ٿا. ڪجهه بيت نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

ڪيئن نہ گڏ سڏ ٿا رهن، هي پاڻ ۾ ٿي چار مست،
چشم مست و ناز مست و يار ۽ گفتار مست.

سرخ ساڙهيءَ ۾ ڏنم سهڻي جا ڪارا وارا مست،
جڻ ڏنگڻ جي واسطي تيار آهن مار مست.

رخسار و خال وزلف معنبر جي ياد ۾،
دل جي اڱڻ کي رشڪ گلستان ڪري ڇڏيم.

چارنگ ۽ ڇا ڍنگ ۽ ڇا جلوه گري آهہ،
خمداري نہ زلفن جيان مشڪِ ختن ۾ آهہ.

ان جون اکيون ٿيون ياد پون ٿو جڏهن ڏسان،
صحرا ۾ بيهي ڊوڙي نهارڻ غزال جو.

تصوف جي تعليم موجب خدا شناسيءَ لاءِ خودشناسي يعني پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ضروري آهي. مخدوم صاحب پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

جيئن ٿو زيور مان سون کي ڏسجي،
تئن مون "هو پاڻ" سو بسو سمجهو.
پاڻ پنهنجو سدا مون 'تو' سمجهو،
ذهن ۾ توکي روبرو سمجهو.

تصوف ۾ ذڪر سان گڏ فڪر کي وڏي اهميت آهي. مخدوم صاحب چوي ٿو:

فڪر کان ئي وٺان ٿو ڪم هردم،
مون وهڻ پنهنجو جستجو سمجهو.

'تون' ۽ 'مون' جي حقيقت بيان ڪندي چوي ٿو:

فقط هي فرق آهي تو ۾ مون ۾، تون آهين باطن مان ظاهر آهيان،
مگر اي پرده نشين آهيون جهان ۾ يڪتا ۽ يگانہ.

محبوب حقيقي سان پنهنجي وابستگيءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:

تو سان وابستہ منهنجو هر دم آهہ،
ذڪر ۽ فڪر تنهنجو هر دم آهہ.

اهڙيءَ طرح هو عشق مجازي سان گڏ عشق حقيقيءَ جون وارداتون ۽ ڪيفيتون بہ بيان ڪري ٿو. غزل جي روايتي انداز ۾ محبوب جي حسن جو ذڪر بہ ڪيو اٿس، پر اسلوب بيان ۾ جدت آهي:

ڪري بسمل ڇڏيءَ عاشق، نهاريئي ڪينڪي ڀيهر،
تہ هن تنهنجي شهيد ناز جي سڪرات ڪيئن گذري.
جفائن تي جفائن بعد حاصل تو ٿئي، مقصد،
سڄڻ جي آهہ هي رسم - وفا اهڙي جو ڇا ڇئجي.

# فيض بخشاپوريءَ جي شاعري

سنڌي زبان جو منفرد شاعر، ۽ نرالي طبيعت جو مالڪ غالبِ سنڌ، جو نالو فيض الله ۽ والد جو نالو مصري خان هو. ذات جو ڊومڪي بلوچ هو ۽ اصل جو بخشاپور (تعلقہ ڪنڌ ڪوٽ) جو رهاڪو هو. سندس لکڻ موجب 1968ع ۾ سندس عمر 42- 43 سال هئي. انهيءَ لحاظ کان 1926-1925ع ۾ تولد ٿيو. سنڌي تعليم ڳوٺ جي سنڌي اسڪول ۾ حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ ڪجهہ وقت زمينداري ڪاروبار سنڀاليائين. ٿوري وقت کان پوءِ پنهنجي قومي سردار مير تاج محمد خان ڊومڪي بلوچ جي خدمت ۾ رهڻ لڳو. اتي کيس اردو ڪتابن مطالعي ڪرڻ جو موقعو مليو. ان سان گڏ شعر چوڻ جي مشق بہ شروع ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس ڪوبہ استاد نہ هو؛ پر سڀ ڪجهہ کيس وجدان ۽ طبع جي موزونيت مان حاصل ٿيو. پنهنجي آتم ڪهاڻي ۾ پاڻ لکيو اٿس؛

”فقير جي فني شاعريءَ جو استاد، بجز استادِ ازل ٻيو ڪوئي ناهي. هي سڀ ڪرشمو، عنايت ڪرشمہ ساز ۽ ڪمال عشق دردمنديءَ آهي.“

(سہ ماهي مهراڻ، شاعر نمبر، جلد 18، نمبر 1 ۽ 2، سال 1969ع، ص 74)

1956ع ۾ جيڪب آباد ۾ هفتہ روزه ”مساوات“ جاري ڪيائين. اخبار چئن صفحن تي مشتمل هوندي هئي، جنهن ۾ هڪ صفحي تي سندس تصوير يا هڪ عدد نظم يا غزل ضرور ڇپبو هو. باقي صفحن تي لوڪل خبرون هونديون هيون. ڪڏهن ڪڏهن ان ۾ فيض صاحب جا تاثرات/ افادات بہ ڇپجندا هئا. سندس نثر بہ نرالي نوعيت جو هوندو هو، جنهن جي سٽا، عام نثر کان مختلف هوندي هئي. مٿي ڏنل هڪ جملي مان ئي سندس نثر جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

1958ع ۾ سندس مجموعہ ڪلام ”شعلہ عشق“ شايع ٿيو. ان کان پوءِ سندس ٻيو مجموعہ ڪلام ”خمخانہ فيض“سنڌ زميندار پريس سکر مان علامہ حافظ خير محمد اوحدي مرحوم جي زير نگراني ڇپيو، جنهن جو مقدمو بہ حافظ صاحب مرحوم لکيو. اهو سٺ جو ڏهاڪو هو. انهن ڏينهن

۾ آئون ۽ فيض صاحب جو عزيز دوست عبدالڪريم تابان، ڊويزنل نمائندو روزانہ ”مهراڻ“ حافظ صاحب جيءَ روح رهاڻ مان گهڻو ڪري روزانو مستفيض ٿيندا هئاسون. فيض صاحب جڏهن بہ ايندو هو، تہ محترم حافظ صاحب مرحوم جي پريس ۾ سائنس علمي ڪچهري ٿيندي هئي. انهن ڏينهن ۾ آئون اسلاميہ ڪاليج سکر ۾ پروفيسر هوس. اسان وقت بوقت ڪاليج ۾ سنڌي مشاعرا، مذاڪرا، ادبي ڪانفرنسون ۽ يوم لطيف ملهائيندا رهندا هئاسون. فيض صاحب کي ضرور دعوت ڏني ويندي هئي. هو بہ ڏاڍي شوق مان جيڪب آباد مان ڪهي اچي اسان جي مشاعرن ۾ شعر پڙهندو هو.

انهن مجموعن کان پوءِ فيض صاحب جا بہ ٻيا مجموعا ”گنجينہ ء فيض“ ۽ ”سرچشمہ فيض“ محترم عبدالڪريم تابان صاحب، مڪلي پرنٽرس ٺٽي مان 1981ع ۽ 1983ع مان ڇپائي پڌرا ڪيا. فيض صاحب سنڌيءَ کان سواءِ اردو جو بہ بلند پايہ شاعر هو. ان کان سواءِ فارسي ۽ بلوچي ۾ بہ شعر چيو اٿس. شعلہ عشق ۾ فقط سنڌي شعر آهي، ٻين مجموعن ۾ سنڌي سان گڏ اردو، بلوچي ۽ فارسي شعر بہ موجود آهن.

هن عظيم شاعر، پنهنجي خدا داد صلاحيتن ذريعي پنهنجي حيثيت مڃارائي، ۽ ادبي معرڪن سان دليري سان منهن ڏنو. هن پنهنجو نقطہ نظر ۽ نظريو وڏي جوش ۽ جذبي سان بيان ڪيو، ۽ اصولن کان انحراف نہ ڪيو. هن مصلحتن جي مدِنظر اصولن ۽ نظرين تي نہ سوديبازي ڪئي، ۽ نہ ڪڏهن ڪنڌ جهڪايو. هو دوستن لاءِ ڏاڍو نرم هو، ۽ ادبي مخالفن لاءِ پهاڙ مثل هو. روايتن جو امين هو، ۽ ادب ۾ مستقل قدرن جو قائل هو.

فيض صاحب کي پنهنجي شاعريءَ سبب نہ فقط سنڌ ۾، پر سڄي پاڪستان ۾ پذيرائي ملي. هو سڄي پاڪستان ۾ هڪ قادر الڪلام جي حيثيت ۾ سڃاتو ويندو هو، ۽ ڪيس وڏن اردو مشاعرن ۾ بہ سڏيو ويندو هو. هن کي سرڪاري خرچ تي، سنڌي زبان جي بلند پايہ شاعر ڊاڪٽر عطا محمد حامي سان گڏ حج تي بہ موڪليو ويو. ان کان سواءِ کيس صدارتي ايوارڊ براءِ حسن ڪارڪردگي بہ مليو. هن ناميارِي شاعر 14 مئي 1992ع تي هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو. اناالله وانا اليه راجعون.

نہ تخت و تاج وٺي ٿو، نہ بخت و جاھہ و جلال،
جـهـان کـان فـيض قـلـندر جو انتقال ڪيو.

الله تعاليٰ جون مٿس ڪروڙين رحمتون هجن. محترم عبدالڪريم پنهنجي خط ۾ تاثرات بيان ڪندي لکيو آهي:

”حقيقت هي آهي، تہ فيض مرڻو نہ آهي، آئون تہ اڄ بہ هن کي پنهنجي دل جي آئيني ۾ ڏسندو آهيان ۽ سندس خوشبو اڄ بہ پنهنجي جڳهہ تي محسوس ڪندو آهيان. مان واحد ماڻهو آهيان، جنهن کي اهو فخر حاصل آهي، تہ منهنجي هن سان 40 سال صحبت رهي ۽ ڪافي عرصو تہ ڏينهن جا ڏينهن گڏ رهياسون، جيڪب آباد ۾، حيدرآباد ۾، ڪراچيءَ ۾، ٺٽي ۾ جتي ڪٿي، بقول فيض:

چمڙو نہ آفتاب کي، اي همنشين ڏسي،
بي نور جو قصور آ، يا هن جي نور جو.
گذري ويا ڪي ورهہ، ويو فيض گذاري،
فارغ نہ آهي خلق، اڃا نوحہ ڪري ڪان.

مولانا غلام محمد گرامي، شاعر نمبر ۾ سندس شاعري بابت لکيو آهي:

”محترم فيض بخشاپوري، تغزل جي اعليٰ معيار کي سنڌي شاعريءَ ۾ قائم رکي، وڏو مقام پيدا ڪيو آهي. سندس غزل سريت ۽ اشاريت جي سيني معياري قدرن جو حامل آهي. زبان لذيذ انداز بيان شرين ۽ جاذب، شوخي ۽ برجستگي، بيساختگي ۽ رواني سندس ڪلام جي خصوصيات ۾ شمار ڪري سگهون ٿا.“ (ص 73)

فيض هڪ اهلِ دل ۽ وڏو عاشق رسول هو. هن پنهنجي نعتن ۾ نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت ڏاڍي محبت ۽ عقيدت سان بيان ڪئي آهي. هو جيتوڻيڪ تغزل جو شاعر آهي، پر ان سان گڏ سندس شعر ۾ روحانيت جو عڪس بہ نظر اچي ٿو. ان سلسلي ۾ سندس ڪجهہ اشعار نقل ڪجن ٿا:

مان غلام نبي مريد علي، وارث روضہ جنان آهيان،
جسم فاني، نام لافاني، گويا زنده مان هر زمان آهيان،
شيخ جو رند سان تناسب ڇا؟ هو زمين آ مان آسمان آهيان،
بت پيي آئينہ خدا آهن، عاشقِ صورت بتان آهيان،

مشرب رنديت سبحان الله، عارف رازِ عارفان آهيان،
نفي اثبات و ظاهر و باطن،آهيان، ناهيان جي درميان آهيان،
جسم خسته ۽ روح برجُسته، عهد پيري، ۾ ٻيي جوان آهيان،
مون خدا کي چيو: جهان دشمن، هن چيو مان جو مهربان آهيان،
سجدو مون کي وري کر جبرئيل: سجده گاه فرشتگان آهيان،
حرص دنيا ٻيي آ عذاب النار،سير و زرکان کشان کشان آهيان،
فيض کان عالم سخن روشن، مشعل بزمِ شاعران آهيان.

ٻين شعرن ۾ به تصوف جا اسرار و رموز ۽ زندگيءَ جا حقائق بيان ڪيا اٿس. ڪجهه شعر هيٺ ڏجن ٿا:

هر چيز آ آئينو، هن مشاهده، فطرت جو،
هر هنڌ نظر آيو، آ يار ٻيي هرجائي.
هر هنڌ پنهان هر جا مظهر باهو لاهو الاهو،
ظاهر مطلق غيب سراسر باهو لاهو الاهو.

ڇو اڇان مان فريب هستيءَ ۾،
رنگ و بو جو هي جهان آهي.
خانه، دل ۾ لامکان آهي،
عرش تي منهنجو آشيان آهي.

دل ڪائنات آه، دل ڪائنات ۾،
معلوم ڪنهن کي راز سمندر جي سير جو.

فيض عاشقِ رسول آهي. هن ٻنهي جهانن جي سردار جي ساراهه ڏاڍي سهڻي انداز ۽ منفرد اسلوب بيان ۾ ڪئي آهي. چوي ٿو:

زينت ڪون و مڪان و زيب بزم ڪن فڪان،
نور افشاني ڪان تنهنجي آ فنا ظلمات کي.

آ نور مجسم جي دل و ديده و جان نور،
رخ نور، جبين نور، دهان نور، زبان نور.

حاملِ قرآن محسنِ انسان در جو در مان حشر جو سامان،
باعثِ آدم وجه دو عالم صلي الله عليه وسلم.

فيض کي سنڌ ۽ سنڌي زبان سان به تمام گهڻي محبت آهي. هن جي تمنا آهي ته سنڌي زبان، قومي زبان ٿئي:

اهو آ نغمهء پير و جوان سنڌ،
ٿئي قومي زبان، سنڌي زبان سنڌ.

هو سنڌ سان محبت جو اظهار ڪندي، سنڌ دشمن کي نيست و نابود ڪرڻ جو عزم رکي ٿو. چوي ٿو:

سدا سرسبز تنهنجو گلستان سنڌ،
تون آهين غيرتِ باغِ جنان سنڌ.
پڇي پورا ڪندس هو دست دشمن،
ڪري يورش بشمشير و سنان سنڌ.
ڪيان تارا بضرب نوڪ خنجر،
نهاري جو نگاه بدگمان سنڌ.

فيض، سنڌ جي عارفن ۽ سنڌي زبان جي شاعرن: شاهه لطيف ۽ سچل سرمست جي ساراهه به ڪئي. هو شاهه لطيف جي شعر کي الهامي ڪلام چوي ٿو:

الهام آهه گويا، هر بيت بند وائي،
آهي زبان هاتف تنهنجي زبان پٽائي.

فيض غزل جو باڪمال شاعر آهي. هن سنڌي غزل کي نئون رنگ روپ ڏنو آهي. هو غزل لاءِ فارسي ۽ عربي لفظ، ترڪيبون ۽ غزل جون روايتون ضروري سمجهي ٿو. ان هوندي به هن غزل ۾ نئون رنگ پيدا ڪيو آهي. انهيءَ ڪري سندس غزل روايتي غزل نه آهي، پر سنڌي شاعريءَ ۾ پنهنجي جدت ۽ انفراديت جي ڪري، منفرد حيثيت رکي ٿو. تغزل، رنگيني، منفرد اسلوب بيان، سندس غزل جون خاص خوبيون آهن. تغزل سان گڏ هن پنهنجي غزلن ۾ زماني جون حالتون، صوفيانه خيال، زندگيءَ جون حقيقتون، پنهنجا تاثرات ۽ مشاهدات به اثرائتي نموني بيان ڪيا آهن. هو حساس شاعر آهي. پنهنجا جذبا، امنگ ۽ ارمان دلگداز ۽ دل پذير انداز ۾ بيان ڪري ٿو. حسن و عشق سندس غزل جو مک مضمون آهي. هن حسن و عشق جو بيان پراثر ۽ نئين انداز ۾ ڪيو آهي. چوي ٿو:

شعله رو سيمين ذقن، گل پيرهن، نازڪ بدن،
برنگِ گل آتش بجان، از غيرتِ ناز تري.
مستيءِ چشم غزالِ مست ڪان اي بيخودي،
چاڪ دامن ٿي ويو، بند قبا وسري ويو.

عالم عشق ۾ حيران رخ و گيسو کي ڏسي،
روز روشن پيو آ، اي يار شبِ تار پيو آ.

چادرِ مهرتابِ رخِ تابان آهي،
شعلہ حسن، نہ پردہ، فروزان آهي.

نگاهہ مست و ميخوار و شرابي،
لبِ گلرنگ آ جام گلابي.

کنيو جو مهروش رخ کان نقاب آهستہ آهستہ،
افق کان جلوہ گر ٿيو آفتاب آهستہ آهستہ.

محبوب جي زلف ۽ ابرو جو ذکر کندي چوي ٿو:

تنهنجي زلفن جيِ زندانيءَ کي پيرن ۾ زنجير ڏٺم،
تنهنجي ابرو جيِ ڪُشتيءَ کي شهہ رگ ۾ شمشير ڏٺم.

محبوب جي خال خط جو ذکر کندي چوي ٿو، تہ محبوب جي منهن ۾ ڪارو تِر ائين آهي، جيئن سبزہ زار ۾ ڪارو نانگ:

خال سياهہ آ خطِ روءِ نگار ۾،
گويا جو آهہ مار سيهہ سبزہ زار ۾.

هجر جو ذکر ڏاڍي دل گداز انداز ۾ ڪري ٿو: ۽ ان ۾ جدت ۽ انفراديت بہ پيدا ڪري ٿو:

آئي نيم مشڪ فشان ڪوئے يار کان،
تڙپي اٿيو هو ڪشتي هجران مزار کان.
آيا نہ بي سبب ڪڏهن دنيا ۾ زلزلا،
تڙپي ٿو ڪوئي ڪشتہ هجران مزار ۾.

ڪنج گور تڙپائي نہ دل کي،
بيادِ دلربا دردِ جدائي.

تڙپي ها شبِ هجر ۾ مون وانگي ستم گر،
جو آهہ بيِ تاثير ۾، تاثير هجي ها.

فيض جي لفظن جو استعمال بہ نرالو آهي. هو ڪڏهن لفظن کي نيون معنائون بہ پارائي ٿو: ۽ لغت جو پابند نہ ٿو رهي. هن زير اضافت جو استعمال ڪثرت سان ڪيو آهي. ان کان سواءِ هن فارسي اڳياڙي "بہ" معنيٰ: سان، بہ ڪيترن ئي فارسي لفظن سان ملائي، انهن کي شعر ۾ استعمال ڪيو آهي.

تمام گهڻن شعرن ۾ اهڙا لفظ آندل آهن. اهڙا لفظ مصرع جي وچ تي ٻه آيل آهن، تہ مصرع جي شروع ۾ ٻہ آيل ملن ٿا. مثال طور ڪجهہ اهڙا شعر پيش ڪجن ٿا، جن جي شروع واري لفظ ۾ "بہ" ملايل آهي

بسوءِ ميڪده ساغر بڪف فيض خراباتي،
اچي ٿو جهومندو رندِ خراب آهستہ آهستہ.

بڪيف و مستي چشم غزالانِ جهان ساقي،
ٿيم سرگشتہ و آواره ڪوءِ بتان ساقي.

بدستِ مٿيءِ ڪشان بند قبائے شاهد فطرت،
خرد بيحوصلہ پيشِ بيقرار بيخودانَ ساقي.

فيض لفظ "برنگ" تمام گهڻو استعمال ڪيو آهي. ڪيترن شعرن جي تہ شروع ۾ آيل آهي. اهڙا ڪجهہ شعر نموني طور ڏجن ٿا:

برنگِ ڪهڪشان روشن چراغ لالہ و گل سان،
مزارِ ڪشتہء تيغِ خطِ لالا رخان ساقي.

برنگِ عرشِ نازِ سربلندي - ڪيم جو نماز ۽ رخ خاڪِ پاپوش

برنگِ شبِ شب سيه زلف سيہ تر - رخِ تابان ۾ تاب آفتابي

برنگِ شيخ، خون خلق يا رب- نہ پيتو هو ڪڏهن رند شرابي

فيض علماء سوء غلط قسم جي سياست کي خوب نديو آهي، علماء سو لاء چوي ٿو:

نيلام ڪرن ٿا پيا هو گنج گران کي،
اسلام کي علماء جي تجارت کان بچايو.

بيهوده سياست کي هو شيطان جي شرارت سڏيندي چوي ٿو:

انسان کي شيطان جي شرارت کان بچايو،
ايمان کي بيهوده سياست کان بچايو.

هو ڪارل مارڪس جي نظريي کي بہ انسان جي فلاح ۽ بهبود جو ذريعو نہ ٿو سمجهي. چوي ٿو:

ڪارل جي خرافات پسنديد مسلمان،
دجال جي دوکي جي مصيبت کان بچايو.

هو چوي ٿو، ته آئين الاهي جي نفاذ سان ئي انسان جي زندگيءَ ۾ خوشگوار تبديلي اچي سگهي ٿي:

نافذ ڪريو آئين الاهي ڪي وطن ۾،
بيديني و زنديقي جي ذلت کان بچايو.

فيض، خوددار ۽ خدا پرست آهي. هو چوي ٿو: ته ڀلي سر ڪٽجي وڃي، پر غير جي اڳيان ڪنڌ نه جهڪي:

سرخم نه ٿئي غير اڳيان، ڪٽي وڃي ڀل،
مان معتقدِ شيوهٔ شبير رهان ٿو.

هو پاڻ کي سمجهائي ٿو، ته خدا جي رحمت کان مايوس نه ٿي، ۽ غير جي آڏو دست سوال دراز نه ڪر:

دست سوال غير جي آڏو نه ڪر دراز،
مايوس نه ٿي، رحمتِ پروردگار کان.

هو مالڪ حقيقي جي ستاري جي ڳالهه ڪندي چوي ٿو:

رند بي پرده هو، پردي ۾ رهيو،
فيض تي ستار ستار ڪئي.

هو پنهنجي مستي، مئيخواري ۽ بي خوديءَ بابت چوي ٿو:

راهِ جنون ۾ تي ڪئي، مجنون سان گفتگو،
هو پنهنجي راهه سان ويو، مان پنهنجي راهه سان.

رند باده مست ميخواري ڪئي،
عرش تي ساقي وضعداري ڪئي.

مجنون پي چيو مون کي ديوانه و سودائي،
ڇا داد جنون آهي، ڇا حوصله افزائي.

معرفت جي منزل حاصل ڪرڻ لاءِ سرِ سَتَ ۾ ڏيڻو پوي ٿو:

سرمد پنهنجي جان گنوائي، سوليءَ تي منصور چڙهيو،
ڪرب و بلا ۾ تنهنجي سر تي سر ڏيندي شبير ڏٺم.

اهڙيءَ طرح فيض زندگيءَ جو فلسفو بيان ڪيو آهي، معاشي ۽ معاشرتي حالتن جي عڪاسي ڪئي آهي.

# استاد بخاريءَ جي شاعري
## (شعري مجموعي "لهر لهر دريا" تي هڪ نظر)

سنڌي زبان جي مقبول ۽ مشهور شاعر استاد بخاريءَ جي شعرن جو مجموعو "لهر لهر دريا" نالي سان "سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو" طرفان شايع ٿيو آهي. ڪتاب ڊيمي سائيز جي 142 صفحن تي مشتمل آهي. ان ۾ استاد بخاريءَ صاحب جا چوُسٽا ۽ رباعيون آيل آهن. پهرين ڀاڱي ۾ مختلف عنوانن هيٺ چوُسٽا آهن. شروع ۾ جيڪي چوُسٽا آهن. انهن مان هر هڪ چوُسٽي تي جدا جدا عنوان آهي، ان ڪان پوءِ مختلف عنوانن تي سلسليوار چوُسٽا آهن. "هڪ شخص" جي عنوان هيٺ نَو چوُسٽا ۽ "لال لطيف" جي عنوان هيٺ ٻارنهن چوُسٽا آيل آهن. اهڙي طرح سلسليوار ٻيا چوُسٽا بہ آيل آهن.

ٻئي ڀاڱي ۾ مختلف عنوانن هيٺ رباعيون آهن. ڪتاب جي منڍ ۾ ڪتابي سلسلي جي باني ڪار "مقصود گل" طرفان شاعر ۽ ڪتاب جو مختصر تعارف ڏنل آهي. ان ڪان پوءِ مشهور شاعر "سرڪش سنڌيءَ" جو مزار جي عنوان هيٺ مهاڳ ڏنل آهي.

فن، فڪر ۽ مقصديت جي لحاظ ڪان استاد بخاريءَ جا هي چوُسٽا ۽ رباعيون سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. هن مختصر ۽ جامع انداز ۾ پنهنجي امنگن ۽ تمنائن جو اظهار ڪيو آهي. هڪ درد دل رکندڙ انسان جي حيثيت سان هن وقت جي حالتن جي ترجماني ڪئي آهي؛ ۽ انسان سان جيڪي ڪيس ڪلور ٿين پيا، انهن کي حقيقت پسندانہ نوع ۾ بيان ڪيو آهي. هن کي وطن سان پيار آهي ۽ پنهنجي ساٿيهہ جا سور سمجهي ٿو. هن پنهنجن جذبن جو اظهار ڏاڍي ڏک ڀري لهجي ۾ ۽ اثرائتي نموني بيان ڪيو آهي.

استاد بخاريءَ جي هنن چوُسٽن جي هڪ خوبي اها بہ آهي، تہ هن ماحول ۽ سماج جي عڪاسيءَ سان گڏ انسان جي انفرادي جذبن، نفسياتي، ڪيفيتن، محرومين، مايوسين، امنگن ۽ اميدن جي ترجماني بہ ڪئي آهي. فڪر

جي بلنديءَ جي لحاظ کان بہ هي چؤسٽا جديد سنڌي شاعريءَ ۾ انفرادي حيثيت ۾ منفرد مقام رکن ٿا.

انساني جذبن ۾ جمال جو جلوو بہ وڏي اهميت رکي ٿو، اهو ئي سبب آهي، جو سونهن جي ساراهہ، شاعريءَ جو مک ۽ بنيادي مضمون رهيو آهي. استاد بخاريءَ جو شعر بہ جمال جي جلوي کان وانجهيل نہ آهي. ڪيترن چؤسٽن ۾ حسن ۽ جمال جو ذڪر ڏاڍي دلڪش ۽ پراثر نوع ۾ ملي ٿو.

استاد بخاريءَ جي هن مجموعي جي وڏي اهميت اها آهي، جو هن ۾ ”هڪ شخص“ جي عنوان هيٺ نعتيہ چؤسٽا ڏنا ويا آهن. استاد ڏاڍي اثرائتي نموني ۾، عقيدت ۽ محبت مان ٻنهي جهانن جي سردار جي ثنا ۽ صفت بيان ڪئي آهي ۽ پاڻ ڪريمن جي سيرت ۽ ڪردار جون خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيون آهن. استاد جا هي چؤسٽا پڙهي، منهنجي دل ۾ استاد لاءِ عقيدت جو جذبو پيدا ٿيو آهي. هي پهريون جديد ۽ ترقي پسند، انسان دوست ۽ ساڃهہ سان سڪ رکندڙ شاعر آهي، جنهن جي مجموعي ۾ نعتيہ اشعار نظر آيا آهن. حقيقت اها آهي تہ انسانيت جو صحيح تصور ۽ ان جو عملي نمونو نبي ڪريم ﷺ جي ذات اقدس جي عنايت آهي. انهيءَ ڪري انسان دوست شاعر لاءِ ضروري آهي تہ هو پاڻ سڳورن جي انهيءَ ڪارنامي جو اعتراف ڪري ۽ انهيءَ انقلاب جي اپنائڻ ڪري، جيڪو پاڻ سڳورن جي طفيل وجود ۾ آيو. خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو استاد بخاريءَ هي چؤسٽا لکي انهيءَ اهم ضرورت ڏانهن ڌيان ڇڪايو آهي.

استاد بخاريءَ جي هن مجموعي جون جيڪي خوبيون ۽ خصوصيتون بيان ڪيون ويون آهن. انهن جي وضاحت ۾ ڪجهہ چؤسٽا نموني طور هيٺ ڏجن ٿا.

خدمت خلق ۽ پورهئي سان پيار جو اظهار هن طرح ڪيو اٿس:

محبت سان پرهور محنت ڪنداسين،
۽ محنت جي هر ريت عزت ڪنداسين،
۽ عزت اسان جي انهيءَ ۾ ئي آهي،
تہ پيارن پنهوارن جي خدمت ڪنداسين.

سنڌ جي غريب ۽ مظلوم جي عزم ۽ طاقت جو بيان ڪندي چوي ٿو:

ڏسڻ ۾ گوڏي جو چڻ گاهه آهن،
حقيقت ۾ ڪجڪاهه ڪنداهه آهن،
متان تون سُکو واهه سمجهين وڏيرا،
وَهي پيا تہ مظلوم درياهه آهن.

دنيا جي حقيقت جو اظهار هن طرح ڪيو اٿس:

وڏو چار دنيا وڇائي ڇڏيو آ،
بکئي پيٽ رهندو وڃائي ڇڏيو آ،
پيئڻ لاءِ پاڻي، چڳڻ لاءِ چوڳو،
قفس جي ڪُنڊ ۾ رکائي ڇڏيو آ.

دنيا جي حقيقتن تي سوچيندي ۽ ويچاريندي، استاد کي اها حقيقت معلوم ٿي آهي، تہ دنيا جي قوت ڪنهن نہ ڪنهن گهيري ۾ بند آهي؛ پوءِ اهي سمنڊ هجن، يا پهاڙ. هن کي محسوس ٿيو آهي تہ هيءَ دنيا چڻ هڪ پڃري مثل آهي، جنهن ۾ انسان سوڌو هر شيءِ بند آهي.ا نهيءَ حقيقت جو اظهار ڏاڍي اثرائتي نموني هن طرح ڪيو اٿس:

سمونڊن جي قبضي ۾ صحرا اٿو،
پهاڙن جي گهيري ۾ دريا اٿو،
اُڏامون ٿا ڪيڏو بہ آفاق آڏو،
وڏو چڻ تہ پڃرو هي دنيا اٿو.

دنيا ۾ هر ڪو غرض جو غلام آهي، هر رشتي ۽ تعلق تي غرض جا پڙدا پيل آهن. هت مطلب کان سواءِ ڪوبہ ڪنهن جو يار، مددگار ۽ سڄڻ ساٿي ڪونهي. هر ڳالهہ ۾ ماڻهوءَ کي پاڻ ئي منهن ڏيڻو پوي ٿو. شاهہ ڪريم بلڙيءَ واري چيو آهي:

جي اٿر جي لاهہ، سڄڻ سڀ پرڪنا،
ري پاڃي ڪنيءَ، سير پري نہ باهہ.

استاد بخاريءَ اها حقيقت هن طرح بيان ڪئي آهي:

مٽيون ماٽيون آزمائي ڏٺيون سين،
سڳيون پاڃيون آزمائي ڏٺيون سين،
مصيبت ۾ ڪو يار همدرد ڪونهي،
پڪيون دوستيون آزمائي ڏٺيون سين.

موجوده دور جي شاعر ۽ ليڊر جي قول ۽ فعل، دعوائن ۽ دغائن بابت لکيو اٿس:

کلامن ۾ منصور شاعر اسان جا،
بيانن ۾ مشهور ليڊر اسان جا،
دلين ۾ دغائون، سرن ۾ انائون،
پڙهي دور ويو آهه اَندر اسان جا.

سنڌ ڌرتيءَ سان پنهنجي پيار جو اظهار هن طرح ڪيو اٿس:

ڏينهن جو ڪم آ، رات جو غم آ سنڌڙو تنهنجو،
منهنجو هڪڙو هڪڙو دم آ، سنڌڙو تنهنجو،
گيت لکان پيو، جنگ لڙان پيو ڏيهه ڏسي پيو،
ڪن تي قلم آ، هٿ ۾ علم آ، سنڌڙو تنهنجو.

معاشري ۾ جيڪي ڪيس ڪلور ٿين پيا، انهن تي هو ڏکارو ضرور آهي، پر مايوس نه آهي ۽ قنوطيت جي ڪن ۾ قائل نه آهي. هو پر اميد آهي، ته آخر ماتامن جي جهڙ مان خوشين جو سج اڀرندو ۽ عيدون ايندي‌ون. چوي ٿو:

مايوسن جي ڪُنَ مان نڪري،
جنگ - جهاز اميدون ايندي‌ون،
ماتامن جي جهڙ مان نڪري،
عزم عظيم جون عيدون ايندي‌ون.

هو سنڌ جي مسئلن کان بي خبر نه آهي، هو جڏهن پڙهي ٿو، ته هڪ مخصوص طبقو سنڌ کي ورهائڻ لاءِ حرڪتون پيو ڪري، تڏهن تڙپي اٿي ٿو. هو چوي ٿو، ته سنڌ ڪا آڏيري ٻڪري يا ڍور ڍڳو نه آهي، جو ان کي ورهائي ڪنجي، هن ڌرتيءَ لاءِ ڌڙ اڌ تي ويندا، پر ديس اڌ نه ٿيندو:

اخبارن ۾ جو تون روز نبيرين ٿو،
سنڌڙو ڌرتي آڏيري ڪا ٻڪري ناهي،
ڌڙ اڌ ٿيندا، پيٽو، ديس نه اڌ ٿيندو،
ديس ونڊايون، هيءَ ڪا هٿ جي وکري ناهي.

هن ڪتاب ۾ "هڪ شخص" جي عنوان هيٺ جيڪي نعتيه چوسٽا ملن ٿا، انهن ۾ استاد بخاري پاڻ سڳوري جي شخصيت ۽ ڪردار جي ثنا ۽ صفت نهايت مؤثر، منفرد ۽ جديد انداز ۾ بيان ڪئي آهي. ان سلسلي مان ڪجهه

چوُسٽا نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

هڪ شخص يتيم آهي، يتيم آهي اهڙو،
دنيا جي يتيمن جو نگهبان لڳي ٿو،
هڪ شخص عظيم آهي، عظيم آهي اهڙو،
منان ڪان پوءِ، سڀ ڪان مها ماڻ لڳي ٿو.

هڪ اسم اکر چار ڪو ٽيڪو به نه ناهي،
پر چئن ڪتابن جو آ عرفان انهيءَ ۾،
هڪ جسم چون جنهن جو ڪو پاڇو به نه ناهي،
ادراڪ ۽ وجدان آ حيران انهيءَ ۾.

هڪ شخص گهرو پيار ڪان هڪ وارُ نه واندو،
سنسار جي سينگار لئه آزار سهي پيو،
هڪ شخص ڪڏهن نرڙ مٿان گهنڊ نه آندو،
انصاف جي آواز تي تلوار ڪٽي پيو.

هر ريت ڪٽي نعت، ستارا نعتون،
برسات، نديون، نهر جا ڌارا نعتون،
استاد جا اشعار نه ڇا او شاعرا،
قرآن جا ٽيهه ئي پارا نعتون.

لال لطيف جي عنوان هيٺ آيل چوُسٽن ۾ شاهه لطيف جي شاعريءَ جي تعريف ڪئي وئي آهي. هڪ چوُسٽو نموني طور هيٺ ڏجي ٿو:

شاعريءَ جي آسمان جا آفتاب،
تنهنجا روشن شعر ذهني انقلاب،
ذات، توڙي ڏات، توڙي لات ۾،
شاهه شاهنشاهه آهين لاجواب.

چوُسٽن جي هڪ سلسلي ۾ سنڌ گريجوئيٽ ايسوسيئيشن طرفان سال (1989ع) ۾ ڪراچيءَ ۾ منعقد ڪيل ”سچل ڪانگريس“ جي امن قافلي بابت پنهنجا تاثرات بيان ڪيا اٿس.

چوُسٽن جي هڪ بنا عنوان سلسلي ۾ حسن ۽ جمال جو ذڪر ڏاڍي سهڻي نموني ۾ ڪيو اٿس. هن چوُسٽي ۾ ”سروقد“ جي بدران هانيءَ لاءِ ڪانگڙ ڪانو جي تشبيهه آندي اٿس. ان ڪان سواءِ ٻيون تشبيهون به سنڌ

جي شين مان ڪنيو اٿس. جهڙوڪ: سيني (ارهہ) لاءِ سنگ - ٻٽا، محبوب جي پيارين ۽ وڻندڙ ڳالهين ڪي، ڪچڙن آين، ڳلن ڪي مکڻ چاٽن سان تشبيهہ ڏني اٿس:

تنهنجي هاٿي ڪانگڙ ڪانو،
تنهنجو سينو، سنگ - ٻٽا،
تنهنجون ڳالهيون ڪچڙا آيون،
مکڻ چاٽا، گول ڳٽا.

ٻوناٽي ڇوڪريءَ جي ايرندڙ سونهن جي ڳالهہ هن طرح ڪئي اٿس:

ڳوٺ سڄي ۾ ڳالهہ هُلي وئي،
سونهن نئين ساماٽي آهي،
جيڏان ڪيڏان جهار وڌي وئي،
اک هُن جي ڪانياٽي آهي.

مطلب تہ هر چؤسٽي ۾ پنهنجي معنيٰ ۽ مقصد آهي ۽ مقصد ۽ تاثر کي چئن سٽن ۾ نهايت مختصر مگر جامع نموني، پرڪشش ۽ پراثر انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. اسلوب بيان ۾ جدت ۽ انفراديت آهي، جيتوڻيڪ مقصديت واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، پر فن جو لحاظ بہ رکيو ويو آهي. مقصديت فن تي غالب نہ آهي، پر شعر جو حسن ۽ خوبصورتي بہ برقرار رکي وئي آهي. مطلب تہ هن ڪتاب جي چؤسٽن ۾ فن ۽ فڪر جو حسين امتزاج ملي ٿو. آءٌ تہ ائين چوندس تہ هي ڪتاب سنڌي شاعريءَ جي هڪ وڏي وٿ آهي ۽ صدين تائين سانديڻ لائق آهي. هي ڪتاب ڏسي معلوم پوي ٿو، تہ استاد بخاري بلاشبہہ باڪمال شاعر آهي، جنهن شاعريءَ جي هر صنف ۾ پاڻ موکيو آهي. سنڌڙي ڪتابي سلسلي رتو ديرو جي ڪارپردازن بہ ڪيرون لهڻيون، جن نهايت سهڻي ۽ شاناٽي نموني ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

# حاجي علي بخش جماليءَ جي شاعري

حاجي صاحب ٿورڙو پڙهيل آهي، پر هن انساني سياڻ، مزاج ۽ فطرت جو نهايت گهرو مشاهدو ڪيو آهي. ان سان گڏ هن معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو تمام ڳوڙهو اڀياس ڪيو آهي. هن ڪنهن ديني مدرسي ۾ ويهي، اسلامي تعليم حاصل نہ ڪئي آهي؛ پر هو اسلام جي روح کان باخبر آهي. شاعري، هو ڪنهن کان سکيو ڪونهي، پر سندس طبيعت ۾ موزوفيت آهي، جنهن ڪري سندس شعر پنهنجو پاڻ عروضي شاعريءَ جي قواعد و ضوابط سان ٺهڪي بيهي ٿو. هن عروض جي رڪنن ۽ وزنن کي سامهون رکي شعر نہ لکيو آهي، پر لفظ پنهنجو پاڻ موزونيت جو روپ وٺي، سندس اڳيان اچي حاضر ٿين ٿا. مطلب تہ سندس شاعري، فطري آهي ۽ سندس دل جو آواز آهي. اها الله تعاليٰ جي عطا آهي، مالڪ جي مهرباني آهي، ۽ ڪرم نوازي آهي. هو قادر آهي، جنهن کي وڻيس، ان کي ذات ڏئي. اهي عنايتون انهن کي ملنديون آهن، جيڪي پنهنجي پالڻهار سان لنؤن لڳائيندا آهن، ۽ ان جي پياري حبيب ڪريم ﷺ جي محبت پنهنجي دل ۾ جاءِ گزين ڪندا آهن. حاجي صاحب جي دل بہ الله تعاليٰ ۽ سندس رسول ڪريم ﷺ جي محبت سان منور آهي. اهي جذبا، احساس ۽ امنگ سندس شاعريءَ ۾ نمايان نظر ايندا.

تازو حاجي صاحب جي شعر جو مجموعو "سارا گل گلاب جا" جي نالي سان ڇپيو آهي، جنهن جي هر هڪ شعر ۾ جذبات ۽ احساسات جي عڪاسي نظر ايندي. اصل ۾ حقيقت پسندانہ شاعري اها آهي، جيڪا انسان جي زندگيءَ جي عڪاسي ڪري، انسان جا جذبا، امنگ، ارمان، مايوسيون ۽ محروميون بيان ڪري، ان سان گڏ معاشري جي حقيقت پسندانہ نوع ۾ ترجماني ڪري. ڪن ماهرن ۽ عالمن اهو بہ ڄاڻايو آهي، تہ شاعر کي نہ فقط عڪاسي ڪرڻ گهرجي؛ پر انسان ۽ معاشري جي تعمير، اصلاح ۽ تقدس لاءِ ڏسَ بہ ڏيڻ گهرجي. اهڙي قسم جي شاعريءَ کي مقصديت واري شاعري سڏيو ويو آهي. هونئن بہ ڪنهن بہ دور ۾ شاعري مقصديت کان خالي نہ رهي آهي. پر جيڪڏهن ان جو مقصد اعليٰ ۽ ارفع هوندو، جيڪو زندگيءَ سان وابستہ هوندو ۽ زندگيءَ جي تعمير ۽ تقديس لاءِ واضح نقطہ نظر پيش ڪندو، تہ ان مان سماجي ڪارج حاصل ٿيندو، ۽ انساني سماج ۾ صحتمند رجحان پيدا ڪرڻ جو باعث بڻجندو.

محترم حاجي علي بخش جماليءَ جي شاعري بہ اهڙي دفعي ۾ شمار ڪري سگهجي ٿي. هن گل و بلبل ۽ فراق ۽ وصال جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي، پر سندس شاعريءَ جو موضوع انساني زندگي آهي. هن انساني زندگيءَ ۽ معاشري جو اڀياس ڪري، زندگيءَ جي تعمير ۽ معاشري جي تقدس لاءِ نقطہ نظر پيش ڪيو آهي. انهيءَ ڪري سندس شاعري خارجي ۽ اصلاحي آهي. سندس شعر پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو، تہ انسان جي اخلاقي قدرن جو بگاڙ، ۽ معاشري جون خرابيون انهيءَ ڪري پيدا ٿيون آهن، جو انسان، الله تعاليٰ جي ڏسيل سڌي رستي

تان ٽڙي، تاهڙجي وٿواند ٿي ويو آهي. هو چوي ٿو، تہ جيڪڏهن اسان رسول ڪريم ﷺ جي پيروي ڪندي، الله تعاليٰ جي حڪمن موجب زندگي گذاريون، تہ جيڪر دنيا ۽ آخرت جون ڀلايون حاصل ڪريون. هو ٻڌائي ٿو، تہ فقط مادي آرام ۽ آسائشن مان انسان کي حقيقي دلي سڪون حاصل نہ ٿو ٿئي؛ پر ان لاءِ روحاني غذا بہ ضروري آهي؛ جيڪا انسان کي توحيد، رسالت ۽ آخرت تي ايمان آڻڻ سان حاصل ٿئي ٿي.

هن پنهنجي شاعريءَ ذريعي واضح ڪيو آهي، تہ خودپسندي ۽ خودپرستي، توحيد پرستي جو ضد آهي. انهن اوڳڻن مان لالچ، لوڀ ۽ حرص پيدا ٿئي ٿو، جيڪو پرماريت جو باعث بڻجي ٿو. اهو ئي سبب آهي، جو خود غرض ماڻهو اسلامي قانون نافذ ڪرڻ کان نٽائي رهيا آهن، ڇاڪاڻ جو اسلام پرماريت کي ختم ڪري ٿو ۽ غريب حقدار کي حق ڏياري ٿو. يعني اسلام، غريب پورهيت جو حامي آهي.

مطلب تہ محترم حاجي صاحب جي شعر پڙهڻ ۽ سندس شعر زباني ٻڌڻ کان پوءِ مون جيڪو مجموعي تاثر حاصل ڪيو آهي، اهو مٿي بيان ڪيو اٿم. اوهان جيڪڏهن سندس مجوعي ۽ ڪلام "سارا گل گلاب جا" جا نظم غور سان پڙهندا، تہ اوهان جي دل تي بہ اهو ئي اثر اتپن ٿيندو. فني لحاظ کان حاجي صاحب جو گهڻي قدر شعر مسدس جي سٽا ۾ آهي. هن دور ۾ حاجي صاحب، مسدس جو بلند پايہ شاعر آهي، جنهن مسدس ۾ نئون رنگ پيدا ڪري، ان ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪيو آهي. جيتوڻيڪ سندس شعر عروضي روايتن جي نفي نہ ٿو ڪري، پر ان ۾ جدت ۽ انفراديت بہ آهي. مسدس کان سواءِ مسلسل غزل ۽ غزل جي سٽا ۾ نظم بہ لکيا اٿس، ڪجهہ قطعا، بيت ۽ ڪافيون بہ چيون اٿس. لوڪ ادب جي صنفن ۾ بہ پنهنجا خيال ۽ ويچار بيان ڪيا اٿس. حاجي صاحب تمام گهڻو شعر چيو آهي، جنهن جو هڪ حصو مذڪور مجموعي ۾ اچي سگهيو آهي.

هتي سندس شعر مان ڪجهہ مثال ڏيڻ بہ ضروري آهي، تہ جيئن جنس مان مال جي قدر ۽ قيمت، خوبين ۽ خصوصيتن جو اندازو ٿئي.

نبي ڪريم ﷺ جي ثنا ۽ صفت بيان ڪندي چوي ٿو، تہ پاڻ سڳورا اڙين جا آڌار، غريبن ۽ مسڪينن جا مددگار آهن. هو الله تعاليٰ جو پيارو حبيب آهي، سندس ذات فيض جو بحر بيڪران آهي؛

محمد سرور عالم محمد دلبر يزدان،
نبي خيرالبشر، خيرالوريٰ سلطان لاثاني،
لکين فيض ور ٿا ٿين، جنهن جي در کان،
اهو فيض وارو بحر مصطفيٰ آ.
ضعيفن جو ضامن، يتيمن جو ياور،
ٿڪي ٿو ڇانو، ڇورن ڇپر مصطفيٰ آ.

حاجي صاحب چوي ٿو، تہ حاجت مندن جي مدد ڪرڻ، خدا جي خلق جي خدمت ڪرڻ ۽ انهن سان پيار ڪرڻ بہ بندگي آهي. چوي ٿو؛

ضرورت کان مٿي تو وٽ اگر آهي، تہ دل ڪولي،
هلي حاجتمندن ۾ سو ورهائڻ بندگي آهي،

همیشہ خلق جي خدمت ڪرڻ گھرجي خدا ڪارڻ،
تنين سان پيار ۽ الفت وڌائڻ بندگي آهي.

ماديت پرستي، انساني قدرن جي لاءِ هاڃيڪار آهي. حاجي صاحب چوي ٿو:
هاءِ مادي دور هاڃيڪار جا نيشان ڏس،
پاڻ پنهنجو ٿا ٻڌايون، موت جو سامان ڏس،
اڪ پٽي دنيا سڄيءَ ۾ گوڙ ۽ گهمسان ڏس،
جنگ جو جولان آ نقصان ٺي نقصان ڏس،
وڙهه وڙهان ۽ وير جون ٻوليون ٻڌان ٿو عام جام،
وقت چاهي ٿو ڪجي، نافذ شريعت جو نظام.

سنڌ ۾ موجوده دور ۾ جيڪي حالتون موجود آهن، انهن انسان جو ننڊ آرام ڦٽائي ڇڏيو آهي. حاجي صاحب انهن حالتن جي عڪاسي ڪندي چوي ٿو:
خون، چوريون ۽ ڦريون ڌاڙا لڳن ٿا روز روز،
آدمي ويچارڙا اغوا ٿيـن ٿا روز روز،
حادثن ۾ ڪٽ نہ ڪٽ ماڻهو مرن ٿا روز روز،
نفرتن جي باهہ جا تانڊا ڪرن ٿا روز روز،
هر زبان تي آهہ نعرو مار ماران انتقام،
وقت چاهي ٿو ڪجي، نافذ شريعت جو نظام.

هڪ ٻي نظم ۾ چوي ٿو:

وٺ پڪڙ جو دور آهي دلبرو،
نفرتن جو زور آهي دلبرو،
وحشتن جو شور آهي دلبرو،
زندگي درگور آهي دلبرو،
خوف سيني مان ڪڍهن نڪري نہ ٿو،
سوچ سر ۾ لوچ زر فتنان جي،
دوستو دامن وٺو قرآن جي.

ماديت پرستيءَ مان لوڀ ۽ لالچ جھڙا اوگڻ اڀرن ۽ اسرن ٿا، جيڪي پرماريت جو باعث بڻجن ٿا. حاجي صاحب چوي ٿو، تہ انهن خرابين مان اهو وقت جند آزاد ٿيندي، جڏهن قرآن حڪيم جي تعليمات تي عمل پيرا ٿبو:
لوڀ لالچ جي گهڙي گجگوڙ آ،
نوٽ نيري جي پنيان ڊڪ ڊوڙ آ،
جيڏو آسودو تہ اوڏي لوڙ آ،
گهل گهوڙا جيءَ ۾ جاڪوڙ آ،
شوق راتو رات ڪي بنگلا جڙن،
ننڍ ڊڙائن جون نيون ڪارون هجن،
راهہ روڪيو حرص جي طوفان جي،
دوستو دامن وٺو قرآن جي.

"موتي داڻو" محترم حاجي صاحب جو هڪ شاهڪار نظم آهي، جنهن ۾ انسانيت جي اعليٰ قدرن جي اپٽار ڪئي اٿس. نظم ڪيترن ئي بندن تي مشتمل آهي ۽ هر بند ۾ انساني خوبين ۽ خصوصيتن ۽ قدرن ۽ ڳڻن جي وضاحت ڪئي اٿس. هڪ بند ۾ چوي ٿو:

ٻرجهي ٻرجهي پير ڪٽي ٿو،
ڳام رکي اڳ پوء ڳٽي ٿو،
پيار ٻڌيء جا گل چٽي ٿو،
دليون الفت ساڻ اُٽي ٿو،
ٻڌجي ايڪي جو آڏاڻو،
سو آ ماڻهو موتي داڻو.

هن جهان ۾ هر قسم جا ماڻهو آهن. سيئي هڪ جهڙا نہ آهن، جيئن باغ ۾ سمورا گل هڪ ئي رنگ ۽ روپ وارا نہ هوندا آهن. انهيءَ ڪري نہ سمورا ماڻهو اعليٰ ڪردار وارا هوندا ۽ نہ وري سيئي ماڻهو اندر جا ڪارا هوندا آهن. حاجي صاحب، انهن انساني صفتن جي اپٽار ڪندي چوي ٿو:

سهڻا ماڻهو سارا ناهن،
سارا دل جا ڪارا ناهن،
ميرا لوچڻ وارا ناهن،
خالي سڀ اوتارا ناهن،
ڳولهي لهندو جيڪو راڻو،
سو آ ماڻهو موتيء داڻو.

مذڪوره مجموعي ۾ انسان ۽ زندگيءَ سان تعلق رکندڙ مختلف موضوعن تي نظم نظر اچندا، جهڙوڪ: حمد، نعت، عبادات، نظام، قرآن، نماز، موتي داڻو، نوخيز نونهالو، بندگي، جهاد، گناهہ، زندگي، استاد، شاگرد، علم، دوستي، اسلامي نظام، مرد، عورت، ماءُ وغيره. نظم ماءُ بہ بهترين نظم آهي، جنهن ۾ ماءُ جي پنهنجي ٻچن لاءِ بي پناهہ محبت جو اپٽار ٿيل آهي. ماءُ جي جهوليءَ جي ڳالهہ ڪندي چوي ٿو:

آ الفت سان تمتار جيجل جي جهولي،
آ گل ڦل ۽ گلزار جيجل جي جهولي،
آ سک ساڻ سرشار، جيجل جي جهولي،
آ راحت جو سنسار جيجل جي جهولي،
مان جيجل جي نظرن ۾ شفقت ڏسان ٿو،
مان جيجل جي پيرن ۾ جنت ڏسان ٿو.

هو چوي ٿو، تہ موجوده دور ۾ انسان ڪيترين ئي مشڪلاتن ۽ مونجهارن ۾ مبتلا آهي. شريعت جي نفاذ سان ئي سندس حالت بهتر ٿي سگهي ٿي:

ياءُ پنهنجي ياءُ کان بيزار آهي الا مان،
پيءُ پٽ جو پاڻ ۾ تڪرار آهي الا مان،
بي حيائي اڄ سرِ بازار آهي الامان،
ڪٿ عزيزن دوستن ۾ پيار آهي الا مان،
طالبن وٽ ڪين آ استاد جو ڪو احترام،
وقت چاهي ٿو ڪجي نافذ شريعت جو نظام.

**قرآن حڪيم جو فيض:**

قلب کي اوجر ڪري قرآن ٿو،
جسم کي معطر ڪري قرآن ٿو،
هر عمل بهتر ڪري قرآن ٿو،
ذهن کي برتر ڪري قرآن ٿو،
روح کي راحت رسائي ٿو قرآن،
بگڙي قسمت کي بڻائي ٿو قرآن،
ٿو عطا دولت ڪري ايمان جي،
دوستو دامن وٺو قرآن جي.

حاجي صاحب انساني خوبين ۽ خصوصيتن سان گڏ، انساني اوگڻ جي اپٽار به ڏاڍي اثرائتي نموني ڪئي آهي. نظم "ڪاوڙ" ۾ اهي برايون بيان ڪيون اٿس، جڏهن "ڪاوڙ" انساني قبضو ڄمائي ٿي. هو چوي ٿو، ڪاوڙ، انساني حوصلي کي به ختم ڪري ڇڏي ٿي:

هٿن سان ڇڏائي وڃي حوصلو ٿو،
جڏهن ڪنهن تي قبضو ڄمائي ٿي ڪاوڙ.

نظم "ڪوڙ" ۾ ڪوڙي جي لاءِ چوي ٿو:

مانُ ڪوڙي کي ڪٿي ملندو نہ آ،
ڪوڙ وارو ڪر ڪٿي هلندو نہ آ.

سچ سونهن آهي، ۽ نيڪيءَ جو بنياد آهي:

سچ هر نيڪي سندو بنياد آ،
سچ وارو شاد ۽ آباد آ،
سچ سارو سونهن ۽ سرهاڻ آ،
سچ جي هرجاءِ تي واڪاڻ آ.

قناعت ۾ راحت آهي، ۽ فضول خرچي انسان جي تباهيءَ جو باعث آهي:

گهر ڀينگ ٿي ڪرائي، پائي نہ هڪ بچائي،
سر پي ٿي ڪجهہ رکائي، آخر فضول خرچي.

اهڙيءَ طرح حاجي صاحب انساني زندگيءَ جي مختلف پهلوئن جي ترجماني ڪئي آهي ۽ انساني معاشري جي عڪاسي ڪئي آهي. نہ فقط ايترو، پر هن انساني معاشري جي اصلاح لاءِ ڏسَ بہ ڏنو آهي. هن اوگڻن جي اپٽار بہ ڪئي آهي، جيڪي انساني زندگيءَ لاءِ هاڃيڪار آهن ۽ اهو رستو بہ ٻڌايو آهي، جنهن تي هلي انسان انهن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري، پاڻ ۾ انسانيت جا اعليٰ قدر ۽ گڻ پيدا ڪري سگهي ٿو.

حاجي صاحب جي شاعري جيتوڻيڪ اصلاحي ۽ خارجي آهي؛ ان هوندي بہ ڪٿي ڪٿي، حسن ۽ عشق جي ڳالهہ بہ ڪئي اٿس. مطلب تہ سندس مجموعي ۾ اوهان کي مختلف قسمن جا گل ملندا، جيڪي سونهن ۽ سرهاڻ پکيڙيندا نظر ايندا.



# مددي ڪتاب


1- اسدالله شاهہ تڪڙائي: ’تذڪره شعراء تڪڙ‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1959ع.
2- امير احمد مخدوم: ’چچ نامہ‘، سنڌي ترجمو- سنڌي ادبي بورڊ. 1954ع.
3- امير احمد مخدوم: ’تاريخ معصومي‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1953ع.
4- امير احمد مخدوم: ’تحفة الڪرام‘- سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع.
5- آخوند عبدالرحيم”وفا“عباسي: ’قصو سيف الملوڪ‘: تعليم کاتو، ڇاپو ڏهون.
6- بي- ايچ ناگراڻي: ’سامي جا سلوڪ‘- ڀاڱو ٻهريون، ٻيو ڇاپو، بمبئي 1955ع.
7- حسامہ الدين راشدي: ’مهراڻ جون موجون‘، پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي، 1956ع.
8- حسامہ الدين راشدي: ’مڪلي نامہ‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1968ع.
9- خادم حسين شاهہ، ’سوانح اصغر‘- سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو، 1967ع.
10- رشيد احمد لاشاري: ’ڪليات گدا‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع.
11- رچرڊ برٽن: ’سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون‘، سنڌي ترجمو، سنڌي ادبي بورڊ، 1971ع.
12- شمس الدين عرساڻي: ’آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1982ع.
13- شيخ محمد سومار: ’ڪچين جا قول‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1977ع.
14- شيخ محمد فاضل: ’سري جا سرموڙ‘، ايمہ. اي سنڌي لاءِ لڪيل مونوگراف (اڻ ڇپيل)
15- شيخ اياز: ’پونر پري آڪاس‘، نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، 1995ع.
16- شيخ اياز: ’هرڻ اکي ڪيڏانهن‘ نيوفيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، 1995ع.
17- شيخ اياز: ’ٽٽل ٽڪرا صليب جا‘ ۽ ’واٽون ڦلن ڇانئيون‘- نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد.
18- شيخ محمد ابراهيم خليل: ’بلبل سنڌ‘- جمعيت الشعراء سنڌ، 1951ع.
19- شيخ محمد ابراهيم خليل: ’رهنماء شاعري‘ ٽي جلد.
20- عمر بن محمد دائودپوٽو ڊاڪٽر: ’ابيات سنڌي‘، 1939ع.
21- عمر بن محمد دائودپوٽو ڊاڪٽر: ’ڪلامہ گرهوڙي‘سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي، 1956ع.
22- عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر: ’سنڌي ادب جي مختصر تاريخ‘، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1994ع.
23- عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر: ’سنڌيون‘،انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1970ع.
24- عبدالحسين شاهہ موسوي: ’ديوانِ بيدل‘- سنڌي ادبي بورڊ، 1954ع.
25- عبدالحسين شاهہ موسوي: ’ديوان بيڪس‘، سنڌي ادبي بورڊ، 1965ع.
26- عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر: ’ڪليات شاهہ محمد ديدڙ‘- سنڌي ادبي بورڊ، 1972ع.
27- عبدالڪريم سنديلو، ڊاڪٽر: ’سنڌ جو سينگار‘- سنڌي ادبي بورڊ، 1956ع.
28- عطا حسين شاهہ موسوي: ’ڪچ ڪوڏيون‘.

29- عثمان علي انصاري: 'رسالو سچل سرمست'، (سنڌي ڪلام)- روشني
30- پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1994ع.
غلام علي الانا، ڊاڪٽر: 'ڇپيل سنڌي ڪتابن جي ببليوگرافي' (1947ع
31- کان 1973ع) انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1976ع.
غلام علي الانا، ڊاڪٽر: 'لاڙ جي ادبيءَ ثقافتي تاريخ' - انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1977ع.
32- غلام علي الانا، ڊاڪٽر: 'سنڌي ليکڪن جي ڊائريڪٽري'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي.
33- غلام علي الانا "عاجز" (جي الانا)، 'ڪي پڙاڏا ڪي سڏ' - 1981ع.
34- غلام محمد شاهواڻي: 'شاهه جو رسالو' - روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1993ع.
35- غلام حسين پٺاڻ، ڊاڪٽر: 'سنڌي ناول جي ارتقائي تاريخ' - انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1983ع.
36- سيد قادن شاهه: 'تمر فقير جو ڪلام' - انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1970ع.
37- ڪاڪو ڀيرومل مهرچند: 'سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ'، سنڌي ادبي بورڊ- ڇاپو پهريون، 1956ع.
38- گدومل هرجاڻي: ديوان بيدل- 1940ع.
39- گربخشاڻي هوتچند مولچند، ڊاڪٽر: 'شاهه جو رسالو'، (جلد 3) جلد پهريون 1923ع، جلد ٻيو 1924ع، جلد ٽيون 1931ع.
40- گل محمد گل: 'ديوان گل'، سال 1855ع.
41- لطف الله بدوي: 'تذڪره لطفي'، (ٽي جلد) جلد پهريون 1953ع، جلد ٻيو 1955ع، جلد ٽيون 1968ع.
42- لطف الله بدوي: 'ڪنڊڙي وارن جو ڪلام'، سنڌي ادبي بورڊ، 1964ع.
43- لطف الله بدوي: 'ڪليات خادم' - سنڌي ادبي بورڊ، 1958ع.
44- ليکراج عزيز: 'ادبي آئينو'، 1941ع.
45- ليلو رچنداڻي: 'سنڌوءَ جي جهلڪ'. هندستان، 1963ع.
46- محمد صديق مسافر: 'ديوان فاضل'.
47- محمد اسماعيل عرساڻي: 'چار مقالا'.
48- مرزا قليچ بيگ: 'مقالات الحڪمت'، 1876ع.
49- مرزا علي قلي بيگ: 'سچل سرمست جو رسالو' ٻه جلد.
50- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: 'سنڌي ادب جي تاريخ' - ڪاٺياواڙ اسٽورس ڪراچي/ لاڙڪاڻو 1993ع.
51- ميمڻ محمد صديق: 'سنڌي ادبي تاريخ' (ٻه ڀاڱا) ڀاڱو پهريون 1949ع.
52- ٻيو ڀاڱو 1951ع.
53- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: 'تذڪره شعراء سکر' - سنڌي ادبي سوسائٽي، اسلاميه ڪاليج سکر، 1965ع.

54- ميمڻ عبدالمجيد سندي، ڊاڪٽر: 'سنڌي ادب جو تاريخي جائزو' - عجائب اسٽور سکر، 1976ع.
55- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: 'جوتيون جواهرن جون' - سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو، 1971ع.
56- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: 'لاڙڪاڻو ساهه سيباڻو'، لاڙڪاڻو ميونسپل ڪاميٽي، 1985ع.
57- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: ' شاهه ڪريم جو ڪلام' - روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1995ع.
58- ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر: 'ناول نگاري ۽ تنلسمن عرف غازي صلاح الدين جو تنقيدي جائزو' - عجائب اسٽور سکر، 1981ع.
59- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 'ڪليات حمل'، سنڌي ادبي بورڊ، 1953ع.
60- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 'شاهه عنات جو ڪلام' - سنڌي ادبي بورڊ، 1923ع.
61- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 'لطف الله قادريءَ جو ڪلام': انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1968ع.
62- نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر: 'سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ' - زيب ادبي مرڪز، 1980ع.
63- هيرو ٺڪر: 'قاضي قادن جو ڪلام': پوڄا پبليڪيشن دهلي، 1978ع.

## رسالا ، مخزنون

1- روزانہ "الوحيد" سنڌ آزاد نمبر، 1936ع.
2- ٽہ ماهي "الرحيم" جا مختلف پرچا.
3- پورب "مخزن"، سنڌي شعبو، سنڌ يونيورسٽي 68-1969ع.
4- ٽہ ماهي "مهراڻ" جا مختلف پرچا.
5- ماهوار "سهڻي" جو شيخ اياز نمبر (ٻہ ڀاڱا).
6- ماهوار "نئين زندگي" جا مختلف پرچا.

## اردو ڪتاب

1- مولانا عزيز الرحمان: تاريخ قلعہ مروٽ، عزيز المطابع، 1952ع.
2- سيد سليمان ندوي: 'عرب و هند کے تعلقات'، هندستاني اڪادمي الہ آباد، 1929ع.
3- ميمن عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽر: 'سنڌي ادب کي مختصر تاريخ'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1983ع.

سنڌي ادب اٿاهه سمنڊ مثل آهي: جنهن جو ڪاٿو ڪٿڻ ۽ ڪچ- ماپ ڪرڻ ڪنهن جي وس جي ڳالهه نه آهي. آءٌ چاليهن سالن کان سنڌي ادب جو اڀياس ڪندو رهيو آهي. ان سان گڏ عالمي ادب ۽ ادب جي قديم ۽ جديد رجحانن، لاڙن ۽ تحريڪن جو مطالعو به ڪيو اٿم. نثر ۽ نظم جي مختلف صنفن جي فني ستائن جو جائزو پڻ ورتو اٿم. ان کان پوءِ سنڌي ادب تي جيڪي سوچيو ۽ ويچاريو اٿم. ۽ ان جو فني، فڪري ۽ لساني تجزيو ڪندي، جيڪي ڪجهه لکيو اٿم، اهو وقت بوقت مضمونن ۽ مقالن جي صورت ۾ پيش ڪندو رهيو آهيان. انهن مان تمام گهڻا مقالا مختلف رسالن ۾ ڇپيا آهن. ان کان سواءِ ڪجهه اڻ ڇپيل مواد به موجود هو.

اهڙيءَ طرح جيڪي ڪجهه پلئه پيو آهي، انهيءَ ميڙ، سهيڙ، ڪٿ، ماپ، اکرن جي اکيڙ، پرک ۽ پروڙ ۽ تجزياتي اڀياس جي چونڊ هن ڪتاب ۾ پيش ڪي رهيو آهيان.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي